# جادو ۽ سائنس

(ٽن جلدن ۾)

— جلد پهريون —

از

سر جيمس جارج فريزر

مترجم

سو[illegible]ار علي م. سومرو



سنڌي ادبي بورڊ

سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي ؛ ★ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ

ٻهريون ڇاپو ١٩٥٩ع ٻه هزار ڪاپيون




قيمت

ملڻ جو هنڌ:-
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي؛
۽ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.

هيءُ ڪتاب "نواءِ سنڌ" پرنٽنگ پريس، ڪراچيءَ ۾ ڇپيو
۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ، محمد ابراهيم جويي،
شايع ڪيو.

## مترجم جو نوٽ

علم الانسان جي ماهرن جي راءِ آهي ته حضرت انسانُ، جو اڄ اسان کي ذري گهٽ ترقيءَ جي بنهه عروج تي نظر اچي رهيو آهي، سو اڄ کان ڪروڙين سال اڳ انتهائي وحشي حالت کان درجي بدرجي ترقي ڪندو، مَسَ پنهنجي موجوده منزل تي رسيو آهي. اڄوڪي تهذيب ۽ تمدن، جنهن تي اسين ايڏو ناز ڪري رهيا آهيون، سا نه هڪ صديءَ جي پيدائش آهي، ۽ نه ڪنهن هڪ زماني جي، پر حقيقت هيءَ آهي ته اها اسان کي پنهنجن ابن ڏاڏن کان آهستي آهستي ورثي ۾ ملندي آئي آهي- اهي ابا ڏاڏا، جن کي اڄ اسين اڻ سڌريل ۽ وحشيءَ جهڙن حقارت آميز خطابن سان نوازي رهيا آهيون. لکين سال اڳ، جڏهن انسان پاڻ کي نامهربان ماحول ۾ قدرتي عناصر جي رحم وڪرم تي ۽ تن تنها ڏٺو، تڏهن سندس اڻ گهڙيل دماغ جي جيڪا ڪيفيت رهي هوندي، تنهن جو اسين شايد تصور به نه ڪري سگهون. اهو انهيءَ وحشيءَ ۽ اڻ سڌريل انسان جي مشاهدن ۽ تجربن، ڪاميابين ۽ ناڪامين جو ئي نتيجو آهي، جو اڄ اسين قدرت جي اهڙن پوشيده رازن کي پروڙي سگهيا آهيون، جن کي پيا ته ڇڏيو پر رڳو اڳين صديءَ جا ماڻهو به ”خدا جي رازن ۾ هٿ وجهڻ“ سڏيندا هئا، ۽ جي اڄوڪي زماني جي سائنسي ايجادات کي هوند ڪرامات ۽ معجزن کان سواءِ ٻيو ڪو نالو ڏيئي ڪين سگهن ها.

ارتقا جي اصول مطابق، موجوده انسان، ٽيندي ٽيندي، ’چمپنزي‘ قسم جي باندرنما جانور جي هڪ گهرائي مان نڪري، آهستي آهستي، پنهنجي بهيمانه شڪل و صورت، عادتن ۽ خصلتن کي ترڪ ڪندو، اڄ اچي هڪ شائسته ۽ مهذب انسان جي منزل کي پهتو آهي.

بظاهر، هيءَ ڳالهه هڪ بيخبر ماڻهوءَ لاءِ ڪيل جهڙي آهي، پر ارتقا جي اصولن کان باخبر ۽ سمجهه ٻوجهه رکندڙ ماڻهوءَ لاءِ انهيءَ ننڍڙيءَ ڳالهه ۾ فڪر ۽ غور جا داستان پريل آهن. ٿورو ئي غور ڪري ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته اڄوڪي انسان کي پنهنجي انهيءَ وحشي حالت کي ڇڏڻ ۾ ڪيترو نه ڊگهو عرصو لڳو هوندو، ڪيس ڪهڙين نه دشوارين سان مقابلو ڪرڻو پيو هوندو، ۽ ڪيتري نه ڪيس جدوجهد ڪرڻي پيئي هوندي! سندس ظاهري وضع قطع ۽ جسماني ساخت کي هڪ هيبتناڪ "حيوان" جي حليي کان ڦري، هڪ خوبصورت انسان جي شبيهه ۾ تبديل ٿيڻ ۾ ڪيترين نه ارتقائي منزلون طي ڪرڻيون پيئون هونديون!

اهو ته ٿيو سندس جسماني تبديليءَ جو احوال. پر حضرت انسانَ مخلوقات جي ٻين ساهوارن کان جيڪا فوقيت ۽ برتري حاصل ڪئي آهي، سا رڳو سندس جسماني فضيلت جي مرهون منت نه، پر خاص طرح سندس دماغي صلاحيتن جي ئي محتاج آهي. جنهن شيءِ کي اڄ اسين "عقل سليم" ۽ "انساني شعور" سڏيون ٿا، سو ته انسان کي تنهان ئي زياده تڪليف ۽ جانڪاهيءَ کان پوءِ نصيب ٿيو آهي. اوائلي انسان کي جڏهن ڀريائين پنهنجي دماغ کان ڪم وٺڻ جي صلاحيت جو احساس ٿيو، تڏهن هن جو ڌيان سڀ کان اول پنهنجي قريبي ماحول ڏانهن ڇڪيو، ۽ هن انهن سڀني فطرتي قوتن تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪئي، جي سندس وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ هميشه سانس بر سر پيڪار هيون. هن جي اڻاسريل ۽ ننڍڙي دماغ انهن سڀني شين – وڄ، گجگوڙ، برسات، طوفان، سج چنڊ ۽ انهن جي گردش، زندگي ۽ موت، وغيره – جي اسباب و علل ڄاڻڻ لاءِ جاکوڙ شروع ڪئي. انهيءَ جاکوڙ ۾ ڪيس هڪڙا خيال ترڪ ڪري، وري وري ٻيا ۽ نوان خيال اختيار ڪرڻا پيا. جيئن جيئن سندس تجربن ۽ مشاهدن سندس اڳوڻن خيالن جي ترديد ڪئي، تيئن تيئن هن سچ حاصل ڪرڻ جي تلاش ۾ نيون واٽون ۽ اڳواٽ اڻ ڏٺل

راهون اختيار ڪيون. اڄوڪو ’سمجهدار‘ انسان، جو پنهنجي اوائلي زماني جي ياد کي وهم پرست سڏڻ کان دريغ نه ٿو ڪري، تنهن کي جيڪڏهن انهيءَ ماحول ۾ انهن دشوارين سان مقابلي ڪرڻ جو اڄ به ڪو موقعو ملي، ته امڪان اغلب آهي ته هو ايترو ڪجهه به نه ڪري سگهي، جيترو سندس انهيءَ وحشي پيشروءَ پنهنجن پونيرن لاءِ ورثي ۾ ڇڏيو. اهو سچ آهي ته اوائلي انسان ڪائنات جي مختلف مشاهدات متعلق جيڪي اسباب و علل سوچيا، ۽ جن تي هن گهڻي زماني تائين ڳنڍ ڏني، سي آخرڪار باطل ۽ بي بنياد ثابت ٿيا. پر هيءَ ڳالهه تسليم ڪرڻ کان سواءِ نه ٿو رهي سگهجي ته بعد واري زماني جي تحقيقات ۾ ڪوجنائن جو اصلي بنياد اوائلي انسان جا اهي ئي باطل ۽ ڪوڙا نظريا ۽ عقيدا هئا، جن اسان جي موجوده زماني جي سائنس کي جنم ڏنو. جيستائين اوائلي انسان جي وهمن ۽ پرمن کي بي حقيقت ثابت نه ڪيو ويو، تيستائين حقيقي ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي ڪا گنجائش ئي ڪانه هئي. ۽ اهڙن محققن کي، قديم زماني کان وٺي سينه بسينه ورثي ۾ مليل ڳالهين کي اوچتو ئي اوچتو باطل چوڻ ۽ باطل ثابت ڪرڻ ۾، ڪهڙو نه جيءَ جو جوکو ملهه کڻڻو پيو هوندو، تنهن جا ڪئين مثال تاريخ ۾ موجود آهن، جن جي بيان ڪرڻ جي هت ڪا خاص گنجائش ۽ ضرورت ڪانهي.

بهرحال، هيءَ دنيا، گذريل ڪروڙن ۽ اربن سالن کان وٺي ترقي ڪندي آئي آهي، ۽ ظاهر آهي ته اهائي دنيا، جا اڄ هڪ اهڙيءَ منزل تي اچي پهتي آهي، جتي انسان پنهنجي قريبي ۽ فوري ماحول تي مڪمل قدرت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، آسمان ڏانهن اکيون کنيون آهن، ۽ جنهن ڪائناتي خلا ۾ معلق سيارن جي تسخير جي ڪوشش شروع ڪئي آهي. ان ئي دنيا ۾ ڪن صدين يا هزارن سالن کان پوءِ ڪو اهڙو انسان آباد نظر اچي، جنهن جي نظرن ۾ اڄوڪو انسان به محض ان ئي ابتدائي وحشي دور جو هڪڙو آخرين يادگار ثابت ٿئي!- ته اها ڳالهه ڪا ناممڪن

نہ آهي. جهڙيءَ طرح اسان پنهنجن پيشروَن جي حاصل ڪيل
حڪمت ۽ اخذ ڪيل نتيجن جي ڍير مان ڳولي ڦولهي سچ ۽
سونُ پرکي ڪم آندو آهي ۽ سندن غلطين کي مَٽ ۽ بيڪار
ڄاڻي ڦٽو ڪري ۽ انهن متعلق پراڻا خيال ترڪ ڪري، ترقيءَ
جي راهه تي پنهنجو قدم اڳتي ئي وڌائيندا آيا آهيون، بلڪل
اهڙيءَ ئي طرح اسان جا پويان بہ اسان جي غلطين کي بي حقيقت
سمجهي، اسان جي ڪاميابين مان فائدو حاصل ڪري، حق جي
ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ڪائنات جي مڪمل تسخير جي منزل مقصود
ڏانهن گامزن نظر ايندا... ۽ اهو زمانو پري نہ ٿو نظر اچي، جڏهن
هيءَ آدم جو اولاد چنڊ تہ بجاءِ خود، اڃا بہ ڪنهن زياده بلند
مقام تي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو.

"جتي عرش نہ اپ ڪو، زمين ناهہ ذرو،
نڪو چارو چنڊ جو، نڪو سج سرو،
اتي آديسين جو لڳو ڏڪ درو،
پري پين پرو، ناٿ ڏٺائون نانهہ ۾ ا" —"شاهہ"

زيرِ نظر ڪتاب علم الانسان جي گوناگون شاخن مان هڪ
شاخ سان وابستہ آهي. جيئن مٿي عرض ڪري آيا آهيون، انسان
ڪائنات جي حقيقت پروڙڻ لاءِ ڏاڍا ٽڪر هنيا آهن ۽ سندس
انهيءَ طويل جدوجهد جو داستان بہ اوتروئي طويل آهي؛ ان کي
ڪنهن هڪ يا ٻن جلدن اندر ماپائڻ ناممڪن آهي. سنڌي زبان
۾ شايد هي پهريون ئي دفعو آهي، جو حضرت انسان جي هن
ڪوهہ شڪنيءَ جو داستان سنڌي خوانده عوام اڳيان پيش ڪيو وڃي
ٿو. ٻين ٻولين ۽ خاص طرح انگريزيءَ ۾ تہ انهيءَ موضوع تي
انتهائي دلچسپ، مفيد ۽ غور و فڪر جي غذا سان ڀرپور ڪيئي
جلد لکيا ويا آهن، پر اسان جي مادري زبان علم جي انهيءَ شاخ
کان تاحال بي بهره رهي آهي. سنڌي ادبي بورڊ ان ڪري
مبارڪباد جو مستحق آهي، جو هن انهيءَ ڏس ۾ دلچسپي ورتي.

پروفيسر فريزر جي جڳ مشهور ڪتاب (*Golden Bough*) جو هيءُ سنڌي ترجمو پيش ڪيو آهي.

اوائلي انسان جي دماغي ارتقا، معاشرتي نظام، سياسي جوڙجڪ ۽ سنڌس تهذيب و تمدن جي تحقيقات ۾ پروفيسر فريزر جون خدمتون سڄيءَ دنيا ۾ مُسلّم آهن. جنهن ڪتاب جو اسان ترجمو پيش ڪري رهيا آهيون، سو دراصل ٻارنهن جلدن ۾ لکيل آهي ۽ منجهن جيڪي به حقيقتون پيش ڪيون ويئون آهن، يا مثال ڏنا ويا آهن، تن جون اختياريون ۽ حوالا به انهن ۾ ڏنل آهن؛ پر جيئن ته اهي ٻارنهن جلد عام ماڻهوءَ جي دسترس کان ٻاهر آهن، ۽ نه وري عام ماڻهوءَ وٽ ايترو وقت آهي، جو انهن جو مطالعو ڪري منجهانئن مستفيض ٿي سگهي، انڪري فريزر صاحب انهيءَ درياه کي ڪوزي اندر بند ڪري، اهو سڄو مواد اختصار طور هڪ جلد اندر ماپايو آهي- جنهن جي ترجمي کي اسان ناظرين ڪرام اڳيان پيش ڪرڻ جي هيءَ ڪوشش ڪئي آهي. اصل ڪتاب جي اختصار جو هي سنڌي ترجمو به جملي ٽن جلدن ۾ شايع ٿيڻ وارو آهي.

ڪتاب جي ترجمي ڪرڻ جي دوران ۾ انگريزيءَ جا ڪي اهڙا الفاظ ۽ اصطلاح سامهون آيا، جن جا هم معنيٰ الفاظ سنڌيءَ ۾ ملڻ مشڪل هئا، جنهنڪري گهڻن هنڌ تي نون لفظن ۽ اصطلاحن جي تلاش ڪرڻي پيئي آهي. اهڙن مشڪل مرحلن تي مسٽر محمد ابراهيم جويي نهايت همدرديءَ ۽ پنهنجائپ سان منهنجي رهبري پئي ڪئي آهي؛ ۽ جيئن تر هن ميدان ۾ منهنجي هيءَ پهرين ڪوشش آهي، انڪري منهنجي ٻوليءَ ۾ نقائص ۽ انداز بيان ۾ ناپختگي هئڻ هڪ لازمي امر هو! انهيءَ ڏس ۾ به محترم جويي صاحب گهري دلچسپي وٺي ۽ انتهائي محنت سان منهنجي ناقص ڪوشش کي سڌاريو ۽ ڪامياب بڻايو آهي، جنهن لاءِ آءٌ صاحب ممدوح جو نهايت شڪرگذار آهيان. اهو سندس شخصي ڪاوش جو ئي نتيجو

آهي، جو هن ڪتاب جو پهريون جلد ذري گهٽ ٽن سالن جي محنت پڄاڻان هن صورت ۾ منظرعام تي اچي رهيو آهي. اميد ته جنهن اعليٰ مقصد کي مدنظر رکي سنڌي ادبي بورڊ هي ڪتاب پيش ڪري رهيو آهي، سو سنڌي پڙهيل عوام جي دلين ۾ علم ۽ ڄاڻ جي نئين روشنيءَ جي جوت جاڳائڻ ۽ سنڌن خيالن ۽ نظرين کي ڪجهه قدر حقيقت پسندانه بنائڻ جي صورت ۾ حاصل ٿي سگهندو.

ڪراچي،
١٤ نومبر، ١٩٥٩ع

— سومار علي م. سومرو

# فهرست

# باب پهريون

## ٻيلي جو بادشاهہ

١ـ **ڊائنا ۽ وربيئس:** اٽليءَ ۾ آلبن ٽڪرين جي سرسبز ۽ شاداب علائقي جي هڪ گهاٽي ٻيلي ۾، قدرتي نظارن سان ڀرپور ۽ پيالي وانگر گول، هڪ قدرتي ڍنڍ آهي، جنهن کي قديم زماني جا ماڻهو ”ڊائنا جي آرسي“ سڏيندا هئا. آلبن ٽڪرين جي سبز لاهين جي گهيري ۾ بيٺل ان ڍنڍ جي ساڪن پاڻيءَ جو جنهن ۾ نظارو ڏٺو هوندو، تنهن کان اهو وسرڻ جو نہ آهي. اڄ بہ ان جي ڪنارن تي جيڪي بہ ننڍڙا اطالوي ڳوٺ پيل آهن، سي ۽ انهن جي قريب وچين صدين ۾ ٺهيل ڪنهن اطالوي سردار جو محلات، هن پرسڪون ماحول ۾ خلل انداز ڪونہ ٿي سگهيا آهن. ائين معلوم ٿي رهيو آهي تہ انهيءَ ويران ۽ سنسان ساحل تي ڊائناديوي بذاتِ خود موجود آهي، يا ٻيلي جي گنجان ۽ بي ترتيب وڻن ۾ اڃا بہ ان جي روح جو واسو آهي.

قديم زماني ۾ هيءَ سرزمين عجيب و غريب ۽ بار بار وقوع پذير ٿيندڙ هڪ المناڪ واقعي جي جاءِ واردات ٿيندي رهي. ڍنڍ جي اترئين ڪناري وٽ، انهن ٽڪرين جي بلڪل هيٺان، جن تي موجوده زماني ۾ نيميءَ جو ڳوٺ بيٺل آهي، ڊائنانيموريئس يا ”ٻيلي واريءَ ڊائنا“ جو مقدس ٻيلو ۽ آستانو هو. انهيءَ ڍنڍ ۽ ٻيلي کي ڪڏهن ڪڏهن ائريشيا جي ڍنڍ ۽ ٻيلو سڏيو ويندو هو، پر ائريشيا جو شهر (جديد رڪسيہ) اتان کان اٽڪل ٽي ميل دور، آلبن جبل جي دامن ۾ واقع هو، جنهن کي ڍنڍ کان هڪ اونهيءَ لاهيءَ جدا ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ مقدس ٻيلي ۾ هڪ وڻ بيٺل هو، جنهن جي چوڌاري ڏينهن جي ڪنهن بہ وقت ۽

شايد رات جو دير تائين به، گنيير ۽ خطرناڪ صورت وارو هڪ انسان هرطرف نوسيندو نظر ايندو هو. هٿ ۾ اگهاڙي تلوار هوندي هيس ۽ هو پنهنجي اردگرد اهڙيءَ خبرداريءَ سان نظرون ڊوڙائيندو رهندو هو، ڄڻ ته ڪيس ڪنهن به وقت دشمن جي ناگاه حملي جو ڊپ هو. اهو شخص پوڄاري به هو ۽ قاتل به هو، ۽ هو جنهن ساٿيءَ جي تلاش ۾ مصروف رهندو هو، سو اڳي يا پوءِ، ڪيس قتل ڪري، سندس جاءِ تي پوڄاريءَ جي عهدي ماڻ وارو هو. پيلي جو اهوئي قانون هو: پوڄاريءَ جي عهدي جو اميدوار وقت جي پوڄاريءَ کي:قتل ڪرڻ کان پوءِ ئي انهيءَ منصب تي پهچي سگهندو هو؛ ۽ ان کي قتل ڪرڻ کان پوءِ، انهيءَ عهدي تي تيسين فائز رهندو هو، جيسين هو پاڻ کان زياده طاقتور يا زياده حرفتي اميدوار جي هٿان قتل ٿئي.

انهيءَ عهديءَ سان گڏ، جو هو اهڙي خطرناڪ شرط تي ماڻيندو هو، ڪيس ”بادشاه“ جو خطاب به ملندو هو؛ پر يقيناً ڪنهن حقيقي تاجدار جي ننڊ به اهڙي حرام ڪانه ٿي هوندي، جهڙي هن ”پيلي جي بادشاه“ جي هوندي هئي؛ ڇو ته سال بسال، ٿڌيءَ توڙي ٿڌيءَ، طوفان ۽ برسات ۾، ڪيس تن تنها سڀ کان وڏيڪ پنهنجي پاسباني ڪرڻي پوندي هئي؛ جان کي جو ڪي ۾ وجهڻ کان سواءِ هو ڪٿي سر ڪوڙي، ڪڏهن ننڊ ڪانه ڪري سگهندو هو؛ هڪ گهڙيءَ جي غفلت، ڪمزوري يا ٻي ڪابه اهڙي قوت مدافعت ۾ ڪوتاهي، ڪيس خطري ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندي هئي؛ سفيد وار ته سندس موت جي پرواني تي مُهر جو ڪم ڪندا هئا. نيڪدل ۽ نرم سياهه وارن زائرين جي نظرن ۾، جي ديويءَ جي مقدس آستاني جي زيارت لاءِ اتي ايندا هئا، ظاهر آهي ته هن جو وحشي ۽ خطرناڪ حليو آس پاس واري خوبصورت ۽ سن موهيندڙ نظاري ۾ اهڙو اونداهو ڏسڻ ۾ ايندو هوندو، جهڙو هڪڙو پٽڪندڙ ڪڪر، جو ڏينهن جو چمڪندڙ ۽ روشن سج جي آڏو هڪ سياه داغ معلوم ٿيندو آهي. اطالوي

آسمان جي نيلي رنگ، گرم موسم ۾ ٻيلي جي ٿڌيءَ ڇانوَ ۽ آس ۾ چمڪندڙ سمنڊ جي سونهري لهرن جي وچ ۾، اھڙيءَ سخت ۽ خطرناڪ صورت وارو اھو انسان ڏهندو ئي ڪونه هوندو. موسم خزان جي ڪنهن ڀيانڪ رات جو، جڏهن لاتعداد سڪل پن وڻن مان ڇڻندا رهندا آهن، ۽ سوسات ڪندڙ هوا ختم ٿيندڙ سال جي پوين پساهن جو مرثيو ڳائيندي رهندي آهي، تڏهن اهو نظارو ڏير سان ايندڙ ڪنهن مسافر تي جيئن ڏسڻ ۾ آيو هوندو. تنهن جي تصور ڪرڻ سان هڪ عجيب تصوير اکين آڏو اچيو ٿي وڃي- طوفاني آسمان، اونداهو ٻيلو، زوردار هوا ۾ وڻن جي شاخن جي 'سان سان'، هيٺ زمين تي سڪل ۽ مرده پنن جي سرسراهٽ، دور سمنڊ جي ساحل تي ٿڌي پاڻيءَ جي طوفاني لهرن جي ٿڦ ٿڦ، ۽ اڳيان، ڪڏهن ڪڪيءَ چانڊوڪيءَ ۾ ۽ ڪڏهن ڳهاٽن وڻن جي ساپي ۾، هيڏانهن هوڏانهن ڦرندڙ گهرندڙ هڪ خطرناڪ صورت، جنهن جي ڪلهي تي رکيل تلوار جي فولاد مان، چانڊوڪيءَ سان لنگهڻ وقت، تيز چمڪات نڪرندا ٿي رهيا- بيشڪ هيءَ هڪ ڀيانڪ ۽ ڀوائتي تصوير آهي.

ڊائنا ديويءَ جي پوڄارين جي انهيءَ عجيب "قانون" جو قديم زماني جي ڏند ڪٿائن مان ڪوبه اهڙو متوازي مثال نٿو ملي، جنهن جي مدد سان ان کي سمجهي سگهجي، ان کي سمجهڻ لاءِ اسان کي اڃا به پوئتي وڃڻو پوندو. ان کان ته ڪوبه انڪار ڪونه ڪري سگهندو ته انهيءَ رسم مان وحشي دور جي بوءِ اچي رهي آهي، اها ساڳي رسم، جا رومي شهنشاهن جي دور حڪومت تائين زنده رهندي آئي، ان دور جي مهذب اطالوي معاشري ۾ ائين نمايان بيٺي آهي، جيئن ڪنهن خوبصورت چمن جي وچ ۾ ڪو اڻ گهڙيل، بي ڊولو پٿر بيٺل هجي. درحقيقت انهيءَ رسم جي وحشت ۽ بي ڍنگائيءَ ۾ ئي، ان کي چڱيءَ طرح سمجهڻ جو ڪجهه آسرو آهي. موجوده دور ۾ انساني تاريخ جي تحقيقات مان انساني جدوجهد جي اها يگانگت ۽ يڪسانيت ثابت ٿي چڪي

آهي، جنهن سان انساني دماغ، سواءِ ڪن ٿورن سطحي تفاوتن جي، فلسفهءِ حيات جي ابتدائي اڻ گهڙيل نظريي جي تڪميل ڪئي آهي. ان ڪري جيڪڏهن اسين اهو ڏيکاري سگهون ته نيميءَ جي پوڄارين جهڙي وحشي رسم ڪنهن ٻئي هنڌ به وجود ۾ هئي؛ جيڪڏهن انهن مقصدن کي ڳولي ڪيون، جن جي ڪري اها وجود ۾ آئي؛ جي اهو ثابت ڪري سگهون ته اهي مقصد ڪنهن زياده ڪشادي دائري ۾، يا شايد سڄيءَ دنيا ۾ انساني معاشري ۾ هڪ نه ٻئي وقت ڪاربند هئا ۽ جن مختلف حالات ۾ جداگانه رواجن ۽ رسمن کي وجود بخشيو، جن جي تفصيلن ۾ فرق هو، پر جي عام طور هڪ جهڙيون هيون؛ ۽ سڀ کان وڌيڪ جيڪڏهن اهو ڏيکاري سگهون ته اهي ساڳيا مقصد ۽ انهن مان حاصل ٿيل ريتيون ۽ رسمون اڃا به زياده قديم زماني ۾ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ موجود هيون؛ ته پوءِ اهو نتيجو بخوبي ڪڍي سگهون ٿا ته ڪنهن قديم زماني ۾ انهن ساڳين ئي مقصدن جي حصول لاءِ نيمي ٻيلي جي پوڄارين جو پڻ اهو سلسلو وجود ۾ آيو هوندو. انهيءَ سلسلي جي جاري ٿيڻ جي اصلي سببن جي سڌين ۽ صاف ثابتين جي عدم موجودگيءَ ۾، اهڙي قسم جو انومان حقيقت جو درجو ته نٿو رکي سگهي، پر ان جي درست هئڻ جو امڪان اوتري قدر ئي ڪم يا زياده ٿيندو، جيتري قدر گهٽ يا وڌيڪ درجي ۾ اهو مٿي ذڪر ڪيل صورتن ۽ شرطن سان ٺهڪندو. هن ڪتاب جو مقصد هي آهي ته انهن مٿي بيان ڪيل شرطن جي پوئواري ڪري، جيتري قدر ٿي سگهي، اوتري قدر امڪان جي حد اندر، نيميءَ جي پوڄارين جي انهيءَ سلسلي جي سمجهاڻي پيش ڪجي.

انهيءَ موضوع تي اسان کي جيڪي ٿوريون گهڻيون حقيقتون ۽ ڏند ڪٿائون دستياب ٿي سگهيون آهن، تن جي بيان سان اسين ابتدا ڪريون ٿا. هڪ روايت موجب نيميءَ ۾ ڊائنا جي پوڄا جي شروعات اوريسٽيس نالي هڪ شخص ڪئي، جو ٽارڪ چرسونيس

(ڪريميا) جي بادشاه، ٿوآس*، کي قتل ڪري، ان جي پيڻ سان اٽليءَ پهچي آيو، ۽ اتان ٽارڪ ڊائنا جو هڪ مجسمو پڻ ڪاٺين جي لَڏَ ۾ لڪائي، پاڻ سان گڏ کڻي آيو. اوريسٽيس جي سوٽ کان پوءِ سندس هڏا اٽريشيا مان ڪڍي، روم پهچايا ويا، جتي انهن کي سٽرن جي مندر جي سامهون، ڪئپيٽولائين ٽڪريءَ جي لاهيءَ تي، ڪنڪارڊ مندر پرسان دفن ڪيو ويو. ٽارڪ ڊائنا سان جيڪي خونخوار رسمون وابسته ڪيون ويئون هيون، تن جو ڏند ڪٿائن جي مطالعي ڪندڙن کي بخوبي علم آهي: ڇيو وڃي ٿو ته جيڪو به اجنبي انهيءَ ساحل تي وڃي سهڙندو هو، تنهن کي ديويءَ جي قدمن ۾ قربان ڪيو ويندو هو. پر جڏهن اهي رسمون سندس مجسمي سان گڏ اٽليءَ ۾ پهتيون، تڏهن انهن ڪجهه نرم صورت اختيار ڪئي. نيميءَ جي آستاني ۾ هڪ وڻ بيٺل هو، جنهن جي ڪنهن به شاخ کي ٽوڙڻ جي ڪنهن کي به اجازت نه هئي، سواءِ انهيءَ "غلام" جي جيڪو پنهنجي "آقا" کي ڇڏي وٺي ڀڳو هجي. انهيءَ ڪوشش ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي حالت ۾، ان غلام کي پوڄاريءَ سان دوبدو مقابلي ڪرڻ جو حق حاصل ٿيندو هو؛ ۽ جيڪڏهن هو ان کي قتل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو هو، ته پوءِ هو "پيلي جي بادشاه" (ريڪس نيمورينس) جو خطاب اختيار ڪري، اڳين پوڄاريءَ جي بجاءِ اتي حڪومت ڪندو هو. قديم زماني جي ماڻهن جي عام راءِ مطابق، اها فيصلہ ڪن شاخ اهائي "سونهري شاخ" هئي، جنهن کي ايئينيس، عالم ارواح جي خطرناڪ سفر اختيار ڪرڻ کان اڳ، سبل جي حڪم تي، ٽوڙيو هو. ڇونڊا هئا ته غلام جي ڀاڄ سان اوريسٽيس جي ڀاڄ جو مقصد هو؛ پوڄاريءَ سان سندس مقابلو انهن انساني قربانين جي يادگيري تازي رکڻ لاءِ هو، جي ٽارڪ ڊائنا کي پيش ڪيون وينديون هيون. تلوار

---

* ڏند ڪٿائن ۾، ڪريميا جي هڪ قديم بادشاهه جو نالو.

جي زور سان انهيءَ ورثي حاصل ڪرڻ جي اها رسم، رومي فرمانروائن جي دور حڪومت تائين قائم رهندي آئي؛ جو ته ڪاليگيولا* جي زود رنج طبيعت ۾ هيءَ عادت به شامل هئي ته جڏهن ڏسندو هو ته نيميءَ جي پوڄاريءَ کي حڪومت ڪندي گهڻو وقت گذري ويو آهي، تڏهن هو ڪنهن زياده طاقتور لفنگي کي پئسا ڏيئي هن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو هو. هڪ يوناني سياح، جنهن انٽونائينس † جي زماني ۾ اٽليءَ جو سير ڪيو هو، چوي ٿو ته سندس وقت تائين اهو پوڄاريءَ جو عهدو تلوار جي ڏوبدو مقابلي ۾ ڪاميابيءَ حاصل ڪرڻ جو ئي انعام سمجهيو ويندو هو.

نيميءَ ۾ ڊائنا جي پوڄا جا ڪي نمايان آثار اڃا به موجود آهن. مجسمن جي پوري ٿيڻ تي جيڪي قربانيون پيش ڪيون وينديون هيون، تن جي نشانن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن کي خاص طرح "شڪار جي ديوي" ڪري مڃيو ويندو هو، ۽ ان کان پوءِ کيس مردن ۽ عورتن کي اولاد جي نعمت سان نوازيندڙ ۽ اميد وارين مائن جي درد زه ۾ آساني پيدا ڪندڙ ديوي سمجهيو ويندو هو. سندس پوڄا پاٺ ۾ باهه اهم ڪردار ادا ڪندي هئي، جو ته هر سال تيرهين آگسٽ تي، جڏهن سج جي تپش پنهنجي عروج تي هوندي هئي، سندس سيلي تي آستاني اندر ايتريون ته مشعلون ٻاريون وينديون هيون، جو سامهون واريءَ ڍنڍ ۾ به انهن جو عڪس پوندو هو. اٽليءَ جي گوشي گوشي ۾ اهو سڄو ڏينهن گهرن جي چلهين وٽ ڪرياڪرم ۽ پوڄا پاٺ ڪندي گذاريو ويندو هو. ديويءَ جي آستاني جي ايوان مان جيڪي ان جا ننڍڙا ڪنجهي مان ٺهيل مجسما مليا آهن، تن ۾ خود ديويءَ جي مٽي ڪچيل ساڄي هٿ ۾ به ٻريل مشعل ڏنل آهي. جن زالن جون دعائون مستجاب ٿينديون هيون، سي مٽن ۾ گلن جا هار

* رومي شهنشاهن جي سلسلي جو ٽيون بادشاهه (ڄمڻ سنه ١٢ ع).

† رومي شهنشاهه جو پنهنجي رحمدليءَ ڪان مشهور هو (٨٦-١٦١ ع).

وجهي ۽ هتن ۾ پريل مشعلون ڪٽي، پنهنجين مجتائن پوري ڪرائڻ لاءِ، ديويءَ جي آستاني تي ايندا هيون. ڪنهن نامعلوم شخص، شهنشاه ڪلاڊيئس* ۽ سندس خاندان جي سلامتيءَ خاطر، نيميءَ جي ننڍيءَ مڙهيءَ ۾ هڪ دائمي پرندڙ مشعل پيش ڪئي هئي. مڙهيءَ مان جيڪي ڳاڙهيءَ مٽيءَ جون پڳل ٺڪر مشعلون هٿ لڳيون آهن، سي شايد غريب طبقي وارن معتقدن جون پيش ڪيل معلوم ٿين ٿيون. جيڪڏهن ائين آهي، ته پوءِ (عيسائي مذهب جي) ڪئٿولڪ فرقي وارن جي ديولين ۾ مقدس شمعن پيش ڪرڻ جي رسم جي مشابهت واضح ٿي پوي ٿي. ان کان سواءِ، نيميءَ ۾ ڊائنا کي "ويسٽا" جو جيڪو لقب ڏنو ويو هو، تنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سندس آستاني ۾ مقدس باه جو مچ مستقل طور پرندو رهندو هو. مندر جي اتر-اڀرنديءَ ڪنڊ وٽ ٽن ڏاڪن سان جيڪو گول ٿلهو ٺهيل آهي، جنهن جي فرش تي رنگ برنگي سنگ مرمر جي سرن جا آثار اڃا به نمايان آهن، تنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته رومن فورم واري ويسٽا جي گول مندر وانگر، ان ٿلهي تي به ڊائنا ("ويسٽا") جو هڪ گول مندر بيٺل هو. معلوم ٿئي ٿو ته اتي مقدس باه جي مچ کي ان ويسٽا ديويءَ جون "پاڪ-ڪنواريون" قائم ۽ دائم رکنديون هيون، ڇو ته انهيءَ ئي جاءِ تان ڳاڙهيءَ مٽيءَ جي هڪ مشعل مٿان ويسٽا جي مٽي جو مجسمو مليو هو، ۽ باه جي مچ جي پوڄا، جنهن کي "پاڪ-ڪنواريون" هميشه ٻاريندي رهنديون هيون، سڄي لاطيني علائقي ۾، اوائلي دور کان وٺي آخرين زماني تائين، عام جام هوندي هئي. ان کان سواءِ، ديويءَ جي ساليانې ميلي تي، شڪاري ڪتن کي تاج پارايا ويندا هئا، ۽ انهن ڏينهن تي، جهنگلي جانورن کي ڪوبه ستايو ويندو هو. ديويءَ جي احترام لاءِ، نوجوان پاڻ کي پاڪ ڪرڻ جي هڪ رسم ادا ڪندا هئا، شراب خوب واپرايو ويندو هو، ۽

* هن نالي سان پهريون رومي شهنشاه (۱۰ ق.م.–۵۴ع)– شهنشاه آگسٽس جي زال جو ڏوهٽو هو، جو ننڍي هوندي کان پنگلو هو، پر علم و ادب ۽ فنون لطيفه سان بيحد چاهه هوس.

دعوت ۾ چيلو، ۽ ٻن جي ڏالهين تي رکيل گرما گرم روٽيون ۽ تازا چنل صوف، جي ڏارين جي چولين وٽ ڇڳن جي صورت ۾ لٽڪيل هوندا هئا، استعمال ڪيا ويندا هئا.

ٻه نيميءَ جي پيلي ۾ ڏائنا اڪيلي حڪومت ڪانہ ڪندي هئي. ٻہ ننڍيون ديويون ٻہ سندس پيلي واري آستاني ۾ ساڻس شريڪ هيون. انهن مان هڪ ”ايگيريا“ هئي، جنهن کي ڪاري پٿر مان ڦاٽي ٻاهر نڪرندڙ صاف پاڻيءَ جي پري سڏيندا هئا، جيڪو پاڻي خوبصورت آبشارن جي صورت ۾ ”لي مول“ واريءَ جاءِ تي ڏنڊ ۾ وڃي ڪرندو هو. اهائي جاءِ آهي، جتي نئين نيمي ڳوٺ جون پاڻيءَ تي هلندڙ چڪيون لڳل هيون. پاڻيءَ جي اها نهر پٿرين مٿان وهندي، جيڪو سريلو آواز ڪندي هئي، تنهن جو ذڪر اووڊ* ٻہ ڪيو آهي، ۽ چوي ٿو تہ هن پاڻ ڪيترا دفعا ان نهر جو پاڻي پيتو هو. ٻار واريون زالون ايگيريا کي قربانيون ڏينديون هيون، ڇو تہ ڏائنا وانگر، هن لاءِ بہ اهو اعتقاد هو تہ هوءَ ويم ۾ آساني پيدا ڪندي آهي. هڪ روايت مطابق اها پري ڏاهي بادشاه، نوما† جي زال يا سينڌي هئي ۽ هوءَ ان شاه پاڪ هڙيءَ جي تنهائيءَ ۾ هم صحبت ٿي هئي؛ نوما رومين کي جيڪو قانون ڏنو، سو انهيءَ پريءَ سان هم صحبت ٿيڻ جي برڪت جو نتيجو هو. پلوٽارڃ** انهيءَ ڏند ڪٿا جي مشابهت ديوين جي انهن آکاڻين سان ڪري ٿو، جن ۾ انهن جي فاني انسانن سان عشق جو ذڪر ٿيل آهي، مثلاً سبل ديويءَ ۽ چنڊ ديويءَ جي خوبصورت نوجوانن، اتيس ۽ اينڊيمين، سان

* روم جو هڪ مشهور شاعر، جو رومي شهنشاه آگستس سنہ(٦٣ق.م-١٤ع) جي دور حڪومت ۾ رهندو هو.

† رومي ڏند ڪٿائن ۾، بادشاهن جي سلسلي ۾ ٻيو بادشاه، جو خاموش طبيعت وارو هو، ۽ ٤٣ سالن تائين حڪومت ڪيائين.

** رومي مصنف، جو پنهنجي نثري تاريخي تحريرن ڪان مشهور آهي- (٥٠ع کان ١٠٠ع)

محبت ۽ ڪن جو وڏي خيال آهي ته انهن عاشقن جي ميلاپ جي جاءِ نيميءَ جي پيلي ۾ نه، پر روم ۾ پورتا ڪئپينا نڪريءَ وٽ هئي، جتي ايگيريا جو هڪ ٻيو پاڪ چشمو هڪ اونداهي غار مان ڦٽي ٻاهر نڪتو هو. ويسٽا جي مندر ڪي ڌوئڻ لاءِ روم جون "پاڪ ڪنواريون" انهيءَ چشمي مان روزانو سٽيءَ جي دلن ۾ پاڻي ڀري، ٽتن تي کڻي ويندڙيون هيون. جووينال* جي زماني ۾ قدرتي پٿرائين پٽ مٿان سنگ مرمر جو فرش لڳايو ويو هو، ۽ انهيءَ پاڪ ۽ صاف جاءِ تي غريب يهودين جا ٽولا، جن کي خانه بدوش ٻينن وانگر هڙيءَ ۾ پلٽي ماري ويهڻو پوندو هو، پنهنجي گدلائيءَ سان "گندو ۽ ناپاڪ" ڪندا رهندا هئا. اسان سمجهون ٿا ته جيڪو چشمو نيميءَ جي ڍنڍ ۾ ڪرندو هو، سوئي سچو ۽ اصلي ايگيريا جو چشمو هو، ۽ جڏهن البن نڪرين تان اوائلي آباد ٿيندڙن جا گروه هيٺ اچي ٽائبر درياه جي ڪناري تي لٿا، تڏهن اهي ان پريءَ کي پاڻ سان گڏ کڻي آيا ۽ هن لاءِ دروازن کان ٻاهر پيلي ۾ هڪ نئون گهر تجويز ڪيائون. انهيءَ پاڪ آستاني جي حدن اندر، غسل ڪرڻ جي گهاٽن جا آثار ۽ جدا جدا انساني عضون جا همشڪل ڳاڙهيءَ مٽيءَ مان ٺهيل جيڪي جيڪي نموٽا مليا آهن، سي ٻئي گڏجي اها شاهدي ڏين ٿا ته ايگيريا جو پاڻي بيمارن کي شفاياب ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو، جي وري پنهنجن خواهشن يا احسانمندين جي اظهار ڪرڻ لاءِ پنهنجي بيمار عضون جا نمونا ڳاڙهي مٽيءَ مان ٺاهي ديويءَ جي آڏو پيٽا طور رکندا هئا. اها رسم اڄ تائين يورپ جي گهڻن علائقن ۾ مروج آهي. هتي ايترو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته انهيءَ چشمي جي پاڻيءَ ۾ جيئن اڳي تيئن اڄ تائين به قدرتي طور طبي خصلتون موجود آهن.

نيميءَ ۾ ٻيو ننڍو ديوتا "وربيئس" هو. هڪ روايت مطابق،

* ٻهرين صدي عيسويءَ جو هڪ رومي شاعر، طنز يه تحريرن کان مشهور آهي.

وربيٺس اهو سا ڳيو خوبصورت، پاڪ ۽ نوجوان يوناني سورمو، هپولائيٽس،
هو، جنهن چيرون نالي نيم-انسان ۽ نيم-گهوڙي کان تيراندازيءَ
جو هنر سکيو هو ۽ جو پنهنجو سڄو وقت آرٽيمس نالي ڪنواريءَ
شڪارڻ ديويءَ سان ساون ٻيلن ۾ شڪار ڪندي گذاريندو هو.
ديويءَ جي صحبت تي مغرور ٿي، هن فاني عورتن جي محبت کي
نفرت جي نگاهه سان ڏٺو- ۽ اهائي ڳالهه سندس موت جو باعث
بڻي. "اڦروڊائيٽ" کي جو هن جي انهيءَ نفرت کان ڇنيان لڳي،
سو هن سندس ماٽيليءَ ماءُ فائيڊرا جي دل ۾ پٽ لاءِ ناپاڪ
محبت جي باهه ڀڙڪائي، ۽ جڏهن پٽس سندس ناپاڪ ارادن کي
ڪامياب ٿيڻ نه ڏنو ۽ پنهنجيءَ دستوري حقارت جو اظهار ڪيو،
تڏهن هن پٽس، ٿيسيس، جي روبرو مٿس ڪوڙو بهتان لڳايو.
ٿيسيس ان الزام تي وٺي ڳنڍ ڏني ۽ انهيءَ بيعزتيءَ جي بدلي
وٺڻ لاءِ، هن وڃي پنهنجي آقا، پوسيڊان، کي عرض ڪيو. سو،
جيئن هپولائيٽس پنهنجي رٿ ۾ سارونڪ نار جي ڪناري تي سير
ڪري رهيو هو، تيئن سمنڊ جي انهيءَ ديوتا پوسيڊان، غير معمولي
طاقتور ۽ عجيب وغريب صورت واري هڪ ڍڳي کي لهرين مان
ٻاهر موڪليو، جنهن کي ڏسندي ئي ڊنل گهوڙن وٺي ٿاهه ڪاڌو
۽ هپولائيٽس کي رٿ مان هيٺ ڪيرائي، ڪيس گهليندي گهليندي
پنهنجن طاقتور سنبن هيٺان چيٿاڙي قيمو ڪري ڇڏيو. پر ڊائنا،
هپولائيٽس جي محبت صدقي، ديوتائن جي ويد، ايسڪيولاپيس، کي
سندس خوبصورت ۽ نوجوان عاشق کي پنهنجن جڙين ٻوٽين سان
وري زنده ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. جيوپيٽر، جنهن کي موت جي
دروازن وٽان هڪ فاني انسان جي واپس اچڻ تي سخت ڪاوڙ
لڳي، تنهن وري انهيءَ گستاخ ويد، ايسڪيولاپيس، کي ئي ڪٺي
هڪدم واصل جهنم ڪيو. ڊائنا پوءِ پنهنجي محبوب کي، ديوتا
جي غضب کان بچائڻ لاءِ، هڪ گهاٽي ڪڪر ۾ ڪٺي لڪايو
۽ هن جي عمر ۾ ڪيترن سالن جو اضافو آڻي، سندس روپ بدلائي
ڇڏيو، ۽ ان کان پوءِ هن کي دور، نيميءَ جي وادين ۾، ڪٺي

ويٺي، جتي ورپيئس جي نالي سان، اطالوي پيلي جي گهاٽين اونداهين ۾، نامعلوم ۽ تنها زندگي گذارڻ لاءِ ڪيس ايگيريا پريءَ جي سپرد ڪيائين. هن اتي بادشاه ٿي حڪومت ڪئي ۽ ڊائنا جي نالي هڪ آستانو قائم ڪيو. پوءِ هن ڪي ورپيئس نالي هڪ خوبصورت پٽ ڄائو، جو پنهنجي پيءُ جي انجام کان بي نياز ٿي، جوشيلن گهوڙن تي سوار ٿي، ايٿينس ۽ ٽروجنس جي خلاف جنگ جوٽڻ لاءِ لاطينين سان وڃي شريڪ ٿيو. ورپيئس کي، نه فقط نيميءَ ۾ پر پين هنڊ ۾، ديوتا ڪري پوڄيو ويندو هو؛ اسان پڙهو آهي ته ڪئمپينيا ۾ هڪ خاص پوڄاري سندس پوڄا ڪرائيندو هو. ائريشيا واري آستاني ۾ گهوڙن کي داخل ٿيڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي، ڇو ته گهوڙن ئي هپولائيٽس کي ماريو هو. سندس مورتيءَ کي هٿ لائڻ ناجائز سمجهيو ويندو هو. ڪن جو اهو رايو هو ته هو سورج ديوتا هو. ”پر حقيقت هيءَ آهي،“ سرويئس* چوي ٿو، ”ته ان ديوتا جو واسطو ڊائنا سان آهي- بلڪل انهيءَ نموني سان، جيئن اٽيس جو ديوتائن جي ماءُ سان، ايرڪٿونيس جو منروا سان ۽ ائڊونس جو وينس سان واسطو آهي.“ انهيءَ واسطي جي نوعيت ڪهڙي هئي، تنهن کي اسين اڳتي هلي ڏسون ٿا. هتي هڪ هيءَ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته پنهنجيءَ ڊگهيءَ، پرخطر ۽ عجيب و غريب واقعن سان پريل زندگيءَ ۾، ڏندڪٿائن جي هيءَ شخصيت، ملڪان ملڪ مختلف روپن ۾ مري مري وري پئي زنده ٿي آهي: مثال طور، ان ۾ ڪنهن به شڪ شبهي جي گنجائش ڪانهي ته رومي ڪئلينڊر وارو سينٽ هپولائيٽس جنهن کي تيرهين آگسٽ تي، جو ڊائنا جو ڏينهن آهي، گهوڙن گهلينديگهلينديءَ پنهنجي سنبن هيٺان چيڀاڙي ماري وڌو، ساڳئي نالي واري يوناني سورمي کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونه آهي، جيڪو هڪ گنهگار بت پرست جي حيثيت ۾ ٻه دفعا مرڻ کان پوءِ

* ورجل (ناسياري روسي شاعر) جو همعصر، هن لاءِ پي ڪا خاص خبر ڪانه ٿي پئجي سگهي، سواءِ ان جي جيڪا سندس تحريرن ۾ جا ٿايل آهي.

خوش قسمتيءَ سان انهيءَ عيسائي اوليا جي صورت ۾ ٽيون دفعو زنده ٿيو آهي!

اسين سمجهون ٿا ته هتي هن ڳالهه جي ظاهر ڪرڻ جي ضرورت ڪانه آهي ته نيميءَ ۾ ڏاڍئنا جي پوڄا جي سبب دريافت ڪرڻ لاءِ جيڪي مٿيون ڳالهيون ٻڌايون ويئون آهن، سي تاريخي حيثيت جون ڪين آهن. صاف ظاهر آهي ته اهي ڏند ڪٿائن جي انهيءَ مجموعي مواد سان واسطو رکن ٿيون، جي ڪنهن مذهبي رسم جي بنياد سمجهائڻ لاءِ ٻڌايون وينديون آهن، ۽ جن جو بنياد ڪنهن ملڪي يا غيرملڪي رسم سان حقيقي يا خيالي مشابهت کان سواءِ ٻيو ڪو به ڪونه هوندو آهي. نيميءَ واريون ڏند ڪٿائن جو هڪ ٻئي کان اختلاف ۽ علحدگي صاف ظاهر آهي، جو ته انهيءَ پوڄا جو بنياد ان جي مختلف حصن ۽ صورتن کي سمجهائڻ جي ضرورت مطابق، ڪڏهن اوريسٽيس ته ڪڏهن هپولائيٽس سان ملايو ويو ٿو. اهڙين ڳالهين جو اصلي فائدو هي آهي ته اهي هڪ اهڙي اشاري، نشان يا مثال جو ڪم ڏين ٿيون، جنهن جي پنهنجي نوعيت کي سمجهي ڪري، خود پوڄا جي نوعيت سمجهي سگهجي ٿي؛ ازانسواءِ اهي انهن سڀ طرح اهو ثابت ڪن ٿيون ته خود سندن اصلي بنياد ڏند ڪٿائن واري قديم زماني جي ڏند ۾ گم آهي؛ ۽ ان حقيقت جي روشنيءَ ۾ وري هي ثابت ٿئي ٿو ته مختلف قسم جي پوڄا پاٺ ۽ ڪريا ڪرم جو بنياد پڻ اوتروئي قديم آهي. زير غور حالت ۾ ايترو سو چئي سگهجي ٿو ته نيميءَ واريون ڏند ڪٿائون، انهيءَ "تاريخي" روايت کان زياده مستند معلوم ٿين ٿيون، جنهن لاءِ ڪيٽو* خاطري ڏني آهي ته، اهو پاڪ آستانو ڏاڍئنا جي نالي ۾ ايگيريئس بائيبس نالي هڪ شخص يا ٽسڪيولم واري لاٽيووئس، جو هڪ لاطيني ڊڪٽيٽر هو، ٽسڪيولم، اٽريشيا، لانويئم،

* فوجي ڪارنامن کان مشهور، هڪ رومي مورخ، ٢٣٤ ق م ۾ جائو ۽ اٽليءَ تي هنبيال جي حملي وقت، هڪ جرنيل هو.

لارينٽم، ڪورا، ٿائبر پوميشيا ۽ آرڊيا جي باشندن طرفان ارپڻ
ڪيو هو. اها روايت بهرحال آستاني جي تمام وڏيءَ عمر جي
ثابتي فراهم ڪري ٿي، ڇو ته ان جو واسطو ٥٠٩ع سال قبل مسيح
واري زماني سان وڃي ٿو لڳي، جنهن سال پوميشيا تي رومين
حملو ڪيو هو ۽ جنهن کان پوءِ تاريخ مان ان جو نالو نشان غائب
ٿي وڃي ٿو. پر اسان کي يقين نه ٿو اچي ته ائريشيا جي پادرين
جي سلسلي جهڙو هيءُ وحشي قانون، لاطيني شهرن جي مهذب
رهواسين جي ڪنهن جماعت پنهنجيءَ مٿان ڄاڻي ٻجهي مسلط ڪيو
هوندو. ان جي عوض اهو خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ته اهو
سلسلو ڪين اهڙي زماني کان وٺي ورثي ۾ ملندو آيو هوندو، جو
انساني حافظي جي دائري کان ٻاهر آهي ۽ جڏهن اٽلي اڃا ڪنهن
اهڙي وحشي دور مان گذري رهي هوندي، جنهن جي تاريخ مان ڪا به
خبر ڪانه ٿي ملي. هڪ ٻي روايت جنهن ۾ وري انهيءَ آستاني جو
بنياد وجهندڙ هڪ مينيس ايگيريس کي ٻڌايو ويو آهي، پهرينءَ روايت
کي تقويت ڏيڻ بدران، ان کي وڌيڪ ڪمزور ڪري رهي آهي.
انهيءَ شخص سان هڪ هي پهاڪو وابسته ڪيو ويو آهي ته ”ائريشيا
۾ ڪي ئي مينائي آهن“. ڪي ماڻهو انهيءَ پهاڪي جي هيءَ
سمجهاڻي ڏيندا هئا ته مينيس ايگيريس هڪ وڏي ۽ نامياري
خاندان جو بزرگ هو؛ ٻين جو وري اهو خيال هو ته ان جو مطلب
هيءُ هو ته ائريشيا ۾ گهڻئي بدصورت ۽ بدسرشت ماڻهو هئا.
هڪ روسي هجو لکندڙ، مينيس جو لفظ خاص طور انهن فقيرن لاءِ
استعمال ڪيو آهي، جيڪي ائريشيا جي لاهين تي زيارتين کان
خيرات پنڻ لاءِ انتظار ۾ ويٺا هوندا هئا. راين جا اهي اختلاف،
۽ ائريشيا واري مينيس ايگيريس، ٽسڪيولم واري ايگيريس لائيويس
جي نالن جي مشابهت ۽ انهن ٻنهي نالن جي وري ڏند ڪٿائن
واريءَ ايگيريا ديويءَ جي نالي سان مشابهت، اسان جي شڪ کي
جاڳائڻ لاءِ ڪافي آهن. ان هوندي به، ”ڪيٽو“ جي روايت ايتري قدر
ته هڪ ٺوس تاريخي واقعي سان ڳنڍي پيش ڪئي وئي آهي،

۽ ان جو مصنف ايتري قدر ته معزز آهي، جو اسان ان کي هڪ
بيڪار ۽ سن گهڙت ڳالهه، جو درجو ڏيئي، پنهه نظرانداز به نه ٿا ڪري
سگهون. اسان کي ائين سمجهڻ گهرجي ته اها روايت اوائلي دور
۾ آستاني جي دوباره قائم ٿيڻ، يا ان جي مرمت ڪرڻ جي ڪنهن
واقعي جو حوالو ڏيئي رهي آهي، جنهن واقعي جو واسطو ممڪن
آهي ته انهن رياستن جي قائم ٿيل وفاق سان ئي هجي. بهرحال،
ان روايتن مان هن ڳالهه جي شهادت ملي رهي آهي ته اهو پيلو
۽ آستانو جيڪڏهن لاطيني وفاق جي سيني رياستن جو نه، ته به
ملڪ جي ڪن تمام قديم شهرن جو عام عبادت گاه ضرور هو.

۲- **آرنيمس ۽ هپولائيٽس:** اسان چيو آهي ته اوريسٽيس ۽
هپولائيٽس جون ائريشيا واريون ڏند ڪٿائون، جيتوڻيڪ تاريخي
نقطہ نگاه کان بيڪار آهن، ته به اهي اسان لاءِ هن حد تائين
ضرور ڪارگر آهن ته اهي پين آستانن جي ڏند ڪٿائن ۽ پوڄائن
سان نيميءَ واري پوڄا جي مشابهت ڏيکاري، اسان لاءِ ان کي
بهتر نموني ۾ سمجهڻ آسان بنائي ڇڏين ٿيون. اسان کي البت
هڪ هي سوال پڇڻ گهرجي ته انهن ڏند ڪٿائن جي مصنفن،
وربيئس ۽ ”پيلي جي بادشاه“ جي سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ، اوريسٽيس
۽ هپولائيٽس جو حوالو ڇو ڏنو؟ اوريسٽيس جي حالت ۾، جواب
صاف ظاهر آهي. ائريشيا جي پوڄارين جي خونخوار ۽ قاتلانہ
طريقي ۽ سلسلي کي قابل فهم ڪرڻ خاطر، اوريسٽيس ۽ ٽارڪ
ڊائنا جي مجسمي کي، جنون جي پياس فقط انساني رت سان ئي
ٺڏي ٿيندي هئي، گهلي وچ ۾ آندو ويو. باقي هپولائيٽس جي
حالت ۾، سندن مقصد سمجهڻ ايترو آسان ڪونہ آهي. سندس
آستاني مان گهوڙن جي بيدخليءَ جي حقيقت کي هن جي موت
جي طريقي مان سمجهي سگهجي ٿو؛ پر فقط اها ڳالهه، پنهنجي
ليکي، هن جي سڃاڻپ لاءِ ڪافي ڪانہ آهي. ان ڪري اسان
کي اڃا زياده اونهو وڃي، هپولائيٽس جي پوڄا، ڏند ڪٿا ۽ روايت
جي تحقيقات ڪرڻي پوندي.

هپولائيٽس جو مشهور آستانو سندس اباڻي وطن ٽروزين ۾، زمين جي وچ ۾ ڦاٿل انهيءَ اپسمنڊ جي ڪناري تي هو، جتي نارنگين ۽ ليمن جي وڻن جي جهرمٽ مان سرو جا ڏگها وڻ هيسپيرائيڊس جي باغن جي ڪنارن ۽ اوچن منارن وانگر مٿي اڀري، غير آباد جبلن جي دامن ۾ آباد ۽ سرسبز ساحل جي ٽوري ٽڪري کي هن وقت ڏڪيو بيٺا آهن. ماٿي اپسمنڊ جي نيلي پاڻيءَ جي هُن پار، جو ان کي ڪليل سمنڊ جي حملن کان بچائي بيٺو آهي، پوسيڊان جو پاڪ بيٽ آهي، جنهن جون چوٽيون چنار جي وڻن جي گهاٽيءَ ساوڪ سان ڍڪيون پيون آهن. انهيءَ خوبصورت ساحل تي، هپولائيٽس جي پوڄا ٿيندي هئي. سندس آستاني جي اندر، هڪ پراڻو مندر هو، جنهن ۾ قديم زماني جي هڪ مورتي رکيل هئي. سندس پوڄا لاءِ هڪ پادري مقرر ٿيل هو، جو سڄيءَ عمر تائين اهو عهدو سنڀاليندو هو: هرسال ان جي اعزاز ۾ قربانيءَ جو هڪ ڏڻ ملهايو ويندو هو، هر سال اتان جون ڪنواريون ڇوڪريون گڏ ٿي روڄ راڙو ۽ مرثيه-خواني ڪري، هن نوجوان شهيد جي بي-وقتي موت تي افسوس ۽ ماتم ڪنديون هيون. ڪنواريون ڇوڪريون ۽ نوجوان ڇوڪرا شاديءَ کان اڳ سندس مندر ۾ وارن جون چڳون پيش ڪندا هئا. سندس قبر ٽروزين ۾ موجود هئي، حالانڪ اها ماڻهن کي ڪانه ڏيکاري ويندي هئي. ان باري ۾ هڪ نهايت معقول راءِ ڏني ويئي آهي ته آرٽيمس جي هن نوجوان ۽ خوبصورت محبوب جو مثال، جنهن جي جوانيءَ کي موت اڌ ۾ وڍي ڇڏيو ۽ جنهن جي انهيءَ افسوسناڪ ۽ اڻ مندائتي موت تي ڪنواريون ڇوڪريون هرسال ماتم ڪن ٿيون، لافاني ديوين جي انهن فاني محبوبن مان هڪ آهي، جي قديم مذهب ۾ بار بار ۽ هر هنڌ رونما ٿيندا رهن ٿا ۽ جن ۾ ائڊونس سڀني کان زياده مقبول ۽ هردلعزيز آهي. ڇيو وڃي ٿو ته هپولائيٽس جي محبت ماڻڻ لاءِ آرٽيمس ۽ فائيڊرا جي رقابت جو عڪس، مختلف نالن سان،

ائڊونس جي محبت لاءِ ائفروڊائيٽ ۽ پروسرپائين جي ڍڏايل رقابت ۾ ملي ٿو، چو ته فائيڊرا رڳو ائفروڊائيٽ جو پيو تالو آهي؛ انهيءَ نظريي سبب، نه هپولائيٽس سان ڪا بي انصافي ٿي رهي آهي ۽ نه آرٽيمس سان؛ چو ته اوائلي اعتقاد موجب آرٽيمس آباديءَ جي عظيم ديوي هئي، ۽ قديم مذهب جي اصولن مطابق، جيڪا ديوي قدرت کي آباد ۽ سائو ڪري سگهي ٿي، تنهن کي اول خود آباد ۽ سائو هئڻ گهرجي؛ ان لاءِ ڪيس هڪ نر سائيءَ جي اشد ضرورت هئي؛ انهيءَ نظريي موجب، ٽروزين ۾، هپولائيٽس آرٽيمس جو نر ساٿي هو. ٽروزين جا نوجوان ۽ ڪنواريون ڇوڪريون شاديءَ کان پيشتر پنهنجن وارن جون چڳون ان ڪري کيس پيش ڪندا هئا ته ديويءَ سان سندس سنڌ زياده مضبوط ٿئي ۽ اهڙيءَ طرح ڌرتيءَ، جانورن ۽ انسانن جي آباديءَ ۾ اضافو ٿيندو رهي. انهيءَ نظريي جي تصديق وري هن سان به ٿئي ٿي ته ٽروزين ۾، هپولائيٽس جي مندر جي خاطي اندر، ”ڊاميا“ ۽ ”آڪسيزيا“ نالي ٻن ديوين جي پوڄا به ٿيندي هئي، جن جو زمين جي آباديءَ سان واسطو ناقابل ترديد آهي. ايپيڊارس شهر ۾ جڏهن ڏڪار اچي منهن ڪڍيو، تڏهن اتان جي شهرواسين هڪ غيبي آواز جي حڪم پٽاندر، انهن ٻنهي ديوين جا مجسما زيتون جي پاڪ ڪاٺيءَ مان تيار ڪرائي، اچي پنهنجيءَ مقرر جاءِ تي رکيا ئي مس هئا، ته زمين وري سرسبز ۽ آباد ٿي ويئي. ازانسواءِ خود ٽروزين ۾، گهٽو ڪري هپولائيٽس جي مندر اندر انهن ٻنهي ”ڪنوارين ديوين“ (ٽروزين جا باشندا انهن کي ائين سڏيندا هئا) جي اعزاز ۾ پٿرن اڇلائڻ جي عجيب و غريب رسم ادا ڪئي ويندي هئي؛ هن باري ۾ اهو ثابت ڪرڻ آسان آهي ته پلن فصلن حاصل ڪرڻ جي خاطري ڪرڻ لاءِ اهڙي قسم جون رسمون ڪيترن ئي ملڪن ۾ هڪ نه ٻئي دور ۾ ادا ڪيون ويئون آهن؛ نوجوان هپولائيٽس جي افسوسناڪ موت ۾، اسان کي اهڙي قسم جي ٻين خوبصورت ۽ فاني نوجوانن جي ڳالهين جي

مشابهت پڻ ملي ٿي، جن ڪنهن لافاني ديويءَ جي محبت جي
مختصر مزي ماڻڻ لاءِ پنهنجي سر جو سودو ڪيو آهي. اهي
ناڪام عاشق شايد هميشه فقط ڏندڪٿائن جا هيرو ڪونه هئا،
۽ جن روايتن ۾ سندن وهايل رت جو نشان لال جي سرخيءَ يا
گلاب جي لالائيءَ ۾ ڏٺو ويندو هو، سي فقط جوانيءَ ۽ خوبصورتيءَ
جون شاعرانه بيڪار علامتون ڪونه هيون، جن جي زندگي سياري
جي جهڙ وانگر ناپائدار هجي. انهن روايتن ۾ انساني ۽ قدرتي
زندگين جي رشتي جو عميق فلسفو سمايل آهي- اهو افسوسناڪ
فلسفو، جنهن بعد ۾ هڪ اندوهناڪ رسم جو بنياد وڌو. اهو
فلسفو ۽ اها رسم ڪهڙي هئي، تنهن جي اسان کي اڳتي هلي
خبر پوندي.

٣- **اختصار:** اسين هينئر شايد سمجهي سگهنداسون ته قديم
زماني جا ماڻهو آرٽيمس جي نر-ساٿيءَ هپولائيٽس کي وربيئس ڇو
سمجهندا هئا، جنهن جو، سرويئس مطابق، ڊائنا سان اهوئي رشتو
هو، جيڪو ائڊونس جو وينس سان هو، يا اٽيس جو ديوتائن جي
ماءُ سان هو. ڇو ته آرٽيمس وانگر ڊائنا به عام طور آباديءَ جي
ديوي هئي- خاص طور وڻن جي. ان ڪري، ڪيس، يوناني ديويءَ وانگر،
ٻئي روپ يعني نرساٿيءَ جي ضرورت هئي، ۽ جيڪڏهن سرويئس صحيح
آهي ته پوءِ هن جو نر-ساٿي وربيئس هو. پاڪ آستاني جي بنياد
وجهندڙ ۽ نيميءَ جي پهرئين بادشاه جي حيثيت ۾، وربيئس صاف
طور انهن پوڄارين جي سلسلي جو بنياد وجهندڙ، يا ابو آهي، جي
"پيلي جي بادشاه" جي لقب سان ڊائنا جي خدمت ڪندا هئا، ۽ جي،
هن وانگر، هڪٻئي پٺيان، قاتل جي هٿان مرندا هئا. ان ڪري
اهو انومان ڪيڻ هڪ قدرتي امر آهي ته اهي پيلي جي ديويءَ
سان انهيءَ ساڳئي رشتي ۾ منسلڪ هئا، جنهن ۾ هن سان وربيئس
ٻڌل هو؛ مختصر طور هيئن ڪٿي چئجي ته پيلي جي فاني بادشاه
جي راڻي پاڪ آستاني واري خود ڊائنا هئي. جيڪڏهن اهو
مقدس وڻ، جنهن جي هو پنهنجي ساهه سان حفاظت ڪندو هو،

ديويءَ جو خاص نشان، يا ان جي علامت هئي، جنهن ڪري ممڪن آهي، ته پوءِ سندس پوڄاري ان کي نه فقط ديوي ڪري پوڄيندو هو، پر ان کي زال سمجهي، ان سان بغلگير به ٿيندو هو. هن ڳالهه ۾ ڪابه حماقت ڪانه هئي، ڇو ته پلنيءَ جي وقت ۾ به، هڪ رومي سردار، آلبن ٽڪرين تي، ڊائنا جي هڪ ٻئي پاڪ ٻيلي ۾، هڪ خوبصورت وڻ سان ائين ڪندو هو. هو ان سان بغلگير ٿيندو هو، ان کيٰ پيار ڏيندو هو؛ ان جي ساڀي ۾ ليٽندو هو ۽ ان جي پاڙن ۾ شراب اوتيندو هو. ظاهر آهي ته، هو ان وڻ کي ديوي سمجهندو هو. مردن ۽ عورتن کي جسماني طور وڻن سان شادي ڪرائڻ جي رسم اڃا تائين هندستان ۽ مشرق جي ٻين علائقن ۾ موجود آهي. پوءِ اها قديم لاطيني علائقن ۾ ڇو نه مروج هوندي؟

انهن سڀني، شهادتن ۽ ثابتين تي مجموعي طور غور ڪرڻ سان اسين اهو فيصلو ڪري سگهون ٿا ته نيميءَ جي پاڪ ٻيلي ۾ ڊائنا جي پوڄا زبردست اهميت واري ۽ انساني حافظي جي دائري کان ڪنهن ڏورانهين دور جي آهي؛ کيس ٻيلن ۽ جهنگلي جانورن ۽ ممڪن آهي ته پالتو چوپاين جانورن ۽ زمين جي پيداوار جي ديويءَ جي حيثيت ۾ پوڄيو ويندو هو؛ کيس مردن ۽ عورتن کي اولاد جي نعمت سان نوازيندڙ ۽ زالن جي ويم ۾ آساني پيدا ڪندڙ ديوي سمجهيو ويندو هو؛ مندر جي حاطي اندر سندس گول ۽ مقدس آتشدان کي ”پاڪ ڪنواريون“ ڇوڪريون هميشه زنده رکنديون رهنديون هيون؛ ساڻس ايگيريا نالي پاڻيءَ جي هڪ پري وابسته هئي، جا ڊائنا جي فرض مان هڪ فرض، يعني عورتن جي درد زه ۾ آساني پيدا ڪرڻ جو فرض، سرانجام ڪندي هئي ۽ جنهن کي عام طرح هڪ قديم رومي بادشاه سان پاڪ ٻيلي اندر هم صحبت ٿيڻ جو ذميدار سمجهيو ويندو هو؛ ٻيلي واريءَ ڊائنا کي خود به ورٻيئس نالي هڪ نر ساٿي هو، جنهن جو هن سان اهو ساڳيو رشتو هو، جو ائڊونس جو وينس سان هو، يا اٽيس جو سبل سان؛ ۽ تاريخي

دور ۾، انهيءَ روايتي وريٿس جي نمائندگي پوڄارين جو هڪ ڊگهو سلسلو ڪندو رهيو، جي "ٻيلي جي بادشاهه" جي لقب سان مشهور هوندا هئا ۽ جي بنا ناغي جي پنهنجن جانشينن جي تلوار سان قتل ٿيندا رهيا ۽ جن جون زندگيون، هڪ طرح سان، ٻيلي جي هڪ وڻ سان وابسته هونديون هيون، ڇاڪاڻ ته جيستائين ان وڻ کي ڪو ضرر ڪونه پهچندو هو، تيستائين هو حملي کان محفوظ هوندا هئا.

ظاهر آهي ته پوڄارين جي انهيءَ عجيب و غريب سلسلي کي سمجهائڻ لاءِ مٿيان فيصلا ناڪافي آهن، پر شايد زياده ويڪري ۽ دور رس دائري تي نظر وجهڻ سان اسان کي انهن ۾ انهيءَ مسئلي جي حل جو ٻج موجود نظر اچي. اچو ته ڀلا انهيءَ دور رس دائري تي نظر ڪرڻ جي تياري ڪريون. رستو ڊگهو ۽ ڪم ڪٺن آهي، پر امڪان آهي ته انِ ۾ اسان کي ڪنهن نئين ۽ نامعلوم چيز ڳولڻ لاءِ اختيار ڪيل سفر واري دلچسپي ۽ سرو ملي وڃي، جنهن جي دوران ۾ اسان ڪيئي عجيب و غريب ۽ اجنبي ديس ڏسنداسون، جن ۾ عجيب نموني جا پرڏيهي وسندا هوندا ۽ جن جون اڃا به زياده عجيب ريتيون ۽ رسمون هونديون. سڙهن ۾ سٺائو واءُ ڀريو بيٺو آهي، اچو ته ڀلا سڙهه کوليون ۽ اٽليءَ جي ساحل کي ڪجهه وقت لاءِ خير باد چئون.

# باب ٻيو

## پوڄاري بادشاهه

مٿين ڳالهين مان ٻه اهم سوال جواب طلب آهن: هڪ ته ڊائنا جي نيميءَ واري پوڄاريءَ ۽ ”ٻيلي جي بادشاهه“ لاءِ پنهنجي پيشرو کي قتل ڪرڻ ضروري ڇو هو؟ ۽ ٻيو ان کي قتل ڪرڻ کان اڳ ڪيس هڪ خاص وڻ جي شاخ، جنهن کي قديم زماني جي عام راءِ، ورجل* واريءَ ”سونهري شاخ“ سان شناخت ڪيو هو، ڇو ٽوڙڻي پوندي هئي؟

سڀ کان اول اسان کي هن جي لقب تي غور ڪرڻو آهي. هن کي ”ٻيلي جو بادشاهه“ ڇو سڏيو ويندو هو؟ سندس عهدي کي ”بادشاهي“ ڇو سڏيو ويندو هو؟

قديم يونان ۽ اٽليءَ ۾ شاهي لقب سان گڏ پادريءَ يا پوڄاريءَ جا فرض به ڪنا هوندا هئا. روم ۽ لاطيني علائقي جي ٻين شهرن ۾ هڪ اهڙو پادري رهندو هو، جنهن کي ”قربانين، يا پاڪ رسمن جو بادشاهه“ سڏيو ويندو هو، ۽ سندس بيگم کي ”پاڪ رسمن جي راڻي“ جو خطاب مليل هو. جمهوري دور واريءَ ائٿينس ۾ هر ٻئي سال جيڪو مئجسٽريٽ چونڊيو ويندو هو، تنهن کي ”بادشاهه“ ۽ سندس اهليه کي ”راڻي“ سڏيو ويندو هو. ٻنهي جا فرض مذهبي نوعيت جا هوندا هئا. يونان جي ڪيترين ٻين جمهوري رياستن ۾ پڻ اهڙي ئي خطاب وارا ”بادشاهه“ هوندا هئا، جن جا فرض، جيتري قدر معلوم ٿي سگهيو آهي، پوڄارين جا هوندا هئا، جيتوڻيڪ اهي رياست جي مشترڪ سماجي يا

---

* ۲۹ آڪٽوبر ۷۰ ق.م. ۾ ڄائو ۽ ۵۱ سال زنده رهيو، رومي شاعرن جو سرتاج ليکيو ويندو آهي.

دنيوي زندگيءَ ۾ پڻ ڪافي اثر ۽ دخل رکندا هئا. ڪن يوناني رياستن ۾ اهڙا ڪيترا خطاب يافته "بادشاه" هوندا هئا، جي فقط انهيءَ هڪڙي ئي عهدي تي فائز هوندا هئا. روم ۾ اها روايت مشهور هئي ته مذهبي "بادشاهن" کي شهنشاهي نظام حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ان لاءِ مقرر ڪيو ويو ته جيڪي مذهبي رسمون وقت جي شهنشاه کي ادا ڪرڻيون هونديون هيون، سي اهي "بادشاه" ادا ڪن. يونان ۾ به اهڙن "پوڄاري بادشاهن" جي بنياد متعلق ساڳيو ئي نظريو قائم ٿيل معلوم ٿئي ٿو. بذات خود اهو رايو امڪان جي حد کان ٻاهر نه ٿو معلوم ٿئي، هيءَ حقيقت اسپارٽا جي مثال مان- جا هڪ ئي خالص يوناني رياست هئي، جنهن تاريخي دور ۾ پراڻو سلطاني حڪومت جو سرشتو قائم رکيو- ثابت ٿي رهي آهي: ڇو ته اسپارٽا جي بادشاهن کي، ديوتائن جي اولاد جي حيثيت ۾، حڪومت پاران سڀيئي قربانيون ادا ڪرڻيون پونديون هيون. اسپارٽا جي ٻن بادشاهن مان هڪ کي "زيوس ليس ڊائمان" جي پادريءَ جو ۽ ٻئي کي "آسماني زيوس" جي پادريءَ جو خطاب مليل هو.

شاهي اختياز سان مذهبي رسمن جي ادائگيءَ جي ميلاپ جي هرڪنهن کي خبر آهي. مثال طور ايشيا ڪوچڪ هڪ اهڙو ملڪ هو، جنهن ۾ ڪيترائي وڏا مذهبي مرڪز هئا، جن ۾ هزارين "مقدس غلام" موجود هئا ۽ جن تي وچين صدين جي روم واري پاپاءِ اعظم وانگر، اهڙا سردار حڪومت ڪندا هئا، جي هڪ ئي وقت روحاني ۽ دنيوي اختياريون هلائيندا هئا. زيلا ۽ پيسينيس جا شهر اهڙن پوڄارين سان پريا پيا هوندا هئا. بت پرستيءَ واري قديم زماني ۾، ٽيوٽانڪ (جرمنيءَ جا) بادشاه به اهڙيءَ طرح پوڄارين جون اختياريون هلائيندا هئا. چين جا شهنشاه عام قربانيون ڪندا هئا ۽ انهن قربانين متعلق پورو طريقو ۽ ان جا تفصيل پراڻن مذهبي رسمن جي ڪتابن مان معلوم ڪندا هئا. مئڊا گاسڪر جو بادشاه پنهنجي ملڪ جو مذهبي پيشوا به هوندو هو. نئين سال جي

وڏي ميلي تي جڏهن ملڪ جي بهبوديءَ لاءِ ڏڳو قربان ڪرڻو پوندو هو، تڏهن بادشاه بنفس نفيس قربانيءَ وقت دعائون پڙهندو ۽ شڪرانا ادا ڪندو هو ۽ سندس خدمتگار ڏڳي کي ذبح ڪندا هئا. اوپر آفريڪا جي ”گالا“ قوم جي ڪن ننڍين رياستن ۾، جي هن وقت تائين آزاد رهي سگهيون آهن، بادشاه جبل جي چوٽيءَ تي قرباني ڏيندا آهن ۽ انساني پل جي خود رهنمائي ڪندا آهن. روايتن جي وسائل روشنائيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته وچ آمريڪا جي انهيءَ خوشنما علائقي ۾ به، جنهن جي قديم دارالخلافه هن وقت خط استرا جي گهاٽن ٻيلن جي سڙيل ٻوٽن ۽ ٻنن هيٺان دفن ٿيل آهي ۽ جا پئلينڪ مقام جي شاهاڻن ۽ پراسرار قتل نشانن مان ظاهر آهي، روحاني ۽ دنيوي اختيارن کي بلڪل ساڳئي نموني سان ملايو ويو هو ۽ پوڄاريءَ ۽ بادشاه جا فرض ساڳئي ماڻهوءَ کي ادا ڪرڻا پوندا هئا.

اسان جڏهن ايترو چئون ٿا ته قديم بادشاه پوڄاري به هوندا هئا، تڏهن ائين نه سمجهڻ گهرجي ته انهن جي مذهبي منصب جي پوري دائري جو مڪمل جائزو ڪري ڇڏيوسون. بادشاه جي وجود جي چوگرد جيڪو خدائي سايو (ظل‌الله) موجود سمجهيو ويندو آهي، سو انهن ڏينهن ۾ فقط ڳالهائڻ جو خالي طريقو ڪونه هو، پر هڪ مضبوط اعتقاد جو اظهار هو. بادشاهن جو احترام نه فقط پوڄارين جي حيثيت ـ يعني انسان ۽ ديوتا جي درميان شفاعت ڪندڙ جي حيثيت ـ ۾ ڪيو ويندو هو، پر انهن کي خود ديوتا سمجهيو ويندو هو، جي پنهنجي رعايا ۽ ٻانهن تي اهڙين نعمتن جي نوازش ڪري سگهندا هئا، جي رواجي طرح هڪ فاني انسان جي قوت ۽ دسترس کان بلڪل ٻاهر هونديون آهن ۽ جيڪڏهن فاني انسان اهڙيءَ قوت جي جستجو ڪندا به آهن ته فقط فوق‌البشر ۽ غائب هستين کي قربانيون ڏيڻ ۽ انهن جي عبادت ڪرڻ سان. اهڙيءَ طرح بادشاهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن اها اميد به رکي ويندي آهي ته هو فصلن کي پلي ڪرڻ ۽ مينهن وسائڻ لاءِ، موسم

مطابق، برسات ۽ سج جي گرمي پهچائيندا رهندا. اهڙي اميد اسان کي هاڻي کٿي ڪيتري قدر به عجيب معلوم ٿئي، پر اوائلي دور ۾ اهڙا عقيدا عام جام هوندا هئا. قطري ۽ فوق‌الفطري قوتن جي درميان جيڪو فرق عام طرح سان زياده ترقي يافته قومن جا ماڻهو ڪري سگهن ٿا، سو هڪ وحشيءَ جي دماغ ۾ اچي ئي نٿو سگهي. هن جي خيال موجب هن دنيا جو ڪاروبار، گهڻيءَ حد تائين اهڙيون فوق‌الفطري قوتون، يعني اهڙيون شخصي هستيون هلائي رهيون آهن، جي خود ان وانگر جذبن ۽ ارادن کان متاثر ٿين ٿيون ۽ جن جي رحم ۽ قهر، اميد ۽ خوف جي جذبن کي متحرڪ ڪري سگهجي ٿو. اهڙن خيالن تي ٻڌل دنيا ۾، قدرت جي نظام کي پنهنجي فائدي خاطر متاثر ڪرڻ لاءِ هو پاڻ ۾ بي انتها قوت محسوس ڪري ٿو. هو سمجهي ٿو ته پوڄائن، وعدن يا ڌمڪين سان هو ديوتائن کان سٺي آب هوا ۽ ڀلا ۽ ڀرپور فصل حاصل ڪري سگهي ٿو؛ ۽ جيڪڏهن سندس دماغ ۾ اهڙو خيال اچي ويٺو ته، ديوتا منجهس ئي اچي واسو ڪيو آهي، جنهن هو ڪن وقتن تي سمجهندو رهيو آهي، ته پوءِ کيس ڪنهن ٻيءَ اعليٰ اختياريءَ کي منٿ ميڙ ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانه رهي. اهڙيءَ حالت ۾ وحشي انهن سڀني طاقتن جو مالڪ پاڻ آهي، جي سندس ۽ سندس قوم وارن جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهن.

ديوتائي طاقتون ۽ خصلتون رکندڙ انسان يعني ’انسان-ديوتا‘ (*Man-God*) جي نظريي جي وجود ۾ اچڻ جو هڪ اهو رستو آهي؛ پر ان جو هڪ ٻيو به سبب آهي: وحشيءَ جي انهيءَ نظريي سان گڏ، ته هن دنيا تي ڪي روحاني طاقتون حاوي آهن، سندس دماغ ۾ هڪ مختلف، ۽ شايد اڃا زياده قديم، خيال سمايل آهي، جنهن ۾ اسان کي جديد دور جي قانون قدرت يا قدرت جي هن نظريي جو اصل ٻج يا بنياد نظر اچي ٿو ته قدرت حادثن ۽ واقعن جو هڪ اهڙو ناقابل تبديل ۽ اٽل ترتيب سلسلو آهي، جنهن

۾ ڪنهن به شخصيت جو دخل ڪونه آهي؛ جنهن بنياد ٿي پچ مون ذڪر ڪيو آهي، سو جادوءَ جي انهيءَ قسم ۾ سمايل آهي، جنهن کي آءٌ هوند ”هم آهنگ“ جادو، سڏيان، جو وهمي اعتقادن ۽ نظرين جي دنيا ۾ هڪ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو. اوائلي معاشري ۾، بادشاه گهڻو ڪري پوڄاري هئڻ سان گڏ جادوگر به هوندو هو، درحقيقت اڃي يا ڪاري جادوءَ جي مهارت ڪري ئي هو انهيءَ دنيوي طاقت جو مالڪ ٿي سگهيو. بادشاهي سرشتي جي ارتقا ۽ انهيءَ تقدس کي چڱيءَ طرح سمجهڻ لاءِ، جنهن سان وحشين ۽ جهنگلي قومن انهيءَ عهدي کي وابسته ڪيو هو، ۽ انهيءَ غير معمولي ۽ خالص وهم تي ٻڌل قديم سرشتي جي نوعيت متعلق ڪنهن نظريي قائم ڪرڻ لاءِ، جنهن هر ملڪ ۽ هر دور ۾ انساني دل و دماغ کي پنهنجي قابوءَ ۾ رکيو آهي، جادوءَ جي اوائلي ۽ بنيادي اصولن سان واقفيت حاصل ڪرڻ ضروري آهي. انڪري آءٌ پهريان ان موضوع تي ڪجهه تفصيلوار غور ڪرڻ گهران ٿو.

# باب ٽيون

## همرآهنگ جادو

۱. **جادوءَ جا اصول:** انساني فڪر جي جن اصولن تي جادوءَ جو بنياد ٻڌل آهي، تن جي تجزيي ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته اهي ٻن حصن ۾ ورهايل آهن: هڪ، ته نقل سان اصل پيدا ڪري سگهجي ٿو: يا نتيجو پنهنجي سبب سان مشابهت رکي ٿو؛ ۽ ٻيو، ته جيڪي شيون ڪنهن به وقت هڪ ٻئي سان وابسته هيون، سي آن تعلق جي منقطع ٿيڻ کان پوءِ، دور کان به هڪ ٻئي تي ساڳيءَ طرح اثرانداز ٿين ٿيون، جيئن گڏ هئڻ وقت ٿينديون هيون. پهرئين اصول کي "هڪجهڙائيءَ جو اصول"، ۽ پوئين کي "لاڳاپي يا قرابت جو اصول" ڪوٺي ڇئجي. انهن مان پهرئين، يعني هڪجهڙائيءَ جي اصول ذريعي جادوگر اهو نتيجو ڪڍي ٿو ته هو ڪنهن به چيز جي محض نقل ڪرڻ سان گهربل اثر پيدا ڪري سگهي ٿو؛ پوئين مان هو اهو نتيجو اخذ ڪري ٿو ته هو ڪنهن به مادي شيءَ تي، جا ڪنهن وقت ماڻهوءَ جي جسم سان لڳل هئي، خواه اها ان جي جسم جو ڪو حصو هئي يا نه، جيڪو به عمل ڪندو سو عمل ان ماڻهوءَ تي به اهڙوئي اثرانداز ٿيندو. هڪجهڙائيءَ جي قانون تي ٻڌايل جنترن کي نسبتي يا نقالي جادو چئجي، قرابت يا لاڳاپي جي قانون تي ٺاهيل جنترن کي قرابتي چئجي. جادوءَ جي پهرينءَ شاخ کي نسبتي جادوءَ جو نالو ڏيڻ وڌيڪ بهتر ٿيندو، ڇو ته 'نقالي' لفظ مان وچ ۾ ڪنهن شعوري طاقت جي دخل‌انداز ٿيڻ جو ڪو واضح اشارو نه ٿو ملي (جا نقل ڪري ٿي)، ته به ان لفظ جي استعمال سان مفهوم جو دائرو محدود ٿي پوي ٿو. ڇو ته جن اصولن تي جادوگر

پنهنجي هنر جو استعمال ڪري ٿو، تن جي متعلق هن کي يقين ڪامل آهي ته خالص اهي ئي اصول بيجان قدرت جي نظام کي هلائي رهيا آهن؛ ٻين لفظن ۾، هن کي پختو يقين آهي ته هڪجهڙائيءَ ۽ قرابت جا اصول هڪ همه گير ۽ عالمي اثر رکن ٿا ۽ اهي فقط انساني عمل جي دائري تائين محدود ڪونه آهن. مختصر لفظن ۾ هيئن ڪٿي چئجي ته جادو قانون قدرت جو هڪ جعلي نقل ۽ انساني عمل جو هڪ گمراه ڪندڙ راهبر آهي؛ اهو هڪ ڪوڙي سائنس ۽ هڪ نامڪمل ۽ ناقص هنر آهي. ان کي جڏهن هڪ قانون قدرت: يعني اهڙن قانونن جو مجموعو سمجهجي، جن لاءِ وسهجي ته سڄيءَ دنيا جا واقعا باقاعدگيءَ سان انهن مطابق ٿي ظاهر ٿين ٿا، ته اهڙي فلسفي کي "نظرياتي جادو" سڏبو؛ ۽ جڏهن جادوءَ کي محض انهن اصولن جو مجموعو سمجهجي، جن تي عمل ڪرڻ سان وسهجي ته ماڻهو پنهنجا مقصد حاصل ڪري سگهن ٿا، ته پوءِ ان کي "عملي جادو" چئبو. ساڳئي وقت هيءَ ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته اوائلي جادوگر جادوءَ کي فقط عملي جادوءَ جي حيثيت ۾ شناخت ڪري ٿو؛ هو انهن دماغي رجحانات جو ڪڏهن به تجزيو ڪونه ٿو ڪري، جن تي سندس عمل جو دارومدار آهي، ۽ نه وري انهن نظرياتي يا خيالي اصولن تي ڪو غور ڪري ٿو جن جي مطابق هو عمل ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾، هو جادوءَ جي منطق کان بنهه ناواقف آهي؛ گويا هن لاءِ جادو پنهنجو منطق پاڻ آهي. جادوءَ جي منطق تي هو اوترو ئي سوچي ٿو، جيترو پنهنجي کاڌي هضم ٿيڻ جي عمل تي: ڪيمن اها خبر ڪانه ٿي رهي ته پهرينءَ حالت ۾ يعني جادوءَ جي دائري ۾ ڪهڙو دماغي رد عمل ٿئي ٿو، ۽ پوئينءَ ۾ يعني هاضمي جي عمل ۾ ڪهڙيون جسماني تبديليون رونما ٿي، سندس غذا کي رت ۾ تبديل ڪن ٿيون. ٿوري ۾ ڪٿي چئجي ته هن جيءَ نظر ۾ جادو هميشه هڪ "هنر" رهيو آهي ۽ نه "سائنس"، سندس اڻ اسريل دماغ ۾ سائنس جي نظريي جو

وجود ئي ڪونهي. جادوگر جي خيالات جي انهيءَ سلسلي جو سراغ ڳولي ڪيڻ، جنهن جي تحت سندس عمل رونما ٿين ٿا، ڪن جي خيالن جي منجهيل سٽ بيان ڪرڻ به چار سڏا سادا ڏاڍا ڇڪي ٻاهر ڪيڻ، سندس نظرياتي اصولن کي هن جي عملي ترڪيبن کان مميز ڪرڻ ۽ انهيءَ حرامزادي هنر پنيان پوشيده ناقص سائنس جي شناخت ڪرڻ، اهو فلسفي جي طالبعلم جو ڪم آهي.

جادوگر جي منطق جو جيڪو مون تجزيو ڪيو آهي، سو جيڪڏهن درست آهي، ته پوءِ ان جا بيان ڪيل ٻه وڏا اصول فقط "خيالن جي اشتراڪ" جي بنيادي حقيقت جا ٻه جدا جدا غلط استعمال آهن — ان کان علاوه سندن ٻي ڪا به حقيقت ڪانهي. نسبتي جادوءَ جو بنياد خيالن جي انهيءَ اشتراڪ تي ٻيٺل آهي، جيڪو خيالن جي هڪجهڙائيءَ مان پيدا ٿئي ٿو، قرابتي جادوءَ جو بنياد وري خيالن جي انهيءَ اشتراڪ تي ٻيٺل آهي، جيڪو خيالن جي قرابت مان پيدا ٿئي ٿو. نسبتي جادو اها غلطي ڪري ٿو ته جيڪي شيون ظاهري طور هڪجهڙيون ڏسي ٿو، تن کي بنا چون چرا جي ٻنهي ساڳيون تسليم ڪري ٿو، قرابتي جادوءَ جي وري هيءَ غلطي آهي ته اهو جن شين کي ڪنهن وقت هڪٻئي جي لهوچڙ ۾ ڏسي ٿو، تن کي هميشه لاءِ هڪٻئي تي ساڳيءَ ئي طرح اثر انداز ٿيندڙ تسليم ڪري ٿو. جادوءَ جي عملي ميدان ۾ جادوءَ جي انهن ٻنهي شاخن کي گهڻو ڪري ملايو ويندو آهي؛ ان ڳالهه کي زياده واضح ڪرڻ لاءِ هيئن ڪٿي چئجي ته نسبتي يا نقالي جادوءَ جو آزادانه ۽ پنهنجي سر استعمال ڪري سگهجي ٿو، پر قرابتي جادوءَ جي استعمال ۾ عام طور نسبتي يا نقالي جادوءَ کي به پنهنجو ڪجهه حصو ادا ڪرڻو پوندو آهي. ممڪن آهي ته جادوءَ جي ٻن قسمن شين کي اهڙيءَ طرح بيان ڪرڻ سان، مفهوم کي ذهن نشين ڪرڻ البت دشوار لڳي، پر جڏهن انهن جا مخصوص مثال ڏنا ويندا، تڏهن ٻئي ڳالهيون آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي وينديون. درحقيقت، ڪر جون اهي ٻئي شاخون انتهائي

سهل ۽ ابتدائي نوعيت جون آهن. ان کان علاوه انهن جي ٻي ڪا نوعيت ٿي به نٿي سگهي، پر نه فقط هڪ وحشيءَ جي اڻ گهڙيل دماغ لاءِ، پر هر ملڪ جي جاهل ۽ ڪند ذهن ماڻهن لاءِ، اهي عملي صورت ۾ ئي قابل فهم آهن ۽ نه نظرياتي صورت ۾. جادوءَ جون اهي ٻئي شاخون ـ نسبتي ۽ قرابتي ـ 'هم آهنگ جادوءَ' جي هڪ عام نالي ڏيڻ سان، آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي وينديون، ڇو ته ٻئي شاخون اها ڳالهه تسليم ڪن ٿيون ته مختلف شيون هڪٻئي کان دور هئڻ جي باوجود، ڪنهن خفيه هم آهنگيءَ ذريعي هڪٻئي تي اثر پيدا ڪن ٿيون، ۽ اهو اثر هڪ کان ٻيءَ تائين گويا هڪ قسم جي غيبي "ايٿر" وسيلي پهچي ٿو ـ جديد سائنس جي بلڪل انهيءَ ساڳيءَ ايٿر (*Ether*) وانگر، جنهن جو ڪارج پڻ اهوئي جادوءَ جي غيبي "ايٿر" وارو ساڳيو ٻڌايو وڃي ٿو ته فضا ۾ ڪجهه فاصلي کان پوءِ جيتوڻيڪ محض هڪ خلا ئي معلوم ٿئي ٿي، تڏهن به ان خلا جي ڇوڏاري ٻيئل طبعياتي شيون ان فرض ڪيل ايٿر (*Ether*) وسيلي هڪٻئي تي اثر انداز ٿينديون رهن ٿيون.

جادوءَ جون اهي شاخون فڪر جي جن جن قانونن تي ٻيٺل آهن، انهن مطابق ڪين هيٺ ڏيکاريل نموني جي شجري جي صورت ۾ رکڻ سان آساني پيدا ٿيندي.

هم آهنگ جادو

(هم آهنگيءَ جو قانون)



| نسبتي جادو | قرابتي جادو |
|---|---|
| (نسبت يا ڊڪجڙائيءَ جو قانون) | (قرابت يا لاڳاپي جو قانون) |

هم آهنگ جادوءَ جي انهن ٻن وڏين شاخن کي اڳتي هيٺئر، عملي مثال ڏيئي سمجهائينداس، اڇو ته پهريائين نسبتي جادوءَ کي کڻون.

۲ نسبتي يا نقالي جادو: هڪجهڙيون شيون هڪجهڙو اثر پيدا ڪن ٿيون- انهيءَ اصول کي دنيا جي مختلف ملڪن ۽ مختلف دورن ۾ دشمن جي بوتي کي نقصان پهچائي، يا ناس ڪري، خود دشمن کي اهڙي ئي ضرر پهچائڻ، يا مارڻ لاءِ سڀ کان زياده استعمال ڪيو ويو آهي. ۽ اهو استعمال هن اعتقاد جي تحت ڪيو ويو آهي ته جهڙي تڪليف بوتي کي پهچائبي، اهائي واسطيدار ماڻهوءَ کي پهچندي، ۽ جنهن وقت بوتي کي ناس ڪيو ويندو، بلڪل ان وقت اهو ماڻهو پاڻ به ناس ٿي ويندو. اهڙن متعدد مثالن مان چند ڏيئي، هڪ ئي وقت ثابت ڪيو ويندو ته ڪيئن نه اهو رواج دنيا جي مختلف خطن ۾ موجود آهي، ۽ ڪيئن نه اهو هزارها صدين مان گذرندو اڄ تائين زنده رهندو آيو آهي، جو ته هزارين سال اڳ اهو هنر مصر، بابل، هندستان، روم ۽ يونان جي جادوگرن کي ايندو هو، ۽ اڄ به آسٽريليا، آفريڪا ۽ اسڪاٽلنڊ جا چالاڪ ۽ بدنيت جادوگر ان جو استعمال ڪن ٿا: آهڙيءَ طرح، جيئن وچي ٿو ته اتر آمريڪا جي ڳاڙهن هندستانين جو اعتقاد آهي ته ريتيءَ، رک يا مٽيءَ ۾ دشمن جي تصوير ڪيي، يا ڪنهن به شيءِ کي دشمن تصور ڪري، ان کي تيز ڪاٺيءَ سان، يا ٻئي ڪنهن ذريعي زخم رسائي، دشمن کي ساڳيو ئي زخم پهچائي سگهبو. مثال طور اوجيبوي قبيلي جو ريڊ انڊين جڏهن به ڪنهن سان برائي ڪرڻ چاهيندو آهي، تڏهن هو ان جو ننڍڙو مجسمو ٺاهي، ان جي مغز يا دل ۾ سئي ٽنبي، يا تير هڻي، مطمئن ٿي ويهي رهندو آهي ته جنهن به جاءِ تي بوتي کي سئي يا تير چڀندو، عين ان وقت سندس دشمن کي ساڳئي ئي عضوي ۾ سخت سور پوڻ شروع ٿيندو؛ پر جيڪڏهن هو ان ماڻهوءَ کي فوراً مارڻ چاهيندو آهي، ته هو ان بوتي کي، جادوءَ جا ڪي لفظ ادا ڪندي، وچي ڪٿي دفن ڪندو، يا ساڙيندو آهي. پيروءَ جا ريڊ انڊين قبائل، جن دشمنن سان نفرت ڪندا هئا، يا جن کان ڊڄندا هئا، تن جا مينڻ ۽

اٺي ماڻ بوتا ٺاهي، انهن کي اهڙن رستن تي ساڙيندا هئا، جتان انهن دشمنن جي گذر جو امڪان هوندو هو. ان کي هو "دشمن جو روح ساڙڻ" سڏيندا هئا.

ملايا وارا ساڳيو جادو هن طرح ڪندا آهن: جنهن دشمن کي نقصان پهچائڻ جو ارادو هوندو اٿن، تنهن جي جسم جا وڌيل ننهن، ورن جا وار، ٿڪ وغيره ڪٺي، ماکيءَ جي مکين جي ويران ٿيل ماناريءَ جي ميڻ مان هڪ ننڍڙو بوتو تيار ڪري، اهي سڀ شيون، ان بوتي جي واسطيدار عضون ۾ هڻي، دشمن جو مڪمل بت ٺاهيندا آهن؛ پوءِ ان بت کي ستن راتين تائين بتيءَ مٿان جهلي، ان کي آهستي آهستي تؤ ڏيندي، هيٺيون منتر پڙهندا رهندا آهن:

"ميڻ ٺاهي، جنهن کي مان جلايان ٿو؛ فلاڻي پٽ فلاڻي جي تيري، دل ۽ جيرو آهي، جنهن کي مان جلايان ٿو."

ستين دفعي کان پوءِ بوتي کي ساڙي ڇڏيو: اوهان جو دشمن مئو پيو هوندو. ظاهر آهي ته هن جادوءَ ۾، نسبتي ۽ قرابتي جادوءَ جي اصولن جو ميلاپ ٿيل آهي؛ چو ته بت کي دشمن جي هر شڪل بڻائي، ان ۾ اهڙيون شيون لڳايون وينديون آهن، جي ڪنهن وقت ان سان لاڳاپو رکندڙ هيون، جهڙوڪ ننهن، وار ۽ ٿڪ. ملايا وارن جو هڪ ٻيو جادو، جو اوجيبوي ريڊ انڊين قبيلي جي مٿي ذڪر ڪيل جادوءَ سان اڃا به زياده مشابهت ڪائي ٿو، سو هي آهي: ماکيءَ جي مکين جي خالي ماناريءَ جي ميڻ مان هڪ پير جيترو بوتو ٺاهي، ان جي اک ۾ سوئي ٽنبڻ سان دشمن انڌو ۽ پيٽ ۾ ٽنبڻ سان بيمار ٿيندو؛ مٿي ۾ هڻڻ سان مٿي ۾ سور ۽ ڇاتيءَ ۾ هڻڻ سان سيني ۾ سور پوندس؛ مارڻ مقصود هجي ته بوتي کي اونڌو ڪري زمين ۾ ڪوڙجي ۽ لاش وانگر ڪفن پارائجيس؛ پوءِ ان جي پاسي کان تيهي اها دعا پڙهجي، جا قبر مٿان پڙهي ويندي آهي. آخر ۾ ان

ڪي انهيءَ رستي جي عين وچ ۾ دفن ڪجي، جتان اسڪان هجي ته ان کي اهو دشمن اچي اورانگهيندو. ان جي خون جي گناه کان بچڻ لاءِ، هيئن چئجي:

”هن کي آءٌ ته دفن نه ٿو ڪريان، جبرئيل آهي،
جو دفن ٿو ڪريس.“

اهڙيءَ طرح خون جو گناه ملائڪة المقربين جي مهندار حضرت جبرئيل جي ڪلهن تي پوندو، جو ان بار کڻڻ لاءِ اوهان کان زياده موزون آهي.

جيڪڏهن هڪ طرف دشمن کي رستي سان هٽائڻ لاءِ نسبتي يا نقالي جادوءَ جو بوتن ذريعي استعمال ڪيو ويو آهي، ته ساڳئي وقت ان جو ٻين کي امداد ڏيڻ جي نيڪ ارادي سان ٻه استعمال ڪيو ويو آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ ٻوئينءَ صورت ۾ ان کان نسبتاً گهٽ ڪم ورتو ويو آهي. مثال طور ان کي وڃم ۾ آساني پيدا ڪرڻ ۽ بي اولاد عورتن کي اولاد سان نوازڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سوماترا جي بٽڪ قبيلي وارن جي ڪنهن عورت کي جڏهن اولاد ڄڻڻ جي خواهش ٿيندي آهي، تڏهن هوءَ ڪاٺيءَ جو ننڍو گڏو گود ۾ کڻندي آهي. هن جو اهو اعتقاد هوندو آهي ته ان طرح سندس آرزو پوري ٿيندي. ٻبر ٻيٽن ۾ جڏهن ڪنهن عورت کي احساس ٿيندو آهي ته کيس اولاد ڪونه ٿيندو، تڏهن هوءَ ڳوٺ جي اهڙي ماڻهوءَ کي دعوت ڏيئي گهر ڪوٺائيندي آهي، جو سڄي ڳوٺ ۾ سڀني کان زياده ٻارن جو پيءُ هوندو آهي. ۽ کيس سورج جي ديوتا اپوليرو جي پوڄا ڪرڻ لاءِ چوندي آهي. پوڄا شروع ڪرڻ کان اڳ ڳاڙهيءَ ڪپهه سان ٻار جيترو هڪ گڏو تيار ڪري، واسطيدار عورت جي گود ۾ ڏيندا آهن، جنهن کي هوءَ اهڙي ڍنگ سان ڇاتيءَ سان لڳائي ويهندي آهي، ڄڻ ته ان کي ٿڃ ويٺي ڏارائي. صاحب اولاد شخص پکيءَ کي ٽنگن کان پڪڙي، عورت جي مٿي تي اونڌو جهلي، سورج ڏانهن منهن ڪري چوندو آهي ته ”اي اپوليرو، هن پکيءَ کي قبول ڪر،

منهنجي درخواست آهي، منهنجو عرض آهي ته منهنجي گود ۾، منهنجن هٿن ۾ هڪ ٻار اچلاءِ". ان کان پوءِ هو ان عورت کان پڇندو آهي، "ڇا، ٻار آيو؟" هوءَ ورندي ڏيندي آهي، "ها، گود ۾ اچي ٿي ويئو تيڄ ڌاڻي". بعد ۾، اهو شخص ان عورت جي مڙس جي اڳيان بيهي، ٻڪيءَ کي ان جي ڇتي وٽ اونڌو جهلي، ڇهن نو ڀيرا هڪ منتر پڙهندو آهي. آخر ۾ ٻڪيءَ کي ذبح ڪري ان جي گوشت کي سوپارين سان گڏ گهر جي قربان گاهه وٽ رکي ڇڏيندا آهن. انهيءَ رسم جي پوري ٿيڻ کان پوءِ، ڳوٺ ۾ ڍنڍورو ڏنو ويندو آهي ته فلاڻي جي زال ٻنهري داخل ٿي آهي ۽ سور ٿيا اٿس. انهيءَ خوشخبري ٻڌڻ کان پوءِ گهر وارن جا عزيز، دوست ۽ سڄي ڳوٺ جا ماڻهو عورت کي مبارڪ ڏيڻ ايندا آهن. ٻار جي ڄمڻ جو هي ڏيکاءُ صاف طور جادوءَ جي عمل جو هڪ پهلو آهي؛ ٻار جي ڄمڻ جو نقل ڪري ان ڳالهه جي خاطري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي ته ٻار سچ پچ ڄمندو. ۽ جادوءَ جي انهيءَ منتر کي زياده طاقتور ۽ موثر ڪرڻ خاطر پوڄا ۽ قربانيءَ کان به ساڳئي وقت ڪم ورتو ويندو آهي. گويا هن حالت ۾ جادوءَ ۽ مذهب جو هڪ مجرب مرڪب بنايو ويو آهي؛ جادوءَ جو عمل مذهب جو پٺتو وٺي زياده هڪ ٿيڪ ثابت ٿئي.

بورنيو جي ڊياڪ قبيلي وارن جي ڪنهن عورت کي جڏهن ٻار ڄڻڻ وقت سخت سور ٿيندا آهن، تڏهن هڪ جادوگر کي گهرايو ويندو آهي، جو عورت جي پيٽ کي مالش ڪرڻ ۽ ان جي جسم کي اٿلائڻ پٿلائڻ جي عقلي طريقي سان ڏيڻ ۾ آساني پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ان وچ ۾ هڪ ٻيو جادوگر ٻاهر اچي سهڙندو آهي، جو ساڳئي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي اهڙيون ترڪيبون اختيار ڪندو آهي، جن کي ناقابل فهم چئجي ته بهتر ٿيندو. درحقيقت هو خود ٻار پيٽ واريءَ عورت هئڻ جو ڍونگ ڪندو آهي، پنهنجي پيٽ وٽ هڪ وڏو پٿر رکي، ان کي ڪپڙي

سان مضبوط جڪڙي، پنهنجي پيٽ کي حاملہ عورت جي پيٽ وانگر ٻڌائي اهڙيون تہ دانهون ڪندو آهي، ڄڻ تہ هن کي سخت سور ٿي رهيا آهن ۽ کيس ٻار ڄمي رهيو آهي. ان وچ ۾ وڏي واري ڪمري سان، اندريون ڄادوگر واڪا ڪري پنهنجي ساٿيءَ کي ٻڌائيندو رهندو آهي تہ عورت جي پيٽ وارو اصلي ٻار ڪهڙيءَ جاءِ تي پهتو آهي. انهن هدايتن مطابق، هي ٻاهريون اوستو بہ پنهنجي پيٽ واري ڀٽر جي جاءِ تبديل ڪندو رهندو آهي. اها ڪارروائي تيستين جاري رهندي، جيستين عورت جو اصلي ٻار ڪنهن طرح ٻاهر اچي سهڙي.

ڊونگ يا نقل ڪرڻ جو اهو ساڳيو اصول، جو دنيا جي هر ملڪ ۾ راند وقت ٻارن جو محبوب مشغلو هوندو آهي، تنهن ڪن قومن ۾ انهيءَ رواج کي جنم ڏنو آهي تہ جڏهن بہ انهن سان ڪنهن کي پرايو ٻار گود ۾ وٺڻو هوندو آهي، يا منجهانئن ڪو ساٿو گهڻي عرصي تائين غائب رهڻ کان پوءِ، اوچتو اچي پرگهٽ ٿيندو آهي ۽ ان کي برادريءَ يا قبيلي ۾ نئين سر داخل ڪرڻو هوندو آهي، تہ پوءِ انهن ٻنهي حالتن ۾ وڏي پيماني تي ٻار ڄڻڻ جو نقل ڪيو ويندو آهي: اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن ڊوڙن ٻائيندڙ ڇوڪري کي، يا ڪنهن ڊگهيءَ ڏاڙهي واري ساٿيءَ کي ٿي، پوءِ ڪٿي هو دراصل پرايو پٽ ٿي ڇو نہ هجي، ڪنهن بہ اهڙو ”جنم ڏنو“، تہ قديم قومي رواج ۽ قانون مطابق، اهو ڇوڪرو، يا مرد حقيقي پٽ جي حيثيت اختيار ڪري، ذين والدين جي هرهڪ چيز جو وارث ۽ مالڪ بڻجي وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح ڊيئوڊورس* ٻڌائي ٿو تہ جڏهن زيئس ديوتا: پنهنجي زال، هيرا، کي هرڪيولس کي گود ۾ وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو، تڏهن ديويءَ بستري ۾ داخل ٿي، انهيءَ تنومند هيرو کي ڇاتيءَ سان لائي، پنهنجن ڪپڙن هيٺان لنگهائي، اهڙي نموني سان ڌ ڪو ڏيئي

---

* هڪ يوناني تاريخ نويس - سندس تاريخ، جا ٽيهن سالن ۾ مڪمل ٿي، ۴۰ جلدن ۾ آهي.

هيٺ ڪيرايو، جيئن ويم وقت پار هيٺ ڪرندو آهي؛ اهو تاريخ نويس پنهنجي پاران اها به خاطري ڏئي ٿو ته سندس ڏينهن ۾ وحشي قبائل ڪنهن پار کي گود ۾ وٺڻ لاءِ اهو ئي نمونو اختيار ڪندا هئا. اج به اهو رواج بلگيريا ۽ بوسنيا جي ترڪن ۾ موجود آهي. ڪا به عورت، جڏهن ڪنهن کي گود وٺندي آهي تڏهن ان کي پنهنجن ڪپڙن ۾ وجهي هيٺ ڪيرائيندي آهي، يا ان کي آتان چڪي ٻاهر ڪڍندي آهي؛ بس ان کان پوءِ اهو پار سندس حقيقي اولاد جو درجو اختيار ڪندو آهي ۽ پنهنجن نون والدين جي ملڪيت جو مالڪ ٿيندو آهي. سڙاواڪ جي بيرآوان قبيلي وارن جي ڪا عورت، جڏهن ڪنهن وڏي مرد، يا عورت کي گود ۾ وٺڻ چاهيندي آهي، تڏهن ان موقعي ملهائڻ لاءِ قبيلي جا سڀ ماڻهو اچي جمع ٿيندا آهن، ۽ هڪ دعوت جو انتظام ڪيو ويندو آهي. گود ۾ وٺندڙ عورت کي چادر سان ڍڪيل تلهي تي ويهاريو ويندو آهي، ۽ جنهن عورت يا مرد کي اها گود ۾ وٺڻ چاهيندي آهي، سو پنيان سندس پنهي ٽنگن جي وچان ريڙهيون پائي ٻاهر ايندو آهي. ٻاهر اچڻ وقت ان کي ڪنهن خوشبودار وڻ جي پور واريءَ ٽاريءَ سان ٻڌيءَ تي ٽڪي هڻي ان عورت سان گڏ ٻڌو ويندو آهي. ان کان پوءِ هڪٻئي سان ٻڌل اهي ٻئي ڄڻا، ماءُ ۽ ڌيءُ يا ماءُ ۽ پٽ، سڀني حاضرين جي روبرو جاءِ جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي تائين ڦيرو پائي واپس موٽي ايندا آهن. ويم جي اهڙي نقل ڪرڻ کان پوءِ، پنهي جي درميان جيڪو رشتو قائم ٿيندو آهي، سو ڏاڍو پڪو ۽ پختو سمجهيو ويندو آهي. گود ۾ ورتل اولاد خلاف ڪيل ڪهڙي به ڏوهه کي حقيقي اولاد جي ڏوهه کان زياده سنگين تصور ڪيو ويندو آهي. قديم يونان ۾ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي غلط فهميءَ کان مري ويل سمجهي، ان جي پنيان سندس سڀ ڪريا ڪرم ڪري ڇڏيو ويندو هو، ته پوءِ اهو جيسين دوباره جنم وٺڻ جي رسم ادا نه ڪندو هو، تيسين معاشري اندر مئل ئي شمار ڪيو

ويندو هو. ان کي کنهن عورت جي گود ۾ ڏيئي، غسل ڪرائڻ کان پوءِ تنجڻ ۾ پڌو ويندو هو، ۽ آخر ۾ ڪيس ٿج ڏارائي ويندي هئي. جيستائين اها رسم سختيءَ سان ادا نہ ڪئي ويندي هئي، تيستائين ان کي زنده ماڻهن سان ملڻ جوڪوبہ حق ڪونہ هوندو هو. قديم هندستان ۾، ساڳين حالتن ۾ مرده تصور ٿيل ماڻهوءَ کي، واپس اچڻ کان پوءِ، پهرين رات گهرکان ٻاهر رکيل هڪ ڪونر ۾ گذارڻي پوندي هئي، جنهن ۾ چربيءَ ۽ پاڻي ڀريل هوندو هو. اها سڄي رات هن کي مٺيون ٻيڪوڙي چپ چاپ انهيءَ ڪونر ۾ اهڙي نموني سان ويهڻو پوندو هو، جيئن ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جي حالت هوندي آهي. هن جي مٿان اهي سڀ جنترمنتر پڙهيا ويندا هئا ۽ ساڳيون رسمون ادا ڪيون وينديون هيون جي هڪ حامله عورت جي حالت ۾ ڪيون وينديون هيون. ٻئي ڏينهن صبح جو هو ڪونر کان ٻاهر اچي اهي سڀ رسمون دوباره ادا ڪندو هو، جي هن ٻالڪپڻ کان وٺي انهيءَ عمر تائين ادا ڪيون هونديون، خاص طور هن کي نئين شادي ڪرڻي پوندي هئي، يا وري اڳوڻيءَ زال سان، نهايت سنجيدگيءَ سان نئين سر ڪيس لائون لهڻيون پونديون هيون.

نسبتي جادوءَ مان ٻيو نيڪ ڪم بيماريءَ جي علاج يا ان کي روڪڻ جو ورتو ويندو آهي. قديم هندو سائيءَ يا يرقان جي بيماريءَ کي چٽائڻ لاءِ، نسبتي جادوءَ جي اصولن تي هڪ ڏکي رسم ادا ڪندا هئا. ان جو مول مقصد بيماريءَ جي پيلي رنگ کي مريض جي جسم کان ٻاهر ڪيڍي، پيلن جاندارن، يا پيلن شين، جهرڪ سج وغيره ڏانهن واپس ورائڻ، ۽ مريض کي ان جي بجاءِ ڪنهن جيئري جاڳندي طاقتور چيز ذريعي، مثلاً ڳاڙهي ڏڳي وغيره، مان تندرستيءَ جو سرخ رنگ واپس وٺي ڏيڻ جو هوندو هو. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنڊت هيءُ منتر پڙهندو هو: ”تنهن جي سائي ۽ دل جو درد مٿي سج ڏانهن ويندا، ڳاڙهي ڏڳي جي رنگ ۾ توکي رڱيون ٿا، اسين توکي

وڏيءَ عمر تائين ڳاڙهن رنگن ۾ رڱيون ٿا۽ شل هي شخص پيلي رنگ جي مصيبت کان آجو ٿئي! ڳئون، جيڪي روهني ديويءَ جو روپ آهن، اهي جيڪي ان کان علاوه، خود ڳاڙهيون روهڻ آهن - انهن جوئي رنگ ۽ انهن جي ئي طاقت اسان توکي ڏيون ٿا. طوطن ۽ پيلن چيهن ۾ اسان تنهنجي سائيءَ کي واپس ڪريون ٿا." منتر پڙهندي زرد رنگ واري مريض کي تندرستيءَ جي سرخ رنگ ڏيڻ لاءِ، پنڊت کيس اهو پاڻي پيئڻ لاءِ ڏيندو هو، جنهن ۾ ڳاڙهي رنگ جي ڍڳي جا وار مليل هوندا هئا. هو اهڙي ڍڳي جي مٿان پاڻي هاري، مريض کي اهو پيئڻ لاءِ ڏيندو هو. مريض کي ڳاڙهي ڍڳي جي کل مٿان ويهاري، ان جو هڪ ٽڪرو سندس ٻانهن ۾ ٻڌندو هو. ان کان پوءِ مريض جي جسم سان پيلي رنگ کي مڪمل طور ڪيڻ ۽ ان جي رنگ کي بهتر بنائڻ لاءِ هي عمل ڪندو هو: پهريائين مريض جي سڄي بدن کي ڪيسوڦلن جي پيلي رنگ سان ٿڦي، کيس کٽ تي ويهاري، پيلي ڏاڳي سان ٽي پيلائين رنگ جا پکي کٽ جي پاون سان ٻڌندو هو. انهيءَ ڪم کان فارغ ٿي، هو مريض جي سڄي جسم تان پيلو رنگ ڌوئي صاف ڪري، سائيءَ کي مريض کان منتقل ڪري، هيٺ پاون سان ٻڌل پيلن پکين کي ڏيندو هو. ان کان پوءِ مريض جي چهري کي نئين رنگ ڏيڻ لاءِ، ڳاڙهي ڍڳي جا وار سوني ورق ۾ ملائي، ان جي منهن کي ٿڦيندو هو. قديم زماني جي ماڻهن جو اعتقاد هو ته سائيءَ جو مريض جيڪڏهن پيلي رنگ جي پرندي کي تيز نظرن سان ڏسي ۽ اهو پکي به سائس غور سان نظرون ملائي، ته مريض سائيءَ کان آزاد ۽ آجو ٿي ويندو. پلوٽارچ چوي ٿو ته "اهڙي پکيءَ جو مزاج ۽ فطرت اهڙي ته ٺهي ٿي جو اهو مريض جي غليظ خون جي وهندڙ ڌارا کي، نظرن سان ڇڪي پنهنجي پاڻ ۾ اوتي ڦٽي ٿو ڪري." اهڙي پکيءَ کي انهيءَ زماني جا ماري اهڙي ته قيمتي چيز سمجهندا هئا، جو ان کي ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ڍڪي رکندا هئا، ته مٿان ڪو

سائيءَ جو مريض ان کي ڏسي ۽ مفت ۾ شفاياب ٿي وڃي. اهڙي پکيءَ جي اها خاصيت سندس پرن ۾ نه، پر اکين ۾ موجود سمجهي ويندي هئي. پلني* به هڪ اهڙي پکيءَ جو ذڪر ڪري ٿو، جنهن کي قديم يونانين "سائيءَ" جي بيماريءَ جو نالو ڏنو هو، جو ته ان لاءِ وري اهو اعتقاد هو ته جيڪڏهن ان کي ڪو سائيءَ جو مريض ڏسندو، ته مرض پکيءَ ۾ داخل ٿي، ان کي ماري ڇڏيندو. هو هڪ پٿر جو به ذڪر ڪري ٿو، جنهن جو رنگ سائيءَ جي مريض جي چمڙيءَ وانگر هوندو هو ۽ ان ۾ به ان مرض کي چوسي ڪڍي ڇڏڻ جي طاقت موجود سمجهي ويندي هئي.

نسبتي جادوءَ جي هڪ وڏي خوبي هيءَ آهي ته ان ذريعي علاج خود بيمار جي بدن بدران، سندس معالج جي جسم جو ڪري سگهجي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح مريض پاڻ سيني تڪليفن کان آجو رهي، پنهنجي شفا ڏيندڙ کي پنهنجن اکين آڏو درد ۽ ڪرب ۾ ڦٿڪندو ڏسي ٿو. مثال طور فرانس جي پرچ علائقي جي ڳوٺاڻن ۾ اهو وهم ويٺل آهي ته مريض کي گهٽيون التيون ان ڪري اينديون آهن، جو، سندن چوڻ موجب، هن جو پيٽ ڇڄي هيٺ ڪري پوندو آهي. ان ڪري انهيءَ ڪريل عضوي کي پنهنجي اصلوڪيءَ جاءِ تي پهارڻ لاءِ معالج کي گهرايو ويندو آهي، جو حاضر ٿي بيماريءَ جي علامتن پڌڻ کان پوءِ، پنهنجي پيٽ چنڻ لاءِ عجيب، نموني سان ڦٿڪڻ سٽڪڻ شروع ڪندو آهي. انهيءَ عمل ۾ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ، هو وري پيا ابتا سبتا ليڪ ٽپا ڏيئي ۽ بچڙي شڪل بنائي پنهنجي پيٽ کي وري ان جي اصلوڪيءَ جاءِ تي پهچائيندو آهي: هوڏانهن مريض پنهنجي منهن اوتري قدر آرام محسوس ڪندو پيو ويندو. ان علاج جي في اتان جا صرف پنج پئسا. ساڳئي نموني ڊياڪ قبيلي جو ويج، مريض وٽ پهچي، حال احوال پڇڻ کان پوءِ، سڌو سنئون ٿي ليٽي، مري وڃڻ جو ڍونگ ڪندو آهي. ان کي جنازو سمجهي، تڏن ۾ ويڙهي سيڙهي،

* (٢٣-٧٩ ق.م) هن هڪ مشهور ڪتاب "تاريخ قدرت" لکيو آهي.

گهر مان ٻاهر ڪڍي زمين تي رکي ڇڏيندا آهن. ڪلاڪ ڪن کان پوءِ ٻيا ويج اچي، ان جي ”ڪفن“ کي کولي کيس دوباره زنده ڪندا آهن ؛ پس جيئن هو جيئرو ٿيندو، تئن مريض به مرض کان شفا حاصل ڪندو. نسبتي جادوءَ جي اصول تي، ٿيئوڊوڊيس ڦهرئين* جي شاهي طبيب، مارسيلس آف بورڊيو، پنهنجي دوائن جي عجيب و غريب ڪتاب ۾ لقوي جو هڪ مزيدار علاج ڄاڻايو آهي، جو هيئن آهي: وروين (*Vervain*) ٻوٽيءَ جي پاڙ ڪڍي، ان کي اڌ تان چيري ، هڪ حصو مريض جي ڳچيءَ ۾ ويڙهي، ٻيو ٻاهه جي دونهي ۾ رکجي. جيئن ٻوٽي دونهي ۾ سڪندي ويندي ، تيئن ئي لقوو غائب ٿيندو ويندو. جيڪڏهن بعد ۾ مريض پنهنجي طبيب سان ڪا احسان فراموشي ڏيکاري، ته پوءِ حڪيم صاحب ٻوٽيءَ جي پاڙ پاڻيءَ ۾ اڇلائي نهايت آسانيءَ سان ڪانئس ان احسان فراموشيءَ جو انتقام وٺي سگهي ٿو. جيئن جيئن ٻوٽي پاڻيءَ ۾ سائي ٿيندي ويندي، تيئن تيئن ان جي بيماري به واپس کيس وڃڙندي ويندي. ساڳئي سياڻي مصنف اها به سفارش ڪئي آهي ته جيڪڏهن توکي سوهيڙن ڏاڍو ستايو آهي، ته آسمان ۾ ڪرندڙ تاري جي تاڙ ۾ رهه، جنهن وقت تاري کي ڪرندو ڏسين، ان وقت هڪدم ڪنهن ڪپڙي يا ٻيءَ ڪنهن اهڙيءَ چيز سان سوهيڙن کي اگهي ڇڏ، پر هڪ خبرداريءَ ڪجانءِ ته هٿ سان صفا نه ڪجانءِ، نه ته موهيڙا منهن جي ٻچر ڇڏي هٿ کي اچي وٺندءِ. بس جيئن تارو آسمان مان ڪري ٿو، تيئن موهيڙا تنهنجي منهن تان ڇڻي پوندا.

ازانسواءِ هڪ وحشي شڪاري، يا مهاڻو، گهڻي شڪار حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي اپاءَ اختيار ڪري ٿو، تن ۾ نسبتي، ۽ عام طرح هم آهنگ جادو هڪ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. انهيءَ اصول جي بنياد تي ته ”ساڳيون شيون پيون پاڻ جهڙيون ساڳيون

* جمڻ جو سال سنه ۱۷۰ کان ۱۸۰۰ع جي درميان ائٿنس - يونان جو هڪ مشهور دليلباز فيلسوف.

شيون پيدا ڪن ٿيون“ - هو پاڻ ۾ سندس دوست گڏجي انهيءَ نتيجي جو جائي واٽي نقل ڪندا آهن، جنهن کي حاصل ڪرڻ سندن مقصد هوندو آهي. ساڳئي وقت هو ڪيترن اهڙن ڪمن کان پرهيز ڪندا آهن، جي ٿوري يا گهڻي قدر انهن ڳالهين سان مشابهت رکندا آهن، جي انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ رڪاوٽون سمجهيون وينديون آهن.

خوراڪ جي جهجهي مقدار حاصل ڪرڻ لاءِ نسبتي جادوءَ جي اصولن تي ٻئي ڪنهن به هنڌ شايد اهڙيءَ باقاعدگيءَ سان عمل ڪونه ڪيو ويو آهي، جهڙو وچ آسٽريليا جي ويران ۽ غير آباد علائقن ۾، اتان جا قبائل پاڻ کي هميشه ڪن جانورن، پکين، ٻوٽن يا ٻين قدرتي چيزن جي نالن سان سڏيندا آهن، ۽ منجهانئن هرهڪ تي اهو فرض عائد ٿيل آهي ته هو قبيلي جي عام ڀلائيءَ لاءِ پنهنجي خانداني يا قبيلي جي مخصوص پکيءَ يا جانور وغيره جي تعداد ۾ جادوءَ جي منترن جنترن وسيلي اضافو آڻي. جيئن ته انهن جا سيئي قبائلي نشان گهڻو ڪري کائڻ جي قابل جانور، پکي ۽ ٻوٽا وغيره آهن، ان ڪري انهن رسمن جي ادائگيءَ جو عام نتيجو قوم لاءِ خوراڪ ۽ ٻين ضروريات زندگيءَ جي شين جو مهيا ٿيڻ سمجهيو ويندو آهي.

عام طور اهي رسمون ڪنهن اهڙي نتيجي يا مقصد جو نقل هونديون آهن، جنهن کي حاصل ڪرڻ جو قبيلي وارن کي ارادو هوندو آهي؛ ٻين لفظن ۾، انهن جو جادو نسبتي يا نقالي جادو هوندو آهي. اهڙيءَ طرح وارا سنگا قبيلي وارن جو سردار، جن جو قبيلائي نشان چوٽيءَ وارو اڇو وڏو طوطو آهي، پنهنجي انهيءَ پکيءَ جي تعداد وڌائڻ لاءِ، ان جو مجسمو پاڻ وٽ رکندو آهي، ۽ هو پاڻ ان طوطي جي سخت ۽ ڪرخت آواز جو نقل ڪندو رهندو آهي. شتر مرغ جي جنس ۾ واڌاري آڻڻ لاءِ، جي اتان جي ماڻهن جي خوراڪ جو هڪ اهم ذريعو آهن، ”شتر مرغ قبيلي“ وارا پنهنجي انهيءَ مقدس پکيءَ جي شڪل، ۽ خاص طرح آن جي

انهن حصن جهڙن شڪلين، جي حصا ڪائڻ ۾ زياده لذيذ ۽ ڪين وٽندا آهن، زمين تي ڪيرندا آهن، ۽ پوءِ قبيلي جا ماڻهو انهن شڪلين جي چوڌاري ويهي منتر الاپيندا آهن. آخر ۾ انهن مان ڪي وري شتر مرغ جي مٽي ۽ ڳچيءَ جهڙن همشڪل ڍڳهين ٽوپين مٿن ۾ وجهي، انهيءَ پکيءَ جي هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ ۽ هن هن پاسي ۽ هيٺ مٿي نهارڻ جو نقل ڪندا آهن.

برٽش ڪولمبيا جي ريڊ انڊينس جو زياده تر گذارو انهن مڇين تي آهي، جي اتان جي درياهن ۽ سمنڊن ۾ تمام جهجهي تعداد ۾ لڀن ٿيون. جيڪڏهن پنهنجيءَ سند تي اهي مڇيون درياهن ۽ سمنڊن ۾ جام نه ٿيون، ۽ ڳاڙها هندستاني بک وگهي مرڻ لڳا، ته پوءِ انهن جو "نوٽڪا" جادوگر مختلف ترنديون مڇين جون تصويرون چاپي، انهن کي پاڻيءَ ۾ انهيءَ طرف وهائيندو، جنهن طرف کان عام طور اهي مڇيون اينديون آهن. انهيءَ رسم ادا ڪرڻ ۽ مڇين جي گهٽي تعداد ۾ اچڻ لاءِ دعائن پڙهڻ سان، هو سمجهندا آهن ته جام مڇيون اينديون. ٽورس اپسمنڊ جا باشندا ڪمين ۽ ڪڇن کي پاڻ ڏانهن اچڻ لاءِ آماده ڪرڻ واسطي، انهن جا بوتا استعمال ڪندا آهن. سيليبس بيٽ جي مرڪزي علائقي وارن جو عقيدو آهي ته هڪجهڙين شين جا روح انهن کي هڪٻئي ڏانهن ڪشش ڪندا آهن. ان ڪري هو پنهنجن گهرن ۾ جهنگلي سوئر ۽ هرڻ جيٰ جاڙين جا هڏا ٽنگي ڇڏيندا آهن، ته جيئن انهن هڏن ۾ رهندڙ انهن جانورن جا روح پنهنجن جيئرن جاڳندن - مالڪن کي شڪاريءَ جي راهه ۾ آڻي ڏين. نياس جي بيٽ وارا جڏهن جهنگلي سوئر کي پڻ ۾ ڦاسائڻ ۾ ڪامياب ٿيندا آهن، تڏهن هو سوئر کي اتان ٻاهر ڪڍي، سندس پٺيءَ کي وڻ مان ڪريل نو پن مهٽيندا آهن، ته جيئن ان ڪان پوءِ ساڳيءَ پڻ ۾ نو ٻيا سوئر ائين اچي ڪرن، جيئن نو پن وڻ مان ڇڻي هيٺ ڪريا هئا. ايسٽ انڊيز جي ساپاروئي، هاروڪوئي ۽ نوئيسالات ٻيٽن جو مهاڻو مڇين ڦاسائڻ

لاءِ چار وجھن کان اڳ ڪنهن اهڙي وڻ جي تلاش ڪندو آهي، جنهن جي ميوي کي پکين چهنبن سان گهڻو ٽڪيو هجي. اهڙي وڻ ھٿ ڪرڻ کان پوءِ، هو ان مان هڪ مضبوط ڏنڊو وڍي، ان کي پنهنجيءَ چار جو مرڪزي لڪڙو بڻائيندو آهي؛ ڇو ته هن جو اعتقاد آهي ته، جيئن انهيءَ وڻ گهڻن پکين کي پنهنجي ميوي ڏانهن ڪشش ڪئي هئي، تيئن اهو ڏنڊو به گهڻين مڇين کي پاڻ ڏانهن اچڻ لاءِ آماده ڪندو.

برٽش نيو گائنا جا ماهيگير ڪمين يا ڪڇن کي آسانيءَ سان ۽ گهڻي تعداد ۾ ڦاسائڻ لاءِ هڪ جادوءَ کان ڪم وٺندا آهن. هو پنهنجي مڇيءَ مارڻ واري نيزي جي انهيءَ سنهن وٽ، جيڪو نيزي جي ڦر ۾ مضبوط ڪتل هوندو آهي، هڪ ٽنڊڻي ويهاريندا آهن، جا ناريل جي وڻن ۾ گهڻي ٿيندي آهي. سندن اعتقاد آهي ته جهڙي نموني سان اها ٽنڊڻي ماڻهوءَ کي چڪ هڻڻ وقت ان جي چمڙيءَ کي مضبوطيءَ سان چنبڙي پوندي آهي، تهڙي نموني سان نيزو به ڪميءَ يا ڪڇونءَ جي ٻت ۾ مضبوطيءَ سان کپي ويندو.

ڪئموڊيا جو شڪاري جڏهن ڏسندو آهي ته گهڻو وقت گذري ويو آهي پر سندس چار اڃا خالي آهي، تڏهن ٿورو پريرو وڃي، اگهاڙو ٿي، اهڙيءَ بي خياليءَ سان چار واري طرف، آهستي آهستي گهمندو ايندو آهي، ڄڻ ته کيس چار جي وجود جوڪو علم ئي ڪونهي. پوءِ هو پاڻ کي چار ۾ ڦاسائي، حيران ٿي چوندو آهي "ها، هي ڇا؟ آءٌ ته هاٿي ڦاسي پيس!" بس، ان کان پوءِ کيس خوب شڪار ملندو آهي. اسان جي زماني ۾ اهڙي قسم جو گنگو نانڪ ريورنڊ جيمس مئڪڊونالڊ، جو هيئنر ڪئنٽيس ۾، ري وٽ رهي ٿو، هڪ پيري مون کي ٻڌايو ته اسڪاٽلنڊ جي جابلو علائقي ۾ ننڍي هوندي هو جڏهن پنهنجن دوستن سان مڇي ڦاسائڻ ويو، تڏهن گهڻي وقت تائين ڪنڊين ۾ ڪو چڪ ئي ڪونه پيو: ڇوڪرن ڇا ڪيو، جو پنهنجي هڪ دوست کي پاڻيءَ ۾ ڌڪو ڏيئي، وري کيس اهڙي نموني سان ڇڪي ٻاهر ڪڍي ڪٺي ٻيڙيءَ ۾ وڌو،

جڏهن ته هو مڃي هو. بس ان کان پوءِ مڇيون جام! ڪمريڊر قبيلي جو ڳاڙهو هندستاني جهنگلي ٻلين جي شڪار ڪرڻ لاءِ چار وڄڻ کان ڏهه راتيون اڳ باهه جي پرسان اڪيلو سمهندو آهي ۽ پنهنجيءَ ڳچيءَ مٿان ڪاٺيءَ جو ننڍو ٽڪر دٻائي رکندو آهي. ان مان سندس اهو مقصد هوندو آهي ته چارجي ڪوڙڪي واري ڪاٺي جهنگلي ٻليءَ جي ڪنڌ تي به اهڙيءَ ئي آسانيءَ سان ڪِري، ان کي ڦاسائي ڇڏيندي. نيوگائنا جي اولهه ۾، هلماهرا جي هڪ شمالي ضلعي ۾ جيڪو گٽليلاري قبيلو آباد آهي، تن ۾ وري هي اعتقاد آهي ته شڪار تي وڃڻ کان پيشتر، بندوق ۾ گولي پرڻ کان اڳ، ان کي وات ۾ وجهي، پوءِ بندوق ۾ وجهڻ گهرجي، جو اهڙي گولي نشان کان ڪڏهن به خطا ڪانه ويندي. ملايا جو وحشي، واڳن لاءِ چار وجهڻ کان هڪ رات اڳ نرم چانور کائيندو آهي ۽ ساڳئي وقت خبرداري ڪري، ٻهريان ٽي گرهه، گولن جي صورت ۾ وات ۾ وجهي، بنان ڏند ڏيڻ جي ڳهي ويندو آهي، جو ته ائين ڪرڻ سان ڪنڍي واڳوءَ جي وات ۾ هيٺ لهي، آسانيءَ سان اتي ڦاسي پوندي. هو پنهنجي ٻوڙ مان هڏا به ڪونه ڪڍندو آهي، جو ته ان مان صاف نتيجو هي نڪرندو ته ڪنڍي واڳوءَ جي وات مان ائين نڪري ويندي، جيئن ٻوٽيءَ مان هڏا نڪري ويا ۽ ان حالت ۾ واڳو آسانيءَ سان جان ڇڏائي پڇي ويندو. اهڙين حالتن ۾ شڪاريءَ لاءِ عقلمنديءَ جو اهو ئي طريقو هوندو آهي ته ماني تي ويهڻ کان اڳ، هو پنهنجي ٻوڙ مان سڀ هڏا ٻئي ڪنهن جي هٿان ڪڍائي ڇڏيندو آهي، جو ته ڪاڏي تي ويهڻ کان پوءِ هڏي چوسڻ جي لالچ ۾ اچي متان ڪيس واڳوءَ جي شڪار کان محروم ٿيڻو پوي.

اهو پويون قانون اهڙين ڳالهين جو مثال آهي، جن ۾ شڪاري ڪن ڪمن ڪرڻ کان پرهيز ڪندو آهي ته متان انهيءَ اصول تي ته ”هڪجهڙن ڪمن مان هڪجهڙا نتيجا نڪرندا آهن“، ائين ڪرڻ سان سندس ڪم بگڙي پوي، جو ته ياد رکڻ گهرجي ته

هم آهنگ جادو فقط اثباتي اصولن جو ئي مجموعو ڪونہ آهي؛ ان ۾ ڪيترائي منفي اصول بہ آهن، جي ممنوعات ۾ شامل آهن. ان ۾ فقط اهڙا حڪم ڪونہ آهن تہ ڇا ڇا ڪرڻ گهرجي، پر ساڳئي وقت ڪيترا اهڙا بہ حڪم آهن جن مطابق ڪي خاص ڪم ڪرڻا نہ آهن. اثباتي قسم جي اصولن ۾ پوڄا پاٺ ۽ اهڙا ٻيا منتر شامل آهن؛ منفي اصولن ۾ ڇهل، ڪِري، پرهيز ۽ ٻيون ڪيتريون منع ٿيل ڳالهيون آهن. جيتوڻيڪ انهن قانونن جي تشريح يا بيان لفظن ۾ ٿيل ڪونهي ۽ نہ وري وحشيءَ جي دماغ ۾ انهن جو اصل منطق ئي ويٺل آهي، ان هوندي بہ هن ڪي پختو يقين آهي تہ اهي قانون انساني ارادي کان بلڪل آزاد، سچي قدرتي نظام تي حاوي آهن ۽ ان ڪي هلائي رهيا آهن. هو سمجهي ٿو تہ جيڪڏهن هو ڪنهن خاص طريقي سان عمل ڪندو، تہ ان صورت ۾ انهن قانونن منجهان ڪنهن هڪ يا ٻئي جي تحت، ڪي خاص نتيجا ضرور رونما ٿيندا؛ ۽ جيڪڏهن ڪنهن خاص ڪم جا نتيجا ڪيس اڻوڻندڙ ۽ خطرناڪ معلوم ٿين ٿا، تہ پوءِ هو قدرتي طور انهن اڳرن نتيجن کان محفوظ رهڻ لاءِ، اهڙي ڪم ڪرڻ کان پري رهي ٿو. ٻين لفظن ۾ چئجي تہ هو اهڙي ڪم کان پرهيز ڪري ٿو، جنهن مان ڪيس، سبب ۽ نتيجي جي غلط نظريي ڪري، نقصان پهچڻ جو انديشو رهي ٿو. اثباتي جادو چوي ٿو: "هيئن ڪر، تہ هي نتيجو نڪري." منفي جادو چوي ٿو: "هيئن نہ ڪر، متان هيئن يا هوئن ٿي پوي." اثباتي جادوءَ جو مقصد گهربل واقعي ڪي ظهور ۾ آڻڻ جو آهي، ۽ منفي جادوءَ جو مقصد ڪنهن اڻ-گهربل واقعي جي ظهور کي روڪڻ جو آهي. پر ٻنهي نتيجن، گهربل توڙي اڻ گهربل، جي ظهور لاءِ انهن ٻنهي اصولن - هڪجهڙائيءَ يا نسبت ۽ لاڳاپي يا قرابت کي ذميدار سمجهيو وڃي ٿو. ظاهر آهي تہ جهڙي نموني گهربل نتيجي جو ظهور حقيقت ۾ جادوءَ جي ڪنهن پوڄا پاٺ يا منتر سبب نہ ٿو ٿئي، ساڳيءَ طرح اڻ گهربل نتيجي

جو ظهور به ڪنهن ممنوع ٿيل ڪم جي ٿي وڃڻ سبب نه ٿو ٿئي. جيڪڏهن منع ٿيل ڪم جي ٿي وڃڻ سبب ئي ڪو برو نتيجو نڪري ٿو، ته پوءِ اهو عقل جي دائري ۾ اچي وڃي ٿو يا اخلاقي اصول جي صورت اختيار ڪري ٿو، مثال طور، جي چئجي ”باهه ۾ هٿ نه وجهه“، ته هي منفي جادوءَ جي جهڙو يا پرهيز واري ڳالهه نه چئبي، پر هيءَ هڪ عام فهم ۽ عقلي اصول سڏبو، ڇو ته منع ٿيل ڪم ڪرڻ مان واقعي برو نتيجو نڪرندو ۽ نه ائين ته اهو ڪو رکيو هڪ وهم هو. ان ڪري منفي جادوءَ جا اهي اصول، جن کي اسين ممنوعات چئون ٿا، سي نه اڻ گهربل نتيجن کي ٽارڻ لاءِ اهڙائي اجايا ۽ بيڪار آهن، جهڙا اثباتي جادوءَ جا اصول، جن کي گهربل نتيجن جي پيدا ڪرڻ لاءِ جادوگر استعمال ۾ آڻي ٿو. ٻئي ڳالهيون هڪ ئي عظيم غلطيءَ يعني ”خيالن جي لاڳاپي“ واري اصول (جو ٻنهنجيءَ جاءِ تي انساني فڪر ۽ فلسفي جو هڪ بنيادي اصول آهي) جي غلط مفهوم مان پيدا ٿيون آهن، ۽ ان غلط مفهوم جا ٻه آمهون سامهون پهلو ٻه مخالف طرف يا قطب آهن: اثباتي قطب اهو جادو آهي، جنهن سان گهربل نتيجا پيدا ڪجن ٿا، ۽ منفي قطب اهو ممنوعات وارو جادو آهي، جنهن سان اڻ گهربل نتيجا ٽارجن ٿا. جيڪڏهن اسين انهيءَ سڄي غلط فڪري نظام کي، سندس نظرياتي توڙي عملي حيثيت ۾ ”جادوءَ“ جي هڪ ئي نالي سان سڏيون، ته پوءِ ممنوعات کي اثباتي جادوءَ جو منفي طرف سمجهڻ گهرجي. شجري جي صورت ۾ اهو سمورو مانڊاڻ هيئن بيهندو:




ممنوعات يا منع ٿيل ڪمن ۽ انهن جي جادوءَ سان تعلق جو مون ان کري ذڪر ڪيو آهي، جو آءٌ ڪي اهڙا مثال پيش ڪرڻ وارو آهيان، جن تي سهاڻا، شڪاري ۽ احتياج رکندڙ ٻيا اهڙا عام ماڻهو عمل ڪن ٿا ۽ ائين ڪرڻ ۾ منهنجو مقصد هن حقيقت کي ثابت ڪرڻ جو آهي ته اهي ڪم انهيءَ عام نظريي جي تحت اچي وڃن ٿا، جنهن کي هم آهنگ جادو چئون ٿا. اهڙيءَ طرح، ايسڪيموز ۾ ڇوڪرن کي هٿن جي آڱرين سان ڌاڳي واري راند کيڏڻ نه ڏيندا آهن، ڇو ته جيڪڏهن هو اها راند ڪندا ته وڏي هوندي جڏهن هو 'ويل' مڇيءَ جو شڪار ڪرڻ ويندا، تڏهن سندن آڱريون 'ويل' مڇيءَ جي ماري ڪندڙ خاردار نيزي جي تار ۾ ڦاسي پونديون. هن حالت ۾ "هڪجهڙائيءَ جي قانون" جي تحت ان ڪم کان منع ڪئي ويئي آهي ۽ اهو قانون نسبتي جادوءَ جو بنياد آهي؛ جهڙي نموني ٻار جون آڱريون ڌاڳي سان کيڏندي، ان ۾ ڦاسن ٿيون، اهڙي نموني هن جون آڱريون، وڏي هوندي ويل مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ وقت، نيزي جي تارن ۾ ڦاسنديون. ڪاريبيئين جبلن ۾ آباد هزول قبيلي وارن مان ڪنهن به شڪاريءَ جي زال ان وقت ٻستي نه ڪتيندي آهي، جڏهن سندس مڙس ماني ڪائيندو آهي، ڇو ته سندس مڙس جي اڳيان شڪار ۾

ڏاڳي وانگر ڦيريون پائيندو ۽ گوهيون ڏيندو رهندو ۽ شڪاري ان کي نہ ماري سگهندو. ظاهر آهي تہ ان حالت ۾ بہ ”هڪجهڙائيءَ جي قانون“ تحت منع ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح، قديم اٽليءَ ۾ زالن کي رستي تان ويندي سٽ ڪتڻ جي قانونا ممانعت ٿيل هوندي هئي، ڇو تہ ان ڪري فصلن کي نقصان پهچڻ جو انديشو سمجهيو ويندو هو. ممڪن آهي تہ اها منع هن خيال کان ڪيل هجي تہ جيئن ڏاڳو ڦرندو رهندو، تيئن اناج جا ڪانا بہ ڏنگا ڦڏا ٿيندا ۽ سڌا نہ نڪرندا. ساگهالين جي ائينو قبيلي وارن جي هرڪا حامله عورت ويم کان ٻہ مهينا اڳ سٽ ڪتڻ کان بس ڪندي آهي، ڇو تہ جيڪڏهن هوءَ سٽ ڪتيندي رهندي، تہ ٻار جا آنڊا پاڻ ۾ ائين منجهي پوندا، جيئن سٽ منجهندو آهي. هندستان جي بلاسپور ضلعي ۾ وري اهو رواج آهي تہ جڏهن ڳوٺ جا مکي ڪنهن صلاح و مشوري لاءِ گڏ ٿين، تہ ان وقت ڪوبہ سٽ نہ ڪتي، ڇو تہ ائين ڪرڻ سان زير بحث مسئلو گول چڪرن ۾ ڦرندو رهندو ۽ ڪوبہ قطعي فيصلو ڪونہ ٿي سگهندو. ايسٽ انڊين ٻيٽن مان ڪن ۾ اهو رواج آهي تہ جڏهن بہ ڪو ماڻهو شڪاريءَ سان ملڻ اچي، تہ سڌو سنئون شڪاريءَ وٽ هليو اچڻ گهرجيس، ۽ رستي ۾ يا دروازي وٽ بيهڻ نہ گهرجيس، ڇو تہ انهيءَ مان انديشو آهي تہ شڪاريءَ جي وڇايل چار اڳيان بہ جانور اچي ٻري بيهي رهندا ۽ ان ۾ ڦاسڻ بدران واپس موٽي ويندا. ساڳي ئي سبب ڪري، مرڪزي سيليبس جي ٽوراجا قبيلي وارن جو قانون آهي تہ جنهن گهر ۾ ڪا حامله عورت موجود هجي، تنهن ۾ داخل ٿيڻ وقت ڪوبہ ملاقاتي گهر جي ڏاڪڻ تي بيهي نہ رهي، ڇو تہ هن جي بيهي رهڻ ڪري، ٻار جي تڪڙي ڄمڻ ۾ رڪاوٽ پئجي ويندي؛ سوماترا جي ڪيترن علائقن ۾ خود حامله عورت کي اهڙين حالتن ۾ گهر جي ڏاڪڻ جي مٿين ڏاڪي، يا در جي چائنٺ وٽ بيهڻ جي منع ٿيل آهي، ڇو تہ اهڙي قسم جي بنيادي احتياط ڪرڻ کان بيخبر رهڻ ڪري ڪيس ڏکئي ويم جي تڪليف برداشت

ڪرڻي پونديون. ملايا جا باشندا، جڏهن ڪافور گڏ ڪرڻ ۾ مصروف هوندا آهن، تڏهن هو خشڪ ڪاڏو استعمال ڪندا آهن، ۽ ان ۾ سنهو لوڻ نه وجهندا آهن؛ ان جو سبب هي آهي جو ڪافور داڻن جي صورت ۾ ڪافور جي وڻ جي ٿڙ جي چيرن مان ملندو آهي، ان ڪري ملايا جو باشندو سمجهندو آهي ته ڪافور ڳوليندي، جيڪڏهن هو سنهو لوڻ استعمال ڪندو، ته ڪيس ڪافور به اهڙن سنهن داڻن جي صورت ۾ دستياب ٿيندو؛ پر ٿلهن داڻن وارو لوڻ کائي، هو ان ڳالهه جي خاطري ڪري ٿو ته ڪيس ڪافور به اوترن ئي ٿلهن داڻن جهڙو ملندو. بورنيو ۾ ڪافور ڳولڻ وقت، اتان جا وحشي هڪ مقامي ڪجيءَ جي ٿڙ جي چمڙي جهڙي چوڏي مان ٿالهيءَ جو ڪم وٺندا آهن، ۽ جڏهن هو ڪافور گڏ ڪرڻ جي مهم تي هوندا آهن، تڏهن انهيءَ ٿالهيءَ کي پاڻيءَ سان نه ڌوئندا آهن، متان ڪافور جا داڻا پنهنجي وڻ جي چيرن ۾ ڳري پاڻي ٿي وهي وڃن. ظاهر آهي ته هو ائين سمجهن ٿا ته ٿالهيءَ کي ڌوئڻ سان ڪافور جا داڻا به وڻ جي ٿڙ مان ڌوپجي ويندا. سيام جي هڪ صوبي لائوس جي مکيه پيداوار لاک آهي. اها چيز ميڻ وانگر ٿيندي آهي، جا ڳاڙهن جيتن مان پيدا ٿيندي آهي، جن کي اتان جا باشندا هٿ سان وڻن جي ڪچڙين شاخن تي چنبڙائي ڇڏيندا آهن. جيڪي به انهيءَ ميڻ گڏ ڪرڻ جو ڌنڌو ڪندا آهن، سي غسل، ۽ خاص طرح هٿن ڌوئڻ، کان پرهيز ڪندا آهن، ته متان هٿن جي وارن ۾ چنبڙي پيل جيتن کي پاڻيءَ سان ڌوئي لاهڻ ڪري، وڻن جي شاخن ۾ چنبڙيل جيت به نه هيٺ ڪري پون. وري هڪ بلئڪ فٽ قبيلي جو ڳاڙهو هندستاني عقابن کي ڦاسائڻ لاءِ جڏهن ڄار وڇائيندو آهي ۽ پکيءَ جي انتظار ۾ ويٺو هوندو آهي، تڏهن جيستائين ڪو عقاب ڄار ۾ ڪونه ڦاسندو آهي، تيستائين هو ڳلن جي مڪڙين کائڻ کان پرهيز ڪندو آهي، ڇو ته هو سمجهندو آهي ته جيڪڏهن هن ائين ڪيو ۽ ڪو عقاب ڄار وٽ اچي سهڙيو،

تہ سندس پيٽ ۾ پيل مڪڙيون عقاب جي جسم ۾ اهڙي خارش پيدا ڪنديون، جو اهو چاڙ ۾ ڦاسڻ بدران دور کان ويهي رڳو پاڻ کي کنهندو. انهيءَ ئي خيال جي مدنظر، عقابن جو شڪاري جيستائين شڪار تي هوندو آهي، تيستائين آر کان ڪم ڪونہ وٺندو آهي، چو تہ ڪم جي دوران ۾ هن جيڪڏهن آر سان پاڻ کي کنهي وڌو، تہ پوءِ يقيناً عقاب بہ لامارا ڏيئي هن کي اچي ٺونگا هڻندا ۽ کيس رهڙي رتوڇاڻ ڪري اڏامي پيچي هليا ويندا ۽ جيڪڏهن عقابن جي شڪار جي دوران ۾، سندس گهر ۾ هن جي زالن يا ٻارن پاڻ کي آر سان کنهيو، تہ بہ ساڳيو ئي خطرناڪ نتيجو نڪرندو، ان ڪري هو جيستائين عقابن جي پٺيان هوندو آهي، تيستائين گهر وارن کي آر استعمال ڪرڻ کان سخت منع هوندي آهي، تہ متان ائين ڪرڻ سان شڪاريءَ کي ڪو جسماني ضرر پهچي.

وحشي جن ڪمن ڪرڻ کان پرهيز ڪندا آهن، تن مان شايد ٻيا ڪي بہ ايترا گهٽا يا زياده اهميت وارا ڪينهن، جيترا ڪن خاص کاڌن کائڻ کان پرهيز ڪرڻ جا ۽ انهن مان زياده‌تر پرهيزون صاف طور ”هڪجهڙائيءَ جي قانون“ جي تحت اختيار ڪيون وينديون آهن، جنهنڪري اهي عام طرح منفي جادوءَ جا مثال آهن. جهڙي نموني هڪ وحشي ڪن خاص قسمن جي جانورن ۽ ٻوٽن کي غذا طور استعمال ڪري، انهن جي ڪن اهڙين خوبين جو مالڪ ٿيڻ چاهي ٿو، جي هو منجهن موجود سمجهي ٿو، ساڳئي نموني سان هو ڪن خاص جانورن ۽ ٻوٽن کي کائڻ کان پرهيز ڪري ٿو تہ متان هو انهن جون ڪي اهڙيون اڻ گهربل خصلتون اختيار ڪري وجهي، جي هو انهن ۾ موجود ڀانئي ٿو. پهرئين قسم کي کائي، هو پاڻ تي گويا اثباتي جادو ڪري ٿو ۽ ٻوئين قسم کي کائڻ کان پرهيز ڪري، هو پاڻ تي گويا منفي جادو ڪري ٿو. اثباتي جادوءَ جا اهڙا انيڪ مثال اڳتي هلي اسان کي ملندا، هتي اُهي فقط منفي جادوءَ جا ڪي

مثال پيش ڪندس. مثال طور، مثلاً گاسڪر ۾ فوجين کي ڪن ڪاڏن استعمال ڪرڻ کان منع ٿيل هوندي آهي ته متان نسبتي جادوءَ جي اصولن تحت، هو ڪن اهڙين خطرناڪ ۽ اڻ گهربل عادتن جا مالڪ ٿي پون، جي انهن خاص ڪاڏن ۾ موجود سمجهيون وينديون آهن. ان ڪري هنن کي چاهي جو گوشت کائڻو ڪونه آهي، ”ڇو ته اهو انديشو ڪيو ويندو آهي ته جيئن ان جانور کي خطري جي وقت گول مول ٿي ڪينهوءَ جي صورت اختيار ڪرڻ جي عادت هوندي آهي، تيئن متان ان جو گوشت کائيندڙ به ساڳيءَ طرح ڍڄڻ ۽ پٺتي هٽڻ جي خطرناڪ خصلت اختيار ڪن.“

ساڳيءَ ريت ڪنهن به سپاهيءَ کي ڏڳي جي گوڏي وارو گوشت نه کائڻ کپي، متان ڏڳي جي گوڏن وانگر هن جا پنهنجا گوڏا به ڪمزور ٿي پون ۽ هو لڙائيءَ ۾ اڳتي قدم کڻڻ کان لاچار ٿي پوي. ازانسواءِ ڪوبه جنگي جوڌو اهڙي ڪڪڙ جو گوشت نه کائي، جو وڙهندي وڙهندي مارجي ويو هجي؛ نه وري ڪنهن اهڙيءَ ٻيءَ شيءِ جو گوشت استعمال ڪري، جنهن کي نيزي سان ماريو ويو هجي؛ جيستائين هو ميدان جنگ ۾ برسر پيڪار هجي، تيستائين سندس گهر ۾ ڪوبه نر جانور ذبح نه ڪيو وڃي؛ ڇو ته ظاهر آهي ته جيڪڏهن هو اهڙي ڪڪڙ جو گوشت کائيندو جو وڙهندي مارجي ويو هوندو، ته پوءِ هو به يقينا ميدان جنگ ۾ وڙهندي وڙهندي مارجي ويندو. جيڪڏهن هو ڪنهن اهڙي جانور جو گوشت کائيندو، جنهن کي نيزي سان ماريو ويو هوندو، ته هو پاڻ به نيزي جو زخم کائي مري ويندو؛ ۽ جيڪڏهن سندس غير موجودگيءَ ۾ گهر وارن ڪنهن نر جانور کي ذبح ڪيو هوندو، ته هو خود ساڳئي نموني سان قتل ڪيو ويندو ۽ شايد بلڪل ساڳئي وقت. مثلاً گاسي فوجيءَ کي ٻڪين کائڻ کان دور رهڻ گهرجي، ڇو ته مثلاً گاسي ٻوليءَ ۾ ”ٻڪيءَ“ لاءِ ساڳيوئي لفظ استعمال ڪيو ويندو آهي، جو ”گوليءَ“ لاءِ ڪتب ايندو آهي. سو هو يقيناً گوليءَ جو شڪار ٿي ويندو، جيڪڏهن هو ٻڪيءَ (يعني گوليءَ)

ڪائڻ جي همت ڪندو.

پڙهندڙ کي معلوم ٿيو هوندو تہ ممنوعات جي مٿين مثالن مان، ڪن ۾ جادوءَ جي اثر کي مفاصلي جي محتاجيءَ کان مبرا سمجهيو ويو آهي، مثال طور، بلئڪ فٽ ڳاڙهن هندستانين ۾، عقابن جي شڪاريءَ جي زال ۽ ٻارن کي سندس غير موجودگيءَ ۾ آر سان ڪم ڪرڻ جي ان ڪري منع ٿيل آهي تہ متان سندن وارث کي، دور ڪنهن جهنگ ۾، عقاب پنهنجن چنبن جو مزو چکائين. وري مثلاً گاسي فوجيءَ جي موجودگيءَ ۾ سندس گهر وارن کي ڪنهن بہ نر جانور کي ذبح ڪرڻ جي منع ٿيل آهي، تہ متان جانور کي ذبح ڪرڻ ڪري، ميدان جنگ ۾ سندن پاتي ڪنهن دشمن هٿان قتل ٿي وڃي. جادوءَ جي انهيءَ هم آهنگي اثر ۾ اعتقاد تہ "شيون يا شخص گهڻي مفاصلي تان بہ هڪٻئي تي اثر انداز ٿين ٿا" جادوءَ جي بنيادي وصفن مان هڪ وصف آهي. مفاصلي تان هن باهمي اثر اندازيءَ جي امڪان ۾ سائنس کي ڪيترو بہ ڪٿي شڪ هجي، پر جادوءَ کي ان ۾ ڪوبہ شبهو ڪونهي، ٽيليپٿيءَ (*Telepathy*) ۾ اعتقاد، جادوءَ جي بنيادي اصولن مان هڪ آهي. موجوده دور جو دعويدار ۽ داعي جيڪو چوي ٿو تہ خيال جو اثر خيال تي مفاصلي جي بندش کان بي نياز ٿي ظهور پذير ٿئي ٿو، تنهن کي اها ڳالهہ ڪم از ڪم هڪڙي وحشيءَ کي سمجهائڻ ۾ ڪابہ دقت پيش ڪانہ ايندي، وحشيءَ جو تہ انهيءَ ڳالهہ ۾ قديم زماني کان وٺي اعتقاد رهندو پئي آيو آهي، نہ فقط ايترو، پر وحشيءَ جو تہ ان ۾ ابتدا کان وٺي اهڙو تہ پختو ويساهہ پئي رهيو آهي، جو، جيتري قدر سون کي معلوم آهي، سندس جديد دور جو هم-اعتقاد پاڻ، اڃا تائين اهڙو ويساهہ پاڻ ۾ پيدا ڪونہ ڪري سگهيو آهي: جو تہ وحشيءَ کي نہ فقط هيءَ خاطري آهي تہ جادوءَ جا ٽوٽڪا ڦيٽا مفاصلي جي باوجود ماڻهن ۽ شين تي اثر ڪن ٿا، پر هو تہ ائين بہ مڃي ٿو تہ روز مره جا رواجي ڪم ڪاريون بہ اهڙي نموني ماڻهن تي ۽

شين تي اثر انداز ٿين ٿا. ان ڪري ڪن اهم موقعن تي، دور ويٺل دوستن ۽ عزيزن کي اهڙن اهنجن قاعدن جي تعميل ڪرڻي پوندي آهي، جن جي پوئواري ڪرڻ کان غفلت ڪرڻ ڪري، هو ڪن غير حاضر دوستن يا عزيزن جي مصيبت يا موت جو باعث بڻجي سگهندا آهن. خاص طرح جڏهن ڪنهن قبيلي يا ڪٽنب جا ڪي مرد دور ڪنهن جنگ يا شڪار ۾ مشغول هوندا آهن، تڏهن سندن گهرن جي ڀاتين کي انهن جوڌن يا شڪارين جي ڪاميابيءَ جي خاطري ڪرڻ لاءِ ڪي خاص ڪم ڪرڻا پوندا آهن ۽ ڪن ڪان ڪين پرهيز ڪرڻي پوندي آهي. آءٌ هيٺ انهيءَ جادوءَ واريءَ ٽيليپٿيءَ (*Telepathy*) جي اثباتي ۽ منفي نوعيت جا چند عملي مثال پيش ڪندس.

لائوس ۾ جڏهن هاٿين جو شڪاري شڪار تي روانو ٿيڻ وارو هوندو آهي، تڏهن هو پنهنجيءَ زال کي پنهنجي غيرحاضريءَ ۾ وارن وڍڻ يا پنهنجي بدن کي تيل ملڻ کان سخت منع ڪندو آهي، ڇو ته جيڪڏهن هوءَ وار وڍيندي، ته هاٿي پنجوڙ جون رسيون ٽوڙي وجهندو، ۽ جيڪڏهن هوءَ تيل لائيندي، ته هاٿي پنجوڙ مان ترڪي نڪري ويندو. جڏهن ڊياڪ قبيلي جا ڳوٺاڻا جهنگلي سوئر جي شڪار لاءِ جهنگ جو رخ اختيار ڪندا آهن، تڏهن سندن غير موجودگيءَ ۾، پٺتي رهيل ماڻهو تيل يا پاڻيءَ کي هٿ ڪونه لائيندا آهن؛ ڇو ته جيڪڏهن هو انهن شين کي هٿن سان ڇهندا ته سندن شڪاري دوستن جا هٿ مکڻ جهڙا نرم ۽ سٿيا ٿي پوندا ۽ انهن مان هنن جو شڪار ترڪي ڀڄي ويندو.

مشرقي آفريڪا جي هاٿين جي شڪارين جو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن سندن زالون سندن پرپٺ ساڻن بيوفائي ڪنديون، ته ان صورت ۾ هاٿيءَ کي پنهنجي تعاقب ڪندڙ کي مارڻ يا زخمي ڪرڻ جي طاقت ملي ويندي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو شڪاري پنهنجيءَ زال جي بيوفائيءَ جي خبر پڌندو آهي، ته هو شڪار تي وڃڻ جو خيال ترڪ ڪري ڇڏيندو آهي، ۽ گهر موٽي ايندو آهي.

جيڪڏهن واگوگو قبيلي جو شينهن جو شڪاري شڪار ۾ ناڪامياب ٿيندو آهي، يا مٿس ڪو شينهن حملو ڪندو آهي، ته هو پنهنجيءَ ناڪاميابيءَ يا مصيبت کي پنهنجي زال جي بيوفائيءَ ڏانهن منسوب ڪري، ڪاوڙ ۾ ٻاڙهو ٿي گهر موٽي ايندو آهي. جيستائين هو شڪار تي هجي، تيستائين سندس زال کي گهرجي ته پنهنجي پٺيان ڪنهن کي لنگهڻ نه ڏئي، يا جيڪڏهن هوءَ ويٺي هجي، ته ڪنهن کي پنهنجي سامهون ويهڻ نه ڏئي؛ بستري ۾ سمهي، ته اونڌي ٿي سمهي. بوليويا جي موڪسوز قبيلي جي سرخ هندستانين جو به ساڳيوئي اعتقاد هوندو هو ته جيڪڏهن شڪاريءَ جي غيرحاضريءَ ۾ سندس زال بيوفائي ڪئي هوندي، ته کيس (شڪاريءَ کي) نانگ ڏنگيندو يا شينهن ماريندو. ان ڪري جيڪڏهن کيس ڪو اهڙي قسم جو حادثو ٿي پيو، ته پوءِ هن جي زال جو خير ڪونه هوندو هو، ۽ ان کي سخت سزا، جا گهڻو ڪري موت جي صورت ۾ هوندي هئي، ڀوڳڻي پوندي هئي- خواهه اها قصوروار هوندي هئي يا نه. ايلوشيا جو ساموندي لڌڙن جو شڪاري سمجهندو آهي ته جيڪڏهن سندس غيرحاضريءَ ۾ سندس زال بيوفائي ڪندي، يا سندس ڌيڻ عصمت فروشي ڪندي، ته هو هڪ به جانور ڪونه ڦاسائي سگهندو.

ميڪسيڪو جي ٻاڙهن هندستانين جو هئيچول قبيلو هڪ ٿوهر کي، جو کائڻ واري کي خمار ڏيندو آهي، نيم-ديوتا سمجهندو آهي. اهو ٻوٽو سندن ملڪ ۾ ڪونه ٿيندو آهي، پر ان کي ڪي ماڻهو ٤٣ ڏينهن جي مسافريءَ ڪرڻ کان پوءِ، جا خاص ان مقصد لاءِ اختيار ڪئي ويندي آهي، هٿ ڪري کڻي ايندا آهن. ان وچ ۾ پٺيان گهرن ۾ سندن عورتون پنهنجي غيرموجود مردن جي سلامتيءَ جي خاطري ڪرڻ لاءِ تڪڙو ڪونه گهمنديون آهن، ۽ جيستائين سندن مرد دوران سفر ۾ هوندا آهن، تيستائين هنن لاءِ ڊوڙ پائڻ ته بلڪل ناجائز آهي. ازانسواءِ، هو انهن برڪتن حاصل ڪرڻ لاءِ، جيڪي سندن مردن جي انهيءَ مقدس مهم جي

نتيجي ۾ يقيني طور برسات ۽ ڀرپور فصلن جي صورت ۾ ڪين نصيب ٿيڻ واريون هونديون آهن، خاطري ڪرڻ واسطي هو پاڻ تي گهر وڃڻي اهڙيون ئي سخت بندشون ۽ پابنديون عائد ڪنديون آهن، جهڙيون ٻاهر سندن مردن مٿان عائد ٿيل هونديون آهن. ازانسواءِ ”توهر جي ميلي“ ٿيڻ تائين جيڪو به عرصو گذرندو آهي، تنهن جي دوران ۾ ٻنهي، مردن ۽ عورتن جي گروهن، کي، سواءِ ڪن خاص موقعن جي، غسل ڪرڻ ڪرڻو هوندو آهي، غسل ڪندا به آهن، ته فقط انهيءَ پاڻيءَ سان جيڪو انهيءَ مقدس ٻوٽي واري دوردراز علائقي مان گذريل دفعي آندو ويو هو. ڪين روزا رکندا پوندا آهن، لوڻ کائڻ کان پرهيز ڪرڻي پوندي اٿن، ۽ هرطرح سان پاڻ تي هو اهڙي قسم جو پيون سختيون ڪرڻ جائز سمجهندا آهن: جيڪو به ان قانون جي خلاف ورزي ڪندو آهي، سو نه فقط ڪنهن مرض ۾ مبتلا ٿي پوڻو آهي، پر هن جي انهيءَ روش ڪري، سڄي قبيلي کي انهن سڀني برڪتن ۽ نعمتن کان محروم ٿيڻ جو انديشو رهندو آهي، جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ سڀئي ايڏو موتمار جدوجهد ڪندا آهن. ان توهر کي جنهن کي ”اگني ديويءَ جو ڪوزو“ سڏيو ويندو آهي، ڪٺي ڪرڻ سان صحت، خوش نصيبي ۽ وڏي عمر عطا ٿيندي اٿن. پر جيئن ته مقدس ۽ پاڪ پاڻ به ناپاڪ چيزن کي مستفيض نه ڪري سگهندي آهي، ان ڪري مردن ۽ عورتن کي، نه فقط ان وچ ۾، باعصمت ٿي گذارڻو پوندو آهي، پر ڪين گذريل ”گناهن“ کان ٻڻ پاڻ کي پاڪ ڪرڻو پوندو آهي. ان ڪري مردن جي رواني ٿيڻ کان چار ڏينهن پوءِ، سڀئي عورتون ”ڏاڏيءَ ڀاڻ“ اڳيان جمع ٿي اقرار ڪنديون آهن ته اهي ننڍپڻ کان وٺي ان ڏينهن تائين، ڪهڙن ڪهڙن مردن سان محبت ڪري چڪيون آهن. ان اقرار ڪندي ڪين هڪ يار جو نالو به لڪائڻ نه گهرجي، ڇو ته ان حالت ۾ سندن مردن کي هڪ به توهر نصيب ڪونه ٿيندو. ان ڪري اهڙن موقعن تي پنهنجن گناهن جي يادگيريءَ کي تازي رکڻ لاءِ هرهڪ عورت

پاڻ وٽ هميشه هڪ ڏاڳو رکندي آهي ۽ جيترن يارن ساڻ گذر ڪيو هوندائين اوتريون انهيءَ ڏاڳي ۾ ڳنڍيون ڏنل هونديون اٿس. هوءَ اهو ڏاڳو مندر ۾ آڻي، ٻاهر اڳيان ٻيهي، انهن سڀني يارن جا نالا، هڪ هڪ ڪري، وڏي آواز سان ڳڻندي ويندي آهي، جن جو هن ڏاڳي تي حساب رکيل هوندو اٿس. اهڙي حسابي ڪتابي اقرار ڪرڻ کان پوءِ، هوءَ اهو ڏاڳو ٻاهر ۾ اڇلائيندي آهي، ۽ جڏهن اگني ديوي ان ڏاڳي کي پنهنجن پاڪ شعلن ۾ ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي، تڏهن سندس سڀ گناه معاف ٿي ويندا آهن، ۽ هوءَ دلجمعيءَ سان گهر ويندي آهي. ان کان پوءِ عورتون مردن کي پنهنجي پاسي ۾ ٻه لنگهڻ ڪونه سهنديون آهن. جيڪي مرد ٿوهر گڏ ڪرڻ لاءِ ويندا آهن، سي ٻه ساڳئي طريقي سان پنهنجن اوڻاين ۽ ڪمزورين جو اعتراف ڪندا آهن. اهي ٻه پاڻ سان اهڙي قسم جو دفتر کنيو گهمندا آهن، ۽ هر سينڌيءَ لاءِ وڻن ۾ هڪ ڳنڍ بدل هوندي آهي، ۽ "پنجن ئي هوائن سان ڳالهائڻ بعد"، هو پنهنجن گناهن جي مالها پنهنجي اڳواڻ جي سپرد ڪندا آهن، جو ان کي باهہ جي شعلن جي نذر ڪندو آهي.

سئراواڪ جي مقامي قبيلن مان ڳهڻن جو اهو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن زالون پنهنجن مڙسن جي غير حاضريءَ ۾، جڏهن هو ٻيلي ۾ ڪافور ڪٺو ڪرڻ ويندا آهن، بيوفائي ڪنديون، ته انهن جو گڏ ڪيل ڪافور اڏامي ويندو. اهڙيءَ حالت ۾ جڏهن عورتون بيوفائي ڪنديون آهن، تڏهن سندن مڙسن کي جهنگ ۾ ئي وڻن جي ڪن خاص ڳنڍين سان اها حقيقت معلوم ٿي ويندي آهي. چيو وڃي ٿو ته اڳين ڏينهن ۾ ڪيترين ئي زالن کي سندن حاسد مڙسن وڻن جي اهڙين ڳنڍين جي شهادت تي قتل ڪري ڇڏيو. ازانسواءِ جيستائين سندن مرد ڪافور ڪٺو ڪرڻ جي مهم تي ويل هوندا آهن، تيستائين پٺيان عورتون قٺيءَ کي هٿ لائڻ جي همت ڪونه ڪري سگهنديون آهن، ڇو ته ائين ڪرڻ سان وڻن جي ٿڙن واري ڪاٺ جا تندا، قيمتي ڪافور جي داڻن سان

پرجڻ بجاءِ، ڦٽيءَ جي ڏندن وانگر وچ ۾ خالي رهجي ويندا. نيوگائينا
جي ڏکڻ الهندي طرف، ڪن ٻيٽن ۾، جڏهن به ڪو ٻيڙو دور دراز
سفر اختيار ڪرڻ وارو هوندو آهي، تڏهن ان جي روانگي ٽيڻ شرط،
ڪناري جي انهيءَ حصي کي، جتي اهو ٻيڙو بيٺل هو،
جيترو جلد ٿي سگهندو آهي اوترو جلد ڪجين جي پنن سان ڍڪيو
ويندو آهي، ۽ ان کان پوءِ ڪنهن کي به ساحل جي انهيءَ حصي
کي ٻيڙي جي واپس ورڻ تائين اورانگهڻ جي يا لتاڙڻ لنگهڻ
جي اجازت ڪانه هوندي آهي، جو اهو ٽڪر مقدس سمجهيو
ويندو آهي: ۽ ٻيڙي جي واپس اچڻ کان اڳ ان کي
اورانگهڻ ۽ ان تي پير رکڻ سان جهاز جي ٻڏڻ جو يقين
هوندو آهي. ان کان علاوه، سفر جي دوران ۾ ٽن يا چئن ڇوڪرين
کي، جي ان ڪم لاءِ خاص طور منتخب ڪيون وينديون آهن،
جهاز جي سلامتيءَ ۽ سفر جي ڪاميابيءَ خاطر، پنهنجيءَ محبت آميز
روش سان ٻيڙي جي خلاصين سان يارانو قائم رکڻو پوندو آهي،
ڪنهن به صورت ۾، سواءِ ڪنهن خاص ضروري مطلب جي، کين
اها ڪوٺي نه ڇڏڻي هوندي آهي، جيڪا کين ان ڪم لاءِ خاص
طور ڏني ويندي آهي. ان کان سواءِ جيترو وقت به ٻيڙو سمنڊ
تي هاڪاريندو رهندو آهي، اوترو عرصو کين پنهنجن تڏن تي،
گوڏن جي وچ ۾ هٿ ٻڌي، هڪ هنڌ ساڪت ۽ جامد رهڻو پوندو
آهي — نه ساڄي طرف منهن ڦيرائڻو اٿن ۽ نه ڏائي طرف، نه وري
جسم کي ڪا ٻي حرڪت ڏيڻي اٿن، جيڪڏهن هو ڪا به حرڪت
ڪنديون، ته ٻيڙو اونڌو ٿيندو رهندو، نه وري کين ڪو
لڳ لڳدار کاڌو، مثلاً ناريل جي کير ۾ رڌل چانور، وغيره، کائڻو آهي،
ڇو ته ان طرح ان کاڌي جو چيڙهه سمنڊ ۾ ٻيڙي جي رستي ۾
رڪاوٽ پيدا ڪري وجهندو. جڏهن ٻيڙو ڪٿي لنگر انداز ٿيندو
آهي، تڏهن اوترو وقت انهن قانونن جي سخت نوعيت ۾ هڪ
حد تائين نرمي ايندي آهي. پر جيسين ٻيڙي جو مجموعي سفر
جاري رهندو آهي، تيسين ڇوڪرين کي تڪن ڪنڊن ۽ ڏنگن واريءَ

مچيءَ کائڻ کان سخت منع ٿيل هوندي آهي، ڇو ته انهن مان اهو انديشو رهندو آهي، ته متان سمنڊ تي سندن دوستن کي ڪنهن تيز ۽ ڏنگهندڙ مصيبت جو مقابلو ڪرڻو پوي.

جتي اهڙا عقيدا عام جام هجن ته ”دوريءَ جي باوجود دوستن جي درميان هم آهنگيءَ جو رابطو قائم رهي ٿو“، اتي اسان کي اهو تعجب نه ڪرڻ گهرجي ته جنگ، جا انسان جي نازڪ ترين جذبات کي اڀارڻ ۾ ڪنهن خاص انداز سان متحرڪ ڪرڻ جي هڪ دلدوز ۽ دلنواز للڪار آهي، تنهن جي دوران ۾ پوئتي عزيز، دوست ۽ سائيٽ انهيءَ هم آهنگيءَ جي رابطي جي طفيل ميدان جنگ ۾ پنهنجن وڙهندڙ دوستن ۽ عزيزن جي اوسيڙي ۽ انتظار ۾، جي ڪنهن به وقت موت جو شڪار ٿي سگهن ٿا، سندن خيرعافيت ۽ سلامتيءَ لاءِ پنهنجي طرفان ڇا ڇا نه ڪري گذرڻ لاءِ هروقت آماده رهي سگهن ٿا! ان ڪري اهڙن انساني فطرت جي عين مطابق ۽ قابل تعريف نتيجن حاصل ڪرڻ لاءِ، گهر ويٺل دوست ۽ عزيز اهڙين ترڪيبن اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ٿين ٿا، جي اسان کي قياس جوڳيون يا احمقانه ته ضرور نظر اينديون، پر خود انهن پوئتي رهيل عزيزن ۽ دوستن کي قابل قياس سمجهون يا احمق شمار ڪريون، تنهن ڳالهه جو دارومدار هن تي وڃي بيهندو ته اسين سندن اصل مقصد تي نظر ڪريون ٿا يا ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هو جيڪي ترڪيبون اختيار ٿا ڪن، تن تي غور ٿا ڪريون. چنانچه بورنيو جي وحشي ڊياڪ قبيلي جو ڪو فرد جڏهن دشمنن جي گردن زدنيءَ جي مهم تي ويل هوندو آهي، تڏهن سندس زال، يا جيڪڏهن هن جي شادي ٿيل نه هوندي آهي ته سندس ڀيڻ، کي رات ڏينهن پاڻ سان ترار رکڻي پوندي آهي، ته جيئن هو جنگ تي ويل جوان هروقت پنهنجن هٿيارن جو خيال ڪندو رهي؛ تنهن کان سواءِ نه ڏينهن جو ننڊ ڪندي، نه رات جو، پر پيات جي باڪن ڦٽڻ کان اڳ سمهندي، متان سندس مڙس يا پاءُ جو دشمن ان متان ننڊ جي حالت ۾ اچي ڪڙڪي.

سڙاواڪ جي بانٽنگ علائقي جي ساموئڊي ڊياڪ قبيلي وارا جڏهن ڪنهن جنگ تي ويندا آهن، تڏهن سندن زالون انهن جي پويان تمام اهنجن ۽ سخت قانونن جي پوئواري ڪنديون آهن. انهن قانونن مان ڪي اثباتي هوندا آهن، ته ڪي منفي؛ پر اهي سڀئي قانون جادوءَ جي نسبتي اصولن ۽ ٽيليپٿيءَ (*Telepathy*) تي مبني هوندا آهن، جن مان ڪي هي آهن. زالن کي صبح جو سوير اٿي، روشنائي نمودار ٿيڻ کان اڳ، گهرن جون دريون کولڻيون پونديون آهن، نه ته سندن جنگ تي ويل مرد ميدان جنگ ۾ دير تائين ستا رهندا. زالن کي مٿي ۾ تيل نه وجهڻ گهرجي، نه ته سندن مرد وڙهندي وڙهندي ترڪي پوندا. زالن کي ڏينهن جو ننڊ ڪرڻ يا جهوٽا کائڻ نه گهرجن، چو ته ائين ڪرڻ سان سندن مردن تي پيشقدمي ڪرڻ وقت غنودگي ڇانئجي ويندي. زالن کي هر روز مڪائيءَ جا ڦلا ٺاهڻ گهرجن ۽ روزانو صبح جو انهن کي گهر جي ايوان ۾ اڇلائڻ گهرجي، جو ائين ڪرڻ سان سندن مرد چست ۽ چالاڪ رهندا. گهر جي سيني ڪوٺين کي تمام صاف ۽ سيني صندوقن ۽ تيڙن کي ديوارين سان لڳائي رکڻ گهرجي، چو ته جيڪڏهن گهر جو ڪو ٻاتي انهن تان ٿاپو کائي ڪري پوندو، ته غير حاضر مرد به ٿاپو کائي ڪري پوندا ۽ اهڙيءَ طرح دشمن جي آڏو مجبور ٿي پوندا. هر کاڌي کان پوءِ برتن ۾ ٿورا چانور باقي ڇڏڻ گهرجن، ته جيئن سندن مردن کي خوراڪ ملندي رهي ۽ هو ڪڏهن به بک جو شڪار نه ٿين. ڪنهن به صورت ۾ عورتن کي چرخي تي ايتريءَ دير تائين نه وهڻ گهرجي، جو سندن ٽنگون ڪڙجي وڃن، چو ته ائين ڪرڻ سان سندن مردن جا سنڌ به ڇمي پوندا ۽ اهي تيزيءَ سان نه اٿي سگهندا ۽ نه دشمن جي حملي کان پري ڀڄي سگهندا. ان ڪري پنهنجن مردن جي سنڌن کي متحرڪ رکڻ لاءِ، زالون چرخي تي ڪتي ڪتي، ٿوريءَ ٿوريءَ دير کان پوءِ، اٿي گهر جي ايوان ۾ هيڏانهن هوڏانهن گهمنديون ڦرنديون آهن. ازانسواءِ ڪين پنهنجو منهن نه ڍڪڻ

گهرجي، نہ تہ سندن مرد اوچي گاھ يا جهنگ وچان رستو نہ لهي سگهندا. وري زالن کي سئيءَ سان سيبو بہ نہ ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ سندن مردن جي راهگذر ۾ انهن جي دشمن جيڪي وڏا ڪنڊا وڇايا هوندا، سي انهن جي پيرن ۾ چڀندا. ڪنهن بہ جوڙي جي عورت، جيڪڏهن سندس ٻَير حاضريءَ ۾ بيوفائيءَ ڪندي، تہ سندس مڙس دشمن جي ملڪ ۾ مارجي ويندو. ٿورائي سال اڳ بائننگ جون عورتون، پنهنجن مڙسن جي سلامتيءَ خاطر، هنن ۽ ٻين ڪيترن اهڙن قانونن تي ان وقت تائين عمل ڪنديون رهيون، جڏهن اهي انگريزن سان همراهہ ٿي باغين جو مقابلو ڪري رهيا هئا. پر افسوس! انهن جون اهي پيار ڀريون حفاظتي تدبيرون ڪين ڪنهن ڪم ڪونہ آيون؛ ڇو تہ ڪيترن ماڻهن کي، جن جون وفادار زالون گهر ويٺي ائين سندن حفاظت ڪنديون رهيون، آخرڪار هڪ سپاهيءَ جي قبر ئي نصيب ٿي.

ٽمور جي ٻيٽ ۾ جيستائين جنگ هلندي رهندي آهي، تيستائين وڏو پادري مندر جي ٻچر ڪونہ ڇڏيندو آهي؛ سندس کاڌو يا تہ ٻاهران آندو ويندو آهي يا مندر اندر ئي پچايو ويندو آهي. رات ڏينهن کيس باهہ جي مچ کي زنده رکڻو پوندو آهي، ڇو تہ جيڪڏهن مچ وسامي ويندو تہ ميدان جنگ ۾ وڙهندڙ جوانن مٿان ڪا آفت نازل ٿيندي ۽ اها تيسين ڪين ستائيندي رهندي، جيسين آتشدان سرد رهندو. ازانسواءِ جيسين فوج ٻاهر جنگ تي هوندي، تيسين هن کي فقط گرم پاڻي پيئڻو پوندو آهي، ڇو تہ ٿڌي پاڻيءَ جو هر هڪ ڍڪ سپاهين جي هوش کي سرد ڪندو رهندو ۽ هو دشمن تي ڪاميابي ڪونہ حاصل ڪري سگهندا. "ڪي" ناليءَ ٻيٽن ۾ جڏهن جنگي جوان ميدان جنگ ڏانهن روانا ٿي ويندا آهن، تڏهن زالون گهرن ۾ اندر هليون ونديون آهن، جتان وري ڪي ٽوڪرا ڪٽي ٻاهر ايندبون آهن، جن ۾ ڪجهہ ڦل ۽ پٿر پيا هوندا آهن. انهن پٿرن ۽ ڦلن کي اهي سٽيو ڪري، هڪ تختي تي رکنديون آهن ۽ ساڳئي وقت هيئن چونديون آهن:

”اي آقا! سورج ۽ چنڊ! شل اسان جي مڙسن، پائرن يا مڱيدن ۽ ڀين عزيزن جي جسمن تان دشمن جون گوليون ائين ترڪي وڃن، جيئن هنن ميون ۽ پٿرن تان، جن کي تيل ۾ تر ڪيو ويو آهي، برسات جون بوندون ترڪي هيٺ ڪرنديون آهن!“ پوءِ گوليءَ جي آواز ٻڌڻ سان سيپئي زالون اهي ٺوڪرا پري ڪري رکنديون آهن، ۽ هرهڪ پنهنجو پکو پڪڙي، گهر کان ٻاهر ڊوڙندي آهي. پوءِ دشمن جي طرف ڏانهن اشارو ڪري، هو پنهنجا پکا لوڏينديون، هي گيت ڳائينديون، ڳوٺ جي هڪڙي چيڙي کان ٻئي چيڙي تائين ڊوڙنديون وتنديون آهن: ”اي سونهري پکا! شل اسان جون گوليون نشان تي لڳن ۽ دشمن جون خطا وڃن!“ هن رسم ۾ پٿرن کي ان مقصد لاءِ چرب ڪرڻ جو رواج، ته جيئن سندن مردن جي جسمن تان گوليون ائين ترڪي وڃن جيئن پٿرن تان برسات جون بوندون ترڪي وينديون آهن، خالص نسبتي يا نقالي جادوءَ جو عمل آهي، پر سچ جي اها پوڇا ته هو سندن ٺوٽي کي موثر بڻائي، هڪ مذهبي عمل آهي، جو شايد بعد جو اضافو ٿيل آهي. پکن لوڏڻ جو عمل به دشمن جي گولين کي پاڻ کان پري ڪرڻ ۽ پنهنجن گولين کي دشمنن ڏانهن موڪلڻ لاءِ جادوءَ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.

مثلاً گاسڪر جو هڪ قديم تاريخ نويس لکي ٿو ته ”اتان جا سپاهي جيستائين جنگ تي هوندا آهن، تيستائين ڳوٺ جون زالون ۽ ڇوڪريون نچڻ کان بس ڪونه ڪنديون آهن، نه ليٽنديون آهن ۽ نه پنهنجن گهرن ۾ کاڌو کائينديون آهن. انتهائي جنسي خواهش هئڻ جي باوجود، جيستائين سندن مرد جنگ تي هوندو آهي، تيستائين هو ڪنهن به قيمت تي غيرمرد سان سازش ڪانه ڪنديون، ڇو ته سندن پختو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن هو ائين ڪنديون ته سندن مرد ميدان جنگ ۾ يا ته زخمي ٿي پوندو، يا مارجي ويندو. هنن جو اهو به ايمان آهي ته ناچ ذريعي هو پنهنجن مردن ڏانهن طاقت، همت ۽ خوش‌قسمتي موڪلينديون رهن ٿيون،

ان ڪري اهڙن وقتن تي هو پاڻ کي آرام يا آسائش ڪرڻ جي اجازت ڪانہ ڏينديون آهن ۽ اها رسم هو هڪ پختي مذهبي اعتقاد طور پوري ڪنديون رهنديون آهن.“

گولڊ ڪوسٽ جي ٽشي ٻولي ڳالهائيندڙن جا مرد ماڻهو جڏهن فوجن سان گڏ ميدان جنگ ۾ هوندا آهن، تڏهن سندن زالون پنهنجي جسم کي سفيد پوچي لڳائي، پاڻ کي تعويذن، مڻين ۽ موتين سان سينگاريندين آهن. جنهن ڏينهن جنگ ڇڙڻ جو امڪان هوندو آهي، ان ڏينهن اهي بندوقن يا اهڙيون لٺيون، جن کي بندوقن جي صورت ڏنل هوندي آهي، کڻي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙنديون وتنديون آهن ۽ ساوا پا۔پا (هندائي سان ڪجھ قدر مشابهت رکندڙ ڦل) کڻي، انهن کي چاقن سان ائين ٽڪر ٽڪر ڪنديون آهن، ڄڻ تہ دشمنن جا سر لاهي رهيون آهن. اهو ڳنگو ناٽڪ، لاشڪ نقالي جادوءَ جو ٽوٽو آهي، ۽ ان جو مقصد مردن کي اهڙيءَ طاقت بخشڻ جو هوندو آهي، جنهن جي زور تي هو پنهنجن دشمنن کي اهڙي نموني وڍي سگهن، جيئن سندن زالون ساون 'پا۔پائن' کي وڍينديون آهن. اولهہ آفريڪا جي فريمن شهر ۾، ڪافي سال اڳ جڏهن اشانتي قبيلي وارن سان جنگ جاري هئي، مسٽر فزجيرالڊ سيرنٽ* انهن زالن جو هڪ ناچ ڏٺو، جن جا مڙس باربردارن جي حيثيت ۾ جنگ تي ويا هئا. سندن سڄي جسم تي سفيد رنگ لڳل هو ۽ سواءِ پيٽي ڪوٽ جي، ٻيو ڪوبہ ڪپڙو بدن تي ڪونہ هون. انهن جي اڳواڻي هڪ اهڙي ڪوڪ ڪراڙي جادوگرياڻي ڪري رهي هئي، جنهن کي سواءِ نهايت مختصر پيٽي۔ڪوٽ جي ٻيو ڪوبہ ڪپڙو پيل ڪونہ هو، هن جا وار عجيب طرح ويڙهيا سيڙهيا، سڱ وانگر پيشانيءَ کان ٻاهر نڪتا بيٺا هئا، ۽ سندس سياه صورت، ڇاتيون،

* انگريز بادشاه هينري ستين جي دور حڪومت جو هڪ آئرش سردار، جنهن آئرلنڊ تي فرانس جي قبضي ڪرائڻ لاءِ سازش ڪئي، پر پڪڙجي پيو ۽ لنڊن جي ٽاور ۾ مري ويو-١٥٣٦ ۾ ڄائو، موت جي اصلي تاريخ نامعلوم.

ٻانهون ۽ ٽنگون سفيد رنگ جي گول ۽ هلالي نشانن سان جهنجهيون پيبون هيون. سيني زالن جي هٿن ۾ گهوڙن يا مينهن جي پڇن جي وارن سان ٺهيل ڏگها ٻهارا هئا؛ سيئي نچنديون ۽ هيئن ڳائينديون پئي وييون: ”اسان جا مڙس اشانتين کي روءِ زمين تان ٻهاري ڇڏين!“

برٽش ڪولمبيا جي ٿامسن قبيلي وارن ڳاڙهن هندستانين ۾ اهو رواج هوندو هو ته جڏهن مرد جنگ تي ويل هوندا هئا، تڏهن عورتون ٿوري ٿوري وقفي کان پوءِ ناچ ڪنديون رهنديون هيون. انهن جو اعتقاد هو ته انهن ناچن ڪري سندن مردن لاءِ مهم جي ڪاميابيءَ جي خاطري رهندي. نچندڙ عورتون چاقو ڦيرائينديون رهنديون هيون، يا سنهيون نوڪدار لٺيون اڳتي اڇلائينديون هيون، يا وري سڙيل ڇيڙن واريون لٺيون اڳتي ۽ پوئتي ڪنديون رهنديون هيون. لٺين کي اڳتي اڇلائڻ، دشمن کي چيرڻ يا ان جي حملي کي ناڪاره بنائڻ جي علامت هوندي هئي، ۽ انهن کي پٺتي ڇڪڻ، پنهنجن ماڻهن کي خطري کان ڇڪي پوئتي ڪرڻ جي علامت هئي. لٺ جي ڇيڙي وٽ جيڪو موڙ هوندو هو، سو خاص طور حياتي-بچائيندڙ اوزار جي لحاظ کان ڏاهيو ويندو هو. عورتون هميشه پنهنجن انهن هٿيارن جو رخ دشمن جي ملڪ ڏانهن ڪنديون هيون. پنهنجن منهن کي سرخ رنگ لڳائي، هو نچڻ سان گڏ ڳائينديون به رهنديون هيون؛ ان سان گڏ هو پنهنجن هٿيارن کان دعائون پنڌيون رهنديون هيون ته اهي سندن مڙسن جي حفاظت ڪن ۽ کين گهڻن دشمنن کي قتل ڪرڻ ۾ مدد ڏين. ڪي وري پنهنجن لٺين کي عقاب جا کنڀ لڳائينديون هيون. ناچ جي خاتمي کان پوءِ، هٿيارن کي لڪايو ويندو هو. جيڪڏهن ڪا عورت، هٿيار کي ٻاهر ڪڍڻ وقت شڪبي هئي ته ان تي وار يا ڇمڙيءَ جو ڪو ٽڪر چنبڙيو پيو آهي، ته پوءِ هو سمجهندي هئي ته سندس مڙس ڪنهن دشمن جي جان ورتي آهي، پر جي هوءَ شڪبي هئي ته ڪيس ان تي رت

جو داغ لڳل نظر آيو، ته هوءَ فرض ڪري وٺندي هئي ته هو زخمي ٿيو آهي يا ماريو ويو آهي. ڪئليفورنيا جي ڪوڪي قبيلي وارن جا مرد جڏهن جنگ تي ويل هوندا هئا، تڏهن انهن جي غيرموجودگيءَ ۾ سندن زالون ننڊ ڪونه ڪنديون هيون؛ اهي گول چڪر جي صورت ۾ مسلسل نچنديون، ڳائينديون ۽ پنن واريون ٽاريون لوڏينديون رهنديون هيون؛ ڇو ته اهي چونديون هيون ته جيڪڏهن هو سڄو وقت نچنديون رهيون، ته سندن مڙس جنگ کٽندي ڪندي ڪڏهن به ٿڪين ڪين ٿڪبا. ڪئپٽن شارلوٽ پيئن جي ڳاڙهن هندستانين جي هائيڊا قبيلي وارن ۾ اهو رواج هوندو هو ته جڏهن انهن جا مرد جنگ ڪرڻ لاءِ ويندا هئا، ته گهرن ۾ زالون صبح سوير اٿي جنگ جو سانگ رچائينديون هيون، ۽ پنهنجن ٻارن مٿان ڪيري، انهن کي غلامن جي حيثيت ۾ پڪڙڻ جو ڍونگ ڪنديون هيون. سندن اعتقاد هو ته ائين ڪرڻ سان سندن مردن کي جنگ تي ساڳيءَ ڪارروائي ڪرڻ ۾ مدد ملندي. جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي مڙس جي غيرموجودگيءَ ۾، جڏهن هو جنگ تي ويل هوندو، ساڻس بيوفائي ڪندي، ته جنگ ۾ هن جي قتل ٿيڻ جو امڪان پيدا ٿي پوندو. مڙس جي رواني ٿيڻ کان پوءِ سيئي عورتون ڏهن راتين تائين پنهنجا مٿا انهيءَ پاسي ڪري سمهنديون هيون، جنهن پاسي سندن مڙس پنهنجن جنگي ٻيڙين ۾ سوار ٿي ويا هوندا. ڏهن راتين کان پوءِ، اهي پنهنجو رخ تبديل ڪنديون هيون، ڇو ته ان وقت تائين جنگي جوڌا سمنڊ تان واپس پنهنجن گهرن ڏانهن وري چڪا هوندا. ماسيٽ وٽ، هائيڊا قبيلي جون عورتون تيستائين نچنديون ۽ جنگي گيت ڳائينديون رهنديون هيون، جيستائين سندن مرد جنگ ۾ مصروف هوندا هئا؛ ۽ ڪين گهر ۾ پنهنجا سڀ ٿپڙ ٽاڙي هڪ مخصوص ڍنگ سان ٺاهي رکندا هوندا هئا. انهن جو خيال هو ته عورت جي هٿان اهڙين رسمن جي پوئواري نه ڪرڻ ڪري، مڙس جي سارجي وڃڻ جو انديشو هو، ۽ ان حالت ۾ مڙس جي

موت جي ذميداري گويا عورت جي گردن تي هئي. اورينوڪو جي ڪئريب قبيلي جي ڳاڙهن هندستانين جو گروهه جڏهن جنگ تي ويل هوندو هو، تڏهن سندن دوست، جي پٺيان گهرن جي حفاظت لاءِ رهيل هوندا هئا، انهيءَ گهڙيءَ جو حساب لڳائيندا هئا، جڏهن سندن دوست پنهنجن دشمنن تي پيشقدمي ڪري انهن تي حملي ڪرڻ جا سانباها ڪندا هوندا. ان وقت هو ٻن ڇوڪرن کي هڪ بينچ تي اونڌو سمهاري، سندن اگهاڙين پٺين تي خوب ڇهڪ وسائيندا هئا. نوجوان ڇوڪرا اها تعدي بغير ڪنهن چون چرا ڪرڻ جي برداشت ڪندا هئا، ڇو ته کين ٻالڪپڻ کان وٺي، ان ۾ يقين هوندو هو ته انهيءَ وحشي آزمائش مان پار پوندي، هو جنهن استقلال ۽ جوانمرديءَ جو مظاهرو ڪندا، تنهن تي جنگ ۾ سندن رفيقن جي جوانمرديءَ، طاقت ۽ ڪاميابيءَ جو انحصار رهندو.

جن مختلف نيڪ ۽ مفيد ڪمن لاءِ انسان جي هن گمراه عقلمنديءَ نسبتي يا نقالي جادوءَ جي اصولن کي استعمال ڪيو آهي، تن مان هڪ هيءَ آهي ته وڻن ۽ ٻوٽن کي سند تي پرپور ميوا ۽ ڦل ڦول عطا ڪيا وڃن. ٿورنجين علائقي ۾ فلئڪس پوکيندڙ ماڻهو، انهيءَ ٻوٽي جو ٻج هڪ اهڙيءَ ڏِگهي ٿيلهيءَ ۾ کڻي هلندو آهي، جا سندس ڪلهن کان وٺي گوڏن تائين لٽڪندي رهندي آهي ۽ ساڳئي وقت هو وڏيون وڏيون ٻرانگهون پائي گهمندو آهي، ته جيئن سندس پٺيءَ تي پيل ٻجن واري ٿيلهي هيڏي هوڏي لڏندي رهي. ان جو مقصد هي هوندو آهي ته فلئڪس جا ٻوٽا ايترا ڏگها ٿين، جو هو به هوا ۾ ساڳيءَ ريت جهوسندا رهن. سوماترا جي اندروني علائقن ۾ چانورن جو ٻج زالون پوکينديون آهن ۽ ٻج ڇٽڻ وقت اهي پنهنجا ڏگها وار ڪولي پٺيءَ تي اڇلائي ڇڏينديون آهن، ته جيئن سارين جا ڪانا ڏگها ٿين ۽ ان جهجهو ڪن. ساڳيءَ ريت قديم ميڪسيڪو ۾ "مڪائي ديويءَ" يا "ڏِگهن وارن واريءَ ماءُ"، جيئن اتان جا مقامي باشندا ان کي

سڏيندا هئا، جي اعزاز ۾ هڪ ميلو منعقد ڪيو ويندو هو. اهو ان وقت ڪيو ويندو هو، "جڏهن مڪائيءَ جو ٻوٽو پنهنجي پوري قد تي پهچي ويندو هو ۽ سائي سنگ جي چوٽيءَ وٽان ڀُوجر نڪري نروار ٿي اعلان ڪندا هئا ته سنگ اندر آن سِر جي پڪو ٿي چڪو آهي. جشن جي دوران ۾ اتان جون عورتون پنهنجا ڊگها وارڪولي انهن کي هيڏي هوڏي جهولي، ناچ ڪنديون هيون، جا ان ميلي جي خاص خوبي هوندي هئي ۽ هو اهو انهيءَ لاءِ ڪنديون هيون ته جيئن مڪائيءَ جا سنگ اناج سان ڀرپور ۽ ان جا داڻا وڏا ۽ ويڪرا ٿين ۽ ۽ ماڻهو سکيا ستابا ٿين."

يورپ جي ڪيترن علائقن ۾ پوکن کي وڏي قد بخشڻ لاءِ اڄ ڏينهن تائين نچڻ ۽ هوا ۾ لينگ ٽپا ڏيڻ نسبتي جادوءَ جا بهترين تسليم ٿيل ڍنگ آهن. اهڙيءَ طرح فرانچي-ڪومٽي علائقي ۾ چوندا آهن ته ڀنگ کي اوچي ڪرڻ لاءِ ڪارنيوال (شاهي جشن) ۾ نچڻ گهرجي.:

ملايا جي هڪ عورت جي ڳالهه مان انهيءَ نظريي جي وضاحت ٿئي ٿي ته ماڻهو پنهنجي عمل يا ڪيفيت ذريعي ٻوٽي کي نسبتي اصول موجب متاثر ڪري سگهي ٿو. هن کان جڏهن پڇيو ويو ته لاباري ڪرڻ وقت هوءَ پنهنجي جسم جي مٿين حصي کي اگهاڙو ڇو ٿي ڪري، تڏهن هن اهو جواب ڏنو ته هوءَ سارين جي توتڙن کي سنهي ڪرڻ خاطر اها ڪارروائي ڪندي آهي، ڇو ته هوءَ ٿلهن توتڙن وارين سارين کي چڙهيندي ڏڪجي پيئي هئي! صاف ظاهر آهي ته هوءَ ائين سمجهي رهي هئي ته لاباري وقت هوءَ جيترا ٿورا ڪپڙا پائيندي، اوترا سنها توتڙ سارين تي چڙهندا. حامله عورت منجهه پين چيزن کي به پاڻ وانگر سائي ڪرڻ جي جادوءَ جهڙي خاصيت آهي، تنهن کي بويريا ۽ آسٽريا جا ڪڙمي عام طور تسليم ڪندا آهن ۽ انهن جو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن ميويدار وڻ جو پهريون ڦل ٻار واريءَ عورت کي کائڻ لاءِ ڏبو، ته اهو وڻ ايندڙ سال جام ميوو ڇهليندو. ٻئي طرف بيگنڊا قبيلي،

وارن جو اعتقاد آهي ته هڪ سنڍ عورت پنهنجي بي ٻهره وريءَ سان
مڙس جي باغ کي به متاثر ڪري ٿي- اية يقدر، جو هوءَ وڻن کي
ميوي ڏيڻ کان محروم ڪري ڇڏي ٿي؛ ان ڪري سنڍ عورت
کي آتي عموما طلاق ڏني ويندي آهي. يوناني ۽ رومي، زمين
کي پلي ۽ ان جي داڻي کي سنگ ۾ سچائڻ خاطر، اناج ۽ ڌرتيءَ
جي ديوين کي حامله جاندارن جون قربانيون ڏيندا هئا. اورينوڪو
جي ڳاڙهن هندستانين وٽ جڏهن هڪ ڪئٿولڪ پادريءَ احتجاج
ڪيو ته هو ننڍن ٻارن وارين زالن کان، جن جي ڇاتين سان ٻار
ڇهٽيا رهن ٿا، سج جي بيترس گرميءَ ۾ ٻج ڇٽائڻ جو ڪم ڇو ٿا
وٺن، تڏهن قبيلي جي مردن کيس وراڻي ڏني، ”بابا سڳورا، تو کي
معلوم هئڻ گهرجي ته ٻارن ڄڻڻ تي عورتون هريل آهن، ۽ نه
اسين مرد! جڏهن عورتون ٻج ڇٽين ٿيون، ته مڪائيءَ جي هڪ
ڪاني مان ٻه چار سنگ نڪرن ٿا، يوڻ جي پاڙ مان ٻه چار
ٽوڪرا پرجي نڪرن ٿا، ۽ هر هڪ شيءِ پنهنجي پنهنجي طاقت
کان وڌيڪ وڌي ويجهي ٿي. ائين ڇو؟ فقط ان ڪري جو عورتن
کي ڄڻڻ جي خبر آهي ۽ انهن کي اها به خبر آهي ته جنهن ٻج
کي اهي پنهنجي هٿن سان ڇٽين ٿيون، اهو ٻج ڪيئن ڦٽي، وڌي
ويجهي، ۽ ڦل پيدا ڪري. ان ڪري انهن کي پنهنجو ڪم
ڪرڻ ڏيو؛ اسان مردن کي انهن جي اڌ جيتري به ڄاڻ ڪانهي.“

اهڙيءَ طرح نسبتي جادوءَ جي نظريي موجب، انسان پنهنجن
چڱن يا برن فعلن يا حالات مطابق نباتات جي پيداوار تي
نيڪ يا بد اثر وجهي سگهي ٿو. مثال طور، هڪ سائي ۽ ڄڻيندڙ
عورت وڻ کي به سائو ۽ آباد ڪري ٿي ۽ هڪ سنڍ عورت وڻ
کي بي ثمرو بڻائي ٿي. ان ڪري ڪن ذاتي خاصيتن يا
حادثن جي بري ۽ وچڙندڙ اثر ۾ اعتقاد هئڻ ڪري، ڪن شين
يا ڳالهين کان دور رهڻ جي متعلق انيڪ قسم جا قانون، جن کي
”ممنوعات“ چئون ٿا، وجود ۾ اچي ويا آهن؛ ماڻهو ڪن ڪمن ڪرڻ
کان پرهيز ڪندا آهن ته متان هو پنهنجيءَ اڻ وڻندڙ حالت يا

عيب سبب ڏرتيءَ جي ميون کي به پنهنجيءَ حالت سان اثرانداز ڪري وجهن. اهڙيءَ طرح پرهيز ڪرڻ جون اهڙيون سڀ رسمون، يا ڪن ڪمن کان دور رهڻ جا سڀ قاعدا ۽ قانون، منفي جادوءَ يا ممنوعات جا مثال آهن. مثال طور، شخصي عملن يا ڪيفيتن جي اثر انداز ٿيڻ جي دليل جي مدنظر، گئليلاري قبيلن وارا چوندا آهن ته ميويدار وڻ هيٺان ٻيهي ڪمان منجهان تير نه ڇوڙڻ گهرجن، ڇو ته جيئن تير زمين تي ڪرندا آهن، تيئن وڻ به پنهنجو ميوو زمين تي اڇلائي ڇڏيندو؛ هنداٽي ڪائڻ وقت اهي ٻج، جي وات مان ٿوڪاري اڇلايا ويا هجن، تن کي انهن ٻجن سان نه گڏڻ گهرجي، جن کي ٻيجي لاءِ جدا ڪري رکيو ويو هجي؛ ڇو ته جيڪڏهن ائين ڪبو، ته جيتوڻيڪ وات مان ٿوڪاريل ٻجن مان به سلا اپرندا ۽ اهي پور به جهليندا، پر نيٺ سندن ڦل ائين ڇٽي پوندو، جيئن انهن جا ٻج وات مان ڇنڊي اڇلايا ويا هئا، ۽ اهڙيءَ طرح انهن مان ڪو ڦل پيدا ڪونه ٿيندو. بلڪل انهيءَ دليل مطابق، بويريا جي ڪڙميءَ جو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن ڪانئس ميويدار وڻ جو پيوند هڪ دفعي زمين تي ڪري پيو، ته پوءِ ان پيوند مان جيڪو وڻ پيدا ٿي پوندو، سو پنهنجو ميوو وقت کان اڳ ڪيرائيندو رهندو. ڪوچين چائنا جا چام قبيلي وارا جڏهن بوسي زمين ۾ چانورن جو ٻج وجهندا آهن ۽ چاهيندا آهن ته ان وقت مينهن نه وسي، ته پوءِ هو برسات کي ڏسڻ ۽ فصل ناس ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ اوترو وقت ڀاڻ سڪا چانور ڦڪيندا رهندا آهن.

مٿين مثالن ۾، انسان نسبتي اصولن مطابق نباتات تي پنهنجا اثر وجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو هو پنهنجين انساني خاصيتن ۽ واقعات جي مدد سان، پوءِ اهي مفيد هجن يا مضر، وڻن ۽ ٻوٽن تي به ساڳي ئي انداز ۾ ضابطي رکڻ ۽ اثر وجهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر نسبتي جادوءَ جي اصول مطابق اهو اثر ۽ ضابطو ٻه-طرفو ٿئي ٿو. وڻ يا ٻوٽو ماڻهوءَ کي پنهنجي نيڪ يا بد خصلت ائين

ئي چنبڙائي سگهي ٿو، جيئن ماڻهو آن ڪي. جادوءَ جي دنيا ۾ به، جيئن منهنجو عقيدو آهي ته علم طبعيات ۾، عمل ۽ رد عمل برابر ۽ متضاد ٿين ٿا. چيروڪي قبيلي جا ڳاڙها هندستاني نسبتي علم نباتات جا عملي ماهر آهن. انهن جي ملڪ جي 'ڪيٽگٽ' (*Catgut*) ٻوٽي جون انگڙ ونگڙ پاڙون اهڙيون ته مضبوط ٿينديون آهن، جو اهي وهندڙ هر ڪي روڪي هڪ هنڌ بيهاري سگهنديون آهن. ان ڪري چيروڪي قبيلي جون عورتون پنهنجن وارن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ انهن پاڙن مان ٺهيل ڪاڙهي سان وارن کي ڌوئنديون آهن، ۽ چيروڪي مرد، جن جي هڪ دلچسپ راند ڪينهوءَ راند هوندي آهي، پنهنجن مشڪن ۽ پٺن کي سخت ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ ساڳئي ئي ڪاڙهي سان غسل ڪندا آهن. گئلبلاري قبيلي جي ماڻهوءَ جو وري اهو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن ڪو وڻ مان ڪريل ڦل کڻي هو کائيندو، ته سنجهس به ٿاپن کائڻ ۽ ڪرڻ جي عادت پيدا ٿي پوندي، ۽ جيڪڏهن ڪا وسريل شيءِ، (مثلاً ڪنيءَ ۾ وسريل لاهوري گجر، يا باه ۾ وسريل ڪيلو) هو کائيندو، ته هڪدم سندس حافظو چٽ ٿي ويندو. انهيءَ قبيلي وارن جو هي به اعتقاد آهي ته جيڪڏهن ڪا عورت هڪ ٻه پيٺا ڪيلا کائي ويندي، ته کيس جاڙا ٻار ڄمندا. ڏکڻ آمريڪا جا گاراني قبيلي جا ڳاڙها هندستاني سمجهندا هئا ته جيڪڏهن ڪا عورت منڙ جو ٻٽو داڻو کائيندي، ته اها جاڙن ٻارن جي ماءُ ٿيندي. ويدن واري زماني ۾، انهيءَ اصول جي هڪ عجيب و غريب عمل سان، هڪ جنتر ٺاهيو ويو هو، جنهن جي زور تي ڪنهن به جلاوطن راجڪمار کي پنهنجو تخت و تاج واپس حاصل ٿي سگهندو هو. کيس اهڙين ڪاٺين جي باه تي پڪل کاڌو کائڻو پوندو هو، جيڪي ڪنهن اهڙي وڻ مان حاصل ڪيون وييون هجن، جنهن کي هڪ ڀيرو ٽڙ ڪاٽ وڍيو ويو هجي، پر وري ڦٽي اڀريو ۽ وڏي وڏو ٿيو هجي. اهڙي وڻ، نئين سر سائي ٿيڻ جي جنهن طاقت جو مظاهرو ڪيو هو، سا ان جي

ڪاٺين تي پرندڙ باه وسيلي، ان باه تي رڌيل ڪاڌي ۾ داخل ٿي، راجڪمار تائين ٿي پهتي، جنهن اهو طعام ٿي ڪاڌو، جو ان باه تي تيار ٿي ٿيو، جا انهن ڪاٺين جي هئي، جي انهيءَ هڪ پيرو وڍيل پر وري سائي ٿيل وڻ ۾ چاپون هيون. سوڊانين جو عقيدو آهي ته جيڪڏهن ڪن خاردار وڻن جي ڪاٺ مان گهر اڏبو، ته ان گهر ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگي به ساڳيءَ طرح خاردار ۽ مصيبتن سان پريل رهندي.

نسبتي جادوءَ جي هڪ بي به ڪارائتي شاخ آهي، جا مڙدن ذريعي اثر ڏيکاري ٿي؛ ڇو ته جيئن مڙدا ڏسڻ، ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ کان بلڪل قاصر هوندا آهن، تيئن نسبتي اصولن جي بنياد تي، مٽن جي هڏن يا ڪنهن ٻيءَ اهڙيءَ چيز جي وسيلي، جا موت سان وابسته هجي، ماڻهن کي انڌو، گنگو ۽ ٻوڙو بڻائي سگهجي ٿو. چنانچه، گٿليلاري قبيلي وارن جو ڪو نوجوان ڇوڪرو، جڏهن پنهنجيءَ محبوبه سان رات جو لڪي ملاقات ڪرڻ ويندو آهي، تڏهن هو ڪنهن قبر جي مٽي کڻي، پنهنجي محبوبه جي گهر جي ڇت مٿان انهيءَ جاءِ تي اڇلائيندو آهي، جنهن جي هيٺان ڇوڪريءَ جا والدين سمهيل هوندا آهن. هو سمجهندو آهي ته انهيءَ عمل ڪرڻ سان سندس محبوبه جا والدين تيسين نه جاڳندا، جيسين هو ان سان ڳالهائي ٻولهائي فارغ نه ٿيندو، ڇو ته قبر جي مٽي انهن کي موت جهڙي گهري ننڊ ڏيئي ڇڏيندي. دنيا جي مختلف ملڪن ۾ ۽ قريباً هر دور ۾، چورن ۽ ڪاٽ هڻندڙن جادوءَ جي انهيءَ قسم جي خاص طرح حمايت ڪئي آهي، ۽ اهي ان جي عاملن جا هميشه معاون ۽ مددگار رهيا آهن، ڇو ته جادوءَ جو اهو قسم سندن پيشي جي ڪاميابيءَ لاءِ نهايت مفيد آهي. اهڙيءَ طرح ڏکڻ سليوونيا جو ڪاٽ هڻندڙ پنهنجي ڪارروائي شروع ڪرڻ کان اڳ، انهيءَ گهر جي ڇت مٿان، جنهن کي هن ڪاٽ هڻڻ لاءِ منتخب ڪيو هوندو آهي، مئل ماڻهوءَ جو هڏو اڇلائي، ٽوڪبازيءَ جي انداز ۾ هيئن چوندو آهي: ”جيئن هي هڏو جاڳي،

تيئن شل هن گهر جا ڀاتي جاڳن!" بس، انهيءَ عمل کان پوءِ گهر جي ڪنهن ڀاتيءَ کي مجال ڪانهي، جو اکيون کولي سگهي. ساڳيءَ طرح جاوا جو نقب زن به ڪاٺ هٺ کان اڳ، پسند ڪيل گهر جي چوڌاري ڪنهن قبر جي مٽي ڇنڪاري ويندو آهي، ائين ڪرڻ سان هو گهر جي ڀاتين کي گهريءَ ننڊ ۾ غافل ڪري ڇڏيندو آهي. ساڳئي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاٺ هڻندڙ جيڪڏهن هندو ڌرم جو پوڄاري آهي ته هو انهيءَ جاءِ جي دروازي وٽ شمشان ڀوميءَ جي رک ڇنڪاريندو آهي. هوڏانهن پيروءَ جا ڳاڙها هندستاني وري مئل ماڻهوءَ جي هڏن جي رک اتي هاريندا آهن. روٿينيا جا ڪاٺ هڻندڙ مڙدي جي ٽنگ جي نليءَ سان مڱ ڪنديي، خالي نليءَ ۾ ميڻ ۽ وٽ وجهي، موم بتيءَ وانگر ٻاري، ان کي هٿ ۾ جهلي، جاچيل گهر جي چوڌاري ٽي ڦيرا پائيندا آهن، جنهن جي اثر کان گهر جي ڀاتين کي موت جهڙي ننڊ وٺي ويندي آهي، يا وري روٿينيا جو چور مڙدي جي ٽنگ جي هڏي مان ٻنسري ٺاهي اها وڄائيندو آهي، جنهنڪري آسپاس جي جن به ماڻهن جي ڪنن تي ان جو آواز پوندو، تن تي غنودگي طاري ٿي ويندي. ميڪسيڪو جا ڳاڙها هندستاني، انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ اهڙيءَ عورت جي لاش جي ڏائيءَ ٻانهن جي ڪارائيءَ واري هڏي کي استعمال ڪندا هئا، جا پهريون ٻار ڄڻيندي، ويم جي دوران ۾ مري ويئي هجي، پر ان لاءِ هڪ ڳالهه ضروري هوندي هئي- هنن عقل جي اڪابر پهلوانن کي عورت جي اها ٻانهن چورائڻي پوندي هئي. انهيءَ ٻانهن سان، هو ان گهر جي ٻاهران، جنهن کي ڦرڻ جو ارادو هوندو هون، زمين تي ڌڪ هڻندا هئا ۽ اهڙيءَ طرح گهر جا سڀ ڀاتي ڳالهائڻ ۽ چرڻ پرڻ جي طاقت وڃائي ويهندا هئا ۽ سڀڪجهه ڏسندي ۽ ٻڌندي به، هو مڙدن وانگر ڏسٽا هوندا هئا ۽ منجهن ڪا به طاقت باقي ڪانه بچندي هئي- منجهانئن ڪن کي ته ننڊ به اچي ويندي هئي ۽ کونگهرا پيا هڻندا هئا. يورپ ۾ به ساڳئي قسم

جون خصلتون اهڙي ماڻهوءَ جي سڪل سڙيل هٿ سان وابسته ڪيون وينديون هيون، جو ڦاسيءَ تي چڙهي مئو هوندو. اهڙي هٿ کي ”هئنڊ آف گلوري (سوڀ جو هٿ)“ سڏيو ويندو هو. جيڪڏهن ڪنهن اهڙي سزا يافته گنهگار جي چربيءَ مان، جو ڦاسيءَ تي لٽڪي موت سان همڪنار ٿيو هوندو، موم بتي ٺاهي، انهيءَ ”هئنڊآف گلوريءَ“ ۾ اٽڪائي، ٻاري ويندي هئي، ته اها هر انهيءَ ماڻهوءَ کي ساڪت ڪري ڇڏيندي هئي، جنهن جي اکين اڳيان اها آندي ويندي هئي. بس، ان موم بتيءَ تي نظر پوڻ سان، هو مڙدي وانگر اگر ٻہ نہ چوري سگهندو هو. ڪڏهن ته وري خود مڙدي جو هٿ ئي موم بتي يا موم بتين جو ڇڳو هوندو هو، جو ته ان جي سيني سڪل آڱرين کي باه لڳائي موم بتيون ٺاهيو ويندو هو. ان صورت ۾ جيڪڏهن گهر جي ڀاتين مان ڪو هڪ بہ سجاڳ هوندو، ته پوءِ انهن مان هڪ موم بتي ٻرڻ کان انڪار ڪندي. اهڙين نقصانڪار موم بتين کي کير سان ئي وسائي سگهبو هو. ڪڏهن ته وري چورن کي اهو ٻڌايو ويندو هو ته سندن موم بتي ڪنهن تازي چاول ٻار، يا ان کان بہ بهتر، اڻ ڄاول ٻار جي آڱرين مان ٺهيل هئڻ گهرجي. ڪڏهن وري اهو ضروري سمجهيو ويندو هو ته چور وٽ گهر جي هرهڪ ڀاتيءَ لاءِ هڪ جدا موم بتي هئڻ گهرجي، جو ته جيڪڏهن هن وٽ هڪ بہ موم بتي گهٽ نڪري پوندي، ته گهر جي ڀاتين مان ڪونہ ڪو جاڳي پوندو ۽ کيس پڪڙي وجهندو. هڪ دفعو اهي موم بتيون ٻرڻ لڳنديون، ته پوءِ کير کان سواءِ انهن کي ڪنهن بہ ٻيءَ شيءِ سان وسائڻو نہ هو. سترهين صديءَ جا ڌاڙيل، حامله عورتن جي پيٽ مان اهڙين موم بتين حاصل ڪرڻ لاءِ، ڳولي ڳولي اهڙين عورتن کي قتل ڪندا هئا. يونان جي قديم ڌاڙيل يا کاٽ هڻندڙ سمجهندو هو ته هو ڪهڙي بہ خطرناڪ ۽ وحشي ڪتي کي، مڙدي جي ٻرندڙ چکيا مان ڪڍيل ڪاٺي ڏيکاري خاموش ڪري ٿي سگهيو. بلگيريا ۽ سرويا جون عورتون، جي گهريلو ٻڌ شن

۽ پابندين کان تنگ هونديون آهن، سي پنهنجن شوهرن کي خاموش ڪرڻ لاءِ، مڙدن جي اکين تي رکيل ٺامي جا سڪا ڪڍي، انهن کي شراب يا پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، اهو پاڻي کين پياريندڀون آهن. ان کان پوءِ سندن شوهر پنهنجن زالن جي حرڪتن کي ڏسڻ کان اهڙا ته انڌا ٿي پوندا، جهڙا اهي مڙدا هئا، جن جي اکين تي ٺامي جا سڪا رکيل هئا.

ان کان علاوه ڪڏهن ڪڏهن جانورن کي اهڙين ڪن خوبين يا خصلتن جو مالڪ سمجهيو ويندو آهي، جي انسان لاءِ مفيد ثابت ٿي سگهن ٿيون، ۽ نسبتي يا نقالي جادو انهن خوبين کي مختلف نمونن سان انسان ۾ منتقل ڪرڻ جي دعويٰ ڪري ٿو. مثال طور، بيچوئانالئنڊ جا وحشي باشندا هڪ جهنگلي ٻليءَ جا ڏند يا ڪل وغيره پائيندا آهن، چو ته جيئن اها ڏاڍي ۽ سخت جان هوندي آهي، ساڳئيءَ طرح ان جو ڪل پائيندڙ به مشڪل سان موت قبول ڪندو. پيا وري ساڳئي مقصد لاءِ هڪ ننڍي قسم جي جيت کي اڌ مئو ڪري، ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيندا آهن. اچا به ڪي ٻيا بيچوئانا جا قبائل لوڙهي ڏاند جا وار ڪٽي پنهنجن وارن سان ٻڌي ڇڏيندا آهن ۽ ڪپڙن ۾ ڏيڏر جي ڪل رکندا آهن چو ته جيئن ڏيڏر ترڪڻو ٿيندو آهي، ۽ سڱن کان سواءِ ڏڱو ڦاسائڻ ڏکيو ٿيندو آهي، بلڪل انهن وانگر اهو جنگي جوان جيڪو اهي شيون پاڻ وٽ رکندو، سو به دشمن کي هٿ لڳڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو، ۽ جي ان جي هٿ چڙهي به ويو تڏهن به سندس قبضي مان ڇٽي ايندو. هوڏانهن وري آفريڪي جنگي جوان پنهنجن ڪارن گهنڊيدار وارن ۾ ڪٺي جا وار وٽي، ملائي ڇڏيندو آهي، ته جيئن دشمن جي نيزي يا ٻئي ڪنهن هٿيار جي ڌڪ کان ائين بچي وڃي، جيئن ڪٺو انهن ڇيزن جي ڌڪن کان بچي ويندو آهي، جي ان ڏانهن اڇلايون وينديون آهن. ان ڪري انهن علائقن ۾ جڏهن به جنگ جو انديشو هوندو آهي، تڏهن ڪٺن جي وارن جي ڏاڍي گهرج ٿيندي آهي. هندستان جي هڪ قديم

ڪتاب ۾ لکيل آهي ته جڏهن ، فتح حاصل ڪرڻ لاءِ قرباني پيش ڪرڻي هجي، تڏهن جنهن مٽيءَ مان قربانگاهه ٺاهيو وڃي، سا اهڙيءَ جاءِ تان کڻجي جتي ڪنهن جهنگلي سوئر پنهنجن ڏندن سان مٽي کوٽي ٻاهر ڪڍي هجي، ڇو ته سوئر جي سڄي قوت انهيءَ مٽيءَ ۾ منتقل ٿي ويئي هوندي. جيڪڏهن يڪتارو وڃائيندي وڃائيندي آڱريون آڪڙجي وڃن، ته ان لاءِ آسان ترڪيب هيءَ آهي ته ٻنيءَ ۾ وڃي ڪنهن ڊگهين ٽنگن واري ڪوريئڙي کي ڦاسائي، ان کي ٻانهه تي پڇائي، ان جي سڙيل جسم سان آڱرين جي مالش ڪجي، ته آڱريون ڪوريئڙي جي ٽنگن وانگر چست ۽ تيزيءَ سان ڦرندڙ گهرندڙ ٿي پونديون. ڪم ازڪم گئليلاري قوم وارن جو اهو اعتقاد آهي. ڀڳي ويل غلام کي واپس مالڪ ڏانهن موٽڻ لاءِ مجبور ڪرڻ واسطي هڪ عرب ڇا ڪندو آهي، جو زمين تي گول ليڪو پائي، ان جي عين وچ ۾ هڪ ميخ کوڙي، تنهن سان هڪ ڊگهي ڌاڳي جي وسيلي، ڪا ٽنڊڻي ٻڌي ڇڏيندو آهي، پر ان ۾ هڪ خبرداري ضرور ڪندو آهي ته ٽنڊڻيءَ جي جنس ساڳي رکندو آهي، جا مفرور غلام جي هوندي آهي. جيئن جيئن اها ٽنڊڻي ميخ جي چوگرد ڦرندي رهندي، تيئن تيئن اها ڌاڳي کي وڪوڙيندي ويندي ۽ اهڙي نموني وچينءَ ميخ کان پنهنجي ڌاڳي جو مفاصلو گهٽائيندي رهندي، اهڙيءَ طرح جڏهن اها ميخ کي بلڪل قريب پهچي ويندي، تڏهن اهو ڀڳل غلام به، نسبتي جادوءَ جي زور تي، مالڪ ڏانهن موٽي ايندو.

برٽش نيو گائنا جي مغربي قبيلن ۾، جڏهن ڪو ناڳ ماريندو آهي، تڏهن هو ان کي ساڙي، ان مان حاصل ڪيل پائوڊر پنهنجن ٽنگن کي مکي، پوءِ ٻيلي ۾ ويندو آهي، ڇو ته ان کان پوءِ هن کي ڪيترن ڏينهن تائين ڪو به ناڳ نه ڏنگيندو. ڏکڻ سلوينيا جي ڪنهن ماڻهوءَ کي جيڪڏهن ڪا چيز تڳائڻي هوندي آهي، يا بازار مان چوريءَ ڪرڻ جو ارادو هوندو اٿس، ته پوءِ دڪاندار کي انڌي بنائڻ خاطر، هو ڪنهن انڌيءَ ٻليءَ کي ساڙي،

ان جي سنهي پائوڊر جي چپٽي، انهيءَ دڪاندار مٿان سودو چڪائيندي چڪائيندي ڪنهن طرح اڇلائي ڇڏيندو آهي؛ بس ان کان پوءِ هو بلڪل بي ڊپائيءَ سان ان جي ڪابہ شيءِ کڻي سگهندو ۽ دڪاندار کي ڪابہ خبر ڪانہ پوندي، ڇو تہ هو اهڙو انڌو ٿي چڪو هوندو، جهڙي مثل انڌي ٻلي هئي، جنهن جي رک جي چپٽي مٿس اڇلائي ويئي. پڪائي ڪرڻ خاطر ٻلي چور دڪاندار کان ايترو بہ پڇي تہ "چا، مون توکي هن چيز جي قيمت ادا ڪئي؟" ۽ پوءِ ويچارو دڪاندار، جادوءَ جي اثر هيٺ هڪدم جواب ڏيندو، "بلڪل بلڪل، مون کي قيمت ملي ويئي."

وچ آسٽريليا جا قبائل، جيڪڏهن پنهنجي منهن تي ڏاڙهي ڄمائڻ چاهيندا آهن، تہ اهي بہ هڪ نهايت آسان طريقو اختيار ڪندا آهن: هو پنهنجن ڳلن ۽ ڪاڏيءَ ۾ توڪدار هڏي سان سنها سوراخ ڪري، ان جي مٿان ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان جادوءَ جي هڪ ڪاٺي يا پٿر ڦيرائيندا آهن، جنهن کي اتان جي ڊگهين مڇن ۽ ڏاڙهيءَ واري ڪنهن جهنگلي ڪئي جي شڪل ڏني ويندي آهي؛ ڪئي جي ڊگهين مڇن ۽ ڏاڙهيءَ جي صفت ان جي ڪاٺيءَ يا پٿر واري مجسمي ۾ منتقل ٿي ايندي آهي، جتان وري اها آسانيءَ سان ڪاڏيءَ ۽ ڳلن جي سوراخن مان ماڻهوءَ ۾ هلي ايندي آهي، جنهن کان پوءِ ان جي چهري کي هڪ گهاٽي ڏاڙهي ويڙهي وڪوڙي سگهي ٿي. قديم يونانين جو خيال هو تہ رات جو جاڳندڙ بابل جي گوشت کائڻ ڪري ماڻهوءَ جي ننڊ اڏامي ويندي؛ اکين جي ڏندڻ واري مريض جي اکين ۾ عقاب جي پتي جي پاڻيءَ وجهڻ سان، ان جي نظر عقاب جهڙي تيز ٿي ويندي؛ ۽ جهنگلي ڪانو جي آنن سان اڇا وار ڪانو جي رنگ جهڙا ڪارا ٿي پوندا. پر ان پوئينءَ ترڪيب مان فائدي وٺڻ لاءِ هڪ خبرداري نهايت ضروري هئي. پيريءَ جي انهيءَ آثار کي لڪائڻ لاءِ، جيڪو بہ پنهنجي وارن ۾ ڪانو جا آنا وجهي، تنهن کي گهرجي تہ هو جيتريءَ دير تائين وارن

ڪي آنا ٽڦيندو رهي، اوتري دير تائين وات ۾ تيل پري، وات ڪي پيڪوڙي بند ڪري، نه ته پيءَ صورت ۾ سندس وارن سان گڏ سندس ڏندن جي به سياه ٿي وڃڻ جو امڪان آهي، ۽ جيڪڏهن اهڙي صورتحال پيدا ٿي پيئي، ته پوءِ ڏندن ڪي ڪيتري به زور سان ڪرڙي صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي، ته به اهي ڪارا ئي رهندا. وارن ڪي ڪاري ڪرڻ واري اها دوا اهڙي ته تيز سمجهي ويندي هئي، جو ان جي استعمال ڪرڻ واري ڪي هميشه فائدي بدران ڪنهن نه ڪنهن نقصان ٿيڻ جو انديشو رهندو هو.

هئيچول قبيلي جي ڳاڙهن هندستانين ڪي نانگ جي پٺيءَ وارا چٽ ڏاڍا پسند هوندا آهن. ان ڪري هئچول عورت ڪي جڏهن به ڪو ڪپڙو اڻڻو هوندو آهي، تڏهن سندس مڙس هڪ ڏکو چٽ ڪمرو نانگ ڦاسائي ان ڪي چيريل ڪاٺيءَ جي وچ ۾ بند ڪري زال جي اڳيان جهلي بيهندو آهي؛ هوءَ وري نانگ جي سڄي جسم تي هڪ هٿ ڦيرائي، ان ڪي پنهنجيءَ پيشانيءَ ۽ اکين تي گهمائيندي آهي، ته جيئن هوءَ ڪپڙي اڻڻ وقت، ان جي تاڃيءَ پيٽيءَ ۾ اهڙا خوبصورت چٽ ڪڍي سگهي، جهڙا نانگ جي پٺيءَ تي هئا.

نسبتي جادوءَ جي اصول تي، بيجان شيون، ٻوٽا ۽ جانور، پنهنجيءَ پنهنجيءَ خصلت مطابق، پنهنجي آس پاس، رحمت يا زحمت جا درياءَ وهائي سگهن ٿا، ۽ ان جو دارومدار جادوگر جي ڪاريگريءَ تي رهي ٿو، ته هو رحمت يا زحمت جي انهن دريائن ڪي فائديمند طريقن سان استعمال ڪري ٿو، يا انهن ڪي ڪي بند ڏيئي روڪي ڇڏي ٿو. سمرقند جون عورتون پنهنجن ٻارن ڪي مصري چوسڻ لاءِ ڏينديون آهن ۽ هٿن جي ترين ڪي ڪونر مکينديون آهن، ته جيئن وڏي ٿيڻ کان پوءِ سندن وات مان مٺا ٻول نڪرن ۽ سندن هٿن ڪي قيمتي شيون اهڙي نموني سان چهٽي پون، جڻ ته انهن ڪي ڪونر ٿڦيل آهي. قديم يونانين جو خيال هو ته اهڙيءَ رد جي ڪل آن سان نهيل ڪپڙو، جنهن ڪي ڪنهن بگهڙ چيريو ڦاڙيو هوندو، جيڪو پهريندو، تنهن جي بدن

۾ خارش جي بيماري پيدا ٿيندي. هنن جو هي بہ اعتقاد هو تہ جيڪڏهن ڪنهن پٿر کي، جنهن ۾ ڪٽي چڪ وڌو هجي، شراب ۾ اڇلائبو، تہ جيڪي بہ ان شراب کي استعمال ڪندا، سي پاڻ ۾ وڙهي پوندا. معاب جي عرب عورتن ۾ وري اهو رواج آهي تہ جيڪا عورت اولاد کان محروم هوندي آهي، سا ڪنهن اهڙيءَ سهيليءَ جو چوغو اڌارو وٺي پهريندي آهي، جنهن کي گهڻا ٻار هوندا آهن؛ اهڙيءَ طرح ڪيس چوغي جي اصل مالڪياڻيءَ جي اولاد ڄڻڻ واريءَ خصلت جي حاصل ٿيڻ جي اميد رهندي آهي. اوڀر آفريڪا ۾ سوفالا علائقي جي ڪافر قبيلي وارن کي ڪانيءَ يا ڪکن جهڙيءَ ڪنهن پوريءَ شيءِ جي ڏک لڳڻ جو اهڙو تہ ڊپ ٿيندو هو، جو هو ان جي مقابلي ۾ ڪنهن ٿلهي ڏنڊي يا لوه جي سيخ سان دل تي مار کائڻ کي ترجيح ڏيندا هئا؛ ڇو تہ هو سمجهندا هئا تہ ڪنهن بہ پوريءَ شيءِ سان مار کائڻ ڪري، سندن جسم اندر ئي اندر ڳرندو سڙندو ويندو، تان جو هو موت سان هم آغوش ٿي ويندا. مشرقي سمنڊن ۾، هڪ وڏو ڪوڏ ٿيندو آهي، جنهن کي سيليبس جا قديم باشندا، ”پير مرد“ (ڪجائو) چوندا آهن. هر جمعي تي هو انهن ”پير مردن“ کي اونڌو ڪري گهرن جي چائنٺن وٽ رکي ڇڏيندا آهن، ڇو تہ جيڪو بہ ان ڏينهن انهن کي اورانگهي اندر ٻاهر ايندو ويندو، تنهن جي عمر تمام وڏي ٿيندي. جٽئي ٻارائڻ وقت برهمڻ ڇوڪري جو ساڄو پير هڪ پٿر تي رکايو ويندو آهي، ۽ ساڳئي وقت هي لفظ دهرايا ويندا آهن: ”هن پٿر کي لتاڙ، پٿر وانگر سخت ٿيءُ!“ ۽ شاديءَ جي موقعي تي برهمڻ ڪنوار کان بہ، ساڳين لفظن سان، ساڳي ئي رسم ادا ڪرائي ويندي آهي. مئڊاگاسڪر ۾، قسمت جي ناپائداريءَ ۽ بيوفائيءَ جي رد طور، گهر جي شهتير هيٺان هڪ پٿر دفن ڪيو ويندو آهي. پٿر تي هٿ رکي يا پٿر تي ويهي قسم کائڻ جي عام رسم جو بنياد بہ ان عقيدي تي پيل ٿو ڏسجي تہ ماڻهوءَ جي قسم ۾ بہ پٿر جي پائداري ۽ مضبوطي

پيدا ٿي وڃي. اهڙيءَ طرح ڊينمارڪ جو قديم تاريخ نويس، سيڪسوگرئميٽيڪس* ٻڌائي ٿو ته ”قديم زماني جي ماڻهن کي جڏهن به بادشاه منتخب ڪرڻو هوندو هو، تڏهن اهي زمين ۾ ڪتل پٿرن مٿان بيهي پنهنجو ووٽ ڏيندا هئا، جنهن جو مطلب اهو هوندو هو ته پٿر وانگر سندن ووٽ به مضبوط جٽادار رهندو.“

پر جيتوڻيڪ سڀني پٿرن ۾، انهن جي سختيءَ، مضبوطيءَ ۽ وزن جي عام خوبين مطابق، جادوءَ جو اثر موجود سمجهيو ويندو آهي، ان هوندي به ڪن خاص پٿرن يا پٿرن جي ڪن خاص قسمن ۾، انهن جي خصوصي صورت ۽ رنگ مطابق، جادوءَ جون خاص وصفون سمايل سمجهيون وينديون آهن. مثال طور، پيروءَ جا ڳوٺاڻا هندستاني، ڪن پٿرن کي مڪائيءَ جي فصل کي ڀلي ڪرڻ لاءِ، ته ڪن کي پٽاٽن لاءِ ۽ ڪن ٻين کي چوپائي مال جي افزائش لاءِ استعمال ڪندا هئا. جيڪي پٿر مڪائيءَ کي وڌائڻ لاءِ ڪتب آندا ويندا هئا، تن کي مڪائيءَ جي سنگ جي صورت، ۽ جيڪي چوپائي مال جي افزائش لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا، تن کي رڍ جي صورت ڏني ويندي هئي.

ميلانيشيا جي علائقي ۾ به اهڙي قسم جو اعتقاد ڦهليل آهي ته ڪن خاص قسمن جي مقدس پٿرن ۾، سندن شڪل ۽ صورت مطابق، ڪرامتي وصفون موجود آهن. اهڙيءَ طرح سمنڊ جي ڪناري تان لڌل ۽ پاڻيءَ ۾ ڳريل ۽ گسيل مرجان جي پٿر جي صورت ڪن وقتن تي خاص قسم جي ميون سان مشابهت کائيندي آهي، جنهن ڪري ٻئنڪس ٻيٽن جي ڪنهن باشندي کي، جيڪڏهن اهڙو ڪو پٿر ملي ويندو آهي، جنهن جي صورت سندس باغ ۾ پيدا ٿيل ڪنهن ميوي جي صورت سان ملندي آهي، ته هو هڪدم انهيءَ پٿر کي کڻي ان وڻ جي پاڙن ۾ وڃي دفن ڪندو آهي، ته جيئن وڻ ۾ ميوو جام ٿئي. جيڪڏهن نتيجو سندس اميدن مطابق نڪرندو آهي، ته پوءِ هو ٻين ماڻهن کان پئسا وٺي سندن

* ڊينمارڪ جو هڪ تاريخ نويس ۽ شاعر (موت ١٢٠٨ع).

گھڻ ڪرامت وارا پٿر پاڻ واري طاقتور پٿر پرسان دفن ڪري ڇڏيندو آهي، ته جيئن ان جون خصلتون هنن جي گھٽ درجي وارن پٿرن ۾ تحليل ٿي وڃن. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن پٿر تي گول ٽڪيون نڪتل هونديون، ته ان جي برڪت سان پئسو جام ملندو؛ پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ هڪ وڏي پٿر کي ساڳئي قسم جي ننڍڙن پٿرن مٿان اهڙي نموني سان پيل ڏٺو، جيئن سوئر جي مادي پنهنجن ٻچن مٿان ويٺي هوندي آهي، ته پوءِ هو يقيني طور ان پٿر مٿان پيسن جو نذرانو رکندو، ڇو ته کيس خاطري آهي ته انهن پٿرن جي برڪت سان سندس سوئرن جي ڌڻ ۾ برڪت پوندي. انهن ۽ اهڙين ٻين حالتن ۾، ميلانيشيا جا ماڻهو خود پٿرن کي انهن خوبين جو مالڪ نه سمجهندا آهن، پر انهن جو اعتقاد آهي ته اهي خوبيون پٿرن اندر رهندڙ روحن جون آهن؛ ۽ ڪڏهن وري، جيئن تازو ڏٺوسون، انهن روحن کي راضي ڪرڻ لاءِ، ڪي ماڻهو ان پٿر مٿان نذرانا ۽ قربانيون پڻ ڏيندا آهن. پر انهيءَ ريت روحن کي راضي ڪرڻ جو تصور ۽ اعتقاد درحقيقت جادوءَ جي دائري کان نڪري، مذهب جي دائري ۾ وڃي ٿو داخل ٿئي. هن حالت وانگر، جتي به خاص جادوءَ جي نظرين ۽ رواجن سان گڏ اهڙي قسم جو اعتقاد يا خيال موجود نظر اچي، ته پوءِ اڪثر اها خاطري هئڻ گھرجي ته جادوءَ جو نظريو اوائلي ۽ اصلي چيز آهي، جنهن تي بعد ۾ مذهبي نظريي ۽ اعتقاد جو پيوند لڳايو ويو آهي. ڇو ته هن خيال لاءِ ڪافي مضبوط بنياد موجود آهن ته انساني فڪر جي ارتقا ۾ جادو مذهب کان زياده قديم ۽ اوائلي آهي. پر بحث جي انهيءَ موضوع طرف اسان جلد ئي متوجه ٿينداسون.

قديم زماني جا ماڻهو قيمتي پٿرن جي خوبين کي وڏي اهميت ڏيندا هئا؛ درحقيقت ان ڳالهه تي وڏا ۽ نهايت موثر دليل پيش ڪيا ويا آهن ته اهڙن پٿرن کي زيورن طور آرائش ۽ زيبائش لاءِ استعمال ڪرڻ کان گھڻو اڳ، تعويذن طور ڪتب آندو ويو

آهي. چنانچه، قديم يونانين ان پٿر کي ”دروازي وارو وڻ“ جو نالو ڏنو هو، جنهن تي وڻ جهڙا نشان ڏسڻ ۾ ايندا آهن، ۽ سندن خيال هو ته جيڪڏهن اهڙا ٻه قيمتي پٿر هر ۾ جوٽيل ڍڳن جي سڱن؛ يا ڳچين ۾ ٻڌا وڃن، ته فصل يقيناً پلو ڏيندو. ساڳيءَ طرح انهن هڪ پٿر کي ”کير-پٿر“ جو نالو ڏنو هو، جنهن جي اها خوبي سمجهي ويندي هئي ته جيڪڏهن ان کي ماکيءَ ۾ ڪنهن خاص طريقي سان ڳاري ۽ ملائي عورت کي پيئارجي، ته ان جي ڇاتين ۾ کير وڌندو. اڄ به ڪريٽ ۽ ميلوز جي ٻيٽن ۾ يوناني نسل جون عورتون هنن ”کير-پٿرن“ کي ساڳئي مقصد لاءِ استعمال ڪنديون آهن. آلبينيا ۾، جن عورتن کي ٿڃن تي ٻار هوندا آهن، سي ٻار لاءِ جهجهي مقدار ۾ کير پيدا ڪرڻ لاءِ انهن پٿرن کي وري ڳچيءَ ۾ ٻڌنديون آهن. هڪ ٻئي پٿر ۾ وري قديم يوناني لوڪ نانگ جي ڏنگ کي ڇٽائڻ جي خوبي موجود سمجهندا هئا، ان ڪري ان کي نالو ئي ”نانگ-پٿر“ ڏنو هئائون؛ ان جي اثر کي آزمائڻ لاءِ فقط پٿر کي سنهو پيهي، نانگ جي چڪ مٿان ٻرڪڻ جي دير هوندي هئي. شرابي رنگ جي ياقوت کي نالو ئي ”نشي کان اَجهو“ ڏنو هئائون، ڇو ته ان ۾ اها خصلت سمجهي ويندي هئي ته جو به ان کي پائيندو، سو شراب جي نشي کان متاثر ڪونه ٿيندو. جن به پن پائرن کي ايڪي سان گڏ گذارڻ جي آرزو هوندي هئي، تن کي پاڻ سان مقناطيس رکڻ جو مشورو ڏنو ويندو هو، ڇو ته اهو پنهنجيءَ ڪشش ڪرڻ واريءَ خصلت سبب، انهن کي جدا ٿيڻ کان هميشه روڪيندو رهندو.

هندن جي پراڻن پستڪن ۾ لکيل آهي ته سج لهڻ کان پوءِ، شاديءَ رات گهوٽ کي پنهنجيءَ ڪنوار سان گڏ، آسمان ۾ ستارن نڪرڻ تائين خاموش ويهڻ گهرجي. جڏهن قطب تارو نڪري، تڏهن ان ڏانهن اشارو ڪري اهو پنهنجي ڪنوار کي ڏيکاري، ۽ پوءِ تاري کي مخاطب ٿي هيئن چوڻ گهرجيس: ”تون پختو آهين، اي پختا، آءٌ توکي پنهنجن هنن اکين سان پسي رهيو

آهيان، اي زنده ۽ قائم رهڻ وارا، توڻ سوڻ سان پختو رهجانءِ".
وري زال ڏانهن منهن ڪري هيئن چوي: "توکي ٻڍاپڻيءَ سوڻ
کي سوڻهو آهي، سوڻ، پنهنجي سڙس، سنجهان اولاد حاصل ڪري،
موڻ سان سڌوڻ سرڻن تائين گڏگذار". ظاهر آهي ته ان رسم
جو مقصد قسمت جي ناپائداريءَ خلاف ڌرتيءَ جي موج ۽ سڙي جي
چند ڏينهن جي چٽڪي کي، انهيءَ قائم ۽ دائم تاري جي پختگيءَ
سان، محفوظ ڪرڻ جو آهي. انگريز شاعر، ڪيٽس* جي آخرين
شعر ۾ ٻه انهيءَ ساڳيءَ آرزوءَ جو هيئن اظهار ٿيل آهي:
"اي چمڪندڙ تارا! ڪاش، آءٌ ٻه تو وانگر قائم ۽ لافاني
هجان ها ـ نه تنها تجليءَ ۾، آسمان جي بلنديءَ تي لٽڪيل."
ساموئڊي ساحل جي رهاڪن تي سمنڊ جي دائمي مد وجزر،
جو اثر ٿيڻ هڪ يقيني امر آهي، جنهنڪري هو هم آهنگيءَ ۽
مشابهت جي فلسفي جي اصولن تي، جن تي اسين هن وقت بحث
ڪري رهيا آهيون، سمنڊ جي لهرن ۽ انسان، حيوان ۽ نباتات
جي حياتيءَ جي درميان هڪ خفي، سهنڌ يا هڪ پوشيده تعلق
کي ڳولي ڪڍڻ لاءِ آماده ٿين ٿا. سمنڊ جي چڙهندڙ وير ۾
هو نه فقط فرحت، آسودگي ۽ زندگيءَ جي علامت ڏسن ٿا، پر
هو ان کي خوشي ۽ آرام جي انهن سيني حالتن جو حقيقي ۽ اصلي
سبب سمجهن ٿا، ساڳيءَ طرح لهندڙ وير ۾ هو ناڪاميابيءَ، ڪمزوريءَ
۽ موت جي ڏکدائڪ نشانيءَ سان گڏ، هو ان کي انهن سيني
دلشڪن ۽ غمگين حالتن جو خود پيدا ڪندڙ ۽ سبب تصور ڪن ٿا.
برِيٽن قبيلي جو ڪڙمي سمجهندو آهي ته جيڪڏهن هو سمنڊ جي
چڙهندڙ وير وقت ٻج پوکيندو، ته فصل پلو ٿيندو، پر جيڪڏهن
ساڳيوئي ڪم رواجي وقتن تي يا اهڙي وقت ڪيو ويندو، جڏهن
وير پٺتي هٽندڙ هوندي، ته فصل اپچندو ئي ڪونه، ۽ جيڪڏهن
اهڙي پوک کي ڳاهه طور ڳئن کي کارايو ويندو، ته اهي ٻه آڦرجي

* انگلنڊ جو هڪ مشهور شاعر (١٧٩٥-١٨٢١) جو جوانيءَ ۾ سلهه
جي مرض ۾ مبتلا ٿي فوت ٿيو.

مري وينديون. هن جي زال وري ائين سمجهندي آهي ته بهترين ۽ زياده ۾ زياده مڪڻ ان وقت نڪرندو، جڏهن وير چڙهندڙ هوندي، اهڙي وقت تي ڏڌ ولوڙبو، ته ان مان ٿيستائين مڪڻ نڪرندو رهندو، جيستائين وير پنهنجي عروج کي پهچندي، ۽ ساڳئي وقت جيڪڏهن ڳئون کي ڏهبو، يا کوه مان پاڻي ڇڪبو، ته اهو آبري ديگڙي مان وهي وڃي ٻاهر ڪرندو، يا ٻالٽيءَ ڪان ٻاهر نڪري هارجي پوندو. قديم زماني جي بزرگن جي قول مطابق، 'سيل' مڇيءَ جي ڪل جو، سڄيءَ جي جسم کان سالن کان وٺي جدا ٿيڻ جي باوجود، سمنڊ جي پاڻيءَ سان اهڙو ته گهرو رابطو رهي ٿو، جو وير جي لهڻ وقت، ان ۾ هڪ قسم جي جنبش پيدا ٿيندي آهي. هڪ قديم اعتقاد، جو ارسطوءَ* ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي، هيءُ به ٻڌايو وڃي ٿو ته ڪابه ساهه واري چيز چڙهندڙ وير وقت موت سان ڪڏهن به هم‌ڪنار ڪين ٿيندي آهي. جيڪڏهن پلنيءَ تي ڀروسو ڪجي، ته انهيءَ اعتقاد جي، تجربي مان، ڪم از ڪم ماڻهن جي حالت ۾، فرانس جي ساحل تي تصديق ٿيل آهي. فلوسٽريٽس به اسان کي خاطري ڏئي ٿو ته ڪيڊز جا باشندا، تيسين ساه ڪونه ڇڏيندا هئا، جيسين وير پنهنجي عروج تي هوندي هئي. اهڙوئي خيال يورپ جي ڪن حصن ۾، اڃا تائين هلندو اچي. ڪئنٽيبرين :ساحل جا باشندا سمجهندا آهن ته جيڪي ماڻهو ڪنهن ڪهني يا شدت واري مرض سبب مرندا آهن، تن جو ساه ان وقت نڪرندو آهي، جڏهن وير لهندي ويندي آهي. پورچوگال، ويلس جي سڄي ساحلي علائقي: ۽ برٽنيءَ جي ساحل جي ڪيترن حصن ۾ هي اعتقاد عام ڦهليل آهي ته، ماڻهو ان وقت ڄمندا آهن، جڏهن وير چڙهندي آهي، ۽ اهڙي وقت مرندا آهن، جڏهن اها لهندڙ هوندي آهي. ڊڪنس+ به انگلنڊ ۾ ان وهم جي وجود جي

* سڪندر اعظم جو استاد، يوناني فيلسوف (۳۸۴ ق.م.-۳۲۱ ق م.)
\+ انگلنڊ جو هڪ مشهور افسانه نگار (۱۸۱۲-۱۸۷۰)

تصديق ڪري ٿو. ”ساحل جا ماڻهو تيستائين ڪونہ مرندا آهن،“ مسٽر پيگٽي* چيو، ”جيستائين سمنڊ جي وير ذري گهٽ لهي نہ ويندي آهي؛ ۽ اهي تيستائين نہ ڄمندا آهن، جيستائين ذري گهٽ چوٽيءَ تي نہ پهچندي آهي- درحقيقت ان جي عروج تي پهچڻ تائين حقيقي معنائن ۾ ڄمي نٿي سگهندا آهن.“ انگلنڊ جي مشرقي ساحل تي، ناردمبرلئنڊ کان وٺي ڪينٽ تائين، ماڻهن جو اعتقاد آهي تہ زيادہ تر موت وير لهڻ وقت واقع ٿيندا آهن؛ شيڪسپيئر† بہ ان کان واقف هوندو، ڇو تہ هو فالسٽاف× کي ان وقت ماري ٿو، ”جڏهن ٻارهن کان هڪ جي درميان وقت هو، درحقيقت وير لهڻ جو وقت هو.“ انهيءَ ساڳئي اعتقاد جو وجود اسان کي وري اتر آمريڪا جي پئسفڪ ساحل تي هئڊا قبيلي وارن وٽ ملي ٿو. جڏهن بہ هئڊا قوم وارن جو ڪو نيڪ مرد مرڻ وارو هوندو آهي، تڏهن ان کي هڪ ٻيڙيلو نظر ايندو آهي، جنهن کي سندس مرحوم دوستن منجهان ڪي هلائيندا ايندا آهن ۽ اهي کيس عالم ارواح ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏيندا آهن. ”هينئر اسان سان هليو هل“، اهي چوندا اٿس، ”ڇو تہ وير لهڻ واري آهي ۽ اسان کي واپس وڃڻو آهي“. نيو سائوٿ ويلس جي پورٽ اسٽيفنس جا باشندا پنهنجن دوستن ۽ عزيزن جي لاشن کي هميشہ چڙهيل وير وقت دفن ڪندا هئا، ۽ ان جي لهڻ وقت ڪڏهن بہ نہ، ڇو تہ ڪين ڊپ هوندو هو تہ متان وير جو لهندڙ پاڻي مئي ماڻهوءَ جي روح کي ڪنهن دوردراز ۽ اڻ سڃاتل ملڪ ڏانهن ڪٽي وڃي.

وڏيءَ عمر حاصل ڪرڻ لاءِ چيني باشندا، ڪن اهڙن پيچيدہ جنترن منترن کان ڪم وٺندا آهن، جن ۾ نسبتي اصولن مطابق،

* ڊڪنس جي مشهور ڪتاب ”ڊيوڊ ڪاپرفيلڊ“ جو هڪ فرضي ماهيگير ڪردار.

† انگلنڊ جي راڻي ايليزبيٿ پهرينءَ جي دورحڪومت جو(١٥٦٤-١٦١٠) مشهور معروف ناٽڪ نويس.

× شيڪسپيئر جي ڊراما جو هڪ فرضي ڪردار.

وقتن، موسمن، ساٿهن ۽ شين ۾ جيڪي جادوءَ جهڙا جوهر رکيل آهن، سي سڀ هڪ هنڌ موجود هوندا آهن. انهن دلڪش ۽ خوشي بخشيندڙ اثرن کي پاڻ ڏانهن منتقل ڪرڻ جو وسيلو وٺن فقط ڪفن جا ڪپڙا ئي سمجهيا ويندا آهن. زياده تر چيني اهي ڪپڙا پنهنجيءَ عمر ۾ ئي وٺي رکندا آهن ۽ انهن مان ڪيترا انهن ڪپڙن کي ڪنهن غير شادي شده ڇوڪريءَ يا ڪنهن تمام ننڍيءَ ڄمار جي عورت کان وهرائي، ڪٽائي، سبائيندا آهن. ان ۾ هو نهايت عقلمنديءَ کان ڪم وٺي، اهو اندازو لڳائيندا آهن ته جيئن ته اهڙيءَ ڇوڪريءَ يا عورت کي اڃا ڪافي سالن تائين هن دنيا ۾ زنده گذارڻو آهي، ان ڪري هن جي گهڻي عرصي تائين جيئري رهي سگهڻ جي ان صلاحيت جو ڪجهه حصو انهن ڪپڙن ۾ تحليل ٿي ويندو، ۽ اهڙيءَ طرح سندن پنهنجي موت جي اچڻ جي گهڙي به اوترن ئي سالن تائين پٺتي هٽي ويندي، جڏهن کين انهن ڪپڙن کي پنهنجي ڪفن طور استعمال ڪرڻو پوندو. ازانسواءِ اهي ڪفن جا ڪپڙا فقط انهيءَ سال ٺهرايا ويندا آهن، جنهن سال ۾ وڌيڪ هڪ مهينو وجهي، چيني ڪئلينڊر جو حساب پورو ڪيو ويندو آهي؛ ڇو ته چيني باشندن جو اهو خيال آهي ته جيڪو ڪفن اهڙي سال ۾ ٺهرايو ويندو، جو رواجي سالن کان ڊگهو آهي، ته ان حالت ۾ انهيءَ ڪفن ۾ زندگيءَ وڌائڻ جي خاصيت ازخود سمائجي ويندي. انهن ڪپڙن ۾ هڪ قسم جو جبو به شامل هوندو آهي، جنهن ۾ انهيءَ خاصيت پرڻ لاءِ خاص اهتمام ڪيو ويندو آهي؛ اهو جبو تمام گهري نيلي رنگ جو هوندو آهي، جنهن جي مٿان زريءَ جي ڌاڳي سان هڪ لفظ نهايت خوبصورتيءَ سان لکيل هوندو آهي — عمر دراز! وڏيءَ عمر واري پيءُ يا ماءُ کي اهڙي قسم جو قيمتي ڪپڙو تحفي طور ڏيڻ، جنهن کي "وڏيءَ عمر جو لباس" چيو ويندو آهي، اولاد جي طرفان انتهائي عزت ۽ شفقت جي علامت سمجهي ويندي آهي. جيئن ته انهيءَ پوشاڪ جو مقصد زندگيءَ ۾ طوالت پيدا ڪرڻ جو هوندو آهي، ان ڪري ڪپڙي جو مالڪ

ان کي بسا اوقات، ڪنهن خاص تقريب جي ڏينهن تي، نهايت فخر سان، پهريندو آهي، ته جيئن ان جبي کي پنهنجي برڪت پرئي اثر پيدا ڪرڻ جو گهڻي کان گهڻو موقعو فراهم ٿي سگهي. پنهنجي سالگره جي موقعي تي هو ڪڏهن به انهيءَ خوش بخت پوشاڪ کي ڪين وساريندو آهي، ڇو ته چين ۾، عقلمنديءَ جي اها تقاضا هوندي آهي ته جنم ڏينهن تي پاڻ ۾ گهڻي کان گهڻي صحت ۽ جسماني قوت محفوظ ڪئي وڃي، ته جيئن اها سڄي سال لاءِ ڪم اچي. اهڙيءَ شاندار پوشاڪ ۾ ملبوس ٿي، جا سندس خاڪي جسم جي ذري ذري مان پنهنجو اثر ان ۾ منتقل ڪندي رهندي آهي، ان جو خوش نصيب مالڪ نهايت نئڙت ۽ نياز، موج ۽ مسرت سان دوستن ۽ عزيزن جون مبارڪون حاصل ڪندو آهي، جي انهيءَ عاليشان ڪپڙي کي هٿن ۾ جهلي ان جي خوبين جي تعريف ڪندا آهن، ۽ ان سان گڏ انهيءَ صالح اولاد جي سعادتمنديءَ ۽ محبت جا گيت ڳائيندا آهن، جنهن پنهنجي معمر والد بزرگوار کي اهڙي قيمتي ۽ مفيد لباس نذر ڪرڻ جو فرض ادا ڪيو.

هڪجهڙيون شيون هڪجهڙو اثر پيدا ڪن ٿيون - انهيءَ اصول جو پيو عملي مثال چيني باشندن جي انهيءَ عقيدي مان ملي ٿو ته چاڪاڻ ته شهر جي آسودگيءَ يا بدحاليءَ جو دارومدار ان جي رٿا ۽ تعمير جي نموني تي آهي، تنهنڪري ان شهر جي قسمت ضرور انهيءَ چيز جي قسمت جهڙي رهندي، جنهن سان ان جي رٿا ۽ تعمير جي گهڻي کان گهڻي مشابهت هوندي. چيو وڃي ٿو ته گذريل زمانې ۾ تسيون - چو - فو جي قديم شهر جو خاڪو هڪ سيءَ جي شڪل وانگر هو، ۽ ان تي هڪ همسايه شهر جا باشندا، جنهن جو لالو يونگ - چون هو، هميشه حملو ڪري ان کي تباه ڪندا رهندا هئا. ان پوئين شهر جي شڪل سڄيءَ جي ڄار وانگر هئي. آخرڪار پهرئين شهر وارن ماڻهن تنگ ٿي، پنهنجي شهر جي عين وچ ۾ ٻن اوچن مندرن تعمير ڪرائڻ جي سٽ سٽي. چيو وڃي ٿو ته انهن مندرن، جي اڄ تائين انهيءَ

قديم شهر جي وچ ۾ نمايان بيٺا آهن، ان وقت کان وٺي شهر جي قسمت کي بدلائي ڇڏيو. جو تہ مندرن جي اوچين چوٽين پاسي واري شهر جي موهوم چار کي هن شهر مٿان ڪرڻ کان روڪي، ان کي دشمن جي انهيءَ چار ۾ وڪوڙجي وڃڻ کان بچائي ورتو، ۽ اهڙيءَ طرح شهر جي شومي تقدير جي اثر کي هميشه زائل ڪري ڇڏيو. اٽڪل چاليهه کن سال اڳ، شانگهائي شهر جي سياڻن کي هڪ مقامي بلوي جي سبب کي ڳولي لهڻ لاءِ ڏاڍي مٿا ڪٽي ڪرڻي پيئي. انتهائي جانفشانيءَ ۽ تفتيش کان پوءِ کين معلوم ٿيو تہ، ان جو اصلي سبب هڪ عاليشان نئون مندر هو، جو بدقسمتيءَ سان ڪڇيءَ جي صورت ۾ تعمير ڪيو ويو هو، جا پنهنجي بدترين فطرت کان مشهور آهي. مسئلو نهايت گنڀير هو ۽ خطري جي نوعيت نهايت نازڪ هئي. جو تہ مندر کي منهدم ڪرڻ بہ ڏيئي هئي ۽ ان کي پنهنجي اصلي حالت ۾ ڇڏي ڏيڻ اهڙين مصيبتن کي مسلسل دعوت ڏيڻ جي مترادف هو. بهرحال تعمير تبديل ڪرڻ وارن مقامي ڪاريگرن پنهنجي دماغ تي زور ڏيئي، انهيءَ دشواريءَ تي ڪنهن طرح فتح حاصل ڪري، خطري کي ٽاري وڌو: مندر جي ڪن ڪوهن کي مٽيءَ سان پوري، جي ڪميءَ جي اکين جا مظهر هئا، هنن انهيءَ بدذات ۽ بدسرشت جانور کي انڌو ڪري، آئينده ان جي ڪنهن بہ اهڙيءَ شرارت کان شهر کي محفوظ ڪري ورتو.

ڪڏهن ڪڏهن بدشگونيءَ جي اثر کي زائل ڪرڻ لاءِ، نسبتي يا نقالي جادوءَ جي مدد سان خود ان بدشگونيءَ جو سانگ رچايو ويندو آهي. ان جو مقصد اصلي مصيبت جي بجاءِ، ان جي نقل ڪري، تقدير کي ٽارڻ جو هوندو آهي. مثلاً گاسڪر ۾ تقدير کي اهڙي دو کي ڏيڻ لاءِ باقاعدي هڪ نظام مرتب ڪيو ويو آهي. اتان جي هرهڪ ماڻهوءَ جي قسمت ان جي ڄمڻ جي گهڙيءَ يا ڏينهن مطابق مقرر ڪئي ويندي آهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي ڄمڻ جي ساعت بد هوندي، تہ جيستائين تقدير جي انهيءَ

شرارت جي اثر کي زائل نہ ڪيو ويو آهي، تيستائين ان ماڻهوءَ
جو خير نہ سمجهيو ويندو آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪو ٻار
ٻئي مهيني (فيبروري) جي پهرئين ڏينهن تي ڄائو آهي، تہ ان جي
بالغ ٿيڻ واري ڏينهن سندس گهر سڙندو. فرصت کي غنيمت سمجهي،
ان مصيبت کي ٽارڻ لاءِ، ٻار جا عزيز يا انهن جا دوست، ٻنيءَ
۾ يا ڍورن جي واڙي ۾، هڪ مَنَهن اڏي، ان کي باه ڏيندا
آهن. انهيءَ ٽوٽڪي کي زياده موثر ڪرڻ لاءِ، ٻار ۽ ان جي ماءُ
کي مَنهن جي وچ ۾ ويهاري، عين ان وقت کين ڇڪي ٻاهر
ڪڍندا آهن، جڏهن کين باه لڳڻ واري ٿي هوندي آهي. وري
نومبر جو مهينو برساتين جو ٿيندو آهي، جنهنڪري ان مهيني ۾
ڄاول ٻار لاءِ سمجهيو ويندو آهي تہ هو وڏو ٿي اهڙن بيشمار
ڏکن ڏاکڙن ۾ مبتلا ٿيندو، جو هميشه روئندو ٿي رهندو، پر
نحوست جي انهن ٻادلن کي منتشر ڪرڻ لاءِ، جي سندس مستقبل
کي اهڙي دردناڪ نموني سان گهيريو بيٺا هوندا آهن، هن کي
ڪنهن ٺهڪندڙ ديگڙيءَ تان ڍڪ لاهي، ان مان خارج ٿيندڙ
ٻاڦ کي ڍڪ سان هيڏانهن هوڏانهن ڦهلائڻو ۽ ڇڙوڇڙ ڪرڻو
پوندو آهي. اهڙيءَ طرح، ڍڪ مان ٻاڦُ جون بوندون ڳوڙهن
وانگر هيٺ ڪري، هن جي تقدير جي تقاضا پوري ڪري ڇڏينديون،
جنهنڪري هن جون اکيون نيرن جي نارن وهائڻ کان سڄي عمر
بچي وينديون. وري جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ جي قسمت
اهڙي بد آهي، جو کيس پنهنجن ٻارن کي، پنهنجي اکين آڏو
قبر ۾ دفن ٿيندو ڏسڻو پوندو، تہ کيس اهڙي منحوس وقت کي
ٽارڻ لاءِ هي عمل ڪرڻو پوندو آهي. کيس گهرجي تہ هڪ مڪڙ
ماري، ان کي ڪپڙي جي ٽڪر ۾ ويڙهي، مٿانئس ويهي اهڙو
ماتم ڪري، جيئن هڪ ماءُ پنهنجي جگر گوشي جي لاش مٿان
ويهي ڪندي آهي. ان حالت ۾ پنهنجي مٿان ڪنهن جي بہ دم
دلاسي جو اثر ٿيڻ نہ ڏئي ۽ روج راڙو جاري رکي. ان کان علاوه، لاش
جي آسپاس ”مرده ٻار“ جي ٻڌر طور، يعني، ٻين عزيزن ۽ قريبن جي

گڏ ٿيڻ ۽ ماتم ڪرڻ جي اثر پيدا ڪرڻ لاءِ، ڪيس ڏهه پارهن
پيا مڪڙ پڪڙي، انهن جا ڪنپ ۽ ٽنگون چني، ڪين ڪفن ۾
ويڙهيل مڪڙ جي اردگرد ڇڏي ڏيڻ گهرجي؛ اهي اڏ مئا مڪڙ،
درد وڪرب وچان جيئن ڦٿڪندا ۽ جيڪا پون پون ڪندا، سو
سڀ گويا مئل پار جي مائٽن جو ماتم آهي. پوءِ پنهنجي ڪفن
۾ ويڙهيل "پار" کي دفن ڪري، پٽر تان اٿي، پين کي پٺيان
ڇڏي، هوءَ روئندي روئندي اهڙيءَ ادا سان پنهنجي گهر هلي
وڃي، جيئن هڪ سوگوار ماءُ پنهنجي پار کي قبرستان ۾ دفن
ڪرڻ بعد، گهر ڏانهن وک وارينديءِ، هڪ هڪ قدم کڻندي ۽
وري پٺيان نهاريندي، ويندي آهي؛ پوءِ پنهنجن وڪريل وارن کي
ٽاهي ۽ چوٽو ٻڌي، گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي وڏيڪ ڏک ۽
ماتم ڪري. ڪجهه ڏينهن پڄاڻا، سندس دل جو زخم ڇٽڻ گهرجي،
جنهن کان پوءِ ڪيس پنهنجي بي خطر مستقبل جو يقين ۽ نيڪ اميدن
جي خاطري ڪرڻ گهرجي، ڇو ته ائين هرگز ڪونه ٿي سگهندو
ته ڪيس ٻه مرتبا ماتم ۽ ڪفن دفن ڪرڻو پوي. وري جيڪڏهن
ڪنهن جي ڄمڻ وقت ائين نظر اچي ته ڪيس آئنده هلي مفلسي
۽ محتاجيءَ جو منهن ڏسڻو پوندو، ته ان حالت ۾ قسمت جي
انهيءَ ليک کي مٽائڻ لاءِ، ڪيس سستن موتين جو هڪ جوڙو
خريد ڪري، جن جي ڪل قيمت ٽي ٽڪا هجي، زمين ۾ دفن
ڪرڻ گهرجي؛ ڇو ته هڪ اميرڪان سواءِ، ٻئي ڪنهن کي طاقت
آهي، جو اهڙا قيمتي ۽ ناياب موتي ائين ڦٽا ڪري ڇڏي!

٣- قرابتي جادو: هن وقت تائين هم آهنگ جادوءَ جي
ان شاخ تي اسان غور ڪندا رهيا آهيون، جنهن کي نسبتي
يا نقالي جادو چئون ٿا. ان جو مکيه اصول، جيئن مٿي ڏسي
آيا آهيون، اهو آهي ته "هڪجهڙيون شيون ساڳيا اثر پيدا ڪن
ٿيون"، يا ٻين لفظن ۾ چئجي ته "نتيجو پنهنجي سبب سان مشابهت
رکي ٿو". هم آهنگ جادوءَ جي ٻي وڏي شاخ، جنهن کي سون
"قرابتي جادوءَ" جي نالي سان سڏيو آهي، انهيءَ نظريي يا ويچار

تي ٻڌل آهي ته ”ڪي به ٻه شيون، جي هڪٻئي سان وابسته رهيون آهن، سي هڪٻئي کان علحده ٿيڻ کان پوءِ به، هميشه لاءِ هڪٻئي سان اهڙي هم آهنگ رشتي يا تعلق ۾ منسلڪ رهنديون، جو منجهانئن هڪ سان جيڪا ڪارروائي ڪبي، سا ٻيءَ سان به بلڪل ساڳئي نموني سان ازخود ٿيندي“. اهڙيءَ طرح قرابتي جادوءَ جو منطقي بنياد به، نسبتي جادوءَ وانگر، خيالن جي غلط ڳانڍاپي تي ٻڌل آهي؛ ان جو طبعي بنياد (جيڪڏهن جادوءَ جي طبعي بنياد بابت گفتگو ڪرڻ معقوليت جي دائري ۾ اچي سگهي ٿو)، نسبتي جادوءَ جي طبعي بنياد وانگر، هڪ قسم جو مادي رابطو آهي، جو جديد سائنس جي ’ايٿر‘ (*Ether*) وانگر، ڏورانهين شين کي ملائيندڙ يا هڪ کان ٻئي تائين اثرات پهچائيندڙ سمجهيو ويو ٿو. قرابتي جادوءَ جو عام مثال اها جادو اثر هم آهنگي آهي، جا ماڻهوءَ ۽ سندس جسم جي منقطع ٿيل ڪنهن به حصي، جهڙوڪ ننهن، وارن، وغيره، جي درميان موجود سمجهي ويندي آهي؛ چنانچه جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي جي وارن يا ننهن کي هٿ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، ته اهو پنهنجي مرضيءَ مطابق، ڪيتريءَ به دوريءَ جي باوجود، ان ٻئي ماڻهوءَ تي، جنهن جي جسم کان اهي حصا جدا ٿيا هوندا، جهڙو وڻيس اهڙو اثر پيدا ڪري سگهي ٿو. انهيءَ قسم جو وهم دنيا جي هرحصي ۾ موجود آهي، ۽ ان باري ۾، خاص طرح ننهن ۽ وارن جا مثال اڳتي هلي هن ڪتاب ۾ ڪافي انداز ۾ ملندا.

آسٽريليائي قبائل ۾، جڏهن به ڪنهن ڇوڪري کي پنهنجي قبيلي ۾ هڪ بالغ مڙس ماڻهوءَ جي مڪمل حقن ڏيڻ جي رسم ادا ڪئي ويندي هئي، تڏهن، انهن قبائل جي عام رواج موجب، ڇوڪري جي اڳين ڏندن منجهان هڪ يا ٻه ڏند ڀڃي ڪڍيا ويندا هئا. انهيءَ رسم جو اصلي سبب ڇا هو، ان جي اسان کي خبر نه آهي؛ مگر اسان جو مطلب فقط هن ڳالهه سان آهي ته ڇوڪري جي مهاڙن سان ڏندن نڪرڻ کان پوءِ به، سائين

سندس نڪتل ڏندن جو ڪنهن نموني هم آهنگي رشتو قائم سمجهيو ويندو هو. مثال طور، نيو سائوٿ ويلس ۾، ڊارلنگ درياه جي آسپاس رهندڙ قبائل ۾ هي رواج هوندو هو ته اهڙي نڪتل ڏند کي درياه يا پاڻيءَ جي ڪنهن دٻي جي ڪپ تي بيٺل وڻ جي چوڏي ۾ رکيو ويندو هو. جيڪڏهن چوڏو وڌي وڌي ڏند مٿان وري ويو، يا ڏند سري سري پاڻيءَ ۾ ڪري پيو، ته پوءِ سمجهيو ويندو هو ته سڀڪجهه ٺيڪ آهي؛ پر جيڪڏهن اهو ڏند اگهاڙو رهجي ويو ۽ ان جي مٿان ماڪوڙيون چڙهي ويون، ته پوءِ قبائلين کي يقين ٿي ويندو هو ته ڇوڪري کي ڏندن جو ڪو نه ڪو مرض اچي وٺندو. نيو سائوٿ ويلس جي مورنگ ۽ ٻين قبيلن ۾ اهڙي ڏند کي ڪجهه عرصي لاءِ پهريائين ڪنهن پيرمرد جي حوالي ڪيو ويندو هو، جنهن کان پوءِ اهو قبيلي جي سڀني پيرمردن جي هٿن مان ٿيندو ٿيندو آخر ڦري اچي ڇوڪري جي پيءُ جي حوالي ٿيندو هو، ان کان پوءِ اهو ڏند نيٺ خود ان ڇوڪري کي اچي ملندو هو. پر ان سموري سلسليبازيءَ ۾ جيتوڻيڪ ان کي هٿون هٿ هڪ کان ٻئي تائين پهچايو ويندو هو، ته به ان سڄي ڪاروبار ۾ هڪ خبرداري ضرور ڪرڻي پوندي هئي - اها هيءَ ته ان ڏند کي ڪنهن به صورت ۾ اهڙيءَ ٿيلهيءَ ۾ نه رکيو وڃي، جنهن ۾ جادوءَ جو سامان رکيل هجي، ڇو ته ائين ڪرڻ سان ڇوڪري کي سنگين خطرو لاحق ٿي ويندو. هڪ دفعي مرحوم ڊاڪٽر هووٽ کي، ڪنهن اهڙيءَ رسم جي دوران ۾، ڏندن جي حفاظت جو فرض ادا ڪرڻو پيو، جنهن تي قبيلي جي پرين مڙسن کيس منٿون ڪيون ته انهن ڏندن کي پنهنجيءَ ٿيلهيءَ ۾ وجهي نه کڻي وڃي، ڇاڪاڻ ته کين خبر هئي ته ان ٿيلهيءَ ۾ ڪي عجيب غريب بلور جا ٽڪرا موجود هئا. ان جو سبب هنن کيس اهو ٻڌايو ته جيڪڏهن هو ڏندن کي بلور جي ٽڪرن سان گڏ رکي کڻي ويندو ته بلور جي ٽڪرن جو جادو انهن ڏندن ۾ گهڙي ويندو ۽ غريب ڇوڪرن کي ناحق ضرر پهچائيندو. انهيءَ رسم

جي ادا ٿيڻ کان ذري گهٽ هڪ سال بعد، ڊاڪٽر هووٽ وٽ مورنگ قبيلي جي پرين مڙسن منجهان هڪ اچي سهڙيو، جو پنهنجي گهر کان ڀه سو پنجاهه ميل ڪٽهي وٽانئس ڏندن واپس وٺڻ لاءِ آيو هو. انهيءَ ماڻهوءَ کيس ٻڌايو ته چوڪرن مان هڪ کي بيماريءَ اچي ڀاسو ڏنو هو، جنهن جو سبب اهو پئي سمجهيو ويو ته ڏندن کي ڪا ضرب آئي آهي، جنهن جو ان تي اثر ٿيو آهي. کيس خاطري ڏني ويئي ته ڏندن کي هڪ جدا صندوق ۾ محفوظ ڪري، بلور جي ڍڪڻ ۽ ٻين سيني اهڙين شين کان جدا رکيو ويو هو، جي خدا نخواسته انهن کي ڪنهن نقصان پهچائڻ جهڙيون ٿيي ٿي سگهيون. ان کان پوءِ آهو ٻهر مرد انهن ڏندن کي ڏاڍي احتياط سان ويڙهي سيڙهي، لڪائي پاڻ سان موٽائي گڏ کڻي ويو.

ٻسوٽو قبيلي وارا پنهنجن نڪتل ڏندن کي ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان پاسائون ڪري رکندا آهن، متان اهي ڪن اهڙين ناپيد هستين جي هٿ چڙهن، جن جو قبرن ۾ واسو هوندو آهي، ۽ جي ڏندن تي جادو ڪري، انهن جي مالڪن کي نقصان پهچائي سگهنديون آهن. پنجاهه کن سال اڳ، سسيڪس ۾ پراڻن خيالن جي هڪ نوڪرياڻيءَ ٻارن جي ڪريل ڪيرائتن ڏندن کي اڇلائڻ جي خلاف سخت احتجاج ڪندي، ڏاڍيءَ خاطريءَ سان چيو ته جيڪڏهن اهي ڏند ڪنهن جانور جي ور چڙهيا ۽ انهن کي ان جانور پنهنجن ڏندن سان ڏکيو يا چچريو، ته پوءِ دنيا جا کهڙا ٻه حيلا هلائبا ته ٻه ٻار جو نئون ڏند بلڪل انهيءَ جانور جي ڏند جهڙو نڪرندو، جنهن انهيءَ ڏند کي ڏکيو هوندو. ان ڳالهه جي ثابتيءَ طور، هن پوڙهي ماستر سائمنس جو مثال ڏنو، جنهن جي مٿئين جاڙيءَ ۾ سوئر جي وچ جهڙو هڪ وڏو ڏند هو ۽ اهو سندس هڪ اهڙو ذاتي نقص هو، جنهن لاءِ هو هميشه پنهنجيءَ ماءُ کي ذميدار ٺهرائيندو هو، جنهن سندس هڪ ڪريل ڏند کي اتفاق سان کڻي سوئر جي ڪُونڊ ۾ اڇلايو

هو، اهڙي ئي قسم جي اعتقاد اهڙين رسمن کي وجود ۾ آندو آهي، جن جو مقصد، نسبتي جادوءَ جي اصولن تي، پراڻن ڏندن جي بجاءِ نون ۽ بهتر ڏندن حاصل ڪرڻ جو آهي. چنانچ، دنيا جي ڪيترن حصن ۾، ڪريل ڏندن کي اهڙين جاين ۾ رکڻ جي رسم آهي، جتي اهي ڪنهن ڪُئي کي هٿ لڳن؛ ڪين هيءَ اميد هوندي آهي ته ڏندن ۽ انهن جي سابق مالڪ جي درميان جيڪا هم آهنگي موجود رهندي ايندي آهي، تنهن جي ذريعي سنڌس بچيل ڏندن ۾ اها ساڳي مضبوطي ۽ پختگي اچي ويندي، جا انهن ڪُئن جي ڏندن ۾ هوندي آهي. مثال طور، ڇهه وچي ٿو ته جرمنيءَ جي ماڻهن ۾ عام چوڻي آهي ته جڏهن ٻار ڪو ڏند ڪڍائجي تڏهن ان کي ڪنهن ڪُئي جي ٻِر اندر اڇلائي ڇڏجي. ٻار جي ڪريل ڪيرائتي ڏند کي ائين ڪُئي جي ٻِر ۾ اڇلائڻ سان، هن کي ڏندن جي سور کان محفوظ ڪري وجهبو. يا وري چلهه جي پٺيان وڃي، پنهنجي ڏند کي پٺيءَ طرف اڇلائي، هيئن چئجي: ”اي ڪُئا، مون کي پنهنجو فولادي ڏند ڏي؛ آءٌ توکي پنهنجو هڏائون ڏند ٿو ڏيان“. ان کان پوءِ اوهان جا ٻيا ڏند هميشه مضبوط ۽ سٺيءَ حالت ۾ رهندا. يورپ کان گهڻو دور، پئسفڪ مها ساگر جي راراٽونگا سرزمين ۾، جڏهن ڪنهن ٻار جو ڏند ڪڍيو ويندو هو، تڏهن هيءَ دعا پڙهي ويندي هئي:

”وڏا ڪُئا! ننڍا ڪُئا!
هي اٿيئي منهنجو پراڻو ڏند،
مهرباني ڪري مون کي هڪ نئون ڏند ڏي.“

پوءِ ان ڏند کي گهر جي ڪکائينءَ ڇت تي اڇلايو ويندو هو، ڇو ته ڪُئا پراڻين ڪکائين ڇتين ۾ ئي ٻِر کڻي ٿا هي ويهندا آهن. اهڙن موقعن تي، ڪُئن کان دعا پنڻ جو سبب اهو ڏنو ويندو هو ته ڪين اها پڪي خبر هئي ته ڪُئن جا ڏند ٻئي ڪنهن کان زياده مضبوط ٿيندا آهن.

ٻيا جيڪي عضوا جسم کان جدا ٿيڻ بعد به عام طور ان سان

هم آهنگي رابطي ۾ منسلڪ سمجهيا ويندا آهن، سي آهن اوڙ،
ناڙو ۽ ڄمڻ وقت ٻار جي مٿان ويڙهيل سنهو پردو. اهو لاڳاپو
درحقيقت اهڙو ته گهرو سمجهيو ويندو، جو ماڻهوءَ جي سڄيءَ حياتيءَ
جي دوران ۾، سندس خوش بختي يا بد بختي انهن مان ڪنهن هڪ
سان وابسته سمجهي ويندي. تنهنڪري جيڪڏهن اوڙ ۽ ٻار جي ناڙي
کي سنڀالي محفوظ رکيو ويندو، ته ماڻهو خوشحال رهندو، ۽ جيڪڏهن
انهن مان ڪو حصو غائب ٿي ويو، يا ان کي ڪو ضرر رسيو، ته واسطيدار
ماڻهوءَ کي به نقصان پهچندو. چنانچه مغربي آسٽريليا جون ڪي قومون
سمجهنديون آهن ته جيڪڏهن ٻار جو ناڙو سندس ماءُ پاڻيءَ ۾ اڇلايو هوندو،
ته اهو وڏي هوندي هوشيار تارو ٿيندو، پر جيڪڏهن ناڙو ٻئي ڪنهن
هنڌ اڇلايو ويو هوندو، ته ان جو مالڪ سٺو تارو نه ٿيندو. ڪئينسلئنڊ
۾ پينيفادر درياه وٽ رهندڙ قبائلي سمجهندا آهن ته ٻار جي روح
يا ساهه ("چو-ئي") جو هڪڙو حصو سندس اوڙ ۾ ترسي پوندو آهي.
ان ڪري ٻار جي ناني، اوڙ کڻي وڃي ريتيءَ ۾ دفن ڪندي آهي.
پوءِ هوءَ ان جاءِ تي ڪاٺيءَ جون سنهيون تيليون گول چڪر ۾
زمين ۾ کوڙي انهن جا مٿيان چيڙا اهڙيءَ طرح پاڻ ۾ ملائي
ڇڏيندي آهي، جو هڪ ننڍي نوڪدار مخروطي مناري جهڙي
صورت ٺهي پوندي آهي. جڏهن 'انجي'، جو عورتن جي پيٽ
۾ مٽيءَ جا ٺهيل ٻار وجهي، کين حامله ڪندو آهي، ڪڏهن
انهيءَ جاءِ تي اچي سهڙندو آهي، تڏهن هو انهيءَ روح کي اتان ڪڍي
پاڻ سان کڻي ويندو آهي ۽ ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تي وڃي ڇڏيندو
اٿس، جتي سندس واسو هوندو آهي، مثلاً ڪنهن وڻ تي، يا جبل
جي ڪنهن غار ۾ يا ڪنهن سڃي پٽ تي، وغيره، وغيره. پوءِ
اهو روح سالن جا سال اتي امانت با سلامت پيو رهندو، پر ٿورين
گهڙين ڏينهين 'انجي' ان روح کي ڪنهن ٻار اندر ضرور داخل
ڪندو، ۽ اهڙيءَ طرح اهو ٻار جنهن جي ماءُ جي اوڙ نانيءَ کڻي
وڃي ٻاهر ريتيءَ ۾ دفن ڪئي هئي، سو وري پيهر هن دنيا ۾
جنم وٺندو. ڪئرولين پيٽن مان پوئيپ نالي هڪ پيٽ ۾، ٻار

جي ناڙي کي سمنڊ جي ڪنهن ڪوڏ ۾ رکي، ان کي ڪنهن اهڙي طريقي سان نيڪال ڪيو ويندو آهي، جيڪو طريقو ٻار جي ڪنهن خاص قسم جي آئنده زندگيءَ لاءِ موزون سمجهيو ويندو آهي، جيڪا زندگي هن لاءِ سندس والدين اڳي ئي منتخب ڪري ڇڏي هوندي. مثلاً، جيڪڏهن ٻار کي هوشيار چاڙهو بڻائڻو هوندن، ته سندس ناڙو ڪوڏ سوڌو ڪنهن وڻ ۾ لٽڪائي ڇڏيندا. 'ڪي' نالي ٻيٽن جا باشندا، ڇاول ٻار جي جنس مطابق، سندس ناڙي کي هن جو ڀاءُ يا ڀيڻ سمجهندا آهن. ان ڪري هو ناڙي کي هڪ برتن ۾ چار سان گڏ رکي، برتن کي ڪنهن وڻ جي اوچين ٽارين جي چونڪ تي ڪٽي رکندا آهن ته جيئن اهو پنهنجي 'ڇاڙي' ڀاءُ يا ڀيڻ جي قسمت تي چوڪسي رکي. سوماترا جي بٽڪ قبيلي وارن ۾، هندي اپسمنڊ جي ڪن ٻيٽن جي رهواسين وانگر، ٻار جي جنس مطابق، اور کي هن جو ڀاءُ يا ڀيڻ سمجهيو ويندو آهي، ۽ ان کي گهر ۾ هيٺ دفن ڪيو ويندو آهي. بٽڪ قبائل جي سمجهه مطابق، اهو پردو ٻار جي عام ڀلائيءَ سان وابسته رهي ٿو. درحقيقت هو ان کي ٻار جي منتقل ٿيندڙ روح جي جاءِ سمجهندا آهن: هن منتقل ٿيندڙ روح متعلق اسين اڳتي هلي گهڻو ڪجهه پڙهنداسون. ڪرو-بٽڪ قبيلي وارا ته وري تصديق ڏيندا آهن ته ماڻهوءَ جي ٻن روحن مان، جيڪو حقيقي روح آهي، سو انهيءَ پردي سان گڏ گهر جي هيٺان رهندو آهي. سندن اعتقاد مطابق، اهو ئي روح آهي، جيڪو ٻار پيدا ڪندو آهي.

باگندا قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته هر انسان سان گڏ سندس همزاد ڄمندو آهي، ۽ ان همزاد جو هو اور تي قياس ڪندا آهن، جنهن کي هو ٻيو ٻار سمجهندا آهن. ٻار جي ماءُ پنهنجي اور ڪيلي جي وڻ جي پاڙ ۾ دفن ڪندي آهي، جنهن کان پوءِ ان وڻ کي ٻيستائين مقدس سمجهيو ويندو آهي، جيستائين ان جا ڪيلا پچي راس ٿين، پوءِ اهي پڪل ڪيلا پٽي، سڄي ڪٽنب لاءِ هڪ مقدس دعوت منعقد ڪئي ويندي آهي. چيروڪي قبيلي

جي ڇوڪريءَ جي ناڙي کي جنڊ هيٺان دفن ڪيو ويندو آهي
ته جيئن اها وڏي ٿي، هوشيار ٻورچياڻي ٿئي؛ پر ڇوڪري جو ناڙو
ٻيلي ۾ ڪنهن وڻ تي لٽڪايو ويندو آهي، ته جيئن ڇوڪرو
وڏي هوندي هوشيار شڪاري ٿئي. پيروءَ جي انڪاس قبيلي وارا ٻار
جي ناڙي کي ڏاڍي احتياط سان سنڀالي رکندا هئا، ۽ جڏهن به اهو
ٻار بيمار ٿيندو هو، تڏهن کيس اهو ناڙو چوسڻ لاءِ ڏنو ويندو
هو. قديم ميڪسيڪو ۾ ٻار جو ناڙو فوجين کي ڏنو ويندو هو
ته هو ميدان جنگ ۾ وڃي ان کي دفن ڪن، ته جيئن ان طرح
ڇوڪري ۾ جنگ ڪرڻ جو ولولو پيدا ٿئي. ڇوڪريءَ جو ناڙو
وري گهر جي چلهه جي پرسان دفن ڪيو ويندو هو، ڇو ته ان طرح ائين
سمجهيو ويندو هو ته ڇوڪريءَ جي دل ۾ پنهنجي گهر لاءِ محبت
جو جذبو جاڳندو ۽ کيس رڌڻ پچائڻ جو شوق ٿيندو.

خود يورپ ۾ اڃا تائين ڪيترا ماڻهو سمجهندا آهن ته ماڻهوءَ
جي قسمت، ٿوري يا گهڻي، ان جي ناڙي يا اور سان وابسته آهي،
چنانچه ٻويريا ۾ ٻار جو ناڙو ٿوري وقت لاءِ پراڻيءَ اڳڙيءَ ۾ ويڙهي
رکيو ويندو آهي، پوءِ جيڪڏهن اهو ڇوڪري جو هوندو آهي ته ان کي
ڪپي، ۽ ڇوڪريءَ جو هوندو آهي ته سئيءَ سان ٽنگ ٽنگ ڪري، ٽڪرا
ٽڪرا ڪيو ويندو آهي، ته جيئن ڇوڪرو وڏو ٿي سٺو ڪاريگر ٿئي ۽
ڇوڪري وڏي ٿي هشيار درزياڻي ٿئي. برلن ۾ عام طرح دائي
ٻار جو ناڙو ان جي پيءُ کي ڏيندي آهي، ۽ کيس ان کي احتياط
سان سنڀالي رکڻ جو سخت تاڪيد ڪندي آهي، ڇو ته جيسين
اهو حفاظت سان رکيو هوندو، تيسين ٻار جيئرو رهندو، وڌندو
۽ ويجهندو ۽ بيماريءَ کان محفوظ رهندو. بيئوس ۽ پرچ جي
علائقن جا ماڻهو ٻار جي ناڙي کي نه باهه ۾ اڇلائيندا آهن ۽
نه پاڻيءَ ۾، ڇو ته جيڪڏهن ائين ڪبو، ته ٻار يا سڙي مرندو
يا ٻڏي.

اهڙيءَ ريت، دنيا جي ڪيترن حصن ۾ ناڙي کي، يا عام طرح
اور کي، هڪ زنده چيز سمجهيو ويندو آهي – يعني ڪٿي ان کي

ٻار جو ڀاڱو يا ڀيڻ، ۽ ڪٿي ان کي ٻار جو محافظ روح يا ٻار جي ذاتي روح جي هڪ حصي جو رهائش گاهه سمجهيو ويندو آهي. ازانسواءِ ماڻهوءَ ۽ سندس اور يا ناڙي جي درميان جيڪو هم آهنگي رابطو موجود سمجهيو وڃي ٿو، سو دنيا جي مختلف حصن ۾ اور يا ناڙي کي نيڪال ڪرڻ جي مختلف طريقن ۽ مروج رسمن مان صاف ظاهر آهي، جن جو واسطيدار ماڻهوءَ جي سڄيءَ زندگيءَ تائين سندس ڪردار ۽ طرز زندگيءَ تي اثر لازمي سمجهيو وڃي ٿو، ۽ جن کي مرد جي حالت ۾ هڪ تيز قدم ڇاڙهو، مضبوط تارو، هشيار شڪاري، بهادر سپاهي، وغيره، ۽ عورت جي حالت ۾ هڪ ڪاريگر درزياڻي، سٺي بورچياڻي، وغيره، بڻجڻ لاءِ هڪ مجرب علاج تصور ڪيو وڃي ٿو. چنانچه اور، ٻار جي مٿان ويڙهيل پردي ۽ ڪي قدر ان جي ناڙي سان جيڪي وهم ۽ عقيدا وابسته آهن، انهن، ۽ منتقل ٿيندڙ يا خارجي روح متعلق دنيا جي ڪنڊڪڙڇ، ۾ جيڪو اعتقاد ڦهليل آهي، تنهن ٻنهي درميان هڪ عجيب قسم جي مشابهت موجود ڏسڻ ۾ اچي ٿي. لهذا، هتي هي انومان ڪڍڻ بيجا نه ٿيندو ته اها مشابهت ڪا محض اتفاقي چيز نه آهي، پر اور يا ٻار جي جم واري پردي جي وجود ۾ اسان کي خارجي روح جي نظريي ۽ عمل جو هڪ طبعي بنياد ملي ٿو. (جيتوڻيڪ روح جي وجود جي نظريي جو رڳو اهوئي هڪڙو بنياد نه آهي.) ”روح“ جي انهيءَ خاص موضوع تي تفصيل سان غور ڪرڻ هن ڪتاب جي پوئين حصي لاءِ مخصوص ڪيل آهي.

قرابتي جادوءَ جي اصول جو هڪ عجيب استعمال، زخميءَ ۽ زخم پهچائيندڙ جي درميان انهيءَ لاڳاپي جي صورت ۾ ڪيو ويندو آهي، جو عام طور انهن ٻنهي جي وچ ۾ موجود سمجهيو ويندو آهي، جنهنڪري زخم رسائڻ کان پوءِ، زخم پهچائيندڙ جيڪي به ڪندو يا جيڪي ڪجهه مٿس ڪيو ويندو، تنهن جو اثر—چڱو يا برو—زخميءَ تي به ٿيندو. چنانچه 'پلني' اسان کي ٻڌائي ٿو ته جيڪڏهن اوهان ڪنهن کي زخم رسائي، بعد ۾ پڇتايو آهي،

تہ پوءِ جنهن هٿ سان زخم رسايو اٿو، تنهن کي ڏُک هڻندا، تہ زخميءَ جو درد هڪدم دفع ٿي ويندو. ملينيشيا ۾، جيڪڏهن ڪنهن زخميءَ جي دوستن کي اهو تير هٿ لڳي ويندو آهي، جنهن سان ان زخم ڪاڏو هوندو آهي، تہ اهي ان تير کي ڪنهن آليءَ جاءِ يا ٿڌن پنن ۾ رکندا آهن، جو تہ ان حالت ۾، زخم ۾ محض معمولي سوڄ ايندي ۽ اهو جلد ئي ڇٽي ويندو. ان وچ ۾ جنهن دشمن تير هنيو هوندو، سو پنهنجي وت آهر هر حيلي وسيلي سان ان زخم کي خراب ڪرڻ لاءِ جتن ڪندو رهندو. ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، هو پاڻ ۽ سندس دوست گرم ۽ ساڙيندڙ مشروبات پيئندا رهندا آهن ۽ وات کي ڪُرائيندڙ پن چٻاڙيندا رهندا آهن، تہ اهڙيءَ طرح سندن دشمن جو زخم بہ سڙندو ۽ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ سڄندو ۽ چيڪندو رهي. ان کان علاوه زخم کي تازي رکڻ لاءِ، هو ان تير کي، جنهن سان زخم رسايو هونداٺون، باهہ جي پرسان رکندا آهن. ساڳئي ئي ارادي سان هو تير جي نوڪ کي، جيڪڏهن اهو واپس هٿ آيو هوندن، باهہ ۾ وجهي ڇڏيندا آهن. ازانسواءِ هو ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ڪمان جي ڏاڳي کي ڇڪيَ ٽاٽ ڪري رکندا آهن ۽ گاهي گاهي ان کي آڱر سان ٽڻيندا رهندا آهن، جو تہ ان طرح زخميءَ جون نسون سيٽيل رهنديون ۽ سندس زخم ۾ سور جون سوٽن مٿان سوٽون پيون اپرنديون." اهڙيون خبرون هميشه پڌيون ويندون آهن ۽ انهن لاءِ خاطري ڏني ويندي آهي،" بيڪن* چوي ٿو، "تہ زخم رسائيندڙ هٿيار کي مرهم لڳائڻ سان خود زخم کي ڇٽائي سگهبو. انهيءَ تجربي ۾، معتبر ماڻهن جي قول مطابق (حالانڪ آءٌ، بذات خود، ان ۾ يقين ڪرڻ لاءِ مڪمل طور آماده ڪو نہ آهيان) هيٺيان نڪتا ياد رکڻا پوندا: جيڪو مرهم هٿيار کي لڳائبو آهي، سو مختلف جزن جو مرڪب هوندو آهي، جن مان سڀ کان زياده عجيب ۽ مشڪل دستياب ٿيندڙ شيون هي آهن — بي گوروڪفن لاش جي

* سر فرنسز بيڪن (١٥٦١ع-١٦٢٦ع) انگلنڊ جو عظيم فيلسوف ۽ مصنف.

ڪوپريءَ تي چميل سينور ۽ انهيءَ سوئر ۽ انهيءَ رڇ جون چربيون، جن کي لڳ ڪندي ماريو ويو هجي." انهن ۽ ٻين اهڙن جزن مان تيار ڪيل قيمتي مرهم، هن فيلسوف جي سمجهاڻيءَ مطابق، زخميءَ جي گهاءَ کي نه، پر هٿيار کي لڳايو ويندو هو- حالانڪ زخمي ڪيترن ئي ميلن جي مفاصلي تي هوندو هو ۽ ان لاجواب مرهم جي سندس ملائڪن کي به خبر ڪانه هوندي هئي. هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته تجربي جي دوران ۾، زخميءَ جي ساڳيءَ ئي لاعلميءَ جي حالت ۾، جڏهن هٿيار تان مرهم کي اگهي ڇڏيو ويو، تڏهن ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو بدنصيب زخمي هڪدم وري درد کان دانهون ڪرڻ لڳو ۽ تيسين ڪندو رهيو جيسين هٿيار کي وري مرهم نه لڳايو ويو. ازانسواءِ "اها به خاطري ڏني وڃي ٿي ته، جيڪڏهن زخم رسائيندڙ اصل هٿيار هٿ نه لڳي، ته ان حالت ۾ ان سان مشابهت رکندڙ ڪاليءَ يا لوهه جو پيو ڪو اوزار زخم ۾ وجهي ان سان زخم مان رت ڪڍجي، ۽ پوءِ ان اوزار کي مرهم لڳائجي، ته پوءِ به ساڳيو ئي مقصد حاصل ٿيندو ۽ مرهم جو اثر اوس ظاهر ٿيندو." اهڙي قسم جا علاج، جن ڏانهن بيڪن جهڙي ماڻهوءَ جو به هيڪر ڌيان ڇڪجي ويو، سي اڄ به بشرقي انگلستان جي ضلعن ۾ عام جام آهن. چنانچ سفوڪ علائقي ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻ کي ڏاٽي يا ڪنڊي، سان وڍي يا زخمي وجهندو آهي، ته زخم کي، خراب ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، هو ان هٿيار کي ڏاڍي احتياط سان گهي، چڪمائي ۽ سٺيو ڪري رکندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي ڪنڊو لڳندو آهي يا بقول سندس، ڪيس هٿ ۾ ڪنڊي گهڙي ويندي آهي، ته ڪنڊي کي ٻاهر ڪڍي، ان کي تيل لڳائي رکي ڇڏيندو آهي. هڪڙو ماڻهو ڊاڪٽر ڏانهن سڄيل هٿ کڻي آيو، جو ڪيس جهنگ صاف ڪندي ڪنڊو لڳي ويو هو. جڏهن ڪيس چيو ويو ته "هٿ ته گند سان پرجي ويو آهي"، ته هن هڪدم چيو، "ائين ٿيڻ ته نه گهرجي، جو مون 'ڪنڊ' کي ٻاهر ڪڍي، چڱيءَ طرح سٺيو

ڪري رکي ڇڏيو هو.“ جڏهن ڪنهن گهوڙي جي سُنب ۾
ڪٽي ڪو ڪوڪو چُڀي پوندو، ته سفوڪ جو سائيس گهوڙي جي
سنب کي خراب ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، گهٽو ڪري ڪوڪي کي
سنب مان ڇڪي ڪڍي، ان کي حفاظت سان رکي ڇڏيندو ۽
هر روز پيو ان کي صاف ڪندو ۽ سٿيو ڪندو آهي. ساڳيءَ
طرح ڪئمبرجشاير جا مزدور سمجهندا آهن ته جڏهن گهوڙي
کي پير ۾ ڪوڪو لڳو آهي ته پوءِ ڪوڪي کي سوئر جي ڇربيءَ
يا تيل سان سٿيو ڪري، حفاظت سان سنڀالي رکڻ ضروري آهي،
نه ته گهوڙو صحتياب نه ٿيندو. ڪجهه سال اڳ، جانورن جي هڪ
ڊاڪٽر کي ڪنهن اهڙي گهوڙي جي علاج ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو،
جنهن جي ڪک ٻنيءَ جي ڪڙهه جي انجيس سان ڪنهن سبب
بار بار لڳڻ ڪري چير چير ٿي پيئي هئي. سر زمين تي پهچڻ
کان پوءِ، هن ڏٺو ته زخمي گهوڙي لاءِ ڪجهه به ڪونه ڪيو
ويو هو، پر هڪ ماڻهو دروازي مان انجيس ڪڍڻ کي لڳو پيو
هو، ته جيئن ان کي سٿيو ڪري، حفاظت سان رکيو وڃي - ڇو ته
ڪئمبرجشاير جي ڏاهن جي چوڻ موجب اهو عمل گهوڙي جي
چڱڀلائيءَ ۾ مدد ڏيندو. ساڳيءَ طرح اسيڪس جي دهقانين جو
رايو آهي ته جڏهن ڪنهن کي چاڪون لڳو هجي، ته زخميءَ
جي صحتيابيءَ لاءِ ضروري آهي ته چاڪونءَ کي سٿيو ڪري، ان
بستري تي آڏو ڪري رکجي جنهن تي زخمي ستو پيو هجي.
عين انهيءَ طرح، بئويريا ۾، جنهن ڪهاڙيءَ مان ڪنهن کي زخم
رسندو آهي، تنهن کي ڇربيءَ سان سٿيي ڪيل اڳڙيءَ ۾ ويڙهي
رکي ڇڏڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي، پر ان ۾ هيءَ خبرداري
ڪرڻي پوندي آهي جو ڪهاڙيءَ جي ڦر کي اڳڙيءَ ۾ ويڙهڻ
وقت ان جو ڦر مٿي اڀو ڪري رکبو آهي: جيئن ڪهاڙيءَ جي
ڇربي سڪندي ويندي، تيئن زخم به ڇوڏو ٻڌندو ويندو. ساڳيءَ
طرح هارزجبلن وارا چوندا آهن ته جڏهن هٿ وڍجي پوي،
ته ان ڇريءَ يا ڪينچيءَ کي، جنهن سان زخم پهتو هجي، ڇربي

لڳائي، ”ٻيءَ، پٽ ۽ روح‌القدس“ جي نالي ۾ ڪنهن خشڪ جاءِ تي رکي ڇڏڻ گهرجي. جيئن جيئن ڇري يا ڪينچي سڪندي ويندي، تيئن تيئن زخم به سڪندو ويندو. پيا ماڻهو وري، جرمنيءَ ۾، چوندا آهن ته زخم رسائيندڙ چاڪوءَ کي زمين ۾ ڪنهن آلي هنڌ تي ڪوڙي ڇڏجي، ڇو ته جيئن چاڪوءَ کي زنگ وٺندو ويندو، تيئن زخم به ڇٽندو ويندو. بئويريا جا ماڻهو وري چوندا آهن ته چاڪوءَ يا ٻئي ڪنهن به هٿيار تي، جنهن سان زخم آيل هجي، رت ٽڙيءَ ان کي ڇڇهريءَ مٿان رکي ڇڏڻ گهرجي.

ويچار جو اهو سلسلو، جيڪو آمريڪا ۽ مئلينيشيا جي وحشين سان گڏ، ساڳئي وقت انگريزن ۽ جرمن دهقانين کي معقول نظر اچي ٿو، تنهن کي مرڪزي آسٽريليا جي وحشين اڃا به هڪ قدم اڳتي وڃي پهچايو آهي؛ اهي وحشي چوندا آهن ته ڪن حالتن ۾ زخميءَ جي ويجهن عزيزن کي پنهنجي بت تي چربي لائڻ گهرجي، غذا ۾ پرهيز ڪرڻ گهرجي، ۽ زخميءَ جي جلد ازجلد صحتيابيءَ لاءِ ٻين به ڪيترن اهڙن نمونن سان پنهنجي هلت چلت ۾ ضابطو ۽ باقاعدگي پيدا ڪرڻ گهرجي. چنانچه جڏهن ڪنهن ڇوڪري جو طهر ڪيو ويندو آهي ۽ هو اڃا پوريءَ طرح نه ڇٽو هوندو آهي، تڏهن سندس ماءُ کي لومڙيءَ،[1] (هڪ خاص قسم جي) ڪيرڙيءَ، چٽڪمري (ڪنياري) نانگ جو گوشت ۽ ڪنهن به قسم جي چربي نه کائڻ گهرجي، ڇو ته انهن چيزن جي کائڻ سان ڇوڪري جو زخم دير سان ڇٽندو. اهڙي موقعي تي هوءَ پنهنجي ڪاٺ جي رنبين کي هر روز چربي لڳائيندي آهي ۽ انهن کي پنهنجي اکين کان ڪڏهن به پري نه ڪندي آهي؛ رات جو انهن کي مٿي هيٺان رکي سمهندي آهي ۽ ڪنهن کي به انهن ڪاٺڙين کي هٿ لائڻ جي اجازت نه هوندي آهي. هر روز هوءَ پنهنجي سڄي بدن کي به چربيءَ سان مالش ڪندي آهي، ڇو ته انهيءَ طريقي سان سندس پٽ جي شفايابيءَ ۾ مدد ملندي. انهيءَ ساڳئي اصول ۾ اڃا به هڪ ٻيءَ نفاست جو سهرو وري عقلمند جرمن

دهقانين جي سر تي آهي. چيو وڃي ٿو ته جڏهن سندن ڪنهن سوئر يا رڍ جي ٽنگ ڀڄي پوندي آهي، ته ٻئويريا يا هيس علائقي جو ڪڙمي ڪنهن ڪرسيءَ جي ٽنگ کي اهڙيءَ طرح باقاعدي پٽيون ۽ ڪاٺيون ٻڌندو آهي، جيئن ٽٽل هڏيءَ کي جوڙڻ لاءِ ٻڌيون وينديون آهن. ان کان پوءِ ڪجهه ڏينهن تائين ڪو به ان ڪرسيءَ تي نه ويهي، نه ان کي چوري پوري، ۽ نه ان ۾ ان کي ڪڏهن ٺاهو ڪائي؛ چو ته ائين ڪرڻ سان زخمي رڍ يا سوئر کي سخت سور ٿيندو ۽ ان جي صحتيابيءَ ۾ دير پوندي. هن پوئينءَ حالت ۾، صاف ظاهر آهي ته اسان قرابتي جادوءَ جي دائري کان بلڪل ٻاهر نڪري ويا آهيون، ۽ نسبتي يا نقالي جادوءَ جي حد ۾ اچي داخل ٿيا آهيون. ڪرسيءَ جي ٽنگ، جنهن جو جانور جي بجاءِ علاج ڪيو وڃي ٿو، ڪنهن به صورت ۾ جانور جي ٽنگ ڪانه آهي، ۽ ان کي پٽين وغيره ٻڌڻ جو عمل انهيءَ علاج جو محض نقل آهي، جو هڪ زياده حقيقت پسندانه جراحت وسيلي هوند اصلي زخميءَ جو ڪيو وڃي.

ماڻهوءَ ۽ ان کي زخم رسائيندڙ هٿيار جي درميان جيڪو هم آهنگي رابطو موجود سمجهيو وڃي ٿو، تنهن جو بنياد شايد ان خيال تي رکيل معلوم ٿئي ٿو ته هٿيار تي لڳل رت زخميءَ جي بدن واري رت سان گڏ دک درد محسوس ڪندو رهي ٿو. ساڳئي ئي سبب ڪري، نيوگائنا جي پريان، ٽيوفيلو نالي هڪ ٻيٽ جا پاپوئان قبائل انهن پٽين کي، جن سان سندن زخم ٻڌل هوندا آهن، ڏاڍي احتياط سان سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن، ته متان اهي ڪنهن دشمن جي ور چڙهي وڃن ۽ اهو مٿن انهن پٽين ذريعي جادو ڪري کين ڪو نقصان رسائي. هڪ دفعي هڪ اهڙو ماڻهو، جنهن جي وات جي زخم مان مسلسل رت وهي رهيو هو، عيسائي مبلغن وٽ علاج لاءِ آيو؛ تڏهن سندس وفادار زال ڏاڍي احتياط سان هن جو سڄو رت سيڙي سمنڊ ۾ اڇلائيندي رهي. اهو ويچار اسان کي ڪيتري قدر به اوپرو ۽ غير فطري ڪٿي معلوم ٿئي، ۾

شايد اهو هن ويچار کان هر صورت ۾ گهٽ غير فطري آهي ته
”ماڻهوءَ ۽ سندس ڪپڙن جي درميان جادو اثر هم آهنگي قائم رهي
ٿي، جنهنڪري سندس ڪپڙن تي جيڪو بہ عمل ڪيو، تنهن جو
اثر ان ماڻهوءَ تي، پنهنجن ڪپڙن کان دور هئڻ جي باوجود،
ظاهر ٿيندو“. وڪٽوريا جي ووجوباڪ قبيلي[illegible]وارن جو جادوگر
ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ جي پشمي ڪٿي کي هٿ ڪري، ان کي آهستي
آهستي باهہ تي تپائيندو آهي ۽ هو سمجهندو آهي ته جيئن ڪٿي
کي زياده گرمي پهچندي، تيئن ان جو مالڪ بيمار ٿيندو ويندو.
جيڪڏهن جادوگر پنهنجي جادوءَ جي اثر کي زائل ڪرڻ لاءِ
رضامند ٿيندو، تہ هو اهو ڪٿو بيمار جي دوستن کي ڏيئي کين
هدايت ڪندو تہ ان ڪٿي کي پاڻيءَ ۾ وجهي، ”ان جي باهہ کي
ڏوئي ڇڏين.“ ائين ڪرڻ سان بيمار کي تازگي ۽ فرحت نصيب
ٿيندي ۽ هو شايد بچي پوندو. نيو هيبرائيڊس ۾ٽن مان ٽانا نالي هڪ
ٻيٽ ۾، جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن سان ناراض ٿي هن جي
موت جو خواهان ٿيندو آهي، تہ هو پنهنجي دشمن جي پگهر لڳل
ڪپڙي جي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جيڪڏهن
هو اهڙن ڪپڙن کي دستياب ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو، تہ پوءِ
انهن تي هڪ خاص قسم جي وڻ جا پن ۽ ڪچڙيون ٽاريون
مهٽي، ڪپڙن، پنن ۽ انهن ڪچڙين ٽارين کي ڏاڍيءَ حفاظت
سان ويڙهي، هڪ ڊگهو بنڊل ٺاهي، ان کي باهہ جي مٿان آهستي
آهستي ويهي تپائيندو. جيئن اهو بنڊل تپڻ شروع ڪندو، تيئن
اهو دشمن بہ بيمار ٿي پوندو، ۽ جڏهن بنڊل سڙي رک ٿي ويندو،
تڏهن دشمن مري ويندو. انهيءَ پوئين جادوءَ ۾، ماڻهوءَ ۽
سندس ڪپڙن جي درميان اهڙو ئي هم آهنگي رابطو موجود سمجهيو
وڃي ٿو، جهڙو سائنس سندس جسم مان خارج ٿيل پگهر جو،
پر اهڙي قسم جي ٻين مثالن ۾، ماڻهوءَ کي جادوگر جي قبضي هيٺ
آڻڻ لاءِ سندس ڪپڙا ئي ڪافي سمجهيا ويندا آهن. ٿيئوڪرائيٽس*

* يونان جو هڪ قديم ناميارو شاعر - ڄم: اٽڪل ٣ صدي عيسوي.

واري ڏائڻ، پنهنجي بيوفا عاشق کي پنهنجي محبت ۾ ”ڳارڻ“ لاءِ، جڏهن هن جي هٿراڌو ٺهيل پتلي، يا ميڻ جي هڪڙي ڳنڍي کي، باهه ۾ ڳاري ٿي، تڏهن ساڳئي ئي وقت هن جي چوغي جي ڌاڳي کي پڻ باهه ۾ ساڙڻ کان غافل نٿي رهي، جيڪو سندس گهر ۾ سندس عاشق جي چوغي مان نڪري پيو هو. پيرشيا وارا چوندا آهن ته جيڪڏهن چور کي نه پڪڙي سگهجي، ته ان جو بهترين طريقو اهو ٿي سگهي ٿو ته چور جو ڪو ڪپڙو هٿ ڪجي، جو هن ڀڄڻ وقت اتي ڪيريو هجي، ڇو ته جيڪڏهن ان ڪپڙي کي خوب مار ڪبي، ته چور جتي هوندو اتي بيمار ٿي پوندو. عام ماڻهن جو انهيءَ اعتقاد ۾ ڏاڍو پختو يقين آهي. اٽڪل اسي يا نوي سال اڳ، بيرينبڊ جي پسگردائيءَ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ کي ماڪي چورائيندي ڏسي ورتائون، ۽ هو اٿي ڀڳو، ڀڄڻ ڀڄندي، ڪٽي ڪوٽ ڪري پيس. جڏهن چور کي اها خبر پيئي ته ماکيءَ جو مالڪ ڪاوڙ ۾ اچي سندس وڃايل ڪوٽ کي ڏونڊاڙي ۽ ماري ڪٽي رهيو هو، تڏهن کيس اهڙي ته هراس اچي ورتو، جو وڃي بستري ۾ پيو ۽ نيٺ مري ويو.

ماڻهوءَ تي نه فقط سندس ڪپڙن ۽ جسم کان جدا ٿيل حصن جي وسيلي، هم آهنگي اصول مطابق، جادو ڪري سگهجي ٿو، پر مٿس ساڳيوئي عمل سندس جسم جي انهن نشانن جي ذريعي به ڪري سگهجي ٿو، جي هو هلندي، ويهندي يا سمهندي ريتيءَ يا مٽيءَ تي ڇڏي ٿو. خاص طرح هي وهم ته سڄيءَ دنيا ۾ ڦهليل آهي ته، پيرن جي نشانن کي ضرر رسائي انهن پيرن کي نقصان پهچائي سگهبو، جن اهي نشان ڇڏيا هوندا. چنانچه جنوب مشرقي آسٽريليا جا وحشي سمجهندا آهن ته هو ڪنهن به ماڻهوءَ جي پيرن جي نشانن ۾ بلور جا نوڪدار ٽڪرا، شيشا، هڏا يا ڪوئلا رکي ان ماڻهوءَ کي منڊو ڪري سگهن ٿا. وجع المفاصل (سنڌن) جو سور گهڻو ڪري سمجهيو ٿي ڪنهن اهڙي سبب کان ويندو آهي. تاتنگو لنگ قبيلي جي هڪ وحشيءَ کي منڊڪائيندو ڏسي، ڊاڪٽر

هووت ڪانئس ان جو سبب دريافت ڪيو، ته هن جواب ڏنو ته
”ڪنهن ساڻهوءَ منهنجي پير ۾ ’بوتل‘ وڌي آهي.“ درحقيقت
هن کي وجع المفاصل جو سور هو، پر هن کي اهو يقين هو ته ڪنهن
دشمن کي سندس پير جو چڏيل نشان هٿ لڳي ويو آهي ۽ هن
ان ۾ ڪنهن ٽٽل بوتل جو ٽڪرو دفن ڪيو آهي، جنهن جي
جادوءَ جو اثر سندس پير اندر گهڙي ويو آهي.

اهڙيون ئي رسمون يورپ جي مختلف علائقن ۾ مروج آهن.
چنانچه ميڪلينبرگ ۾ سمجهيو ويندو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن
جي پير جي نشان ۾ ڪوڪو ٺوڪجي ته اهو منڊو ٿي پوندو،
ڪڏهن ڪڏهن چوندا آهن ته اهو ڪوڪو ڪنهن ”ڪفن جي صندوق“
مان نڪتل هئڻ گهرجي. فرانس جي ڪن علائقن ۾ به دشمن کي ضرر
پهچائڻ لاءِ ساڳيو ئي ڍنگ اختيار ڪيو ويندو آهي. چيو وڃي ٿو
ته ڪنهن زماني ۾ سفوڪ جي استوبوٽ ۾ هڪ پوڙهي اڪثر ايندي
رهندي هئي، ۽ هوءَ ڏائڻ هئي. جيڪڏهن هن پوڙهيءَ جي گهمندي
گهمندي، ڪو سندس پنيان وڃي، سندس پير جي نشان ۾ چاڪون
يا ڪوڪو ٺوڪيندو هو، ته هوءَ تيستائين اتان ڪان هڪ قدم به
اڳتي چري نه سگهندي هئي، جيستائين اهو چاڪون يا ڪوڪو وري
چڪي ٻاهر نه ڪڍيو ويندو هو. جنوبي سلئون جي ڇوڪري
پنهنجي محبوب جي پير جي نشان جي مٽي ڪٽي گلن جي ڪونڊيءَ
۾ وجهندي آهي ۽ ان کان پوءِ ڪونڊيءَ ۾ هڪڙو ٻوٽو پوکيندي
آهي، جنهن جي گلن جو سونهري رنگ ڪڏهن به نه ڦٽندو آهي،
جيئن جيئن سنهري گل وڌندا ۽ ٽڙندا رهندا ۽ ڪڏهن به نه
ڦٽندا، تيئن تيئن سندس محبوب جو عشق به وڌندو ۽ ٽڙندو رهندو
۽ ڪڏهن به نه ڦٽندو. اهڙيءَ طرح ماڻهوءَ تي محبت جو جادو،
ان مٽيءَ ذريعي اثر ڪري ٿو، جنهن جي مٿان هو گهميو هوندو.
قديم ڊينمارڪ ۾ عهدنامن طيءِ ڪرڻ جو طريقو ماڻهوءَ ۽ سندس
قدمن جي نشانن جي درميان اهڙي هم آهنگي رابطي جي بنياد تي
رکيل هو، عهدنامي ڪندڙ ڌريون هڪٻئي جي قدمن جي نشانن

مثال پنهنجو رت ڇڻڪاريندا هيون ۽ اهڙيءَ طرح عهد نامي تي پختي رهڻ جو وعدو ڪندا هيون. قديم يونان ۾ به اهڙي قسم جا وهم عام هوندا هئا، جيئن ته سمجهيو ويندو هو ته جيڪڏهن گهوڙو بگهڙ جي چنبن جي نشانن کي اورانگهيندو، ته گهوڙو اتي جو اتي بي حس ٿي بيهي رهندو. ساڳئي وقت پٿاگورس* ڏانهن هڪ اصول منسوب ڪيو ويندو آهي ته 'ڪنهن به ماڻهوءَ جي قدمن جي نشانن ۾ چاڪون يا ڪوڪو نه کوڙڻ گهرجي'.

دنيا ۾ ڪيترن علائقن جا شڪاري، شڪار کي ڦاسائڻ لاءِ به هن فسونڪاريءَ مان فائدو وٺندا آهن. چنانچه هڪ جرمن شڪاري جانور جي کُرن جي تازن نشانن ۾ ڪفن جي صندوق مان نڪتل ڪوڪو ٺوڪيندو آهي، جو ته هو سمجهندو آهي ته ائين ڪرڻ سان هو شڪار کي پچڻ کان روڪي وجهندو. وڪٽوريا جا وحشي شيدي جنهن جانور جي پٺيان پوندا هئا، تنهن جي کرن جي نشانن تي پرندڙ ٽانڊا رکندا هئا. هاٽينٽاٽ قبيلي جا شڪاري، جانور جي کرن جي نشانن جي مٽي کڻي هوا ۾ ڦوڪي ڇڏيندا آهن، سندن خيال موجب ائين ڪرڻ سان جانور جتي هوندو اتي ڪري پوندو. ٿامسن قبيلي جا ڳاڙها هندستاني زخمي هرڻ جي رستي ۾ "تعويذ" رکي ڇڏيندا هئا ۽ پوءِ هو انهيءَ ڏينهن ان جو پيڇو ڪرڻ بيسود سمجهندا هئا، جو ته ڪين پڪ هئي ته تعويذ جي اثر ڪري، هرڻ گهڻو دور ڪونه پڄي سگهندو ۽ جلد ئي مري ويندو. ساڳيءَ طرح اوجيبوي قبيلي جا ڳاڙها هندستاني شڪار تي وڃڻ وقت جنهن به ڀهرئين رڇ يا هرڻ جا نشان ڏسندا هئا، تن تي "دوا" رکي ڇڏيندا هئا، جنهن کان پوءِ هو سمجهندا هئا ته، جيتوڻيڪ اهو جانور کانئن ڪيترن ڏينهن جي سفر جي دوريءَ تي به هوندو، ته به ان "دوا" جي اثر ڪري جلد ئي سندن نظرن آڏو اچي ويندو، جو ته ان "دوا" ۾ اهڙو اثر سمجهيو ويندو هو، جو اها ڪيترن ڏينهن جي سفر کي سُسائي

* مشهور يوناني رياضيدان – ڄم: ٥٨٢ ق.م.

چند ڪلاڪن جي سفر ۾ تبديل ڪري ڇڏيندي. اولهہ آفريڪا جا جهنگلي رڍن جا شڪاري، پنهنجي شڪار کي منڊي ڪرڻ لاءِ، انهن جي پيرن جي نشانن تي تيز ڇهنبا ار ڪانيون لنبي ڇڏيندا آهن، تہ جيئن هو انهن تائين آسانيءَ سان پهچي سگهن.

ھر جيتوڻيڪ پيرن جا نشان جسم جي ٻين سڀني عضون جي نشانن کان وڌيڪ ظاهر ٿين ٿا، ان هوندي بہ جسم فقط اهي ئي نشان نہ ٿو ڇڏي، جن جي ذريعي ماڻهوءَ تي جادو ڪري سگهجي ٿو. جنوب مشرقي آسٽريليا جا وحشي قبائل سمجهندا آهن تہ ماڻهوءَ جي ٽيڪ لڳائي ويهڻ، يا ليٽي سمهي رهڻ سان، سندس جسم جي جنهن حصي جو نشان مٽيءَ تي رهجي وڃي ٿو، تنهن ۾ بلور جا تيز ۽ نوڪدار ٽڪرا، شيشا، وغيره، دفن ڪري، ان ماڻهوءَ کي ضرر پهچائي سگهجي ٿو، انهن تيز نوڪدار شين جي جادوءَ جو اثر ئي ماڻهوءَ جي جسم اندر داخل ٿي، کيس اهي دردناڪ ۽ چيندڙ سور ڏئي ٿو، جن کي ”جاهل يوروپي“ وجع المفاصل جو نتيجو ٻڌائي ٿو. اسان کي اها ڳالهہ هاڻي سمجهہ ۾ اچي سگهندي تہ پٿا گورس جي پوئلڳن وٽ اهو قانون ڇو هوندو هو تہ ماڻهوءَ کي بستري مان اٿڻ شرط، بستري جي چادرن وغيره تي پنهنجي جسم جا پيل نشان هڪدم ڊاهي صاف ڪري ڇڏڻ گهرجن. اهو قانون دشمن جي جادوءَ خلاف محض هڪ قديم حفاظتي قدم هو، جو وهمي قانونن جي وسيع سلسلي جو هڪ حصو هو، جن کي قديم زماني جي ماڻهن آڏي آخر پٿا گورس ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيو هو، حالانڪ بلاشبہ يونانين جا اوائلي وحشي ابا ڏاڏا انهن وهمن سان مذڪور فيلسوف جي دور کان گهڻو اڳ روشناس هئا.

هم آهنگ جادوءَ جي عام بنيادي اصولن جي جانچ اسان هينئر ختم ڪئي آهي. جن مثالن ذريعي مون انهن جي وضاحت ڪئي آهي، سي زياده تر انهيءَ جادوءَ جا آهن، جنهن کي ڪٿي ”خانگي جادو“ سڏجي، يعني اهي جادوءَ جي انهن ٽوڻن ۽ ڦيڻن جا مثال

آهن جي انفرادي فائدي يا نقصان رسائڻ لاءِ عمل ۾ آندا ويندا آهن. پر وحشي معاشري ۾ عام طور، خانگي يا شخصي جادوءَ سان گڏو گڏ جادوءَ جو هڪ اهڙو سرشتو به موجود رهندو آيو آهي، جنهن کي ”پبلڪ جادو“ سڏي سگهجي ٿو، يعني اهو جادو، جو سڄي قبيلي جي مجموعي فائدي لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. جڏهن به اهڙي قسم جون رسمون ۽ ڪريا ڪرم رفاه عام لاءِ عمل ۾ آندا ويندا آهن، تڏهن ظاهر آهي ته ان حالت ۾ جادوگر خانگي جادوگر نه ٿو رهي، پر ڪنهن حد تائين هو هڪ پبلڪ جادوگر ٿيو پوي. معاشري جي مذهبي ۽ سياسي ارتقا لاءِ جادوگرن يا ”عاملن“ جي انهيءَ طبقي جو وجود ۽واڌارو وڏي اهميت رکي ٿو، ڇو ته جڏهن سڄيءَ قوم يا قبيلي جي بهبوديءَ ۽ ڀلائيءَ جو دارومدار جادوءَ جي اهڙن ٽوڻن ٽيڻن جي ڪارڪردگيءَ تي رهي ٿو، تڏهن جادوگر تمام گهڻي اثر، رسوخ ۽ شهرت جي منزل کي وڃي پهچي ٿو، ۽ اهڙي وقت هو آسانيءَ سان پنهنجي لاءِ سرداريءَ يا بادشاهيءَ جو رتبو ۽ اختيار حاصل ڪري وجهي ٿو. پبلڪ جادوءَ جو اهو پيشو ان صورتحال ۾ قبيلي جي سڀ کان زياده حرفتي ۽ حريص ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪري ٿو، ڇو ته اهو کين عزت، دولت ۽ اختيار جي اها پيشڪش ڪري ٿو، جا زندگيءَ جي ان منزل تي ٻيو ڪو به پيشو کين پيش نٿو ڪري سگهي. اهڙا چالاڪ ماڻهو هڪدم ڀانپي وٺن ٿا ته هنن لاءِ پنهنجي ڪمزور اعتقاد، ساده ذهن ۽ ويساه وسوڙل ڀائرن کي دوکو ڏيڻ ۽ انهن جي وهمن مان فائدو وٺي پنهنجا مطلب سڌ ڪرڻ نهايت آسان آهي. ائين هرگز ناهي ته هرهڪ جادوگر هميشه ئي بدمعاش ۽ ٺوڳي ٿئي ٿو، بسا اوقات کيس خود به ان ڳالهه ۾ مڪمل اعتقاد رهي ٿو ته هو واقعي انهن عجيب غريب طاقتن جو مالڪ آهي، جي سندس قبيلي جا ڀائر پنهنجي ساده لوحيءَ سبب ڏانهس منسوب ڪن ٿا. پر جادوگر جيترو زياده باريڪ بين ۽ تيز فهم آهي، اوترو ئي زياده آسانيءَ سان هو غلط اعتقادن جي اصليت جو اندازو لڳائي سگهي

ٿو، جي سوڳين دماغن تي، مڪمل طور، غالب اچي وڃن ٿا.
چنانچه هن پيشي جا زياده هشيار فرد ٿورو يا گهڻو دوکيباز ۽
ٺوڳي ٿيڻ لاءِ چاڻي ٻجهي ضرور آماده رهندا. اهي ئي ماڻهو
آهن، جي پنهنجيءَ بهتر قابليت ۽ اهليت سبب عام طرح اثر ۽
رسوخ جي چوٽيءَ تي وڃي رسندا ۽ پنهنجي لاءِ شان وشوڪت،
حڪومت ۽ اختياريءَ جون اعليٰ ترين منزلون ۽ منصب حاصل
ڪندا. پيشه ور جادوگر جي راه ۾ جيڪي ڪڏهن ڪوہا ۽ رنڊڪون
حائل آهن، سي بيشمار آهن؛ جن تان عام طرح هڪ ٿڌي دماغ
۽ تيز فهم ۽ فراست وارو ماڻهو ئي پاڻ کي ٺاہي ڪائڻ کان محفوظ
رکي سگهندو. چو ته هيءَ ڳالهه هميشه ياد رکڻ گهرجي ته
جادوگر جي هرڪا دعويٰ درحقيقت ڪوڙي آهي، جن مان ڪنهن
هڪ کي به هو، شعوري يا لاشعوري طور، دوکي ۽ شعبده بازيءَ
کان سواءِ قائم لتو رکي سگهي. ان ڪري اهڙو جادوگر، جو
پنهنجن فضول دعوائن ۾ صدق دل سان ويساه رکي ٿو، سو هڪ
شعوري ٺڳ جادوگر کان زياده سنگين خطري ۾ مبتلا رهي ٿو
۽ هن جي باطل زندگيءَ جي ناگهاني خاتمي ٿيڻ جو هميشه
زياده امڪان رهي ٿو. هڪ ايماندار ۽ ويساهي جادوگر دراصل
اها اميد رکي ٿو ته سندس جادو ۽ ٽوٽڪا ڦيٽا هميشه سندس اميدن
مطابق پنهنجو اثر ڏيکاريندا، ۽ جڏهن اهي نه فقط محض ناڪامياب
ٿين ٿا (جيئن درحقيقت اهي هميشه ناڪامياب ئي رهندا آهن)، پر
جڏهن آهي ظاهرظهور ۽ نقصانڪار نموني ڪوڙا ثابت ٿي پون
ٿا (جيئن پڻ اهي اڪثر ڪوڙا ثابت ٿيندا آهن)، تڏهن ويچاري
ويساهي جادوگر جي پيرن هيٺان تختوئي نڪري وڃي ٿو. هو
پنهنجي بدمعاش ۽ چالاڪ هم پيشي وانگر اهڙي ناگهاني موقعي
تي پنهنجي جادوءَ جي ناڪاميابيءَ جي سمجهاڻيءَ طور ڪنهن معقول
۽ قابل قبول بهاني ڏيڻ لاءِ تيار ئي نه ٿو رهي، ۽ جيستائين هو
پنهنجي حيرانيءَ مان نڪري ڪو بهانو ڳولي ئي ڳولي، تيستائين
اڪثر سندس معتقدن مان ڪو نه ڪو دلشڪسته غصيباز جوان

هڪ ڏڪ سان ميچالو ئي ٻاهر ڪڍيو وڃهس.

انهن سڀني ڳالهين جو نتيجو هي نڪرندو آهي، جو معاشري جي انهيءَ ارتقائي منزل تي، اعليٰ ترين اختياري انهن ماڻهن جي هٿن ۾ ايندي ويندي آهي، جي غير معمولي دماغي صلاحيتن جا مالڪ، پر بي اصول ۽ پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ خاطر جائز ۽ ناجائز جي تميز کان بيخبر هوندا آهن. جيڪڏهن اسين انهيءَ نقصان جو، جيڪو اهڙن ماڻهن جي بدمعاشيءَ سبب پهچندو آهي، انهن نعمتن سان وزن ڪري سگهون، جن سان هو پنهنجي بالاتر فراست سان معاشري کي نوازيندا آهن، ته معلوم ٿيندو ته انهن جي نيڪين جو وزن سندن برائين کان تمام گهٽو هوندو آهي: ڇو ته امڪان اهو ئي معلوم ٿئي ٿو ته دنيا ۾ زياده فتنو ۽ فساد "عقلمند بدمعاشن" جي بنسبت اعليٰ اختياريءَ وارن "ايماندار احمقن" جي هٿان ئي برپا ٿيو آهي. ممڪن آهي ته توهان جو عقلمند ۽ چالاڪ بدمعاش، هڪ دفعو پنهنجي آرزوءَ جي عروج تي پهچڻ کان پوءِ، جڏهن کيس ٻيو ڪوبه ذاتي غرض يا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ باقي نه رهي، پنهنجون سڀ صلاحيتون، قابليتون، تجربا ۽ وسيلا عوام جي خدمت، بهبوديءَ ۽ بهتريءَ لاءِ صرف ڪري، ۽ گهٽ ڪري هو ائين ئي ڪندو آهي. گهڻن ماڻهن، جن اقتدار ۽ اختيار حاصل ڪرڻ لاءِ انتهائي بي اصوليءَ کان ڪم ورتو آهي، تن پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ بعد، ان کي نهايت فيض رسانيءَ ۽ خدمتگذاريءَ سان استعمال ڪيو آهي؛ خواهه اهو اقتدار، جنهن جي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ڪمرڪشي هئي ۽ جو انهن آخرڪار حاصل ڪيو، دولت، سياسي اختيار، يا ڪنهن ٻئي قسم جو هو. سياست جي ميدان ۾ هڪ حرفتي منصوبيباز، هڪ بيرحم فاتح، آخرڪار هڪ عقلمند ۽ سخي حڪمران ثابت ٿي سگهي ٿو، جنهن کي جيئري دعائون ملن، جنهن جي موت تي هر خاص و عام ماتم ڪري ۽ جنهن لاءِ ايندڙ نسل قدرشناسيءَ ۽ ثناخوانيءَ

جا گيت ڳائين. جوليس سيزر* ۽ آگسٽس× جا مثال، اهڙين غير معمولي شخصيتن مان سڀ کان زياده واضح آهن. پر بيوقوف هميشه بيوقوف ئي رهي ٿو ۽ ان جي هٿن ۾ جيئن زياده اقتدار ۽ اختيار هوندو، تيئن هو ان کي زياده نقصانڪار نمونن ۾ استعمال ڪندو. انگلنڊ جي تاريخ جو سڀ کان زياده هاڃيڪار واقعو— (آمريڪا سان قطع تعلقات)— ڪڏهن به پيش ڪون اچي ها، جيڪڏهن انگلنڊ جو بادشاه، جارج ٽيون، هڪ "ايماندار احمق" نه هجي ها.

چنانچه پبلڪ جادوءَ جو پيشو جيتريقدر وحشي معاشري تي اثر انداز ٿيو ٿي، اوتريقدر ئي معاشري جي ڪاروبار جو قبضو قابلترين شخص جي سپرد ٿي ٿي ويو. هين پبلڪ جادوءَ جي پيشي طاقت جو توازن گويا اڪثريت جي هٿن مان ڦري هڪ فرد جي حوالي ڪيو ٿي؛ هن پيشي جمهوريت جي بجاءِ، يا زياده صحيح هيئن چئجي ته قبيلي جي پوڙهن جي گڏيل وڏيراشاهيءَ جي بجاءِ، سلطان شاهي قائم ڪئي؛ جو ته عام طرح اوائلي وحشي معاشري جي حڪومت قبيلي جي سڀني بالغ مردن جي جماعت جي هٿن ۾ نه، پر چند بزرگن جي ڪائونسل جي هٿن ۾ هوندي هئي. اها تبديلي خواه ڪهڙن به سببن ڪان رونما ٿي، يا اوائلي حڪمرانن جو ڪردار خواه ڪهڙو به هو، بهرحال نهايت فائديمند هئي؛ جو ته انسان جي وحشي طرز جي معاشري مان نڪري ٻاهر اچڻ لاءِ، هڪ ماڻهوءَ جي حڪومت يا "سلطان شاهيءَ" جو رونما ٿيڻ هڪ لازمي شرط معلوم ٿئي ٿو. ڪوبه انسان روايت ۽ رسم ورواج جي تقليدي زنجيرن ۾ ايتريقدر مضبوطيءَ سان جڪڙيل ڪونهي، جهڙو اوائلي جمهوري معاشري جو هڪ وحشي؛ نتيجي طور ڪنهن به ٻيءَ طرز واري معاشري ۾ انسان جي انفرادي توڙي اجتماعي ترقي ايتريقدر سست رفتار ۽ دشوار ڪانهي، جيتريقدر ان ابتدائي جمهوري معاشري ۾. اهو پراڻو نظريو ته "هڪ وحشي دنيا جو سڀ کان زياده آزاد انسان

* روم جو مشهور اوائلي حڪمران — جنم: ١٢ جولاءِ ١٠٠ ق. م.

× روم جو هڪ شهنشاهه (٦٣ ق. م — ١٤ع)

آهي“، حقيقت جي بلڪل برعڪس آهي. اها حقيقت آهي ته وحشي انسان ڪنهن به ظاهري آقا جو غلام ڪونهي، پر هو پنهنجي ماضيءَ جو هتين پيرين پڙل هڪ بنهه بيوس غلام آهي، هو غلام آهي پنهنجي سري ويل ابن ڏاڏن جي روحن جو، جي سندس ڄمڻ کان وٺي مرڻ گهڙيءَ تائين هرقدم تي پاڇولي وانگر سندس پٺيان چنبڙيا رهن ٿا، ۽ جي مٿس فولادي ڏنڊي سان هرحالت ۾ حڪم هلائين ٿا. انهن جيڪي ڪيو هو، سو هن لاءِ حق ۽ سچ جو هڪ اڻ ٽر ۽ واحد نمونو ۽ هميشه قائم رهندڙ هڪ اڻ لکيل قانون آهي، جنهن جي هو بغير ڪنهن چون و چرا ۽ ڪم و ڪاست جي تعميل ۽ انڌي تقليد ڪري ٿو. ان صورتحال ۾ بهترين صلاحيتن ۽ قابليتن جي مالڪ کي به پراڻين ۽ فرسوده رسمن جي جاءِ تي بهتر ۽ معقول رسمن کي رائج ڪرڻ لاءِ ذري برابر به موقعو ملي نه ٿو سگهي. قابلترين شخصيت کي هڪ انتهائي موڳي دماغ وارو ماڻهو، پاڻ کي پنهنجن بزرگن جي ايمان ۽ عمل جو سڀ کان زياده عقيدتمند ۽ پوئلڳ سڏائي ۽ ثابت ڪري، پاڻ سان گڏ پستيءَ طرف ڇڪي وڃي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته جنهن صورتحال ۾ هڪ موڳو بلنديءَ طرف وک نه ٿو وڌائي سگهي، اتي سائس سلهاڙيل هڪ هشيار ۽ قابل ماڻهو هن سان گڏ گهلجي اوڙاهه ۾ ته وڃي سگهي ٿو! جيتريقدر فطرتي ناهموارين، ذاتي صلاحيتن ۽ مزاج جي بين ناقابل پيمائش تفاوتن کي ميٽائي، هڪ غلط ۽ اڇاتريءَ مساوت جيئي نمائش انساني وس ۾ آهي، اوتريقدر اهڙو معاشرو، سطحي طور، برابر هڪ مرده يگانگت ۽ هڪجهڙائيءَ جو نظارو پيش ڪري ٿو. اها هرڪا چيز جيڪا انساني معاشري کي اهڙيءَ پست ۽ مرده صورتحال سان (جنهن کي اڳتي هلي ڪن سرليباز خطيبن ۽ خواب جي دنيا ۾ رهندڙ فيلسوفن، ”مثالي معاشرو“ ۽ ”انسانيت جو زرين دور“ جهڙن خوبصورت نالن سان سڏي، ان جي تعريف جا گيت ڳايا آهن) ڇڪي، پستيءَ جي اوڙاهه مان ٻاهر ڪڍي، ۽ ان جي هرهڪ فرد کي سندس لياقتن ۽ قابليتن

مطابق اختيارات جي مختلف درجن تي پهچائڻ ۾ مدد ڏئي، تنهن جو هر اهو شخص دلي خيرمقدم ڪندو، جنهن جي دل ۾ انسان ذات جي حقيقي بهتريءَ ۽ ڀلائيءَ جو اونو هوندو. هڪ دفعو جڏهن اهڙا ارادا ۽ اهڙا خيال پنهنجو ڪم ڪرڻ شروع ڪن ٿا- ۽ انهن کي هميشه لاءِ دٻائي رکڻ ناممڪن آهي- تڏهن انساني تهذيب ۽ سڀيتا جو واڌارو نسبتاً تيزيءَ سان ٿئي ٿو. هڪڙو واحد شخص، اقتدار جي عروج تي پهچڻ کان پوءِ، پنهنجيءَ مختصر حياتيءَ جي دوران ۾ ايتريون تبديليون آڻي سگهي ٿو، جي ڪانئس اڳ بيشمار پيڙهين ۾ به ممڪن نه هيون؛ ۽ جيڪڏهن هو غيرمعمولي قابليت ۽ حوصلي جو مالڪ آهي (جيئن اڪثر اتفاق به اهڙو ئي واقع پئي ٿيو آهي)، ته پوءِ هو هٿ آيل موقعي کي غنيمت ڄاڻي، ضرور ان مان انتهائي فائدو حاصل ڪندو. هڪ ظالم ۽ سرڪش حڪمران جي زود رنجي ۽ شغل پسندي به اڪثر حالتن ۾ رسمن ۽ روايتن جي انهيءَ وزندار زنجير کي ٽوڙڻ لاءِ ڪارآمد ۽ فائديمند ثابت ٿي سگهي ٿي، جنهن ۾ هڪ وحشي ڇوڪنيو جڪڙيل رهي ٿو. جيئن ئي هڪ قبيلو پنهنجن پرين مڙسن جي بزدلانه ۽ هڪٻئي جي مخالف مشورن کان متاثر ٿيڻ کي ترڪ ڪري، هڪ سخت گير ۽ مضبوط ارادي واري مهندار جي هدايتن تي عمل پيرا ٿيڻ لڳي ٿو، تيئن ئي اهو قبيلو پنهنجن ٻين همساية قبيلن کان زياده طاقتور ٿي، ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جي نئين دور ۾ قدم رکي ٿو. تاريخ جي اوائلي دورن ۾ اهو طريقو انسان جي سماجي، صنعتي ۽ ذهني واڌاري لاءِ نهايت سازگار ثابت ٿيو آهي، ڇو ته اهڙو قبيلو، ڪجهه پنهنجي قوت بازوءَ جي زور تي ۽ ڪجهه ڪمزور قبيلن جي رضاڪارانه طور پيش پوڻ ڪري، جلد ئي دولت ۽ غلام هٿ ڪري ٿو، جي ٻئي نعمتون قبيلي جي ڪن خاص طبقن کي محض پيٽ ڀرڻ جي دائمي جدوجهد کان نجات ڏيئي، کين علم ۽ عرفان جي انهيءَ بي غرض ۽ مخلص جستجو ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪن ٿيون، جيڪا انساني زندگيءَ

کي بهتر بنائڻ جو هر دور ۽ هر حالت ۾ سڀ کان زياده طاقتور ۽ لائق هٿيار ثابت ٿي آهي.

انسان جي ذهني ترقيءَ کي جيڪا هميشه سائنس، ادب ۽ زياده آزاد خياليءَ ۽ وسيع قلبيءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي، انسان جي صنعتي ۽ اقتصادي ترقيءَ کان علحده نه ٿو ڪري سگهجي: انسان جي صنعتي ۽ اقتصادي ترقيءَ کي پنهنجي جاءِ تي وري فتوحات ۽ سلطنت سازيءَ کان ئي وڏي تقويت حاصل ٿئي ٿي. تاريخ جو هي ڪو محض حادثو ڪونهي ته فتوحات کان هڪدم پوءِ، هميشه فڪر جي ڪاڻ ڪا انقلاب آفرين تحريڪ وجود ۾ آئي آهي؛ ۽ دنيا جي عظيم فاتح قومن اڪثر انساني تهذيب کي ڦهلائڻ ۽ ترقي ڏيڻ جي راه ۾ گهڻو ڪجهه ڪيو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح انهن جنگ جي دوران ۾ جيڪي زخم رسايا آهن، سي صلح ۽ آشتيءَ جي دور ۾ انهن وري ڇٽايا به آهن. اسان جي انهيءَ دعويٰ جي حق ۾ بابلي، يوناني، رومي ۽ عرب ماضيءَ جا شاهد آهن: ممڪن آهي ته اسين پنهنجي حياتيءَ ۾ اهڙي قسم جي هڪ انقلاب آفرين تحريڪ جيان مان به اٿندي ڏسون. تاريخ جي گذريلِ دورن تي نگاه وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته تاريخ جو اهو به ڪو حادثو ڪونه آهي ته تهذيب جي ميدان ۾ پهريون وڏيون پرانگهون مصر، بابل ۽ پيروءَ جهڙين مطلق العنان ۽ مذهبي حڪومتن جي ماتحت ئي کنيون ويئون آهن، جن جي اعليٰ حڪمرانن هميشه بادشاه ۽ ديوتا جي ٻنهيءَ حيثيت ۾، پنهنجيءَ رعايا کان غلامن جهڙي محبتا ۽ پانهپ ڪرائي. هن ڳالهه ۾ به ڪو وڌاءُ ڪونهي (۽ باوجود ان جي ته اها متضاد معلوم ٿي ٿئي، اها حقيقت به آهي) ته ابتدائي دور ۾ مطلق العناني نه فقط انسانيت جي عام فلاح و بهبود پر ان جي آزاديءَ جي به بهترين دوست ثابت ٿي آهي: ڇوته انهيءَ انتهائي مطلق العنانيءَ ۽ پيسيندڙ ظلم ۽ زبردستيءَ جي سايي ۾، وحشي زندگيءَ جي ظاهري ۽ اڇاتريءَ آزاديءَ بنسبت ـ جتي هڪ فرد جي قسمت پينگهي کان

وٺي ڇبر تائين موروثي ۽ روايتي رسم جي فولادي سانچي ۾ بند ٿيل ٿئي ٿي ـ عام انسانن کي زياده ۽ بهتر قسم جي آزادي ميسر ٿئي ٿي؛ اها آزادي آهي: حسب منشا سوچڻ ويچارڻ جي آزادي، ۽ پنهنجيءَ قسمت کي پاڻ سنوارڻ جي آزادي.

ان ڪري، جيتريقدر جماعتي جادوءَ جو پيشو انهن شاهراهن مان هڪ رهيو آهي، جنهن تان قابلترين شخصيتون گامزن ٿي اقتدار جي عروج تي وڃي پهتيون آهن، اوتريقدر جادوءَ جي پيشي انسان کي روايت جي غلاميءَ کان نجات ڏياري، کيس هڪ زياده وسيع دائري واريءَ دنيا ۾، هڪ زياده عظيم ۽ زياده آزاد زندگيءَ گذارڻ جي موقعي فراهم ڪرڻ لاءِ هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ جادوءَ اها ڪا گهٽ خدمت سرانجام ڪانه ڏني آهي. ۽ جڏهن هيءَ مزيد حقيقت خيال ۾ ٿي آڻجي ته جادوءَ ٻئي طرف سائنس جي شاهراه کي پڻ گهڙيو، ٻاهيو ۽ هموار ڪيو آهي، تڏهن اسان کي بهرحال قبول ڪرڻو پوي ٿو ته جيڪڏهن هڪ طرف هي "ڪارو علم" دنيا ۾ گهڻيءَ خرابيءَ جو باعث بڻيو، ته ٻئي طرف اهو بني نوع انسان واسطي ڪافي مفيد به ثابت ٿيو: هڪ طرف جادو جيڪڏهن جهالت جو اولاد آهي، ته ٻئي طرف هو آزاديءَ ۽ صداقت جي ماءُ پڻ آهي.

# باب چوٿون

## جادو ۽ مذهب

ٽئين باب ۾ جيڪي مثال جمع ڪيا ويا آهن، سي همآهنگ جادوءَ جي عام بنيادي اصولن کي، انهن جي ٻن مکيه شاخن جي صورت ۾ جن کي اسان علي الترتيب نسبتي ۽ قرابتي جادوءَ جا نالا ڏنا آهن، واضح ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. جادوءَ جا جيڪي مثال اسان جي اڳيان آيا آهن، تن مان ڪن ۾ اسان ڏٺو ته "روحن" يا غيبي طاقتن جي مداخلت کي فرض ڪيو ويو آهي ۽ انهن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ دعا ۽ قربانيءَ کان ڪم وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي؛ پر اهڙا مثال، مجموعي طور، اتفاقي يا استثنائي هئا، ۽ منجهن جادوءَ ۽ مذهب جي ملاوٽ جو مظاهرو ڪيل هو. برعڪس ان جي، جتي به همآهنگ جادو پنهنجيءَ خالص يا نج صورت ۾ واقع ٿئي ٿو، اتي اهو هن حقيقت کي تسليم ڪري ٿو ته 'فطرت جي نظام ۾ واقعات، هڪٻئي جي پٺيان، لازمي طور ۽ بغير ڪنهن ٽال مٽول جي، ڪنهن به غيبي طاقت يا شخصي هستيءَ جي مداخلت کان سواءِ، ازخود وقوع پذير ٿيندا رهن ٿا'. اهڙيءَ طرح ان جو بنيادي نظريو، جديد سائنس جي نظريي جهڙو آهي. همآهنگ جادوءَ جي سڄي سرشتي ۾، "فطرت جي يڪجهتيءَ ۽ مستقل تنظيم"، جو حقيقي ۽ پختو اعتقاد پوشيده آهي. جادوگر کي ان ۾ ڪو به شڪ شبهو ڪونهي ته ساڳيا سبب هميشه ساڳيا ئي نتيجا ظاهر ڪندا؛ ڪيس هن ڳالهه ۾ مڪمل ويساه رهي ٿو ته ضروري سانن سوڻن ۽ موزون منترن جي باقاعده عمل سان لازمي طرح گهربل نتيجو ظاهر ٿيندو، بشرطيڪ ڪو جادوگر وچ ۾ سندس عمل کي زياده طاقتور ۽ مؤثر منترن وسيلي رد نه ڪري

ڇڏي. جادوگر ڪنهن مٿاهينءَ هستيءَ آڏو آه و فرياد ڪونه ٿو ڪري، نه وري هو ڪنهن پوراليءَ، خودسر ۽ ضدي هستيءَ جي رحم ڪرم جو محتاج رهي ٿو، ۽ نه ڪنهن پوائتي ديوتا جي اڳيان پاڻ کي هيچ ۽ ذليل ٿي ڪري ٿو. ان هوندي به هو پنهنجي طاقت ۾ (جنهن کي هو پاڻ واقعي هڪ وڏي طاقت تصور ڪري ٿو) ڪنهن به صورت ۾ غيرمحدود ۽ خود اختيار نه آهي. هو اها طاقت تيستائين هلائي سگهي ٿو، جيستائين هو پنهنجي پيشي جي فني قاعدن ۽ قانونن جي مڪمل پيروي ڪندو رهي ٿو: سندس سمجهه مطابق فطرت جا قاعدا قانون بس اهي ئي آهن. هو سمجهي ٿو ته انهن قاعدن کي نظرانداز ڪرڻ، ۽ انهن قانونن جي ذري برابر به خلاف ورزي ڪرڻ سان ڪيس ذلت ۽ ناڪاميابي نصيب ٿيندي، ۽ ڪن حالتن ۾ ته اهڙي قسم جي نظراندازي، يا خلاف ورزي، هڪ الهڙ ۽ ناآزمودگار جادوگر لاءِ جان جي جوکي جو سوال بڻجيو وڃي. جادوگر جيڪڏهن فطرت جي مٿان حڪومت جي دعوا ڪري ٿو، ته اها هڪ اهڙي ”دستوري ۽ آئيني“ حڪومت آهي، جا پنهنجي دائري اندر سخت محدود آهي، ۽ جنهن کي هڪ قديم ۽ تسليم شده دستور جي عين مطابق هلائڻو پوي ٿو. چنانچه ڪائنات يا فطرت متعلق جادوءَ ۽ سائنس جي نظرين جي درميان قريبي مشابهت آهي. ٻنهي ۾ واقعات جي تسلسل کي باقاعده ۽ اٽل تسليم ڪيو وڃي ٿو، جي اهڙن اٽر ۽ ناقابل تبديل قاعدن جي ماتحت رونما ٿيندا رهن ٿا، جن جي ڪارڪردگيءَ متعلق اڳواٽ اندازو ۽ حساب لڳائي سگهجي ٿو. فطرت جي نظام اندر، ذاتي ارادي، اتفاق ۽ حادثي جي عنصر کي ڪا به جاءِ ڪانه آهي. اهڙي انسان اڳيان، جنهن کي فطرت جي دائري ۾ اسباب وعلل جي سلسلي جي پوري ڄاڻ آهي ۽ جو انهن خفيه سرچشمن کي، جي ڪائنات جي پيچيده نظام کي متحرڪ ڪن ٿا، دستياب ڪري سگهي ٿو، جادو توڙي سائنس پيش هيڪر ته امڪانات جو هڪ لامحدود ۽ بي پايان منظر آڻي

پيش ڪن ٿا. اهو ئي سبب آهي، جو سائنس ۽ جادوءَ انساني ذهن کي پنهنجي پنهنجي طرف ايتري ڪشش ڪئي آهي؛ ۽ اها ئي ڳالهه آهي، جنهن سبب ٻنهي جي هٿان علم و عرفان جي جستجو جي قابل قدر همت افزائي ٿي آهي. ٻئي، سائنس توڙي جادو، هڪ ٽڪل ۽ بيحال تفتيش ۽ تجسس ڪندڙ کي، حال جي نا اميدين جي ويرانيءَ مان، مستقبل جي لا متناهي وعدن ۽ آسرن سان ريهي ريبي، اڳتي وٺي وڃن ٿا؛ اهي کيس انتهائي بلند جبل جي چوٽيءَ تي چاڙهي، سندس قدمن جي آسپاس ڦرندڙ گهرندڙ ڌنڌ، ڪوهيري ۽ سياه بادلن جي پريان، هڪ اهڙي جنت نما شهر جو ديدار ڪرائين ٿا، جو انتهائي دور هئڻ جي باوجود، هڪ غير ارضي تجليءَ سان منور ۽ خوابن جي روشنائيءَ سان ڌوتل پوتل نظر اچي ٿو.

جادوءَ جي تباهه ڪن غلطي انهيءَ ۾ نه آهي ته اهو واقعات جي سلسلي کي قانون جي تحت رونما ٿيندڙ تسليم ڪري ٿو، پر ان جي اها غلطي انهن مخصوص قانونن جي اصلي نوعيت جي غلط اندازي ڪرڻ ۾ آهي، جن تي انهيءَ سلسلي جو دارومدار رهي ٿو. جيڪڏهن اسين هم آهنگ جادوءَ جي انهن مثالن جو تجزيو ڪريون، جيڪي مٿين صفحن ۾ اسان جي اڳيان گذري چڪا آهن (۽ جن کي بطور مشت از خروار يد سمجهي سگهجي ٿو)، ته معلوم ٿيندو ته، جيئن مون مٿي چيو آهي، اهي انساني فڪر جي هيٺين ٻن وڏن بنيادي قانونن مان هڪڙي نه ٻئي قانون جي غلط استعمال جو نتيجو آهن: (۱) خيالن جو اشتراڪ، جو خيالن جي هڪجهڙائيءَ مان پيدا ٿئي ٿو، ۽ (۲) خيالن جو اشتراڪ، جو زمان ۽ مڪان جي پس منظر ۾ خيالن جي قرابت مان پيدا ٿئي ٿو. هڪجهڙن خيالن جي غلط اشتراڪ مان هم آهنگ يا نقالي جادو جنم وٺي ٿو؛ قرابتي خيالن جي غلط اشتراڪ مان قرابتي جادو پيدا ٿئي ٿو. خيالن جي اشتراڪ جا اصول، بجاءِ خود تحقيق انساني ذهن جي نشوونما لاءِ بيحد ضروري بلڪ لازمي آهن. انهن جي جائز استعمال مان سائنس پيدا ٿئي ٿي؛ سندن ناجائز استعمال مان وري جادو، جيڪو

سائنس جو حرامزادو ڀاءُ آهي، سو جنم وٺي ٿو. اهو چوڻ
ان ڪري مسلمات سان ٺهندو، يا ذري گهٽ تڪرار بالمعنيٰ
ٿيندو، ته هر قسم جو جادو لازمي طور باطل ۽ فضول آهي: ڇو ته
جيڪڏهن اهو صحيح ۽ نفع بخش ثابت ٿي پوي، ته ان کي جادو سڏي
ئي نه سگهبو، ان صورت ۾ اهو اتي ئي بدلجي سائنس ٿي پوندو.
ابتدا کان وٺي، انسان اهڙن عام اصولن جي تلاش ۾ مصروف
رهيو آهي، جن جي وسيلي هو فطرت جي نظام کي پنهنجن مقصدن
۽ مطلب جي حصول لاءِ پنهنجي قبضي ۾ رکي سگهي، انهيءَ
طويل جستجو ۾ هن اهڙن اصولن ۽ قانونن جو هڪ وڏو ڍير
جمع ڪري ورتو آهي، جن مان ڪي زرين ۽ درخشان آهن، ته
ڪي محض گند ۽ ڪچرو. صحيح يا زرين قانونن ۽ اصولن جو
مجموعو مستعمل سائنس آهي؛ انساني هنر ۽ ڪاريگريون ان مستعمل
سائنس جا مختلف روپ آهن: ۽ جيڪي باطل ۽ فضول قانون آهن،
سي جادو آهن.

جادو جيڪڏهن سائنس سان اهڙي قريبي رشتي ۾ منسلڪ
آهي، ته پوءِ اسان کي هڪ هي سوال اڃا دريافت ڪرڻو آهي،
ته ان جو مذهب سان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟ پر انهيءَ لاڳاپي
متعلق اسين جيڪو رايو قائم ڪنداسون، تنهن جو دارومدار لازمي
طور انهيءَ نظريي تي رهندو، جيڪو خود مذهب جي نوعيت متعلق
اسان جي ذهن ۾ موجود هوندو. ان ڪري هڪ مصنف ۾
واجبي طور اها اميد رکڻ گهرجي ته هو مذهب ۽ جادوءَ جي باهمي
رشتي جي تفتيش شروع ڪرڻ کان اڳ، مذهب متعلق پنهنجي
ذاتي نظريي جي وضاحت ڪري. دنيا ۾ ٻيو ڪو به اهڙو موضوع
ڪونهي، جنهن جي متعلق راين ۾ ايترو اختلاف هجي، جيترو
مذهب جي نوعيت متعلق؛ ۽ ان جي هڪ اهڙي تشريح مقرر
ڪرڻ، جا هرهڪ لاءِ قابل قبول هجي يا سڀني کي راضي ڪري
سگهي، بنهه ناممڪن ۽ عبث آهي. هڪ مصنف وڌ ۾ وڌ ايترو
ڪري سگهي ٿو ته هو پهريائين وضاحت سان ٻڌائي ته مذهب

مان هو پاڻ کھڙو مطلب ٿو وٺي، ۽ بعد ۾ ان لفظ کي ساڳئي مطلب سان سچي ڪتاب ۾ باقاعدگيءَ سان استعمال ڪندو اچي. چنانچ آءٌ مذهب کي انهن فوق البشري قوتن کي راضي رکڻ ۽ موافق بنائڻ جو طريقو سمجهان ٿو، جي فطرتي نظام ۽ انساني زندگيءَ تي قادر سمجهيون وڃن ٿيون، ۽ جن جي متعلق هي عقيدو عام آهي ته اهي فطرتي نظام ۽ انساني زندگيءَ کي پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق هلائين چلائين ٿيون. انهيءَ تشريح مطابق، مذهب ٻن جزن جو مرڪب آهي- هڪ نظرياتي ۽ ٻيو عملي، يعني (١) ڪنهن هڪ فوق البشر طاقت يا اهڙين ڪن هڪ کان وڌيڪ طاقتن ۾ ايمان ۽ اعتقاد، ۽ (٢) ان هڪ طاقت يا هڪ کان وڌيڪ طاقتن کي راضي رکڻ يا موافق بڻائڻ جي قانونن جو سرشتو. مذهب جي دائري ۾ سندس انهن ٻنهي جزن مان پهرين فوقيت ايمان ۽ اعتقاد کي آهي، ڇو ته ڪنهن ماورائي هستيءَ کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ کان اڳ، ان هستيءَ جي وجود ۾ اعتقاد رکڻ لازمي آهي. پر جيسين اعتقاد عمل جي راه نٿو ڏيکاري، تيسين اهو مذهب محض ڪتابي يا زباني مذهب، ڇوبه سينٽ جيمس* جي قول مطابق "عمل کان خالي اعتقاد مرده آهي، ٺلهو ۽ بيڪار." ٻين لفظن ۾ ڪوبه شخص تيسين مذهبي يا ديندار ناهي، جيسين هو مالڪ حقيقيءَ جي عشق يا خوف کان متاثر ٿي، پنهنجي اعمال کي ان موجب نه ٿو هلائي. ٻئي طرف، اعتقاد کان علاوه محض عمل جي ادائگي به مذهب ناهي. ٻه ماڻهو بلڪل هڪ ئي نموني عمل ڪندا رهن، ۽ ان جي باوجود، منجهانئن هڪ مذهبي ۽ ديندار ٿي سگهي ٿو ۽ ٻيو نه. جيڪڏهن هڪ خدا جي محبت ۽ ڊپ کان متاثر ٿي عمل ڪري ٿو، ته اهو ديندار آهي، جيڪڏهن ٻيو ماڻهوءَ جي محبت ۽ ڊپ کان متاثر ٿي عمل پيرا ٿئي ٿو، ته ان صورت ۾، جيئن سندس چال چلت مان عام ڀلائي يا عام برائي واقع ٿئي ٿي، تيئن هو نيڪ اخلاق آهي يا بد اخلاق سڏجي

* حضرت يسوع مسيح تي اوائلي ايمان آڻيندڙن مان هڪ هيءُ به هڪ هو.

سگهي ٿو. ان ڪري ويساه ۽ ڪم، يا مذهبي زبان ۾، ايمان ۽ اعمال، مذهب لاءِ هڪجهڙا ضروري آهن، جو ٻنهي جي باهمي موجودگيءَ کان سواءِ قائم نٿو رهي سگهي. پر اهو ڪو ضروري نه آهي ته مذهبي عمل هميشه ڪرياڪرم يا بندگيءَ ۽ عبادت جي رسمي صورت اختيار ڪري؛ يعني ان ۾ هروڀرو قربانيون پيش ڪرڻ، دعائون پڙهڻ، ۽ ٻين اهڙين ظاهري رسمن يا حڪمن احڪامن جي ظاهري تعميل لازمي ڪانه آهي. ان جو مقصد فوق‌البشر هستيءَ کي راضي ڪرڻ جو آهي ۽ جيڪڏهن اها هستي اهڙي آهي، جا قربانين جي رت ڏيڻ، اشلوڪن آلاپڻ، ۽ ذوپ واس ملائڻ جي بنسبت خيرات، رحمدليءَ ۽ تن من جي صفائيءَ ۾ وڌيڪ خوش ٿئي ٿي، ته پوءِ سندس عبادتگذار پاڻها کيس سجدا ڪري، سندس نالي جون مالهائون جپي، ۽ سندس پاڪ آستانن تي قيمتي سوغاتن جا نذرانا ڏيئي نه، پر ٻين نوع انسان ڏانهن خلوص، رحم ۽ سخا سان پيش اچڻ سان ئي کيس راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا؛ جو ته انهيءَ ريت هو پنهنجي انساني ڪمزورين ۽ لغزشن جي ٻئي منظر ۾ ان بيمثل معبود هستيءَ جي انهن ئي پاڪ صفتن ۽ فوق‌البشري ڪمالات سان پاڻ کي مالا مال ڪندا؛ جن جي اها هستي ڪانئن خواهشمند آهي. مذهب جو اهو ئي اخلاقي پهلو هو، جنهن کي هيبريو قوم جي نبين، خدا جي نيڪيءَ ۽ تقدس جي شاندار صفتن کان متاثر ٿي، ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائڻ کان ڪڏهن به بيزاري يا ٿڪاوٽ محسوس ڪانه ڪئي. چنانچه مائڪاه* چوي ٿو: ”هن توکي ڏيکاريو آهي، اي انسان، ته نيڪي ڇا آهي؛ ۽ خداوند توکان (ٻي) ڪهڙي طلب ڪري ٿو، سواءِ ان جي ته انصاف ڪر، رحم کي پيار ڪر، ۽ پنهنجي خدا جي راهه ۾ تواضع ۽ انڪساريءَ سان هل“. ۽ اڳتي هلي، جنهن چيز جي وسيلي عيسائيت دنيا ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي، سا زياده تر خدا جي هستيءَ متعلق انهيءَ ئي بلند اخلاقي نظريي ۽ ماڻهن تي ان مطابق عمل ڪرڻ جي فرمان کان

* ”مائڪاه جو ڪتاب“— مقدس انجيل جو هڪ حصو آهي.

سواءِ ڀي ڪاٻ ڪانہ هئي. ”خالص ۽ ڪدورت کان پاڪ مذهب،“ سينٽ جيمس چوي ٿو، ”خدا ۽ خلقتهار جي اڳيان هي آهي: يتيمن ۽ بيواهن سان سندن دک درد ۾ وڃي شامل ٿيڻ، ۽ دنيا ۾ گوشہ نشين ٿي گذارڻ.“

ٻہ جيڪي ڏهن مذهب ۾ اهي ٻہ جزا موجود آهن - هڪ فوق البشر هستين ۾ اعتقاد، جي ڪائنات تي حڪومت ڪري رهيون آهن، ۽ ٻيو سندن خوشنودين حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش - تہ ان حالت ۾ صاف ظاهر آهي تہ مذهب ان حقيقت کي تسليم ڪري ٿو تہ فطرت جو نظام ڪنهن حد تائين لچڪيدار يا ڦرندڙ گهرندڙ نوعيت جو آهي، ۽ اسين انهن طاقتور هستين کي ڪنهن طرح آماده ڪري يا هرڪائي سگهون ٿا تہ هو فطرتي واقعات جي رخ کي، اسان جي خاطر، سندن اصلوڪي رستي تان هٽائي يا بدلائي ڇڏين. هاڻي فطرت جي اها لچڪ يا تبديلي، جنهن کي مذهب، ظاهر يا لڪل صورت ۾، تسليم ڪري ٿو، سا جادوءَ ۽ سائنس جي اصولن جي بلڪل خلاف آهي. جادو توڙي سائنس ٻيئي ان جي عيوض هن حقيقت کي تسليم ڪن ٿا تہ فطرت جا قانون ۽ ان جا طريقا پنهنجي ڪارڪردگيءَ ۾ سخت، ناقابل تبديل ۽ اڏل آهن، ۽ انهن کي پنهنجي مقرر رستي کان نہ منٿ ميڙ ۽ آزي نيزاريءَ سان ئي ڦيرائي سگهبو، نہ دڙڪي داٻ ۽ دٻ دٻاءَ سان. ڪائنات جي انهن ٻن متضاد نظرين جي درميان جيڪو فرق آهي، سو سندن، هن فيصلہ ڪن سوال جي، جواب تي منحصر وڃي ٿئي ٿو تہ ’ڇا، اهي قوتون جي هن دنيا مٿان حڪمراني هلائي رهيون آهن، شعوري ۽ شخصيت جون مالڪ آهن، يا اهي لا شعوري ۽ غير شخصي آهن؟‘ مذهب فوق البشري طاقتن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ جي خيال سان مٿين ٻن جوابن مان پهرئين جواب جو حامي آهي. ڇو تہ هر قسم جي خوشنودي حاصل ڪرڻ يا رضاجوئيءَ ۾ اها ڳالھ بنيادي طور پوشيده رهي ٿي تہ جنهن هستيءَ جي خوشنودي حاصل ڪجي ٿي، سا شعوري ۽ شخصي آهي، ٻيو تہ سندس چال چلت

ڪجهہ قدر غير يقيني آهي ۽ سندس مرضيءَ، خواهشات ۽ جذبات
کي موزون طريقي جي منت و سماجت ڪرڻ سان گهربل رخ ڏانهن
ڦيري گهيري سگهبو. اهڙين شين جي خوشنودي حاصل ڪرڻ
جي ڪوشش ڪانہ ڪئي ويندي آهي، جي بيجان سمجهيون وينديون
آهن ۽ نہ وري اهڙن ماڻهن کي ناهڻ يا راضي ڪرڻ جي ڪوشش
ڪبي آهي، جن جي ڪن خاص حالات ۾ يقيني ۽ فيصلہ ڪن
طرزِعمل متعلق اڳواٽ ئي علم هوندو آهي. چنانچہ جنهن حد
تائين مذهب تسليم ڪري ٿو تہ ڪائنات تي ڪي شعوري هستيون
حڪمراني ڪري رهيون آهن، جن کي منٿ ميڙ سان پنهنجي
اصل مقصد کان ڦيرائي سگهجي ٿو، ان حد تائين ان جي سائنس
۽ جادوءَ سان بنيادي مخاصمت آهي، جي ٻئي هن ڳالهہ کي
ثابت شده حقيقت تسليم ڪن ٿا تہ ڪائنات جو نظام ڪن شخصي
هستين جي خواهشن ۽ جذبات مطابق نہ، پر ڪن ناقابل تغير ۽
خود بخود ڪم ڪندڙ قاعدن مطابق هلي ٿو. جادوءَ ۾، تحقيق،
اها حقيقت پوشيده طور تسليم ٿيل آهي؛ پر سائنس ان کي بلڪل
ظاهر ظهور تسليم ٿي ڪري. جادو ڪيترن موقعن تي واقعي
"روحن" کان ڪم وٺي ٿو، جي هڪ صورت ۾ مذهب جي
تسليم شده شخصي هستين وانگر ئي سمجهڻ گهرجن. پر جڏهن
۾ هو انهن کان پنهنجي دستوري طريقي مطابق ڪم وٺي ٿو، تڏهن
هو انهن سان اها ئي روش اختيار ڪري ٿو، جا هو بيجان شين
سان ڪندو آهي؛ يعني جادو انهن روحن يا غيبانہ کي پنهنجي
مقصد لاءِ زوريءَ مجبور ڪري ٿو ۽ نہ مذهب وانگر انهن کي
منٿ ميڙ يا ارداسن پيش ڪرڻ سان کين راضي ۽ آماده ٿو
ڪري. چنانچہ جادو تسليم ڪري ٿو تہ سڀيئي شخصي هستيون،
انساني يا خدائي، آخرين صورت ۾، انهن غير شخصي قوتن جي
ماتحت آهن، جي سڀني شين مٿان قابض ۽ قادر آهن ۽ اهو ماڻهو
جيڪو انهن قوتن کي موزون سائن سوڻن ۽ جنترن منترن سان
هلائڻ جي چاڙ رکي ٿو، سو پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ

ڪين ڪاميابيءَ سان استعمال ڪري سگهي ٿو. مثال طور، قديم مصر جا جادوگر دعويٰ ڪندا هئا ته هو اها طاقت رکن ٿا، جو هو وڏن کان وڏن ديوتائن کي پنهنجن حڪمن جي بجا آوريءَ لاءِ مجبور ڪري سگهن. درحقيقت جڏهن اهڙا ڪي ديوتائون سندن حڪم عدولي ڪندا هئا، ته هو انهن ديوتائن کي نيست و نابود ڪري ڇڏڻ جي ڌمڪي به ڏيندا هئا. ڪن موقعن تي، ايتريءَ حد تائين هيڻ بدران، جادوگر فقط اهو اعلان ڪندو هو ته جيڪڏهن ديوتا بي-چيو ثابت ٿيندو، ته هو اوسيرس (مها ديوتا) جا هڏا واوکر ڪري ڇڏيندو، يا سندس مقدس روايت کي واشگاف ڪري ڇڏيندو. ساڳئي نموني هندستان ۾ اڄ به هندن جي طاقتور ترمورتي- برهما، وشنو ۽ شو-خود جادوگرن جي ماتحت آهي، جيڪي پنهنجن جنترن ذريعي هنن سڀ کان زياده بلوان ديوتائن تي اهڙي فوقيت رکن ٿا، جو اهي ديوتا هيٺ زمين تي توڙي مٿي آسمانن ۾، انهن سيني حڪمن کي، بغير ڪنهن چون و چرا جي سچ ۽ پوري ڪرڻ لاءِ پڙل آهن، جي اهي ديوتائن جا مالڪ، جادوگر، ڪڏهن به مٿن جاري ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪن. هندستان ۾ هرهنڌ هيءَ چوڻي مشهور آهي: ”سڄي ڪائنات ديوتائن جي، ديوتائون منترن جي، ۽ منتر برهمڻن جي ماتحت آهن؛ ان ڪري برهمڻ ئي اسان جا ديوتا آهن“.

جادو ۽ مذهب جي اصولن درميان هيءَ بنيادي اختلاف ئي آهي، جو جادوگر ۽ ”پوڄاريءَ“ جي وچ ۾ شديد دشمنيءَ ۽ رقابت لاءِ ذميوار آهي، جا تاريخ جي مختلف دورن ۾ اڪثر منجهن موجود رهندي پئي آئي آهي. جادوگر جي متڪبرانه خود-ڪفالت، بالاتر طاقتن ڏانهن سندس غرور پريو رويو ۽ انهن طاقتن جهڙي ئي حڪومت هلائڻ جي سندس دليرانه دعويٰ، - هڪ پوڄاريءَ کي جادوگر ڏانهن متنفر ڪرڻ لاءِ اهي ڪافي ۽ لازمي سبب پئي رهيا آهن. پوڄاريءَ کي، جنهن جي دل ۾ خدائي دٻدٻي ۽ شان و شوڪت جو ڌڪائيندڙ خيال ويٺل هو ۽ جنهن جي اڳيان هو ڪمال انڪساريءَ

سان سر بسجود ٿيندو هو، جادوگر جون اهڙيون دعوائون ۽ ان جو اهڙو رويو، ضرور انهن حقن کي ڦٻائڻ جي مترادف معلوم ٿيندو هوندو، جي پوڄاريءَ جي خدا يا خدائن لاءِ مخصوص آهن. اسان کي اهو به شڪ پوي ٿو ته ڪڏهن ڪڏهن پوڄاريءَ جي حسد ۽ رقابت جي سختيءَ کي زياده تيز ڪرڻ لاءِ نيچ قسم جون خود غرضيون به اچي شامل ٿيون هونديون. مالڪ ۽ بندي جي درميان هو پاڻ کي ئي موزون ذريعو ۽ حقيقي شافع تسليم ڪندو هو، جنهنڪري هڪ رقيب عامل کي ميدان ۾ ڏسي، جو سندس نا هموار ۽ ترڪڻي رستي جي مقابلي ۾ سالڪ کي اقبال ۽ عزت جو زياده يقيني ۽ هموار رستو پڌائي رهيو هو، بلاشبہ سندس اغراض و جذبات بريءَ طرح مجروح ٿيندا هئا.

پوڄاريءَ ۽ جادوگر جي هيءَ دشمني جيتوڻيڪ هن وقت اسان کي بلڪل ڄاتل سڄاتل معلوم ٿئي ٿي، پر اها درحقيقت مذهب جي تاريخ جي نسبتاً پوئين دور جي پيداوار آهي. ان کان اڳوڻن وقتن ۾ پوڄاريءَ ۽ جادوگر جا فرض گڏ هوندا هئا، يا زياده صحيح صورت هيءَ هئي ته پنهي قسم جي فرضن ۾ ان وقت تائين ڪو خاص امتياز يا فرق محسوس ڪونه ڪيو ويو هو. پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهو ديوتائن يا "روحن" جي موافقت، پوڄا ۽ پٿلين ذريعي، حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو، پر ساڳئي وقت هن کي اهڙيون رسمون ۽ لفظن جا منتر اختيار ڪري رکيا هئا، جن ۾ هن کي اعتماد ۽ اميد هوندي هئي ته اهي، ڪنهن ديوتا يا ڪنهن شيطان جي مدد يا مداخلت کان سواءِ ئي، سندس مقصد پورا ڪندا. مختصر لفظن ۾ چئجي ته هن مذهبي رسمون ۽ جادوءَ جا ٽوٽڪا قيڻا هڪ ئي وقت ادا ڪرڻ شروع ڪيا، هو ساڳئي ئي وقت دعائون به گهرندو هو ۽ جادوءَ جا منتر به پڙهندو هو، ۽ جيستائين هڪ يا ٻئي رستي هو پنهنجا مقصد پورا ڪري ٿي سگهيو، تيستائين کيس اها پرواهہ ئي ڪانه هئي ته هو ڪهڙو طريقو استعمال ڪري رهيو هو، يا ٿي سگهي

ٿو ته ڪيس اها ڄاڻ ٿي ڪانه هئي ته سندس دعائن ۽ ٽوڻن ڦيڻن جي انهيءَ دوراهي روش ۾ نظرياتي طور ڪو اندروني تضاد هو. جادوءَ ۽ مذهب جي اهڙي ميل يا سونجهاري جا مثال اسان کي ميلانيشينس ۽ ٻين قومن جي رسمن ۾ اڳيئي ملي چڪا آهن.

جادوءَ ۽ مذهب جي اهائي ملاوت اهڙين قومن ۾ به اچا تائين هلندي آئي آهي، جي تهذيب جي زيادهه بلند منزلن تي پهچي چڪيون آهن. قديم هندستان ۽ مصر ۾ ته اها عام جام هئي، پر اڄ ڪلهه جي يورپي ڪڙمين ڪاسبين ۾ به اها بلڪل مفقود ڪانه ٿي ويئي آهي. هندستان جي باري ۾ اسان کي سنسڪرت جو هڪ ممتاز عالم ٻڌائي ٿو ته "اوائلي دور جي ٻلي چاڙهڻ جون رسمون، جن جي متعلق اسان وٽ تفصيلي معلوميت موجود آهي، اهڙن سائن سوڻن سان ڀريون پيئون آهن، جن مان انتهائي قديم جادوءَ جي بوءِ اچي رهي آهي." مشرق، ۽ خاص طور قديم مصر ۾ جادوءَ جي اهميت جو ذڪر ڪندي، پروفيسر ماسپيرو چوي ٿو، "جادوءَ جي لفظ متعلق اسان کي اهو هيچ خيال قائم نه ڪرڻ گهرجي، جو جديد دور جي هڪ ماڻهوءَ جي دماغ ۾ ازخود تري اچي ٿو. قديم جادو خود مذهب جو بنياد هو. قديم مذهب جي معتقدن کي جڏهن پنهنجي ديوتا کان ڪنهن مهربانيءَ جي درڪار هوندي هئي، تڏهن کين ان ۾ ڪامياب ٿيڻ جو ڪو به آسرو ڪونه هوندو هو، جيستائين هو ان ديوتا کي پنهنجي قبضي ۾ نه آڻيندا هئا، ۽ ديوتائن کي پنهنجي قبضي ۾ هو فقط تڏهن آڻي سگهندا هئا، جڏهن هو ڪن اهڙن خاص قسمن جا ڪريا ڪرم، قربانيون، پوڄائون ۽ منتر عمل ۾ آڻيندا هئا، جيڪي خود ان ديوتا کين ڏسيا هئا: پوءِ جڏهن اهي ڪريا ڪرم، پوڄائون ۽ منتر عمل ۾ ايندا هئا، تڏهن ديوتا پنهنجن پوڄارين جي پرارٿنائن کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي پوندو هو."

جديد يورپ جي جاهل طبقن ۾، خيالن جو ساڳيو مونجهارو،

جادوءَ ۽ مذهب جو ساڳيوئي ميل، مختلف صورتن ۾ اڄ به موجود آهي. چنانچه پڌايو وڃي ٿو ته فرانس ۾ ”ڪرسين جي اڪثريت جو اڄا به اهو اعتقاد آهي ته پادريءَ کي قدرتي عناصرن مٿان هڪ خفيہ قسم جو مڪمل قبضو آهي. ۽ ڪن خاص دعائن پڙهڻ سان، جي ڪيس ئي معلوم آهن ۽ جن جي پڙهڻ جو فقط ڪيس ئي حق حاصل آهي، پر جن جي هر ڦيري پڙهڻ کان پوءِ ڪيس توبہ ڪرڻي پوندي آهي، هو سڀ ڪنهن ناگهاني خطري جي موقعي تي، طبعي دنيا جي ابدي قانونن جي ڪارڪردگيءَ کي هڪدم روڪي يا هٽائي سگهي ٿو: هوائون، طوفان، برفباري ۽ مينهن ـ سڀ سندس اختيار ۾ آهن ۽ هن جي حڪم جي تعميل ڪندا آهن؛ باھ به هن جي قبضہٴ قدرت ۾ آهي، ۽ سندس هڪ ئي لفظ سان باھ جو ڪيڏو به ڀنيٽ هجي، اتي جو اتي وسامي برف ٿي ويندو.“ مثال طور، فرانس جي ڪرسين کي اعتقاد هوندو هو، ۽ شايد اڄا به اٿن، ته پادري ڪن خاص سائن سوڻن سان روح القدس جي هڪ اهڙي عبادت ڪري سگهندا آهن، جنهن جو ايترو ته اثر هوندو آهي، جو خدا ان کي ڪنهن به صورت ۾ خالي ڪونہ موٽائيندو آهي؛ بلڪ خدا کي هر اها دعا مجبوراً قبول ڪرڻي آهي، جا انهيءَ عبادت ذريعي گهري وڃي، خواه اها ڪهڙي به غيرمناسب، بيواجبي ۽ غير معقول هجي. اهڙا ماڻهو، جيڪي زندگيءَ جي انتهائي دشوار گهڙين ۽ مصيبت جي وقتن تي خدا جي خدائيءَ تي اهڙي عجيب طريقي سان زبردستيءَ قبضو ڪرڻ چاهيندا هئا، تن جي سامهون اهڙي قسم جي ”عبادت“ ڪنهن به صورت ۾ خدا جي شان ۾ بي ادبي يا گستاخي ڪانہ هئي. جن پادرين جو ڪليسائي قسم ڪنيل ڪونہ هوندو هو، سي پاڻ روح القدس جي انهيءَ پوڄا ڪرڻ کان اڪثر انڪار ڪندا هئا؛ باقي مسيحائي پاون، خاص طرح ”ڪئپوچن“ طريقي جي پينو پاون، لاءِ عام مشهور هوندو هو ته اهي فڪرمندن ۽ مصيبت زدن جي مشڪل ڪشائيءَ لاءِ، سندن منٿن ميڙين ڪرڻ تي، اهڙيءَ عبادت لاءِ هڪدم تيار ٿي ويندا هئا. ڪئٿولڪ

فرقي جا ڪرمي، اهڙيءَ طرح پادريءَ جو روح القدس مٿان جيڪو قبضو ۽ ضابطو موجود سمجهندا آهن، تنهن ۾ اسان کي انهيءَ ضابطي ۽ طاقت جو هوبهو نقل ملي ٿو، جنهن جو قديم مصري پنهنجن جادوگرن کي مالڪ سمجهندا هئا. ٻيو مثال وٺو: پروينس علائقي جي ڪيترن ڳوٺن ۾ اڃا تائين ائين سمجهيو ويندو آهي ته پادريءَ کي طوفانن کي هٽائڻ جي طاقت هوندي آهي. هرڪنهن پادريءَ کي واقعي اها شهرت حاصل ڪانه هوندي آهي؛ ڪن ڳوٺن ۾ جڏهن به ڪنهن پادريءَ جي بدلي ٿيندي آهي، ته سندس حلقي جا ماڻهو اِن چاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ آتا هوندا آهن ته نئين پادريءَ کي اها طاقت (يا "ڪرامت"، جيئن هو ان طاقت کي سڏيندا آهن) آهي يا نه. سخت طوفان جي پهرينءَ علامت ظاهر ٿيڻ سان، هو سندس آزمائش وٺڻ ۽ کيس پنهنجيءَ طاقت جي مظاهري ڪرڻ لاءِ، طوفان کي واپس ڪرڻ لاءِ چوندا آهن. جيڪڏهن نتيجو سندن اميدن مطابق نڪتو، ته نئين "ريڊار" کي پنهنجي "ڌڻ" جي احترام ۽ همدرديءَ جو يقين ڪرڻ گهرجي. ڪن ڪليسائي ضلعن ۾، جتي نئين پادريءَ جو ان باري ۾ پنهنجي اعليٰ پادريءَ کان زياده نالو نڪتل هوندو آهي، آتي انهن ٻنهي پادرين جي تعلقات ۾ ايتري ته ڪشيدگي پيدا ٿي پوندي آهي، جو بشپ وڏي پادريءَ کي لاچار آتان بدلي ڪري ڇڏيندو آهي. وري گئڪسن علائقي جا ڪرمي سمجهندا آهن ته دشمن کان بدلي وٺڻ لاءِ، برا ماڻهو ڪڏهن پادريءَ کي "سينٽ سيڪيئر" جي خاص پوڄا ڪرڻ لاءِ آماده ڪندا آهن. کين معلوم آهي ته تمام ٿورا پادري اها پوڄا ڪرڻ ڄاڻندا آهن، ۽ جيڪي ڄاڻندا به آهن، تن مان ٽي ياگي چار حصو اهڙا هوندا آهن، جي دوستيءَ ۾ ٿوري پئسي خاطر به اها پوڄا ڪانه ڪندا آهن. بيرحم ۽ بد اخلاق پادرين کان سواءِ اهڙي دل ڏهڪائيندڙ پوڄا ڪوبه ڪونه ڪندو آهي، ۽ يقين ڪرڻ کپي ته، انهن کي روز آخر تي ان لاءِ تمام سخت حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو. ڪوبه پادري

يا بشپ، حتيٰ ڪ آچ صوبي، وارو ”آرڪبشپ“ به ڪين ان لاءِ معافي ڪانه ڏيئي سگهندو، معافي ڏيڻ جو حق فقط ”پاپائي روم“ کي ئي حاصل آهي. ”سينٽ سيڪيئر جي پوڄا“ فقط ڪنهن اهڙيءَ ويران يا ڊٺل ديول ۾ ڪري سگهبي آهي، جتي الو او نائيندا ۽ چمڙا لامارا پائيندا هجن، جتي رات جو خانه‌بدوش قبيلا پنهنجو عارضي آرام‌گاه بڻائيندا هجن، جنهن جي زبون حال قربانگاه هيٺان ڏيڏرن وچي پنهنجا گهر بنايا هجن. اهڙي هنڌ اهو ”بدڪردار“ پادري، پنهنجيءَ سينڌيءَ سان گڏ ايندو آهي، ۽ رات جو جڏهن گهڙيال يارهن ڪلاڪن جو پهريون ڌڪ هڻندو آهي، تڏهن هو اُبتي دعا پڙهڻ شروع ڪندو آهي، اها دعا هو ان وقت پڙهي پوري ڪندو آهي، جڏهن گهڙيال پوريءَ اڌ رات جا ڌڪ هڻڻ شروع ڪندا آهن. هن جي معشوقه سندس نائب جو ڪردار ادا ڪندي آهي. جنهن مانيءَ جي ڊوڊي تي هو دعا پڙهي ڦوڪيندو آهي، سو ڪارو ۽ ٽڪنڊيارو هوندو آهي، شراب ڪونه هوندو اٿس، جنهن تي هو دم ڪري، هن پوڄا لاءِ هو اهڙي کوهه جو پاڻي طلبيندو آهي، جنهن ۾ ڪنهن اهڙي معصوم ٻار جو لاش اڇلايل هجي، جنهن جي عيسائي بنائڻ جي رسم اڃا ادا ٿيل نه هجي. هو صليب جو نشان سڄيءَ تي ڪيندو آهي، ۽ سو به ڏائي پير سان. پيون به ڪيترين ئي اهڙيون ڳالهيون ڪندو آهي، جن کي رڳو ڏسڻ سان هڪ نيڪ عيسائي باقي زندگيءَ لاءِ انڌو، ٻوڙو ۽ گنگو ٿي پوي ٿو. پر جنهن ماڻهوءَ کي نقصان پهچائڻ لاءِ اها پوڄا ڪئي ويئي هوندي، سو آهستي آهستي سڪندو سڙندو ويندو، ۽ ڪو به نه چئي سگهندو ته هن سان ڪهڙي ويڌن آهي، خود ڊاڪٽرن کي به هن جي بيماريءَ جو ڪو پتو ڪونه پوندو آهي، ڪين پلا ڪهڙي خبر ته سندن مريض ”سينٽ سيڪيئر جي پوڄا“ سبب آهستي آهستي ڳرندو سڙندو ٿو وڃي!

• جيتوڻيڪ جادوءَ ۽ مذهب جو اهو ميل ڪيترن ملڪن ۽ ڪيترن زمانن ۾ ڏٺو ويو آهي، ان هوندي به ڪي اهڙا قوي

سبب موجود آهن، جن سان معلوم ٿئي ٿو ته اهو ميل ڪو بنهه قديم دور جي پيدائش نه آهي، ۽ اوائلي زماني ۾ ڪو اهڙو وقت به هو، جڏهن ماڻهوءَ پنهنجي روزمره جي حيواني ضرورتن کان علاوه ٻين ضرورتن ۽ مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ فقط جادوءَ تي ئي ڀروسو ٿي رکيو. اول ته جادوءَ ۽ مذهب جيَ بنيادي نظرين تي غور/ ڪرڻ سان اسان ان فيصلي تي پهچي سگهون ٿا ته انسان ذات جي تاريخ ۾، جادو مذهب کان وڏيءَ عمر جو آهي. هڪ طرف اسان ڏٺو آهي ته، جادو دماغ جي تمام سهل ۽ انتهائي ابتدائي رجحانن جو غلط استعمال آهي، يعني ته اهو هڪجهڙن يا قريبي خيالن جي غلط مفهوم ۽ غلط عمل جو نتيجو آهي، ۽ ٻئي طرف مذهب فطرت جي ظاهري پردي پٺيان انسان کان اعليٰ ۽ بالاتر ڪن شعوري هستين جي ڪارڪردگيءَ کي تسليم ڪري ٿو. ظاهر آهي ته "شخصيت وارين غيبي طاقتن جو نظريو" خيالن جي هڪجهڙائيءَ يا قرابت جي سڌيءَ ساديءَ چيز کان زياده اهنجو ۽ پيچيده آهي، ۽ اهو نظريو، جو فطرتي نظام جي پس پرده شعوري هستين جي وجود کي تسليم ڪري ٿو، تنهن جو سمجهڻ زياده ڏکيو آهي، ۽ ان جي ذهن نشين ڪرڻ لاءِ، بنسبت جادوگر جي نظريي جي ته قدرت جا واقعات صرف هڪجهڙائيءَ يا قرابت جي سبب هڪٻئي پٺيان خود بخود وقوع پذير ٿيندا رهن ٿا، عقل ۽ فهم و فراست جي زياده بلند درجي جي ضرورت آهي. خود بي سمجهه حيوان به اهڙين شين کي جي انهن جي تجربي ۾ هڪٻئي سان گڏ ڏٺيون ويون آهن، پنهنجي حافظي ۾ هڪٻئي سان جوڙين ۽ ملائين ٿا، ڇو ته ان کان سواءِ هو هڪ ڏينهن به زنده نه رهي سگهندا. پر حيوانن يا جانورن متعلق ائين ڪير چئي سگهندو ته هو اهڙو اعتقاد به پنهنجي ذهن ۾ رکي سگهن ٿا ته فطرتي نظام جو ڪاروبار پردي پٺيان هڪ وڏو ۽ قوي هيڪل غيبي جانور يا هڪ کان وڌيڪ اهڙا ٻيا جانور هلائي رهيا آهن. انهيءَ ٻوئين قسم جي نظريي جي ترڪيب ۽ تجويز جو اعزاز حضرت انسان

لاءِ ئي مخصوص ڪري سگهجي ٿو، ۽ انهن ڪرڻ سان حيوانن ۽ جانورن سان ڪا بي انصافي ڪانہ ٿيندي. چنانچہ جادو جيڪڏهن انسان جي انتهائي ابتدائي خيالات جو نتيجو آهي ۽ جيڪڏهن جادو درحقيقت اها غلطي آهي، جنهن ۾ انساني دماغ ازخود ڦاٿو ڪائي وڃي ڪري ٿو، ۽ جيڪڏهن مذهب انهن خيالن جي بنياد تي بيٺل آهي، جنهن تائين محض حيواني ذهن مشڪل ئي پهتو هوندو، تہ ان حالت ۾ امڪان اغلب آهي تہ انسان ذات جي ارتقا ۾ جادو مذهب کان اڳ وجود ۾ آيو آهي، ۽ انسانن، غيب جي پردي پوئتان لڪل، پورالي ۽ چيڙاڪ طبيعت واري هڪ ديوتا يا هڪ کان وڌيڪ اهڙن ديوتائن جي، پوڄائن ۽ قربانين وسيلي، نازبرداري ۽ خوشامد ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ کان پيشتر، فطرت کي محض پنهنجن جادن ۽ جنترن جي قوت سان، پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش مطابق، زبردستيءَ موڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

جادوءَ ۽ مذهب جي بنيادي نظرين تي غور ڪرڻ سان اسين جنهن نتيجي تي مٿينءَ روءِ استخراجي طور پهتا آهيون، تنهن جي، استقراري طور، موجوده آسٽريليائي وحشي قبائل جي طور و طريق کي ڏسڻ سان، جن جي متعلق اسان کي هن وقت پوري ڄاڻ حاصل ٿي سگهي آهي، تصديق ٿئي ٿي: انهن وحشي قبيلن وٽ جادوءَ تي عام جام عمل ڪيو وڃي ٿو، پر پاڻ کان زياده طاقتور هستين کي راضي ڪرڻ يا انهن کي موافق بنائڻ جي معنيٰ ۾ مذهب جو وڃن نالو ئي موجود ڪونهي. ٿلهي ليکي وحشي آسٽريليا ۾ سڀ ماڻهو جادوگر آهن، ۽ ڪو هڪ بہ پادري يا پوڄاري ڪونهي. سنجهانئن هرڪوئي ائين سمجهندو آهي تہ هو پاڻ جهڙن پين ماڻهن يا فطرت جي نظام کي هم آهنگ جادوءَ وسيلي متاثر ڪري سگهي ٿو، پر انهن مان ڪو هڪ شخص بہ ڪنهن ديوتا کي عبادت يا قربانيءَ وسيلي راضي ڪرڻ جو ڪڏهن خيال بہ ڪونہ ڪندو آهي.

پر جيڪڏهن انساني معاشري جي هن سڀ کان زياده پسماندہ

حالت ۾، جا هن وقت آسٽريلياڻي قبائلي جي صورت ۾ اسان جي اکين اڳيان آهي، اسين جادوءَ کي اهڙيءَ نمايان حالت ۾ موجود ڏسون ٿا ۽ مذهب کي ساڳيءَ ريت اتي نمايان طور غير موجود پايون ٿا، ته چا، اسين اهو اندازو لڳايون ته واجبي طور تي ڪيئي سگهون ته دنيا جون سڀ مهذب قومون، پنهنجي تاريخ جي ڪنهن دور ۾، ذهني ارتقا جي ساڳيءَ منزل مان گذري چڪيون آهن، ۽ انهن فطرت جي عظيم قوتن کي عبادت ۽ قربانيءَ ذريعي راضي ۽ آماده ڪرڻ جي ابتدا ڪرڻ کان اڳ، ڪائنات زبردستيءَ پنهنجون خواهشون ۽ مرضيون پوريون ڪرايون هونديون - مطلب ته جيئن انساني ثقافت جي مادي پهلوءَ جي حالت ۾، هر هنڌ پٿر جو زمانو ضرور ٿي گذريو آهي، تيئن ان جي ذهني پهلوءَ جي سلسلي ۾ هر هنڌ جادوءَ جو دور ڪونه گذريو هوندو؟ هن سوال جو جواب اثبات ۾ ڏيڻ لاءِ ڪافي وجوهات موجود آهن. انسان ذات جي موجوده قومن، قبيلن ۽ نسلن جو، گرين لئنڊ کان وٺي ٽيراڊيلفيوگو تائين ۽ اسڪاٽلنڊ کان سينگاپور تائين، جائزو وٺون ٿا، ته ڏسون ٿا ته منجهن مختلف مذهبن جي صورت ۾ بيشمار فرق ۽ امتياز موجود آهن، ۽ سندن اهو مذهبي تفريق قومي يا نسلي حدبندين سان پورو نه آهي، پر اهي تفاوت ۽ بيگانگيون حڪومتن ۽ رياستن جي ننڍن ننڍن حصن ۾ به سمايل آهن، نه فقط ايترو، پر اهي هرهڪ شهر، ڳوٺ، ۽ خود ڪٽنبن اندر به موجود آهن، جنهنڪري سڄيءَ دنيا جي معاشري جو مٿاڇرو ڏريل ۽ ٽاڪين لڳل، چيرن ۽ ڳلڪڙن سبب زبون حال ۽ ڪلر ڪاڌل آهي، ۽ ان ۾ مذهبي اختلافن جي نفاق پيدا ڪندڙ اثر سبب ناقابل عبور خليجون حائل ٿيل آهن. پر ان هوندي به جڏهن اسين انهن اختلافن جي پڙدي کي چاڪ ڪري، جن جو زياده تر اثر معاشري جي قابل عقلمند طبقي تي آهي، ڪجهه هيٺ نگاه ڪريون ٿا، ته ۽ انهن سڀني اختلافن جي هيٺان، معاشري جي سوڙن، ڪمزورن، جاهلن ۽ وهم پرستن جي درميان - ۽ بدقسمتيءَ سان انسان ذات جي اڪثريت انهن ئي ماڻهن جي آهي - دماغي

يڪسانيت جو هڪ نهرو ۽ گهاٽو تهہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اڻويهين صدي عيسويءَ جي عظيم حاصلات مان هڪ هيءَ بہ هئي تہ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ اڪثريت جي انهيءَ تنگ ۽ هيٺاهين دماغي تهہ جي بنيادي ۽ حقيقي يڪسانيت کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. اها "جهالت جي يڪسانيت" اسان جي بنهہ اکين اڳيان، هتي، موجوده دور ۾، يورپ اندر موجود آهي، ۽ اها ساڳي يڪسانيت آسٽريليائي ريگستانن ۽ اونداهن ٻيلن ۾، ۽ دنيا جي ٻين سڀني اهڙن علائقن ۾، جتي اعليٰ تهذيب جي اثر ان کي زيرزمين دفنائي نہ ڇڏيو آهي، ظاهر ظهور، مٿاڇري تي بيٺل ۽ موجود نظر اچي ٿي. اهو عام اعتقاد، جو ئي حقيقت ۾ پاڻ لاءِ هڪ عالمگير دين هئڻ جي صحيح دعويٰ ڪري سگهي ٿو، سو آهي: عام ماڻهن جو جادوءَ ۾ ايمان. دستوري مذهب نہ فقط دنيا جي مختلف ملڪن ۾ مختلف رهيا آهن، پر مختلف دورن ۾ ساڳئي ملڪ ۾ بہ اهي جداگانہ نوعيت جا رهيا آهن، پر جادوءَ جو نظام، پنهنجن اصولن ۽ عملن ۾، دنيا جي هر ملڪ ۽ هر دور ۾ هڪ ئي نوعيت جو رهيو آهي. جديد يورپ جي جاهل ۽ وهم پرست طبقن ۾، اڄ بہ اهو ساڳيو آهي، جو هزارها سال اڳ قديم مصر ۽ هندستان ۾ هو، ۽ اهو اڄ بہ دنيا جي دور دراز ڪنڊن ڪڙڇن ۾ رهندڙ انتهائي وحشي ۽ تهذيب کان دور قبائل ۾ ساڳئي ئي خدوخال ۽ انداز ۾ موجود آهي. سچ ۽ حق جي پرک، جيڪڏهن هٿن مٿي ڪرڻ يا مٿن جي شمار سان ٿي سگهي، تہ هوند جادوءَ جو نظام، ڪئٿولڪ ڪليسا جي مقابلي ۾، زياده پختي دليل سان، "آواز خلق نقارهٔ خدا ست" جي مٿي ڪي، پنهنجيءَ صداقت جي پڪيءَ ۽ يقينيءَ سند هئڻ جي حيثيت ۾ وڏي فخر سان پيش ڪري سگهي ٿو.

معاشري جي بالائي تهہ هيٺان جهالت ۽ وحشانيت جو اهو جيڪو دائمي ۽ مضبوط تهہ وڇايل آهي، ۽ جو مذهب ۽ ثقافت جي عارضي تبديلين کان ڪڏهن متاثر ڪونہ ٿيو آهي، تنهن جي مستقل وجود جو اڳتي هلي انسان ذات جي مستقبل تي ڪهڙو اثر

پوندو، تنهن تي غور ڪرڻ هن وقت اسان جي دائري کان ٻاهر آهي.
هڪ سنجيده دماغ رکندڙ مبصر، جنهن جي فڪر ۽ مطالعي ڪيس انهن
مسئلن جي اونهاين ۾ ليئي پائڻ جو موقعو فراهم ڪيو آهي، ان جي
وجود کي انساني سڀيتا ۽ تهذيب لاءِ هڪ عظيم دائمي خطرو ئي تصور
ڪندو. اسين واقعي انساني ذهن جي هڪ اهڙي سنهي ۽ ناپائدار
تهه مٿان هلي رهيا آهيون، جنهن کي سندس هيٺان ستل ضدي ۽ ڊيڄ
قسم جون طاقتون ڪنهن به وقت ڏاري ڦاڙي سگهن ٿيون. وقت بوقت
انهيءَ زير زمين تهه مان هڪ ڀيانڪ ۽ اجوڳ آواز يا هوا ۾
ٻاهر جو هڪ اوچتو شعلو ٻاهر نڪري، ٻڌائي ٿو ته اسان جي
قدمن هيٺان ڇا وهي واپري رهيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن مهذب
انسانن جي هيءَ نفيس ۽ نازڪ دنيا اخبارن ۾ ڪا اهڙي خبر
پڙهي ڪنبي ويندي آهي ته 'اسڪاٽلنڊ ۾ ڪنهن نفرت جوڳي
زميندار يا پا'ريءَ کي مارڻ لاءِ هڪ بوتو دفن ٿيل مليو آهي،
جنهن جي جسم ۾ سيون ٽنبيل هيون، آئرلئنڊ ۾ ڪيئن' نه هڪ
عورت کي ڏائڻ سمجهي آهستي آهستي باهه مٿان پچائي پچائي
ماريو ويو آهي، يا روس ۾ ڪيئن نه هڪ ڇوڪريءَ کي قتل
ڪري، ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو آهي، ته جيئن سندس انساني
چربيءَ ۽ هڏين مان اهي جادوءَ جون موم بتيون ٺاهيون وڃن،
جن جي روشنائيءَ وسيلي چور پنهنجي آديءَ رات واري پوشي کي،
عام نظرن کان اوجهل ۽ پوشيده رهي، ڪاميابيءَ سان سرانجام
ڏيئي سگهن، وغيره'. پر اسان جي هن اڪثر تهذيبي جدوجهد ۾، اڃا تائين
هلي ڪهڙيون طاقتون ڪاميابي ۽ فوقيت حاصل ڪنديون ـ اهي،
جيڪي مستقل جي ترقيءَ جي ضمانت آهن، يا اهي، جيڪي هن
وقت تائين حاصل ڪيل ترقيءَ کي ڊاهڻ لاءِ هروقت تيار بيٺيون
آهن، آخرڪا'ر اقليت جي روشن ذهن جو زندگي بخش فڪر اسان کي
انسانيت جي معراج تي پهچائيندو، يا اڪثريت جي جهالت جو
پهاڙ جيڏو مرده وزن اسان کي وٺي وڃي ابليسيت جي اونهي
اوڙاهه ۾ پوڙيندو: اهي سوال واقعي حڪمت جي صاحبن ۽

اخلاقيات جي عالمن ۽ سياسيات جي ماهرن ۽ مدبرن لاءِ اهم ۽ ڳوڙها سوال آهن، جن جي جوابن لاءِ هنن جون عقابي نظرون هميشه مستقبل جي افق کي گهورينديون رهن ٿيون ؛ تاريخ جو هڪ خاڪسار طالبعلم انهن مشڪل مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪهڙي جرئت ڪري ٿو سگهي! هتي اسان جو مطلب فقط هن حقيقت سان آهي ته مذهب جي لامتناهي اختلافن ۽ باهمي تفريق جي مقابلي ۾، جادوءَ جي اعتقاد ۾ هڪ عالمي يڪسانيت ۽ اتحاد موجود آهي؛ ۽ ان حقيقت جي پيش نظر، هيءُ انومان ڪافي حد تائين صحيح ٿي سگهي ٿو ته 'جادو انساني عقل جي انهيءَ بنهه اوائلي ۽ اڻ گهڙيل صورتحال جو مظهر آهي، جنهن مان انسان ذات جون سڀيئي قومون ۽ نسل هڪ دفعو ضرور لنگهي چڪا آهن، يا منجهائن ڪي ته هن وقت به ذهن جي انهيءَ اوائلي منزل تي روڪيا بيٺا آهن، جنهن کي پار ڪرڻ کان پوءِئي هنن لاءِ مذهب ۽ سائنس جي اڳيري منزل ڏانهن پيشقدمي ڪرڻ ممڪن ٿي سگهندو.'

جيڪڏهن منهنجو اهو انومان صحيح آهي ته دنيا جي هرحصي ۾ مذهب جي دور کان پيشتر جادوءَ جو دور ٿي گذريو آهي، ته پوءِ قدرتي طور اسان کي هي سوال پڇڻ گهرجي ته پلا اهي ڪهڙا وجوهات هئا، جن انسان ذات يا ان جي زياده تر حصي کي آماده ڪيو ته هو جادوءَ جي عقيدي ۽ دستورالعمل کي خير باد چئي، ان جي بجاءِ مذهب کي ايمان ۽ دستورالعمل طور اختيار ڪرڻ شروع ڪري ڏين. هن باري ۾ جن بيشمار حقيقتن کي سمجهڻ جي ضرورت پيش اچي ٿي، تن جي جڏهن مختلف نوعيتن ۽ پيچيدگين تي نظر ڪريون ٿا ۽ انهن متعلق اسان کي جيڪا قليل ڄاڻ حاصل آهي، تنهن تي غور ڪريون ٿا، تڏهن اسان کي مڃڻو ٿي پوي ٿو ته اهڙي اٿاهه ۽ بي پايان مسئلي جي مڪمل ۽ اطمينان بخش حل جي اميد رکڻ بيجا ٿيندي. ۽ اڻ ڪري اسان جي موجوده ڄاڻ جي بنياد تي وڌ ۾ وڌ ايترو ممڪن ٿيندو ته ٿورڙو پيا گهڻو معقول ۽ واجبي حقائق تي مبني هڪڙو انومان

ٿي ڪيدي سگھون. ان صورتحال ۾، ڊچي ڊچي، انهيءَ مسئلي متعلق آءٌ هيءَ راءِ ٿو پيش ڪريان ته 'تجربي دواران جادوءَ جي لازمي طرح هڪ ناڪام ۽ بيڪار چيز هجڻ جي احساس انسان ذات جي زياده سنجيده ۽ عقلمند طبقي کي آهستي آهستي فطرت جي ڪنهن زياده درست ۽ اعتبار جوڳي نظريي قائم ڪرڻ لاءِ ۽ فطرت جي وسائل کي پنهنجي مقصد برآريءَ لاءِ ڪنهن زياده مفيد استعمال جي تلاش ۾، پنهنجي اردگرد ڪجھ زياده سوچ ويچار سان نظرن ڦيرائڻ لاءِ آماده ڪيو. ڪجھ وقت گذرڻ بعد، ظاهر آهي ته زياده سمجھدار ۽ تيز فهم ماڻهن محسوس ڪرڻ شروع ڪيو هوندو ته جادوءَ جي عمل جو انهن نتيجن تي درحقيقت ڪو اثر ئي ڪونه هو، جن کي پيدا ڪرڻ لاءِ ان کي استعمال ڪيو ويو ۽ جنهن جي متعلق سندن سادن سودن ۽ ويساه وسوڙل ياڙن اجا به اعتقاد پئي رکيو ته اهو واقعي انهن نتيجن کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ جوابدار هو. جادوءَ جي ناڪام ۽ بيڪار هجڻ جي انهيءَ ڄاڻ خوب ل ٿيڻ ڪري، انهن ماڻهن جي دل و دماغ ۾، جن کي انهيءَ حقيقت کي شناخت ڪرڻ جي فراست هئي، آهستي آهستي هڪ زبردست انقلاب پيدا ٿيو هوندو. ان ڄاڻ جو درحقيقت مطلب هيءُ هو ته ماڻهن کي فطرت جي قوتن کي پنهنجي مرضيءَ موجب هلائڻ چلائڻ جي باري ۾ پنهنجي بيچارگيءَ ۽ لاچاريءَ جو احساس ٿيو هوندو، جن کي هن پهريائين پنهنجي مڪمل قبضي اندر سمجھيو هو. اها ڄاڻ "گويا انسان جي ڪمزوريءَ ۽ لاعلميءَ" جي قبوليت هئي. ماڻهوءَ ڏٺو ته هن جيڪي اسباب سمجھيا هئا، سي درحقيقت اسباب هئا ئي ڪونه ۽ انهن اسبابن مان ڪم وٺڻ لاءِ هن جيڪي به ڪوششون ڪيون هيون، سي سڀ بيڪار ۽ اجايون هيون. هن جون دردناڪ مشقتون ۽ محنتون سڀ بيڪار ۽ اجايون هيون، ۽ سندس سموري تعجب خيز عقلمندي، بي مقصد ۽ فضول، ڏنگرن تي اڻي هارڻ جي مترادف هئي. هيستائين هو ڏکيو انهن ڌاڳن کي ڇڪي رهيو هو، جن جي ٻچڙين سان

ڪجھ بہ پڏل ڪونہ هو؛ هن سمجهيو هو تہ هڪ سڌي سنئين واٽ ورتيون پنهنجي منزل مقصود ڏانهن وڌي رهيو هو، پر درحقيقت هو گهاٽي ۾ پڏل ڏاند وانگر، آتي جو آتي هڪ ئي تنگ دائري ۾ ڦري رهيو هئو. نہ وري ڪو ائين هو تہ جن نتيجن ۽ اثرن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ هن ايڏا سارا جتن ۽ اهتمام ڪيا، تن جو ظاهر ٿيڻ بند ٿي ويو هو، بلڪ اهي تہ اچا بہ جيئن جو تيئن ظاهر ٿي رهيا هئا، فرق رڳو هي هو تہ انهن جي ظاهر ٿيڻ ۾ هاڻي سندس ڪو هٿ ڪونہ هو. ڏرتيءَ تي مينهن اچا بہ وسي رهيو هو؛ سج اچا بہ پنهنجو روزانو ۽ چنڊ اچا بہ پنهنجو شبينو سفر آسمان ۾ ڪري رهيو هو؛ موسمن جو خاموش جلوس، روشنائيءَ ۽ سايي ۾، ڪڪرن ۽ آس ۾، اڳي وانگر اچا بہ زمين تي جاري هو؛ ماڻهو دستور موجب زندگيءَ جي عذابن سهڻ لاءِ جمي رهيا هئا ۽ زمين تي مختصر مسافت بعد، آخر وڃي دائمي دنيا ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن سان ملاقي ٿي ٿيا. سڀ شيون، درحقيقت، پنهنجي معمول مطابق هلي رهيون هيون، پر ان جي باوجود اهي ان ماڻهوءَ کي هڪ نئين رنگ ڍنگ ۾ معلوم ٿي رهيون هيون، جنهن جي اکين تان پراڻا ڪوپا ڪري چڪا هئا. جو تہ هاڻي هن جي اها غلطفهمي دور ٿي چڪي هئي تہ ڪو هو ئي زمين ۽ آسمان کي سندن مقرر رستن تي هلائي رهيو هو ۽ جيڪڏهن هو پنهنجو ڪمزور هٿ انهيءَ مانڊاڻ مان ڪڍي ولندو تہ زمين ۽ آسمان پنهنجون عظيم گردشون ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندا! پنهنجن دشمنن ۽ دوستن جي موت ۾ هن کي هينئر پنهنجي يا ڪنهن مخالف جادوگر جي تيزتر جادوءَ جي طاقت نظر آئي؛ هينئر کيس معلوم ٿي چڪو هو تہ دوست ۽ دشمن هڪ ئي نموني ڪن ڀين اهڙين قوتن اڳيان سيس نوائيندا آيا هئا، ۽ ڪن ڀين اهڙين تقديرن جي فرمانبرداري ڪندا رهيا هئا، جي سندس قبضهٔ قدرت کان ٻاهر هيون.

چنانچہ پنهنجي قديم لنگر کان ڇڄي، شڪ شبهي ۽ غير يقينيءَ

جي طوفاني سمنڊ تي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڌڪن کائڻ لاءِ مجبور ٿي، ۽ پنهنجي خود اعتماديءَ ۽ پنهنجن قوتن جي اثرائتي هجڻ جي يقين کان ان طرح محروم ٿي، اسان جو هيءُ قديم فيلسوف برِيءَ طرح حيران ۽ پريشان ٿيو هوندو، تان جو هن خطرناڪ ۽ خوفائتي ساموئڊي سفر کان پوءِ، ايمان ۽ عمل جي هڪ اهڙي مالي بندرگاهه ۾ اچي پناه ورتي هوندائين، جنهن ۾ ڪيس سندس ستائيندڙ شڪن شبهن جو حل ۽ فطري قوتن مٿان سندس حڪمرانيءَ جو تورو يا گهٽو نعم‌البدل ملي ويو، جنهن تان انتهائي مجبوريءَ ۽ بيدليءَ سان دستبردار ٿيو هو. جيڪڏهن هيءَ عظيم ڪائنات سندس ۽ سندس دوستن جي امداد کان سواءِ ئي پنهنجي رستي تي قائم هئي، ته پوءِ يقيناً ڪي ٻيون هستيون، هن وانگر، پر هن کان زياده طاقتور، موجود هيون، جي پاڻ پوشيده رهي، ڪائنات جي نظام کي هلائي ۽ انهن مختلف‌الانواع تبديلين جي سلسلي کي رونما ڪري رهيون هيون، جن لاءِ ان وقت تائين ڪيس اهوئي يقين هو ته اهي سندس جادوءَ جي طاقت جون مرهون منت هيون. هينئر ڪيس يقين آيو ته اهي ئي ازغيبي هستيون هيون، ۽ نه هو پاڻ، جي طوفاني هوائن کي هلائي، بجليءَ کي چمڪائي، ۽ رعد کي رڙڪائي رهيون هيون؛ جن هن پائدار ۽ نهريءَ زمين جا بنياد وڌا، ۽ بي صبر سمنڊن جون حدون مقرر ڪيون، جن کان اهي ٻاهر نه نڪرن؛ جن هوا جي پرندن کي پنهنجو گوشت ۽ ويرانين جي درندن کي پنهنجو شڪار ڏنو؛ جن سرسبز زمين کي ڀرپور فصلن ڏيڻ، اوچين ٽڪرين کي گهاٽن ٻيلن سان ڍڪجڻ، جوشيلين نهرن کي ٻهاڙن هيٺان نڪري وادين ۾ وهڻ، ۽ مائي ٻاڻيءَ جي ٻاسي ۾ ساوڪ کي اپرڻ لاءِ حڪم ڏنو؛ جن انسان جي ناسن ۾ ساهه ڦوڪيو ۽ ڪيس زندگي بخشي، يا ورِي ڪيس جنگين، قحط ۽ بيماريءَ ذريعي فنا جو دروازو ڏيکاريو. پوءِ انهن طاقتور هستين کي هن مخاطب ڪرڻ شروع ڪيو؛ جن جي صناعي هن هاڻي قدرت جي انيڪ انيڪ رنگا رنگي ۽ چمڪدار شين ۾ ڏٺي؛ انهن اڳيان هن

ڪمال انڪساريءَ ۽ نئوڙت سان پنهنجي لاچاريءَ ۽ سندن پوشيده قوت تي پنهنجي دارومدار جو اظهار ڪيو، سندن رحم وڪرم لاءِ هن دعا پني ته ڪيس دنيا جي نعمتن سان مالا مال ڪيو وڃي، انهن مصيبتن ۽ خطرن کان کيس محفوظ رکيو وڃي، جن جي درميان انسان جي هيءَ فاني حياتي هرطرف کان وڪوڙيل آهي، ۽ آخر ۾ سندس لازوال روح کي هن خاڪي پڃري جي پوسات کان آجو ڪري، ڪنهن پر مسرت عالم ۾ پهچايو وڃي، جتي ڪنهن به قسم جو دک درد، فڪر ۽ غم موجود نه هجي ۽ جتي هو سائن ۽ ٻين نيڪ مردن جي روحن سان خوشيءَ، اطمينان ۽ قناعت ۾ گذاري.

انهيءَ، يا ٻئي ڪنهن اهڙي نموني، ڪن عقلمندن ۽ فهم وفراست جي مالڪن جادوءَ کان جان ڇڏائي، پاڻ ۾ اها عظيم تبديلي آندي هوندي. پر خود انهن ۾ به اها تبديلي مشڪل سان هڪدم يا جلد آئي هوندي، امڪان آهي ته ان جي رفتار نهايت ئي آهستگيءَ واري هئي — ۽ ان تبديل کي مڪمل طور پنهنجن پيرن ڄمائڻ ۾ هزارين صديون لڳي ويئون هجن. جو ته ماڻهوءَ ۾ اهو احساس ته قدرت جي نظام کي مڪمل طور پنهنجي مرضيءَ موجب هلائڻ هن جي وس کان ٻاهر آهي، بلڪل آهستي آهستي پيدا ٿيو هوندو، ناممڪن آهي ته هن قدرت جي نظام مٿان پنهنجي انهيءَ خيالي حڪومت جي نشي کان پاڻ کي هڪ ئي ڌڪ سان محروم ڪيو هوندو. هو پنهنجي انهيءَ عاليشان ۽ فخريه مقام تان قدم بقدم ئي پٺتي هٽيو هوندو، انهيءَ ميدان جو، جنهن کي هن ڪڏهن پنهنجي ميراث سمجهيو هو، هڪ هڪ قدم هن سخت افسوس ۽ آه وزاريءَ کان پوءِ ڇڏيو هوندو. ڪڏهن هن هوائن تي حڪم هلائڻ کان پاڻ کي مجبور ۽ قاصر سمجهيو هوندو، ته ڪڏهن برسات تي، ڪڏهن ڪڏهن سج جي تپش هن کي سندس حڪم عدولي ڪندي نظر آئي هوندي، ته ڪڏهن گجگوڙ مخالفت تي آماده ٿيندي معلوم ٿي هوندي، ۽ جيئن جيئن قدرت جي هڪ

علائقي کان پوءِ پيو سندس قبضي کان ٻاهر نڪرندو ويو، تان جو جنهن کي هن ڪنهن وقت مڪمل اختيار ۽ اعليٰ حاڪميت سمجهيو هو، سا محض مجبوريءَ ۽ بيوسيءَ ۾ تبديل ٿيندي نظر آيس، تيئن تيئن ماڻهوءَ کي پنهنجي ضعف ۽ ڪمزوريءَ جو ۽ انهن پوشيده هستين جي طاقت جو زياده مڪمل احساس ٿيندو رهيو هوندو، جن جي وچ ۾ هن پاڻ کي گهيريل ۽ وڪوڙيل پئي سمجهيو. چنانچه مذهب، جو ابتدا ۾ انسان کان زياده طاقتور هستين جي وجود ۽ قوت جي ٿوريءَ گهڻيءَ قبوليت جو اظهار هو، علم ۽ ڄاڻ جي واڌاري سان گڏوگڏ انسان جي مڪمل مجبوريءَ جي اقرار ۽ احساس ۾ تبديل ٿيندو ويو، رڳا ماڻهوءَ انهن پوشيده طاقتن اڳيان پاڻ ۾ محسوس ڪئي. سندس پراڻي متڪبرانه ۽ آزاد چال چلت، انهن اڻ-ڏٺل ۽ ناقابل فهم هستين اڳيان نئڙت ۽ نياز سان سجدن ڪرڻ ۾ تبديل ٿي ويئي ۽ هن انهن جي رضا تي پنهنجي گردن جهڪائڻ کي پنهنجو اعليٰ ترين اخلاق ۽ پسنديده گڻ سمجهيو. پر مذهب جي اهڙي عميق فهم ۽ هرڳالهه ۾ خدائي رضا آڏو زياده تواضع ۽ خاڪساريءَ سان مڪمل نيازمنديءَ جي احساس جو فقط انهن اعليٰ دماغ شخصن تي اثر ٿيو آهي، جن جي بصيرت جو دائرو ايتري قدر وسيع آهي، جو هو قدرت جي اٿاه ۽ بي پايان وسعت اڳيان انسان جي بي مايگيءَ جو تصور ڪري سگهن ٿا. ننڍن دماغن ۾ وڏيون ڳالهيون سمائجي ڪونه سگهنديون آهن. انهن جي ڪوتاه سمجهه ۽ نيم انڌين نظرن ۾، سندن ذات شريف کان سواءِ ٻي ڪابه چيز حقيقي طور عظيم ۽ اهم ڪانه هوندي آهي. اهڙين ننڍين دلين ۽ مختصر دماغن وارا ماڻهو مذهب ۾ ڪا منزل ڪانه ماڻي سگهندا آهن. اهڙن ماڻهن کي، دراصل، سندن اڳواڻ صرف مذهب جي ظاهري اصولن جي ظاهري تعميل ۽ ان جي احڪامن جي زباني اقرار لاءِ ئي تربيت ڏيندا رهندا آهن — ۽ اهڙيءَ طرح ٿيندي ٿيندي، عام خلق رڳو مذهب جي ٻاهرين رسوماتي روپ ۾ رڳجي ويندي آهي، ۽ درحقيقت هو جادوءَ جي انهن پراڻن

وهمن کي ٿي ڇهنيا رهندا آهن، جن جي مذهب نہ اجازت ڏني ٿو ۽ تہ جن کي هو برداشت ڪري ٿو، پر جن جي هو ٿيسين ٻيخ ڪني نہ ٿو ڪري سگهي، جيسين ماڻهن جي اڪثريت جي دماغي ۽ جسماني ڊانچن پر ان جون پختيون پاڙون باقي رهن ٿيون.

هن هنڌ پڙهندڙ هن سوال پڇڻ لاءِ آماده ٿيندو تہ 'پلا اعليٰ دماغ رکندڙ ماڻهن کي جادوءَ جي غلط نوعيت جو علم ان منزل کان اڳ ڇو نہ ٿيو؟ هو اهڙين اميدن ۽ آسرن کي دل پر ڇو رکي ويٺا هئا، جن جو حشر ذري گهٽ هرحالت پر ناڪاميءَ کان علاوه ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيٺو هو؟ ڪهڙيءَ دل سان هو اهڙيون معزز حرڪتون ڪندا رهيا، جن جو نتيجو ڪجهہ بہ ڪونہ هو، ۽ اهڙي بيمعني بڪواس ڪندا رهيا، جنهن جو اثر ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيٺو هو؟ اهڙن تجربن کي بار بار آزمائڻ جي همت ڪيئن ٿيندي هين، جي هر دفعي غلط ثابت پئي ٿيا؟' ان جو جواب هيءُ ٿو نظر اچي تہ ان عظيم غلطفهميءَ جو سراغ ڳولي ڪيڻ ڪنهن بہ حالت پر آسان ڪونہ هو، ۽ نہ وري ناڪاميابيون ظاهر ظهور ڏسڻ پر ايندیون هيون، ڇو تہ زياده تر حالتن پر، ۽ شايد هرحالت پر، گهربل واقعو، جادوءَ جي جنتر ۽ ٽوٽڪي جي ٿوري گهڻي وقفي کان پوءِ، سچ پچ وقوع پذير ٿيندو هو، جنهن لاءِ جادوءَ جو عمل ڪيو ويندو هو. اهڙيءَ صورتحال پر، ان ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ تہ انهن حالتن پر بہ سندس جادو ٿي انهن واقعات کي وجود پر آڻڻ لاءِ لازماً ذميدار ڪونہ هو، هڪ عام سطح جي زود فهم دماغ کان وڌيڪ ڪنهن غيرمعمولي قسم جي تيز دماغ واري ماڻهوءَ جي ضرورت هئي. طوفان کي آڻڻ لاءِ، يا مينهن وسائڻ، يا دشمن جي موت آڻڻ جي ارادي سان جيڪا رسم ادا ڪئي ٿي ويئي، تنهن جي ڪڏهن، اڳي يا پوءِ، اهو واقعو ضرور رونما پيو ٿيندو هو، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو عمل ڪيو ٿي ويو؛ ان صورت پر جيڪڏهن قديم وحشي انسان انهيءَ واقعي کي ان خاص عمل جو سڌو نتيجو ۽ ان کي جادوءَ جي اثرائتي هئڻ جو بهترين ثبوت سمجهي ويهي

ٿي رهيو، ته ان لاءِ هن کي کهڙو ڏوهه ڏيئي ٿو سگهجي. ساڳيءَ طرح صبح جو سج کي اڀارڻ، موسم بهار ۾ ڌرتيءَ کي ”سياري جي گهريءَ ننڊ“ مان بيدار ڪرڻ لاءِ ادا ڪيل رسمون، پيو نه ته موافق آب و هوا وارن علائقن ۾، ضرور ڪامياب ٿينديون نظر اينديون، ڇو ته انهن علائقن ۾ سج پنهنجو زرين چراغ هر روز مشرق ۾ روشن ڪندو آهي، ۽ سال بسال موسم بهار ۾، ڌرتي پاڻ کي ازسرنو خوبصورت سبز پوشاڪ ۾ ملبوس ڪندي آهي. چنانچه عملي نتيجن ۾ اعتقاد رکندڙ وحشي، پنهنجي رجعت پسندانه رجحانات سبب، هڪ نظرياتي شڪن اٿاريندڙ ماڻهوءَ ۽ انقلابي فيلسوف جي نازڪ خياليءَ ڏانهن لازم آهي ته ڪن ٿي ڪونه ڏيندو هوندو، جيڪو ڪيس اشارتاً ائين چوڻ جي همت ڪندو هوندو ته ’سج جو هر روز مشرق مان اڀرڻ ۽ بهار جو پوري وقت تي اچڻ، سندس يا سندس قبيلي جي روزانه ۽ ساليانه رسمن جي باقاعده ادائگيءَ جو سڌو نتيجو ناهي ۽ جيڪڏهن اهي رسمون ڪڏهن ادا نه ڪيون وڃن، يا انهن جو سلسلو بلڪل ختم ئي ڇو نه ڪيو وڃي، ته به اهو سج ائين ئي اڀرندو رهندو ۽ وڻ ٽڻ ائين ئي ڦل ڏيندا رهندا.‘ ظاهر آهي ته اهڙن بيهوده شڪن شبهن کي هڪ وحشي سندس ايمان ۾ رخنو وجهندڙ ماليخوليا سمجهي، غصي ۽ حقارت سان ٺوڪاري ڪڍي ڇڏيندو، ڇو ته سندس ذاتي تجربو واضح نموني ۾ انهن کي هر وقت غلط ثابت ڪيو بيٺو هو. هو ائين ئي چوندو هوندو: ”ڇا، هن کان زياده واضح بي ڪا ڳالهه هوندي ته آءٌ پنهنجي ٽڪي واري شمع هيٺ زمين تي ٻاريان ٿو، ته ان کان پوءِ سج پنهنجي طاقتور مشعل آسمان ۾ روشن ڪري ٿو؟ مون کي اهو ته پڌاءِ ته ڇا، بهار ۾ جڏهن آءٌ پنهنجو سرسبز جبو پهريندو آهيان، تڏهن وڻ ٽڻ ائين نه ڪندا آهن؟ اهي حقيقتون هرهڪ جي پنهه اکين آڏو عيان آهن، ۽ آءٌ انهن سان پڌل آهيان. آءٌ ته سڌو سادو عملي ماڻهو آهيان ۽ نه تو جهڙن نظرياتي بحث ڪندڙن، الي مان وار ڪيندڙن ۽ منطق جي ڇوڏن لاهيندڙن مان. تنهنجا

هي مسئلا ۽ اهي غور ۽ فڪر پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي بلڪل ٺيڪ هوندا، ۽ جيڪڏهن توهان انهن ۾ ڦاسڻ چاهيو ٿا، ته مون کي توهان ڪوبه اعتراض ڪونهي، جيستائين توهان انهن کي عملي جامو نه ٿا پهرايو؛ پر مهرباني ڪري مون کي ڇڏي ڏيو ته آءٌ حقيقتن کي ڇهندو رهان: آءٌ ڄاڻان ٿو ته منهنجا پير زمين ۾ ڪتل آهن."

انهيءَ قسم جي دليلبازيءَ جي غلطي اسان کي صاف نظر اچي ٿي، ڇو ته ان جو واسطو اهڙين حقيقتن سان آهي، جن جي متعلق اسان اڄ ڪان گهڻو زمانو اڳ پنهنجو فيصلو ڪري چڪا آهيون. پر جيڪڏهن ساڳئي قسم جي دليلبازي ڪنهن اهڙي مسئلي متعلق ڪئي وڃي، جنهن جو ڪو قطعي ۽ آخرين فيصلو ٿيل نه هجي، ته ان کي ٻڌڻ سان اڄ ڪلهه جا اسان جا پڙهيل ڳڙهيل ۽ سنڌريل سامعين حقيقت پسندانه سمجهي ان تي ڪنڌ ڌوڻڻ ڪرڻ شروع نه ڪري ڏيندا؟ ڇا اهڙي دليلبازي ڪندڙ ماڻهوءَ کي جوشيلو ۽ انتهائيت ڏانهن مائل نه سمجهي، بلڪ هڪ معتبر، حقيقت شناس ۽ صاحب فهم و فراست شخص نه سمجهيو ويندو؟ جيڪڏهن اهڙي دليلبازي اسان وٽ اڄ به هلي سگهي ٿي، ته ان صورت ۾ ڪهڙو تعجب آهي وحشي انسان ان مان اهڙي زماني تائين ڪو نقص نه ڪڍي سگهيو؟

# باب پنجون

## آب هوا مٿان جادوءَ وسيلي ضابطو

١- **پبلڪ جادوگر:** پڙهندڙ کي ياد هوندو ته جادوءَ جي هن ماڳ ۾ اسان اڳ ۾ داخل ٿيا هئاسين، جتي اسان انسان- ديوتا جي ٻن قسمن تي غور ڪري رهيا هئاسين؛ اهو ئي سراغ آهي، جنهن انهيءَ ماڳ مان اسان جي رهبري ڪري، آخرڪار اسان کي هڪ مٿاهين ۽ کليل ميدان ۾ آڻي ڪيو آهي، جتان ٿوري ويساهين وٺي، منهن ورائي، اسين انهيءَ راهه تي نظر ڦيرائي سگهنداسون، جيڪا اڳيئي طي ڪري آيا آهيون، ۽ پوءِ اڳتي وڌڻ لاءِ وري پنهنجو دور دراز اتاهون ۽ اهنجو رستو اختيار ڪنداسون، جنهن تي اڃا چڙهڻو اٿئون، ته جيئن نيٺ هلي پنهنجي آخري منزل کي رسون.

اڳين بحث جي نتيجي مان آسانيءَ سان واضح ٿيندو ته اهي ٻه انسان- ديوتا علي الترتيب هڪ مذهبي پيشوا ۽ ٻيو جادوگر آهن. اول الذڪر جي حالت ۾ سمجهيو وڃي ٿو ته رواجي ماڻهوءَ کان مختلف ۽ بالاتر نوعيت جي ڪا هستي، ٿوري يا گهڻي عرصي لاءِ، انساني جسم اندر اچي واسو ڪري ٿي، ۽ گوشت پوست جي پڃري مان، جنهن ۾ ان سڪونت اختيار ڪرڻ پسند ڪئي آهي، معجزن ۽ پيشينگوئين وسيلي پنهنجي فوق البشر قوت ۽ ڄاڻ جو اظهار ڪري ٿي. انهيءَ قسم جي انسان- ديوتا کي الهامي قسم جو ديوتا- روپ سڏي سگهجي ٿو. ان ۾، ماڻهوءَ جو جسم هڪ ڪمزور ۽ خاڪي برتن آهي، جو خدائي ۽ لافاني روح جو مسڪن آهي. ان جي برعڪس، جادوگر جي قسم جو انسان- ديوتا فقط اهو ماڻهو آهي، جنهن کي انهن غير معمولي ۽ اعليٰ طاقتن جو مالڪ

سمجهيو ويندو آهي، جي هن جا پنهنجا پائر ۽ پيا عام ماڻهو کنهن نه
کنهن درجي ۾ پاڻ ڏانهن به منسوب ڪن ٿا، جو ته وحشي معاشري
۾ ڪو اهڙو ماڻهو مشڪل ئي هوندو آهي، جو جادوءَ ۾ هٿ
ڪونه وجهندو آهي. چنانچه جتي پهرئين قسم جو انسان-ديوتا
پنهنجون ديوتائي خصلتون هڪ اهڙي ديوتا کان حاصل ڪري
ٿو، جو پنهنجو آسماني نور هڪ بي نور ۽ خاڪي پتلي ۾ وجهڻ
لاءِ ڪنهن طرح آماده ٿئي ٿو، اتي ٻوئين قسم جو انسان-ديوتا
پنهنجي غير معمولي قوت فطرت سان هڪ قسم جي سنئين سڌيءَ ۽
طبعي هم آهنگيءَ مان حاصل ڪري ٿو. هو پهرئين قسم جي
انسان-ديوتا وانگر محض اهو برتن ناهي، جنهن ۾ ديوتا جو روح
اچي سمائجي ٿو. هن جي سڄي وجود، جسم ۽ روح جو سُر ۽
تار قدرت جي ساز سان اهڙي ته نازڪ نموني ۽ ڀرپور انداز سان
ملايل آهي، جو هن جي هٿ ۽ گردن جي ٿوري ئي جنبش يا
اشارو عالمي نظام جي ساز ۾ لهر پيدا ڪري وجهي ٿو، ٻئي پاسي،
هن جو ديوتائي جسم ۽ روح پنهنجي قدرتي ماحول جي اهڙين
ادني تبديلين ڏانهن به حساس ۽ سجاڳ رهي ٿو، جن جو رواجي
فاني انسانن تي ڪوبه اثر پيدا نه ٿو ٿئي. پر اسين انهن ٻنهي
انسان-ديوتائن کي اصولي يا نظرياتي طور ڪهڙيءَ به صفائيءَ
۽ چٽائيءَ سان هڪٻئي کان علحده ڪريون، ته به عمل ۾ ٻنهي
جي درميان ڪو خاص فرق ڪرڻ دشوار آهي، ۽ هن کان پوءِ
جيڪي مثال ايندا، تن ۾ آءٌ ان فرق تي زور به ڪونه ڏيندس.
اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته جادوءَ کي عملي طور ڪن خاص
فردن يا سڄي قبيلي جي فائدي لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو،
۽ جڏهن اهو انفرادي مفاد لاءِ ڪم آندو وڃي ٿو، تڏهن ان کي
"خانگي جادو"، ۽ اجتماعي مفاد لاءِ ته "پبلڪ جادو" چيو وڃي
ٿو. آزانسواءِ مون اهو به واضح ڪيو آهي ته پبلڪ جادوگر
وڏي اثر ۽ رسوخ جو مالڪ ٿئي ٿو، ۽ ان ڪري جيڪڏهن هو
عقلمند ۽ صلاحيت جو مالڪ آهي ته هو ان منزل تان آهستي

آهستي سرداريءَ يا بادشاهيءَ جي درجي تي وڃي رسي ٿو. ان ڪري پبلڪ جادوءَ جي جاچ پڙتال ڪرڻ سان اسان کي ابتدائي بادشاهي سرشتي جي منطق جي آسانيءَ سان خبر پئجي وينديءَ، جو ته وحشي معاشري ۾ اهڙا متعدد سردار ۽ بادشاه ٿي گذريا آهن، جن کي اعليٰ اختياريءَ جا اهي منصب فقط سندن هوشيار ۽ مشهور جادوگر هئڻ جي ڪري نصيب ٿيا.

عوامي مفاد جي ڳالهين مان، جن جي حاصل ڪرڻ لاءِ جادوءَ جو استعمال ڪيو وڃي ٿو، سڀ کان زياده اهم حيثيت خوراڪ جي آسان ۽ زياده دستيابيءَ کي ميسر آهي. اڳين صفحن ۾ جيڪي مثال پيش ڪيا ويا آهن، تن مان ثابت ٿئي ٿو ته ڪيئن نه شڪاري، ماهيگير ۽ ڪڙمي پنهنجي پنهنجي پيشي جي فائديمند پيرويءَ لاءِ جادوءَ جو استعمال ڪن ٿا.

پر اهي سڀيئي جادوءَ جو استعمال ڪن پبلڪ جادوگرن جي حيثيت ۾ سڄي قبيلي جي ڀلائي لاءِ نه، پر صرف پنهنجي شخصي حيثيت ۾ ۽ فقط پنهنجو پاڻ کي يا پنهنجي خاندان کي فائدي رسائڻ لاءِ ڪن ٿا. پر جڏهن اهي ساڳيا ساٿ سوڻ ماهيگير، شڪاري يا ڪڙمي پاڻ نه ٿا ڪن، پر سندن بدران پيشور جادوگر ڪري ٿو، تڏهن معاملي جي نوعيت ئي ڦري ٿي وڃي. قديم جهنگلي معاشري ۾، جتي پيشي جي يڪسانيت جو دستور رائج هوندو آهي، ۽ جتي قبيلي جي، مختلف ڌنڌن مطابق، تقسيم ٿيل نه هوندي آهي، اتي قريبا هرهڪ ماڻهو پنهنجو جادوگر پاڻ آهي، ۽ پنهنجي فائدي ۽ دشمن جي ڇيهي لاءِ منتر به خود پڙهندو آهي ۽ جادوءَ جا ٽوٽڪا ڦيڻا به پاڻ ئي ڪندو آهي. پر اڳتي هلي جادوگرن جو هڪ جدا طبقو قائم ڪري، يعني هڪ خاص گروه کي پنهنجي ڪاريگريءَ ۽ مهارت سبب سڄي قبيلي جي فيض رسانيءَ لاءِ مخصوص ڪري – پوءِ اها مهارت بيمارن کي شفاياب ڪرڻ ۾ هجي، خواه مستقبل لاءِ پيشينگوئين ڪرڻ ۾، خواه آب هوا، کي باقاعدگيءَ سان هلائڻ ۾ يا ٻئي ڪنهن به رفاه عام جي

ڪم ۾ ظاهر آهي ته انساني معاشري ترقيءَ جي شاهراه تي هڪ اهم قدم کنيو. پنهنجن انهن منصبي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جادوگرن جي اڪثريت جيڪي ذريعا اختيار ڪندي هئي، تن جي ظاهرظهور بي طاقت ۽ ناڪاره هئڻ سبب، اسان کي جادوگرن جي هن معاشرتي اداري يا تنظيم ڏانهن ڪوتاه نظريءَ کان ڪم نه وٺڻ گهرجي. وحشي معاشري جي پوئين دور ۾ ڪن خاص ماڻهن جي گروه کي پنهنجي روزي حاصل ڪرڻ جي جسماني محنت ۽ مشقت کان آجو ڪري، کين نه فقط اها اجازت ڏني ويئي، پر ان باري ۾ گويا سندن همت افزائي ڪئي ويئي، ته هو پنهنجو سڄو وقت قدرت جي مخفي قانونن جي تحقيقات ۾ صرف ڪن. اهو نه فقط سندن منصبي فرض هو، پر سندن ڀلائي به ان ۾ ٻڌي هئي ته هو پنهنجيءَ قوم جي ٻين سڀني ماڻهن کان زياده معلومات رکن، ۽ پاڻ کي هر انهيءَ ڳالهه بابت واقف ڪن، جا ماڻهوءَ کي قدرتي طاقتن سان جدوجهد ڪرڻ ۾ مدد ڏئي، جا سندس ڏکن دردن ۾ ڪمي آڻي، ۽ سندس عمر دراز ڪري. نباتات ۽ معدنيات جي خصوصيات، موسمن جي وجوهات، چنڊ جي مختلف صورتن، سج جي روزانه ۽ ساليانه گردشن، ستارن جي حرڪتن، زندگيءَ ۽ موت جي راز ـ انهن سڀني ڳالهين اسان جي انهن قديم مفڪرن جي حيرت کي اڀاريو هوندو ۽ کين انهن مسئلن جي حل تلاش ڪرڻ لاءِ جوش ڏياريو هوندو، جن جي متعلق سندن معتقد ۽ پوئلڳ، جي انهن ۾ نه فقط قدرت کي سمجهڻ جي اميد رکندا هئا پر منجهن قدرت جي عظيم قوتن کي انسان جي ڀلائيءَ لاءِ ڦيرائڻ گهيرائڻ جي توقع به ڪندا هئا، انهن کان وقت بوقت، موقعي بي موقعي، سوال پڇي ۽ کين عجيب و غريب مونجهارن ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. انهن جاهلن ۾ جيڪي ذهن انهن جا ڀيريان ڏکا غلط ۽ نشان کان گهڻو دور وڃي نڪتا، ته ان ۾ انهن کي قصوروار نه ٿو ٺهرائي سگهجي. حقيقت طرف آهستي پر مسلسل واڌارو ان ۾ آهي ته دائمي طور ڪي انومان ۽ اندازه ڪيا رهجن

۽ انهن جي آزمائش ڪبي رهجي، جن مان ڪي اهڙا اندازا قائم رکجن، جي ان وقت حقيقتن سان ٺهڪي اچن ۽ باقي ٻين کي غلط سمجهي رد ڪجي. قدرتي اسباب متعلق وحشي جادوگر جيڪي نظريا اختيار ڪيا، سي اسان کي بلاشبہ ظاهرطور غلط ۽ احمقانه نظر اچن ٿا، پر انهن جي ڏينهن ۾ اهي بلڪل صحيح انوسان هئا، حالانڪ اڳتي هلي اهي تجربي جي امتحان ۾ پاڻ جهلي ڪونه سگهيا. هن باري ۾ مورد الزام ۽ ٺٺولي جي لائق اهي نه آهن جن اهڙا اڻ گهڙيل نظريا ايجاد ڪيا، پر اهي آهن جي انهن کان بهتر نظرين سان روشناس ٿيڻ کان پوءِ به انهن اوائلي عقيدن کي چهٽيا رهيا. درحقيقت، دنيا جي ٻين ساٿين کي سچ جي جستجو ڪرڻ جي اهڙي سخت ضرورت ڪانه هئي، جهڙي اسان جي وحشي جادوگرن کي. علم ۽ ڄاڻ جو ڪم ازڪم ڏيکاءُ ٿي هنن لاءِ نهايت ضروري هو، ڇو ته ڪنهن به وقت، جيڪڏهن انهن جي غلطي پڪڙجي پوندي هئي، ته سندن جان وڃڻ جو انديشو پيدا ٿي پوندو هو. اهڙيءَ حالت ۾ هنن کي پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ کي لڪائڻ لاءِ ڍونگ کان ڪم وٺڻو ٿي پيو، پر ساڳئي وقت هنن کي انهيءَ نقلي ڄاڻ بدران اصلي حقيقت کي تلاش ڪرڻ جو سبب به ملي ٿي ويو، ڇو ته جڏهن ڪنهن شيءِ جي ڄاڻ رکڻي ٿي هجي، ته پوءِ ظاهر آهي ته هرڪو چاهيندو ته ان جي اصل حقيقت کان واقف ٿجي ته بهتر: چنانچ، جادوگرن جي فضول دعوائن کي اسين ڪيترىقدر به رد ڇونه ڪيون، ۽ انهن ڍونگن جي وڏي مذمت ڪريون، جي هنن انسان ذات کي ٺڳڻ ۽ گمراه ڪرڻ لاءِ اختيار ڪيا، پر سڀني ڳالهين جي توورتڪ ڪرڻ کان پوءِ اهو ئي نتيجو اخذ ڪرڻو پوي ٿو ته معاشري جو اهو اوائلي "علمي" ادارو انسان ذات جي بيحساب ڀلائيءَ جو ڪارڻ ثابت ٿيو آهي. اهي، نه فقط اسان جي حڪيمن ۽ جراحن جا، پر قدرتي سائنس جي هرهڪ شاخ جي موجدن جا به پيشرو هئا. جن ڪارنامن سان پوين دورن جي ساٿين

شاندار ۽ فائديمند نتيجا ڪڍيا، تن سڀني جي ابتدا انهن ٿي ڪئي؛ ۽ جيڪڏهن ابتدا بي طاقت ۽ بي فائدي هئي، ته ان جو ڏوهه انهن دشوارين تي هو، جي علم و عرفان جي راهه ۾ حائل هيون، ۽ نه جادوگرن جي فطرتي نا اهليت تي يا انهن جي ديده دانسته شعبده بازيءَ تي.

۲. جادوءَ ذريعي مينهن ٺهڻ جو ضابطو: پبلڪ جادوگر قبيلي جي ڀلائيءَ لاءِ جيڪي ڪم ڪندو آهي، تن مان سندس هڪ اهم فرض آب هوا تي ضابطو رکڻ، مينهن کي ڪافي مقدار ۾ وسائڻ جو هوندو آهي. پاڻي ضروريات زندگيءَ جو هڪ اهم جزو آهي، ۽ اڪثر ملڪن ۾ ان جو دارومدار مينهن جي وسڪارن تي هوندو آهي. مينهن کان سواءِ ساوڪ سڪي ويندي آهي ۽ ماڻهو ۽ ڍور اڃ ۾ اسڙڪي مري ويندا آهن. چنانچه وحشي قبيلن ۾ 'مينهن-وسائيندڙ (جادوگر)' هڪ اهم شخصيت جو صاحب هوندو آهي؛ بسا اوقات هڪ 'آسمان مان ڪرندڙ پاڻيءَ' جي فراهميءَ کي باقاعدي قائم رکڻ لاءِ جادوگرن جو هڪ خاص گروهه هوندو آهي. پنهنجن فرضن جي ادائگيءَ خاطر هو جيڪي رستا اختيار ڪندا آهن، سي جيڪڏهن هميشه نه، ته به اڪثر صورتن ۾ هم آهنگ يا نقالي جادوءَ جي اصولن تي مبني هوندا آهن. جيڪڏهن ڪين مينهن وسائڻو هوندو آهي، ته پاڻيءَ جو ڇٽڪار ڪري، يا ڪڪرن جهڙو آواز ڪري، ان جو نقل ڪندا آهن؛ پر جيڪڏهن انهن جو مطلب برسات بند ڪرڻ ۽ خشڪسالي پيدا ڪرڻ جو هوندو آهي، ته ان حالت ۾ هو پاڻيءَ کان پاسو ڪندا آهن ۽ گهڻ پريل آسپاس کي سڪائڻ لاءِ باهه سيڪي پاڻ کي گرم ڪندا آهن. اسان جي ڪنهن مهذب پڙهندڙ کي ائين نه سمجهڻ گهرجي ته اهڙا جتن رڳو وچ آسٽريليا ۽ مشرقي ۽ جنوبي آفريڪا جي ڪن علائقن جي غير مهذب اگهاڙن باشندن تائين محدود آهن، جتي ڪنور سڄ سال جو زياده تر حصو ڪليل ۽ نيلي آسمان مان هيٺ خشڪ ۽ اساڻيل زمين تي پنهنجا گرم ۽ سڙا ڪرڻا اڇلائيندو

رهندو آهي. اهي سا ڳيا طريقا يورپ جي زياده گهميل ۽ برساتي آب و هوا وارن علائقن جي ظاهري مهذب ماڻهن ۾ به ڪڏهن عام جام هوندا هئا، ۽ اڃا تائين به آهن. مٿين ڳالهين جي وضاحت هتي آءٌ پبلڪ ۽ خانگي جادوءَ جي مثالن ذريعي پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

چنانچه، مثال جي طور، روس ۾ ڊوربٽ ڳوٺ جي پرسان جڏهن مينهن جي تمام سخت ضرورت محسوس ڪئي ويندي هئي، تڏهن ٽي ماڻهو ڪنهن پراڻيءَ ۽ مقدس ٻڙيءَ ۾ وڻن تي چڙهي ويندا هئا. انهن مان هڪ چٽو ڳجگوڙ جي نقل ڪرڻ لاءِ ڪيٽليءَ يا ڪنهن ننڍي ڊبي تي هٿوڙي سان ويهي دهل وڄائيندو هو، ٻيو چٽو وڄ جي نقل ڪرڻ واسطي ٻن ٻنڊين کي پاڻ ۾ ٽڪرائي انهن مان چڻنگون ڪيندو هو، ۽ ٽيون، جنهن کي ”مينهن وسائيندڙ“ سڏيو ويندو هو، سو وڻ جي ٽاريءَ کي پاڻيءَ سان ڀريل برتن مان ٻوڙي، چئن ئي پاسن کان ان مان پاڻي ڇڙڪائيندو هو. خشڪساليءَ جي خاتمي آڻڻ لاءِ، پلوسڪا ڳوٺ جون عورتون ۽ ڇوڪريون رات جو مادرزاد اگهاڙيون ٿي، ڳوٺ جي آخرين ڇيڙي تائين وينديون آهن ۽ ڳوٺ جي چئن ئي طرفن کان وڃي زمين تي پاڻي هارينديون آهن. نيوگائنا ٻيٽ جي مغرب ۾ گيلولو، يا هلمهيرا، جزيري ۾ برسات وسائڻ لاءِ اتان جو جادوگر هڪڙيءَ خاص قسم جي وڻ جي شاخ پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، ان مان زمين تي ڦڙدون ڪيرائيندو آهي. نيو برٽن ۾، برسات وسائڻ وارو ڳاڙهن ساون پنن واريءَ ڪنهن ول جا پن ڪيوڙي جي وڏي پن ۾ ويڙهي، انهيءَ بنڊل کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، زمين ۾ دفن ڪندو آهي، ۽ پوءِ وات سان، مينهن جي پوڻ وقت جيڪو سوسانٽ ٿيندو آهي، تنهن جو نقل ڪندو آهي. اتر آمريڪا جي اوماها قبيلي جا ماڻهو جڏهن ڏسندا آهن ته برسات نه پوڻ ڪري هاڻي مڪائيءَ جو فصل سڙي رهيو آهي، ته ان وقت مقدس ”بفئلو“ (مينهن) سوسائٽيءَ جا ماڻهو ميڙي، هڪ وڏو ڪونرو پاڻيءَ سان ڀريو، ان جي چوگرد چار دفعا ناچ ڪندا آهن. انهن مان هڪ پاڻيءَ جو وڏو ڍڪ

پري، منهن آسمان ڏانهن ڪري، وات مان پاڻيءَ جو ڦوهارو اڇلائيندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح وسندڙ مينهن يا ڪوهيري جو نقل ڪندو آهي. ان کان پوءِ انهيءَ ڪونر کي اونڌو ڪري پاڻي زمين تي وهائيندو آهي، جنهن تي سڀ حاضرين گوڏن ڀر زمين تي ڪري، اهو هاريل پاڻي سڄو پي ويندا آهن، ۽ اهڙيءَ طرح انهن جا سڄا منهن گپ سان ٿڦجي پوندا آهن. آخر ۾ سيپئيءَ هڪ دفعو وات ۾ پاڻي جهلي، آسمان ڏانهن منهن ڪري، وري ۾ گڏجي وات سان ڦوهارو اڇلائيندا آهن، جنهن کان پوءِ سندن مڪائيءَ جو فصل سڪڻ کان بچي ويندو آهي. هر سال بهار جي موسم ۾ اتر آمريڪا جي نشيز قبيلي جا ماڻهو گڏ ٿي پنهنجي جادوگر کان سڄي سال لاءِ فصلن لاءِ فائديمند آب و هوا خريد ڪرڻ ويندا هئا. جيڪڏهن برسات جي کهر ڪندا هئا ته انهن جا جادوگر روزو رکندا هئا، ۽ وات ۾ پاڻيءَ سان ڀريل پائيپ وجهي، نچندا هئا. پائيپ ۾ گلن کي پاڻي ڏيڻ واري ڦوهاري جي منهن وانگر سنهڙا سوراخ ٿيل هوندا هئا، جن سان جادوگر آسمان جي انهيءَ حصي ڏانهن رخ ڪري، جتان پاڻيءَ سان ڀريل ڪڪر ايندا هئا، ڦوهاري مان پاڻي باهر ڪيندو هو ۽ نچندو رهندو هو. هر جيڪڏهن برسات جي بجاءِ ماڻهن کي خشڪيءَ جي لوڙ هوندي هئي، ته پوءِ هو پنهنجي جهوپڙيءَ جي ڇت تي چڙهي ويندو هو، ۽ ٻئي ٻانهون ڊگهيون ڪري، ڪڪرن کي ڏاڍي زوردار ڪڙڪندڙ آواز ۾ چوندو هو ته 'هتان، جيئن آيا آهيو، اتين هليا وڃو'. وچ ائنگونيانڊ ۾ جڏهن گهڻي وقت تائين بارش ڪانه پوندي آهي، تڏهن اتان جا ماڻهو "برسات جي مندر" ڏانهن ويندا آهن. اتي وڃڻ کان پوءِ هو آسپاس اپريل گاهه وڏي زمين صاف ڪندا آهن ۽ سندن اڳوان زمين ۾ پوريل هڪ ڪونڊيءَ ۾ بيير (شراب) وجهي، هيئن چوندو آهي: "اي ماسٽر 'چائٽنا'، تو پنهنجي دل اسان جي طرفان سخت ڪئي آهي؛ تنهنجي ڇا مرضي آهي ته اسين ڇا ڪريون؟ اسين ته اٿين فنا ٿي ويندا سون. هاڻي پنهنجن ٻچن کي مينهن ڏي!

هو ڏس، اسان توکي بيهر ڏنو آهي!" ان ڪان پوءِ سڀئي اهو بيهر
پيئندا آهن، حتيٰ ڪ ننڍڙن ٻارن ڪي به ڍڪ پرائيندا آهن. پوءِ وڻن
مان ٽاريون ٽوڙي، هو سيٺهن لاءِ نچندا ۽ ڳائيندا آهن. جڏهن گهر
واپس پهچندا آهن، ته گهر جي ڇانئٽ تي هڪ پاڻيءَ جو برتن
رکيل ملندو اٿن، جو گهر جي ڪنهن پوڙهيءَ زال اتي رکيو
هوندو آهي. جيڪي ٽاريون ساڻ کڻي ايندا آهن، تن کي انهيءَ
پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، مٿي ڇهلي ڇنڊڪو ڏيندا اٿن، ۽ اهڙيءَ طرح
جيڪي پاڻيءَ جون ٻوندون ڪرنديون آهن، تن مان هو برسات
جي ٻوندن جو مطلب ڪڍندا آهن. بس ان ڪان پوءِ برسات
ڪارن ڪڪرن جي صورت ۾ ضرور پرجي ايندي. هنن رسمن ۾ اسان
کي مذهب ۽ جادوءَ جي آميزش نظر اچي رهي آهي، ڇوته
ٻوندن جو وسائڻ صاف جادوءَ جو استعمال آهي، ۽ مندر ۾ بيهر
جي قرباني ۽ پوڄا مذهبي رسمون آهن. اتر آسٽريليا جي "مارا"
قبيلي ۾، "برسات وسائيندڙ" ڪنهن نه ڪنهن تلاءَ يا حوض تي
وڃي، متانئس ٻيهي، برسات جو منتر ڳائي جي لهجي ۾ ڳائيندو آهي.
ان ڪان پوءِ حوض مان پاڻيءَ جو ٿڪ پري وات ۾ وجهي، چئني
ئي طرفن ڏانهن ڳڙيون ڪندو آهي. بعد ۾ هو پاڻ تي به
پاڻي اڇلائيندو آهي ۽ ڪجهه، چئن طرفن ڏانهن ڦوڪاري ڏاڍيءَ
ڳنڀيرتا سان قبيلي جي ڇانوٽيءَ ڏانهن واپس ويندو آهي. ان
ڪان پوءِ برسات يقيناً ايندي. عرب تاريخ نويس، مقريزي،
سيٺهن بند ڪرڻ جي وات ٻڌائي ٿو، جا حضرموت جي القمر نالي
هڪ بدوي قبيلي وارا اختيار ڪندا هئا. هو ريگستان جي هڪ
وڻ مان ٽاري ٽوڙي، ان کي باهه ڏيئي، ان جي ٻرندڙ ٽانڊن
متان پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻندا هئا. ان ڪان پوءِ جيئن ٻرندڙ ڪاٺيءَ
متان پاڻي غائب ٿي ويندو هو، تيئن سيٺهن جو زور به گهٽجي
ويندو هو. منيپور جي مشرقي انگمي قبيلي وارن مان ڪن لاءِ
چوندا آهن ته هو اهڙي ئي قسم جي هڪ رسم بلڪل ابتي
مطلب، يعني سيٺهن وسائڻ لاءِ ادا ڪندا آهن. ڳوٺ جو مکي

هڪ پرندڙ ڪاٺي ڪٽي ڪنهن اهڙي ساٿهوءَ جي قبر مٿان رکندو آهي، جيڪو باه ۾ سڙي مئو هوندو آهي. ان ڪان پوءِ انهيءَ بنديءَ مٿان آهستي آهستي پاڻيءَ جا قطرا ڪيرائي، ان جي 'پياس' کي ٿڌو ڪندي، برسات اچڻ جي دعا پڙهندو رهندو آهي. هتي، پاڻيءَ سان باه جي وسائڻ واري عمل جي اثر ڪي، جيڪو پنهنجيءَ جاءِ تي برسات جوئي نقل آهي، مئل ماڻهوءَ جي وابستگيءَ سان تقويت پهچائي وڃي ٿي، جو باه ۾ سڙي مرڻ سبب پنهنجي سڙيل جسم کي ٿڌي ڪرڻ ۽ درد کي دفع ڪرڻ لاءِ قدرتي طور پاڻيءَ لاءِ سخت منتظر هوندو.

عربن ڪان سواءِ ٻين به باه کي مينهن بند ڪرڻ جو ذريعو ڪري استعمال ڪيو آهي. چنانچه نيو برٽن جا سلڪا قوم وارا مينهن بند ڪرڻ لاءِ پٿر باه ۾ ڳاڙها ڪري، انهن کي ٻاهر برسات ۾ رکندا آهن، يا وري ٻاهر نڪري گرم رک مٿي هوا ۾ اڇلائيندا آهن. هو سمجهندا آهن ته ائين ڪرڻ سان مينهن جاڻ کي چاڻ بند ٿيو، ڇو ته ڪيس گرم پٿرن يا رک ۾ سڙڻ هرصورت ۾ ناپسند هوندو آهي. تيلوگو قوم وارا ننڍڙيءَ ڇوڪريءَ کي اگهاڙو ڪري، سندس هٿ ۾ پرندڙ ڪاٺيءَ جو ٽڪر ڏيندا آهن، جو ڪيس مٿي جهلي سينهن کي ڏيکارڻو هوندو آهي. ائين ڪرڻ سان مينهن بند ٿي ويندو. نيو سائوٿ ويلس ۽ پورٽ اسٽيفنس وٽ، اتان جا "ويجز" مينهن کي ڀڄائڻ لاءِ پرندڙ ڪاٺيون هوا ۾ اڇلائيندا هئا ۽ ساڳئي وقت وڏيون وڏيون ڦوڪون ڏيندا هئا ۽ واڪا ڪندا هئا. شمالي آسٽريليا جي انٽوليا قوم جو ڪوبه فرد رڳو سائي ڪاٺي باه ۾ گرم ڪري، ان سان هوا کي ڌڪ هڻي، مينهن بند ڪري سگهي ٿو.

انتهائي خشڪساليءَ جي وقت تي، وچ آسٽريليا جي ڊيئري قبيلي وارا، وڏي واڪي ملڪ جي سڪيم ۽ پنهنجي اڏ ٻڪيءَ حالت تي روئندا رڙندا، پنهنجن ڏاڏن پڙ ڏاڏن جي روحن کي، جن کي هو 'مورا-مورا' چوندا آهن، سڏي، ڪانئن دعا پنندا آهن ته ڪين اهڙي قوت بخشي وڃي، جو هو زوردار مينهن وسائي سگهن؛ ڇو

تہ سندن اعتقاد آهي تہ ڪڪر بہ هڪڙا جسم آهن، جن ۾ سندن پنهنجن ۽ همسايہ قومن جي ٽوٽن ڦيٽڻ سبب 'سورا سورا' جي زير اثر برسات لهي ٿي. جنهن طريقي سان هو ڪڪرن مان مينهن دستياب ڪندا آهن، سو هي آهي: زمين ۾ هڪ کڏ کوٽي ويندي آهي، جنهن جي ڊيگهہ ٻارهن فوٽ ۽ ويڪر اٺ يا ڏهہ فوٽ هوندي آهي ۽ ان جي متان ڪاٺ جي بنڊن ۽ وڻن جي ٽارين مان مخروطي شڪل جي هڪ جهوپڙي اڏي ويندي آهي. قبيلي جو بزرگ ۽ با اثر شخص تيز پٿر جي ٽڪر سان پڻ جادوگرن جو رت ڪڍندو آهي، جن جادوگرن لاءِ اهو سمجهيو ويندو آهي تہ کين 'سورا-سورا' وٽان الهام آيل آهي؛ اهو رت، جو ٽوڻين کان هيٺ جادوگرن جي پاڻهن مان ڪڍيو ويندو آهي، قبيلي جي ٻين ماڻهن متان اڇلايو ويندو آهي، جي جهوپڙيءَ اندر ڪٺي متان ڳاهٽ ڪيو ويٺا هوندا آهن. ساڳئي وقت اهي بہ زخمي ماڻهو سنهي ۽ نرم ڳاهہ جون مٺيون ڀري اڇلائيندا آهن، جن مان ڪجهہ ڳاهہ سندن رفيقن جي رت سان ڀريل جسمن کي چهٽي پوندو آهي ۽ ڪجهہ هوا ۾ اڏامندو رهندو آهي. رت مان مينهن جو مطلب ڪڍيو ويندو آهي ۽ ڳاهہ مان ڪڪرن جو. رسم جي ادائگيءَ جي دوران ۾ جهوپڙيءَ جي وچ ۾ ٻہ پٿر رکيا ويندا آهن؛ انهن مان ڪارن ڳڏ ٿيندڙ ڪڪرن جو مطلب ڪڍيو ويندو آهي، جي برسات جا آثار هوندا آهن. ان کان پوءِ اهي جادوگر، جن جو رت ڪڍيو ويو هو، انهن ٻنهي پٿرن کي اتان ڏهہ يا پندرهن ميل پري کڻي ويندا آهن، جتي انهن کي سيني کان زياده ڊگهن وڻن تي وچي رکندا آهن. ان وچ ۾ باقي پيا ماڻهو ڪلمي شورو ڳڏ ڪري، ان کي سنهو پيهين، پاڻيءَ جي کنهن سوراخ ۾ اڇلائيندا آهن. ان ڪارروائيءَ کي 'سورا سورا' ڏسي، هڪدم ڪڪرن کي ڪٺو ڪري، مينهن وسائيندا آهن. آخر ۾ سيئي جوان ۽ پوڙها جهوپڙيءَ جي ارد گرد جمع ٿيندا آهن، ۽ هيٺ نئڙي گهيٽي وانگر جهوپڙيءَ کي ٽڪر هڻندا آهن، اهڙيءَ

طرح جو هو ان مان زور سان پٺي پاسي اچي نڪرندا آهن ۽ وري پٺي پاسي کان ائين ئي نڪر هٽندا واپس ساڳئي پاسي کان نڪري ايندا آهن، تان جو جهوپڙي ترَي پوندي آهي. انهيءَ دوران ۾ ڪين هٿن يا پانهن جي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. "جهوپڙيءَ کي هٿن سان ڦاڙڻ جو مطلب ڪڪرن جو ڦاٽڻ هوندو آهي، ۽ ان جي ڪرڻ مان مينهن جي ڪرڻ جو مقصد ورتو ويندو آهي." ظاهر آهي ته پڻ پٿرن کي، جي ڪڪرن جو مظهر هوندا آهن، اوچن وڻن ۾ رکڻ مان مراد اصلي ڪڪرن کي آسمان ۾ جمع ڪرڻ جي هوندي آهي. ڊيئري قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته طهر وقت پارن جي جيڪا کل وڍي ويندي آهي، تنهن ۾ برسات وسائڻ جي طاقت هوندي آهي. چنانچه قبيلي جي اعليٰ ڪائونسل اهڙين کلن جو ذخيرو ضرورت سارو استعمال ڪرڻ لاءِ پاڻ وٽ موجود رکندي آهي. انهن کي هو احتياط سان، ڪنهن ۾ ڍڪي، جهنگلي ڪتيءَ ۽ ارڙ نانگ جي چربيءَ سان گڏ لڪائي رکندا آهن. انهيءَ هڙ جي کلڻ وقت ڪنهن به عورت جي ان تي نظر نه پوڻ گهرجي. رسم ادا ٿيڻ کان پوءِ کل کي دفن ڪيو ويندو آهي، ڇو ته ان کان پوءِ ان جو اثر زائل ٿي ويندو آهي. برساتين پوڻ کان پوءِ قبيلي جا ماڻهو لازمي طور هڪ آپريشن ڪرائيندا آهن. جنهن ۾ سنڌن ڇاتين ۽ پانهن جي چمڙيءَ کي تيز پٿر جي نڪر سان چيريو ويندو آهي. ان کان پوءِ زخم کي ڪاٺيءَ جي لسي نڪر سان هلڪا ڌڪ هنيا ويندا آهن ته جيئن گهٽي ۾ گهڻو رت نڪري؛ تنهن کان پوءِ، ان جي مٿان ڳاڙهو سندر پرڪيندا آهن، جنهنڪري چمڙيءَ تي ڳاڙها نشان مٿي اڀري بيهندا آهن. وحشي ان جو هي سبب ڏيندا آهن ته ڪين برسات پوڻ ڪري خوشي حاصل ٿئي ٿي، ۽ انهن نشانن ۽ برسات جي وچ ۾ تمام ويجهو لاڳاپو آهي. معلوم ٿئي ٿو ته اها آپريشن ايذي ايذاءَ واري ڪانه هوندي آهي، ڇو ته ان جي دوران ۾ خود اهي، جن تي اها عمل ۾ ايندي آهي، کلندا ۽

مسخريون ڪندا رهندا آهن. سچ پچ ته ننڍين ننڍين ٻارن ڪي ته جراح جي چوڪڙيءَ جمع ٿيندو ڏٺو ويو آهي، جتي پنهنجي واري اچڻ تائين صبر سان ويٺا رهندا آهن. آپريشن ڪرائڻ کان پوءِ هو وڏي فخر سان پنهنجون معصوم ننڍڙيون ڇاتيون تاڻي ڀڄي ويندا آهن ۽ وچي برسات وسڻ لاءِ گيت ڳائيندا آهن. البت پٺي ڏينهن زخمن جي ڀرڻ ۽ اڪڙجڻ کان پوءِ هو ايتريقدر خوش نظر ڪونه ايندا آهن. جاوا ۾ جڏهن مينهن جي ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، تڏهن به ڇٽا هڪٻئي کي ڌلهين لڪين سان تيسين ماريندا رهندا آهن جيسين سندن پٺين مان رت وهي؛ وهندڙ رت مان هو وسندڙ مينهن جو مطلب ڪڍندا آهن، ۽ اهو مينهن کي وسائڻ جو سبب سمجهيو ويندو آهي. ائبيسينيا جي ايگهيو ضلعي جا ماڻهو، مينهن وسائڻ خاطر، هر سال جنوريءَ جي مهيني ۾ هڪٻئي سان هڪ هفتي لاءِ سچي پچيءَ جنگ ۾ مصروف ٿيندا هئا، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ ٻئي ڳوٺ جي خلاف وڙهندو هو. ٿورائي سال اڳ شهنشاه مينيلڪ انهيءَ رسم تي بندش وڌي. افسوس، جو ٻئي سال برسات ٿوري پيئي ۽ اتان جي عوام اهڙيون ته وٺي دانهون ڪيون، جو شهنشاه کي انهن خونريز جنگين کي دوباره جاري ڪرڻ جي اجازت ڏيڻي پيئي— پر سال ۾ فقط ٻن ڏينهن لاءِ. جنهن مصنف انهيءَ رسم جو ذڪر ڪيو آهي، سو انهن موقعن جي رتوڇاڻ کي برسات تي ضابطو رکندڙ روحن کي راضي ڪرڻ جي قرباني سمجهي. ڏوءِ پر ٿي سگهي ٿو ته آسٽريليا ۽ جاوا جي رسمن وانگر اها به وسندڙ مينهن جو نقل هجي. 'بعال' جي درويشن، جن پاڻ کي چاڪن جا چيهه ڏيئي ۽ رت وهائي مينهن وسائڻ ٿي گهريو، تن به شايد انهيءَ ساڳئي اصول تي عمل ڪيو ٿو ڏسجي.

هي اعتقاد عام جام آهي ته جاڙن ٻارن کي قدرتي قوتن، خاص طرح مينهن ۽ آب هوا، مٿان جادو آفرين طاقت حاصل هوندي آهي. برٽش ڪولمبيا جي ڳاڙهن هندستانين جي ڪن

قبيلن ۾ هيءَ عجيب و غريب وهم خاص طرح گهڻو ڦهليل آهي، جنهنڪري جاڙن ٻارن جي والدين مٿان هنن عجيب قسمن جون پابنديون عائد ڪري رکيون آهن، جيتوڻيڪ انهن پابندين ۽ بندشن جو اصلي مقصد ۽ معنيٰ گهڻي حد تائين نامعلوم آهي چنانچه برٽش ڪولمبيا جي زشين قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته جاڙن ٻارن جو آب هوا مٿان ڪافي ضابطو هلندو آهي، ان ڪري هو "هوا ۽ برسات" کان هيءَ دعا پڙهندا آهن: "اي جاڙن جا ساهه، ٺڏو ٿيءُ!" ازانسواءِ هو سمجهندا آهن ته جاڙن ٻارن جون خواهشون اڪثر پوريون ٿينديون آهن، جنهنڪري منجهانئن هر ڪوئي جاڙن ٻارن کان ڊڄندو آهي، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته جاڙا ٻار جنهن تي ڪاوڙبا آهن، تنهن کي ضرر رسائي سگهندا آهن. جاڙا ٻار هرقسم جي مڇين کي به پاڻ ڏانهن سڏي سگهندا آهن، جنهنڪري انهن کي اهڙي ڪوڏ جي نالي سان سڏيو ويندو آهي، جنهن جو مطلب آهي "سڪرسٽائي ڪرڻ وارا".
برٽش ڪولمبيا جي ڪواڪيوتل هندستانين ۾ اهو اعتقاد آهي ته جاڙا ٻار تبديل ٿيل "سالمن" مڇيون هوندا آهن، جنهنڪري انهن کي پاڻيءَ جي نزديڪ بنهه وڃڻ ڪونه ڏنو ويندو آهي، ته متان اهي وري مڇيءَ جي صورت ۾ تبديل ٿي وڃن. ننڍي هوندي جاڙا ٻار پنهنجن هٿن جي اشارن سان ڪنهن به قسم جي هوائن کي گهرائي سگهندا آهن، ۽ پنهنجي مرضيءَ مطابق آب هوا کي خوشگوار يا خراب ڪري سگهندا آهن، ازانسواءِ هو ڪانيءَ جي وڏي جهنجهٽي کي وجائي، بيماريون به ڇٽائي سگهندا آهن. برٽش ڪولمبيا جي نوٽڪا قبيلي جا ڳاڙها هندستاني پڻ سمجهندا آهن ته جاڙن ٻارن جو ڪنهن نموني سان 'سالمن' مڇيءَ سان تعلق آهي. چنانچه انهيءَ قبيلي جي جاڙن ٻارن کي سالمن مڇي ڦاسائڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي، ۽ نه وري ڪين تازي مڇي ڪاٽڻي يا هٿ سان ڇهڻي ٿي هوندي آهي. هو سٺي يا خراب آب هوا به آڻي سگهندا آهن، ۽ پنهنجي منهن کي ڪارو رنگ ڏئي، ان کي

وري ڏوئي صاف ڪرڻ سان، برسات وسائي سگهندا آهن. ڪاري سنهن تان پاڻيءَ جي ڪرندڙ بوندن منجهان ڪارن ڪکرن سان مينهن جي وسندڙ بوندن جو مطلب ڪڍيو ويندو آهي. ٿامپسن قبيلي وارن هندستانين وانگر، شوسواپ قبيلي وارا ٻه جاڙن ٻارن کي رڇ سان منسوب ڪندا آهن، ۽ کين ”ننڍڙا رڇڙا“ ڪري سڏيندا آهن. انهن جي اعتقاد مطابق، جاڙن ٻارن کي سڄيءَ عمر تائين فوق الفطري طاقتون رهنديون آهن. باالخصوص هو چڱي يا بري آب هوا پيدا ڪري سگهندا آهن. ٿوڪري کي مٿي ءِ هوا ۾ جهلي، ان مان پاڻي هاري، هو مينهن وسائي سگهندا آهن. ڪاٺ جي لسي ٽڪر کي، جو رسيءَ ذريعي لٺ سان ڳنڍيل هوندو هو، لوڏي، هو سٺي آب هوا پيدا ڪندا آهن؛ وڻ جي ٽاريءَ جي پنن تي پاڻي هاري هو طوفان برپا ڪندا آهن.

بانٽو حبشين جي هڪ قبيلي جا ماڻهو، جي ڏکڻ اوڀر آفريڪا جي ڊيلاگوئا اپسمنڊ جي ڪنارن تي رهندا آهن، جاڙن ٻارن سان آب هوا تي اثر رکڻ جي طاقت منسوب ڪندا آهن. اهڙيءَ عورت کي جنهن جاڙا ٻار ڄڻيا هوندا آهن، هو ’ٽيلو‘ جو نالو ڏيندا آهن، جنهن جو مطلب ’آسمان‘ هوندو آهي ۽ خود ٻارن کي ’آسمان جا ٻار‘ سڏيو ويندو آهي. هاڻي، جڏهن اتان جا ماڻهو طوفان جو انتظار ڪري ٿڪجي پوندا آهن، جي گهڻو ڪري سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جي مهينن ۾ ايندا آهن، ۽ خشڪسالي ايتريقدر وڌي ويندي آهي، جو ڏڪار جو انديشو پيدا ٿيندو آهي، ۽ سڄي ڪائنات، جا گذريل ڇهن مهينن کان وٺي اڇي آسمان مان چمڪندڙ سج جي سڌن ڪرڻن سان سڙي، پياس وچان پاهم ٿيل هوندي آهي ۽ ڏکڻ آفريڪا جي موسم بهار جي فرحت بخش وسڪارن لاءِ بيتاب هوندي آهي، تڏهن اتان جون عورتون اهاتيل زمين تي مينهن وسائڻ لاءِ کي رسمون ادا ڪنديون آهن. هو پنهنجا سڀ ڪپڙا لاهي، انهن جي بجاءِ گاهه جا پڙا ۽ ٽوپيون پائينديون آهن، يا وري خاص قسم جي هڪ ول مان پيٽيڪوٽ ٺاهي

هن موقعي تي پائينديون آهن. اهڙيءَ طرح ملبوس ٿي، خاص
قسم جون دانهون ڪوڪون ڪنديون ۽ فحش راڳ ڳائينديون،
هڪ ٻوٽ جي هڪ ڪوهه کان ٻي، ٻئي تي وينديون آهن ۽ انهن
۾ جمع ٿيل مٽي ۽ گندگي صاف ڪنديون آهن. هيءَ ڳالهه قابل
ذڪر آهي ته اتان جا ڪوهه صرف ريتيءَ ۾ هڪ قسم جون کڏون
هوندا آهن، جن ۾ ڪارو گندو پاڻي بيٺل هوندو آهي. ازانسواءِ
عورتن کي ٻوٽ جي ڪنهن اهڙيءَ عورت جي گهر وڃڻو پوندو
آهي، جا جاڙن ٻارن جي ماءُ هوندي آهي. اتي پهچي هو مٿس
اهو پاڻي هارينديون آهن، جو هو دلن ۾ ٻري ساڻ کڻي آيون
هونديون. انهيءَ ڪارروائيءَ ڪرڻ کان پوءِ هو اهي ئي فحش راڳ
ڳائينديون ۽ بيهودا ناچ ڪنديون، پنهنجو رستو وٺي وينديون آهن.
اهڙن چڪرن لڳائيندي، پنهن جي پوشاڪ ۾ ملبوس انهن عورتن
تي ڪنهن به مرد جي نظر نه پوڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو
ملي ويندو اٿن، ته هو ان کي مار ڪڍي، هڪ پاسي کڻي ڦٽو
ڪنديون آهن. سڀني ڪوهن کي صاف ڪرڻ کان پوءِ، هو مقدس
هڙيءَ ۾ پنهنجن وڏن جي قبرن مٿان وڃي پاڻي هارينديون آهن.
ڪن وقتن تي ائين به ٿيندو آهي ته جادوگر جي چوڻ تي هو
ڪن جاڙن ٻارن جي قبرن تي به وڃي پاڻي هارينديون آهن. اعتقاد
هوندو آهي ته جاڙن ٻارن جي قبرن کي هميشه آلو رهڻ
گهرجي، تهنڪري جاڙن کي هو هميشه ڍنڍ جي ڪناري دفن
ڪندا آهن. مينهن وسائڻ جا اهي سڀ اپاءَ جيڪڏهن بيڪار
ثابت ٿيندا آهن، ته پوءِ ڪين اوچتو اچي اها ڳالهه ياد پوندي
آهي ته فلاڻي نه فلاڻي (جاڙي) ٻار کي فلاڻيءَ ٽڪريءَ جي پاسي
۾ خشڪ جاءِ تي دفن ڪيو ويو هو. "ته پوءِ ڪهڙو عجب"،
اهڙيءَ حالت ۾ جادوگر چوندو آهي، "جو آسمان اهڙو تنل آهي!
هن جو لاش ٻاهر ڪڍو ۽ ڪنهن ڍنڍ جي ڪناري تي قبر ۾
وڃي دفن ڪريوس!" سندس حڪم جي هڪدم بجا آوري ڪئي
ويندي آهي. چوته مينهن وسائڻ جو اهو ئي آخرين هٿيار استعمال

لاءِ باقي وڃي وڃن بچندو آهي.

هندن جي قديم ڪتاب مان، جنهن کي سام ويد سڏيو ويندو آهي، جڏهن برهمڻ کي ڪو خاص منتر سکڻو پوندو آهي، تڏهن ڪيس جن قانونن جي تعميل ڪرڻي پوندي آهي، تن جي متعلق پروفيسر اولڊينبرگ جيڪا تشريح ڏني آهي، تنهن تشريح جي صحيح هجڻ لاءِ مٿيون حقيقتون قوي دليلن جو ڪم ٿيون ڏين. انهيءَ منتر ۾، جنهن کي 'سڪواري' (*Sakvari*) گيت سڏيو ويندو آهي، اندر ديوتا جي هٿيار، گجگوڙ، جي طاقت سمايل سمجهي ويندي هئي. چنانچه ان جي خطرناڪ ۽ خوفناڪ طاقت سبب، جنهن سان ان منتر کي پريل سمجهيو ويندو هو، جنهن همت پرئي شاگرد کي، ان منتر جي سکڻ جي جرئت ٿيندي هئي، تنهن کي پنهن ماڻهن کان جدا ٿي، ڪنهن ٻيلي ۾ وڃي گوشه نشيني اختيار ڪرڻي پوندي هئي. اٽي ڪجهه عرصي تائين، جنهن جو مدو جدا جدا قانوندانن جي راءِ مطابق، هڪ کان ٻارهن سالن تائين هوندو هو، کيس زندگيءَ جي ڪن قانونن جي پيروي ڪرڻي پوندي هئي، جن مان ڪي هي آهن: روز ٽي دفعا کيس پاڻيءَ کي ڇهڻو پوندو هو؛ کيس ڪارو لباس ۽ ڪاري ماني استعمال ڪرڻي پوندي هئي؛ برسات پوڻ وقت، کيس ڇت جي پناه نه وٺڻي هئي، پر برسات ۾ ويهي هيئن چوڻو هوس، "پاڻي ئي سڪواري راڳ آهي"؛ وڄ چمڪڻ وقت چوندو هو، "هي چمڪاٽ سڪواري راڳ وانگر آهي"؛ گجگوڙ جو آواز ٻڌي چوندو هو، "اها عظيم هستي ڪيڏو نه گوڙ ٿي ڪري"؛ کيس خيال رکڻو پوندو هو ته وهندڙ پاڻيءَ جي نهر پاڻيءَ کي ڇهڻ کانسواءِ پار نه ڪري، يعني، پيڙيءَ تي تيسين قدم نه رکي جيسين سندس حياتي خطري ۾ نه هجي، پر ان حالت ۾ به پيڙيءَ تي پهچڻ شرط پاڻيءَ کي ضرور ڇهي؛ چاڪاڻ ته عام چوڻي هوندي هئي ته "پاڻيءَ ۾ ئي سڪواري راڳ جي خوبي آهي". آخرڪار جڏهن کيس خود انهيءَ منتر جي سکڻ جي اجازت ملندي هئي، تڏهن کيس اهڙي برتن ۾ پيل

پاڻيءَ ۾ بار بار هٿ پوڙٺا پوندا هئا، جنهن ۾ هرقسم جا ساوا پوٽا رکيل هوندا هئا. چيو ويندو هو ته جيڪو به انهن سيتي اصولن جي تعميل ڪندو، تنهن-جي چوٽ تي بارش جو ديوتا، پرجنيہ (*Parjania*) مينهن موڪليندو. واضح آهي ته، پروفيسر اولڊينبرگ جي قول مطابق، ”انهن سيني قاعدن جو مقصد برهمڻ جو پاڻيءَ سان سبند پيدا ڪرڻ، ڪيس پاڻيءَ جي قوتن جو حامل بڻائڻ ۽ ڪيس انهن جي دشمنيءَ کان محفوظ رکڻ جو آهي. ڪارن ڪپڙن ۽ ڪاريءَ مانيءَ جو به ساڳيو ئي مفهوم آهي؛ ان ۾ ڪنهن کي به شڪ نہ ٿو اچي سگهي ته انهن جو واسطو مينهن جي ڪارن ڪڪرن سان آهي، خاص طرح جڏهن اها ڳالهه ياد ڪبي ته مينهن وسائڻ لاءِ اڪثر ڪاري رنگ جي ڪنهن جاندار جي قرباني ڪرڻي پوندي آهي؛ ’— اهو ان ڪري ڪارو آهي، جو مينهن جي فطرت ئي اهڙي آهي‘. مينهن جي هڪ ٻئي منتر جي سلسلي ۾ صاف طور چيو ويندو آهي، ’— هو اهڙي ڪاري پوشاڪ پائيندو آهي، جنهن جي ڪناري به ڪاري هوندي آهي، ڇو ته مينهن جي اهڙي ئي خوبي هوندي آهي‘. اهي ئي ڳالهيون آهن، جن جي روشنيءَ ۾ اسين اهي انومان ڪڍي سگهون ٿا، ته ويدن جي فڪري نظرين ۽ احڪامن جي دائري ۾، تمام پراڻي ۽ قديم دور جي جادوءَ جي رسمن کي محفوظ ڪيو ويو آهي، جن جو مطلب مينهن وسائيندڙ کي پنهنجي منصب لاءِ تيار ڪرڻ ۽ کيس ان مقصد لاءِ پنهنجي پاڻ کي ارپڻ ڪرڻ جو هوندو هو.“

هيءَ ڳالهه دلچسپيءَ کان خالي ڪانہ آهي ته جتي ابتي نتيجي ڪڍڻ جو مقصد هوندو آهي، اتي اوائلي منطق مطابق ”هوائن ۾ تبديلي آڻيندڙ“ کي بلڪل مخالف اصولن تي عمل ڪرڻو پوندو آهي. خط استوا جي علائقي ۾، جاوا جي پيٽ ۾، جتي ساوڪ جي جهجهائيءَ مان ثابت آهي ته اتي برسات جام پوي ٿي، مينهن وسائڻ جون رسمون تمام ٿوريون ۽ ان جي بند ڪرڻ جون رسمون

تمام گهٽيون ۽ انيڪ قسمن جون ادا ڪيون وينديون آهن. جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي برسات جي موسم ۾ ڪا وڏي دعوت ڪرڻي هوندي آهي ۽ هن ان لاءِ گهڻن ماڻهن کي مدعو ڪيو هوندو آهي، تڏهن هو ”هوائن جي ڊاڪٽر“ وٽ ويندو آهي ۽ کيس ”ڪرندڙ ڪڪرن کي ٽنيو ٽوٽي ڏيئي، مٿي مضبوط رکڻ“ لاءِ عرض ڪرڻو پوندو آهي. جيڪڏهن ”ڊاڪٽر“ پنهنجي پيشي جي قوتن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ راضي ٿيو، ته گراهڪ جي پئي ڏيڻ سان هو پنهنجيءَ چال چلت کي هڪدم ڪن خاص قاعدن مطابق هلائڻ شروع ڪندو. هو روزو رکندو، ۽ نه پاڻي پيئندو ۽ نه بت تي وجهندو. جيڪي ٿورو گهڻو کائيندو به کٽي، ته اهو سڪل هوندو، ۽ ڪنهن به صورت ۾ پاڻيءَ کي هٿ نه لائيندو. ميزبان، پنهنجي طرفان ۽ سندس نوڪر ۽ نوڪرياڻيون، دعوت جي دوران ۾، نه ڪپڙا ڌوئيندا ۽ نه وري وهنجندا، علاوه ازين دعوت ختم ٿيڻ تائين سيني کي جنسي تعلقات کان سخت پرهيز ڪرڻي پوندي آهي. ”ڊاڪٽر“ پنهنجي آرامگاه ۾، دعوت شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ، نئين تڏي تي تيل جي ڏئي سامهون ويهي، هي منتر پڙهندو آهي: ”ڏاڏا ۽ ڏاڏي سروڪوئل،“ (اهو نالو هميشه ڪوٺ ڪنيو ويندو آهي، ڪن وقتن تي اهڙا پيا نالا به ڪنيا ويندا آهن) ”پنهنجي وطن واپس وڃ، تنهنجو اصلي ملڪ ’اڪيمت‘ آهي، پنهنجي پاڻيءَ جي گهڙي کي هيٺ رکي، ان کي چڱيءَ طرح ڍڪڻ ڏي ته جيئن ان مان هڪ قطرو به پاهر نه هارجي.“ اهو منتر پڙهندي، جادوگر آسمان ڏانهن به نهاريندو رهندو ۽ ڌوپ واس به ساڙيندو رهندو. ساڳيءَ طرح ٽوراجا قبيلي وارن جو مينهن - وسائيندڙ ڊاڪٽر، حڪيم يا جادوگر، جنهن جو خاص فرض مينهن کي پچائڻ جو هوندو آهي، پنهنجن منصبي فرضن جي بجا آوري ڪرڻ کان اڳ يا انهن جي دوران ۾ يا انهن کان بعد پاڻيءَ کي هٿ نه لائيندو آهي - غسل ڪونه ڪندو، اڻ ڌوتل هٿن سان ماني کائيندو، ۽ پيئڻ لاءِ فقط ٽاڙي استعمال ڪندو، ۽ جيڪڏهن ڪا نهر يا ڪسي پار ڪرڻي

هوندي، ته احتياط ڪري پاڻيءَ ۾ آلي ٿيڻ ڪان پاڻ کي بچائيندو. اهڙيءَ طرح پنهنجي فرض ادائيءَ لاءِ پاڻ کي تيار ڪري، هو پنهنجي لاءِ ڳوٺ ڪان ٻاهر ڪنهن چانورن جي پنيءَ ۾ جهوپڙي اڏائيندو، جنهن ۾ هو ٻاهه جو ننڍو سچ ٻاريندو، جنهن کي ڪنهن به صورت ۾ وسائڻ نه ڏيندو. انهيءَ ٻاهه ۾ هو مختلف قسمن جون ڪاٺيون ٻاريندو آهي، جن ۾ مينهن کي لوڏي ڪيڻ جي خوبي سمجهي ويندي آهي. ساڳئي وقت هو پنهنجي هٿ ۾ پنن ۽ چوڏن جو هڪ بنڊل جهلي، انهيءَ طرف ڦوڪون ڏيندو آهي، جتان مينهن جي اچڻ جو انديشو هوندو آهي. اهڙن پنن ۽ چوڏن ۾ به مينهن کي مجبور ڪرڻ جي خصوصيت سمجهي ويندي آهي، جا انهن جي ڪيميائي بناوت سبب نه، پر انهن جي نالن جي سبب سمجهي ويندي آهي، جن جي معنيٰ ڪا ”خشڪ ۽ جلد ٻاهه پڪڙيندڙ شيءِ“ هوندي آهي. جيڪڏهن هن جي ٽوٽڻ ڦيٽڻ ۾ مصروف هئڻ جي دوران ۾ آسمان تي بادل نمودار ٿي پوندا آهن، ته پوءِ هو پنهنجيءَ مٺ ۾ چونو کڻي، ان کي ڪڪرن جي طرف ڦوڪن سان اڏائي ڇڏيندو آهي. چوني جي خشڪ نوعيت هئڻ سبب، ان کي آلن ڪڪرن کي هڪالي ڪيڻ جو مجاز سمجهيو ويندو آهي. جيڪڏهن بعد ۾، برسات جي ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، ته ڪيس ٻاهه جي سچ ،تي فقط پاڻي هاريو پوندو آهي، جنهن ڪان فوراً بعد مينهن نارا ڪري وسندو.

پڙهندڙ کي معلوم ٿي چڪو هوندو ته ڪيئن نه جاوا وارن ۽ ٽوراجا قبيلن جون رسمون، جي مينهن بند ڪرڻ لاءِ ادا ٿين ٿيون، ڳاڙهن هندستانين جي انهن رسمن جو بلڪل ضد آهن، جي مينهن وسائڻ لاءِ ادا ٿيون ٿين. ڳاڙهن هندستانين جي ”سياڻي“ لاءِ پاڻيءَ کي باقاعدگيءَ سان هر روز ٽن دفعن ڪان علاوه ڪن مختلف خاص موقعن تي به ڇهڻ لازمي هوندو آهي، حالانڪ جاوا وارن ۽ ٽوراجا جي جادوگرن کي پاڻيءَ کي هٿ لائڻ جي به منع هوندي آهي. ڳاڙهو هندستاني ٻاهر پيلي ۾ رهندو آهي ۽

برسات ۾ به ڪيس پناه واٽي ڪانه هوندي آهي، جاوا ۽ ٻوراجا وارا مينهوڳيءَ ۾ گهر يا جهوپڙيءَ ۾ اندر رهندا آهن. پهريون شخص برسات کي پنهنجي بدن تي وسائي، ۽ ان جو ذڪر احترام ۽ عزت سان ڪري، پاڻيءَ سان پنهنجي هم آهنگيءَ جو اظهار ڪري ٿو، جاوا ۽ ٻوراجا وارا وري ڏيئو يا ٻاه ٻاري مينهن کي دوڙائي ڪيڻ جا جتن ڪندا آهن. ان جي باوجود ٽيئي چٽا هڪ ئي اصول تي عمل پيرا رهن ٿا، منجهانئن هرهڪ، ٻاراٽي سانگ وانگر، پاڻ کي قدرت جي اهڙيءَ طاقت سان مشابهه سمجهي ٿو، جنهن کي ڪيس وجود ۾ آڻڻ جو ارادو آهي. اها هڪ قديم غلطفهمي آهي ته 'اثر پنهنجي سبب سان مشابهت رکي ٿو' - يعني، تَر آب هوا پيدا ڪرڻي هجي، ته پاڻ کي آلو رکجي، خشڪ آب هوا گهرجي، ته پاڻ کي خشڪ رکجي.

جنوب - مشرقي يورپ ۾ مينهن وسائڻ لاءِ اج به اهڙيون رسمون ادا ڪيون وڃن ٿيون، جن جو بنياد نه فقط خيال جي ساڳئي سلسلي تي رکيل آهي، پر تفصيلان ۾ به اهي انهن رسمن سان مشابهت رکن ٿيون، جي ساڳئي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڊيليگوئا ايسمنڊ جا بارنگا قبيلي وارا ادا ڪندا آهن. ٿسلي ۽ مسيڊونيا جا يوناني جڏهن ڏسندا آهن ته خشڪ موسم تمام طويل ٿي ويئي آهي، تڏهن هو ٻارن جو هڪڙو جلوس ڪيي، انهن کي پسگردائيءَ جي سيني کوهن ۽ چشمن تي موڪليندا آهن. جلوس جي قيادت هڪ ڇوڪري ڪندي آهي، جنهن کي گلن سان سينگاريو ويندو آهي ۽ جنهن جي مٿان رستي ۾ بيهڻ جي هرهڪ جاءِ تي پاڻيءَ جا گهڙا هاريا ويندا آهن، ۽ ساڳئي وقت جلوس ۾ شريڪ ٿيل سيئي ٻار گڏجي هڪ منتر ڳائيندا آهن، جنهن جو هڪ حصو هيئن آهي:

اي "پرپرريا"، جيئن تون تازيءَ شبنم سان ڀريل آهين،
تيئن اسان جي هن سڄيءَ پسگردائيءَ کي تازو ڪر؛
پيلي جي پاسي واريءَ شاهراه سان

- جيئن هاڻي تون گذرين ٿو، تيئن خدا کان دعا گھرا
- اي منهنجا مالڪ، هنن خشڪ ميدانن ۾،
تون اسان ڏانهن هڪ مانو مينهن موڪل؛
جيئن ٻنيون سڀ سايون ۽ ڦلدار ٿين،
۽ انگورن جون وليون ڏسون ته پور جهاي بيهن؛
ته جيئن ڀرپور فضل ۽ سنگن ۾ سڄو سارو ان ٿئي،
۽ چوڌاري آدمي سکيا ستابا ۽ آسودا ٿين.

خشڪساليءَ ۾ سربيا جا باشندا هڪ ڇوڪريءَ کي مادرزاد اگهاڙو ڪري، کيس گاهه، جڙي ٻوٽين ۽ گلن جي پوشاڪ پهرائيندا آهن، حتيٰ ڪ ان جو منهن به ساوڪ جي پردي پنيان لڪي ويندو آهي. اهڙيءَ پوشاڪ ۾ ملبوس ٿيڻ کان پوءِ هن کي "ڊوڊولا" سڏيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ هوءَ ڇوڪرين جي ٽوليءَ سان گڏ ڳوٺ ۾ ڦرندي آهي. هي ڇوڪريون ڳوٺ جي هر دروازي وٽ بيهنديون وينديون آهن، جتي ڊوڊولا ڦيريون پائيندي ۽ نچندي آهي، ۽ باقي ٻيون ڇوڪريون ان جي چوڌاري دائرو ٻڌي، "ڊوڊولا گيتن" مان هڪ ڳائينديون آهن. پوءِ گهر ڌياڻي ڊوڊولا تي پاڻيءَ جي بالٽي اوتي، کيس تر بتر ڪري ڇڏيندي آهي. اهي ڇوڪريون جيڪي گيت ڳائينديون آهن، تن مان هڪ هيئن آهي:

اسين ڳوٺ وچان وڃون ٿيون،
ڪڪر وڃن ٿا آسمان ۾؛
اسين زياده تيز هلون ٿيون،
ڪڪر زياده تيز هلن ٿا؛
ڪڪر اسان کان اڳتي نڪري ويا،
۽ اناج ۽ انگور جي ولين کي آلو ڪري ڇڏيائون.

هندستان ۾ پوني وٽ جڏهن مينهن جي شديد ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، تڏهن ڇوڪرا گڏ ٿي پاڻ منجهان هڪ کي اگهاڙو ڪري، ان کي پنن جو لباس پهرائيندا آهن ۽ کيس "مينهن جو بادشاه" سڏيندا آهن. پوءِ اهي گڏجي ڳوٺ جي هر هڪ

گهر تي ويندا آهن، جتي گهر جو مالڪ يا سندس زال، "مينهن جي بادشاه" کي پاڻيءَ سان ڀڄائي، ڪين قسم قسم جو ڪاڏو ڏيندا آهن، جڏهن سيني گهرن جو چڪر لڳائي ختم ڪندا آهن، تڏهن "مينهن جي بادشاه" جي پنن جي پوشاڪ لاهي، خيرات جي طعامن تي ويهي خوب محفل ڪندا آهن.

جنوبي ۽ مغربي روس جي ڪن علائقن ۾ 'وهنجڻ' کي مينهن وسائڻ جي جنتر طور استعمال ڪندا آهن. ڪن وقتن تي ديول مان عبادت ڪري ٻاهر نڪرڻ وقت، پنهنجن منصبي جبن ۾ ملبوس پادريءَ کي، سندس حلقي جا عبادت گذار زمين تي ڪيرائي پاڻيءَ سان تربتر ڪري ڇڏيندا آهن. ڪڏهن وري سينٽ جان ڊي بئپٽسٽ جي ڏينهن تي عورتون پنهنجن ڪپڙن لاهڻ کان سواءِ ئي ماڻهن جي مجمع جي وچ ۾ وهجنديون آهن، ۽ ساڳئي وقت هو وڻن جي ٽارين، گاهه ۽ جڙي ٻوٽين مان ٺهيل ٻوتي کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙينديون آهن، جنهن کي هو سينٽ جان جو مظهر سمجهنديون آهن. جنوبي روس جي ڪرسڪ صوبي ۾ جڏهن مينهن جي سخت ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، تڏهن اتان جون زالون ڪنهن نه اجنبي راهگير کي پڪڙي درياهه ۾ ڌڪو ڏينديون آهن، يا وري ڪيس ڪنهن کان وٺي چوٽيءَ تائين پاڻيءَ سان تربتر ڪري ڇڏينديون آهن. اڳتي هلي ڏسنداسون ته واٽهڙو اجنبيءَ کي اڪثر هندن تي ديوتا يا ڪنهن قدرتي قوت جو شخصي مظهر تسليم ڪيو ويندو آهي. سرڪاري دستاويزن ۾ تحرير ٿيل آهي ته سنه ۱۷۹۰ع واري، خشڪ سال ۾، شيرائوز ۽ ورباٿوز جي ڪڙمين سيني عورتن کي جمع ڪري کين وهنجڻ لاءِ مجبور ڪيو ته جيئن برسات پوي. آرمينيا ۾ پادريءَ جي زال کي پاڻيءَ ۾ ڌڪو ڏيئي، ڪيس ڀڄائي ڇڏڻ جي عمل کي مينهن وسائڻ جو ٽوٽڪو سمجهيو ويندو آهي. شمالي آفريڪا جا عرب خشڪساليءَ جي آخرين علاج واسطي پنهنجي بزرگ کي، طوعاً و ڪرهاً چشمي ۾ اڇلائيندا آهن. اتر سيليبس جي مناهسا صوبي ۾ مينهن وسائڻ لاءِ پادري پاڻ وهنجندو آهي.

مرڪزي سيليبس ۾ جڏهن گهڻي وقت کان وٺي مينهن ڪونه پيو هوندو آهي ۽ ساريون سڪڻ شروع ڪنديون آهن، تڏهن اتان جا اڪثر ڳوٺاڻا، خاص طرح نوجوان ڇوڪرا، پاسي واريءَ نهر ۾ وڃي هڪٻئي کي پاڻي هڻندا ۽ شور و غل مچائيندا آهن، يا وري بانس جي پورن لڪڙن ۾ پاڻي پري هڪٻئي کي پري پري کان پيهي هڻندا آهن. ڪڏهن وري هو پاڻيءَ جي مٽاڇري تي هٿن جي ترين سان ڌڪ هڻي، يا ان تي اونڌو ڪوزو رکي ان جي تري کي آڱرين سان وڄائي، بارش جي مٽان ڪرڻ جي آواز جو نقل ڪندا آهن.

ڪڏهن وري ائين سمجهيو ويندو آهي ته عورتون هر هلائي يا هر هلائڻ جو ڊونگ ڪري، مينهن وسائي سگهن ٿيون. چنانچه ڪوه قاف جي علائقي جي پشا ۽ چيوسر قبيلن وٽ ”مينهن کي هر ڏيڻ“ نالي هڪ رسم مروج آهي، جا اهي خشڪساليءَ جي موقعي تي ادا ڪندا آهن. اتان جون ڇوڪريون پاڻ کي هر ۾ جوٽي، ان کي گهلي، چيله جيتري پاڻيءَ تائين درياه ۾ گهڙي وينديون آهن. ساڳين حالتن ۾، آرمينيا جون زالون ۽ ڇوڪريون به اهائي رسم ادا ڪنديون آهن. منجهانئن سڀني کان زياده سن رسيده عورت، يا پادريءَ جي زال، پادريءَ جا ڪپڙا پائيندي آهي، ۽ باقي پيون مڙداڻو لباس ڍڪي، هر کي اوپاري پٽيءَ مان گهلينديون وينديون آهن. ڪوه قاف جي جارجيا صوبي ۾ جڏهن خشڪ موسم تمام گهڻي عرصي تائين هلندي آهي، تڏهن شاديءَ جي قابل ڇوڪرين کي ڍڳن جي پاڃاريءَ ۾ جوٽيو ويندو آهي، پادري رسا جهليندو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح اهي نهرن، دبن، ڪڏن ۽ کوهن مان دعائون پڙهنديون، رڙيون ۽ دانهون ڪنديون، ڪڏهن روئنديون ته ڪڏهن ڪلنديون، وڃنديون وينديون آهن. ٽرانسلوانيا ضلعي ۾ جڏهن زمين خشڪيءَ سبب سڪي ٽوٽ ٿي ويندي آهي، تڏهن اتان جون ڪي ڇوڪريون اگهاڙيون ٿي، ۽ ڪنهن پوڙهيءَ عورت جي اڳوانيءَ هيٺ، جا پاڻ به اگهاڙي

هوندي آهي، ٻنيءَ مان ليٽڻ چورائي، ان کي پاسي واريءَ نهر ۾
اڇلائينديون آهن. ان کان، پوءِ اهي ان جي ٻنهي ڪنڌن کان
موم ٻتيون ٻاري هڪ پهر ڪن تائين ان جي مٿان چڙهي ويهنديون
آهن. بعد ۾ اهي ليٽڻ کي پاڻيءَ ۾ ڇڏي گهر هليون وينديون
آهن. هندستان جي ڪن علائقن ۾ پڻ ساڳئي قسم جو مينهن
وسائڻ جو جادو ڪيو ويندو آهي. اگهاڙيون عورتون رات جو
ٻنيءَ ۾ هر گهلينديون آهن، ۽ مرد، احتياط طور، انهن کان دور
رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جو انهن جي نظر پوڻ ڪري
جادوءَ جو اثر ڪونه ٿيندو.

ڪڏهن وري مينهن وسائڻ جو جادو مُڙدن وسيلي به ڪيو
ويندو آهي. چنانچه نيوڪئليڊونيا جا ”مينهن وسائيندڙ جادوگر“
پاڻ کي سڄو ڪارو ڪري، قبر مان ڪنهن مڙدي جو لاش کوٽي،
ان کي غار ۾ کڻي ويندا هئا، جتي ان جي هڏن کي هڪٻئي
سان ڳنڍي جوڙي، ان کي هڪ خاص قسم جي وڻ جي پنن مٿان
لٽڪائي ڇڏيندا هئا. ان کان پوءِ ان هڏن جي پڃري مٿان
اهڙيءَ نموني سان پاڻي هاريندا هئا، جو اهو هيٺ وڇايل پنن
مٿان ڪري. سندن اعتقاد هو ته ان مڙدي جو روح اهو پاڻي
مٿي کڻي ويندو، ۽ ان کي مينهن ۾ تبديل ڪري، موٽائي آڻي
زمين تي وسائيندو. هڪ عام روايت مطابق، روس ۾ جيڪڏهن
ڪنهن ضلعي جا ڪڙمي گهڻي وقت تائين خشڪساليءَ کان تنگ
اچي ويندا هئا، ته ان حالت ۾ ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جو جنازو
کوٽي ٻاهر ڪڍندا هئا، جيڪو شراب نوشيءَ جي ڪثرت سبب مري
ويو هوندو، ۽ ان کي ويجهڙائيءَ واريءَ ڪنهن ڍنڍ يا گندي پاڻيءَ
جي ڪڏ ۾ وڃي ٻوڙيندا هئا. اهڙيءَ طرح، ڪين پڪتو ويساه هوندو
هو ته پوءِ ضرور مينهن وسندو. سنه ١٨٦٨ع ۾ خشڪساليءَ جي
طويل عرصي سبب ڏڪار پوڻ جي انديشي ڪري، تاراش چنسڪ
ضلعي جي هڪ ڳوٺ وارا ڪنهن راسڪولنيڪ (ڪئٿولڪ فرقي
جي مخالف) فرقي واري جو لاش قبر مان کوٽي ڪڍي آيا، جو

گذريل ڊسمبر مهيني ۾ مئو هو. مجمعي مان ڪن مڙدي جو مٿو، يا جيڪي بہ ان مان باقي بچيل هو، ڪٽڻ شروع ڪيو، ۽ ڪيس چوندا رهيا تہ ”اسان کي مينهن ڏي“، پيا وري هڪ چاٽيءَ مان ان جي مٿان پاڻي هاري رهيا هئا. چاٽيءَ مان پاڻي وهائڻ صاف طور مينهن جي وسڪاري جو نقل آهي ۽ اسان کي يادگيري ڏياري رهيو آهي تہ ڪيئن نہ ائرسٽوفينس جي داستان ۾ اسٽريپسيئيڊس سمجهيو هو تہ زيوس ديوتا مينهن وسائيندو هو. ڪڏهن وري مينهن حاصل ڪرڻ لاءِ ٿوراجا قبيلي وارا پنهنجن ابن ڏاڏن کي رحم جي درخواست ڪندا آهن. چنانچہ ڪالنگوئا ڳوٺ ۾ هڪ مشهور سردار جي قبر آهي، جو موجوده سردار جو ڏاڏو آهي. جڏهن بہ ان ملڪ ۾ بي موسمي خشڪسالي اچي پنهنجو ديرو ڄمائيندي آهي، تڏهن اتان جا ماڻهو انهيءَ قبر تي وڃي، مٿانئس پاڻي هارين، ۽ هيءَ دعا پڙهندا آهن: ”اي ڏاڏا، اسان تي رحم ڪر؛ جيڪڏهن تنهنجي مرضي آهي تہ هن سال اسين کائون، تہ پوءِ اسان کي مينهن ڏي!“ ان کان پوءِ هو بانس جو هڪ ڊگهو لڪڙو قبر مٿان لٽڪائيندا آهن، جنهن جي هڪ چيڙي وٽ ننڍو سوراخ ڪيل هوندو آهي، تہ جيئن پاڻي قبر مٿان هڪ هڪ قطرو ٿي مسلسل ڪرندو رهي. پوءِ لڪڙي کي تيستين پاڻيءَ سان پريل رکيو ويندو آهي، جيستين مينهن وسي. نيو ڪئليڊونيا وانگر هتي بہ اسان کي مذهب جادوءَ سان مليل نظر اچي ٿو، ڇو تہ مرحوم سردارڪان دعا پنڻ کي، جا مذهبي نوعيت جي رسم آهي، ان جي قبر مٿان مينهن جي نقل سان ملايو وڃي ٿو، جو جادوءَ جو نوٽو آهي. اسين اهو بہ ڏسي آيا آهيون تہ ڊيلاگوئا اپسمنڊ جي بٿرونگا قبيلي وارا پنهنجن وڏن، ۽ خاص طرح جاڙن ٻارن، جي قبرن کي مينهن وسائڻ جي جادوءَ طور پاڻيءَ سان آلو ڪندا آهن. اورينوڪو علائقي ۾ رهندڙ ڳاڙهن هندستانين جي ڪن قبيلن ۾ رواج هو تہ اهي پنهنجن مئل عزيزن کي دفن ڪرڻ کان هڪ سال پوءِ قبرن مان کوٽي ٻاهر ڪڍي، انهن کي

ساڙي، سندن رک هوا ۾ اڏائي ڇڏيندا هئا، ڇو ته سندن اعتقاد هو ته اها رک سينهن ۾ تبديل ٿي مٿانئن وسندي، جنهن کي اهو مئل ماڻهو سندن ڪرياڪرم جي عيوض موڪليندو آهي. چينائين کي خاطري آهي ته جڏهن انسانن جا لاش بي گوروڪفن رهجي ويندا آهن، تڏهن انهن جي روحن کي مينهن وسڻ وقت ايتري ئي تڪليف محسوس ٿيندي آهي، جيتري هوند جيئرن ماڻهن کي محسوس ٿئي، جيڪي بغير ڪنهن اجهي جي سخت ۽ خطرناڪ آب هوا جي رحم و ڪرم تي ٻاهر رهڻ لاءِ مجبور هجن. اهڙا بد بخت روح ان ڪري برسات کي وسڻ کان روڪڻ لاءِ پنهنجن ويهن نُهن جو زور لڳائيندا آهن ۽ بسا اوقات سندن اها ڪوشش ڪامياب ويندي آهي. ان کان پوءِ خشڪسالي منهن ڪڍي ٿي، جنهن کان چيني باشندا پين سيني مصيبتن ۽ آفتن جي ڀيٽ ۾ زياده ڊڄندا آهن، ڇو ته خراب فصل، ناداري ۽ قحط ان جي پٺيان پاڇيهي هليا ايندا آهن. ان ڪري خشڪسالي‌ءَ جي موقعن تي چيني اختياري‌ءَ وارن جو اهو عام دستور رهيو آهي ته هو انهي‌ءَ مصيبت کان جان بچائڻ ۽ مينهن کي وسائڻ لاءِ بي گوروڪفن لاشن جي سڪل هڏن کي مٿاسن ۾ ڳولي ڳولي پيهر ڍڪائي، دفن ڪرائي ڇڏيندا آهن.

آب هوا جي ٽوڻن ڦيڻن ۾ وري جانور به اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. شمالي آسٽريليا جي ائنوليا قبيلي وارا اتان جي 'ڊالر برڊ' نالي هڪ پکي‌ءَ کي مينهن سان وابسته سمجهندا آهن، ۽ ان کي سڏيندائي "مينهن جو پکي" آهن. جنهن قبيلي جو قومي نشان اهو پکي هوندو آهي، ان قبيلي جا ماڻهو هڪ خاص چشمي ڀرسان ويهي، مينهن وسائي سگهن ٿا. هو هڪ نانگ قاسائي، ان کي جيئرو چشمي ۾ اڇلائيندا آهن، جتي ان کي ڪجهه وقت تائين پاڻي‌ءَ اندر جهلي، ٻاهر ڪڍي ان کي ماري، چشمي جي پاسي ۾ رکندا آهن. ان کان پوءِ هو گاه مان انڌلٺ جي صورت جي هڪ ڪمان ٺاهي، نانگ جي لاش مٿان رکندا آهن؛ ان کان پوءِ ڪين فقط مئل نانگ ۽ نقلي انڌلٺ مٿان ويهي منتر آلاپنا هوندا آهن،

جنهن کان ٿورو ئي گهڻو وقت پوءِ مينهن ضرور وسندو. انهيءَ رسم جي اهي ساڳيو هيءَ سمجهاڻي ڏيندا آهن ته گهڻو زمانو اڳ، ڪنهن ڊالر ٻرڻ جو هڪ نانگ سنگتي هو، جو انهيءَ چشمي ۾ رهندو هو ۽ آسمان طرف چشمي جو پاڻي وات سان ڦوڪاري مينهن وسائيندو هو، ۽ جيستائين آسمان ۾ ڪڪر گڏ ٿيندا هئا، اندلت ظاهر ٿيندي هئي ۽ مينهن وسندو هو، تيستائين هو پاڻي ڦوڪاريندو رهندو هو. ٻنهي ۾ انهيءَ ساڳئي مقصد لاءِ اجا تائين ٻارن کي ڏنو ويندو آهي ته پلين کي وٺيو ٻيا گهليندا آهن، ۽ انهن کي پاڻيءَ جي حوض ۾ غوطا ڏياري ڏياري مس مس چڙهيندا آهن.

مشرقي آفريڪا جي واسوڳو قبيلي وارن جو جادوگر جڏهن مينهن وسائڻ چاهيندو آهي، تڏهن هو تيز آس ۾ ڪاريءَ رڍ ۽ ڪاري ٻڪري کي قبيلي جي اجتماعي جهوپڙيءَ جي ڇت تي رکائيندو آهي، جنهن ۾ هو سڀئي گڏ رهندا آهن. ان کان پوءِ هو ٻنهي جانورن جا پيٽ ڦاڙي، سندن آنڊا اوجهريون ڇڪي ٻي طرف ڏانهن اڇلائي ۽ ٽيڙي پکيڙي چڙهيندو آهي. انهيءَ ڪارروائيءَ ڪرڻ کان پوءِ، هو ڪنهن برتن ۾ پاڻي ۽ هڪ قسم جي دوا وجهندو آهي؛ جيڪڏهن جادو ڪامياب ٿيو هوندو، ته برتن ۾ پيل پاڻي جوش کائيندو ۽ نيٺ مينهن وسندو. هوڏانهن وري جڏهن جادوگر کي مينهن بند ڪرڻو هوندو آهي، ته هو جهوپڙيءَ جي اندرئين حصي ۾ هليو ويندو آهي، جتي هو هڪ ڪوزي ۾ هڪ چمڪندڙ پٿر وجهي، ان کي باه تي گرم ڪندو آهي. مينهن حاصل ڪرڻ لاءِ واگوگو قبيلي وارا پنهنجن وڏن جي قبرن تي وڃي، ڪارا پکي، ڪاريون رڍون ۽ ٻيا ڪارا جانور قربان ڪندا آهن، ۽ مينهوڳيءَ جي موسم ۾ سندن ”مينهن وسائيندڙ جادوگر“ ڪارا ڪپڙا پائيندو آهي. ماتابيل قبيلي وارا مينهن وسائڻ لاءِ جيڪو جادو ڪندا آهن، تنهن ۾ هو ڪاري ڍڳي جو رت ۽ پيتو استعمال ڪندا آهن. سوماترا جي هڪ ضلعي ۾ مينهن حاصل ڪرڻ لاءِ

اتان جون عورتون اڌ اگهاڙيون ٿي درياه تي وينديون آهن، ۽ پاڻيءَ ۾ گهڙي هڪبئي کي پاڻي هڻنديون آهن. ڪاريءَ ٻليءَ کي نهر ۾ اڇلائي، ان کي ڪجهه وقت لاءِ ترڻ ڏنو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ سڀئي عورتون پاڻيءَ ۾ ٽٻ ٽٻ ڪنديون، ان کي ڪناري ڏانهن ڀڄائينديون آهن. آسام جا گئرو (*Garoo*) قبيلي وارا خشڪ موسم ۾ ڪنهن اوچي جبل جي چوٽيءَ تي ڪاريءَ ٻڪريءَ جي قرباني ڏيندا آهن. انهن سڀني حالتن ۾، قربانيءَ جي جانور جو رنگ جادوءَ جي ٽوٽڪي جو لازمي حصو آهي: ڪاري هئڻ سبب، اهو آسمان کي برسات جي ڪارن ڪڪرن سان پري ڇڏيندو. ساڳيءَ طرح بيچوئانا قبيلي وارا شام جي وقت ڍڳي جي اوجهري ساڙيندا آهن، ڇو ته هو چوندا آهن ته "ڪارو دونهون ڪڪرن کي جمع ڪري مينهن آڻيندو". ٽموري قبيلي وارا مينهن لاءِ ڌرتي ماتا کي ڪاري سوئر جي قرباني ڏيندا آهن، ۽ اس لاءِ سورج ديوتا کي اڇي يا ڳاڙهي سوئر جي بلي ڏيندا آهن. ائنگلوني قبيلي وارا - مينهن لاءِ ڪارو ڍڳو قربان ڪندا آهن، ۽ سٺيءَ آب هوا لاءِ اڇو. جپان جي بلند جابلو علائقي ۾ هڪ ضلعو آهي، جنهن ۾ گهڻي عرصي تائين بارش نه پوڻ ڪري، ڳوٺاڻن جو هڪ گروه پادريءَ جي زير قيادت، جنهن جي اڳيان هڪ ڪارو ڪتو هلندو آهي، جبل جي آبشار جي سنهن ڏانهن ويندو آهي. هڪ مقرر ٿيل جاءِ تي هو ڪتي کي پٿر سان ٻڌي، کيس گولين ۽ تيرن جو نشانو بڻائيندا آهن. جڏهن ان جو رت پاسي ۾ پيل پٿرن تي پوندو آهي، تڏهن ڳوٺاڻا پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري، نهر جي "بلا-ديوتا" کي اوچي آواز ۾ عرض ڪندا آهن ته هو انهيءَ پاڪ جاءِ کي رت جي پليتيءَ کان صاف ڪرڻ لاءِ هڪدم مينهن جو وسڪارو ڪري. اها رسم قائم ٿي ويئي آهي ته اهڙن موقعن تي قرباني ڏيندڙ جانور جو رنگ، مينهن جي ڪڪرن جي رنگ وانگر، ڪارو هئڻ گهرجي. پر جيڪڏهن سٺي آب هوا گهرجي، ته ان حالت ۾ جانور جو رنگ بلڪل بي داغ اڇو هئڻ گهرجي.

ڏيڏرن وغيره جو پاڻيءَ سان گهرو رابطو آهي- انهيءَ سبب، انهن کي ”برسات جي سنڀاليندڙن“ جي شهرت ڏني ويئي آهي، جنهنڪري انهن کي آسمان سان گهربل مينهن کي ڪشش ڪرڻ جي جادوءَ ۾ پنهنجو خاص ڪردار اڪثر ادا ڪرڻو پوندو آهي. اورينوڪو علائقي جي ڳاڙهن هندستانين جي قبيلن سان ڪي ڏيڏر کي پاڻيءَ جو ديوتا يا مالڪ سمجهندا هئا، ۽ انهيءَ سبب ڪري، هو ان کي مارڻ کان ڊڄندا هئا. بهرحال ڪين ڏيڏرن کي ڪنهن برتن هيٺان رکندي ۽ خشڪ موسم ۾ انهن کي لٺين سان مار ڏيندي به ڏٺو ويو آهي. چيو وڃي ٿو ته آئمارا قبيلي جا ڳاڙها هندستاني مينهن وسائڻ لاءِ ڏيڏرن ۽ پاڻيءَ جي ٻين جيتن جون تصويرون ڇاپي يا انهن جا بوتا جوڙي، پهاڙن جي چوٽين تي وڃي رکندا آهن. برٽش ڪولمبيا جي ٿامپسن قبيلن جا ڳاڙها هندستاني ۽ پڻ يورپ جا ڪي ماڻهو سمجهندا آهن ته ڏيڏرن کي مارڻ ڪري مينهن وسندو آهي. هندستان جي سي. پي. پرڳڻي جا اڇوت مينهن وسائڻ واسطي. ڏيڏر کي لٺ جي هڪ ڇيڙي سان ٻڌي، جنهن کي نم جي ساون پنن ۽ ٽارين سان ڍڪيو ويندو آهي، در در تي کڻي ويندا آهن ۽ هي گيت ڳائيندا ويندا آهن :

”جلد موڪل اي ڏيڏر، پاڻيءَ جي هيري جا ڪڻا،
۽ ٻنيءَ ۾ بيٺل ڪڻڪ ۽ جوئر جي فصل کي پچاءِ.“

مدراس صوبي جا ڪاپو ۽ ريڊي ذاتين وارا آبادگارن ۽ زميندارن جا ٻه وڏا قبيلا آهن. جڏهن برسات نه پوندي آهي، تڏهن قبيلي جون عورتون ڏيڏر قاسائي، ان کي بانس جي ڪائين سان ٿهيل نئين ڇڄ سان جيئرو ٻڌنديون آهن. پوءِ ڇڄ تي هڪ خاص وڻ جا ساوا پن وجهائي، هو در در وينديون آهن، ۽ ساڳئي وقت هي منتر آلاپينديون آهن : ”مائي ڏيڏرياڻيءَ کي وهنجڻو آهي! اي برسات جا ديوتا، اسان کي انهيءَ لاءِ ٿي ڪجهه پاڻي ڏي!“ هوڏانهن ڪاپو قبيلي جون عورتون گهر جي در تي بيهي اهو گيت ڳائينديون رهنديون آهن، ته هوڏانهن گهر ڌياڻي بيهي

ڏيڍر مٿان پاڻي هاريندي آهي ۽ ڪين خيرات ڏيندي آهي، ڪيس خاطري هوندي آهي ته ان طرح چاڙهَ ٽا مينهن جا وسڪارا ٿين.
ڪن وقتن تي وري، جڏهن خشڪ موسم تمام گهڻي وقت تائين هلندي آهي، تڏهن ماڻهو نقالي جا :وءَ جي دستوري بڪواس کي بلڪل ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ ڪاوڙ ۾ پرجي آزين نيزارين ۽ دعائن تي وقت وڃائڻ جي بدران، هو انهن فوق‌الفطري طاقتن کان ڌمڪين، دڙڪن ۽ ڪن وقتن تي جسماني زور زبردستيءَ سان آسماني پاڻي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جنهن کي، انهن جي قول مطابق، انهن هستين ’مٿي آسمان تي منهن وٽان ئي بند ڪري ڇڏيو آهي‘. جپان جي هڪ ڳوٺ ۾، جڏهن ڳوٺ جو محافظ ديوتا گهڻي وقت تائين سندن مينهن وسائڻ جي دعائن تي ڪن لاٽار ڪندو رهيو، تڏهن انهن هن جو مجسمو پنهنجيءَ اوچيءَ جاءِ تان هيٺ لاهي، بد دعائن ۽ زوردار ڦٽ لعنتن سان ان کي ڪٽي سامهون واريءَ سارين جي پنيءَ جي بد بودار پاڻيءَ ۾ اونڌو ڪري ڦٽو ڪيو. ”وڃ،“ هنن چيو، ”وڃي اتي ڪجهه وقت پئو، ۽ پاڻ ڏس ته ٿورن ڏينهن تائين سڙڻ کان پوءِ، جا اسان جي سڪي ٽوٽ ٿي ويل پنين جو ساهه نپوڙي رهي آهي، تون پاڻ ڪيئن ٿو محسوس ڪرين!“ ساڳين حالتن ۾ سينيگئمبيا جا فيلائوپ قبيلي وارا پنهنجن ٻيجان معبودن کي مسندن تان لاهي هيٺ ڦٽو ڪندا آهن، ۽ جيسين مينهن نه وسندو آهي، تيسين ڪين بد دعائون ڏيندا، ٺوڙين ۾ ٻڌيو پنين مان گهليندا وتندا آهن.
چيني باشندا ديوتائن جي سلطنت تي زوريءَ قبضي ڪرڻ جي هنر ۾ ڏاڍا ماهر ٿيندا آهن. چنانچه جڏهن مينهن جي ضرورت هوندي اٿن، تڏهن هو ڪاغذ يا ڪاٺ مان هڪ وڏي بلا ٺاهيندا آهن، جا مينهن جي ديوتا جو مظهر هوندي آهي، ۽ ان کي جلوس جي صورت ۾ گهمائيندا آهن، پر جيڪڏهن مينهن نه وسندو آهي، ته ان نقلي بلا کي بد شد ڳالهائي، ڪيس ڦاڙي چيري، ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويندو آهي. ٻين وقتن تي جيڪڏهن ديوتا مينهن نه وسائيندو

آهي، تہ هو انهن کي ڌمڪائيندا، ڊيڄاريندا ۽ مار ڪٽيندا آهن؛ ڪڏهن تہ انهن کي ديوتا جي منصب تان لاهي ڇڏڻ جو عام اعلان ڪندا آهن. پر جيڪڏهن مينهن وسندو آهي، تہ ديوتا کي شاهي فرمان ذريعي انهن کان بہ اعليٰ رتبي تي فائز ڪيو ويندو آهي. اپريل ۱۸۸۸ع ۾ ڪئنٽن جي پاون لينگ ونگ ديوتا کي مسلسل مينهن جي وسڪارن کي بند ڪرڻ لاءِ دعا ڪئي، ۽ هن جڏهن سندن درخواست تي ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو، تڏهن انهن کيس پنجن ڏينهن تائين لاڪپ ۾ ڪٽي وڌو. ان جو نتيجو نهايت سٺو نڪتو. برسات بند ٿي ويئي ۽ ديوتا کي وري آزادي بخشي ويئي. ڪجهہ سال اڳ، خشڪ موسم سبب، انهيءَ ساڳئي ديوتا کي، زنجيرن ۾ جڪڙي، سندس مندر جي کليل حاطي ۾ رکيو ويو هو، تہ جيئن کيس برسات وسائڻ جي فوري ضرورت جو احساس ٿئي. ساڳيءَ طرح جڏهن سيام وارن کي مينهن جي ضرورت پوندي آهي، تڏهن اهي بہ پنهنجن بتن کي ساڙيندڙ اس ۾ ڪڍي رکندا آهن، پر جيڪڏهن هو برسات کان تنگ اچي، خوشڪ موسم جي آرزو ڪندا آهن، تہ ان صورت ۾ مندرن جون ڇتيون لاهي ڇڏيندا آهن ۽ مينهن جي وسندڙن پاڻيءَ کي مندر ۾ ڪرڻ ڏيندا آهن. هو سمجهندا آهن تہ ديوتائن کي تڪليف ۾ مبتلا ڪري هو کين سندن تمنائن ۽ دعائن قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندا.

مشرق بعيد جي ماڻهن جي آب هوا جي اهڙيءَ چاڻ تي پڙهندڙن کي شايد کل اچي، پر مينهن حاصل ڪرڻ جي ساڳئي ئي طريقي تي خود اسان جي زماني ۾ عيسائي يورپ اندر بہ عمل ڪيو ويو آهي. سنہ ۱۸۹۳ع جي اپريل جي آخر ڌاري، سسليءَ جي جزيري ۾ پاڻيءَ جي قلت سبب ماڻهن ۾ عام غمگيني ڇانيل هئي. ڇهن مهينن کان وٺي برسات ڪانہ پيئي هئي. هر روز سج اڀرندو هو ۽ شام جو صاف ۽ نيلي آسمان ۾ غروب ٿي ويندو هو. ڪونڪاڊياوره جا سرسبز باغ، جيڪي پالرمو کي ميائي رنگ جي ڪمرپٽي وانگر ويڙهيو بيٺا آهن، سڪڻ سڙڻ لڳا. ڪاڌي

جون شيون ناياب ٿيڻ لڳيون ۽ ماڻهن ۾ زبردست هراس ڇانيل هو. مينهن وسائڻ جون سڀئي جائز ترڪيبون آزمايون ويون، پر ڪوبه خاطرخواه نتيجو ڪونه نڪتو. ماڻهن جا جلوس پٺيان جلوس گهٽين ۽ پنيون لتاڙي ٿڪجي پيا هئا. سرد، زالون ۽ ٻار ستين سچيون راتيون مقدس مجسمن اڳيان تسبيحون ڦيري ڦيري تنگ ٿي ويا. ديولين جون پاڪ شمعون رات ڏينهن ٻرنديون رهيون. ”پام-سنڊي“ ڏينهن دم ڪيل کجور جون ٽاريون به وڻن ۾ ٻڌيون ويون. سولا پاروتا ۾، ڏڪ تمام پراڻي رسم مطابق، ”پام سنڊي“ ڏينهن ديولين مان ميڙيل مٽي ٻنين ۾ ڇڻڪاري ويئي. رواجي سالن ۾ ديولين مان ميڙيل اها مقدس مٽي فصلن کي محفوظ رکندي آهي، پر يقين ڪريو ته ان سال انهيءَ مٽيءَ جو به ڪو اثر ڪونه ٿيو. نڪوسيا جي شهرواسين، مٽي ۽ ٻيرين اگهاڙا ٿي، صليبن کي کلهن تي کڻي شهر جي هرهڪ محلي ۾ ڦيرايو، ۽ هڪيئي کي لوه جي لٺين سان مارون کڌيائون، پر سڀ بيڪار. خود پائولووارو عظيم ديوتا، سينٽ فرانسس جو هرسال مينهن جي معجزو ڏيکاريندو آهي ۽ جنهن کي هرسال موسم بهار ۾ شهر جي باغيچن ۾ ڦيرايو ويندو آهي، ان سال، يا ته ڪجهه به ڪرڻ کان قاصر هو، يا وري سندن مدد ڪرڻ لاءِ آماده نه پئي ٿيو. اجتماعي عبادتون، دعائون، موسيقيءَ جي محفلن، چراغان ۽ آتشبازين ان تي ڪوبه اثر پيدا ڪونه ڪيو. آخرڪار ڪڙسين جي صبر جو پيمانو لبريز ٿيڻ لڳو. اڪثر ديوتائن کي جلاوطن ڪيو ويو. پالرمو ۾ سينٽ جوزف کي باغ ۾ اڇلايو ويو ته حالات جو بذات خود اتي پيهي جائزو وٺي - قسم کنيائون ته جيسين مينهن نه وسندو، تيسين پلي اهو اتي پيو سڪي ۽ سڙي. ٻين ديوتائن جي بتن جا منهن، شرير ڇوڪرن وانگر، ڦيرائي ديوار ڏانهن ڪيا ويا. ڪن ٻين ديوتائن جون قيمتي ۽ خوبصورت پوشاڪون لاهي کين اگهاڙو ڪيو ويو، ۽ کين پنهنجن سرحدن کان دور جلاوطن ڪري، ڌمڪايو ۽ بيعزت ڪيو ويو، ۽ گهوڙن جيءَ پائيءَ پيئڻ جي ڪونڊن ۾

اڇلايو ويو. ڪالٽانيسيٽا وٽ عظيم فرشتي سينٽ ميڪائيل جا سونا پر ڪلهن وٽان ڪوهي، انهن جي بجاءِ ڪيس دفتريءَ جا پر هنيا ويا. سندس جسم تان قرمزي جبو لاهي، ان جي بدران ڪيس ٿلهي ۽ کهري ڪپڙي جو ڳوٺرو پارايو ويو. ليڪيٽا وٽ، اتان جي محافظ ديوتا، سينٽ انگليو، سان به ڪا گهٽ تعدي ڪانه ڪئي ويئي، ڇو ته ان کي بلڪل اگهاڙو ڪيو ويو، ڪيس بدشد ڳالهايو ويو، زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو ۽ ڪيس ڦاٽيءَ ۾ ٻوڙڻ ۽ ڦاسيءَ تي لٽڪائڻ جون ڌمڪيون به ڏنيون ويون. غصي ۾ ڀريل ماڻهو، سندس منهن ۾ مڪون هڻي، گرجدار آواز ۾ چوندا رهيس: "مينهن ڏي، نه ته ڦاسي قبول ڪر!"

ڪڏهن ڪڏهن ديوتائن جي جذبهءِ رحم کي للڪاريو ۽ اڀاريو ويندو آهي. زلو قبيلي وارن جو اناج جڏهن سڪڻ سڙڻ شروع ڪندو آهي، تڏهن اهي آسمان ۾ "جنتي پکيءَ" جي ڳولا ڪري، ان کي ماري تلاءَ ۾ ڦٽو ڪندا آهن. ان ڪان پوءِ آسمان پکيءَ جي موت سبب نرم ٿي ڳهرجي پوندو آهي، "مينهن وسائي ۽ ماتمي مرثيا ڳائي، هو ان لاءِ 'سٿوءَ' ڪندو آهي". زلولئنڊ ۾ اتان جون عورتون ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن ٻارن کي ڳچيءَ تائين زمين ۾ دفن ڪري، ٿوريءَ دوريءَ تي ويهي گهڻيءَ دير تائين غمگين آواز ۾ اونائيندليون آهن. آسمان انهيءَ قابل رحم نظاري کي ڏسي نرم ٿي پوندو آهي. ان کان پوءِ، عورتون ٻارن کي کوٽي ٻاهر ڪڍنديون آهن ۽ کين خاطري ٿيندي آهي ته اجهو ٿو مينهن وسي. هو چونديون آهن ته هو "مٿان واري مالڪ" کي پڪارين ٿيون ۽ کيس مينهن موڪلڻ جي درخواست ٿيون ڪن. مينهن وسندو آهي ته چونديون آهن: "'اوسونڊو' وسي ٿو". ٽينيريف جا گانچي قبيلي وارا پنهنجين رڍن جي ڌڻن کي مقدس ميدان ڏانهن ڪاهي ويندا هئا، جتي انهن کي سندن ڦرن کان جدا ڪندا هئا، ته جيئن رڍن جي دردناڪ "ٻي ٻي" مينهن جي ديوتا جي دل پاڻي ڪري وجهي. ڪمائون علائقي وارا

مينهن کي بند ڪرڻ لاءِ ڪتي جي ڪن ۾ گرم تيل وجهندا آهن. ويچارو جانور درد کان دانهون ڪندو آهي ۽ ان جو اونائڻ اندر ديوتا ٻڌي، ڪتي جي حالت تي رحم کائي، برسات بند ڪندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٽوراجا قبيلي وارا ُهن نموني مينهن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن: ڪن ٻوٽن جا ٻيجا پاڻيءَ ۾ وجهي، انهن کي چوندا آهن، ”وڃو، مينهن لاءِ وڃي عرض ڪريو، جيسين مينهن نه وسندو، تيسين اسين توهان کي وري نه پوکينداسين - اتي ئي پيا سڪندئو سڙندئو.“ ازانسواءِ هو تازي ٻاڻيءَ مان ڪجھ ڪميون ڦاسائي، انهن کي وڻ تي لٽڪائي، ٻري کان ٻيهي چوندا آهن :- ”وڃو، مينهن لاءِ وڃي عرض ڪريو ۽ جيسين مينهن نه پوندو، تيسين اسين توهان کي وري پاڻي اکئين نه ڏيکاريندا سين“. پوءِ ڪميون روئنديون آهن ۽ ديوتائون انهن جي حال تي رحم کائي مينهن موڪليندا آهن. بهرحال، اهي رسمون جادوءَ جون نه، پر مذهبي نوعيت جون آهن، ڇو ته انهن ۾ بالاتر قوتن جي رحم جي جذبي کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

بسا اوقات پٿرن ۾ به مينهن وسائڻ جي خوبي سمجهي ويندي آهي، بشرطيڪ انهن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيو وڃي، يا مٿانئن پاڻي ڇڙڪيو وڃي، يا مٿن ٻيو ڪو اهڙو موزون عمل ڪيو وڃي. ساموئا علائقي ۾ هڪ خاص پٿر کي مينهن وسائيندڙ ديوتا جو نمائندو سمجهي، احتياط سان رکيو ويندو هو، ۽ خشڪساليءَ جي موقعن تي ان جا پوڄاري ان پٿر جو جلوس ڪڍندا هئا، ۽ نهر جي پاڻيءَ ۾ نيئي غوطا ڏيندا هئس. نيو سائوٿ ويلس جي ٽا-ٽا-ٿي قبيلي وارن جو ”مينهن وسائيندڙ جادوگر“ بلور جو ننڍو ٽڪر ڀڃي، وات سان آسمان طرف اڇلائيندو آهي، ۽ ان جي باقي بچي وڏي ٽڪر کي ”ايمو“ نالي پکيءَ جي کنڀن ۾ ويڙهي، ٻنهي کي پاڻيءَ سان ڇڪيءَ طرح آلو ڪري، انهن کي ڪنهن پوشيده جاءِ تي حفاظت سان لڪائي رکندو آهي. نيو سائوٿ ويلس جي ڪيرئمن قبيلي وارن جو جادوگر جابلو نهر جي منهن وٽ وڃي، ڪنهن گول ۽

لسي پٿر مٿان پاڻي هاري، ان کي ڍڪي لڪائي ڇڏيندو آهي. شمال مغربي آسٽريليا جي ڪن قبيلن جو جادوگر مقدس ميدان ڏانهن اڪيلو ويندو آهي، جو سندن وسائڻ لاءِ مخصوص ڪيل هوندو آهي. اتي پهچي، هو پٿرن يا ريتيءَ جو ڍير ٺاهيندو آهي، ۽ ان جي مٿان پنهنجو جادوءَ جو پٿر رکي، ان جي چوڌاري ڪلاڪن تائين منتر آلاپيندو ڦرندو يا نچندو رهندو آهي، تان جو جسماني ٿڪاوٽ سبب مجبور ٿي آخر ان کي اِها ڪارروائي بند ڪرڻي پوندي آهي... جنهن کان پوءِ وري آن جو نائب سندس جاءِ وٺندو آهي. پٿر مٿان پاڻي ڇڙڪايو ويندو آهي، ۽ باه جا وڏا مچ ٻاريا ويندا آهن. انهيءَ رازدارانه رسم جي ادائگيءَ جي دوران ۾ ڪنهن به عام ماڻهوءَ کي انهيءَ مقدس مقام جي نزديڪ وڃڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. نيو برٽن جي سلڪا قوم وارن کي جڏهن مينهن حاصل ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي، تڏهن اهي ڪن خاص ميون جي رک سان پٿر ڪارا ڪري، انهن کي ڪن ٻين ٻوٽن ۽ گلن جي مڪڙين سميت ٻاهر آس ۾ رکي ڇڏيندا آهن. ان کان پوءِ وڻن جي ڪچڙين ٽارين جي هڪ مٺ پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، ان کي انهن ڪارن پٿرن سان توريو ويندو آهي، ۽ ساڳئي وقت هڪ منتر پڙهيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ مينهن ضرور وسندو. منيپور علائقي ۾، ان جي دارالخلافه کان مشرق طرف هڪ اوچيءَ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي هڪ پٿر پيل آهي، جنهن کي ماڻهن جي عام خيال موجب 'ڇٽيءَ' سان مشابهت ڏني ويندي آهي. جڏهن مينهن جي ضرورت پوندي آهي، تڏهن اتان جو راجا ٽڪريءَ هيٺان وهندڙ چشمي مان پاڻي ڀري ايندو آهي، ۽ ان پٿر مٿان ڇڙڪائيندو آهي. جپان ۾ ساڳامي وٽ هڪ اهڙو پٿر آهي، جنهن تي پاڻي هارڻ سان مينهن وسندو آهي. مرڪزي آفريڪا جي واڪونڊيو نالي هڪ قبيلي وارن کي جڏهن مينهن جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي، تڏهن هو "واواسيا" ڏانهن ماڻهو موڪليندا آهن، جي برفاني جبلن جي دامن ۾ رهندا آهن ۽ "مينهن وسائڻ واري پٿر" جا خوش نصيب

مالڪ آهن. معقول معاوضي ملڻ بعد، واواسا انهيءَ قيمتي پٿر کي ڌوئي، تيل سان سٽيو ڪري، پاڻيءَ سان ڀريل هڪ برتن ۾ وجهندا آهن. ان ڪان پوءِ مجال ناهي جو مينهن نه وسي! ائريزونا ۽ ميڪسيڪو جي ريگستاني علائقن جا اپاچي قبيلي وارا مينهن وسائڻ لاءِ هڪ خاص چشمي جو پاڻي ڪٺي جبل جي اوچي چوٽيءَ جي هڪ مخصوص جاءِ تي وجهي هاريندا هئا. ان ڪان پوءِ هو سمجهندا هئا ته ڪڪر جلد ئي ڪٺا ٿيندا ۽ مينهن وسندو.

انهيءَ قسم جون رسمون رڳو آفريڪا ۽ ايشيا جي ٻيلن ۽ جهنگلي علائقن يا آسٽريليا ۽ نئين دنيا (آمريڪا) جي بي آب و گياه بيابانن ۾ ئي مخصوص ڪونه آهن، پر انهن تي يورپ جي ٿڌيءَ هوا ۽ بادلن ڀريل ڊنڊلن آسمانن هيٺان به عمل ڪيو ويو آهي. ”بروسيليانڊ جي گهاٽن ٻيلن“ ۾ بئرينٽن نالي هڪ چشمو آهي، جتي، جيڪڏهن ڏندڪٿائن تي يقين ڪجي، ”مرلن“ جادوگر اڃا تائين جادوءَ جي زير اثر گلن جي هڪ ٻوٽي جي ڇانوَ ۾ ستل آهي. بريٽن جي ڪڙمين کي جڏهن مينهن گهربو هو، تڏهن اهي اوڏانهن ويندا هئا. چشمي مان ٿورو پاڻي ڇل ۾ ڪٺي، چشمي جي ڀرسان پيل پٿر جي لسيءَ سر تي وجهي هاريندا هئا. سنوڊن ۾ ڊيولن يا بلئڪ ليڪ نالي هڪ ويران ڍنڍ آهي، جا ”بلند ۽ خطرناڪ جبلن جي چوٽين جي وچ ۾ هڪ سنسان ۽ غير آباد واديءَ ۾ واقع آهي.“ ڍنڍ جي ڪناري تائين پٿر جي ڏاڪڻ جو هڪ سلسلو آهي، جن تي قدم رکي جيڪڏهن ڪو سڀني ڪان پرئين پٿر تي، جنهن کي ”سرخ قربانگاه“ سڏيو ويندو آهي، پاڻي اڇلائيندو، ته ”اتفاق هڪ ئي ڳالهه آهي، باقي گرم موسم هئڻ جي باوجود، رات اچڻ کان اڳ مينهن ضرور وسندو“. انهن حالتن مان هي امڪان معلوم ٿئي ٿو ته، ساموئا وانگر، هتي به پٿر کي ذري گهٽ ڪراماتي چيز سمجهيو وڃي ٿو. هيءَ ڳالهه انهيءَ رسم مان ظاهر ٿئي ٿي، جنهن مطابق مينهن وسائڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن بئرينٽن جي چشمي ۾ صليب ٻوڙي ويندي آهي، ڇو ته هيءَ ڳالهه واضح آهي ته پٿر

ٻوڙڻ جي قديم بت پرستيءَ جي رواج جو اهو هڪ عيسائي نعم البدل آهي. فرانس ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي اهو رواج آهي، يا ٿورو ئي عرصو اڳ هوندو هو، ته ڪنهن ديوتا جي مجسمي کي پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيارڻ مينهن وسائڻ جو ذريعو سمجهيو ويندو هو. چنانچه ڪوسڪنيءَ جي قديم مڙهيءَ وٽ سينٽ جروائس جو چشمو آهي، جتان اتان جا باشندا، پنهنجن فصلن جي ضرورت مطابق، مينهن يا موافق آب هوا وٺڻ لاءِ جلوس جي صورت ۾ ويندا آهن. خشڪ موسم ۾، اهي مڙهيءَ جي هڪ جاري سان، جتان انهيءَ مقدس چشمي جو منهن نڪري ٿو، پٿر سان ٺهيل ڪنهن ديوتا جو قديم بت ڪٽي چشمي جي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندا آهن. ڪولوبرايرس ۽ ڪارپينٽراس علائقن ۾ علي الترتيب سينٽ پونس ۽ سينٽ جينس جي مجسمن سان بلڪل ساڳئي قسم جي رسم ادا ڪئي ويندي هئي. ناويئر جي ڪيترن ڳوٺن ۾ سينٽ پيٽر کي مينهن لاءِ دعائون ڪيون وينديون هيون ۽ پنهنجن دعائن کي مؤثر ۽ زود اثر ڪرڻ لاءِ ڳوٺاڻا ديوتا جي، مجسمي کي جلوس جي صورت ۾ درياه تي ڪٽي ويندا هئا، جتي ڪيس ٽي دفعا پنهنجي ارادي تي نظر ثاني ڪري سندن دعائن مستجاب ڪرڻ ۽ مينهن وسائڻ لاءِ تاڪيد ڪندا هئا؛ پر جيڪڏهن هو اڃا به پنهنجي ضد تي اڙيو رهندو هو، ته پوءِ پادريءَ جي احتجاجن جي باوجود، جو ڪين صدق ۽ سچائيءَ سان ٻيٺو تلقين ڪندو هو ته مجسمي کي ٿوريءَ گهڻيءَ ۽ سڌيءَ ساديءَ هدايت ڪرڻ سان به ساڳيو ئي فائديمند نتيجو نڪرندو، هو سندس ڳالهه کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري، ديوتا کي پاڻيءَ ۾ ٻيهي غوطا ڪارائيندا هئا. ان کان پوءِ چوويهن ڪلاڪن اندر مينهن وسڻ جي خاطري هوندي هئي. مقدس مجسمن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي مينهن وسائڻ جي هڪ هئي فقط ڪئٿولڪ فرقي وارن ملڪن وٽ ئي مخصوص ڪانه آهي. منگريليا ۾، جڏهن مينهن نه وسڻ ڪري فصل تباه ٿيندا آهن، تڏهن اتان جا ماڻهو هڪ خاص مقدس مجسمي کي مينهن وسڻ تائين روزانو پاڻيءَ ۾ ٻوڙيندا

رهندا آهن. مشرق بعيد ۾ جڏهن چانورن جو فصل خشڪيءَ
کان سڪڻ لڳندو آهي، تڏهن اتان جا ”شان“ قوم وارا ’ٻڏ‘ جي
مجسمن کي پاڻيءَ ۾ پيچائيندا آهن. انهن سڀني حالتن ۾ اها
رسم بنيادي طور هم آهنگ جا وءَ جو هڪ جنتر آهي، باوجود ان
جي جو ان کي سزا يا ڏنڪيءَ جو ظاهري لباس چاڙهيو ويو آهي.

ٻين قومن وانگر قديم رومي ۽ يوناني به مينهن حاصل ڪرڻ
لاءِ عبادتن ۽ جلوسن جي ناڪام ۽ بي اثر ثابت ٿيڻ کان پوءِ،
جادوءَ کان ڪم وٺندا هئا. مثال طور آرڪيڊيا ۾ جڏهن اناج
۽ وڻ خشڪيءَ کان سوڪ کائڻ شروع ڪندا هئا، تڏهن زيوس
جو پوڄاري لائڪايس جبل جي هڪ چشمي ۾ شاه بلوط جي وڻ
جي هڪ شاخ ٻوڙيندو هو. پاڻيءَ ۾ اهڙيءَ طرح هيجان پيدا
ٿيڻ ڪري، ان مان ماڪ پيدا ٿيندي هئي، جنهن مان جلد ئي
زمين تي مينهن وسندو هو! نيوگائنا وٽ، هلماهرا ۾، جيئن مٿي
ڏسي آيا آهيون، مينهن وسائڻ لاءِ ساڳئي قسم جي رسم ادا ڪئي
ويندي آهي. ٿسليءَ ۾ ڪرئنان جي ماڻهن وٽ ڪنجهي جو هڪ
رٿ هو، جنهن کي انهن مندر ۾ رکيو هو. انهن کي جڏهن به
مينهن جي ضرورت پوندي هئي، تڏهن ٻيهي ان رٿ کي ڏوڙيندا هئا،
ته مينهن وسندو هو. ممڪن آهي ته رٿ جي ڏوڙڻ مان گجگوڙ
جي نقل ڪرڻ جو مقصد هوندو هوندو هو. اسان اڳيئي ڏسي آيا آهيون
ته روس ۽ جپان ۾ نقلي گجگوڙ ۽ وڄ مينهن وسائڻ جي جادوءَ
جا اهم حصا آهن. ڏندڪٿائن وارو سئلمونيس، ايلس جو بادشاه،
پنهنجي رٿ پٺيان ٻڌل ڪنجهي جي ڪيتلين کي گهلي يا ڪنجهي
جي پل مٿان رٿ هلائي، نقلي گجگوڙ پيدا ڪندو هو. ۽ وڄ جي
نقل ڪرڻ لاءِ ٻرندڙ ٻنڊيون مٿي آسمان ۾ اڇلائيندو هو. ائين
ڪرڻ سان سندس ڪافرانه ارادو زيوس ديوتا جي ”گجندڙ گاڏيءَ“
جي نقل ڪرڻ جو هو، جڏهن اها آسماني گنبذ مٿان هلندي
هئي. درحقيقت هن اعلان ڪيو هو ته هو سچ پچ خود زيوس
ديوتا هو ۽ ان حيثيت ۾ هن پنهنجيءَ ناليءَ ۾ قربانيون ٻڻ ڪرايون

هيون. روم جي شهر پناه ٻاهران، مريخ ديوتا جي مندر وٽ، هڪ پٿر رکيل هوندو هو، جنهن کي ”لاپس مانالس“ چيو ويندو هو. خشڪ موسم جي وقت ان کي روم ڏانهن گهليو ويندو هو، ڇو ته ائين ڪرڻ سان يقين سمجهيو ويندو هو ته مينهن ضرور وسندو.

۳- جادوءَ ذريعي سج تي قبضو: جهڙي نموني جادوگر سمجهي ٿو ته هو مينهن وسائي سگهي ٿو، تهڙي نموني هو ان وهم ۾ به مبتلا رهي ٿو ته هو سج کي روشن ڪري سگهي ٿو، يا ان جي غروب ٿيڻ ۾ عجلت يا آهستگي آڻي سگهي ٿو. گرهڻ وقت اوجيبوي قبيلي وارا ڳاڙها هندستاني سمجهندا هئا ته سج کي ڪوئي وسائي رهيو آهي، جنهنڪري هو تيرن جي منهن ۾ باه جا آلا ٻاري، آسمان ڏانهن اڇلائيندا هئا ته سج جي وسامندڙ باه وري ٻري پوي. پيرو ملڪ جا سينسي قبيلي وارا به گرهڻ وقت سج ڏانهن ٻرندڙ تير اڇلائيندا هئا، پر اهي سج جي گل ٿيندڙ چراغ کي وري روشن ڪرڻ لاءِ نه، پر ڪنهن اهڙي خطرناڪ جانور کي ڀڄائڻ لاءِ اهو ڪم ڪندا هئا، جنهن سان، سندن خيال مطابق، سج ان وقت برسر پيڪار هو. برعڪس ان جي، اورينوڪو جي قبيلي وارا چنڊ گرهڻ وقت، ٻرندڙ ٽانڊا زمين ۾ دفن ڪندا هئا، ڇو ته سندن خيال هو ته جيڪڏهن چنڊ وسامي ويو، ته ان سان گڏ دنيا ۾ جيڪي به باهيون ٻئي ٻريون، سي وسامي وينديون، سواءِ ان باه جي، جيڪا چنڊ جي نظرن کان لڪائي ويئي هجي. ڪامتچاٽڪان قبيلي وارا سج گرهڻ وقت پنهنجن جهوپڙين مان باه ٻاهر ڪڍي ايندا هئا ۽ سج کي هميشه وانگر چمڪڻ لاءِ دعا ڪندا هئا. پر سندن سج جي پرارٿنا ڪرڻ مان ظاهر ٿئي ٿو ته اهو جادوءَ جو ٽوٽڪو ناهي، پر مذهبي رسم آهي. ٻئي طرف چلڪوٽين قبيلي جا ڳاڙها هندستاني ساڳين موقعن تي جيڪا رسم ادا ڪندا آهن، تنهن جي نوعيت خالص جادوءَ جي آهي. مرد ۽ زالون پنهنجا ڪپڙا اهڙي نموني سان ڪڇجي (ڄڻ ته هو ڪنهن سفر تي روانا ٿيڻ وارا هئا) ۽ لٺين تي ٽيڪ ڏيئي (ڄڻ ته سندن

ڪلهن تي ڪو گرو وزن رکيل هو)، ايتري وقت تائين گول چڪر ۾ ڦرندا رهندا هئا، جيستائين گرهڻ ختم ٿيندو هو. معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ طرح هو سج جي ٽڪجي پيل قدمن کي سندس گردش جي دوران ۾ سهاري ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ساڳيءَ طرح، قديم مصر جو بادشاهه، سورج ديوتا جي نمائندي جي حيثيت ۾، انهيءَ خاطريءَ ڪرڻ لاءِ ته سج، گرهڻ يا ٻئي ڪنهن به حادثي جي رڪاوٽ پوڻ کان سواءِ، پنهنجي روزاني گردش آسمان ۾ پوري ڪندو رهي، مندر جي ديوارين جي چوگرد نهايت سنجيدگيءَ سان هر روز طواف ڪندو هو. موسم خزان ۾، ڏينهن رات جي برابريءَ کان پوءِ، قديم مصري هڪ تقريب منعقد ڪندا هئا، جنهن کي ”سورج ديوتا جي گهڻ جي لٺ جو جنم“ سڏيندا هئا، ڇو ته انهيءَ موسم ۾ جيئن جيئن سج آسمان ۾ هيٺ لهندو ويندو هو ۽ ان جي تپش ۽ روشني ڪم ٿيندي ويندي هئي، تيئن ان کي لٺ تي ٽيڪ ڏيڻ جي ضرورت سمجهي ويندي هئي. نيوڪئليڊونيا جي جادوگر جو جڏهن خيال ٿيندو آهي ته اس نڪري، تڏهن هو ڪجهه ٻوٽا ۽ مرجان جا ٽڪر کڻي پنهنجن ابن ڏاڏن جي قبرستان ۾ ويندو آهي، جتي هو انهن ۾ پنهنجي خاندان جي ڪنهن جيئري ٻار جي وارن جون ٻه ڇڳون ۽ پنهنجي ڪنهن مئل ابي ڏاڏي جا ٻه ڏند يا سڄي ڄاڙي انهن سان گڏ رکي، منجهانئن هڪ بنڊل تيار ڪندو آهي. ان کان پوءِ هو اهڙي جبل تي چڙهي ويندو آهي، جنهن جي چوٽيءَ تي اڀرندڙ سج جا ڪرڻا پوندا آهن. اتي پهچي، هو ڪنهن هموار ۽ لسي پٿر تي ٽن مختلف قسمن جا ٻوٽا ۽ سڪل مرجان جي ٽڙ رکندو آهي ۽ جادوءَ جي ان بنڊل کي پٿر جي مٿان لٽڪائيندو آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو سوير هو وري اتي ويندو آهي، ۽ جنهن وقت سج سمنڊ مان ننڍو ڪيندو آهي، عين انهيءَ وقت هو جادوءَ واري بنڊل کي باهه ڏيندو آهي. جيئن دونهون وڪڙ کائيندو مٿي چڙهندو آهي، تيئن هو خشڪ مرجان واريءَ ٽڙ کي پٿر سان گهندو آهي ۽ پنهنجن وڏن کي پڪاري

هيءَ دعا پڙهندو آهي: ”اي سورج ديوتا! آءٌ هيءَ ڪارروائي ان لاءِ ڪري ٿو ڪريان ته توهان زور سان ٻري، گرمي پيدا ڪرين، ۽ آسمان جي سيني ڪڪرن کي ڪائي وڃين!“ سج غروب ٿيڻ وقت به ساڳي رسم ادا ڪئي ويندي آهي. نيو ڪئليڊونيا جا باشندا ٿالهيءَ جهڙي گول پٿر کي وچ تي سوراخ ڪري، ان جي مدد سان خشڪ موسم به پيدا ڪندا آهن. سج اڀرڻ وقت انهن جو جادوگر اهو پٿر هٿ ۾ جهلي، ان جي سوراخ مان ٻرندڙ ڪاٺي آرپار لنگهائي، هيئن چوندو آهي: ”آءٌ سج کي ان لاءِ ٻاري رهيو آهيان ته اهو آسمان جي سيني ڪڪرن کي کائي وڃي، ۽ اسان جي زمين کي اهڙو خشڪ ڪري، جو ان مان ڪابه شيءِ پيدا نه ٿئي.“ بئنڪس ٻيٽن جا رهاڪو ”مصنوعي سج“ ذريعي اُس ڪيئندا آهن. هڪ بلڪل گول پٿر کڻي، جنهن کي ”واٽ لوئا“ يا ”سورج پٿر“ سڏيندا آهن، ان جي چوڌاري سرخ رنگ جي چوٽي ويڙهي، ان جي سيني پاسن کان اُلوءَ جا کنڀ اٽڪائيندا آهن، جن مان سج جي ڪرڻن جي مراد هوندي آهي. انهيءَ دوران ۾، هو آهستي آهستي ڪو موزون منتر پڙهندا آهن، ۽ آخر ۾ مقدس جاءِ تي وڃي، انهيءَ مصنوعي سج کي ڪنهن اوچي وڻ جي چوٽيءَ تي لٽڪائيندا آهن.

برهمڻ سوير صبح جو جيڪا پوڄا ڪندو آهي، تنهن لاءِ سمجهيو ويندو آهي ته اهائي سج کي اڀاريندي آهي، ۽ اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته ”يقيناً جيڪڏهن هو اها پوڄا نه ڪري، ته سج هوند ڪونه اڀري.“ ميڪسيڪو جا قديم باشندا سج کي تمام قوت حيات جو سرچشمو سمجهندا هئا، جنهنڪري انهن کيس ”اپال نيموهاني“ جو نالو ڏنو هو، جنهن جي معنيٰ هئي ”اهو جنهن جي طفيل ساڻهو جيئرا رهن ٿا.“ پر جيڪڏهن هو دنيا کي زندگي بخشيندو هو، ته کيس به ان کان زندگي حاصل ڪرڻ جي ضرورت هئي، ۽ جيئن ته دل ئي زندگيءَ ۽ قوت حيات جي جاءِ آهي، ان ڪري سج کي قوتمند رکڻ ۽ آسماني سفر سرانجام

ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ جانورن ۽ ماڻهن جون رت ۾ ٻڏل تازيون دليون پيش ڪيون وينديون هيون. چنانچه ميڪسيڪو جا باشندا سج کي جيڪي قربانيون ڏيندا هئا، تن جي نوعيت مذهبي نه، پر جادوءَ جي هئي، ڇو ته اهي کيس راضي ڪرڻ يا موافق بنائڻ لاءِ نه، پر ان جي گرميءَ، روشنائيءَ ۽ حرڪت جي جسماني قوتن کي برقرار رکڻ لاءِ ڏنيون وينديون هيون. سورج ديوتا جي "باهه" کي قائم دائم رکڻ لاءِ جو ايترين سارين انساني قربانين جي مسلسل گهرج رهندي هئي، تنهن جي پورائي ڪرڻ لاءِ همسايه قبيلن تي هرسال يلغار ڪئي ويندي هئي، ۽ قربانگاه تي ٻلي چاڙهڻ لاءِ غلامن جا انبوهه آندا ويندا هئا. چنانچه ميڪسيڪو وارن جي جنگين جو اڻ کٽ سلسلو ۽ سندن انساني قربانين جو ظالمانه سرشتو، جنهن جهڙو وحشيانه مثال ملڻ مشڪل آهي، زياده تر نظام شمسيءَ جي غلط نظريي جو نتيجو آهي. هڪ خيالي ۽ وهمي غلطيءَ مان عملي طور ڪهڙا تباه ڪن ۽ خطرناڪ نتيجا نڪرن ٿا، تنهن جو هن کان زياده نمايان مثال ڏيڻ مشڪل آهي. قديم يونانين جو اعتقاد هو ته سورج ديوتا هڪ رٿ ۾ آسمان مان سواري ڪندو آهي؛ چنانچه روڊيا جا باشندا، جي سورج کي پنهنجو مکيه ديوتا ڪري پوڄيندا هئا، هرسال هڪ رٿ ۽ چار گهوڙا ان جي نالي ۾ ارپڻ ڪندا هئا ۽ انهن کي سندس استعمال ڪرڻ لاءِ سمنڊ ۾ اڇلائيندا هئا. لاشڪ هو ائين سمجهندا هئا ته سڄي سال جي استعمال کان پوءِ سندس پراڻو رٿ ۽ گهوڙا گسي ٿي ويا ۽ ٿڪجي ٿي پيا. جيوڊا جا بت پرست بادشاه به، شايد ساڳي ئي ارادي سان سورج ديوتا جي نالي ۾ رٿ ۽ گهوڙا قربان ڪندا هئا، اسپارٽا جا رهاڪو، ايراني ۽ ماسگيٽائي فقط گهوڙا قربان ڪندا هئا. اسپارٽا وارا اها قرباني ٽيگيٽس جبل جي چوٽيءَ تي ادا ڪندا هئا، جنهن جي پٺيان هو هر رات انهيءَ "عظيم چراغ" کي غائب ٿيندو ڏسندا هئا. اسپارٽا جي واديءَ ۽ روڊس جي جزيري جي باشندن لاءِ رٿ ۽ گهوڙن کي، سمنڊ ۾ اڇلائڻ هڪ فطرتي

۽ لازمي ڳالهه هئي، ڇو ته سندن خيال موجب جيئن ته شام جي وقت سج ان ۾ ٿي غروب ٿيندو هو، تنهنڪري جبل جي چوٽيءَ تي يا سمنڊ ۾، سڄي ڏينهن جي ٿڪائيندڙ سفر کان پوءِ، تازا گهوڙا ۽ رٿ ٿڪي ماندي ديوتا لاءِ جو اتي تيار بيٺا هوندا، ته اهي هن لاءِ واقعي نهايت ڪارآمد ۽ مفيد ثابت ٿيندا هوندا.

جهڙيءَ طرح هڪڙا ماڻهو سمجهن ٿا ته اهي سج کي روشن ڪري سگهن ٿا يا ان جي رفتار ۾ تيزي آڻي سگهن ٿا، تيئن پيا وري ائين به سمجهن ٿا ته اهي ان جي رفتار ۾ سستي آڻڻ جي قابل آهن يا ان کي بلڪل هڪ هنڌ ساڪت ۽ جامد ڪري سگهن ٿا. پيرو جي انڊيز جبلن جي هڪ لڪ ۾ ٻن پهاڙين تي هڪٻئي جي بلڪل آمهون سامهون ٻن منارن جا ڦٽل نشان بيٺل آهن، جن ۾ هڪ مناري کان ٻئي تائين چارن کي ڇڪي ٻڌڻ لاءِ لوهه جون سيخون کتل آهن. چارن پڪڙڻ مان سج کي ڦاسائڻ جو مقصد آهي. اهڙن ماڻهن جا قصا اتي عام جام ۽ مشهور و معروف آهن، جن سج کي انهيءَ چار ۾ ڦاسايو آهي. موسم خزان ۾ جڏهن سج جنوب طرف لهندو ويندو آهي ۽ ڏکڻ قطب جي آسمانن مان جيئن پوءِ تيئن هيٺ پڏندو ويندو آهي، تڏهن اگلوليڪ جا اسڪيمو باشندا سج کي ڌاڳن جي چار ۾ ڦاسائڻ ۽ ان کي غائب ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ "ٻليءَ جي پينگهي" جي راند ڪڏندا آهن. ان جي برعڪس موسم بهار ۾ جڏهن سج شمال طرف وڌندو ايندو آهي، تڏهن ان جي واپسيءَ کي تيز تر ڪرڻ لاءِ هو "پيالي ۽ ڪينهوءَ" جي راند ڪڏندا آهن. آسٽريليا جو سياه فام باشندو جڏهن سج کي گهر پهچڻ تائين روڪڻ چاهيندو آهي، تڏهن هو ڪنهن اهڙي وڻ جي ٻه-ڇانگيءَ شاخ جي وچ ۾ گاهه جي پاڙن سان پريل مٽيءَ جو ڳوڙهو رکندو آهي، جنهن جو رخ سج واري طرف هوندو آهي. ان جي برعڪس سج کي جلد غروب ڪرڻ لاءِ آسٽريليا جا باشندا هوا ۾ ريتي اڇلائيندا آهن، ۽ سج جي سست رفتار گولي کي مغرب طرف اڏائڻ ۽ ان کي ريتيءَ ۾ دفن ڪرڻ جي ارادي سان، جنهن

۾ اهو رات جو غرق ٿيندو نظر ايندو آهي، ان طرف منهن ڪري
وات سان ڦوڪون ڏيندا آهن.
جهڙيءَ طرح ڪي ماڻهو سمجهندا آهن ته اهي سج جي رفتار
۾ تيزي آڻي سگهن ٿا، تيئن ٻيا وري سمجهندا آهن ته اهي سست
رفتار چنڊ کي به تيزيءَ سان هلائي سگهن ٿا. نيوگائنا جا مقامي
باشندا مهينن جو حساب چنڊ سان ڪندا آهن، ۽ انهن مان ڪن
کي ان جي رفتار ۾ تيزي آڻڻ ۽ پنهنجن دوستن کي جلد واپس
آڻڻ لاءِ، جي ٻارهن مهينن کان وٺي تماڪ جي پنين ۾ پورهئي
ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويل هوندا آهن، چنڊ ڏانهن پٿر ۽ تير وسائيندي
ڏٺو ويو آهي. ملايا جا وحشي سمجهندا آهن ته شام جي وقت
آسمان ۾ تيز گلابي چمڪي (شفق)، پيدا ٿيڻ سبب ڪمزور طبيعت
جي ماڻهوءَ تي بيهوشي طاري ٿي سگهي ٿي. چنانچه هو انهيءَ
چمڪي کي وسائڻ لاءِ آسمان طرف وات سان پاڻي ڦوڪاريندا ۽
رک اڇلائيندا آهن. شسواپ قبيلي جا ٻاڙها هندستاني سمجهندا
آهن ته اهي ڪنهن وڄ جي ساڙيل وڻ جو ڪاٺ ٻاري، سردي
پيدا ڪري سگهن ٿا. سندن انهيءَ اعتقاد جو سبب هي معلوم
ٿو ٿئي ته انهن جي ملڪ ۾ گجگوڙ واري طوفان کان هڪدم
پوءِ هوا ٿڌي ٿي ويندي آهي. چنانچه موسم بهار ۾ جڏهن اهي
ٻاڙها هندستاني اوچن ميدانن تي برف ستان سفر ڪندا آهن، تڏهن
هو برف جي ستاڇري واري سخت ته کي پگهرجڻ کان روڪڻ
لاءِ اهڙين ڪاٺين جا چوڏا ٻاه ۾ ٻاريندا رهندا آهن.

**٤. جادوءَ ذريعي هوا تي قبضو:** وحشي لوڪ ائين به سمجهن
ٿا ته هو هوا کي هلائي ۽ پڻ بند ڪري سگهن ٿا. جيڪڏهن
ڪنهن گرم ڏينهن تي ياڪوت قبيلي جي وحشيءَ کي ڪو ڊگهو
سفر درپيش هوندو آهي، ته هو ڪنهن اهڙي پٿر کي، جو هن
اتفاق سان مڇيءَ يا جانور جي پيٽ مان لڌو هوندو، گهوڙي
جو وار ويڙهي، لٺ سان ٻڌندو آهي، ۽ ان کان پوءِ لٺ کي
هيڏانهن هوڏانهن هوا ۾ ڦيرائي منتر پڙهندو آهي. ان کان پوءِ

جلد ئي ٿڌي هير لڳڻ شروع ٿيندي. جيڪڏهن سانده نون ڏينهن تائين ٿڌي هوا گهلائيندي هوندي اٿس، ته ان صورت ۾ انهيءَ پٿر کي اڳ ۾ ڪنهن پکيءَ يا جانور جي رت ۾ ٻوڙي سورج ديوتا جي نذر ڪندو آهي. ۽ ساڳئي وقت سندس قبيلي جو جادوگر سج جي گردش جي ابتڙ ٿي چڪرلڳائيندو آهي. هاٽينٽات قبيلي جي وحشي، حبشيءَ کي جيڪڏهن هوا کي بند ڪرڻ جو ارادو هوندو آهي ته هو پنهنجن کلن جي ذخيري مان سڀني کان زياده ٿلهي کل چونڊي ان کي هڪڙي ڊگهي لڪڙي تي لٽڪائيندو آهي. سندس اعتقاد هوندو آهي ته ان کل کي لڪڙي تان ڪيرائڻ لاءِ هوا کي پنهنجي سڄي قوت صرف ڪرڻي پوندي، جنهن کان پوءِ هوا ٿڪجي خودبخود ڍري ٿي ويندي. فيوجيءَ جا جادوگر هوا جي زور ٽوڙڻ لاءِ ان جي مخالف طرف ڏانهن ڪوڏيون اڇلائيندا آهن. نيوگائنا جي پريان ٻيلي ٻيٽن جا وحشي وات سان ڦوڪون ڏيئي هوا پيدا ڪندا آهن. طوفاني هوائن لڳڻ وقت ٻوگاجم قبيلي وارا چوندا آهن ته "ٻيلي قوم وارا اچ وري وات سان ڦوڪون ڏيڻ لڳا آهن."
نيوگائنا ۾ هوا پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ ٻي طريقو به استعمال ڪيو ويندو آهي ته "هوا جي پٿر" کي لٺ سان آهستي ٺڪ ٺڪ هنيو ويندو آهي، ڇو ته ان کي زور سان ٺڪ لڳڻ ڪري هڪ وڏو واچوڙو برپا ٿي پوندو. ساڳيءَ طرح اسڪاٽلنڊ جون "ڏائڻيون" هوا پيدا ڪرڻ لاءِ ڪنهن اڳڙيءَ کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي، ٽي دفعا پٿر مٿان سٽي، هي منتر پڙهنديون هيون:

"آءٌ هن اڳڙيءَ کي پٿر مٿان سٽيان ٿي،
هوا گهلائڻ لاءِ، شيطان جي نالي ۾؛
اها هاڻي نه بند ٿيندي، جيسين آءٌ نه چونديسانس."

گرينلنڊ ۾ سمجهيو ويندو آهي ته حامله عورت ۾ ويم جي دوران ۽ ان کان پوءِ طوفان پيدا ڪرڻ جي طاقت موجود آهي. هن کي فقط گهر کان ٻاهر وڃي، پنهنجو وات هوا سان ڀري، وري گهر اندر واپس اچي. اها هوا وات مان ٻاهر ڪڍڻي پوندي آهي.

قديم زماني ۾، ڪورنش علائقي ۾ هڪ خاندان آباد هو، جنهن جي لاءِ اها ڳالهه مشهور هئي ته اهو طوفان کي مائو ڪري سگهندو هو، پر اسان کي اها خبر ناهي ته ان جا فرد انهيءَ مفيد پيشي کي ڪهڙي طريقي سان هلائيندا هئا، جنهن ظاهر آهي ته انهن لاءِ انهيءَ ڪچي ڌرتيءَ جي جهازران آباديءَ وارن ۾ خالي ناماچار ڪان علاوه ڪنهن زياده فائديمند بعاوضي جا سامان پڻ پيدا ڪيا هوندا. عيسائيت جي دور ۾ پڻ، ڪانسٽنٽائين* جي دور حڪومت ۾، سوپيٽر نالي هڪ شخص کي قسطنطنيہ ۾ انهيءَ الزام تحت موت سان همڪنار ٿيڻو پيو ته هن هوائن کي ٻڌي ڇڏيو هو، ڇو جو اتفاق اهڙو ٿيو هو، جو مصر ۽ شام کان اينداڙ ڪڻڪ سان ڀريل جهاز ساحل کان دور هوا جي ماٺائيءَ سبب رڪجي ويا هئا، جنهن بزنطين جي عوام جي فاقہ ڪش طبقي کي نااميد ڪري ڪاوڙائي وڌو. فنلنڊ جا جادوگر به هوائن جي عدم موجودگيءَ ڪري سمنڊ تي روڪيل جهازرانن کي هوائون وڪڻندا هئا. اها هوا ٽن ڳنڍين ۾ بند هوندي هئي: پهرينءَ ڳنڍ کولڻ سان معمولي هوا لڳندي هئي، ٻيءَ ڳنڍ سان نيم طوفان ۽ ٽينءَ سان زوردار ۽ تيز رفتار طوفان لڳندو هو. درحقيقت ايسٽونيا جا باشندا، جن جو ملڪ فنلنڊ کان فقط سمنڊ جي هڪ سنهيءَ ڇاڙهہ وسيلي جدا ٿيل آهي، اڃا به پنهنجن شمالي همساين جي جادوءَ جي طاقتن ۾ يقين رکندا آهن. بهار جي موسم ۾ اتر ۽ اتر اوڀر کان جيڪي انتهائي سرد هوائون لڳنديون آهن ۽ جي پاڻ سان گڏ سور ۽ وجع المفاصل جي سوڄ کڻي اينديون آهن، تن جي متعلق ايسٽونيا جا ساده دل ڪڙمي سمجهندا آهن ته اهي فنلنڊ جي جادوگرن ۽ ڏائڻين جي ڪارستانيءَ جو نتيجو آهن. موسم بهار جي ٽن ڏينهن کان هو خاص طور گهڻو انديشو رکندا آهن، جن کي اهي ”صليب جا ڏينهن“ ڪري سڏيندا آهن. انهن

---

* مشهور رومي شهنشاهہ؛ ڄم: ٢٧٤ع، وفات: ٣٣٧ع

مان هڪ حضرت مسيح جي آسمان تي وڃڻ واري ڏينهن * کان اڳئين شام تي ايندو آهي. فيلائين جي پسگردائيءَ جا ماڻهو انهن ڏينهن تي ٻاهر نڪرڻ کان ڊڄندا آهن ته متان لئپلنڊ کان ايندڙ ظالم هوائون کين ڪيرائي اڇت ماري وجهن. ايستونيا جي هڪ راڳ جو مطلب، جو هر عام و خاص جي زبان تي هوندو آهي، هيٺيون آهي:

"صليب جي هوا! تيز رفتار ۽ زبردست!

پاسي مان لنگهي وڃڻ وقت تنهنجن پرن جو ڌڪ زبردست آهي!

بدبختي ۽ غم کڻي ايندڙ، واڪا ڪندڙ تيز هوا،

تنهنجي زوردار جهولي تي فنلنڊ جا جادوگر سوار آهن."

ائين به چيو ويندو آهي ته فنلنڊ جي نار ۾ طوفان سان مقابلو ڪندڙ جهازرانن کي ڪن وقتن تي سندن جهاز جي پٺيئن پاسي کان هڪ عجيب و غريب سڙهه واري ٻيڙي پاڻيءَ مان مٿي نڪرندي نظر ايندي آهي، جا کين اماڪ مٿي کڻي ٻاهر ڪيڏي ويندي آهي. اها ٻيڙي ڪڪر جهڙي اڇي ۽ ڏلهي ڪپڙي جي بادبان واري هوندي آهي، جا پنهنجا سيئي سڙهه کولي، تيز رفتار طوفان جو مقابلو ڪندي، گجيدار پاڻيءَ جي اوچين لهرن مان رستو چيريندي، پاڻيءَ جي وڏين چادرن کي پاسي اڇلائيندي، اڳتي وڌندي ايندي آهي. طوفان جو ايترو ته زور هوندو آهي، جو ان جا سڙهه ڦاٽڻ تي هوندا آهن ۽ ان جو هر هڪ رسو گويا ٽٽڻ جي انتظار ۾ هوندو آهي. اهڙيءَ ٻيڙيءَ کي ڏسندي ئي خلاصي سمجهندا آهن ته اها فنلنڊ کان آئي آهي.

هوا کي اهڙي نموني سان ٽن ڳنڍين ۾ ٻڌڻ جي هنر کي، جو جيئن وڌيڪ ڳنڍيون کولجن، تيئن زياده تيز ۽ زوردار هوا لڳي، لئپلنڊ جي جادوگرن ۽ شيٽلنڊ، ليوس ۽ آئيل آف مئن جي جي "ڏائڻين" سان منسوب ڪيو ويو آهي. شيٽلنڊ جا خلاصي،

* عيسائي مذهب ۾ هيءَ هڪ تقريب آهي، جا ايسٽر کان پوءِ ڇهينءَ جمعي رات ملهائي ويندي آهي.

اڃا تائين اهڙين پوڙهين عورتن کان گنڍين بدل رومالن يا ڌاڳن جي صورت ۾ هوائون خريد ڪندا آهن، جي طوفانن تي قبضي جي دعويٰ ڪنديون آهن. لروڪ ۾ اڃا به ڪي اهڙيون ڪوڙ عورتون موجود آهن، جي هوا فروخت ڪري پنهنجو گذران ڪنديون آهن. يوليسس کي، "هوائن جي بادشاه"، ايئولس، وٽان چمڙي جي ٿيلهيءَ ۾ بند ٿيل هوائون مليون هيون. نيوگائنا جي موٽوموٽو قبيلي وارا سمجهندا آهن ته طوفانن کي اوئيابو قبيلي وارن جو جادوگر موڪليندو آهي؛ وٽس هر هوا لاءِ هڪ جدا بانس جو لڪڙو هوندو آهي، جنهن کي هو پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق کوليندو آهي. مغربي آفريڪا جي ٽوگو ضلعي ۾ آگو جبل جي چوٽيءَ تي هڪ جادوگر رهندو آهي، جنهن جو مينهن ۽ هوائن تي قبضو سمجهيو ويندو آهي. ان جي پادريءَ لاءِ چوندا آهن ته هو هوائن کي وڏن مٽن ۾ بند ڪري رکندو آهي.

طوفاني هوا کي گهڻو ڪري هڪ بد روح سمجهيو ويندو آهي، جنهن کي ڊيڄاري، ڀڄائي ۽ ماري سگهجي ٿو. مرڪزي ايسڪيمو قبيلن جي ملڪ ۾ جڏهن طوفان ۽ ناموافق هوائون تمام گهڻو وقت هلنديون آهن ۽ کاڌي پيتي جي شين جي قلت ٿيندي آهي، تڏهن اهي طوفان کي راضي ڪرڻ لاءِ سامونڊي گاه مان هڪ ڊگهو چهبڪ ٺاهي، ان سان مسلح ٿي، سمنڊ جي ڪناري تي ويندا آهن، جتي اهي طوفان جي طرف چهبڪ ٽوڪي چوندا آهن: "ٽاٻا، ٽاٻا (بس ڪافي آهي)!" هڪ دفعي جڏهن شمال مغربي هوائن سبب سمنڊ جي ساحل تي برف گهڻي وقت تائين ڄمي رهي، ۽ کاڌي جي قلت ٿيڻ لڳي، تڏهن اتان جي ايسڪيمو قبيلن طوفان کي ماڻي ڪرڻ لاءِ هڪ رسم ادا ڪئي. ڪناري تي ٻاهر جو هڪ وڏو مچ ٻاريو ويو، جنهن جي چوڌاري ماڻهن جمع ٿي منتر آلاپڻ شروع ڪيا. ان کان پوءِ هڪ پوڙهو ماڻهو مجمعي مان علحده ٿي باهه ڏانهن آيو، جتي ٻيهي هن نرم آواز ۾ طوفان جي ڀوت کي باهه تي اچي پاڻ کي سيڪڻ لاءِ آماده ڪرڻ شروع ڪيو.

جڏهن ائين سمجهيو ويو ته طوفان جو ڀوت اتي اچي ويو هوندو، تڏهن هڪ اهڙي برتن مان، جنهن ۾ حاضرين مان هرهڪ ٿورو ٿورو پاڻي وڌو هو، انهيءَ پوڙهي شخص ٻاهه جي سچ مٿان اهو پاڻي هاريو، جنهن کان هڪدم پوءِ ٻاهه واريءَ جاءِ تي تيرن جي ٻاڙه اچلائي ويئي، هنن جو خيال هو ته جنهن ڀوت سان اهڙي بري هلت ڪئي ويئي هئي، سو اهڙي هنڌ وڌيڪ رهڻ پسند نه ڪندو، ۽ ملڪ ڇڏي ڀڄي ويندو. رسم کي زياده اثرائتي ڪرڻ لاءِ مختلف طرفن ڏانهن بندوقون ڇوڙيون وييون ۽ هڪ يورپي جهاز جي ڪپتان کي هوا ۾ توب هلائڻ لاءِ مدعو ڪيو ويو.

۲۱ فيبروري سنه ۱۸۸۳ع تي، الاسڪا جي پائنٽ بئرو جي ايسڪيمو قبيلن وارن هوا جي روح کي هلاڪ ڪرڻ لاءِ ساڳئي قسم جي رسم ادا ڪئي. عورتن پنهنجن گهرن مان ڏنڊن ۽ چاڪن سان هوا تي وار ڪري ڀوت کي ٻاهر ڪڍيو ۽ مردن ٻاهه جي مچ جي چوگرد بيهي ان کي رائيفلن جون گوليون هنيون، ۽ ٻاهه تي پاڻيءَ جو ڀريل برتن هاريو، ۽ پوءِ جيئن ان جي ٽانڊن مان ٻاڦ نڪري مٿي ٿي، تيئن ان جي مٿان هڪ وڏو پٿر اڇلائي، ڀوت کي ڇٽي ڇڏيائون.

گرانچاڪو جا لينگوئا قبيلي جا ڳاڙها هندستاني سمجهندا آهن ته واچوڙو ڪنهن بد روح جي لنگهڻ سبب پيدا ٿيندو آهي، جنهنڪري هو ان کي ڊيڄارڻ لاءِ، واچوڙي جي وچ ۾ لٺيون اڇلائيندا آهن. ڏکڻ آمريڪا جي پاياگوئا قبيلي وارن جي جهوپڙين کي جڏهن تيز هوا ڪيرائيندي آهي، تڏهن هو گهرن مان ٻريل ڪاٺيون کڻي هوا جي مخالف طرف ڊوڙندا ۽ ان کي اهي ٻنڊيون اولاري، يا وري منجهائڻ کي هوا کي مڪون هڻي، طوفان کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. گيڪيرس قبيلي وارن کي جڏهن طوفان جو انديشو ٿيندو آهي، تڏهن انهن جا مرد مسلح ٿي ٻاهر ويندا آهن، ۽ سندن زالون ۽ ٻار گهرن اندر پنهنجيءَ پوريءَ قوت سان رڙيون ۽ واڪا ڪري، طوفان جي ڀوت کي

ڊيڄاري بچائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. باد و باران جي طوفان جي درميان سوماترا جي ٻٽڪ قبيلي وارن کي تلوارن ۽ ڀالن سان مسلح ٿي گهرن کان ٻاهر ڊوڙندي ڏٺو ويو. اتان جي راجا اهڙن ماڻهن جي قيادت پاڻ ڪئي، ۽ رڙيون ۽ واڪا ڪندي، انهن پنهنجي پوشيده دشمن کي تلوارن ۽ نيزن سان ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو. هڪ پوڙهيءَ عورت کي، جا هڪ ڊگهيءَ تلوار سان ساڄي ۽ کاٻي، هوا جا ٽڪر لاهي رهي هئي، پنهنجي گهر جي بچاءَ ۾ خاص طور چست ۽ مست ڏٺو ويو. بورنيو جي ڪايان قبيلي وارا جڏهن اينڌڙ طوفان جي گجگوڙ جو آواز ٻڌندا آهن، تڏهن ڪين پنهنجن مياڻن مان اڌ تلوارون ٻاهر ڇڪي، طوفان جي ڀوتن کي ڊيڄاري، بچائڻ جي ڪوشش ڪندي ڏٺو ويو آهي. آسٽريليا جي ريگستاني علائقن ۾ ڪاڙهيءَ ريتيءَ جي تيز رفتار ۽ ديوهيڪل واچوڙن کي هڪ کان پئي هنڌ ڦرندو ڏسي، اتان جا مقامي وحشي سمجهندا آهن ته اهي روح آهن، جي اتان لنگهي رهيا آهن. هڪ دفعي هڪ پهلوان سياه فام نوجوان ريتيءَ جي اهڙن خوفناڪ واچوڙن مان هڪ کي پنهنجي ڪاٺيءَ جي هٿيار سان مارڻ لاءِ ان جي پٺيان پيو. پر ٽن ڪلاڪن تائين غائب رهڻ کان پوءِ هو ٿڪجي ۽ ماندو ٿي واپس آيو ۽ چيائين ته هن "ڪوچيءَ" (ڀوت) کي ماريو هو، پر "ڪوچي" گجڪار ڪري مٿس حملو آور ٿيو هو، جنهنڪري ڇوڊ ڪيس ته مرڻو پوندو. مشرقي آفريڪا جي بدوي قبيلن لاءِ چيو ويندو آهي ته "انهن جي رستي مان ڪو به اهڙو واچوڙو ڪونه لنگهندو آهي، جنهن جي پٺيان ڊزن کن وحشي، هٿن ۾ اگهاڙيون تلوارون کڻي، مٽيءَ جي انهيءَ متحرڪ مناري جي وچ ۾ سواري ڪندڙ بد روح کي ڀڄائڻ لاءِ، ڌڪ هڻندا ڀڄندا نه ويندا آهن."

انهن مثالن جي روشنيءَ ۾ هيروڊوٽس* جو هڪ قصو، جنهن کي ان جي جديد نقادن ڏند ڪٿا سڏيو آهي، بلڪل اعتبار جوڳو

* يوناني ٻوليءَ جو هڪ عظيم شاعر ۽ اديب. (جنم: ٤٨٤ ق. م.)

معلوم ٿئي ٿو. انهيءَ قصي جي سچ يا ڪوڙ جي ذميداري کئي کان سواءِ، هو چوي ٿو ته هڪ دفعي پسلي، جديد ٽرپوليءَ جي سرزمين، ۾ صحرا جي رڻ پٽ کان ايندڙ گرم هوائن پاڻيءَ جي سيني تلائن کي سڪائي پٽ ڪري ڇڏيو. چنانچه اتان جي ماڻهن مشورو ڪري ڄنوبي هوائن سان جنگ جوٽڻ لاءِ گڏجي انهن تي ولي حملو ڪيو. پر جڏهن هو ريگستان ۾ داخل ٿيا، تڏهن اتان جي باد سموم کين پنهنجي گهيري ۾ آڻي، پوساڻي، دفن ڪري ڇڏيو. امڪان آهي ته اهو قصو ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ بيان ڪيو هجي، جنهن کين جنگي سازوسامان سان، دهلن دمامن جي آوازن جي وچ ۾، گول ڦرندڙ سرخ ريتيءَ جي بادل نما واچوڙي ۾ غائب ٿي ويندو ڏٺو هجي.

# باب ڇهون

## جادوگر ـ بادشاھ

سڄي چاڻايل شهادتون اسان کي هن باري ۾ مطمئن ڪري سگهن ٿيون ته دنيا جي مختلف ملڪن ۽ قومن ۾ جادوءَ انسان جي ڀلائيءَ خاطر فطرت جي بي پايان قوتن تي قبضي رکڻ جي دعويٰ ڪئي آهي. جيڪڏهن اها حقيقت آهي، ته پوءِ انهيءَ هنر جا ڪاريگر ڪنهن به معاشري ۾، جو انهن جي اهڙين وڏين دعوائن ۾ ايمان ۽ اعتقاد رکي ٿو، لازمي طور ڪافي اهميت ۽ رسوخ وارا شخص هوندا، ۽ ان ۾ ڪو به تعجب نه ڪرڻ گهرجي ته انهن مان ڪي، پنهنجيءَ شهرت ۽ هيبت سبب، جي سندن پيشي جي مخصوص نوعيت سبب ساڻن وابسته ڪيون وييون ٿي، پنهنجن ابوجهه ۽ وسوڙل قبيلي وارن ۾ اعليٰ ترين اختياريءَ وارن منصبن کي پهچي ٿي سگهيا. دراصل ائين معلوم ٿو ٿئي ته جادوگر، ٿيندي ٿيندي، سردارن ۽ بادشاهن جي اعليٰ عهدن تائين به عموماً وجي ٿي پهتا.

اڄ ته انسان ذات جي سڀ کان زياده پوئتي پيل ۽ اهڙيءَ هڪ اڻ سڌريل قوم ـ آسٽريليا جي وحشي قبائل ـ جي حالات جو جائزو وٺون، جنهن جي متعلق اسان کي نسبتاً مڪمل ۽ پوري معلومات حاصل ٿي سگهي آهي. آسٽريليا جي هنن وحشين تي نه سردار حڪومت ڪن ٿا ۽ نه بادشاھ. انهن قبيلن جي جيڪڏهن ڪا سياسي جوڙجڪ آهي، ته اها هڪ قسم جي جمهوريت، يا پيرمردن ۽ با اثر شخصن جي هڪ ننڍي گروھ جي حڪومت آهي، جي اهم معاملن تي فيصلي ڪرڻ لاءِ هڪ ڪائونسل جي صورت ۾ جمع ٿيندا آهن، جنهن ۾ قبيلي جي نوجوان طبقي کي عملي طور ڪا به

جاءِ يا اختياري ڪائنس هوندي آهي. انهن جي اها آچار ويچار ڪندڙ اسيمبلي سڏريل قومن جي ”سينيٽ“ سان مشابهت رکي ٿي؛ برين مڙسن جي اهڙيءَ حڪومت لاءِ جيڪڏهن اسان ڪي ڪو نئون لفظ گهڙڻو پوي، ته ان کي ”پوڙها شاهي“ ڪٺي چئجي. آسٽريليا جي وحشي قبيلن جا اهي پريا مڙس، جي پنهنجن قبيلن جي معاملات کي هلائڻ لاءِ وقت بوقت پاڻ ۾ گڏجندا آهن، سي گهڻو ڪري پنهنجن پنهنجن قبيلن جا مهندار هوندا آهن. مرڪزي آسٽريليا ۾، جتي ملڪ جي ريگستاني ۽ بياباني نوعيت ۽ غير ملڪي اثرن جي ذري گهٽ مڪمل عدم موجودگيءَ ترقيءَ ۽ واڌاري جي قوتن کي پسپا ڪري ڇڏيو آهي ۽ اتان جي مقامي وحشي قبيلن کي سندن انتهائي قديم ۽ اوائلي حالت ۾ محفوظ رکيو آهي، اتي مختلف قبيلن جي سردارن تي پنهنجي پنهنجي قبيلي جي نشان واري جانور يا پکيءَ، وغيره، جي تعداد ۾ اضافي آڻڻ لاءِ جادوءَ جي رسمن ادا ڪرڻ جي ذميداري عائد ڪيل آهي، ۽ جيئن ته اهڙين قبائلي علامتن ۽ نشانن جي اڪثريت کائڻ جوڳن جانورن ۽ ٻوٽن جي آهي، ان ڪري لازمي طور هي نتيجو نڪري ٿو ته اهڙن سردارن ۾ جادوءَ وسيلي پنهنجن قبيلن جي ماڻهن کي خوراڪ مهيا ڪري ڏيڻ جي عام طرح اميد رکي وڃي ٿي. ازانسواءِ انهن جو اهم ترين منصبي فرض ”مقدس گدام“ جي ذميداري سنڀالڻ آهي، جو عام طرح سان جبل جي پاسي ۾ ڪو قدرتي غار يا زمين ۾ ڪاڇر هوندي آهي، جن ۾ اهڙا مقدس پٿر ۽ ڪاٺ ڙيون (”چورنگا“=Churinga) رکيل هونديون آهن، جن سان منجهانئن سيني جي روحن، مثل خواه زنده، کي ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان وابسته سمجهيو ويندو آهي. چنانچه هڪ طرف جيڪڏهن اهڙن قبائلي سردارن کي محڪماتي قسمن جي فرض، جهڙوڪ قبائلي رسم و رواج جي خلاف ورزي ڪرڻ جي پاداش ۾ سزا ڏيڻ، وغيره، جي ادائگي ڪرڻي پوندي آهي، ته سا ڳئي وقت انهن جا اهم ترين فرض مقدس نوعيت جا يا جادوءَ جي دائري ۾ اچي ويندڙ پڻ آهن.

آسٽريليا کي ڇڏي جڏهن اسين نيوگائنا پهچون ٿا، ته ڏسون ٿا ته جيتوڻيڪ اتان جا مقامي قبائل آسٽريليا جي وحشي قبيلن کان تهذيب و ثقافت جي اعليٰ تر منزل تي پهتل آهن، ان هوندي به انهن جي معاشري جي جوڙجڪ بنيادي طور جمهوري يا پرين سڙسن جي محدود گروه جي اقتدار جي بنياد تي بيٺل آهي، ۽ اِن ۾ سرداري نظام انتهائي ابتدائي منزلن ۾ آهي. چنانچه سر وليم سڪ گريگر ٻڌائي ٿو ته برٽش نيوگائنا ۾ هن وقت تائين ڪو هڪ به ماڻهو ايترو عقلمند، ايترو دلير ۽ ايترو طاقتور ڪونه ٿيو آهي، جو ڪنهن هڪ ضلعي جيتري اراضيءَ کي به پنهنجي زير اختيار ڪري سگهيو هجي. ”انهيءَ منصب ڏانهن قريب ترين واڌارو صرف هيتريقدر عمل ۾ اچي سگهيو آهي، جو ڪنهن نه ڪنهن جادوگر جو اثر ۽ رسوخ البت ان حد تائين پکڙجي ۽ قبول پئجي چڪو آهي، جنهن جو بيجا نتيجو وري اهو نڪتو آهي، جو انهن جادوگرن پنهنجا دٻ ۽ رعب ويهاري ماڻهن کي پنهنجو محتاج ۽ ڏن ڀرو بڻائي ڇڏيو آهي.“

ميلانيشيا جي مقامي باشندن جي قول مطابق، سندن سردارن جي طاقت جو بنياد محض انهيءَ اعتقاد ۾ سمايل آهي ته اهي طاقتور ڀوتن سان همڪلام ٿي سگهندا آهن، ۽ کين اها فوق الفطري قوت حاصل آهي، جنهن جي ذريعي هو انهن ڀوتن جي اثر ۽ طاقت کي استعمال ڪري سگهندا آهن. جيڪڏهن ڪو سردار ڪنهن تي ڏنڊ وجهندو هو، ته اهو فقط ان ڪري ادا ڪيو ويندو هو، جو سڀ ماڻهو سندس غيبي طاقت کان ڊڄندا هئا ۽ انهن جو پختو اعتقاد هوندو هو ته جيڪڏهن به هن جي مخالفت ڪندو، تنهن کي هو مصيبت يا بيماريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو. جيئن ئي سندس ماڻهن جي ڪافي حصي کي سندس انهيءَ طاقت ۾ شڪ پوڻ لڳندو هو ته ڀوت سندس مطيع آهن، تيئن ئي سندس ڏنڊ وصول ڪرڻ جي طاقت به گهٽجي ويندي هئي. ڊاڪٽر جارج براڻون وري ٻڌائي ٿو ته نيو برٽن ۾ ”برسر اقتدار سردار کي پادريءَ جا

فرض به ادا ڪرڻا پوندا هئا، يعني ته هو ”ٽيپارنس“ (روحن) سان پنهنجي دائمي ۽ مسلسل رابطي جي دعويٰ ڪندو هو، ۽ سندن توسل سان هو مينهن ڏ وسائي سگهندو هو ۽ سٺي آب هوا به پيدا ڪري سگهندو هو، خوشگوار يا خراب هوائون، ٿڌ ٻاري يا تندرستي، جنگ ۾ فتح يا هار، ۽ عام طرح اهڙي رحمت يا زحمت پري صورتحال پيدا ڪري سگهندو هو، جنهن لاءِ ان جي تقاضا ڪندڙ کيس ڪافي معاوضو ڏنو هوندو يا ڏيڻ جو وعدو ڪيو هوندو.“

تهذيب ۽ ثقافت جي هڪ ڏاڪي مٿي چڙهڻ سان اسين آفريڪا ۾ اچي پهچون ٿا، جتي سرداريءَ ۽ بادشاهيءَ جا سرشتا ترقي پذير آهن، ۽ اتي جادوگر، خاص طرح ”مينهن وسائيندڙ جادوگر“، جي سرداري منصب تائين، ارتقا جا ثبوت، نسبتاً جام ملن ٿا. چنانچه مشرقي آفريڪا جي بنتو قوم جي واسوگوئي قبيلي وارن وٽ حڪومت جو اصلوڪو نمونو هڪ خانداني جمهوريت وارو هو، پر جادوگرن جي بي انتها اقتدار، جو ڪين پشت بپشت ورثي ۾ ملندو ايندو هو، جلد ئي ڪين دستوري قسمن جي نوابن يا سردارن جي عهدي تي ڪٽي فائز ڪيو. سن ١٨٩٤ع ۾ انهن جا جيڪي ٽي سردار رهندا هئا، تن مان ٻن ڪان ماڻهو ڏاڍو ڊڄندا هئا، جو ڪين جادوگر سمجهيو ويندو هو، ۽ لاتعداد چوپائي مال جي صورت ۾ هنن جادوگرن وٽ جهڪا دولت جمع ٿيل هئي، سا ذري گهٽ سڄي وڏي انهيءَ حيثيت ۾ سرانجام ڪيل ”خدمات“ جي عوض سوغاتن ۽ سوکڙين پاکڙين جي صورت ۾ ڪٺي ٿي هئي. سندن مکيه هنر ”مينهن وسائڻ“ جو هو. مشرقي آفريڪا جي وتاتارو نالي هڪ ٻئي قبيلي وارن جا سردار سدا سنواتا جادوگر آهن، ۽ ڪين ظاهر ظهور ڪنهن به قسم جو ڪو سياسي اقتدار يا اختيار حاصل ڪونه آهي. اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته مشرقي آفريڪا جي واگوگو قبيلي وارن جي سردارن جي مکيه طاقت سندن مينهن وسائڻ جي هنر سان ئي وابسته هوندي آهي. جيڪڏهن ڪو سردار

بذات خود مينهن وسائڻ جي قابل ڪونہ آهي، تہ ان صورت ۾ ڪيس پنهنجي قبيلي لاءِ ڪنهن اهڙي ٻئي ماڻهوءَ کان مينهن حاصل ڪرڻو آهي، جو انهيءَ هنر جو ماهر هجي.

هوڏانهن وري نيل درياه جي بالائي حصن ۾ رهندڙ قبيلن جا ويچ يا پوپا گهڻو ڪري سندن سردار هوندا آهن. انهن جي سڄي اختياري سندن مينهن وسائڻ جي نام نهاد طاقت تي مبني آهي، ڇو تہ "مينهن ئي هڪ اهڙي شيءِ آهي جا انهن ضلعن جي ماڻهن لاءِ وڏي اهميت رکي ٿي، ۽ جيڪڏهن اهو پنهنجي مقرر وقت تي نہ ٿو وسي، تہ ان صورت ۾ اتان جي ماڻهن کي ناقابل ذڪر دشوارين جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو. ان ڪري هن ڳالهہ ۾ ڪنهن بہ تعجب جي گنجائش ڪانهي تہ اتان جا زياده چالاڪ ۽ حرفتي ماڻهو مينهن وسائڻ جي طاقت پاڻ ڏانهن منسوب ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، يا هڪ دفعو اهڙيءَ شهرت حاصل ڪرڻ کان پوءِ هو پنهنجن ساده دل ۽ ويساه وسوڙل همساين جي سادگيءَ مان ناجائز فائدو وٺي، پنهنجيءَ اهڙيءَ طاقت جي تجارت ڪن." چنانچہ "انهن قبيلن جي سردارن مان زياده تر مينهن وسائيندڙ جادوگر آهن ۽ انهن جي شهرت ۽ هردلعزيزيءَ جو دارومدار ان تي رهي ٿو تہ اهي پنهنجي قبيلي وارن کي پوريءَ موسم تي مينهن ڏيئي سگهن ٿا يا نہ... مينهن وسائيندڙ سردار پنهنجون جهوپڙيون گهڻو ڪري ڪنهن اوچيءَ ٽڪريءَ جي لاهہ تي اڏيندا آهن، ڇو تہ کين اها خبر هوندي آهي تہ ٽڪريون ڪڪرن کي ڪشش ڪنديون آهن، جنهنڪري آب هوا متعلق پيشنگوئين ڪرڻ ۾ کين جيڪي سو زياده تسلي رهندي آهي." مينهن وسائيندڙ جادوگرن مان هرهڪ وٽ گهڻو ڪري چند "مينهن جا پٿر" هوندا آهن، جهڙوڪ عقيق ۽ نيلم، جن کي هو مٽ ۾ رکندو آهي. هن کي جڏهن مينهن وسائڻو هوندو آهي، تڏهن انهن پٿرن کي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيندو آهي، ۽ ساڳئي وقت هٿ ۾ هڪ ڇليل ڪانو کڻي، جنهن جي مٿين وٽ چيز ڏنل هوندو آهي، ان کي هيٺ مٿي ڪري،

ڪڪرن کي پاڻ ڏانهن اچڻ يا پاڻ کان دور وڃڻ لاءِ حڪم ڪندو آهي، ۽ انهيءَ دوران ۾ هو سڄو وقت ڇپن ۾ منتر پڙهندو رهندو آهي. يا وري هو ڪنهن پٿر جي سوراخ ۾ ٻڪريءَ يا رڍ جا آنڊا گونڊا ۽ پاڻي وجهي، انهيءَ پاڻيءَ جا ڇنڊا آسمان ڏانهن اڇلائيندو آهي. اهڙو سردار جيتوڻيڪ پنهنجيءَ مينهن وسائڻ جي موهوم طاقت سبب ڪافي دولت حاصل ڪندو آهي، ان جي باوجود هو گهڻو ڪري، يا هميشه، ٻين جي هٿان مرندو آهي، ڇو ته خشڪ موسم ۾ سندس قبيلي جا ڀائر ڪڏهن ڪڏهن ائين سمجهي ويهي رهندا آهن ته هو برسات کي وسڻ کان روڪي رهيو آهي، ۽ پوءِ ڪاوڙ ۾ ڀرجي، گڏجي، کيس قتل ڪري ڇڏيندا آهن. ان جي باوجود اهو منصب موروثي هوندو آهي ۽ پيءُ کان پٽ کي ملندو آهي. جن قبيلن وارا انهن اعتقادن ۾ يقين رکندا آهن ۽ اهڙيون رسمون ادا ڪندا آهن، تن مان لاتوڪا، باري، لالوبا ۽ لوڪوئيا چند مشهور قبيلا آهن.

مرڪزي آفريڪا ۾، آلبرٽ ڍنڍ جي مغرب ۾، ليندو قبيلي وارن جو پختو اعتقاد آهي ته ڪن خاص ماڻهن کي مينهن وسائڻ جي طاقت هوندي آهي. انهيءَ قبيلي وارن جو مينهن وسائڻ وارو جادوگر يا ته سردار هوندو آهي، يا گهڻو ڪري هر حالت ۾ وٽن سرداريءَ جو رتبو حاصل ڪري ويندو آهي. ٻانيورو قبيلي وارا ٻه مينهن وسائڻ وارن جو وڏو احترام ڪندا آهن ۽ کين سوغاتون ساڻ ڏئي ڇڏيندا آهن. سڀني کان وڏو مينهن وسائيندڙ جنهن کي مينهن مٿان مڪمل اختيار حاصل هوندو آهي، سو بادشاه هوندو آهي؛ پر هو پنهنجي اها طاقت ٻين ماڻهن کي به سونپي سگهندو آهي ته جيئن اها نعمت تقسيم ٿي سگهي ۽ آسماني پاڻي بادشاهيءَ جي مختلف علائقن ۽ حصن تي يڪسان طور وسي سگهي.

مغربي توڙي مشرقي ۽ مرڪزي آفريڪا ۾ اسان کي سردار ۽ جادوگر جي فرض جو ساڳيوئي اشتراڪ نظر اچي ٿو. اتان جو سردار ساڳئي وقت ويج به آهي، ته هڪ ڪاريگر لوهار به، ڇو ته

ڏئن قبيلي وارا لوھار جي پيشي کي مقدس سمجھندا آھن ۽ سردارن کان علاوه ٻيو ڪوبہ ماڻھو ان ھنر ۾ ھٿ نہ ٿو وجھي سگھي.

ڏکڻ آفريڪا ۾ سردار ۽ "مينھن وسائيندڙ" جي منصبن جي تعلقات متعلق ھڪ باخبر مصنف لکي ٿو: "تمام پراڻي زماني ۾ قبيلي جو سردار ھڪ 'وڏو مينھن وسائيندڙ' ھوندو ھو. ڪي سردار انھيءَ ڪم ۾ ٻئي ڪنھن کي بہ پاڻ سان مقابلي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏيندا ھئا، تہ متان ڪنھن ڪامياب 'مينھن وسائيندڙ' کي سردار ڪري منتخب ڪيو وڃي. ان لاءِ ھڪ ٻيو سبب بہ ھو: 'مينھن وسائيندڙ' جيڪڏھن وڏيءَ شھرت جو مالڪ ھوندو ھو، تہ ھو ھڪ ئي وقت دولتمند بہ ھوندو ھو ۽ ظاھر آھي تہ ٻئي ڪنھن کي بہ مالدار ٿيڻ جو موقعو ڏيڻ سردار لاءِ ڪڏھن بہ فائديمند ڪونہ ھو. ھڪ 'مينھن وسائيندڙ' جو عوام مٿان زبردست اثر رھي ٿو، جنھنڪري انھيءَ ڪم کي شاھي خاندان ۾ ئي محفوظ رکڻ نھايت ئي اھم امر ھو. روايتن ۾ مينھن وسائڻ جي طاقت کي ھميشه قديم سردارن ۽ قومي سورمن جي بنيادي شان سان وابستہ ڪيو ويو آھي، ۽ قوي امڪان آھي تہ قبيلن ۾ اوائلي سرداري سرشتي جو اھو ئي بنياد ھجي. جيڪو ماڻھو مينھن وسائيندو ھو، سو ئي لازمي طور سردار ٿيندو ھو. ساڳئي نموني سان، چاڪا، مشھور زولو قبيلي جي مطلق العنان سردار، کي اعلانن وسيلي يا ٻين مناسب طريقن سان پنھنجي متعلق ھميشه ھيءَ ڳالھہ مشھور رکڻي پوندي ھئي تہ ھو ئي اڪيلو اھڙو شخص ھو، جنھن کي مينھن جي پروڙ پوندي ھئي؛ جيو تہ کيس معلوم ھو تہ جيڪڏھن ھو ٻئي ڪنھن کي بہ مقابلي ڪرڻ جي اجازت ڏيندو، تہ سندس زندگي غير محفوظ ٿي پوندي." ساڳيءَ طرح ڏکڻ آفريڪا جي قبيلن جو عام ذڪر ڪندي، ڊاڪٽر موفٽ چوي ٿو تہ " 'مينھن وسائيندڙ' ماڻھن جي نظرن ۾ ڪو گھٽ درجي وارو ماڻھو ڪونھي؛ کيس ماڻھن جي دلين مٿان بادشاھ کان بہ وڌيڪ اختيار حاصل آھي، ۽ خود بادشاھ کي بہ ھن اعليٰ ترين عملدار جي حڪمن آڏو

جهڙڪڻ لاءِ مجبور رهڻو پوي ٿو."

سڀ ڇاڻايل شهادتون ۽ ثابتيون هن ڳالهه جو امڪان پيدا ڪن ٿيون ته آفريڪا ۾ بادشاهه جو رتبو گهڻو ڪري پبلڪ جادوگر، ۽ خاص طرح 'مينهن وسائيندڙ'، جي رتبي جي پيداوار آهي. جادوگر پنهنجي پيشي جي فرض ادائيءَ ڪري عام ماڻهن جي دلين ۾ جيڪا بي‌پايان دهشت پيدا ڪري ٿو ۽ دولت جمع ڪري ٿو، تن پنهي گڏجي سندس منصب ۾ اضافو آندو هوندو. پر جيڪڏهن جادوگر، ۽ خاص طرح 'مينهن وسائيندڙ'، جي زندگي هڪ ڪامياب پيشه ور کي وڏن انعامن اڪرامن جي پيشڪش ڪري ٿي، ته ساڳئي وقت اها هن لاءِ متعدد مصيبتن ۽ خطرن سان پڻ پريل رهي ٿي، جن ۾ هڪ بدنصيب يا پنهنجي هنر کان ناآشنا ڪاريگر ڪنهن به وقت ڦاسي سگهي ٿو. هڪ پبلڪ جادوگر جي زندگي درحقيقت ڏاڍي نازڪ ٿئي ٿي؛ ڇو ته جتي ماڻهن کي اهو پختو يقين رهي ٿو ته مينهن وسائڻ، سج چمڪائڻ ۽ زمين جي ميون کي پيدا ڪرڻ سندس ئي وس ۾ آهي، اتي هو خشڪ‌ساليءَ ۽ ڏڪر کي سندس قابل مذمت لاپرواهيءَ يا ڄاڻي واڻي ضد سان منسوب ڪندا آهن، جنهن لاءِ کيس موزون سزائون ڏيندا آهن. ان ڪري آفريڪا جو جيڪو سردار مينهن وسائڻ ۾ ناڪامياب ٿيندو آهي، تنهن کي گهڻو ڪري جلاوطن يا قتل ڪيو ويندو آهي. چنانچه مغربي آفريڪا جي ڪن حصن ۾، جڏهن ماڻهن جون بادشاهه کي پيش ڪيل قربانيون ۽ دعائون مينهن وسائڻ ۾ ناڪام ٿينديون آهن، تڏهن سندس رعيت کيس رسين ۾ جڪڙي زبردستيءَ سندس وڏن جي قبرستان ڏانهن وٺي ويندي آهي، ته جيئن هو ڪانئن گهربل مينهن حاصل ڪري سگهي. اولهه آفريڪا جي بنجار قبيلي وارا مينهن وسائڻ يا خوشگوار موسم پيدا ڪرڻ جي قوت کي پنهنجي بادشاهه ڏانهن منسوب ڪندا آهن. جيسين آب هوا وڻندڙ ۽ سهائيندڙ هوندي آهي، تيسين کيس اناج ۽ ڍورن ڍڳن جي سوکڙين پاکڙين سان ڍڪي ڇڏيندا آهن. پر جيڪڏهن خشڪ موسم يا برسات جي طويل عرصي تائين هلڻ جو

انديشو هوندو آهي، ته هو سندس بيحرمتي ڪندا آهن ۽ ڪيس تيسين ماريندا رهندا آهن، جيسين آب هوا ۾ ڪا تبديلي اچي. جڏهن فصل ٿورو لهندو آهي، يا ڪناري تي ايندڙ ساموانڊي لهرن ۾ ايترو زور هوندو آهي، جو مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ ۾ دقت پيش ايندي آهي، تڏهن لوئانگو جا ماڻهو پنهنجي بادشاه تي ”بدنيتي“ جو الزام ڏري، ڪيس تخت تان لاهي ڇڏيندا آهن. گرين ڪوسٽ تي وڏي پادريءَ يا جادوگر بادشاه کي، جنهن کي ”بوديو“ جو لقب مليل آهي، فصلي جي تندرستيءَ، زمين جي آباديءَ ۽ سمنڊ ۽ درياهن ۾ مڇيءَ جي جهجهائيءَ لاءِ ذميدار ٺهرايو ويندو آهي، ۽ جڏهن انهيءَ سلسلي ۾ ڪا به مصيبت ملڪ مٿان نازل ٿيندي آهي، ته ”بوديو“ کي سندس عهدي تان هٽايو ويندو آهي. وڪٽوريا نيانزا ڍنڍ جي جنوبي ساحل تي، اسوڪوما نالي هڪ وڏي ضلعي ۾، مينهن ۽ ماڪڙ جو مسئلو سلطان جي حڪومت جي مسئلن مان هڪ اهم مسئلو آهي. پين ڳالهين سان گڏ ڪيس اها به ڄاڻ هئڻ گهرجي ته مينهن ڪيئن وسائجي ۽ ماڪڙ کي ڪيئن هڪالي ڪڍجي. جيڪڏهن هو پاڻ ۽ سندس ويج اهي ڪم سرانجام نه ڪري سگهندا آهن، ته پوءِ مصيبت جي وقتن ۾ سندس وجود خطري ۾ هوندو آهي. هڪ دفعي جڏهن ماڻهن جي گهرج مطابق مينهن ڪونه پيو، تڏهن سلطان کي اتان (ناسا جي پرسان اتوتوا ۾) هڪالي ڪڍيو ويو. درحقيقت انهن ماڻهن جو اهو ئي خيال آهي ته حڪمرانن کي قدرت ۽ ان جي نظام تي اختيار هئڻ گهرجي. اسان کي نيانزا علائقي جي مقامي باشندن لاءِ عام طور ائين ٻڌايو ويندو آهي ته ”هو سمجهندا آهن ته مينهن جادوءَ جي اثر سبب وسندو آهي ۽ ان کي وسائڻ جو اهم فرض قبيلي جي سردار مٿان عائد ٿئي ٿو. جيڪڏهن مينهن پنهنجيءَ مند تي نه وسندو آهي، ته هر ڪوئي سردار جي شڪايت ڪندو آهي. ڪيترن ئي ننڍن ننڍن بادشاهن کي خشڪساليءَ سبب ملڪ مان نيڪالي ڏني ويئي آهي“. نيل درياه جي بالائي حصن ۾ رهندڙ لاتوڪا قبيلي

وارن ۾ جڏهن فصل ۾ سوڪ ايندي آهي ۽ قبيلي جي سردار طرفان مينهن وسائڻ لاءِ سڀ جتن بيسود ثابت ٿيندا آهن، تڏهن اهي گڏجي گهٽو ڪري رات جو مٿس حملو ڪندا آهن ۽ سندس سڀ مال مڏي ڦري، کيس پچائي ڪيڏندا آهن. پر گهٽو ڪري ان کي اڳو پوءِ قتل ڪري ڇڏيندا آهن.

دنيا جي گهڻن ٻين علائقن ۾، بادشاهن ۾ پنهنجي رعايا جي بهبوديءَ ۽ ڀلائيءَ خاطر قدرت جي نظام کي هلائڻ لاءِ توقع رکي ويئي آهي ۽ جيڪڏهن هو انهيءَ ڳالهه ۾ ناڪامياب ثابت ٿيا آهن، ته کين سزائون ڏنيون ويون آهن. معلوم ٿئي ٿو ته قحط ساليءَ جي وقتن تي سٿين لوڪ پنهنجي بادشاه کي قيد ڪندا هئا. قديم مصر ۾ فصلن جي هيٺائيءَ جو الزام مقدس بادشاهن تي عائد ڪيو ويندو هو، ۽ پڻ "مقدس جانورن" کي قدرت جي نظام ڪارڪرديءَ لاءِ ذميدار ٺهرايو ويندو هو. جڏهن به خشڪ موسم ڊگهي عرصي تائين هلندي هئي ۽ ان جي نتيجي ۾ وچڙندڙ بيماريون ۽ ٻيون مصيبتون ملڪ ۾ منهن ڪڍنديون هيون، تڏهن اتان جا پوڄاري رات جو انهن جانورن کي ٻاهر وٺي وڃي کين ڌمڪيون ۽ دڙڪا ڏيندا هئا، پر جيڪڏهن مصيبت ۾ اڃا به ڪا ڪمي ڪانه ايندي هئي، ته هو انهن ڍورن کي ڪهي ڇڏيندا هئا. ڏکڻ ڀسفڪ ۾ نيوئي يا سئويج نالي مرجان جي ٻيٽ ۾، اڳئين زماني ۾ بادشاهن جو هڪ سلسلو حڪمراني ڪندو هو، پر جيئن ته اتان جا بادشاه ساڳئي وقت وڏا پادري پڻ هوندا هئا ۽ اناج پيدا ڪرڻ جي اميد به منجهن رکي ويندي هئي، ان ڪري خشڪ موسم ۽ قحط ساليءَ ۾ ماڻهو مٿن ڪاوڙجي، کين قتل ڪري ڇڏيندا هئا؛ تان جو، جيئن ته ڪيترائي هڪٻئي جي پٺيان ائين قتل ٿي ويا، تنهنڪري منجهائڻ نيٺ ڪنهن به بادشاه ٿيڻ قبول ڪونه ڪيو ۽ بادشاهي نظام جو اهڙيءَ طرح بنهه خاتمو اچي ويو. قديم چيني مصنف چون ٿا ته ڪوريا ۾ جڏهن به تمام ٿورو يا تمام گهڻو مينهن وسندو هو، جنهنڪري فصل پوريءَ طرح نه

پڇندا هئا، تڏهن ان جو ڏوهه بادشاه جي در تي ڏريو ويندو هو، کي چوندا هئا ته کيس تخت تان لاٿو وڃي، کي وري کيس قتل ڪرڻ جو مشورو ڏيندا هئا.

آمريڪا جي ڳاڙهن هندستانين جي قبيلن وارن تهذيب و تمدن طرف گهٽي ڪان گهٽ واڌارو ميڪسيڪو ۽ پيروءَ جي "بادشاهي ۽ مذهبي" نوعيت وارين حڪومتن جي دور ۾ ڪيو. پر انهن ملڪن جي اوائلي تاريخ متعلق اسان کي ايتري ته گهٽ معلومات حاصل آهي، جو خاطريءَ سان نه ٿو چئي سگهجي ته سندن مقدس بادشاهن جا ابا ڏاڏا ويڄ يعني جادوگر هئا يا نه. البت سندن نسل يا گهراڻي جو هڪ هلڪو سراغ اسان کي انهيءَ قسم ۾ ملي ٿو، جيڪو ميڪسيڪو جا بادشاه تخت تي ويهڻ وقت کڻندا هئا، ۽ اهو هيءُ هو: "آءٌ سج کي اڀاريندس، ڪڪرن مان مينهن وسائيندس، درياهن ۾ پاڻي وهائيندس ۽ ڌرتيءَ مان جام ميوا پيدا ڪندس." يقيناً قديم دور واريءَ آمريڪا ۾، جادوگر-ويڄ، پنهنجي پراسرار نوراني حلقي ۽ دهشت واريءَ فضا جي درميان وڏي اثر رسوخ ۽ اهميت وارو شخص هو ۽ امڪان آهي ته گهڻن قبيلن ۾ هو سردار يا بادشاه جي منصب تائين وڃي پهتو هوندو، جيتوڻيڪ هن جي انهيءَ ارتقا جي باري ۾ اثباتي ۽ پختيون شهادتون عدم موجود آهن. چنانچه "ڪئٽلان" اسان کي ٻڌائي ٿو ته اتر آمريڪا ۾ جادوگر-ويڄن جو "قبيلي ۾ ممتاز ۽ معزز شخص جهڙو قدر ڪيو ويندو آهي ۽ سڄو قبيلو کين وڏي ۾ وڏي عزت ۽ آبرو ڏيندو آهي-نه فقط طبي عاملن ۾ سندن مهارت لاءِ پر زياده تر جادوءَ ۽ اسرارن ۾ سندن حرفت ۽ ڪاريگريءَ سبب، جنهن جي اهي سينئي گهٽيءَ حد تائين تجارت ڪندا آهن... سڀئي قبيلن جا 'ويڄ' شعبده باز هوندا آهن-جادوگر هوندا آهن-پيشينگويون ڪندڙ هوندا آهن، ۽ آءٌ ته کين هوند 'مقدس پادري' ئي ڪوٺي چوان، ڇو جو اهي قبيلي جي سڀني مذهبي رسمن رواجن جي نگراني ۽ اڳواڻي ڪندا آهن. کين 'غيب جي خبر ڏيندڙ' سمجهيو

ويندو آهي. صلح توڙي جنگ وارين ڪائونسلن ۾ ڪين سردارن جي پاسي ۾ جاءِ ڏني ويندي آهي، مشترڪ نوعيت جي هر قدم کڻڻ کان اڳ ڪانئن مشورو ورتو ويندو آهي ۽ سندن راين کي وڏي ۾ وڏي عزت ۽ اهميت ڏني ويندي آهي.“ ساڳيءَ طرح ڪئليفورنيا ۾ ”هنڊو قبيلي وارن ۾ جادوگر–ويچ کي وڏي ۾ وڏيءَ اهميت وارو شخص سمجهيو ويندو هو، يا شايد اڃا به سمجهيو ويندو آهي. حڪومت جي ڪنهن به خاص نظام ۽ سرشتي جي عدم موجودگيءَ ۾، ’ويچ‘ جي لفظ کي وڏو وزن هوندو آهي. معاشري جي هڪ طبقي يا گروه جي حيثيت ۾ سندن وڏو رعب ويٺل آهي، ۽ قانون موجب انهن جي سردارن کان به زياده فرمانبرداري ۽ مڃتا ڪئي ويندي آهي.“

ڏکڻ آمريڪا ۾ به ڪڏهن جادوگر يا ”ويچ“ سرداريءَ يا بادشاهيءَ جي شاهراه تي گامزن نظر اچي رهيا هئا. برازيل جي ساحل تي سينٽ کان زياده اوائلي آباد ٿيندڙن مان ٿيوٽ نالي هڪ فرينچ پڌائي ٿو ته هندستاني ”انهن ’پيجز‘ (ويچن) کي اهڙيءَ ته عزت ۽ احترام سان ڏسندا آهن، جو هو انهن جي پوڄا ڪندا آهن، يا ڪين ديوتائون ڪري مڃيندا آهن. عام ماڻهو انهن ڏانهن ويندي، سجدا ڪندي ۽ ڪانئن هيءَ يا ٻي ڪا اهڙي قسم جي دعا پنندي ڏٺا ويندا آهن ته ’دعا ڪر، ته شل آءٌ بيمار نه ٿيان، شل آءٌ نه مران! نه آءٌ ۽ نه منهنجا ٻچا ٻارا‘ هو وري هيئين يا ٻيو ڪو اهڙو جواب ڏيندو آهي: ’تون نه مرندين، تون بيمار نه ٿيندين.‘ پر ڪن وقتن تي جيڪڏهن هو سچ نه ڳالهائيندا آهن ۽ حقيقت سندن پيشينگوين کان مختلف نڪري پوندي آهي ته ماڻهو ڪين ’پيجز‘ جهڙي اعليٰ لقب ۽ شان جي ناقابل سمجهي قتل ڪرڻ کان به نه ٽرندا آهن.“ گرانچاڪو جي لينگوئا قوم جي ڳاڙهن هندستانين ۾ هرهڪ قبيلي وارن جو پنهنجو پنهنجو سردار هوندو آهي، پر هن ويچاري کي ڪا به اختياري ڪانه هوندي آهي. پنهنجي منصب جي انوکي نوعيت جي مد نظر ڪيس پنهنجن ماڻهن کي ڪيئي سوکڙيون پاکڙيون ڏيڻيون پونديون آهن، جنهنڪري

هو مشڪل سان دولتمند ٿيندو آهي ۽ گهڻو ڪري پنهنجي رعايا ڪان زياده بچڙن حالن ۾ هوندو آهي. ”درحقيقت جادوگر ئي اهو ماڻهو آهي، جنهن جي هٿن ۾ سڀني ڪان زياده اقتدار ۽ اختيار هوندو آهي، ۽ هو سوغاتن ڏيڻ بدران وٺڻ تي هريل هوندو آهي.“ جادوگر جو فرض آهي ته هو پنهنجي قبيلي جي دشمنن تي مرض ۽ مصيبت نازل ڪري ۽ پنهنجن ماڻهن کي مخالف جادوءَ ڪان محفوظ رکي. انهن خدمتن لاءِ ماڻهو هن کي مالا مال ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ انهن وٽان هو وڏي اثر رسوخ ۽ اختياريءَ واري پوزيشن اختيار ڪري ٿو.

ملايا جي سڄي علائقي ۾ راجا يا بادشاه کي فوق‌الفطري قوتن جو مالڪ سمجهي وهم وچان ان جي پوڄا ڪئي ويندي آهي، ۽ ان باري ۾ اهڙيون شهادتون موجود آهن، جن مان هي خيال ڪري سگهجي ٿو ته اهو بادشاه به ڪيترن آفريڪي سردارن وانگر هڪ سڌي سادي جادوگر مان ئي ترقي ڪري انهيءَ منصب تي وڃي رسيو آهي. اڄ به ملايا جي ماڻهن جو پختو اعتقاد آهي ته بادشاه فطرت جي ڪارنامن، جهڙوڪ اناج جو ڌرتيءَ مان ڄمڻ ۽ وڻن جو ميوي سان پرجڻ، وغيره، تي شخصي اثر رکي ٿو. اها ساڳي خصوصيت، البت گهٽ درجي واري، انهن ماڻهن وٽ به موجود سمجهي ويندي آهي، جن کي راجا پنهنجون ڪجهه اختياريون سونپيندو آهي، حتيٰ‌ڪ انهن يورپي آفيسرن ۾ به اها طاقت موجود سمجهي ويندي آهي، جي اتفاق سان ضلعي عملدارن جي حيثيت ۾ آتي ملازمت ۾ هوندا آهن. چنانچه ملايا جي هڪ رياست، سيلانگور، ۾ چانورن جي فصل جو سڪي وڃڻ اتان جي ضلعي آفيسرن جي تبديليءَ سان منسوب ڪيو ويندو آهي. ڏکڻ سيليبس جي توراتيه قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته چانورن جي فصل جي پلي ٿيڻ جو دارومدار سندن شهزادن جي چال چلت تي هوندو آهي، ۽ خراب حڪومت جو نتيجو، جنهن مان سندن مطلب انهيءَ حڪومت سان هوندو آهي، جا قديم رسم و رواج جي موافق نه هجي، فصلن جو

١

ناڪاميابي هوندو آهي.

سراواڪ رياست جي ڊياڪ قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته سندن مشهور حڪمران، راجا بروڪ، هڪ قسم جي جادوءَ جي خاصيت سان نوازيل هو، جنهن کي صحيح طريقي سان استعمال ڪرڻ سان چانورن جا فصل ڀرپور ٿيندا هئا. چنانچه جڏهن به هو ڪنهن قبيلي وارن وٽ ويندو هو، تڏهن هو ان وٽ اهو ٻج ڪٺي ايندا هئا، جو ڪين ايندڙ سال پوکڻو هوندو هو، راجا ان ٻج ۾ ڦٽڻ ڦاڙڻ ۽ آباد ٿيڻ جي خاصيت ڀرڻ لاءِ، ان جي مٿان عورتن جا هار، جن کي اڳواٽ ئي هڪ خاص قسم جي مرڪب ۾ ٻوڙي رکيو ويو هوندو هو، جهنجهٽي وانگر وچائيندو هو. جڏهن به هو ڪنهن ڳوٺ ۾ داخل ٿيندو هو، تڏهن اتان جو عورتون سندس پيرن کي هڪ دفعو پاڻيءَ سان ڌوئي، انهن جي مٿان وري ڪچي ناريل جو ڪير هارينديون هيون ۽ آخر ۾ وري به انهن مٿان پاڻي هارينديون هيون، انهيءَ سڄي پاڻيءَ کي، جو سندس پيرن کي لڳو هو، اهي عورتون پنهنجي ۾ چنڪارڻ لاءِ محفوظ رکنديون هيون، ڇو ته سندن اعتقاد هو ته ان ڪري سندن فصل ڀرپور ۽ ڀلا ٿيندا. جن قبيلن وٽ هو دوريءَ سبب نه پهچي سگهندو هو، سي ڪپس اڇي ڪپڙي جو هڪ ٽڪر ۽ ٿورو سون يا چاندي موڪلي ڏيندا هئا، ۽ جڏهن راجا انهن کي پنهنجي برڪت واري هٿ سان ”طاقتور“ بڻائيندو هو، تڏهن هو انهن کي پنهنجن ٻنين ۾ دفن ڪندا هئا، جنهن کان پوءِ ڪين ڀرپور فصل جو يقين رهندو هو. هڪ دفعي جڏهن ڪنهن يورپي آفيسر هن خيال جو اظهار ڪيو ته ساميان قبيلي وارن جي چانورن جا فصل چڱا ٿيا آهن، تڏهن انهن جي سردار هڪدم جواب ڏنو ته ”ٻيو وري ڇا ٿيندو، جو راجا بروڪ هڪ دفعو به وٽن ڪونه آيو هو!“ هن پوءِ انهيءَ يورپي آفيسر کي استدعا ڪئي ته مسٽر بروڪ کي سندن قبيلي وارن ڏانهن اچڻ ۽ زمين جي بي برڪتيءَ دور ڪرڻ لاءِ ڪنهن به صورت ۾ آماده ڪيو وڃي ته ڏاڍو سٺو.

اهو اعتقاد ته بادشاهن کي جادوءَ جون يا فوق‌الفطري طاقتون حاصل هونديون آهن، جن جي وسيلي هو زمين کي آباد ۽ سائو ڪري سگهندا آهن ۽ پنهنجي رعايا تي پيون نوازشون به ڪندا آهن، هندستان کان وٺي آئرلينڊ تائين آباد ٿيل آريه نسل جي سڀني قومن جي وڏن ۾ عام موجود هو، جنهن انهن سڀني ملڪن ۾ اڄ ڏينهن تائين پنهنجا واضح آثار ڇڏيا آهن. چنانچه قديم هندن جي قانون جي ڪتاب ۾، جنهن کي ”منوءَ جا قانون“ سڏيو ويندو آهي، هڪ چڱي بادشاه جي حڪومت جون هي علامتون بيان ڪيل آهن: ”انهي ملڪ ۾، جتان جو بادشاه فاني گنهگارن جي ملڪيت ضبط ڪرڻ کان پرهيز ڪري ٿو، ماڻهو پنهنجي پوري وقت تي ڄمندا آهن ۽ انهن جي حياتي وڏي ٿيندي آهي؛ ڪڙمين جو هرهڪ فصل ائين ئي اپرندو آهي، جيئن ان کي پوکيو ويندو آهي؛ ٻارن جو موت ڪونه ٿيندو آهي ۽ ڪوبه ٻار بگڙيل صورت سان ڪونه ڄمندو آهي.“ ”هومر“ واري يونان ۾ بادشاهن ۽ سردارن کي ”مقدس“[۱] (Sacred) يا ”ديوتا“ (Divine) سڏيو ويندو هو، انهن جا گهر به مقدس هوندا هئا ۽ سندن رٿ به مقدس سڏيا ويندا هئا؛ ماڻهن جو اهو خيال هوندو هو ته نيڪ بادشاه جي دور حڪومت ۾ ڪاريءَ ڌرتيءَ سان ڪڻڪ ۽ جون جا پرپور فصل پيدا ٿيندا، وڻ ميوي جي بار کان جهڪي ويندا، ڌڻ وڌندا ۽ سمنڊ مان جام مڇيون ملنديون. وچين صدين ۾ جڏهن ڊينمارڪ جو بادشاه، ولڊيمر پهريون، جرمنيءَ جي سير تي آيو هو، تڏهن اتان جي عورتون پنهنجا ٻار ۽ ڪڙمين پنهنجا ٻج هن جي هٿ قيرائڻ لاءِ وٺي آنديا، جو سندن خيال هو ته شاهي هٿ لڳڻ جي برڪت ڪري ٻار تندرست ۽ توانا ٿيندا، ۽ ساڳي ئي اعتقاد سبب ڪڙمين ڪيس پنهنجي هٿ سان سندن ٻج ڇٽڻ لاءِ استدعا ڪئي. قديم آئرلينڊ جي ماڻهن جو اعتقاد هو ته جڏهن سندن بادشاه پنهنجن وڏن جون رسمون پوريون ڪندا هئا، تڏهن موسم معتدل، فصل جهجها، چوپايو مال سائو، ۽ پاڻي مڇين جي دولت سان مالا مال،

ٿيندا هئا، ۽ ميويدار وڻن کي ميوي جي بار کان ٽيڪون ڏيڻي پوندو هو. ”سينٽ پيٽرڪ“ جي نالي تصديق ٿيل هڪ توب تي هڪ نيڪ بادشاه جي حڪومت جي نعمتن ۾ هي ڳالهيون شمار ڪيون وييون آهن: ”خوشگوار آب هوا، ماٺا سمنڊ، پرپور ۽ جهجها فصل ۽ ميوي سان پريل وڻ.“ ٻئي طرف قحط، وهڪيل ڳئون، جيئن ڪاڌل ميوو ۽ اناج جي اٽاٽ - اهي خراب حڪمران جي وجود جون يقيني ۽ ناقابل ترديد ثابتيون سمجهيون وينديون هيون.

اهڙن وهمن جو آخرين يادگار نشان، جو انگريز بادشاهن جي متعلق دير تائين هلندو آيو، سو شايد اهو اعتقاد هو ته هو پنهنجي هٿ جي ڇهڻ سان ”اسڪروفولا“ (*Scrofula*) بيماري کي ڇٽائي سگهندا هئا. اها بيماري، ان ڪري ”بادشاهي شامت“ جي نالي سان ئي مشهور هئي. راڻي ايليزبيٿ شفا ڏيڻ جي اها ڪرامتي طاقت اڪثر استعمال ڪندي هئي. سنه ۱۶۳۳ع ۾ وچ اونهاري واري ڏينهن* تي، چارلس پهرئين هوليروڊ جي شاهي ديول اندر هڪ ئي ڌڪ سان پورن هڪ سو ماڻهن کي شفاياب ڪيو. پر سندس پٽ چارلس ٻئي جي ڏينهن ۾ اها رسم پنهنجي ڪمال عروج کي وڃي پهتي. چيو وڃي ٿو ته چارلس ٻئي پنهنجي حڪومت جي دوران ۾ قريباً هڪ لک ماڻهن کي ”اسڪروفولا“ بيماري کان شفايابي ڏني. سندس قريب پهچڻ لاءِ جيڪا گپا گيهه ٿيندي هئي، سا ڪن وقتن تي موتمار هوندي هئي. هڪ اهڙي موقعي تي ڇهه يا ست ماڻهو، جي پنهنجي شفايابي لاءِ آيا هئا، سي ماڻهن جي پيرن ۾ چيپاٽجي مري ويا. ٿڌي دماغ واري ”وليم ٽئين“ اهڙي بيهودي حرڪت ۾ شريڪ ٿيڻ کان نفرت جو اظهار ڪيو، ۽ جڏهن سندس محلات کي حسب دستور اهڙن گدان بيمارن جي انبوه اچي گهيرو ڪيو، تڏهن هن ڪين ڪجهه خيرات ڏيئي واپس موٽائڻ جو حڪم ڏنو. فقط هڪ ئي اهڙي موقعي تي جڏهن

* سينٽ جان دي بپٽسٽ جي جنم ڏينهن واري تقريب، جا ۲۴ جون تي هر سال ملهائي ويندي آهي.

ڪيس بار بار منٿون ميڙيون ڪري هڪ بيمار کي هٿ لائڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، تڏهن هن مريض کي چيو ته "خدا توکي بهتر تندرستي ۽ زياده صحت ڏئي!" بهرحال، متوقع طور، اها رسم موگي دماغ ۽ متعصب "جيمس پهرين" ۽ سندس بي عقل ڏيڍ راڻي "اين" جي ڏينهن ۾ وري جاري ڪئي ويئي.

فرانس جا بادشاهه به ساڳيءَ طرح ڇهڻ سان بيمار کي شفا ڏيڻ جي ڪرامت جي دعويٰ ڪندا هئا، جنهن لاءِ چوندا آهن ته اها ڪين ڪلووس يا سينٽ لوئيءَ وٽان ملي هئي، ۽ اسان جي انگريز بادشاهن اها ايڊورڊ دي ڪنفيسر وٽان حاصل ڪئي هئي. ساڳيءَ طرح ٽونگا جا وحشي سردار اسڪروفولا، ۽ جيري جي بيمارن کي پير سان ڇهي شفا ياب ڪندا هئا. ان جو علاج خالص هم آهنگ جادوءَ جي اصول تي ڪيو ويندو هو، ڇو ته مرض جي وچڙڻ توڙي ان جي علاج جو سبب بادشاه جي جسم، يا ان سان لاڳاپيل ڪنهن شيءِ سان لڳڻ کي ئي سمجهيو ويندو هو.

مٿين سڀني حقيقتن، شهادتن ۽ دليلن جي مد نظر، اسين هن نتيجي ڪڍڻ ۾ حق بجانب ٿينداسون ته دنيا جي گهڻن حصن ۾ بادشاه جو منصب قديم جادوگر يا "ويڄ" جي منصب مان سڌو سنئون نتيجو ۽ اختتام آهي. هڪ دفعو جڏهن جادوگرن جي هڪ مخصوص گروه کي قبيلي کان جدا ڪري، ان کي اهڙن فرضن جي سرانجاميءَ جو ڪم سونپيو ويو، جن تي عوام جي سلامتيءَ ۽ بهبوديءَ جو دارومدار سمجهيو ٿي ويو، تڏهن اهي ماٺهو آهستي آهستي وڏي دولت ۽ اقتدار جي منزل تي وڃي رسيا، تان جو انهن جا اڳواڻ وڌندي وڌندي مقدس بادشاهن جي درجي کي وڃي پهتا. پر انهيءَ عظيم سماجي انقلاب سان گڏوگڏ، جو ههڙي نموني جمهوريت سان شروع ٿي، نيٺ اچي مطلق العنان ملوڪيت تي ختم ٿئي ٿو، هڪ دماغي انقلاب پڻ رونما ٿئي ٿو، جو خود بادشاهيءَ يا ملوڪيت جي بنيادي تصور ۽ ان جي فرضن تي اثر انداز ٿئي ٿو. ڇو ته جيئن وقت گذرندو وڃي ٿو، تيئن سجاڳ ذهن

وارن ماڻهن تي جادوءَ جو ڪوڙ ۽ ڪچ عيان ٿيندو وڃي ٿو، تان جو آهستي آهستي، ان جي جاءِ اچي مذهب والاري ٿو، پين لفظن ۾ ”جادوگر“ جي جاءِ ”پادري“ اچي اختيار ٿو ڪري، جو انسان جي ڀلائيءَ خاطر فطرت جي قوتن تي سڌيءَ طرح ضابطي هلائڻ جي دعويٰ ترڪ ڪري، ساڳيو ئي مقصد اڻ سڌي نموني حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، يعني هو ديوتائن جي رحم و ڪرم کي متحرڪ ڪري ۽ کين مناسب انداز ۾ منت ميڙ ڪري، ڪائنات انهن ڪمن جي سر انجامي طلبي ٿو، جن جي سرانجاميءَ کان خود پاڻ کي هاڻي معذور ۽ مجبور ٿو سمجهي. چنانچه بادشاهيءَ جو منصب، جادوگر جي حيثيت سان شروع ٿي، آهستي آهستي جادوگريءَ جي عمل جي بجاءِ پنهنجي مٿان هڪ پوڄاريءَ جي عبادت ۽ قربانيءَ جا فرض عائد ڪري ٿو ڇڏي. هن منزل تي انسان ۽ ديوتا جي درميان جيتوڻيڪ فرق پوريءَ طرح اچا تائين ڪونه ٿو محسوس ٿئي، ان جي باوجود عام طرح اهو ويساه رهي ٿو ته انسان نه فقط مرڻ کان پوءِ، پر جيئري به پنهنجي جسم اندر زبردست ۽ طاقتور ديوتا جي عارضي يا مستقل واسي ٿيڻ سبب، بذات خود ديوتا جي رتبي کي پهچي سگهي ٿو. انساني روپ ۾ ديوتا جي ظهور جي هن اعتقاد مان ماڻهن جي ٻئي ڪنهن به طبقي ڪڏهن به ايترو فائدو حاصل ڪونه ڪيو آهي جيترو بادشاهن. هيءَ اعتقاد ۽ ان سان گڏ بادشاهن جي خدائيت يا خدائي پاڇي هئڻ جو نظريو، ايندڙ باب ۾ اسان جي بحث ۽ تحقيقات جو موضوع رهندو.

# باب ستون

## ديوتا روپ انسان

دنيا جي اڪثر ملڪن جي وحشي قومن ۽ قبيلن جي اعتقادن ۽ رسمن مان اسان جيڪي مثال مٿين بابن ۾ پيش ڪيا آهن، سي هن حقيقت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن ته هڪ وحشي انسان قدرتي طاقتن مثال پنهنجين قوتن جي انهن حدن کي شناخت ڪرڻ کان قاصر آهي، جيڪي حدون اڄ اسان جي نظرن ۾ بنهه صاف ۽ ظاهر آهن. اهڙي معاشري ۾، جتي هرهڪ ماڻهو ٿورين گهڻين اهڙين قوتن سان نوازيل سمجهيو وڃي ٿو، جن کي فوق‌الفطري سڏي سگهجي ٿو، اتي صاف ظاهر آهي ته انسان ۽ ديوتا جي درميان فرق ڪجهه قدر جهڪو يا اڻ لکو ٿئي ٿو؛ يا ائين ڪٿي چئجي ته اهڙن ماڻهن جي دماغ ۾ انهيءَ فرق محسوس ڪرڻ جي صلاحيت اڃا پيدا ئي ڪانه ٿي آهي. ديوتائن جو اهو تصور، ته آهي انسانن کان اعليٰ ڪي هستيون آهن، جن ۾ آهي طاقتون آهن، جن جهڙيون يا جن جيتريون انسانن وٽ بنهه ڪين آهن- انساني تاريخ جي دوران ۾ هن قسم جو تصور نهايت آهستي آهستي ۽ تمام دير دير سان وجود ۾ آيو آهي. اوائلي قومن جا ماڻهو فوق‌الفطري هستين کي جيڪڏهن ماڻهن کان ڪجهه قدر بالاتر سمجهندا به هئا، ته بلڪل ٿوريءَ حد تائين؛ چو ته هو ائين سمجهندا هئا ته هو انهن کان پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ڪنهن نه ڪم ڪرائڻ لاءِ ڪين ڊيڄاري ۽ ڌمڪائي ٿي سگهيا. انساني خيال جي انهيءَ ارتقائي منزل تي هيءَ دنيا گويا هڪ وسيع جمهوريت تصور ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ سڀئي هستيون، خواه فطري يا فوق‌الفطري، هڪ مناسب حد تائين مساوي سطح تي

بيٺل نظر اچن ٿيون. پر پنهنجي علم ۽ عرفان جي واڌاري سان
گڏوگڏ، انسان قدرت جي وسعت ۽ اُن جي موجودگيءَ ۾ پنهنجيءَ
ڪمزوريءَ ۽ ڪم مايگيءَ جو ڪجهه زياده چٽيءَ طرح احساس ڪرڻ
سگهي ٿو. ليڪن پنهنجي لاچاريءَ جي احساس اچڻ سان گڏ، هن جي
دماغ ۾ انهن فوق الفطري هستين جي ناتوانائيءَ ۽ ڪمزوريءَ جو
گمان بهرحال ڪونه ٿو پيدا ٿئي، جن ڏانهن هن جي سمجهه موجب
هيءَ دنيا پوري پيئي آهي. اُن جي بلڪل برعڪس، هو انهن
کي اڃا به زياده طاقتور تصور ڪري ٿو، جو ته انهيءَ منزل تي
سندس دماغ ۾ هن خيال جو سوچڻ به ڪافي پيچيدو، اڃا مڪمل طور
ڪونه آيو آهي، ته هيءَ دنيا غير شخصي يا طبعياتي قوتن جو
هڪ اهڙو نظام آهي، جو مقرر ۽ اٽل قاعدن مطابق هلي رهيو
آهي. انهيءَ نظريي جي جهلڪ سندس دماغ ۾ يقيناً پيدا ٿي چڪي
آهي، جنهن تي هو نه فقط پنهنجي جادوءَ جي هنر ۾ پر روزمره
جي گهٽين ڪمن ڪارين ۾ به عمل ڪري ٿو. پر ان نظريي
جو اڃا تائين سندس ذهن ۾ پورو اظهار ڪونه ٿيو آهي، ۽
جڏهن رهو دنيا کي سمجهڻ يا سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو،
جنهن ۾ هو زندگي بسر ڪري رهيو آهي، تڏهن هو ان کي شعوري
ارادي ۽ شخصي هستيءَ جو مظهر تصور ڪري ٿو. ان صورت ۾
هو جيڪڏهن پاڻ کي اهڙو نبل ۽ ناچيز محسوس ڪري ٿو، ته
انهن هستين کي ڪيترو نه قوي ۽ پهلوان سمجهندو هوندو، جي
سندس ويچار ۾ فطرت جي هن ديو هيڪل نظام کي هلائي رهيون
آهن! چنانچه جيئن جيئن ديوتائن سان برابريءَ جو قديم خام خيال
سندس دماغ مان ڪافور ٿيندو وڃي ٿو، تيئن تيئن ساڳئي وقت
هو قدرت جي نظام کي، پنهنجن ڪمزور ۽ مختصر ذريعن، يعني
جادوءَ جي جنترن منترن، سان هلائڻ جي اميد به لاهي ڇڏي ٿو، ۽ جيئن
پوءِ تيئن انهن ديوتائن کي ئي هو انهن فوق الفطري طاقتن جو سرچشمو
سمجهڻ لڳي ٿو، جن ۾ هو ڪنهن وقت برابريءَ طرح پنهنجو حصو
۽ شراڪت سمجهندو هو. علم ۽ ڄاڻ جي ترقيءَ سان، ان ڪري،

مذهبي رسم و رواج ۾ عبادت ۽ قرباني اهم ترين ڪردار ادا ڪرڻ لڳن ٿيون، ۽ جادوءَ کي، جو ڪنهن وقت انهن جو حقي واجبي همسر سمجهيو ويندو هو، آهستي آهستي پس پشت اڇلايو ويو ۽ اهو نيٺ وڃي ”ڪاري علم“ جي ڪريل ۽ ذليل سطح تي ڪري ٿو.

جادوءَ کي هاڻي ديوتائن جي حد اختيار ۾ مترڪمران ۽ ناپاڪ دخل اندازي سمجهيو وڃي ٿو، جنهنڪري پوڄارين طرفان، جن جي پنهنجي شهرت ۽ طاقت سندن ديوتائن جي اثر ۽ شهرت سان گڏوگڏ ڪم يا زياده ٿئي ٿي، جادوءَ جي مستعمليءَ سان مخالفت ڪئي وڃي ٿي. چنانچه جڏهن اڳتي هلي مذهب ۽ وهم پرستيءَ جي درميان فرق نمودار ٿئي ٿو، تڏهن اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته عبادت ۽ قرباني قوم جي نيڪ ۽ چاڙهو ماڻهن جي طبقي جو ذريعو ۽ وسيلو بڻجن ٿيون، ۽ جادو وهمي ۽ جاهل طبقي جو آڌار ۽ آٽت تي پوي ٿو. پر جڏهن اڃا به اڳتي هلي فطرتي عناصر جي قوتن کي شخصي هستين سمجهڻ بجاءِ، انهن کي قدرتي قائدن ۽ قانونن جي ماتحتي حيثيت ۾ سڃاتو ويو، تڏهن جادو، جنهن جو بنياد سبب ۽ نتيجن جي لازمي ۽ اڻ ٽر تسلسل ۽ چڪر تي ٻڌل آهي، ۽ جو شخصي رضا کان بلڪل مبرا آهي، هڪ دفعو وري بدناموسيءَ جي انهيءَ اوڙاهه کان منهن مٿي ڪڍي ٿو ۽ فطرتي اثرن ۽ نتيجن جي اصلي سببن جي تفتيش ڪري، سڌو سنئون سائنس لاءِ رستو هموار ڪري ٿو. ڪيميا جي پيٽ مان اڄهو اهڙيءَ ريت جديد ڪيمسٽري (علم ڪيميا) جي سائنس جنم وٺي ٿي.

انسان ـ ديوتا، يا ديوتائن جي خوبين ۽ خصلتن يا فوق الفطري طاقتن سان نوازيل انسان جو خيال، بنيادي طور، مذهبي تاريخ جي انهيءَ اوائلي دور جي پيداوار آهي، جنهن ۾ انسانن ۽ ديوتائن کي اڃا هڪ ئي درجي وارو سمجهيو ٿي ويو ۽ جڏهن انهن جي درميان پوئين دورن جي خيالن ۽ نظرين مطابق نا قابل عبور خليج اڃا حائل ڪانه ٿي هئي. انساني روپ ۾ ديوتا جي موجودگيءَ

جو خيال اسان کي ڪٿي ڪيتريقدر نہ عجيب و غريب معلوم ٿئي، پر ان ۾ اوائلي زماني جي ماڻهوءَ کي، جو انسان-ديوتا يا ديوتا-انسان ۾ اعليٰ درجي واريون اهي ساڳيون فوق‌الفطري قوتون موجود سمجهي ٿو، جي هو ايمانداريءَ سان پاڻ ڏانهن منسوب ڪري ٿو، ڪابہ عجيب ڳالهہ معلوم نہ ٿي ٿئي. نہ وري هو هڪ هوشيار ۽ طاقتور جادوگر ۽ ديوتا جي درميان ڪو خاص امتياز ٿي محسوس ڪري ٿو. هن جا ديوتائون گهڻو ڪري فقط غيبي جادوگر آهن، جي فطرت جي پردي پٺيان اهي ساڳيا جنتر منتر ۽ ٽوڻا ٽيڻا ڪندا رهن ٿا، جي هڪ انساني جادوگر ظاهر ظهور ۽ جسماني حالت ۾ پنهنجن ماڻهن جي اکين اڳيان ڪندو رهي ٿو؛ ۽ جيئن تہ عام طرح اٿين سمجهيو ويندو آهي تہ ديوتائون پنهنجن پوڄارين ۽ معتقدن کي انساني صورت ۾ ديدار ڪرائيندا آهن، ان حالت ۾ هڪ جادوگر لاءِ، سندس نام نهاد ڪرامتن سبب انساني روپ ۾ ديوتا هئڻ جي شهرت حاصل ڪرڻ نهايت آسان آهي. چنانچہ سڌي سادي ۽ رواجي جادوگر جي حيثيت سان ابتدا ڪري، هڪ ”ويڄ“ يا ”جادوگر“ هڪڙي وقت مڪمل بادشاهہ ۽ ديوتا جي منصب تي پهچي وڃي ٿو. فقط هن جو ديوتا جي حيثيت ۾ ذڪر ڪندي، اسان کي وحشي انسان جي ديوتا جي تصور سان اهي انتهائي پيچيده نظريا وابستہ ڪرڻ نہ گهرجن، جي ان لفظ ڏانهن اڄ اسين منسوب ڪريون ٿا. انهيءَ عميق موضوع تي اسان جا هاڻوڪا نظريا هڪ طويل دماغي ۽ اخلاقي ارتقا جا نتيجا آهن، ۽ اهي هڪ وحشيءَ جي فهم و فراست کان ايتريقدر تہ دور آهن، جو هزار سمجهائڻ سان بہ هو انهن جي سمجهڻ کان يڪسر قاصر رهي ٿو. تهذيب جي هيٺينءَ منزل وارين قومن جي مذهب متعلق زيادہ تر مباحثا ۽ پسنديدگيءَ يا غيرپسنديدگيءَ جا اظهار صرف باهمي غلطفهميءَ جو نتيجو آهن. وحشي هڪ تهذيب يافتہ ماڻهوءَ جي خيالن کي نہ ٿو سمجهي، ۽ ساڳيءَ طرح وحشيءَ جي خيالن کي بہ ڪي ٿورا تهذيب يافتہ

ماڻهو سمجهن ٿا. وحشي جڏهن پنهنجي مقصد لاءِ "ديوتا"
جو لفظ استعمال ڪري ٿو، تڏهن سندس ذهن ۾ هڪ خاص قسم
جي هستي آهي؛ جڏهن هڪ تهذيب يافتہ ماڻهو لفظ "ديوتا"
استعمال ڪري ٿو، تڏهن سندس دماغ ۾ بلڪل مختلف نوعيت
واري هستي موجود آهي؛ اهڙيءَ حالت ۾، جيئن عام طرح ٿيندو
آهي، جيڪڏهن ٻئي ڄڻا هڪٻئي جي نقطہ نگاه سان متفق نہ ٿا
ٿي سگهن، تہ انهن جي بحث مباحثي مان سواءِ مونجهاري ۽ غلطين
جي ٻيو ڪوبہ نتيجو نہ نڪري سگهندو. جيڪڏهن اسين تهذيب يافتہ
ماڻهو خدا جي نالي کي خدائيت جي انهيءَ مخصوص نظريي جي
روشنيءَ ۾ ئي استعمال ڪرڻ تي ضد ڪريون، جو اسان پنهنجي
دل ۾ قائم ڪيو آهي، تہ پوءِ اسان کي اهو اقرار ڪرڻو پوندو
تہ وحشيءَ کي ڪو خدا آهي ئي ڪونہ. پر جيڪڏهن اسين
اها حقيقت قبول ڪريون تہ تهذيب جي ڪجهہ قدر اعليٰ منزل
تي پهتل اڪثر وحشين وٽ ڪم ازڪم ڪن اهڙن فوق الفطري
هستين متعلق ابتدائي نوعيت جو نظريو قائم ٿيل آهي، جن کي
اسين بجا طور ديوتائون سڏي سگهون ٿا، تہ ان حالت ۾ اسين
تاريخي حقائق جي نزديڪ تر رهنداسون، حالانڪ ان حالت ۾ بہ
سندن "ديوتائن جو مفهوم" مڪمل طرح اهو ڪونهي، جيڪو ان لفظ
مان اڄ اسين سمجهون ٿا. اهو ابتدائي نظريو، غالبا فڪر جي
انهيءَ ابتدائي نقطي جو مظهر آهي، جنهن مان تهذيب يافتہ قومن
آهستي آهستي خدا جي متعلق پنهنجو اعليٰ نظريو قائم ڪيو آهي؛
۽ جيڪڏهن اسين مذهبي واڌاري ۽ ترقيءَ جي سچيءَ تاريخ جي
تحقيقات ڪري سگهون، تہ شايد معلوم ٿي وڃي تہ خدا جي متعلق
اسان جي نظريي کي جيڪا سوچ ۽ فڪر جي زنجير وحشيءَ جي
نظريي سان وڃي ملائي ٿي، سا بنهہ لاڳيتي ۽ غير منقطع آهي.

انهن سمجهاڻين ۽ چتاڻن کان پوءِ، آءٌ هينئر ڪن اهڙن ديوتائن
جا مثال پيش ڪندس، جن جي متعلق سندن پوڄارين جو اهو اعتقاد
هو تہ انهن جو ڪن ماڻهن، مردن خواه عورتن، جي جسمن اندر

واسو هو، جن ماڻهن ۾ ڪنهن ديوتا جو واسو موجود سمجهيو ويندو آهي، سي هرونيرو هرحالت ۾ بادشاه يا بادشاهن جو اولاد ڪونه هوندا آهن؛ اهو موهوم واسو نيچ ۾ نيچ طبقي جي ماڻهن ۾ به ٿي سگهي ٿو. هندستان ۾، مثال طور، هڪ اهڙي ديوتا روپ انسان ڪپهه جي رنگريز جي حيثيت ۾ زندگيءَ جو آغاز ڪيو، ته پڻ واڍي جي پٽ جي حيثيت ۾؛ ان ڪري آءٌ پنهنجا مثال رکو شاهي خاندان جي شخصيتن مان ڪونه ڏيندس. پر آءٌ زنده ماڻهن جي ديوتائي حيثيت جي عام اصول، يعني ديوتائن جو انساني جسمن اندر واسو ڪرڻ واري اصول، جي وضاحت ڪرڻ گهران ٿو. وحشي معاشري ۾ اهڙن ديوتا-روپ ماڻهن جا عام جام مثال موجود آهن. ديوتا جو واسو عارضي به ٿي سگهي ٿو ۽ دائمي به. اول الذڪر حالت ۾ واسو ڪندڙ ديوتا - جنهن حالت کي عام طور پُر ٿيڻ (*Possession*) يا وجد ۾ اچڻ (*inspiration*) سڏيو ويندو آهي - پنهنجيءَ موجودگيءَ جو اظهار فوق الفطري علم جي صورت ۾ ڪندو آهي ۽ نه فوق الفطري قوت جي صورت ۾. ٻين لفظن ۾ ڪٿي چئجي ته عام طور ان جي اظهار جي صورت ڳجهين ڳالهين ٻڌائڻ ۽ پيشنگوئين ڪرڻ جي هوندي آهي ۽ نه ڪرامتن ۽ معجزن جي. ان جي برعڪس، جڏهن ديوتا جو واسو محض عارضي نوعيت جو ڪونه هوندو آهي ۽ ديوتائي روح مستقل طور انساني جسم اندر پنهنجو قيامگاه ٺاهيو هوندو آهي، تڏهن اهڙي ديوتا-انسان کي پنهنجي نوعيت ثابت ڪرڻ لاءِ معجزن ۽ ڪرامتن ڏيکارڻ لاءِ چيو ويندو آهي. هن باري ۾ فقط اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته خيال جي هن منزل تي ماڻهو ڪرامتن ۽ معجزن کي قدرت جي قانون جي خلاف ورزي نه ٿا سمجهن. قدرتي قانون جي وجود کان بيخبر وحشي، ان جي ڀڃڪڙيءَ جو خيال به نه ٿو ڪري سگهي. هن لاءِ معجزو فقط عام طاقت جو هڪڙو غير معمولي چٽو اظهار آهي.

عارضي واسي ۾ اعتقاد دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود آهي.

کن ماڻهن ۾ سمجهيو ويندو آهي ته ڪو ديوتا يا روح وقتي وقتي اچي واسو ڪندو آهي ۽ جيستائين ان جو اثر قائم رهندو آهي، تيستائين انهن ماڻهن جي پنهنجي شخصيت پس پرده رهندي آهي، روح جي موجودگي واسطيدار ماڻهوءَ جي جسم جي ڏڪڻ ۽ آڪڙجڻ، ٻي معنيٰ اشارن ۽ وحشت پرين نظرن مان ظاهر ٿيندي آهي، جي سڀ چيزون انهيءَ ماڻهوءَ ڏانهن نه، پر ان روح ڏانهن منسوب ڪيون وينديون آهن، جو انهيءَ جي جسم اندر داخل ٿي چڪو هوندو آهي ۽ انهيءَ غير معمولي حالت ۾ هن جي سيني ڳفتن کي انهيءَ ديوتا يا روح جو آواز تسليم ڪيو ويندو آهي، جو ان ۾ مقيم هوندو آهي ۽ سندس وسيلي ڳالهائيندو ٻولهائيندو آهي، چنانچه مثال طور سئنڊوچ ٻيٽن ۾ بادشاهه ديوتا جو ڪردار ادا ڪندي، پنهنجي ڪين اين جي خفيه چاريءَ مان غيب متعلق سوالن جا جواب ڏيندو هو. ۽ پئسفڪ مهاساگر جي جنوبي جزيرن ۾ ديوتا "اڪثر اوقات پوڄاريءَ ۾ اچي سمائيو هو، جو ان جي ديوتائي عظمت ۽ پوترتا سان ڀرپور ٿي، پنهنجي انساني حيثيت ۾ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ ڪم ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندو هو. پر اهڙي نموني سان چرندو پرندو ۽ ڳالهائيندو ٻولهائيندو هو، ڄڻ ته هو مڪمل طور ان فوق الفطري طاقت جي زير اثر ۽ زير اختيار هوندو هو." انهيءَ ڳالهه ۾ پولينيشيا وارن جي ابتدائي قسم جي غيبدانن ۽ قديم يونان جي مشهور و معروف ۽ ٻين تهذيب يافته قومن جي تجربيڪار غيبدان ديوتائن جي درميان واضح مشابهت هئي. جڏهن ديوتا پوڄاريءَ جي جسم اندر داخل ٿيل سمجهيو ويندو هو، تڏهن سنجهس بيحد بي آرامي ۽ پريشاني پيدا ٿيندي هئي، ۽ هو پاڻ کي ظاهري ديوانگيءَ ۽ غضب جي انتهائي حد تائين وڃي پهچائيندو هو. سندس سيني عضون جا پٺا ۽ مشڪون آڪڙيل نظر اينديون هيون، بدن ڦٽجي ويندو هوس، چهرو غضبناڪ مهاندا بگڙيل ۽ اکيون ڦاٽل ۽ هيبتناڪ ٿي پونديون هيس. اهڙيءَ حالت ۾ هو گهٽو ڪري زمين تي ليٽڙيون پائيندو هو،

وات مان گجي نڪرندي هيس ۽ ائين معلوم ٿيندو هو جڻ ته هو انهيءَ ديوتا جي زير اثر ڪا پارڪائي رهيو هو، ۽ پوءِ رکي رکي ڪڏهن خوفناڪ ڇيخون ڪري ته ڪڏهن گول مول ۽ ڇڙيل آواز ۾ ڳالهائي، هو انهيءَ ديوتا جي مرضيءَ جو انڪشاف ڪندو هو. جيڪي پوڄاري ان وقت سندس خدمت ۾ حاضر هوندا هئا ۽ انهن اسرارن کان واقف هوندا هئا، اهي هي ديوتائي پيغام ۽ اعلان ٻڌي، ماڻهن تائين پهچائيندا هئا. جڏهن پوڄاري انهيءَ غيبي هستيءَ جو پيغام وات مان ڪڍي پورو ڪندو هو، تڏهن هن جو آڪڙجڻ آهستي آهستي گهٽ ٿيندو ويندو هو ۽ نسبتاً سڪون ۽ آرام ملي ويندو هوس. بهرحال جيئن ئي، ديوتا جو پيغام ماڻهن تائين پهچي ختم ٿي ويو، تيئن ئي ديوتا هن کي ڇڏي نه ويندو هو، ڪن وقتن تي اهو روح يا ديوتا سا ڳئي ئي 'ٽارا' يا پوڄاريءَ کي ٻن يا ٽن ڏينهن تائين ڪونه ڇڏيندو هو. اهڙي وقت مقامي ساخت جي هڪ خاص ڪپڙي جو لڪر 'ورتل' ماڻهوءَ جي هڪ ٻانهن سان ٻڌو ويندو هو، جنهن کي ڏسي هرڪو سمجهي ويندو هو ته انهيءَ ماڻهوءَ ۾ ديوتا يا روح جو واسو آهي. انهيءَ عرصي جي دوران ۾ انهيءَ ماڻهوءَ جي سيني کي ديوتا جا ڪم سمجهيو ويندو هو، جنهنڪري هن جي هر اشاري ۽ ادا کي ڏاڍي خيال سان ٻڌو ويندو هو...... جڏهن 'اروهيا' (ديوتا جي زير اثر) هوندو هو، تڏهن پوڄاريءَ کي هميشه اهڙو ئي پاڪ سمجهيو ويندو هو، جهڙو ديوتا کي، ۽ انهيءَ عرصي ۾ کيس 'اتوئا' سڏيو ويندو هو، حالانڪ ٻين وقتن تي کيس فقط 'ٽارا'، يا محض 'پوڄاري' ڪوٺيو ويندو هو."

عارضي وجد جا مثال دنيا جي هرهڪ حصي ۾ ايتريقدر عام جام آهن ۽ هينئر قديم قومن متعلق لکيل ڪتابن ذريعي انهن مان هرڪو اهڙو ته واقف ٿي چڪو آهي، جو عام اصول جي تشريح طور وڌيڪ مثال پيش ڪرڻ غير ضروري آهي. بهرحال اهڙي عارضي وجد پيدا ڪرڻ جي ٻن خاص ذريعن جو ذڪر ڪرڻ

موزون ٿيندو، جو تہ اهي شايد پين جي مقابلي ۾ گهڻ مشهور آهن ۽ اڳتي هلي اسان کي انهن جي حوالي ڏيڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي. انهن پن ذريعن مان هڪ قربان ٿيل جانور جي تازي ۽ گرم رت پيئڻ جو آهي. آرگوس ۾ اپولو ڊائريڊيئولس جي مندر ۾ هر مهيني رات جو هڪ رڍ قربان ڪئي ويندي هئي، هڪ عورت جنهن کي ”پاڪبازيءَ جي قانون“ جي پيروي ڪرڻي پوندي هئي، انهيءَ رڍ جو رت پيئندي هئي، ۽ پيئڻ سان وجد ۾ اچي، هوءَ پيشينگوئيون ڪندي هئي يا غيب جون ڳالهيون ٻڌائيندي هئي. اشائيا ۾ ايگيرا وٽ ”ڌرتيءَ“ جي پوڄارڻ ڏڳي جو تازو رت پي، هيٺ غار ۾ لهي ويندي هئي، جتي هوءَ پيشينگوئيون ڪندي هئي. ساڳيءَ طرح ڪُرويڪرن قبيلي وارن ۾، جي جنوبي هندستان جا شڪاري يا فقير آهن، اهين سمجهيو ويندو آهي تہ ڪالي ديوي پنهنجي پوڄاريءَ ۾ اچي واسو ڪندي آهي، ۽ هو ٻڪريءَ جي وڍيل ڳچيءَ مان وهندڙ تازي رت جي سيڙ پيئڻ کان پوءِ غيب جي باري ۾ جواب ڏيندو آهي. اتر سيليبس ۾ منهاسا جي آلفور قبيلي وارن جي هڪ تقريب ۾ هڪ سوئر ذبح ڪيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ انهن جو پادري نهايت تيزيءَ سان ان ڏانهن ڊوڙندو ويندو آهي ۽ ان جي لاش ۾ منهن وجهي هن جو رت پيئندو آهي. ان کان پوءِ هن کي زوريءَ اتان گهلي هڪ ڪرسيءَ تي ويهاريو ويندو آهي، جتي هو اهي پيشينگوئيون ڪندو آهي تہ ان سال سارين جو فصل ڪيئن ٿيندو وغيره. وري هڪ دفعو پيهر هو ذبح ٿيل سوئرجي لاش ڏانهن ڊوڙندو آهي ۽ ان جو رهيو کهيو رت پيئندو آهي، وري بہ کيس گهلي ساڳيءَ ڪرسيءَ ۾ آڻي ويهاريو ويندو آهي، جتي هو پنهنجين اڳڪٿين جو سلسلو جاري رکندو آهي. ائين سمجهيو ويندو آهي تہ منجهس اهڙو روح سمايل آهي، جنهن کي پيشينگوئين ڪرڻ جي طاقت آهي.

عارضي وحي حاصل ڪرڻ جو ٻيو طريقو استعمال ڪيو ويندو

آهي، سو هڪ مقدس وڻ يا ٻوٽي کي ڪم آڻڻ جو آهي؛ چنانچہ
هندو ڪش جبلن ۾ مقدس صندل جي وڻ جي ٽارين جي باه ٻاري
ويندي آهي، ۽ "دينيال" يا اڳڪٿين ڪرڻ واري هڪ عورت، سٿي
کي ڪپڙو ٻڌي، انهيءَ تيز خوشبودار دونهيں کي، نڪئون يا واتئون
چڪيندي آهي- ٿان جو هن جو جسم آڪڙجڻ شروع ٿيندو آهي
۽ هوءَ بيهوش ٿي زمين تي ڪري پوندي آهي. جلد ئي هوءَ
اٿي کڙي ٿيندي آهي ۽ تيز آواز ۾ ڪجهہ آلاپڻ شروع ڪندي
آهي، جنهن سان حاضرين سُر ملائيندا آهن. ساڳيءَ ريت اپولو
ديوتا جي پيشينگوئين ڪرڻ واري پوڄارڻ مقدس 'لاريل' جو ٻوٽو
کائيندي هئي ۽ اڳڪٿين ڪرڻ کان پيشتر هن کي ان ٻوٽي جو
دونهون به ڏنو ويندو هو. اهڙيءَ طرح ٻچانال قبيلي وارا 'آئوي'
ٻوٽو کائيندا هئا ۽ سندن وجد جي جوش و خروش کي ماٺو
انهيءَ ٻوٽي جي جوش ۾ آڻيندڙ ۽ نشي آور خصوصيات جو نتيجو
سمجهندا هئا. يوگنڊا جو پادري پاڻ تي وجد جي حالت طاري
ڪرڻ لاءِ زور زور سان تماڪ جو پائيپ ڇڪيندو آهي؛ تان جو
هو غصي ۾ بي قابو ٿي پوندو آهي، ۽ ان کان پوءِ هو جنهن
ڪڙاڪيدار ۽ جوشيلي آواز ۾ ڳالهائيندو آهي، تنهن کي ديوتا
جو آواز سمجهيو ويندو آهي، جوگويا هن جي وسيلي ڳالهائيندو آهي.
جاوا جي شمالي ساحل ڀريان مدورا ٻيٽ ۾ هر مقدس روح کي
اظهار لاءِ پنهنجو پنهنجو مخصوص ذريعو هوندو آهي، ۽ روح گهڻو
ڪري مرد کان زياده عورت جي حيثيت ۾ ظهور پذير ٿيندا آهن.
روح سان پُر ٿيڻ جي تياري ڪرڻ لاءِ، عورت ڏوپ جي دونهون
مٿان منهن جهلي اهو دونهون پيئندي رهندي آهي. آهستي
آهستي مٿس هڪ قسم جي بيخودي طاري ٿيڻ شروع ٿيندي آهي،
جنهن سان گڏوگڏ هوءَ ڇرڪون ڪندي آهي ۽ ڏند ڪڏي زوردار
ڇرڪ پريندي آهي. ان وقت روح مٿس داخل ٿيل سمجهيو
ويندو آهي، ۽ جڏهن ڪجهہ سڪون ۽ آرام ايندو اٿس، تڏهن
هوءَ جيڪي به چوندي آهي، سو غيب جو آواز سمجهيو ويندو

آهي، ۽ سندس الفاظ منجهس سمايل روح جا مجيا ويندا آهن، اِن دوران ۾ هن جو پنهنجو روح عارضي طور غير حاضر هوندو آهي.

عارضي وجد ۾ آيل ماڻهوءَ لاءِ نہ فقط اهو سمجهيو ويندو آهي تہ کيس غيبي ڄاڻ حاصل هوندي آهي، پر ڪن خاص حالتن ۾ ڪڏهن ڪڏهن کين غيبي طاقت بہ حاصل ٿيل سمجهي ويندي آهي. ڪمبوڊيا ۾ جڏهن ڪا وچڙندڙ بيماري پکڙندي آهي، تڏهن اتان جي متعدد ڳوٺن جا ماڻهو گڏ ٿي، دهلن دمامن سان انهيءَ ماڻهوءَ جي ڳولا لاءِ نڪرندا آهن، جنهن کي مقامي ديوتا پنهنجي واسي ڪرڻ لاءِ منتخب ڪيو هوندو آهي. اهڙو ماڻهو جڏهن ملي ويندو آهي، تڏهن ان کي قربانگاه ڏانهن وٺي ويندا آهن، جتي اُن ۾ ديوتا جي واسي اَچڻ جو اسرار منعقد ڪيو ويندو آهي. اِن کان پوءِ اهو ماڻهو پنهنجي قوم جي ٻين ماڻهن لاءِ قابل ستائش هستي ٿي پوندو آهي، جي کيس ڳوٺ کي انهيءَ منحوس مرض جي مصيبت کان نجات ڏيارڻ لاءِ استدعا ڪندا آهن. اپولو جي اهڪ مجسمي لاءِ جو مئگنيشيا جي قريب هائلي وٽ هڪ غار ۾ پيل هو، اهو سمجهيو ويندو هو تہ اهو ماڻهن کي فوق البشري قوت سان نوازيندو هو. پاڪباز ماڻهو، اُن جي طاقت سان مخمور ٿي، ٽڪرين جي اوچين چوٽين تان ٽپ ڏيندا هئا، ديون جهڙن وڻن کي پاڙون پٽيندا هئا ۽ اُنهن کي پٺيءَ تي رکي تمام تنگ لڪن مان لنگهندا هئا. وجد ۾ آيل درويشن جا ڪرتب بہ ڪارروايون جي اهڙي ئي ڪنهن قسم ۽ طريقي سان وابستہ هوندا آهن.

هيسين تائين اسان ڏٺو تہ وحشي، فطرت تي ضابطي رکڻ جي پنهنجي اهليت جي حد ۽ حساب جو احساس نہ ڪندي، پاڻ ڏانهن ۽ ٻين ماڻهن ڏانهن ڪي اهڙيون قوتون منسوب ڪري ٿو، جن کي هينئر اسان فوق الفطري سڏيون ٿا. ازانسواءِ اسان اهو بہ ڏٺو آهي تہ انهيءَ قسم جي عام فوق الفطريت کان علاوه، ڪن ماڻهن ۾ ٿوري عرصي لاءِ ڪنهن ديوتائي روح جو واسو موجود

سمجهيو ويندو آهي، ۽ انهن کي عارضي طور ان روح جي چاڻ ۽ طاقت جو حامل سمجهيو ويندو آهي. اهڙن اعتقادن کان پوءِ، آسانيءَ سان هڪڙو قدم وڌائي وسهي سگهجي ٿو ته ڪن ماڻهن ۾ مستقل طور ڪنهن ديوتا يا مقدس روح جو واسو رهي ٿو- يا ڪنهن غير معين طرح هو اهڙي اعليٰ درجي جي فوق الفطري طاقت سان نوازيل ٿين ٿا، جو اهي ديوتائن يا خدائن جي صف ۾ شمار ٿين ٿا ۽ کين عبادت ۽ قربانيءَ جا نذرانا پيش ڪرڻ لازمي بنجيو وڃن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن انهن انسان- ديوتائن جا ڪم خالص فوق الفطري يا روحاني غرض جي ادائگيءَ تائين محدود هوندا آهن، پر ڪن وقتن تي هو اعليٰ ترين سياسي اقتدار به هلائيندا آهن. پوئينءَ حالت ۾ هو بادشاه سان گڏ ديوتائون پڻ هوندا آهن، ۽ سندن حڪومت مذهبي نوعيت جي هوندي آهي. چنانچه مارڪئيساس يا واشنگٽن ٻيٽن ۾ ماڻهن جو هڪ اهڙو طبقو هو، جنهن کي سندن زندگيءَ ۾ ديوتائن جو درجو ڏنو ويندو هو. انهن لاءِ اهو اعتقاد ويٺل هو ته هو قدرتي عناصر تي فوق الفطري اختيار هلائي سگهندا هئا، هو پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق ڀرپور فصل اپائي سگهندا هئا، ته ساڳئي وقت ڌرتيءَ کي بي ثمر بنائي ويران به ڪري سگهندا هئا، مرض يا موت ۾ به ماڻهن کي مبتلا ڪري سگهندا هئا. سندن غصي ۽ غضب کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ کين انساني قربانيون ڏنيون وينديون هيون. اهڙا انسان- ديوتائون گهڻي تعداد ۾ ڪونه هوندا هئا، پر هرهڪ ٻيٽ ۾ هڪ يا وڌ ۾ وڌ ٻه ضرور هوندا هئا، هو سڄي زندگي پر اسرار تنهائيءَ ۾ بسر ڪندا هئا. سندن اختياريون ۽ اقتدار هميشه نه پر ڪڏهن ڪڏهن موروثي هوندو هو. هڪ (عيسائي) مبلغ اهڙن انسان- ديوتائن مان هڪ جو بيان پنهنجي شخصي مشاهدي جي آڌار تي ڏنو آهي. اهو ديوتا ڪافي وڏيءَ عمر وارو شخص هو، جو هڪ وڏي حاطي اندر هڪڙي تنها گهر ۾ رهندو هو. گهر اندر هڪ قربانگاه هو، ۽ جاءِ جي شهتيرن ۽ ان جي چوگرد بيٺل وڻن تي ماڻهن

جي هڏن جا پڃرا اونڌا لٽڪيل هئا، حاطي اِلاڻن سواءِ الهن ماڻهن جي، جيڪي ديوتا جي خدمتگاريءَ لاءِ ارپڻ ٿيل هئا، ڪو به ٻيو ماڻهو داخل ٿي ڪونه سگهندو هو. فقط اهڙن ڏينهن تي جڏهن ديوتا کي انساني قربانيون پيش ڪيون وينديون هيون، رواجي ماڻهن کي حاطي اندر داخل ٿيڻ جي اجازت مليل هئي. انهيءَ انسان-ديوتا کي ٻين سينيي ديوتائن کان زياده قربانيون ڏنيون وينديون هيون. گهڻن وقتن تي هو پنهنجي گهر سامهون لڪڙن جي تختن مان ٺهيل عارضي تخت تي چڙهي ويهندو هو ۽ هڪ ئي وقت ٻن ٻن، ٽن ٽن ماڻهن جي قربانيءَ جو حڪم ڏيندو هو. اهڙيون قربانيون کيس هميشه ڏنيون وينديون هيون، ڇو ته ماڻهو هن کان بي انتها ڊڄندا رهندا هئا. سڄي پٽ مان کيس مدد لاءِ پڪاريو ويندو هو ۽ هرطرف کان ڏانهنس نذرانا موڪليا ويندا هئا. وري ڏکڻ وڏي سمنڊ جي ٻيٽن متعلق به عام طور اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته هرهڪ ٻيٽ ۾ هڪ اهڙو ماڻهو موجود هوندو هو، جو "عظيم روح" جي نمائندگي ڪندو هو، يا ان جو شخصي مظهر هوندو هو. اهڙن ماڻهن کي "ديوتا" سڏيو ويندو هو ۽ سندن خوءِ خصلت کي "عظيم روح" جي خصلتن سان هم آهنگ سمجهيو ويندو هو. اهڙو انسان-ديوتا ڪڏهن بادشاهه پاڻ هوندو هو، پر اڪثر وقتن تي هو پادري يا ٻيو ڪو ماتحت سردار هوندو هو.

. قديم مصري پنهنجي پرستش فقط ٻلين، ڪتن ۽ انهن جيڏن ننڍڙن هرڻن تائين محدود رکڻ بدران، اڪثر اوقات ماڻهن کي به پنهنجيءَ عبادت جو مرڪز بڻائيندا هئا. اهڙن انسان-ديوتائن مان هڪ انابيس ڳوٺ ۾ رهندو هو، جنهن کي قربانگاهن تي سڙيل قربانيون پيش ڪيون وينديون هيون، جنهن کان پوءِ ئي، پورفائري (*Porhyry*) تاريخ نويس لکي ٿو، هو کاڌو کائيندو هو...... ۽ ائين کائيندو هو، ڄڻ ته عام انسان جهڙو هڪ رواجي فاني انسان هو! قديم زماني ۾ سسليءَ جي فيلسوف، ايمپيڊوڪلس، پاڻ کي نه فقط جادوگر، پر ديوتا به ظاهر ڪيو

هو، پنهنجن همرَوطنين کي نظم ۾ خطاب ڪندي هن چيو: -
"اي دوستو، جي وڏي شهر ۾ (جو شهر چڙهندو پڪڙجندو وڃي ٿو،
اڪرئگنجينٽم جي پيلي پهاڙيءَ تي)، اوهان جيڪي نيڪ ڪمن کي پنهجو شيوو بڻايو ٿا،
جي آچيو ٿا اجنبين کي پناهگاهه، خاموش ۽ خوبصورت،
اوهان سڀني شال خوش هجو! اوهان جي وچ ۾ آءٌ گهمان ٿو عزت ۽ فخر سان،
هارن سان، گلن جي هارن سان، اوهين منهنجي شاندار پيشانيءَ تي تاج پهرايو ٿا!
اڄ ڪان پوءِ هڪ فاني انسان نه آهيان، بلڪ هاڻي ته آءٌ هڪ غير فاني ديوتا آهيان؛
جتي به آءٌ وڃان ٿو، ماڻهو منهنجي چوگرد جمع ٿين ٿا ۽ منهنجي پوڄا ڪن ٿا،
۽ هزارين پٺيان اچن ٿا، بهتر طريقي سکڻ جي ارادي سان،
ڪي آرزو ڪن ٿا اڳڪٿين جي نظارن جي، ڪي درد جو ڏک گائي،
خوشيءَ سان آئت جا الفاظ ٻڌڻ چاهين ٿا، ۽ وڏيڪ درد سهڻ ڪان بيزار آهن."

هو دعويٰ ڪندو هو ته هو پنهنجن چيلن کي طوفان برپا ڪرڻ ۽ هوائن کي ساڪت ڪرڻ، مينهن وسائڻ ۽ سج ڪيڻ، بيماريءَ ۽ ڪراڙپ کي دفع ڪرڻ ۽ مُردن کي زنده ڪرڻ جو راز سيکاري سگهي ٿو. سنه ٣٠٠ قبل مسيح ۾ جڏهن ڊيميٽريس پوليئورسيٽس اٿينين جمهوريت کي دوباره قائم ڪيو، تڏهن اٿينس وارن کيس ۽ سندس پيءُ اينٽيگونس کي، جي ٻئي ان وقت زنده هئا، ديوتائي اعزاز ڏنا، ۽ کين "نجات ڏيندڙ ديوتائن" جو خطاب ڏنو. انهن "نجات ڏيندڙن" جي نالي ۾ قربانگاهه تعمير ڪيا ويا ۽ سندن پوڄا پاٺ جي نظرداري ڪرڻ لاءِ خاص پوڄاري مقرر ڪيو ويو. ماڻهو

گيت ڳائيندا ۽ نچندا پنهنجي ”نجات ڏيندڙ“ سان ملڻ ويندا هئا، ۽ پاڻ سان گڏ هار، ڌوپ ۽ قرباني جا مشروبات کڻي ويندا هئا؛ گهٽين جي ٻنهي طرفن کان صفون ٻڌي بيهندا هئا ۽ اهڙا ڀڄن ڳائيندا هئا، جن جو مطلب اهو هوندو هو ته هو ئي فقط سچو ديوتا هو، جو ته ٻيا سڀ ديوتائون ستل هئا، يا تمام دور رهندا هئا، يا بالڪل موجود ئي ڪونه هئا. انهن جي همعصر هڪ شاعر جي الفاظ مطابق، جي سندن معتقد ٻاهر پبلڪ ۾ ۽ خانگي طرح گهرن ۾ جهونگاريندا رهندا ها:

”سڀني ديوتائن کان زياده محبت لائق ۽ عظيم ديوتائون شهر ۾ آيا آهن، ڊيميٽر ۽ ڊيميٽريس، ٻنهي کي گڏي، قسمت اسان وٽ آندو آهي.
هوءَ اچي ٿي ڪنواريءَ جي دهشتناڪ رسمن منعقد ڪرڻ لاءِ،
— ۽ هو... خوشيءَ ۾ مگن، خوبصورت ۽ کلندڙ،
جيئن هڪ ديوتا کي جڳائي.
هڪ شاندار منظر آهي: سڀئي دوست هن جي آسپاس آهن،
۽ هو انهن جي وچ ۾،
— هو ستارن وانگر ۽ هي سج وانگر.
پوسيڊان عظيم جا پونيرَ، ائفروڊائيٽ جا پونير،
اوهين ڀلي ڪري آيا!
ٻيا ديوتائون رهن ٿا اسان کان پري...
يا ڪين ڪَنَ ئي ڪينهن،
يا ته اهي مرڳو آهن ئي ڪين، يا اسان جي پرواه ئي نه ٿا ڪن.
پر توکي اسين موجود ڏسون ٿا،
تون ڪو ڪاٺيءَ يا پٿر جو ديوتا ناهين، پر هڪ سچو ديوتا آهين،
ان ڪري اسين تنهنجي پوڄا ڪريون ٿا.“

قديم جرمن ماڻهن جو اهو اعتقاد هو ته عورتن ۾ هڪ قسم

جي مقدس ذات آهي، ۽ ان ڪري هو انهن کان غيب جي خبرن وٺڻ لاءِ مشورو طلب ڪندا هئا. انهن جون مقدس عورتون، ڇيو وڃي ٿو تہ درياهن جي ڪنن ۽ اوپارن وهڪرن ۾ اکيون وجهي ويهنديون هيون، ۽ پاڻيءَ جي سٽي ۽ سريلي آواز يا بادلن جي گجگوڙ تي ڪن ڏيئي ويهنديون هيون، ۽ انهن جي نظارن ۽ آوازن مان اڳڪٿيون ڪنديون هيون تہ ڇا ٿيڻ وارو هو ۽ ڇا ٿيندو. پر گهڻي وقت تي مردن جو عورتن لاءِ احترام انهيءَ حد کان بہ وڌي وڃندو هو، ۽ هو عورتن کي حقيقي ۽ زندہ ديويون سمجهي، انهن جي پوڄا ڪندا هئا. مثال طور، ويسپيسين جي دور حڪومت ۾ بروڪٽيري قبيلي جي ويليڊا نالي هڪ عورت کي عام طرح ديوي ڪري سمجهيو ويندو هو، ۽ انهيءَ حيثيت ۾ هوءَ پنهنجن ماڻهن مٿان حڪومت هلائيندي هئي، دور دور تائين سندس حڪومت کي تسليم ڪيو ويندو هو. هوءَ رائين درياہ جي هڪ شاخ، لپي، جي ڪناري تي ٿهيل هڪ مناري ۾ رهندي هئي. ڪولون جي باشندن جڏهن ساڻس معاهدي ڪرڻ لاءِ هن ڏانهن پنهنجا ايلچي موڪليا، تڏهن انهن سفيرن کي سندس حضور ۾ حاضر ٿيڻ جي اجازت ڪانہ ڏني ويئي. عهدنامي متعلق ڳالهيون هڪ وزير جي توسل سان هلايون ويون، جنهن ديويءَ جي ترجمان جو ڪردار ادا ڪيو، ۽ سندس غيبي گفتن کي انهن تائين پهچايو. اهو مثال ڏيکاري ٿو تہ ڪهڙيءَ نہ آسانيءَ سان اسان جي ابن ڏاڏن جي خيال ۾ ديوتائي ۽ شاهي حيثيتون مليل جليل رهنديون هيون. ڇيو وڃي ٿو تہ گيٽائي قوم وارن ۾ عيسوي سن جي ابتدا تائين هميشه هڪ اهڙو ماڻهو هوندو هو، جو پاڻ کي ديوتا جي شخصيت ڏيندو هو ۽ ماڻهو ان کي خدا سڏيندا هئا. هو هڪ مقدس جبل تي رهندو هو ۽ بادشاہ جي مشير خاص جا فرض ادا ڪندو هو.

قديم زماني جي هڪ پورچوگيز تاريخ نويس، ڊوس سانٽوس، جي قول مطابق، زيباس يا موزيباس قوم جا ماڻهو، جي ڏکڻ اوڀر

آفريڪا ۾ رهندا هئا، "ٻتن جي پوڄا ڪانہ ڪندا آهن ۽ نہ ڪنهن ديوتا کي تسليم ڪندا آهن، پر ان جي بدران هو پنهنجي بادشاه جو احترام ڪندا آهن ۽ کيس ديوتا ڪري سمجهندا آهن، جنهن لاءِ چوندا آهن تہ هو سڄيءَ دنيا ۾ عظيم ترين ۽ بهترين آهي. مذڪور بادشاه پاڻ لاءِ چوندو آهي تہ هو اڪيلوئي دنيا جو ديوتا آهي، ۽ انهيءَ سبب ڪري جيڪڏهن سندس مرضيءَ خلاف مينهن وسندو آهي يا تمام گهڻي گرمي ٿيندي آهي، تہ هو آسمان طرف سندس حڪم عدوليءَ جي خلاف تير اڇلائيندو آهي." ڏکڻ آفريڪا جي ماشونا قبيلي وارن پنهنجي عيسائي پادريءَ کي ٻڌايو تہ ڪنهن زماني ۾ وٽن هڪ ديوتا هوندو هو، جنهن کي "ماتا بيلي" اتان ڀڄائي ڇڏيو هو. "اها پوئين ڳالهہ هڪ عجيب و غريب رسم جي متعلق هئي تہ ڪن ڳوٺن ۾ هڪ اهڙو ماڻهو مقرر ڪيو ويندو هو، جنهن کي هو پنهنجو ديوتا سڏيندا هئا. ماڻهو هن کان مشورو وٺندا هئا، ۽ کيس سوکڙيون پاکڙيون ڏنيون وينديون هيون. پراڻي زماني ۾ ماگونڊي سردار جي ڳوٺ ۾ هڪ اهڙو ديوتا رهندو هو. اسان کي تاڪيد ڪيو ويو تہ ڳوٺ جي ڀرسان گوليون نہ هلائجو، نہ تہ هو ڊڄي ڀڄي ويندو." انهيءَ ماشونا قبيلي جي ديوتا کي اڳين زماني ۾ ماتابيلي بادشاه جي خدمت ۾ ڇئن ڪارن ڍڳن ۽ هڪ ناچ جي صورت ۾ ساليانو ڏن ڏيڻو پوندو هو. هڪ مبلغ انهيءَ ديوتا کي پنهنجي اکين سان شاهي جهوپڙيءَ اڳيان ناچ ڪندي ڏٺو آهي ۽ ان جو بيان ڪيو اٿس. "ٽن موتمار ڪلاڪن تائين، بغير ڪنهن ساهيءَ پٽڙ جي، تنبوري جي تانن، چنگ جي 'چڻون چڻون' ۽ بي سري راڳ جي آواز تي، اهو سياه فام ديوتا هڪ درزيءَ وانگر چتڙن ڀر ويهي، سوئر وانگر پگهر ۾ شرابور ٿي، اهڙيءَ چستيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن ٽپندو ڪڏندو، هڪ وحشتناڪ ناچ ۾ مصروف رهيو، جنهن مان پيو نہ تہ سندس ديوتائي ٽنگن جي طاقت ۽ لچڪ جو تہ بهترين ۽ عبرتناڪ ثبوت ملي رهيو هو."

مرڪزي آفريڪا جي باگنڊا قبيلي وارا نيانزا ڍنڍ جي هڪ ديوتا ۾ اعتقاد رکندا هئا، جو ڪڏهن ڪنهن مرد يا عورت ۾ اچي واسو ڪندو هو. جنهن ماڻهوءَ ۾ ديوتا اچي گهر ڪندو هو، تنهن کان سڀ ماڻهو، جن ۾ اتان جو بادشاه ۽ سردار به شامل هوندا هئا، تمام گهڻو ڊڄندا هئا. جڏهن ڪيس 'حال' پئجي ۽ پوءِ ختم ٿي ويندو هو، تڏهن اهو ماڻهو (مرد يا عورت)، يا ڪٿي چئجي ته اهو ديوتا، ڍنڍ جي ڪناري کان اٽڪل ڏيڍ ميل ڪن پري هليو ويندو هو، جتي هو وري نئين چنڊ جو انتظار ڪندو هو. جنهن کان پوءِ ئي ڪيس پنهنجن مقدس فرضن جي ادائگيءَ لاءِ معمور ٿيڻو هو. پوءِ انهيءَ گهڙيءَ کان وٺي جڏهن نئون چنڊ پنهنجيءَ جهڪيءَ روشنائيءَ سان آسمان ۾ نمودار ٿيندو هو، بادشاه ۽ سندس سڄي رعايا انهيءَ ديوتا-انسان يا 'لوبيئر' (ديوتا)، جيئن عام طور ڪيس سڏيو ويندو هو، جا ٻنهي، پانهن پڌا غلام بڻجي بيهي رهندا هئا، ۽ ان جو حڪم انهن لاءِ نه فقط ايمان، اعتقاد ۽ مذهبي رسمن جي ادائگيءَ جي معاملن ۾، پر جنگ ۽ ملڪي پاليسيءَ جي باري ۾ به، حرف آخر جي حيثيت رکندو هو. غيب جي خبرن متعلق سائنس مشورو ڪيو ويندو هو. زبان سان هڪ لفظ ڪڍڻ سان هو ماڻهن کي مرض ۾ مبتلا ڪري سگهندو هو، يا کين شفايابي ڏيئي سگهندو هو. ساڳيءَ طرح مينهن کي روڪي ڏڪار پيدا ڪري سگهندو هو. سندس مشوري وٺڻ وقت سندس حضور ۾ وڏا تحفا تحائف پيش ڪيا ويندا هئا. ٽئنگنيڪا ڍنڍ جي مغرب ۾ آوروئا نالي هڪ وڏي علائقي جو سردار "پاڻ ڏانهن ديوتائن جون طاقتون ۽ احترام منسوب ڪندو آهي ۽ ڪيترن ڏينهن تائين کاڌي کائڻ کان پرهيز ڪرڻ جو ڍونگ ڪندو آهي، ۽ ائين ظاهر ڪندو آهي ته ڪيس کائڻ پيئڻ جي ڪابه ضرورت ڪانهي، درحقيقت، هو اها دعويٰ ڪندو آهي ته هڪ ديوتا هئڻ جي حيثيت ۾ هو کاڌي پيتي جي شين جي ضرورت محسوس ڪرڻ کان بلڪل بالاتر آهي، پر جي کائيندو آهي ته به فقط

ڪڏهن ڪڏهن مزي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪائيندو پيئندو ۽ تماڪ نوشي ڪندو آهي.“ گالا قوم وارن جي ڪا عورت جڏهن خانہ داريءَ جي ڪمن ڪارين ۽ فڪرن گهٽين ڪان بيزار ٿيندي آهي، تڏهن هوءَ بي معنيٰ ۽ واهيات بڪ ڪرڻ ۽ پاڻ کي انتهائي ذليل ڪرڻ شروع ڪندي آهي. اها ان مثان ”ڪالو“ نالي مقدس روح جي نازل ٿيڻ جي علامت هوندي آهي، فوراً سندس مڙس ان اڳيان سجدو ڪندو آهي ۽ ان جي پوڃا ڪرڻ لڳندو آهي؛ ان ڪان پوءِ هوءَ زال جي ”ذليل“ لقب سان نہ سڏبي آهي، ۽ کيس ”مالڪ“ (*Lord*) سڏبو ويندو آهي. خانہ داريءَ جي سڀني فرضن ڪان کيس معافي ملي ويندي آهي، ۽ سندس پنهنجي مرضيءَ کي ديوتا جو قانون سمجهيو ويندو آهي.

لوئانگو جي بادشاه جو سندس رعايا اهڙو احترام ڪندي آهي ”ڄڻ تہ هو ديوتا آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري کيس ’سامبي‘ ۽ ’پانگو‘ جي خطابن سان سڏيندي آهي، جن جي معنيٰ آهي ’ديوتا‘. انهن جو اعتقاد آهي تہ هو جڏهن چاهي، تڏهن کين مينهن ڏيئي سگهي ٿو؛ سال ۾ هڪ دفعو، ڊسمبر جي مهيني ۾، جڏهن اتان جي ماڻهن کي مينهن جي ضرورت پوندي آهي، تڏهن اهي سڀ ڪٺا ٿي ڪانئس برسات جي دعا پنڻ لاءِ وٽس ويندا آهن.“ انهيءَ موقعي تي راجا پنهنجي تخت تي بيهي آسمان ڏانهن تير ڇوڙيندو آهي، جي سندن خيال موجب مينهن آڻيندا آهن. ممباسا جي بادشاه لاءِ بلڪل ساڳئي قسم جون دعوائون ڪيون وينديون آهن. ٿورائي سال اڳ، جڏهن بينن جي بادشاه جي مقدس حڪومت جو انگريز فوجن جي بحري ۽ بلوچڪيٽ دستن جي موتمار هٿيارن سبب خاتمو آيو، تڏهن هي بادشاه پنهنجي ملڪ ۾ هر خاص و عام جي پوڃا جو مکيہ مرڪز هو. ”هن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هو هتي اهڙي اعليٰ عهدي جو مالڪ آهي، جنهن عهدي جهڙو ڪئٿولڪ يورپ ۾ پوپ جو عهدو بہ نہ آهي؛ ڇو تہ هو نہ فقط هن ڌرتيءَ تي خدا جو نائب آهي، پر بذات خود خدا بہ آهي، جنهن جي رعايا سندس انهيءَ حيثيت

۾، سچتا ۽ پوڄا ڪندي آهي، جيئن ته اُهي سون کي يقين آهي ته سندس اها پوڄا محبت کان گهٽ نه. پر اڪثر خوف ۽ دهشت جي سبب ئي ڪئي ويندي آهي." اِڊها جي بادشاهه نائجرسهم جي انگريز ڪمانڊر کي، چيو ته "خدا سون کي پنهنجيءَ صورت مطابق بڻايو آهي ۽ آءٌ به بلڪل خدا جهڙو ئي آهيان؛ ۽ هن ئي سون کي بادشاهه مقرر ڪيو آهي."

برما جو باڊونساچين نالي هڪ نهايت ظالم بادشاهه ٿي گذريو آهي، جنهن جي صورت مان ئي سندس طبيعت جي مادرزاد وحشت جو عڪس نمايان هوندو هو، ۽ جنهن جي حڪومت ۾ قدرتي موت ذريعي ايترا ماڻهو نه مئا، جيترا جلادن جي هٿان مئا هئا. هن بادشاهه جي دماغ ۾ هي خيال اچي سمايو ته هو فاني انسانن جي سطح کان بالاتر هو ۽ اهو اعزاز کيس خدا جي طرفان سندس متعدد نيڪ ڪارنامن جي نتيجي ۾ مليو هو. انهيءَ خيال مطابق، هن "بادشاهه" جو خطاب ترڪ ڪيو، ۽ ان کان اڳتي وڌي "ديوتا" بڻجڻ جو پڪو ارادو ڪيائين. انهيءَ ارادي سان، گوتم ٻڌ جو نقل ڪندي، جنهن ديوتائي درجي حاصل ڪرڻ کان پيشتر شاهي محلات ۽ پنهنجي حرم جي مسرتون ترڪ ڪيون هيون، باڊون ساچين به محلات ڇڏي هڪ وڏي مندر ڏانهن رخ ڪيو، جو سندس سلطنت ۾ سڀني مندرن کان زياده عظيم الشان هو ۽ جنهن جي تعمير ڪرائڻ ۾ هو گهڻن سالن کان وٺي مصروف هو. اتي هن وڏن وڏن ٻوڌي ڀاون سان ڪانفرنسون منعقد ڪيون، جن ۾ هو کين ان ڳالهه لاءِ آماده ڪندو رهيو ته ٻڌ جي قانون تي هلڻ لاءِ جيڪي پنج هزار سال مقرر ڪيا ويا هئا، سي هينئر گذري ويا هئا، ۽ هو ئي هاڻ اهو ديوتا هو، جنهن جو، انهيءَ عرصي کان پوءِ، پراڻي قانون کي منسوخ ڪري، ان جي بجاءِ پنهنجي نئين قانون رائج ڪرڻ لاءِ ظهور ٿيڻو هو. پر هن جي شرمندگيءَ ۽ ندامت جي حد ئي نه رهي، جڏهن ڀاون سان گهڻن ان جي بلڪل برعڪس خيالن جو اظهار ۽ عمل ڪرڻ شروع ڪيو، انهيءَ نااميديءَ ۽ سندس اقتدار جي

هوس ۽ پاڪباز زندگيءَ جي بندشن ۽ رڪاوٽن کان جلد آجي ٿيڻ لاءِ
سندس بي صبريءَ، جلد ئي سندس دماغ مان ديوتا ٿيڻ جي خام خيال
کي ڪڍي ڇڏيو، ۽ کيس سوٽي پنهنجي محلات ۽ حرم ڏانهن
وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو. سيام جي بادشاه کي به "بلڪل ساڳيءَ
طرح ديوتا ڪري پوڄيو ويندو آهي. سندس رعايا کي هن جي
منهن ۾ نهارڻ جو اختيار نه آهي، جڏهن به هو ڪٿان لنگهندو
آهي، تڏهن هو ان جي آڏو سجدي ۾ اونڌا ٿي ڪري پوندا
آهن، ۽ هن جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ وقت اهڙيءَ طرح گوڏن ڀر
ويهندا آهن، جو سندن ٺونٺيون زمين سان گسنديون آهن." سندس
مقدس جسم ۽ خصلتن لاءِ هڪ خاص، ٻولي مقرر ٿيل آهي، جا
انهن سڀني کي استعمال ڪرڻي پوندي آهي، جي ساڻس يا سندس
متعلق ڪجهه ڳالهائيندا آهن. خود اتان جي مقامي ماڻهن کي
انهيءَ عجيب و غريب زبان تي حاوي ٿيڻ ۾ دقت پيش ايندي
آهي. بادشاه جي مٿي جي وارن، پيرن جي ترين، بدن جي ٻوءِ،
درحقيقت سندس جسم جي هرهڪ چيز، ظاهريءَ ۽ باطنيءَ، کي
خاص نالا ڏنل آهن. هو جڏهن کائيندو يا پيئندو، سمهندو يا
گهمندو آهي، تڏهن انهن مان هرهڪ ڪم لاءِ جيڪو خاص لفظ
مقرر ڪيل آهي، تنهن جي استعمال ٿيڻ مان معلوم ٿيندو آهي
ته اهو ڪم بادشاه سلامت ڪري رهيو آهي - ۽ اهي لفظ ٻئي ڪنهن
به ماڻهوءَ متعلق، استعمال ڪونه ڪيا ويندا آهن. سيامي ٻوليءَ
۾ ڪوبه اهڙو لفظ موجود ڪونهي، جنهن جي ذريعي بادشاه کان
زياده عهدي، يا زياده اعليٰ رتبي ۽ شان واريءَ هستيءَ جو بيان
ڪري سگهجي. عيسائي مبلغن کي جڏهن به خدا جي متعلق
ڪجهه ڳالهائڻو هوندو آهي، تڏهن کين مجبوراً اهو لفظ استعمال
ڪرڻو پوندو آهي، جو مقامي بادشاه لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي.

پر دنيا جي ٻئي ڪنهن به ملڪ ۾ شايد انسانن مٿان ديوتائن
جي خوبين ۽ خصلتن جون نعمتون ايتريءَ سخاوت سان نازل نه
ڪيون ويون آهن، جهڙيون هندستان ۾، ٻئي ڪنهن به هنڌ

معاشري جي هر طبقي کي، بادشاهن کان وٺي ڳنوارن تائين، ديوتائي خوءِ خصلت زياده وزن ۽ مقدار ۾ ڪانه عطا ڪئي ويئي آهي. چنانچه ٽوڊا قوم وارن ۾، جا جنوب هندستان ۾ نيلگري ٽڪرين تي آباد هڪ مالدار قوم آهي، واڙي کي پاڪ آستانو سمجهيو ويندو آهي، ۽ جيڪو ڳنوار انهيءَ واڙي جو ڪم ڪار ڪندو آهي، تنهن کي ديوتا تصور ڪيو ويو آهي. انهيءَ سوال پڇڻ تي ته ڇا ٽوڊا سورج جو سلام ڪندا آهن، انهن ديوتا ڳنوارن مان هڪ جواب ڏنو ته ”پيا ته ويچارا ائين ڪندا آهن، پر آءٌ“، هن ڇاتي ٺوڪيندي چيو، ”آءٌ ته پاڻ ديوتا آهيان! آءٌ ڇو سج کي سلام ڪريان؟“ انهيءَ ڳنوار اڳيان هرڪوئي، حتيٰ ڪ سندس پيءُ به، سجدو ڪندو آهي ۽ ڪنهن کي به ان کي ڪنهن چيز ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ جي همت ڪانه ٿيندي آهي. هن کي ڪوبه انسان سواءِ هڪ ٻئي ڳنوار جي، ڇهي ڪونه سگهندو آهي؛ هو اهڙن ماڻهن کي، جي ساڻس مشورو ڪندا آهن، غيب جي خبر ڏيندو آهي، ۽ ان وقت هن جو آواز پنهنجو نه، پر ديوتا جو هوندو آهي.

ازانسواءِ هندستان ۾ ”هر راجا کي زنده ديوتا کان گهٽ ڪونه سمجهيو ويندو آهي“. منوءَ جو لکيل هندن جي قانون جو ڪتاب ته اڃا به اڳتي وڃي ٿو ۽ چوي ٿو ته ”معصوم راجڪمار کي به فاني انسان سمجهي گهٽ نظرن سان نه ڏسڻ گهرجي، ڇو ته انساني صورت ۾ هو هڪ وڏو ديوتا آهي“. ڪجهه سال اڳ اوڙيسا ۾ هڪ قبيلي جو ذڪر ڪندا آهن ته اهو راڻي وڪٽوريا کي ان جي حياتيءَ ۾ پنهنجي وڏي ديوي ڪري پوڄيندو هو. اڄ ڏينهن تائين هندستان ۾ غير معمولي جسماني قوت، يا دليريءَ يا نام نهاد ڪرامتي طاقتن کان مشهور جيترا جاڳندا ماڻهو ديوتائن جي حيثيت ۾ ماڻهن جي پوڄا جي مرڪزن بڻجڻ جي امڪاني خطري ۾ هميشه مبتلا رهندا آهن. چنانچه پنجاب جي هڪ قوم هڪ ديوتا جي پوڄا ڪندي هئي، جنهن کي اها ”نڪل سين“ سڏيندي هئي. اهو ”نڪل سين“ ٻيو ڪوبه ڪونه هو، سواءِ

هيبتناڪ جنرل نڪلسن جي، ۽ هين جنرل ڪيٽريقدر ۾ پنهنجن پوڄارين جي عقيدي کي ڪمزور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو ان ۾ ڪامياب ڪونه ٿيو. جيئن هو کين زياده مارڻ ڪٽڻ لڳو، تيئن هن لاءِ سندن مذهبي احترام ۾ ڏيهاڙي اضافو ٿيندو ويو. گهڻو زمانو نه ٿيو ته بنارس جي هڪ مشهور ديوتا جو هڪ هندو شريفزادي ۾ واسو ٿيو هو، جو ”سوامي ڀاسڪرانندا جي سرسوتي“ جي وڏنڌڙ نالي سان مشهور هو ۽ جنهن جا مهانڊا غير معمولي طور آنجهاني ڪارڊينل هئنگ جهڙا هئا، بلڪ هوبهو ان سان ملندڙ هئا. سندس اکيون رحم ۽ قياس سان ڀريل انساني محبت سان چمڪنديون رهنديون هيون، ۽ سندس معتقد پوڄاري کيس جيڪو ديوتائي اعزاز ڏيندا هئا، تنهن ۾ هو معصومانه خوشي محسوس ڪندو هو.

چنچواد ۾، جو اولهه هندستان ۾ پوني کان ڏهه ميل پري هڪ ننڍڙو شهر آهي، هڪ اهڙو ڪٽنب آباد آهي، جنهن لاءِ مرهٽن جي وڏي اڪثريت جو اهو اعتقاد آهي ته انهيءَ خاندان جي هرهڪ پيڙهيءَ ۾ هڪ اهڙو ماڻهو پيدا ٿيندو آهي، جنهن ۾ هاٿيءَ جي مٿي واري ديوتا، گنپتيءَ، جو واسو هوندو آهي. اهو مشهور و معروف ديوتا سڀ کان اول گوشت و پوست جي صورت ۾ سنه ١٦٤٠ع ۾ پوني جي ”مورابا گوسين“ نالي هڪ برهمڻ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو هو، جنهن پرهيزگاريءَ، نفس ڪشيءَ ۽ عبادت سان ’نجات‘ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، سندس پارسائيءَ جو کيس خوب انعام مليو. ديوتا بذات خود رات جو کيس خواب ۾ آيو ۽ وعدو ڪيائين ته سندس (گنپتيءَ جي) مقدس روح جو ڪجهه حصو ونس، ۽ سندس نطفي ۾، ستين پشت تائين رهندو. ديوتا جو اهو وعدو پورو ٿيو. مسلسل ستن پيڙهين کي، پيءُ وٽان پٽ کي ديوتا جي اها امانت ملندي رهي، ۽ هن انڌيريءَ دنيا ۾ گنپتيءَ جي نور جو ظهور ڪندي رهي. هين سڌي ديوتائي نسل جو آخرين وارث، جو هڪ ٿلهو ۽ ڪمزور اکين وارو ديوتا هو، سنه ١٨١٠ع ۾ فوت ٿي ويو، پر ڏرم ۽ ستيم ايٽريقدر- ته مقدس فرض هئا،

۽ مندر جي ملڪيت ۽ مال اسباب جي قيمت ايڏي وڏي هئي، جو برهمڻ انهيءَ ناقابل ذڪر نقصان جو اندازو ۽ خيال ڪري ئي نٿي سگهيا، جو گنهتيءَ کان محروم يا خالي رهي ڪري دنيا ڪي برداشت ڪرڻو ئي پيو، چنانچ هنن اهڙي مقدس "ڏانءَ" جي گولا ڪري ان کي دستياب ڪيو، جنهن ۾ ديوتا جي روح نئين سر پنهنجو ظهورو ڏيکاريو هو، ۽ هي ديوتا جو روح خوش قسمتيءَ سان انهيءَ وقت کان وٺي اج تائين انهن مقدس "ڏانون" جي لاڳيتي سلسلي ۾ هلندو آيو آهي؛ ۽ "روحاني ڪفايت شعاريءَ" جي پر اسرار قاعدي مطابق، جنهن جي ڪارڪردگيءَ تي مذهبي تاريخ جي مطالعي جي سلسلي ۾ ڪيتري ئي ڪٽي ناراضگي ڏيکاريون (حالانڪ ان کي تبديل به نه ٿا ڪري سگهون) هيءَ ڳالهه لازمي آهي ته هين زماني ۾ ديوتا-ماڻهو جيڪي معجزا ڏيکاريندو، سي انهن معجزن جي مقابلي ۾ ڪا حيثيت ڪانه رکندا، جي پراڻي زماني ۾ هنن ديوتا-ماڻهن جا پيشرو ڏيکاريندا هئا؛ ايتريقدر جو هيءَ روايت بيان ڪئي وڃي ٿي ته جديد دور جي بدڪار ۽ دئيت انسانن جي نسل کي گنهتي ديوتا صرف هڪ ئي نشانيءَ ڏيکارڻ جي خاطري ڏني آهي، اها هيءَ ته هر سال چنچواد ۾ جيڪي هزارين ماڻهو اچي جمع ٿيندا آهن، تن کي پيٽ ڀري ماني کارائي چڏڻ جي ڪرامت به واقعي سندس ئي ڪمال آهي.

هڪ هندو فرقي جو، جنهن جا بمبئي ۽ وچ هندستان ۾ گهڻيئي پوئلڳ آباد آهن، اعتقاد آهي ته، ان جا مذهبي پيشوا، يا، سندن ٻوليءَ ۾، مهاراج، ڪرشن ڀڳوان جا نمائندا يا ڪن حالتن ۾ ان جا هن دنيا ۾ اوتار آهن؛ ۽ جيئن ته ڪرشن ڀڳوان آڪاس مان اهڙن ماڻهن تي رحم جي نظر ڪندو رهي ٿو، جي هن دنيا ۾ سندس وارثن ۽ پنڊتن جون خواهشون پوريون ڪن ٿا، ان ڪري انهن ۾ پاڻ ارپڻ ڪرڻ جي هڪ عجيب و غريب رسم جنم ورتو آهي، جنهن مطابق سندس وفادار پوڄاري پنهنجا جسم، جانيون ۽

سڀ کان، وڏيڪ پنهنجي دنيوي مال دولت ان جي پوڄه پنڊتن جي سپرد ڪندا آهن. زالن کي هن اعتقاد جي سکيا ڏني ويندي آهي ته سندن ۽ سندن خاندانن جي سچي خوشي انهن هستين سان ملي هڪ ٿي وڃڻ سان پراپت ٿيندي، جن ۾ انساني جسم ۽ ان جي حيواني خواهشن سان گڏوگڏ ديوتائي فطرت هڪ پُر اسرار نموني سان مليل رهي ٿي.

خود عيسائيت به اهڙين افسوسناڪ لکڻين جي رنگ ۾ رڱجڻ کان دائمي طور بچي نه سگهي آهي؛ درحقيقت ڪيترن وقتن تي ڪوڙن دعويدارن طرفان ان جي عظيم بانيءَ جي خدائي درجي جي مساوي يا ڪن وقتن تي ان کان به زياده منزل جي دعوائن سبب ان کي داغدار بڻايو ويو آهي. ٻي صدي عيسويءَ ۾ "مونٽانس دي فرائيجين" دعويٰ ڪئي هئي ته سندس هڪ جسم اندر ٽنهي خدائن — خالق، روح الله ۽ روح القدس — جو واسو هو. نه وري اهو ڪو اڪيلو مثال ۽ ڪنهن دماغي توازن وڃايل پاڳل جي بيجا ۽ فضول حجت هئي. اوائلي دور کان وٺي هن وقت تائين ڪيترن فرقن جو اهو يقين رهيو آهي ته نه فقط حضرت مسيح، پر خود خدا جو به هر ايماندار عيسائيءَ ۾ واسو رهي ٿو، ۽ هنن هڪٻئي جي پوڄا ۽ خوشامد ڪري، اعتقاد کي ان جي پنهنجي آخرين منطقي نتيجي تائين وڃي پهچايو آهي. ٽرٽيولين لکي ٿو ته ڪارٿيج ۾ ٻي صدي عيسويءَ ۾ سندس هم مذهب مسيحي ائين ڪندا هئا، سينٽ ڪولمبيا جا معتقد کيس حضرت مسيح جو اوتار ڪري مڃيندا هئا. ائين صدي عيسويءَ ۾ ٽوليڊو واري ايلپانڊس، حضرت مسيح جو ذڪر ڪندي، چيو ته "هو ديوتائن ۾ هڪ ديوتا هو"، جنهن مان سندس مطلب هو ته سڀيئي ايمان آڻيندڙ پڻ بلڪل اهڙيءَ طرح ديوتائون هئا، جهڙيءَ طرح حضرت مسيح. پاڻ ديوتا هو. آلبيجينسز ۾ به هڪٻئي جي پوڄا ڪرڻ جو رواج عام جام هو، ۽ ٽولائوس وٽ ڪافرن جي شناخت ڪرڻ لاءِ چوڏهين صدي عيسويءَ جي اوائلي دور ۾ جيڪا تفتيش ڪئي ويندي هئي، تنهن جي

رڪاوٽن مان به سوين جاين تي ان جي جهلڪ نظر اچي رهي آهي.
تيرهين صدي عيسويءَ ۾ هڪ اهڙو فرقو پيدا ٿيو هو، جيڪو پاڻ کي ”آزاد روح جا ڀائر ۽ ڀينرون“ سڏائيندو هو. انهن جو ايمان هو ته ڪوبه ماڻهو، طويل ۽ اڻ ٽڪ ڏيان ڌرڻ سان، پاڻ کي خدا سان هڪ ناقابل-فهم طريقي سان ملائي هڪ ڪري سگهي ٿو ۽ هو دنيا جي مسبب‌الاسباب ۽ ”روح‌القدس“ سان هڪ ٿي سگهي ٿو؛ ۽ جيڪو ماڻهو عروج کي پهچي خدا سان ملي هڪ ٿي ويو ۽ سندس نوراني جوهر ۾ جذب ٿي ويو، سو درحقيقت خدا جو جز ٿي ويو؛ گويا انهيءَ معنيٰ ۽ مفهوم سان هو خدا جو پٽ ٿي ويو، جنهن ۾ خود حضرت مسيح ان جو پٽ هو، ۽ اهڙيءَ طرح هو ماڻهوءَ ۽ خدا جي قانونن جي سزائن کان مستثنيٰ ٿي ويو. انهيءَ پرسڪون اعتقاد سبب اندروني طرح عروج کي پهچي، ظاهري شڪل و صورت ۽ چال چلت ۾ چريائي ۽ جنون جي مظاهري جي باوجود، اهي خود فريب مذهبي مجذوب دردر ڀٽڪندا وتندا هئا، عجيب و غريب قسم جي پوشاڪ ۾ ملبوس ۽ شور و غل سان ماڻي پنندي، هر قسم جي ايماندارانه محنت و مشقت کان ڪاوڙ ۾ ڀرجي نفرت جو اظهار ڪندا هئا، ۽ ان کي خدائي ڏيان ۽ ”روحن جي ابي“ ڏانهن ماڻهوءَ جي روح جي عروج جي راه ۾ وڏي رڪاوٽ سمجهندا هئا. سندن اهڙي سير و سياحت ۾ ڪيئي زالون سندن پٺيان رلنديون رهنديون هيون، جن سان هو انتهائي حجاتي نموني سان زندگي گذاريندا هئا. انهن مان جيڪي سمجهندا هئا ته انهن بالاتر روحاني زندگيءَ ۾ وڏي ۾ وڏي مهارت حاصل ڪئي آهي، سي پنهنجن ميڙن ۽ مجمعن ۾ ڪپڙن پائڻ جي بلڪل ضرورت ڪانه سمجهندا هئا، شرافت ۽ حياءَ کي هو اندروني ڪدورت ۽ اهڙي روح جي خصوصيت سمجهندا هئا، جو اڃا تائين گوشت و پوست جي پڃري ۾ قيد هو ۽ خدائي روح سان، جو ان جو مرڪز ۽ سرچشمو هو، اڃا تائين همڪلام ۽ هم آهنگ ڪونه ٿيو هو. ڪن موقعن تي

سندن انهيءَ پر اسرار محويت جي رفتار ۾ مذهبي محتسب ڪورٽن سبب پاڻ زياده تيزي واقع ٿيندي هئي، جڏهن هو نه فقط ظاهر ظهور سڪون سان، پر مسرت ۽ خوش مزاجيءَ جي انتهائي ڪامران جذبات سان، انهن ڪورٽن جي فتوائن موجب، باه جي سچ ۾ ٽپي سڙي مري ويندا هئا.

سن ۱۸۳۰ع ڌاري آمريڪن يونين جي ڪينٽڪي رياست ۾ هڪ اهڙو ڪذاب پيدا ٿيو هو، جنهن اعلان ڪيو هو ته هو خدا جو پٽ ۽ انسان ذات جو بچائيندڙ هو، ۽ هو زمين تي دوباره گنهگارن، ڪافرن ۽ ظالمن کي پنهنجي فرض ڏانهن متوجه ڪرڻ لاءِ آيو هو. هن احتجاج ڪيو ته جيڪڏهن هنن مقرر وقت اندر پاڻ ۾ اصلاح نه آندي ته هو اشارو ڏيندو ۽ هيءَ دنيا هڪ لحظي اندر ڀري پرزا پرزا ٿي ويندي. هن جي انهن فضول دعوائن کي تڏهوڪن دولتمند ۽ بااثر طبقي جي ماڻهن گهڻي قدر قبول پڻ ڪيو هو. آخرڪار هڪ جرمن باشندي نهايت عجز ۽ انڪساريءَ سان نئين مسيحا جي حضور ۾ عرض ڪيو ته هو انهيءَ خطرناڪ تباهيءَ جي خبر سندن هموطنين کي جرمن ٻوليءَ ۾ ٻڌائي، ڇو ته هو انگريزيءَ کان ناآشنا هئا، ۽ اهو وڏو ناحق ٿيندو، جو محض انهيءَ سبب ڪري هو تباه ۽ برباد ٿي وڃن. مستقبل جي انهيءَ نجات ڏيندڙ ڏاڍيءَ سچائيءَ ۽ فراخدليءَ سان پنهنجي مجبوريءَ جو اعتراف ڪيو، ۽ چيائين ته هو جرمن ٻوليءَ کان ناواقف هو. "ڇا!" جرمن معتقد غصي ۽ حيرت وچان پڇيو، "تون خدا جو پٽ ٿي ڪري، سڀ ٻوليون نه ٿو ڳالهائي سگهين ـ پيون ته ٺهيو پر جرمن ٻولي به نه ٿو ڳالهائي سگهين؟ ڇڏ، ڇڏ، تون بدمعاش آهين، لوڪي آهين ۽ پاڳل آهين. بيت‌اللحم ئي تنهنجي لاءِ موزون مقام آهي." تماشائين ۾ اچي کل پيئي ۽ هو پنهنجيءَ پورڙائيءَ تي شڪي ٿيندا گهر هليا ويا.

ڪڏهن ڪڏهن ديوتا جي انساني اوتار جي مرڻ تي ساڳيو ديوتائي روح ٻئي ماڻهوءَ ۾ تحليل ٿي ويندو آهي. تاتار جا ٻوڌي اهڙيءَ طرح متعدد زنده ٻڌن ۾ اعتقاد رکندا آهن، جي مشهور

۽ معروف ٻوڌي مندرن ۾ معزز لاما جي حيثيت ۾ حڪم هلائيندا آهن. انهن معزز لامائن مان جڏهن به ڪو مرندو آهي، تڏهن ان جا پوئلڳ ماتم ڪونه ڪندا آهن، ڇو ته کين خبر هوندي آهي ته هو جلد ئي وري ظاهر ٿيندو، ۽ پري اوري، ڪٿي نه ڪٿي، نئين ڇاول ٻار جي صورت ۾ جنم وٺندو. کين فقط انهيءَ ٻار جي چونڊ واريءَ جاءِ ڳولڻ ۾ دشواري پيش ايندي آهي. جيڪڏهن اهڙيءَ وقت هو آسمان ۾ انڊلٺ ڏسندا آهن ته هو ان کي نئين ڇاول معصوم لاما جي پينگهي تائين سندن رهنمائيءَ لاءِ ٻري ويل لاما طرفان موڪليل نشاني سمجهندا آهن. ڪن وقتن تي اهو معصوم ديوتا پنهنجي شناخت پاڻ ڪرائيندو آهي. ”آءٌ ئي معزز لاما آهيان“، هو چوندو آهي، ”فلاڻي يا فلاڻي مندر جو زنده ٻڌ. مون کي پنهنجي پراڻي مندر ڏانهن وٺي هلو. آءٌ ان جو لافاني سرڪردو آهيان“. ٻڌ جي چونڊ جي جاءِ، بهرحال ڪنهن طريقي سان معلوم ٿي ويندي آهي- ٻڌ جي پنهنجي شهادت وسيلي، خواه ڪنهن آسماني نشانيءَ وسيلي؛ پر هر صورت ۾ لاما جي تلاش لاءِ تنبو نصب ڪيا ويندا آهن ۽ خوشيءَ ۾ ڀريل زائرين بادشاه يا شاهي خاندان جي ڪنهن معزز شخص جي سرڪرد گيءَ هيٺ معصوم ديوتا کي ڳولڻ ۽ ان کي وٺي اچڻ لاءِ سفر تي نڪرندا آهن. اهو معصوم ديوتا گهڻو ڪري تبت ۾ ڄمندو آهي، جا ٻوڌين جي مقدس سر زمين آهي، ۽ ان تائين پهچڻ لاءِ، قافلي کي ڪيترن وقتن تي نهايت خطرناڪ ۽ ڀوائتن ريگستانن کي پار ڪرڻو پوندو آهي. آخرڪار جڏهن اهو ٻار هٿ چڙهندو اٿن، تڏهن هو ان جي اڳيان سجدي ۾ ڪري پوندا آهن ۽ ان جي پوڄا ڪندا آهن. پر هن کي معزز لاما جي حيثيت ۾ تسليم ڪرڻ کان اڳ، جنهن جي کين جستجو هوندي آهي، هٿ آيل لاما کي پنهنجيءَ سڃاڻپ متعلق هنن کي مطمئن ڪرڻو پوندو آهي. هن کان انهيءَ مندر جو نالو دريافت ڪيو ويندو آهي، جنهن جي پيشوائيءَ جي هو دعويٰ ڪندو آهي؛ اهو آتان کان

ڪيترين مفاصلي تي واقع آهي ۽ ان ۾ ڪيترا ٻاوا رهندا آهن، هن ڪي مرحوم معزز لاما جي عادتن ۽ سندس موت جي نموني جو به بيان ڪرڻو پوندو آهي. هن جي آڏو متعدد شيون، جهڙوڪ عبادت جا ڪتاب، چانهه جون ڪيٽليون ۽ پيالا رکيا ويندا آهن، ۽ کيس انهن شين ڏانهن اشارو ڪرڻو پوندو آهي، جي هن اڳئين جنم ۾ استعمال ڪيون هونديون. جيڪڏهن هو ٻنهي ڪنهن غلطيءَ جي ائين ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي، ته سندس دعويٰ کي تسليم ڪيو ويندو آهي، ۽ کيس فتح و ڪامرانيءَ سان مندر ڏانهن ڪٺي ويندا آهن. سڀني لامائن جو اڳواڻ لاسا وارو دلائي لاما آهي، جنهن شهر کي ٿبيٽ جو روم سڏيو ويندو آهي. کيس زنده خدا تصور ڪيو ويندو آهي، ۽ مرڻ کان پوءِ سندس خدائي ۽ لافاني روح ڪنهن نه ڪنهن ٻار جي ذريعي دوباره جنم وٺندو آهي. ڪن روايتن مطابق دلائي لاما کي ڳولڻ جو طريقو ساڳيو ئي رواجي معزز لامائن کي ڳولڻ وارو آهي، جنهن جو اسان اڳي ئي ذڪر ڪيو آهي. ٻين روايتن ۾ سوني برتن مان ڪڻڪن ڪڍڻ جي طريقي جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جتي به هو چمندو آهي، اتي وڻ ۽ ٻوٽا ساوا ٿي ڪيندا آهن؛ هن جي حڪم تي گل ڪڙي پوندا آهن، ۽ پاڻيءَ جا چشما ڦٽي نڪرندا آهن؛ ۽ هن جي موجودگيءَ سبب بهشتي برڪتن جي بارش ٿيندي رهندي آهي.

پر انهن علائقن ۾ فقط اهو ئي ماڻهو ناهي، جو ديوتا هئڻ جي دعويٰ ڪري ٿو. "چيني سلطنت جي سيني اهڙن ماڻهن جو، جن ۾ ديوتائن جو واسو هوندو آهي، خاص رجسٽر 'لي فان يوئان' يا پيڪنگ واريءَ ڪلونيل آفيس ۾ رکيل آهي. جن ماڻهن اهڙو ليسن ڪڍايو آهي، تن جو تعداد هڪ سو سٺ آهي. ٿبيٽ تي انهن مان ٿيهن جون برڪتون نازل ٿيندڙ آهن، اتر منگوليا اٺويهن جي نعمت سان سرشار آهي ۽ ڏکڻ منگوليا سٺونجاهه ديوتائن جي نور سان منور آهي. چيني حڪومت پنهنجي رعيت جي ڀلائيءَ خاطر پدرانه فڪرمنديءَ سبب رجسٽر ۾ داخل ٿيل ديوتائن کي

ٿبيٽ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به هنڌ نئين جنم وٺڻ کان منع ڪئي آهي. هنن کي انديشو هوندو آهي ته متان منگوليا ۾ ڪنهن ديوتا جو جنم منگولين جي ستل حب الوطني ۽ جنگجويانه جذبي کي بيدار ڪري سنگين قسم جا سياسي نتيجا پيدا ڪري ۽ اهي شاهي گهراڻي جي ڪنهن آرزومند ديوتا جي چوڌاري جمع ٿي ۽ پنهنجا سر ترين تي رکي، تلوار جي زور تي ان لاءِ روحاني حڪومت سان گڏ هن دنيا جي فاني حڪومت پڻ حاصل ڪري وٺن. پر انهن پبلڪ يا ليسن بردار ديوتائن کان علاوه، ڪيترائي خانگي ننڍڙا ديوتائون، يا بغير ليسن ۽ ناجائز ديوتائي تجارت جا واپاري پڻ آهن، جي ڪنهن پاسي ويهي يا پاسيرين جاين تي پنهنجا آستانا بنائي ماڻهن کي وڏا معجزا ڏيکاريندا آهن ۽ دعائون ڪندا آهن، گذريل چند سالن کان وٺي چيني حڪومت ٿبيٽ کان ٻاهر اهڙن خسيس ديوتائن جي ٻئي جنم وٺڻ کي نظرانداز ڪيو آهي. بهرحال انهن جي چمڻ کان پوءِ، حڪومت مٿن ۽ ٻين سڀني جائز توڙي ناجائز ديوتائي مدعين تي سخت نظرداري ڪندي آهي، ۽ جيڪڏهن ڪوبه ڪا حرڪت ڪندو آهي، ته ان کي هڪدم سندس درجي کان هٽائي، ڪنهن دوردراز مندر ڏانهن تبديل ڪيو ويندو آهي، ۽ کيس دوباره انساني صورت ۾ جنم وٺڻ کان سخت منع ڪئي ويندي آهي."

وحشي معاشرن ۾ بادشاهن کي جيڪا مذهبي پوزيشن حاصل هوندي آهي، تنهن جي جائزي وٺڻ سان اسين اهو انومان ڪڍي سگهون ٿا ته، مصر، ميڪسيڪو ۽ پيرو جهڙين عظيم تاريخي سلطنتن جي فرمانروائن، جن ديوتائن ۽ فوق الفطري طاقتن جي دعوي ڪئي هئي، تن جي اها دعوي ڪا محض ذاتي غرور ۽ تڪبر جي ڦونڊ يا محض ماڻهن طرفان ڏيکاريل سندن ذليل خوشامد جي اظهار جو نتيجو ڪانه هئي، اها ته رکو زنده بادشاهن کي ديوتائن جي درجي ڏيڻ جي قديم وحشي اعتقاد ۽ عمل جي باقياتي ۽ اضافي صورت هئي. چنانچه، مثال طور، سورج ديوتا جي اولاد

جي حيثيت ۾ پيروءَ جي انڪا بادشاهن کي ديوتائن وانگر پوڄيو ويندو هو، اهي ڪنهن به سهوَ ۽ غلطي ڪرڻ کان بلند ۽ بالاتر هئا، ۽ ڪوبه انهن حڪمرانن يا شاهي قبيلي مان ڪنهن جي به جسم، عزت يا ملڪيت جي خلاف ڪنهن ڏوهه ڪرڻ جو خواب ۾ به خيال ڪونه آڻي سگهندو هو. ان ڪري ئي هي انڪا بادشاه، عام ماڻهن جي برخلاف، پنهنجي بيماريءَ کي پاڻ لاءِ ڪا به مصيبت ڪانه سمجهندا هئا، اهي ان کي پنهنجي پيءُ، سورج ديوتا، جو پيغامبر سمجهندا هئا، جو کين ان ڏانهن آرام ڪرڻ لاءِ آسمان ڏانهن وٺي وڃڻ لاءِ آيو هو. ان ڪري جن دستوري لفظن ۾ هڪ انڪا پنهنجي موت جي خبر پنهنجن ساٿين کي ڏيندو آهي، سي هي آهن: "منهنجي پيءُ مون کي آرام ڪرڻ لاءِ پاڻ وٽ گهرايو آهي." ان ڪري هو صحتياب ٿيڻ لاءِ قرباني پيش ڪري پنهنجي پيءُ جي خواهش جي خلاف ورزي ڪانه ڪندا هئا، پر ظاهر ظهور اعلان ڪندا هئا ته هن کين پاڻ وٽ آرام ڪرڻ لاءِ گهرايو هو. اندلسي (اسپين جا رهاڪو) فاتح گرم ماٿرين مان لنگهي جڏهن ڪولمبيا جي ائنڊيز جبلن جي اتانهن پٽن تي اچي نڪتا، تڏهن انهن وحشين جي انبوهن جي مقابلي ۾، جن کي هو گرم ۽ گهاٽن ٻيلن ۾ هيٺ ڇڏي آيا هئا، اهڙن ماڻهن کي ڏٺو، جي تهذيب جي ڪافي اعليٰ درجي تي پهتل هئا، جي زراعت جو ڪم ڪندا هئا ۽ جي اهڙيءَ حڪومت جي زير سايه رهندا هئا، جن کي "مبولدت" ٿيبٽ ۽ جپان جي مذهبي حڪومتن سان مشابهت ڏني ٿي، حيران ٿي ويا. انهن جا نالا چپچا، مائسڪاز يا موزڪاز، سڏبا هئا، جي ٻن حڪومتن ۾ تقسيم ٿيل هئا، جن جا دارالخلافه بوگوٽا ۽ تنجه وٽ هئا؛ پر جي ظاهري طور سوگاموزو يا ايراڪا واري عظيم ديوتا سان مشترڪ روحاني وفاداريءَ هئڻ سبب هڪٻئي سان ڳنڍيل هئا. تمام طويل عرصي تائين نفس ڪشي ڪرڻ ۽ پاڪباز زندگي گذارڻ سبب، هن روحاني حڪمران جي تقدس ۽ پاڪيزگيءَ جي اهڙي ته شهرت عام ٿي

ويئي هئي، جو متفق طور سچيو ويندو هو ته سيلهن ۽ دريائن جو پاڻي سندس زير حڪم هو، ۽ آب و هوا سندس رضامنديءَ جي مرهون منت هئي. ميڪسيڪو جا بادشاه، جيئن اسين اڳيئي مٿي ڏسي آيا آهيون، پنهنجي تخت نشينيءَ وقت سج کي چمڪائڻ، ڪڪرن مان سيلهن وسائڻ، درياهن کي وهائڻ ۽ زمين مان ميون جي ڀرپور فصلن پيدا ڪرڻ جو قسم کڻندا هئا. چيو وڃي ٿو ته ميڪسيڪو جي آخرين بادشاه، سونٽي زوما، کي سندس رعيت خود خدا ڪري پوڄيندي هئي.

بابل جي اوائلي بادشاهن، سارگون پهرئين کان وٺي، آر خاندان جي چوٿينءَ پشت يا ان کان به پوءِ حڪمرانن تائين، پنهنجي جيئري ئي ديوتائن هئڻ جي دعويٰ ڪئي هئي. چوٿينءَ پيڙهيءَ جي فرمانروائن، خاص طرح آر خاندان وارن، پنهنجي اعزاز ۾ مندر تعمير ڪرايا هئا، مختلف آستانن ۾ هنن پنهنجا مجسما نصب ڪرايا ۽ ماڻهن کي انهن بتن جي قدمن ۾ قربانيون پيش ڪرڻ جو حڪم صادر فرمايو. سال جو اٺون مهينو بادشاهن جي پرستش لاءِ مخصوص ڪيو ويو، ۽ نئين چنڊ ۽ هرهڪ چنڊ جي پندرهين تاريخ انهن کي قربانيون پيش ڪيون وينديون هيون. وري پارٿيا جي ارساسيڊ خاندان جي حڪمرانن پاڻ کي سج ۽ چنڊ جا ڀائر قرار ڏنو، ۽ کين به زنده ديوتائون ڪري پوڄيو ويندو هو. ارساسيڊ خاندان جي ڪنهن عام فرد کي به جهيڙي ۾ ڌڪ هڻڻ هڪ انتهائي ذليل ۽ ناقابل معافي حرڪت شمار ڪئي ويندي هئي.

مصر جي بادشاهن کي سندن جيئري ديوتا بڻايو ويندو هو، کين قربانيون ڏنيون وينديون هيون ۽ سندن پوڄا جون تقريبون خاص مندرن ۾ خاص مقرر ٿيل پادري ملهائيندا هئا. درحقيقت بادشاهن جي پوڄا اهڙيءَ ڌوم ڌام سان ڪئي ويندي هئي، جو ديوتائن جي پوڄا ان جي سامهون ڪا حيثيت ڪانه رکندي هئي. چنانچه ميرينرا فرمانروا جي دور حڪومت ۾ هڪ اعليٰ سرڪاري عهديدار اعلان ڪيو ته هن انيڪ مقدس جايون تعمير ڪرايون هيون ته

جيئن بادشاه سلامت، لافاني ۽ مقدس ميرينرا، جي روح کي. ”پين سيني ديوتائن کان زياده پڪاريو وڃي.“ ”هيءُ ڳالهه تسليم ٿيل آهي ته بادشاه ديوتاپڻي يا خدائيت جي دعويٰ ڪندو هو: هو ’عظيم ديوتا‘ هو، ’زرين هورس‘ ۽ ’را‘ جو پٽ هو. هو نه فقط مصر تي اختياريءَ ۽ اقتدار جي دعويٰ ڪندو هو، پر ’سيني ملڪن ۽ قومن تي‘، ’سڄيءَ ڪائنات جي طول و عرض تي، مشرق ۽ مغرب تي‘، ’سج جي عظيم گردش جي سڄي دائري تي‘، ’آسمان ۽ پيو جيڪي ڪجهه ان ۾ آهي تنهن تي، زمين ۽ ان جي مٿان جيڪي به آهي تنهن تي، هر جانور تي جو پن يا چئن ٽنگن تي گهمي ٿو، جيڪي به اڏامن ۽ ڦڙڦڙ ڪن ٿا، تن تي... ۽ سڄي ڪائنات پنهنجي پيداوار ان کي آڇي ٿي.‘ درحقيقت سورج ديوتا جا پرستار جيڪي به اعتقاد ان متعلق رکي سگهن ٿا، اهي بطور مذهب جي مصر جي بادشاه لاءِ به سندس رعيت رکندي هئي. ان جا سڀ لقب سورج ديوتا جي لقبن مان سڌيءَ طرح اخذ ڪيا ويا هئا.“ ”پنهنجي زندگيءَ جي دوران ۾،“ اسان کي پڌايو ويو آهي، ”مصر جو حڪمران خدائيءَ جي انهن سيني تخيلات ۽ تصورات کي، جيڪي مصرين جي ذهن ۾ اڀي سگهيا ٿي، پنهنجي ذات سان وابسته ڪري ڇڏيندو هو. پنهنجي نسل ۽ شاهي منصب ڪري هڪ فوق‌البشر ديوتا هئڻ سبب، موت کان پوءِ هو دائمي پرستش لائق هڪ عظيم ديوتا-انسان بڻجي پوندو هو. چنانچه خدائي، يا ديوتاپڻي متعلق انسان کي جيتري به معلومات ۽ ڄاڻ حاصل هئي، سا سڀ مجموعي طور هن ۾ ئي مرڪوز ۽ هن لاءِ ئي مخصوص ٿيل هئي.“

اسان هيٺر انهيءَ مقدس بادشاهيءَ جي ارتقا جو خاڪو پوريءَ طرح پيش ڪري چڪا آهيون، جنهن ترقي ڪندي ڪندي، آخر پيروءَ ۽ مصر جي بادشاهين جي حالت ۾ پنهنجي اعليٰ ترين ۽ انتهائي مڪمل صورت اختيار ڪئي هئي. تاريخي نقطہ‌نگاه کان، بادشاهيءَ يا ملوڪيت جو ادارو، جو پبلڪ جادوگرن يا ”ويڄن“

جي وجود مان ڦٽني نڪتل معلوم ٿئي ٿو، منطقي لحاظ کان اهو خيالن جي هڪجهڙائيءَ مان نڪتل هڪ غلط نتيجو آهي. ماڻهن غلطي هيءَ ڪئي جو فطرت جي رٿا کي پنهنجن خيالن جي رٿا جهڙو سمجهڻ شروع ڪري ڏنائون، اهڙيءَ طرح هنن اهو ئي خيال ڪيو ته ڪين جيڪو ضابطو پنهنجن خيالن مٿان آهي يا ظاهري طور نظر اچي ٿو، تنهن ڪين آسپاس جي پين شين مٿان به سا ڳئي ضابطي هلائڻ جي اجازت يا اختياري ڏيئي ڇڏي هئي. پوءِ جن ماڻهن کي، هڪ يا ٻئي سبب کان، سندن قدرتي صلاحيتن جي قوت يا ڪمزوريءَ ڪري، هنن جادو آفرين طاقتن جو زياده ترين مالڪ سمجهيو ويو، تن کي سندن پين ڀائرن کان آهستي آهستي علحده ڪري امتيازي درجو ڏنو ويو ۽ ڪين هڪ اهڙو مخصوص طبقو ٺاهيو ويو، جنهن اڳتي هلي انسان جي سياسي، مذهبي ۽ دماغي ارتقا تي انتهائي دوررس اثر وڌا. هيءُ ته اسان کي معلوم آهي ته سماجي واڌارو، انساني ڌنڌن جي ونڊ ۽ فرق ۽ امتياز، يا زياده سوليءَ ٻوليءَ ۾، پورهئي جي ورهاست تي ئي منحصر رهيو آهي. قديم معاشري ۾، هرڪو ڪم، پلو يا برو، هرڪوئي ڪري ٿي سگهيو، آهستي آهستي، مختلف ڪم، مختلف طبقن ۾ تقسيم ٿيا، ۽ هرڪنهن پنهنجو پنهنجو ڪم جيئن پوءِ تيئن زياده ڪاريگريءَ ۽ مهارت سان سر انجام ڏنو، ۽ جيئن ته سڀني جي محنت جي پيداوار، مادي خواه غير ماديءَ، ۾ سڀئي هڪجهڙا شريڪ هوندا هئا، تنهنڪري پورهئي جي ورهاست جي انهيءَ فائدي مان سڄي قبيلي جا ماڻهو هڪجهڙا مستفيض ٿيندا رهيا. هاڻي، معاشري جي ارتقا ۾، جادوگرن يا "ويڄن" جو هنراڏو يا پيشه ورانه ڌنڌو ئي سڀ کان زياده قديم معلوم ٿئي ٿو. اڄ به، جن وحشي قبيلن جي اسان کي براه راست معلومات حاصل آهي، تن سڀني ۾ جادوگر موجود ملن ٿا. موجوده زماني ۾ آسٽريليا جا جهنگلي قبيلا ئي سڀ کان زياده پست ۽ وحشي شمار ٿين ٿا — انهن ۾ فقط جادوگرن جو ئي طبقو آهي، جنهن کي پيشه ورانه درجو

حاصل آهي. جيئن جيئن وقت گذرندو ٿي ويو ۽ پورهئي جي ورهاست جو سلسلو وڌندو رهيو، تيئن خود اهي جادوگر به "بيمارن کان شفا ڏيندڙ جادوگر"، "مينهن وسائيندڙ جادوگر"، وغيره جهڙن مختلف طبقن ۾ تقسيم ٿيندا رهيا ۽ ٿيندي ٿيندي منجهانئن سڀ کان زياده طاقتور فرد پنهنجي لاءِ سرداريءَ جو درجو حاصل ڪري ويئو، ۽ درجي بدرجي "مقدس بادشاه" جي منصب کي وڃي رسيو. ۽ جنهن رفتار سان مذهب جادوءَ کي پٺتي ڌڪي، ان جي جاءِ پاڻ والاري ٿو، تنهن تناسب سان مقدس بادشاه جا پراڻا جادوگريءَ وارا فرض ڦري پوڄاريءَ يا خود ديوتا جي فرضن جي شڪل اختيار ڪري ٿا بيهن. اهڙيءَ طرح اچا به ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ، مقدس بادشاهيءَ جي خود ملڪي ۽ مذهبي نوعيت ۾ علحدگي آندي ويئي - دنيوي اختياريون هڪ ماڻهوءَ کي ۽ روحاني اقتدار ٻئي جيءَ پرد ڪيو ويو. انهيءَ وچ ۾، جادوگر جي مذهب جي تسلط سبب عارضي طور دٻجي سگهن ٿا پر ڪنهن به صورت ۾ صفا نيست و نابود نٿا ٿي سگهن، پوڄا پاٺ ۽ قربانيءَ جي هن نين رسمن جي مقابلي ۾ پنهنجي پراڻي ڪرامتي هنر کي ترجيح ڏيئي، ان کي ڇهڻيا رهن ٿا. ڪجهه وقت کان پوءِ، منجهانئن زياده فهميده ۽ سنجيده جادوگر جادوءَ جي غلطيءَ کي پاڻپي وڃن ٿا، ۽ فطرتي قوتن کي انسان جي ڀلائيءَ خاطر زياده موثر طريقي سان هلائڻ جو هڪ نئون طريقو ايجاد ڪري وجهن ٿا، جنهن جو مطلب هيءَ ته جادوگريءَ کي ترڪ ڪري، هو سائنس جو سهارو وٺن ٿا. آءٌ ڪا اها دعويٰ نه ٿو ڪريان ته تبديل ۽ ترقيءَ جو سلسلو هر هنڌ هرو ڀرو اهوئي رهيو آهي؛ بيشڪ مختلف معاشرن ۾ ان جي نوعيت گهڻي قدر بدليل رهي آهي. منهنجو مقصد فقط ٿلهي ليکي اُن جي عام رخ جي هڪڙي خاڪي پيش ڪرڻ جو آهي، جيڪو رخ منهنجي عقل موجب اُن جو هر هنڌ ۽ هميشه ساڳيوئي رهيو آهي. صنعتي نقط نگاه کان، انساني معاشرو پورهئي جي يڪسانيت کان شروع ٿي، پورهئي جي ورڇ ڏانهن وڌيو آهي،

سياسي نقطہ نگاہ کان، آن جمهوريت کان مطلق العنانيءَ ڏانهن پيشقدمي ڪئي آهي. سلطان شاهيءَ جي آخرين تاريخ، مطلق العنانيءَ جي زوال ۽ ان جي بجاءِ انسان ذات جي بلند تر تقاضائن سان زياده ٺهڪندڙ ۽ موزون طريقن وارين حڪومتن جي انعقاد سان هن تفتيش ۾ اسان جو ڪو واسطو ڪونهي؛ اسان جي مطالعي جو مقصد هيءُ آهي ته ڏسون ته هڪڙو عظيم ۽، پنهنجي وقت ۾، مفيد ادارو ڪيئن وڌيو ۽ پکڙيو، ۽ نہ تہ اهو ڪيئن بگڙيو ۽ زبون ٿيو.

# باب اڏون

## فطرت جا محڪماتي بادشاه

مٿين مطالعي مان ثابت ٿي چڪو ته مقدس منصبن ۽ شاهي القابن جو ساڳيو ميل، جو اسان کي نيميءَ ۾ "پيلي جي بادشاه"، روم ۾ "قربانين واري بادشاه"، ۽ ائينس ۾ "بادشاه سڏائيندڙ مئجسٽريٽ" جي صورت ۾ مليو ٿو، سو گهڻو ڪري ڪلاسيڪي قديم دورڪان ٻاهر به اسان کي نظر اچي ٿو، ۽ ارتقا جي وحشي دورڪان وٺي تهذيبي دور تائين جيڪي انساني معاشرا، جنهن به منزل تي، اڄ بيٺل آهن، انهن سڀني ۾ ان جا آثار بحيثيت هڪ مشترڪ نشان جي موجود آهن. ازانسواءِ اهو به معلوم ٿيو ته شاهي پوڄاري اڪثر خود بادشاه رهيو آهي- نه فقط نالي ۾، پر حقيقت ۾ به، ۽ شاهي اختيارات جي ڏنڊي سان گڏ ڪيس مذهبي پيشوا جا جبا به پاتا پئي پيا آهن. اهي سڀ ڳالهيون يونان ۽ روم جي دنيوي ۽ ديني بادشاهن جي شروعات متعلق ساڳئي قسم جي روايتي نظريي جي تصديق ڪن ٿيون. ڪم از ڪم اهو ثابت ڪري ته روحاني ۽ دنيوي اقتدار جو اشتراڪ، جنهن جا نمايان اشارا يونان ۽ روم جي روايتن ۾ موجود رهيا آهن، درحقيقت دنيا جي مختلف علائقن ۾ مروج هو، اسان هن ڳالهه جي گنجائش باقي ڪانه ڇڏي آهي، ته انهن روايتن جي صحت متعلق ڪنهن شڪ شبهي جو اظهار ڪيو وڃي. ان ڪري اسين سوال پڇي سگهون ٿا ته ڇا 'پيلي جي بادشاه' جو بنياد به اهڙوئي ته نه آهي، جو روايت مطابق روم جي "قربانين واري بادشاه" ۽ ائينس جي "دنيوي بادشاهن" سان وابسته ٿيل آهي؟ ٻين لفظن ۾، ڇا هُن جا منصبي پيشرو اهڙا بادشاه ته نه هئا، جن کي ڪنهن جمهوري انقلاب سندن سياسي

اقتدار کان محروم ڪري، ونن باقي وڃي مذهبي فرائض ۽ نالي ماتر تاج جو سايو ڇڏيو؟ انهيءَ سوال جو جواب نفيءَ ۾ ڏيڻ لاءِ ڪم از ڪم ٻه سبب آهن. هڪ سبب نيميءَ جي پوڄاريءَ جي رهڻ واريءَ جاءِ مان اڳيءَ ڪيجي ٿو ۽ ٻيو ان جي لقب، ”پيلي جي بادشاه“، مان. جيڪڏهن هن جا پيشرو رواجي طرح ’بادشاه‘ هجن ها، ته ان صورت ۾ هو ٻه روم ۽ اٿينس جي معزول ”بادشاهن“. وانگر انهيءَ شهر ۾ رهندڙ هجي ها، جنهن جي حڪومت جو اختيار کانئس کسيو ويو هو. اهو شهر ضرور اٿريشيا هجي ها، ڇو ته ان کان زياده ويجهو ٻيو ڪوبه شهر ڪونه هو. پر اٿريشيا هن جي پيلي واري آستاني کان، جو ڍنڍ جي ڪناري واقع هو، ٽي ميل پري هو. جيڪڏهن هو حڪومت ڪندو هو، ته شهر ۾ نه، پر سائي پيلي ۾. وري سندس لقب، پيلي جو بادشاه، اسان کي هن انومان ڪرڻ جي مشڪل اجازت ڏئي ٿو ته هو ڪڏهن به ”بادشاه“ لفظ جي دستوري ۽ رواجي مفهوم مطابق بادشاه ٿي رهيو هو. زياده ممڪن معلوم ٿئي ٿو ته هو ”فطرت جو بادشاه“ هو، ۽ سو به فطرت جي هڪ خاص شعبي، يعني پيلن، جو بادشاه، جنهن مطابق هن پنهنجو اهو لقب اختيار ڪيو هو. جيڪڏهن ساڻهن جا اسان کي ڪي اهڙا مثال ملي سگهن، جن کي فطرت جا محڪماتي حڪمران يا بادشاه سڏي سگهون، يعني اهڙن ماڻهن جا، جن کي فطرت جي ڪن خاص عناصرن يا ڪن خاص صورتن جا حاڪم سمجهيو وڃي، ته پوءِ اهي ”پيلي جي بادشاه“ سان انهن خدائي بادشاهن کان نسبتاً زياده مشابهت رکندڙ نظر ايندا، جن تي اسين هن وقت تائين غور ڪندا آيا آهيون ۽ جن کي فطرت مٿان عام اقتدار حاصل پئي رهيو آهي ۽ نه خاص. اهڙن محڪماتي بادشاهن جا مثال ڪي اڻ لڀ ڪين آهن.

ڪانگو درياه جي سنهن وٽ بوما جي نزديڪ هڪ ٽڪريءَ تي ’نام وولو ويسو‘ نالي ’مينهن ۽ طوفان جو بادشاه‘ رهندو آهي.

پالائي نيل دريا جي علائقن ۾ رهندڙ ڪن قبيلن جي متعلق چيو وڃي ٿو ته انهن وٽ ڪوبه اهڙو بادشاه ڪونه هوندو آهي، جنهن کي رواجي ٻوليءَ ۾ "پادشاه" سڏجي، جن ماڻهن کي هو انهيءَ حيثيت ۾ تسليم ڪندا آهن، سي مينهن جا پادشاه 'ماتا ڪودو' هوندا آهن. جن لاءِ سندن اعتقاد آهي ته ڪين پوري وقت تي، يعني مينهن جي موسم ۾، برسات وسائڻ جي طاقت حاصل آهي. مارچ جي آخر ۾، مينهن وسڻ کان اڳ، اهو ملڪ خشڪ ۽ اساڙيل ريگستان هوندو آهي، ۽ چوپايو مال، جو اتان جي ماڻهن جي خاص دولت هوندو آهي، گاهه جي عدم موجودگيءَ سبب مرڻ لڳندو آهي. ان ڪري جيئن مارچ جي پڇاڙي ويجهي ايندي ويندي آهي، تيئن هر گهر جو مالڪ "مينهن جي پادشاه" وٽ پهچي ويندو آهي ۽ کيس ڳئون جو تحفو آڇيندو آهي. ته جيئن هو آسمان جي رحمت واري پاڻيءَ کي سڙيل ۽ خشڪ چراگاهن مٿان وسائي. جيڪڏهن مينهن نه وسندو آهي، ته سڀ ماڻهو جمع ٿي، پادشاه کان پاڻيءَ جو مطالبو ڪندا آهن، ۽ جيڪڏهن آسمان اجا به ڪڪرن کان خالي هوندو آهي، ته هو چرو هڻي سندس پيٽ ڦاڙي ڇڏيندا آهن، جنهن ۾ هو سمجهندا آهن ته هن مينهن ۽ طوفان کي لڪائي رکيو آهي. پاري قبيلي وارن جو مينهن وسائيندڙ هڪ پادشاه گهنڊ مان پاڻي ڇڻڪاري مينهن وسائيندو هو.

ائبيسنيا (حبش) جي پسگردائيءَ ۾ آباد قومن وٽ به هڪ اهڙو عهدو آهي، جنهن جو هڪ مبصر هي بيان ڏنو آهي: "الفائي پوڄاريءَ جو عهدو، جيئن کيس پاري ۽ ڪوناما قبيلن وارا سڏيندا آهن، عجيب و غريب آهي. هن لاءِ اهو اعتقاد آهي ته هو مينهن وسائي سگهندو آهي. اڳئين وقت ۾ اهو عهدو الجيد قبيلي وارن وٽ هوندو هو، جو نيوبا شيدين وٽ اڃا تائين عام آهي، پاري قبيلي وارن جو 'الفائي'، جنهن وٽ اتر وارا ڪوناما قبيلي وارا به اچي عرضگذار ٿيندا آهن، ٽيمباديئر نهر جي پرسان هڪ جبل تي پنهنجي خاندان سان گڏ اڪيلو رهندو

آهي. ماڻهو ڪپڙن ۽ ميون جي صورت ۾ وٽس نذرانا کڻي ايندا آهن، ۽ هن لاءِ سندس وڏي پني ۾ ڪيڙيندا آهن. هو هڪ قبر جو بادشاه آهي ۽ سندس عهدو سندس پاءُ يا پيءُ کي ورثي ۾ مليندو آهي. هن لاءِ سمجهيو ويندو آهي ته هو مينهن کي وسائي ۽ ماڪڙ کي تڙي سگهندو آهي. پر جيڪڏهن هو ماڻهن جي اميدن کي پورو نه ڪري سگهندو آهي ۽ ملڪ ۾ قحطسالي پئجي ويندي آهي، ته هن کي سنگسار ڪيو ويندو آهي ۽ سندس ويجهي ۾ ويجهي عزيز کي هن کي پهرئين پٽر هٽڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو آهي. اسين جڏهن ان ملڪ مان لنگهياسون تڏهن 'الفائيءَ' جو عهدو اڃا تائين هڪ پوڙهي شخص وٽ هو، پر مون ٻڌو ته منهن وسائڻ جو ڪم هن لاءِ ڪافي خطرناڪ ثابت ٿيو هو، جنهنڪري هو تازو پنهنجي عهدي تان هڪ پيرو دستبردار به ٿيو هو.

ڪمبوڊيا جي پرانهن ڳهاٽن ٻيلن ۾، هڪڙا ٻه پراسرار "بادشاه" رهن ٿا، جي "ٻاه جي بادشاه" ۽ "پاڻيءَ جي بادشاه" جي لقبن سان مشهور آهن. انهن جي شهرت انڊوچائنا جي عظيم اپيت جي ڏکڻ واري سڄي علائقي ۾ دور دور تائين ڦهليل آهي؛ پر مغرب ۾ سندن شهرت جو هلڪو پڙاڏو مس پهتو آهي. جيتريقدر معلوم آهي، ٿورا سال اڳ تائين ڪنهن به يورپي باشندي انهن مان ڪنهن هڪ کي به ڪونه ڏٺو هو؛ ۽ جيڪڏهن چند سال اڳ تائين ڪمبوڊيا جي بادشاه (جو سال بسال انهن سان سوکڙين پاکڙين جي ڏي وٺ ڪندو هو) ۽ انهن جي درميان باقاعدي آمدورفت جو سلسلو قائم نه رهندو اچي ها، ته انهن جو وجود ئي شايد هڪ ڏند ڪٿا بنجي رهجي وڃي ها. انهن جا شاهي فرض خالص اسراري يا روحاني نوعيت جا آهن؛ کين ڪو به سياسي اقتدار حاصل ڪونهي؛ هو سادا سودا ڪڙمي آهن، جي پنهنجي پگهر جي پورهئي ۽ معتقدن جي سوکڙين پاکڙين ۽ نذرانن تي گذران ڪندا آهن. هڪ روايت مطابق، هو ٻئي مڪمل تنهائيءَ ۾ گذاريندا آهن، نه هڪٻئي سان ملندا آهن ۽ نه وري ڪنهن ٻئي انسان

جي صورت ڏسندا آهن. هو هڪبئي پٺيان ستن منارن ۾ رهندا آهن، جي جبلن جي چوٽين تي تعمير ٿيل آهن ۽ هر سال هو هڪ کان ٻئي مناري ڏانهن منتقل ٿيندا رهندا آهن. اهي عهدا هڪ ٽيا (ٻيءَ روايت مطابق) ٻن شاهي خاندانن ۾ موروثي رهندا آهن، جن کي وڏي عزت هوندي آهي، جن کي سرڪاري وظيفا مليل هوندا آهن ۽ جي پاڻ زمين کيڙڻ جي ڪم کان آزاد هوندا آهن. پر عام طرح انهيءَ اعزاز حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوبه آرزومند ڪونه هوندو آهي، ۽ جڏهن به ڪا آسامي خالي ٿيندي آهي، تڏهن سڀئي حقدار اميدوار (جي مضبوط ۽ صاحب اولاد هئڻ گهرجن) فرار ٿي ڪيڏانهن لڪي ويندا آهن. هڪ ٻيءَ روايت مطابق، اهي موروثي اميدوار انهيءَ منصب جي تاج قبول ڪرڻ کان واقعي بيزار هوندا آهن، ڪين ستن منارن ۾ گوشه نشينيءَ جي حالت ۾ رهڻو ڪونه پوندو آهي؛ چو ته جڏهن به اهي روحاني بادشاهه پباڪ ۾ ايندا آهن تڏهن ماڻهو انهن جي اڳو سجدي ۾ جهڪندا آهن، ۽ ائين سمجهيو ويندو آهي ته جيڪڏهن انهن کي عزت ڏيڻ جي انهيءَ علامت کي نظرانداز ڪيو ويندو ته ملڪ مٿان هڪ غضبناڪ طوفان اچي ڪڙڪندو. گهڻن ٻين مقدس بادشاهن وانگر، جن جو بيان اڳتي هلي پڙهندا سون، باهه ۽ پاڻيءَ جي انهن بادشاهن کي به قدرتي موت مرڻ ڪونه ڏنو ويندو آهي، چو ته ان طرح هنن جي شان ۾ گهٽتائي اچي ويندي؛ چنانچه انهن مان ڪو هڪ جڏهن بيمار ٿي پوندو آهي، تڏهن اتان جا پريا مڙس مشورو ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن هو سمجهندا آهن ته هن جو بچڻ مشڪل آهي، ته کيس خنجر هڻي هڪ سان ماريو ويندو آهي. سندس لاش پوءِ ساڙيو ويندو آهي، ۽ ان جي رک کي ادب سان گڏ ڪري، پنجن سالن تائين احترام سان محفوظ رکيو ويندو آهي. رک جو ڪجهه حصو هن جي بيوه زال جي سپرد ڪيو ويندو آهي، جنهن کي هوءَ هڪ برتن ۾ رکندي آهي، ۽ جڏهن به هوءَ پنهنجي مڙس جي سوڻ واريءَ جاءِ تي روز رازو ڪرڻ ويندي آهي،

تڏهن ڪيس اهو برتن پٺيءَ تي کڻي وڃڻو پوندو آهي.

اسان کي پڌايو ويو آهي ته ”پاه جو بادشاه“، جو پنهي مان زياده اهميت جو مالڪ آهي ۽ جنهن جي فوق‌الفطري قوتن ۾ ڪڏهن به ڪو شڪ ڪونه ڪيو ويو آهي، شادين، ڏڻن ۽ قربانين جي موقعن تي، ’پان‘ يا ”روح“ جي اعزاز ۾ صدارت ڪندو آهي. انهن موقعن تي هن لاءِ هڪ خاص جاءِ سڀني کان الڳ ٺاهي ويندي آهي، ۽ جنهن رستي تان هو ايندو آهي، تنهن تي اڇا ڪپڙا وڇايا ويندا آهن. انهيءَ شاهي اعزاز کي هڪ ئي خاندان تائين محدود رکڻ جو سبب هي آهي ته انهيءَ خاندان وارن وٽ ڪي مشهورومعروف طلسم آهن، جي انهيءَ ڪٽنب کان نڪري ڪنهن ٻئي وٽ وڃڻ تي پنهنجي خصوصيت کان خالي ٿي ويندا يا غائب ٿي ويندا. اهي طلسم ٽي آهن: ’ڪوئي‘ نالي هڪ ول جو ميوو، جو ڪيترا جُڳ اڳي عظيم سيلاب وقت، گڏ ڪيو ويو هو، پر جو اڃا تائين تازو ۽ سائو آهي؛ ’رٽن‘ ٻوٽي جي هڪ ٽاري، جا به تمام قديم آهي، پر جنهن تي اڃا تائين گل ٻيٺا آهن، جي ڪڏهن به نه ڪومائيا آهن؛ ۽ آخر ۾ هڪ ترار، جنهن ۾ ’پان‘ يا روح جو واسو آهي، جو ان جي دائمي حفاظت ڪندو رهي ٿو، ۽ ان جي ذريعي معجزا ڏيکاري ٿو. اهو روح هڪ غلام جو چيو وڃي ٿو، جنهن جو رت اتفاق سان ان مٿان اهڙي وقت ڪريو هو، جڏهن اها ترار ٺپجي رهي هئي، ۽ جنهن پنهنجي انهيءَ گناه جي پاداش ۾، ڪفاري طور پاڻ کي رضا خوشيءَ سان ماريو هو. پهرين ٻن طلسمن سان ”پاڻيءَ جو بادشاه“ اهڙو سيلاب برپا ڪري سگهي ٿو، جو سڄيءَ ڪائنات کي ٻوڙي وجهي. جيڪڏهن ”پاه جو بادشاه“ جادوءَ واريءَ ترار کي، مياڻ مان ٻه ٽي انچ ڇڪي ٻاهر ڪڍي، ته سج غائب ٿي وڃي ۽ ماڻهو ۽ مرون اگهور ننڊ ۾ ورتجي وڃن. پر جيڪڏهن مياڻ مان بلڪل ٻاهر ڪڍيس، ته جيڪر گهڙيءَ ۾ سڄي دنيا نيست و نابود ٿي وڃي. انهيءَ عجيب غريب ترار کي، سينهن وسائڻ لاءِ،

ميٺهن، سوئرن، ڍڳين ۽ ٻڪرن جون قربانيون ڏنيون وينديون آهن. ان کي ڪپهه ۽ ريشم ۾ ويڙهي رکيو ويندو آهي، ۽ ڪمبوڊيا جو راجا جيڪي سال بسال قيمتي سوغاتون موڪليندو آهي، تن ۾ انهيءَ ترار کي ويڙهي رکڻ لاءِ نهايت پرتڪلف ۽ قيمتي ڪپڙا پڻ شامل هوندا آهن.

ملڪ جي عام رسم جي برعڪس، جنهن مطابق مئل ماڻهن کي دفن ڪيو ويندو آهي، هتي انهي درويش بادشاهن جي لاشن کي ساڙيو ويندو آهي، پر انهن جي ڪن ننهن، ڏندن ۽ هڏن کي مذهبي اعتقاد طور تبرڪ جي صورت ۾ محفوظ رکيو ويندو آهي. جنهن وقت جنازو ڪاٺين مٿان سڙندو رهندو آهي، ان وقت مرحوم جادوگر جا عزيز پيلي ڏاڻهن پچي ويندا آهن ۽ انهيءَ قابل رشڪ اعزاز ماڻڻ جي ڏپ کان، جنهن کي هن تازو خالي ڪيو هوندو آهي، لڪي ويندا آهن. ماڻهو انهن جي ڳولا ۾ نڪرندا آهن، ۽ پهريون شخص، جنهن جي لڪڻ واري جاءِ کين هٿ لڳندي آهي، تنهن کي جهلي ڪري آڳي باه يا پاڻيءَ جو بادشاه بڻائيندا آهن.

اهي مثال آهن انهن جا، جن کي مون "فطرت جا محڪماتي حڪمران يا بادشاه" سڏيو آهي، پر ڪمبوڊيا جي پيلن ۽ نيل درياه جي سرزمين کان يورپ جو اتلي ملڪ تمام دور آهي، ۽ جيتوڻيڪ ميٺهن، باه ۽ پاڻيءَ جا بادشاه ڳولي ڪڍيا اٿئون، ان هوندي به ائريشيا جي پوچاريءَ سان مشابهت ڪرڻ لاءِ، اسان کي "پيلي جو بادشاه" اجا ڳولي لهڻو آهي.

# باب ناڻون

## وڻن جي پوڄا

۱. **وڻن جا ارواح:** يورپ ۾ آريہ نسل جي قومن جي مذهبي تاريخ ۾ وڻن جي پوڄا هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هي هڪ قدرتي ڳالهہ هئي، ڇو تہ تاريخ جي اوائلي دور ۾ يورپ جو سڄو ڪنڊ قبل از تاريخ واري زماني جي گهاٽن ٻيلن سان ڇانيل هو، جنهن ۾ هيٺي هٿيٺي زمين جا صاف ڪيل ٽڪرا سبزيءَ جي هڪ بحر عظيم جي درميان جزيرن وانگر نظر ايندا هوندا. پهرينءَ صدي قبل مسيح تائين هرسينيا جو ٻيلو اوپر طرف رائين نديءَ کان وٺي ايتري مفاصلي تائين ڦهليل هو، جنهن جي نہ ڪا حد هئي ۽ نہ حساب، جرمنيءَ جي جن باشندن کان سيزر (روم جي فاتح بادشاہ) ان باري ۾ سوال پڇيا هئا، تن ڪيس ٻڌايو هو تہ هو ان مان ٻن مهينن تائين سفر ڪندا رهيا هئا، پر ان جي ڇيڙي تائين پهچي نہ سگهيا هئا. چار صديون پوءِ شهنشاہ جولين ان مان لنگهيو هو، ۽ اتان جي تنهائيءَ، تاريڪيءَ ۽ خاموشيءَ هن جي حساس طبيعت تي تمام گهرو اثر ڪيو هو. هن اعلان ڪيو هو تہ سڄيءَ رومي سلطنت ۾ ان جهڙي ٻي ڪابہ جاءِ ڪانہ هئي. موجوده برطانيہ ۾ ڪينٽ، سري ۽ سسيڪس جا جهنگلي علائقا اينڊيريڊا جي ٻيلي جا باقي بچيل ٽڪرا آهن، جو ڪنهن زماني ۾ هن جزيري جي جنوب مشرقي حصي تي ڇانيل هو. مغرب طرف هو وڌي وڃي هڪ ٻئي ٻيلي سان مليو هو، جو هئمپشاير کان وٺي ڊيوون تائين ڦهليل هو. هينري ٻئي جي دور حڪومت تائين لنڊن جا شهري اڃا تائين هئمپ اسٽيڊ جي ٻيلي ۾ جهنگلي ڍڳي ۽ سوئر جو شڪار ڪرڻ ويندا هئا. پلئنٽيجينيٽ خاندان جي پوين بادشاهن

جي دور ۾ ٿي شاهي پپلن جو تعداد اُهٽ هو. آرڏين جي پپلي لاءِ چيو ويندو هو ته اهو ايڏو ته گهاٽو هوندو هو، جو هڪ نوريٽڙو هڪڙي وڻ کان ٻئي تي سڄي واروڪشاير جيتري ڊگهي علائقي جيتري پپلي ۾ ٽپي ٽپي سگهيو. ”پو“ درياهه جي ماٿريءَ ۾ قديم زماني جي ڪاٺين جي ٿهيل ڳوٺن جي کوٽائيءَ ڏيکاريو آهي ته روم جي ترقيءَ ۽ شايد قائم ٿيڻ واري زماني کان گهڻو اڳ اٽليءَ جو شمالي علائقو گهاٽن پپلن سان ڇانيل هو، جن ۾ شاه بلوط جا وڻ تمام گهڻا هئا. انهيءَ هنڌ پهچي آثار قديمه کي تاريخ جي حمايت حاصل ٿئي ٿي، ڇو ته قديم دور جي تصنيفن ۾ اٽليءَ جي اهڙن پپلن جا گهڻيئي حوالا ڏنل آهن، جي هينئر غائب ٿي ويا آهن. چار صديون قبل مسيح تائين روم جو شهر مرڪزي ايٽروريا کان سائمينيا واري خطرناڪ پيلي ذريعي جدا ٿيل هو، جنهن کي تاريخ نويس ”لائوي“ جرمنيءَ جي پپلن سان مشابهت ڏئي ٿو. انهيءَ رومي تاريخ نويس تي جيڪڏهن اسين اعتبار ڪريون، ته ان پيلي جي گهاٽين تنهاين ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪڏهن داخل ٿيڻ جي جرائت ڪانه ٿي هئي؛ ۽ انهيءَ رومي جرنيل جو اهو انتهائي دليرانه ڪارنامو سمجهيو ويو هو، جڏهن هو، انهيءَ پيلي جي پيچيدگين جي جاچ لاءِ پنهنجي اسڪائوٽن کي اڳواٽ موڪلي، پنهنجيءَ سڄيءَ فوج کي پيلي اندر وٺي ويو هو، ۽ گهاٽن وڻن سان ڍڪيل جبلن جي هڪ چوٽيءَ تي پهچي، هن ايٽروريا جي سرسبز ۽ آباد پٽن کي ڏٺو هو، جي سندس قدمن هيٺان ڦهليل هيون. يونان ۾ آرڪيڊين جبلن جي بلند و بالا لاهين تي چيل ۽ شاه بلوط جا خوبصورت پيلا اڃا تائين بيٺا آهن، جي اڄ به انهيءَ اونهي لڪ کي ساوڪ سان دلڪش بڻائي رهيا آهن، جنهن مان لاڊن ندي مقدس آلفيئس نديءَ سان ملڻ واسطي تيزيءَ سان وهندي ويندي آهي، ۽ جن جو عڪس، ٿورا سال اڳ تائين، ويران فينيئس ڍنڍ جي گهري نيلي پاڻيءَ تي پوندو هو؛ پر اهي انهن وڏن پيلن جا محض ننڍا ٽڪرا آهن، جي

قديم زماني ۾ وڏن علائقن مٿان ڇانيل هئا، ۽ جي ڪنهن اچا به پراچين زماني ۾ يونان جي اپيٽ ڪي هڪ سمنڊ جي ڪناري ڪان ولي پئي تائين ڏڪيو بيٺا هئا.

قديم جرمن ٻوليءَ ۾ ”منڊر“ لاءِ جيڪي لفظ آهن، تن جي جاچ پڙتال ٻهان مشهور مصنف ”گِرم“ اهو امڪان ڏيکاريو آهي ته جرمن نسل جي ماڻهن جي پوڄا جا اوائلي آستانا قدرتي ٻيلا هئا. بهرحال، يورپ جي آريه نسل جي سڀني وڏن قومن ۾ وڻن جي پوڄا جا ڪافي آثار ۽ شهادتون ملن ٿيون. سيلٽ نسل جي ڊريوڊ قبيلي جي شاه بلوط جي پوڄا سان هرڪوئي روشناس آهي ۽ ”آستانہ“ واسطي سندن ٻوليءَ جو پراڻيو لفظ بنيادي ۽ معنوي لحاظ کان لاطيني زبان جي ”نيمس“ لفظ سان، جنهن جي معنيٰ ”جهڙي“ يا ”جهنگلي اڪرو“ آهي، همشناس معلوم ٿئي ٿو ۽ جنهن جا نشان ”نيمي“ لفظ ۾ اڃا تائين موجود آهن. قديم جرمن قوم وارن وڻ پاڪ آستانا عام جام هوندا هئا ۽ وڻن جي پوڄا جو رواج انهن جي پوين مان اڄ ڏينهن تائين اڃا صفا غائب ڪونه ٿي ويو آهي. اڳين ڏينهن ۾ ان پوڄا جي ڪهڙي اهم نوعيت هئي، تنهن جو اندازو انهيءَ وحشيانه سزا مان ڪري سگهجي ٿو، جا جرمنيءَ جي قديم قانون مطابق اهڙن ماڻهن لاءِ مقرر ڪئي ويئي هئي، جي ڪنهن بيٺل وڻ جي ڇوڏي لاهڻ جي همت ڪندا هئا. ڏوهاريءَ جو دُن وڍي ڪوليو ويندو هو، ۽ ان کي وڻ جي ڇليل حصي وٽ کوڪي سان ٺوڪيو ويندو هو، جنهن کان پوءِ هن کي تيسين وڻ جي چوگرد ڦيرايو ويندو هو، جيسين هن جو سڄو آنڊو وڻ جي ٿڙ سان ويڙهجي ويندو هو. انهيءَ سزا جو مقصد صاف ظاهر آهي، ته وڻ جي وڍيل ڇوڏي بدران ان جي جاءِ تي زنده نعم‌البدل مهيا ڪيو ويندو هو، جو ڏوهيءَ کان حاصل ڪيو ويندو هو، اهو قانون ”حياتيءَ جي بدلي حياتي“، يعني وڻ جي حياتيءَ بدلي ماڻهوءَ جي حياتيءَ، جي اصولن تي ٿهيل هو. سئيڊن جي قديم مذهبي دارالخلافہ

اپسالا ۾ هڪ مقدس هڙي هئي، جنهن جي هرهڪ وڻ کي ديوتائي وڻ سمجهيو ويندو هو. سيلٽڪ نسل جا بت پرست وڻن ۽ هڙين جي پوڄا ڪندا هئا. لٿانيا جا باشندا چوڏهين صديءَ عيسويءَ جي آخرين حصي تائين مسيحي ڪونه ٿيا هئا، ۽ انهن جي مذهب تبديل ڪرڻ وقت منجهن وڻن جي پوڄا وڏي اهميت رکندي هئي. انهن مان ڪي غيرمعمولي شاه بلوط ۽ ٻين وڏن سايه دار وڻن جي پوڄا ڪندا هئا، جن وٽان هو غيب متعلق جواب وٺندا هئا. ڪي وري پنهنجن ڳوٺن ۽ گهرن جي چوگرد مقدس هڙيون پوکائيندا هئا، جتان ڪا ننڍڙي ٽاري پٽڻ به عظيم گناه تصور ڪيو ويندو هو. هو سمجهندا هئا ته اهڙيءَ هڙيءَ مان جيڪڏهن ڪو ننڍڙي ٽاري به پٽيندو، ته هو ناگهاني موت جو شڪار ٿيندو، يا ان جو ڪو نه ڪو عضوو بيڪار ٿي ويندو. قديم اٽليءَ ۽ يونان ۾ وڻن جي پوڄا جي موجودگيءَ جون اڪثر ثابتيون ملن ٿيون. ”ڪوس“ شهر وٽ، ايسڪيولاپيس جي آستاني مان، مثال طور، سرو جي وڻن کي وڍڻ جي ممانعت ٿيل هئي، جنهن جي خلاف ورزي ڪرڻ تي هڪ هزار درمن جو ڏنڊ مقرر ٿيل هو. پر شايد قديم دنيا جي ٻئي ڪنهن به هنڌ، هن قديم پوڄا کي، عظيم دارالخلافه جي مرڪز يعني روم کان وڌيڪ بهتر نموني سان، محفوظ نه رکيو ويو هو. فورم ۾، جو رومي زندگيءَ جي مصروفيتن جو مرڪز هو، روميوليس جي مقدس زيتون جي وڻ جي پوڄا رومي شهنشاهيت جي قائم ٿيڻ واري زماني تائين ڪئي ويندي هئي، ۽ جنهن جي ٿڙ جي سڪي وڃڻ سان سڄي شهر ۾ دهشت ڦهلجي ويندي هئي. وري پئليٽائين ٽڪريءَ جي لاهيءَ تي هڪ ’ڪارنيل‘ وڻ بيٺل هو، جنهن کي روم جي انتهائي مقدس شين مان هڪ سمجهيو ويندو هو. جڏهن به ڪنهن واٽهڙوءَ کي اهو وڻ ڪومايل نظر ايندو هو، تڏهن هو اهڙو ته وڏي شور و غل مچائيندو هو، جو آسپاس وارين گهٽين جا ماڻهو نڪري هڪدم ان سان اچي همنوا ٿيندا هئا ۽ جلد ئي ماڻهن جا انبوه هڪٻئي مٿان ڪرندا

۽ ٽاڙيندا پاڻيءَ جا ڏول ڪٽي اوڏانهن ڊوڙندا نظر ايندا هئا، جن
۾ (”پلوٽارچ“ چوي ٿو) اهي ڪنهن پاه وسائڻ لاءِ ڊوڙندا ٿي ويا.
يورپ جي فينش-اگريئن نسل جي قبيلن ۾ ڏسي پوڄا پاٺ
گهڻو ڪري مقدس ”هڙين“ ۾ ادا ڪئي ويندي هئي، جن جي
چوڌاري هميشه لوڙها ڏنل هوندا هئا. اهڙيون هڙيون گهاٽن ٻيلن
جي وچ ۾ اڪثر کليل ميدانن جي صورت ۾ هونديون هيون، جن ۾
ڪٿي ڪٿي مس ڪو وڻ بيٺل هوندو هو، جن تي قديم دور ۾ قرباني
ڪيل جانورن جون کلون لٽڪايون وينديون هيون. هڙيءَ جو
مرڪزي نقطو، ڪرازڪر ۽ وولگا نديءَ تي آباد ٿيل قبيلن ۾، هڪ
مقدس وڻ هوندو هو، جنهن جي مقابلي ۾ اتي جون ٻيون سڀ شيون
هيچ هونديون هيون. ان جي سامهون پوڄاري اچي جمع ٿيندا
هئا، ۽ آتي انهن جو پادري دعائون پڙهندو هو. ان جي پاڙ
وٽ ٻڪليون چاڙهيون وينديون هيون، ۽ ان جون شاخون قربانگاهن
جو ڪم ڏينديون هيون. انهيءَ هڙيءَ مان ڪنهن ڪاٺيءَ وڍڻ
يا شاخ ٽوڙڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي ۽ زالن کي عموماً
ان ۾ داخل ٿيڻ جي ممانعت ڪيل هوندي هئي.
وڻن ۽ ٻوٽن جي پوڄا جو جن خيالن تي بنياد پيل آهي، تن جي
تفصيلوار تفتيش ڪرڻ ضروري آهي. وحشيءَ جي خيال ۾ هيءَ
سڄي دنيا جاندار آهي ۽ وڻ ۽ ٻوٽا به ان ۾ شامل آهن. هو
سمجهي ٿو ته هنن وانگر انهن کي به روح آهي، جنهنڪري هو
انهن سان اهڙو ئي ورتاءُ ڪري ٿو جهڙو ڪنهن ٻئي جاندار
سان. قديم زماني جو سبزي خور ”پورفائري“ لکي ٿو ته ”چون ٿا
ته اوائلي لوڪ ڏاڍي مغموم زندگي گذاريندا هئا، ڇو ته انهن جا
وهم فقط حيوانات تائين محدود ڪونه هئا، پر نباتات تائين به
پهتل هئا. ڇو ته جنهن صورت ۾ وڻن ۾ به روح سمايل هئا، تڏهن
هڪ شاه بلوط يا ڇيل جي وڻ کي وڍي ڪيرائڻ جو ڏوهه هڪ
ڍڳي يا رڍ کي ذبح ڪرڻ جي گناه کان گهٽ سنگين ڇو هئڻ
گهرجي؟“ ساڳيءَ طرح اتر آمريڪا جي ڪاڙهن هندستانين جي

هداستا قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته قدرتي شيءِ کي پنهنجو روح
آهي، يا ’سندن ٻولي‘ ۾، انهن کي پنهنجو پنهنجو ’سايو‘ ٿئي ٿو،
انهن ساين جو ڪجهه احترام يا لحاظ ڪرڻ واجب آهي، پر
هرهڪ جي عزت يڪسان ناهي. مثال طور ’ڪاٽن ووڊ‘ وڻ جي
سايي کي، جو بالائي مسوري درياه جي واديءَ ۾ وڏي ۾ وڏو
وڻ ٿئي ٿو، اهڙي قسم جي چاڻ رهي ٿي، جو ان سان چڱيءَ
طرح پيش اچڻ سان، گهاڙها هندستاني کي خاص معاملا ڪاميابيءَ
سان سرانجام ڏيئي سگهن ٿا؛ پر ننڍن ٻوٽن ۽ معمولي گاه جا
سايا ڪا خاص وقعت نٿا رکن. بهار جي موسم ۾ جڏهن مسوري
ندي برساتين ۽ ڳريل برف جي پاڻيءَ اچڻ سبب ڀرجي ويندي
آهي ۽ پنهنجي ڪناري جو ڪجهه حصو پاڻي ويندي آهي ۽
ڪن ڏيگهن وڻن کي پاڻ سان لوڙهي کڻي ويندي آهي، تڏهن
چيو ويندو آهي ته جيستائين وڻ جون پاڙون زمين ۾ ڇهتيل
هونديون آهن ۽ ٽڙ ٽڙام ڪري پاڻيءَ ۾ ڪيري نه پوندو آهي، تيستائين
وڻ جو روح پيو روئندو رڙندو آهي. اڳئين زماني ۾ گهاڙها هندستاني
انهن ديو هيڪل وڻن کي ڪيرائڻ گناه سمجهندا هئا، ۽ جڏهن
وڏن ٻنڊن جي ضرورت پوندي هئي، تڏهن هو فقط اهڙن وڻن کي
ڪتب آڻيندا هئا، جي پنهنجي سر پاڻ ڪري پيا هوندا هئا.
ٿورو ئي زمانو اڳ ڪن وڏيساهي پوڙهن اعلان ڪيو هو ته
سندن قوم جون اڪثر مصيبتون جيئرن جاڳندن ڪاٽن ووڊ وڻن
جي حقن کان سندن ننڍن لهيءَ وارن جي لاپرواهيءَ جو سڌو
نتيجو هيون. اروڪوئي قبيلي وارن جو عقيدو هو ته وڻ، ٻوٽي،
گاه، وغيره، جي هرهڪ جنس جو پنهنجو جدا روح هوندو آهي،
۽ انهن روحن جي شڪرگذاريءَ ادا ڪرڻ جي باقاعدي منجهن
رسم هئي. مشرقي آفريڪا جي وانيڪا قبيلي وارا سمجهندا آهن
ته هرهڪ وڻ ۽ خاص طرح ناريل جي وڻ کي پنهنجو روح
هوندو آهي؛ ”ناريل جي وڻ جي تباهيءَ کي ماءُ جي قتل برابر
سمجهيو ويندو آهي، ڇو ته اهو وڻ کين اهڙيءَ طرح زندگي ۽

کوراڪ بخشيندو آهي، جيئن ماڻ پنهنجي ٻار کي.“ سيام جا ٻاوا اهو عقيدو رکندي، تہ هرهنڌ روح موجود هوندا آهن ۽ ڪنهن بہ شيءِ کي ناس ڪرڻ هڪ روح کي سندس آرامگاه کان زبردستيءَ بيدخل ڪرڻ جي مترادف آهي، ڪنهن بہ وڻ جي ٽاري ڪين ٽوڙيندا آهن، ”ڇو تہ هو ڪنهن بيگناه ۽ معصوم انسان جي ٻانهن تہ ٽوڙڻ نہ چاهيندا.“ اهي ٻاوا البت پڌ ڌرم جا پوئلڳ آهن. پر ٻيجان شين ۾ روح جي موجودگيءَ جو ٻوڌي عقيدو ڪو پڌ ڌرم جو فلسفيانہ نظريو ڪونہ آهي. اهو محض هڪ وحشيانہ عام عقيدو آهي، جنهن کي هن تاريخي مذهب جي اعتقادن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ”ٻيئي“ ۽ ٻين وانگر اهو خيال ڪرڻ تہ ٻيجان شين ۾ روحن جي موجودگي ۽ هڪ جسم کي ڇڏڻ کان پوءِ ٻئي ۾ داخل ٿيڻ (تناسخ) جا نظريا، جي ايشيائي قومن ۾ مروج آهن، پڌ ڌرم مان حاصل ڪيل آهن، اهو حقيقتن کي ابتي ڪرڻ جي برابر آهي.

ڪڏهن ڪڏهن فقط ڪن خاص قسمن جي وڻن ۾ روحن جو واسو سمجهيو ويندو آهي. ڊالميشيا جي گربالچ علائقي ۾، چيو ويندو آهي تہ شاهہ بلوط، چنار ۽ ٻين وڏن وڻن مان ڪي اهڙا هوندا آهن، جن ۾ سايا يا روح رهندا آهن، ۽ انهن مان ڪنهن هڪ کي بہ جيڪو ڪيرائيندو، سو اقت مري ويندو يا ڪم از ڪم پنهنجي زندگيءَ جا باقي ڏينهن علالت ۾ گذاريندو. جيڪڏهن ڪنهن ڪاٺير کي اهو ڊپ ٿيندو آهي تہ هن جيڪو وڻ وڍيو آهي، سو انهيءَ قسم جي وڻن مان هڪ آهي، تہ پوءِ ڪيس انهيءَ ساڳئي وڻ جي ٿڙ تي هڪ زنده ڪڪڙ کي انهيءَ ساڳيءَ ڪهاڙي سان ڪهي قربان ڪرڻو پوندو آهي، جنهن سان هن اهو وڻ وڍيو هوندو. انهيءَ طرح هو پوءِ هر قسم جي ضرر کان محفوظ رهندو، پوءِ ڪٽي ان وڻ ۾ ڪنهن روح جو واسو هو بہ سهي. ”ڪاٽن سلڪ“ وڻ، جن جا ٿڙ انتهائي بلنديءَ تي وڃي رسندا آهن، سڄي مغربي آفريڪا ۾، سينيگال کان وٺي نائجر تائين، احترام جي نظرن

سان ڏٺا ويندا آهن ۽ انهن کي ديوتا يا روح جو قيامگاه سمجهيو ويندو آهي. سليو ڪوسٽ جي ابيو بولي ڳالهائيندڙ قومن ۾ "پيلي جي انهيءَ ديو" ۾ رهندڙ ديوتا کي "هنئن" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. انهن سان اهڙن وڻن جي چوڌاري، جن ۾ هو خاص طور واسو ڪندو آهي- چو ته هو هر هڪ 'ڪاٽن سلڪ' وڻ کي اهڙو اعزاز ڪو نه بخشيندو آهي- ڪجهن جي پنن جو گهيرو ڏنو ويندو آهي؛ ۽ پڪين ۽ بعض اوقات ماڻهن جون قربانيون اهڙي وڻ جي ٿڙ سان ٻڌيون وينديون آهن يا ان جي پاڙ وٽ رکيون وينديون آهن. ڪجهيءَ جي پنن جي حلقي سان نشان ڪيل اهڙي وڻ کي نه وڍيو هوندو آهي ۽ نه ان کي ٻئي ڪنهن نموني نقصان رسايو ويندو آهي، 'ڪاٽن-سلڪ' جا ٻيا اهڙا وڻ پڻ، جن ۾ هنئن جو واسو موجود نه سمجهيو ويندو آهي، تيسين نه ڪيرائبا هوندا آهن، جيسين ان کان پيشتر ڪائير اهڙيءَ ڪُڪرم جي ناپاڪائيءَ کان پکين ۽ تيل جي قرباني ڪندي پاڻ کي پاڪ نه ڪري. انهيءَ قربانيءَ کي نظرانداز ڪرڻ اهڙو گناه آهي، جنهن جي پاداش ۾ موت جي سزا ملي سگهي ٿي. پنجاب جي ڪانگڙا ضلعي ۾ هڪ پراڻي صندل جي وڻ کي هرسال هڪ ڇوڪريءَ جي قرباني ڏني ويندي هئي، ۽ ڳوٺ جا سڀ ڪٽنب ڇوڪري مهيا ڪرڻ لاءِ واري وٽي ڪندا هئا. ڪافي سال ٿيا، جو اهو وڻ نيٺ وڍي ڇڏيو ويو.

جيڪڏهن وڻ جاندار آهن ته لازمي طور اهي حساس به آهن ۽ انهن کي وڍي ڪيرائڻ هڪ نازڪ جراحيءَ جو ڪارنامو ٿي پوي ٿو، جو تڪليف سهندڙن جي جذبات جي خيال کان ايتريءَ نزاڪت سان سرانجام ڪرڻ گهرجي، جيتري ممڪن ٿي سگهي، چو ته ٻيءَ صورت ۾ ٿي سگهي ٿو ته اهي ڦيري اهڙي لاپرواه ۽ بي ڍنگي جراح کي خود چيري ڦاڙي ڇڏين. جڏهن شاه بلوط جي وڻ کي ڪيرايو ويندو آهي، تڏهن "اهو هڪ قسم جون ڇيخون يا درد جون دانهون ڪندو آهي، جي هڪ ميل جي دوريءَ

تائين پڌڻ ۾ اينديون آهن، چڻ ته شاهه بلوط جو روح ماتم ڪري رهيو آهي. اي. وائيلڊ صاحب بهادر ڪيئي دفعا اهي دانهون پڌيون آهن"! اوجيبيوي قبيلي جا ڳاڙها هندستاني "ساون يا پيئل وڻن کي هن خيال ماتحت تمام مشڪل وڍيندا آهن ته ائين ڪرڻ سان انهن کي سور ٿيندو آهي ۽ انهن جي ڪن ويجهن ڪهاڙي هيٺان آيل وڻن جون دانهون پڌيون آهن". اهڙن وڻن جو، جيڪي وڍجڻ يا سڙڻ وقت رت ڳاڙيندا آهن يا درد جون دانهون ڪندا آهن، جن جي عام ڪتابن، خود درسي تاريخن، ۾ گهڻو ذڪر آيل آهي. آسٽريا جي ڪن حصن ۾ پوڙها ڪڙمي اڄ تائين اهو اعتقاد رکن ٿا ته ٻيلي جي وڻن ۾ جان آهي، جنهنڪري هو ان جي ڇوڏي يا هڏ ۾ ڪنهن خاص سبب کان سواءِ پيوند لڳائڻ نه ڏيندا آهن، هنن پنهنجن وڏن کان پڌو آهي ته وڻ کي ۾ چير سبب ايترو درد محسوس ٿئي ٿو، جيترو ماڻهوءَ کي پنهنجي زخم مان. وڻ وڍڻ وقت ٻهريائين هو ان کان معافي گهرندا آهن. چيو وڃي ٿو ته بالائي پئليٽينيٽ علائقي ۾ پڻ پوڙها ڪاٺير اڃا تائين ڪنهن سڌي ۽ سهڻي وڻ کي وڍڻ کان اڳ ان کان دل ئي دل ۾ معافي گهرندا آهن. ساڳيءَ طرح جارڪينو ۾ پڻ ڪاٺير اهڙي وڻ کان معافي گهرندو آهي، جنهن کي هو وڍڻ چاهيندو آهي. اهڙي نموني سان ليوزان جا الوڪين قبيلي وارا جڏهن ڪنهن ٻيلي يا جبل تان وڻ وڍيندا آهن، تڏهن هو ان وقت ڪي آيتون پڙهندا آهن، جن جو هي مقصد هوندو آهي: "گهبراءِ نه، اي دوست! جيتوڻيڪ اسين اهو ڪجهه ڪيرائي رهيا آهيون، جنهن جي ڪيرائڻ لاءِ اسان کي حڪم ڏنو ويو آهي". انهن وڻن ۾ رهندڙ روحن جي نفرت کان پاڻ کي بچائڻ لاءِ هو اهو سڀ ڪجهه ڪندا آهن، چوته اهي روح اهڙن ماڻهن کي، جي انهن کي چاٽي پهچي ضرر رسائيندا آهن، سخت بيمار ڪري ڪانئن انتقام وٺندا آهن. وچ آفريڪا جا باسوگا لوڪ سمجهندا آهن ته جڏهن وڻ وڍيو ويندو آهي، تڏهن ان ۾ رهندڙ روح ڪاوڙجي سندن

سردار ۽ ان جي ڪٽنب کي ماري ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ آفت کي روڪڻ لاءِ هو وڻ کي وڍڻ کان اڳ پنهنجي ”ويج“ سان مشورو ڪندا آهن. جيڪڏهن اهو ماهر اهڙي ڪم جي اجازت ڏيندو اٿن، ته ڪاٺير اڳ ۾ ان وڻ کي هڪ ٻڪيءَ ۽ ٻڪريءَ جي قرباني ڏيندو آهي. ڪهاڙيءَ جي پهرئين ڌڪ سان هو انهيءَ چير وٽ پنهنجو وات جهلي ان جي ڪجهه رس چوسيندو آهي. اهڙيءَ طرح هو ان وڻ سان برادريءَ جو ناتو جوڙيندو آهي، جيئن منجهن ٻه ماڻهو هڪٻئي جو رت چوسي پاڻ‍۾ جي خوني رشتي ۾ منسلڪ ٿي ويندا آهن. ان کان پوءِ هو پنهنجي ”وڻ-ڀاءُ“ کي ڏهه دليريءَ سان وڍي سگهندو آهي.

پر ساوڪ جي رهڻ سان هميشه عزت ۽ احترام جو سلوڪ ڪونه ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن نرم لفظ ۽ رحمدليءَ واري هلت منجهن جنبش ڪانه پيدا ڪندي آهي، ته پوءِ ڪن موقعن تي زياده سخت قدم به کنيا ويندا آهن. ايسٽ انڊيز ۾ ’ڊيورين‘ نالي هڪ وڻ، جنهن جو لسو ٿڙ گهڻو ڪري اسي يا نوي فوٽن تائين مٿي هليو ويندو آهي ۽ ان وچ ۾ ڪا به شاخ ڪانه ڪڍندو آهي، هڪ اهڙو ميوو ڏيندو آهي، جنهن جو ذائقو انتهائي لذيذ هوندو آهي، پر بدبوءِ نهايت خراب هوندي اٿس. مٿئين نسل وارا ماڻهو انهيءَ وڻ کي ان جي ڦل واسطي پوکيندا آهن، ۽ ان مان گهڻي ميوي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ عجيب و غريب رسم ادا ڪندا آهن. سيلانگور علائقي ۾ جگرا مقام وٽ ڊيورين جي هڪ ننڍي ٻڙي آهي، جتي هڪ مقرر ڏينهن تي سڀئي ڳوٺاڻا جمع ٿيندا هئا. ان کان پوءِ مقامي جادوگرن مان هڪ ڪهاڙو کڻي، سڀني کان زياده غيرآباد وڻ جاچي، ان جي ٿڙ تي ڪيترائي ڪاريگريءَ وارا ڌڪ هڻي، ان کي هيئن چوندو آهي: ”اچا ٻه ميوو ڏيندين يا نه؟ جي نه، ته آءٌ توکي ڪيرائي ڇڏيندس“. انهيءَ سوال جي جواب ۾ ڊيورين وڻ هڪ ٻئي ماڻهوءَ جي واتان، جو پاسي ۾ هڪ مئنگوسٽين نالي وڻ تي چڙهي ويو

هوندو آهي (جو ته ديورين وڻ چڙهائي جي قابل ڪونه هوندو آهي) هيئن چوندو آهي: ”ها، ها، هينئر آءٌ ڦر جهليندس، مهرباني ڪري مون کي نه ڪيراءِ“. ساڳيءَ طرح جپان ۾ وڻن کي ڦردار بنائڻ لاءِ به ماڻهو باغيچي ڏانهن ويندا آهن. انهن مان هڪ وڻ تي چڙهي ويندو آهي ۽ ٻيو ان جي پاڙ وٽ ڪهاڙو جهلي بيهندو آهي. ڪهاڙي وارو ماڻهو وڻ کان دريافت ڪندو آهي ته هو ٻئي سال اهو سٺو فصل ڏيندو يا نه؟ ۽ جيڪڏهن هو ائين نه ڪندو، ته ان کي وڍڻ جي ڌمڪي ڏني ويندي آهي. ان تي ٽارين ۾ ويٺل ماڻهو وڻ جي بدران جواب ڏيندو آهي ته اهو پيرو کيس ڇڏيو وڃي، آئنده هو ڇهجهو فصل ڏيندو. باغباني جو اهو نمونو اسان کي ڪٿي ڪيترقدر به عجيب معلوم ٿئي، پر يورپ ۾ به ان جا متوازي مثال موجود آهن. ناتال جي شام جو ڪيترائي ڏکڻ سسلئوونيا ۽ بلگيريا جا ڪڙمي ميوي جي غيرآباد وڻ وٽ ڪهاڙو ڦيرائي ان کي ڌمڪائيندا آهن ۽ پاسي ۾ بيٺل هڪ ٻيو ماڻهو ڌمڪايل وڻ جي شفاعت ڪندو آهي ته ”نه وڍ جانس، جلد ئي ڦر جهليندو“ ٽي دفعا ڪهاڙي کي ڌمڪيءَ طور ڦيرايو ويندو آهي ۽ ٽيئي دفعا وچ واري ماڻهوءَ جي سفارش تي ڌڪ روڪيو ويندو آهي. ان کان پوءِ ڌڪ ڏنل وڻ ٻئي سال ضرور ڦر جهليندو.

وڻن ۽ ٻوٽن کي جاندار شين سمجهڻ سبب فطرتي طور انهن کي نر ۽ مادي قرار ڏيڻ به لازمي آهي، جن جي هڪٻئي سان حقيقي، ۽ نه محض علامتي يا شاعرانه تخيل موجب، شادي به ڪري سگهجي ٿي. اهو خيال محض دماغي پيداوار ناهي، ڇو ته جانورن وانگر ٻوٽن جون به جنسون هونديون آهن، جي نر ۽ ماديءَ جي ميلاپ ذريعي، پنهنجي نسل جي پيداوار ۾ اضافو آڻين ٿا. پر سڀني اعليٰ جاندارن ۾ جيئن ٻنهي جنسن جا مخصوص عضوا باقاعده طور مختلف افراد جي درميان جدا رکيل آهن، زياده تر ٻوٽن جي حالت ۾ اهي ساڳيءَ جنس جي هرهڪ فرد ۾ گڏ رکيل آهن.

اهو قانون بهرحال ڪنهن نه صورت ۾ هم گير نوعيت جو ڪونه آهي ۽ ڪيترين جنسن ۾ نر پوڌو مادي کان جدا گانو ٿيندو هوندو آهي. معلوم نٿي ٿو ته ڪن وحشين اهو فرق محسوس ڪيو آهي، چو ته اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته مائوري قبيلي وارا "وڻن جي جنس وغيره کان بخوبي واقف هوندا آهن ۽ ڪن وڻن جي نرن ۽ مادين لاءِ جدا جدا نالا هوندا آهن". اوائلي انسانن کي کجور ۾ نر ۽ مادي جو فرق معلوم هو. جي نر وڻ جي ٻور کي مادي جي گلن مٿان ڇڙڪائيندا هئا. ان جو هڙڪاڊو لڳڻ ڪرائيندا هئا نر ۽ مادي جو اهو جنسي ميلاپ بهار جي موسم ۾ ڪرايو ويندو هو. هاران جي بت پرستن وٽ جنهن مهيني ۾ کجور جي وڻن کي ڦردار ڪيو ويندو هو، تنهن کي "کجور جو مهينو" سڏيو ويندو هو، ۽ انهيءَ وقت هو سڀني ديوتائن ۽ ديوين جي شاديءَ جي تقريب ملهائيندا هئا. کجور جي انهيءَ حقيقي ۽ نتيجه خيز شاديءَ جي برعڪس، انهن ٻوٽن جون شاديون، جي هندو اوهام پرستيءَ ۾ آهن، ڪردار ادا ڪن ٿيون، محض خيالي ۽ بي معنيٰ آهن. مثال طور جيڪڏهن ڪنهن هندوءَ انبن جي وڻن جي هڙئي پوکي آهي، ته هو پاڻ ۽ سندس زال تيسين انهن جو ميوو چکڻ گوارا نه ڪندا آهن، جيسين ان کان اڳ هو انهن وڻن مان ڪنهن هڪ کي ٻوٽ جي حيثيت ۾ ٻئي قسم جي ڪنهن وڻ سان، جو عام طرح ان جي پرسان پوکيل گداميءَ جو وڻ هوندو آهي، رسمي شادي نه ڪرائيندا آهن. جيڪڏهن ان جاءِ تي ڪنوار جي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ ڪو گداميءَ جو وڻ بيٺل ڪونه هوندو آهي، ته پوءِ پيو ڪو نه وڻ ان مقصد لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو. انب جي وڻ جي پوريءَ ڌوم ڌام سان شادي ڪرڻ لاءِ هڪ خاندان کي پنهنجا سڀئي سون ۽ چانديءَ جا زيور وڪڻندي ۽ پنهنجيءَ طاقت آهر گهڻي کان گهڻو قرض کڻندي به ڏٺو ويو آهي. ناتال جي شام جو جرمنيءَ جا ڪڙمي وڻن کي ڦردار بنائڻ لاءِ انهن کي گاهه

جي رسي ذريعي هڪٻئي سان ٻڌندا هئا ۽ چوندا هئا ته اهڙيءَ طرح هو وٽن جي شادي رچائي رهيا هئا.

مولوڪا ٻيٽن ۾ جڏهن لونگن جا وڻ ٻور جهليندا آهن، تڏهن انهن سان حامله عورتن وارو سلوڪ ڪيو ويندو آهي. رات جي وقت انهن جي ڀرسان ٻاهه يا روشنائي نه ڪٺي لنگهندا آهن. ڪوبه انهن جي ڀرسان ٽوپلو لاهي نه لنگهندو آهي پر هرڪنهن کي انهن جي ڀرسان مٺو اڳهاڙو ڪرڻو پوندو آهي. اهي سڀ احتياطي تدبيرون ان ڪري ڪيون وينديون آهن ته متان وڻ ڊڄي وڃي ۽ ڦر نه جهلي، يا اهڙيءَ عورت جي بيوقتيءَ ڇيڪيءَ وانگر، ٻجا حمل جي دوران ۾ ڊڄي ويٺي هجي، وڻ به پنهنجي ڦر کي وقت کان اڳ ڪيرائي ڇڏي. مشرق ۾ چانورن جي وڌندڙ فصل سان اهڙوئي لحاظ ۽ مروت وارو سلوڪ ڪيو ويندو آهي، جو ٻارڪي ڄڻ ڀياريندڙ عورت سان روا رکيو ويندو آهي. ائمبائنا ۾، انڪري، جڏهن چانورن جا سنگ ڀريا ٻيٺا هوندا آهن، تڏهن ماڻهو چوندا آهن ته اهي پيٽ سان آهن، جنهنڪري بنيءَ جي ويجهڙائيءَ ۾ ڊپ کان ڪوبه گولي نه ڇوڙيندو آهي ۽ نه ٻيو ڪو گوڙ گهمسان ڪندو آهي، ڇو ته جيڪڏهن چانورن جي سڪ ۽ آرام ۾ خلل پوندو ته اهي حامله عورت وانگر وقت کان اڳ ڪي چانور ڪيرائي وجهندا ۽ فصل ۾ فقط پلال ئي پلال باقي وڃي بچندو ۽ اناج جو نالي ماتر هڪ به داڻو ڪونه رهندو.

ڪڏهن ڪڏهن وري ائين سمجهيو ويندو آهي ته وڻن کي مئل ماڻهن جا روح ئي جان بخشين ٿا. مرڪزي آسٽريليا جي ڊيئري قبيلي وارا ڪن خاص وڻن کي تمام گهڻي احترام سان ڏسندا آهن، جو هو انهن کي بيءَ جوڻ ۾ آيل پنهنجا ابا ڏاڏا سمجهندا آهن، جنهنڪري هو انهن جو ذڪر ڏاڍي احترام سان ڪندا آهن ۽ ساڳئي وقت اها خبرداري ڪندا آهن ته انهن کي نه وڍيو وڃي ۽ نه ساڙيو وڃي. جيڪڏهن اتي آباد ٿيل غيرملڪي ڪين انهن

وڻن وڍڻ لاءِ مجبور ڪندا آهن ته هو ڏاڍيءَ سنجيدگيءَ سان هيٺين ريت ان جي خلاف احتجاج ڪندا آهن ته جيڪڏهن هو ائين ڪندا ته هنن جو بخت ٽٽي پوندو ۽ پنهنجن وڏن جي حفاظت نه ڪرڻ جي ڏوهه ۾ ڪين سزا ملندي. فلپائين ٻيٽن جي ڪن باشندن جو اعتقاد هوندو آهي ته سندن وڏن جا روح ڪن وڻن ۾ هوندا آهن، جن ڪي هو ٻوءِ ڇڏي ڏيندا آهن. جيڪڏهن انهن کي اهڙي ڪنهن وڻ وڍڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو آهي ته وڻ کان هي بهانو ڪري معافي وٺندا آهن ته انهيءَ ڪم لاءِ کين سندن پادريءَ مجبور ڪيو هو. روح پنهنجي آرامگاهه لاءِ ڊگهن ۽ شاندار وڻن کي ترجيح ڏيندا آهن، جن جون شاخون وڏيون ۽ ڦهليل هونديون آهن. جڏهن انهن مان هوا سرڙاٽ ڪري لنگهندي آهي، تڏهن اتان جا مقامي باشندا سمجهندا آهن ته اهو روح جو آواز آهي. اهڙن وڻن مان ڪنهن جي ڀر پرسان هو عزت سان جهڪي ڪان سواءِ ۽ ان ۾ رهندڙ روح جي آرام ۾ خلل وجهڻ لاءِ معافي گهرڻ کان سواءِ ڪونه لنگهندا آهن. اگنو روٽ قبيلي وارن جي هرهڪ ڳوٺ کي پنهنجو مقدس وڻ هوندو آهي، جنهن ۾ ان ننڍڙي ڳوٺ وارن جي مرحوم ابن ڏاڏن جا روح رهندا آهن. انهيءَ وڻ کي قربانيون ڏنيون وينديون آهن، ۽ جيڪڏهن ان کي ڪو ضرر پهچايو ويندو آهي ته سمجهيو ويندو آهي ته ڳوٺ مٿان ڪا بد بختي نازل ٿيندي. جيڪڏهن انهيءَ وڻ کي وڍيو ويو، ته اهو ڳوٺ ۽ ان جا سڀ رهاڪو ڀڪ ٿي پڪ نيست و نابود ٿي ويندا.

ڪوريا ۾ اهڙن ماڻهن جا روح، جي پليگ وگهي يا رستي جي ڪناري تي اوچتو مرندا آهن، يا اهڙين عورتن جا روح جي ويم واري وقت ۾ مرنديون آهن، گهڻو ڪري وڻن ۾ پنهنجو قيام ڪندا آهن. اهڙن روحن کي ڪيڪن، شراب ۽ سوئر جي گوشت جون قربانيون ڏنيون وينديون آهن، جي وڻ هيٺان گڏ ڪيل پٿرن جي ڍڳن مٿان رکيون وينديون آهن. چين ۾ قديم زماني کان وٺي مئل ماڻهوءَ جي روح کي تقويت پهچائڻ ۽ ان جي خاڪي جسم

کي سڙڻ کان محفوظ ڪرڻ لاءِ قبرن مٿان وڻن پوکڻ جي رسم
هلندي آئي آهي، ۽ جيئن ته سدا ساوان سرو ۽ چنار جي وڻن کي
باقي ٻين سڀني وڻن کان زياده قوتمند سمجهيو ويو آهي، انڪري
انهن کي انهيءَ مقصد لاءِ ترجيح ڏيئي خاص منتخب ڪيو ويو آهي.
چنانچه، انهن وڻن کي، جيڪي قبرن مٿان ڄمندا آهن، ڪن وقتن تي
خود مئلن ماڻهن جا روح سمجهيو ويندو آهي. جنوبي ۽ مغربي چين جي
هڪ قديم النسل قبيلي، ميائوٽسيئا، وارن جي هرهڪ ڳوٺ جي
منهن وٽ هڪ مقدس وڻ بيٺل هوندو آهي، جنهن لاءِ انهن جا
باشندا سمجهندا آهن ته ان وڻ ۾ سندن ڀرئين ڏاڏي جي روح
جو رهواسو آهي، ۽ اهو سندن قسمت جو ضامن هوندو آهي. ڪڏهن
ڪڏهن ڳوٺ جي قريب مقدس هڙي هوندي آهي، جنهن جي
وڻن کي ٻنهه ڪونه وڍيندا آهن، بلڪ ڇڏي ڏيندا اٿن ته پلجي
اتي سڪي سڙي ۽ پري وڃن. انهن جون ڪريل ٽاريون ڪڏهن
ڪڏهن ٻاهر رستي روڪ بنجي پونديون آهن، جن مان ڪنهن
هڪ کي به ان جاءِ تان تيستائين نه هٽايو ويندو آهي، جيستائين
ان کان پيشتر ان وڻ جي روح کان اجازت نه ورتي ويندي آهي،
۽ ان جي اڳيان قرباني نه پيش ڪئي ويندي آهي. جنوبي
آفريڪا جي مري‌يو قبيلي وارن ۾ قبرستان کي هميشه هڪ مقدس
جاءِ سمجهيو ويندو آهي، جتي نه ڪو وڻ ڪيرايو ويندو آهي
۽ نه ڪنهن جانور کي ماريو ويندو آهي، ڇو ته اتان جي هرهڪ
شيءِ ۾ مئل ماڻهن جي روحن جو واسو سمجهيو ويندو آهي.

اڪثر حالتن ۾، روح کي وڻ جي وجود سان ٻڌل هڪ سمجهيو
ويندو آهي، اهوئي وڻ کي جيئرو رکي ٿو، اهوئي وڻ سان گڏ
ايذاءُ برداشت ڪري ٿو ۽ مري ٿو، ۽ ٻئي رابي موجب،
جو شايد پوئين دور جي پيداوار آهي، وڻ ۽ روح هڪ چيز
نه پر ٻه جيئرو آهن، يعني وڻ محض روح جو قيامگاهه آهي، جنهن
کي روح پنهنجي مرضيءَ مطابق ڇڏي به سگهي ٿو ۽ ان ۾ وري
واپس به اچي سگهي ٿو... ايسٽ انڊيز جي هڪ ٻيٽ ، سيائو،

جا باشندا هڪ قسم جي 'وڻن جي روحن' ۾ يقين رکندا آهن،
جي گهاٽن ٻيلن يا وڏن ويران وڻن ۾ رهندا آهن. چوڏهينءَ
جي چنڊ رات اهڙي قسم جو روح پنهنجي خفيه جاءِ مان ٻاهر
نڪري سير سفر ڪري ٿو. هن جو مٿو وڏو، ٻانهون ۽ ٽنگون
تمام ڊگهيون ۽ بدن ٿلهو ٿئي ٿو. ٻيلي جي هينئن روحن کي راضي
رکڻ لاءِ، ماڻهو انهن جي رهڻ وارين جاين تي ڪاڪڙي-ٻيڙي،
ٻڪين ۽ ٻڪرين وغيره جا نذرانا کڻي ايندا آهن. نياس جي باشندن
جو اعتقاد آهي ته جڏهن به ڪو وڻ مري ٿو، تڏهن ان جو
آزاد ٿيل روح ڀوت ٿي پوي ٿو؛ جو ناريل جي وڻ کي محض
ان جي ڏاريءَ تي چڙهي ويهڻ سان ماري سگهي ٿو ۽ ڪنهن به
گهر جي شهتير تي چڙهي ويهڻ سان ان گهر جي سڀني ڀاتين جو
موت آڻي سگهي ٿو. ازانسواءِ هنن جي اها به راءِ آهي ته ڪن
وڻن تي هميشه لاءِ ڪن زولو روحن جو واسو ٿئي ٿو، ۽ جيڪڏهن
انهن وڻن کي وڍي ڇڏبو ته اهي شرارت ڪرڻ لاءِ آزاد ٿي وڃن
ٿا. چنانچه ماڻهو اهڙن وڻن جو احترام ڪندا آهن، ۽ هميشه
انهن کي وڍڻ کان پرهيز ڪندا آهن.

جن وڻن ۾ روحن جو واسو سمجهيو ويندو آهي، تن کي وڍڻ
وقت جيڪي رسمون ادا ڪيون وينديون آهن، تن مان گهڻين
جو بنياد هن اعتقاد تي رکيل آهي ته روحن کي پنهنجيءَ مرضيءَ
يا ضرورت مطابق وڻن کي ڇڏي سگهڻ جو اختيار حاصل رهي
ٿو. چنانچه ٻيلهو ٻيٽن وارا جڏهن ڪو وڻ ڪيرائيندا آهن،
تڏهن هو حرفت سان ان وڻ جي روح کي هيٺ لهڻ ۽ ٻئي
ڪنهن وڻ تي ويهڻ لاءِ آماده ڪندا آهن. سليبوڪوسٽ جو
چالاڪ حبشي جيڪڏهن "انشورين" نالي ڪنهن وڻ کي ڪيرائڻ
جو ارادو ڪندو آهي ۽ کيس معلوم هوندو آهي ته جيستين ان ۾
روح جو واسو هوندو تيستين هو اهڙين نه ڪري سگهندو، ته هو
ان کي لالچائڻ لاءِ زمين تي ناريل جو ٽورڙو تيل رکندو آهي ۽
جڏهن روح انهيءَ نعمت کي کائڻ لاءِ هيٺ لهندو آهي، تڏهن

شيدي ڦڙتي ڪري ان جو گذشته قيامگاه وڏي ڪيرائي ڇڏيندو آهي. سيليبس جي ٽوبونگڪو قبيلي وارا جانورن جي پوک ڪرڻ لاءِ ٻيلي جي ڪنهن ٽڪر کي صاف ڪرڻ وارا هوندا آهن، تڏهن اهي هڪ ننڍڙو گهر ٺاهيو ان ۾ ننڍڙا ڪپڙا، ڪچھ، ڪاڌو پيتو ۽ سون رکندا آهن. ان کان پوءِ هو ٻيلي جي سڀني روحن کي گڏي سڏ ڪري، کين سامان سان سينگاريل ننڍڙي گهر جي آڇ ڪندا آهن ۽ سڀا ڳئي وقت کين انهيءَ ٽڪري کي ڇڏي وڃڻ لاءِ استدعا ڪندا آهن. اِن کان پوءِ هو ٻنان کنهن به ڊپ ڊاءَ جي، ٻيلي کي بلڪل سلامتيءَ سان وڍي سگهندا آهن. سيليبس جي ٽوموري نالي هڪ ٻيءَ قوم جا ماڻهو ڪنهن ڏکي وڻ کي وڍڻ کان اڳ، وڻ جي پاڙ وٽ سوپارين جو اڌ سير ڪن رکي، ان وڻ ۾ رهندڙ روح کي پنهنجي قيامگاه تبديل ڪرڻ لاءِ اها پيشڪش ڪندا آهن. ان کان علاوه هو ان وڻ جي ٿڙ سان هڪ ننڍي ڏاڪڻ لڳائي رکندا آهن ته جيئن اهو روح سلامتيءَ ۽ آرام سان وڻ تان هيٺ لهي سگهي. سماترا جا مئنڊيلنگ قوم وارا اهڙن سڀني ڪڌن ڪرتوتن جو ڏوه ڏچ اختياريءَ وارن جي سر تي مڙهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. چنانچه جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻيلي ۾ وڻ وڍي، رستو ٺاهڻو هوندو آهي، ۽ ان لاءِ ڪيس ڪنهن ڏکي، وڻ کي وڍي ڪيرائڻو پوندو آهي، جو رستي جي وچ ۾ حائل هوندو آهي، تڏهن هو پنهنجي ڪهاڙي کي تيستائين نه هلائيندو، جيستائين هيٺين نه چوندو: "اي هن وڻ ۾ رهندڙ روح! برو نه ڀانئجانءِ، جو آءٌ تنهنجو گهر وڍي رهيو آهيان، جو ته اهو ڪم منهنجيءَ مرضيءَ مطابق نه، پر ڪنٽرولر جي حڪم تي ٿي رهيو آهي". ٻيلائي زمين جي ڪنهن ٽڪر تي پوک ڪرڻ جي ارادي سان ان کي صاف ڪرڻ ۽ روحن جي سرسبز قيام گاهن کي ڪيرائڻ کان اڳ، ظاهر آهي ته هِن لاءِ اتان جي وڻن ۾ رهندڙ روحن سان ڪو اطمينان بخش معاهدو طي ڪرڻ ضروري آهي. انهيءَ ارادي سان هو انهيءَ ميدان جي وچ

۾ وجهي ڇڏيندو آهي ۽ اونڌو ٿي ڪنهن ڪاغذ کي ڳولڻ لڳندو ڏونگر ڪندو آهي. پوءِ هڪڙي ڪاغذ جو ٽڪر ڳولي، ٿيو ”ٻج حڪومت جي خط“ پڙهڻ جو مڪر ڪندو آهي، جنهن ۾ لکيل هوندو آهي ته ”ڪيس انهيءَ زمين کي صاف ڪرڻ جو ڪم هڪدم هٿ ۾ کڻڻ لاءِ سخت حڪم ڏنل هوندو آهي.“ ائين ڪرڻ کان پوءِ هو چوندو آهي: ”ٻڌو ڀائي ارواح! مون کي صفائي جو ڪم هڪدم شروع ڪرڻ گهرجي، نه ته مون کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويندو“.

وڻ کي ڪيرائڻ ۽ ان جي ڪاٺ کي تختن جي صورت ۾ چيرائڻ ۽ گهر ٺاهڻ تعمير ۾ استعمال ڪرڻ کان پوءِ ممڪن آهي ته وڻن جو روح اڃا تائين عمارتي ڪاٺ ۾ ڪٿي لڪو ويٺو هجي، جنهنڪري ڪي ماڻهو جاءِ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان اڳ يا پوءِ اهڙي روح کي پنهنجي دوست بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. چنانچه سيليبس جي ٽوروجا قبيلي وارن جي جڏهن نئين عمارت تيار ٿي ويندي آهي، تڏهن اهي ٻڪري، سوئر يا مينهن کي ذبح ڪري، نئين عمارت جي سڄي ڪاٺ کي ان جو رت ڇڪيندا آهن. جيڪڏهن اها عمارت ”لوبو“ يا روحن جي واسي واري جاءِ تي اڏيل سمجهي ويندي آهي، ته پوءِ ڇت جي ڪنگهي تي ڪنهن ڪُڪڙ يا ڪتي کي ذبح ڪيو ويندو آهي ۽ ان جي رت کي ٻنهي طرفن ڏانهن وهڻ ڏنو ويندو آهي. انهن کان زياده وحشي، ٽوناپو قوم وارا اهڙيءَ حالت ۾ ڇت تي ماڻهوءَ جي قرباني ڪندا آهن. ”لوبو“ يا مندر جي ڇت تي اها قرباني ساڳيو ئي مقصد ادا ڪندي آهي، جا رواجي جاءِ جي ڪاٺ تي رت ٿڦڻ واري رسم ڪندي آهي. مقصد صرف ٻيلي جي روحن کي راضي ڪرڻ جو هوندو آهي، جي عمارتي ڪاٺ ۾ شايد اڃا موجود هجن، انهن کي اهڙيءَ طرح خوش ڪيو وڃي ته، جنهنڪري پوءِ هو گهر جي ڀاتين کي ڪو ضرر ڪونه رسائيندا. ساڳئي سبب ڪري سيليبس ۽ مولوڪاز جا ماڻهو گهر ٺاهڻ جي وقت ٿنڀ کي

اونڌي هڻڻ کان ڊڄندا آهن، چو ته پيلي جو روح، جو ان وقت
تائين شايد ڪٿي ۾ موجود هجي، قدرتي طور اهڙي بيعزتي تي
ناراض ٿي، گهر جي ڀاتين کي بيماري ۾ مبتلا ڪري ڇڏيندو.
بورنيو جي ڪايان قوم وارن جو رايو آهي ته عزت جي معاملي
۾ وڻن جا روح ڏاڍا سخت هوندا آهن، ۽ جيڪي ماڻهو انهن کي
ڪا تڪليف پهچائيندا آهن، تن تي سخت ناراض ٿي کين سزا
ڏيندا آهن. چنانچه گهر ٺاهڻ کان پوءِ، جنهن لاءِ هنن کي
مجبوراً گهڻن ئي وڻن سان هٿ چراند ڪرڻي پيئي هوندي، اهي
ماڻهو هڪ سال تائين توبهه تائب رهندا آهن ۽ انهيءَ عرصي ۾
هو گهڻين ڳالهين، ڇهڙوڪ رڃڻ، ڇيتن ۽ ناڳن کي مارڻ کان
سخت پرهيز ڪندا آهن.

- ۲. **وڻن جي روحن جا مفيد اختيارات:** جڏهن وڻ
کي خود وڻ جي روح جو مجسم نه، پر محض هڪ روح جو
قيامگاه سمجهيو وڃي ٿو، جيڪو پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق وڻ
کي ڇڏي سگهي ٿو، تڏهن مذهبي خيالات ۾ گويا هڪ اهم
واڌارو ۽ پيشقدمي واقع ٿيل سمجهڻ گهرجي. "هر شيءِ مجسم روح
آهي" (*Animism*) جي بدران "ڪثرت ارواح" (*Polytheism*) جو
عقيدو ماڻهن جي ذهن ۾ پيدا ٿي رهيو آهي. ٻين لفظن ۾،
هرهڪ وڻ کي زنده ۽ باشعور هستي سمجهڻ بجاءِ، ماڻهو ان کي
هينئر فقط بيجان مادو سمجهي ٿو، جنهن ۾ ٿوري يا گهڻي عرصي
لاءِ ڪا فوق‌الفطري هستي اچي واسو ڪري ٿي، جا هڪ وڻ
کان ٻئي ۾ آزاديءَ سان سمائجڻ جي قوت رکڻ سبب وڻن مٿان
هڪ قسم جي تصرف جو حق رکي ٿي يا ڪنهن طرح مٿانئن
قابض رهي ٿي، ۽ "وڻ ديوتا" بجاءِ آها هينئر "پيلي جو
(هڪ) ديوتا" ٿي پوي ٿي. جيئن ئي وڻ جي روح کي اهڙيءَ
طرح هرهڪ مخصوص وڻ کان ڪجهه قدر علحده ڪيو وڃي ٿو،
تيئن ئي غير مادي روحاني هستين کي انساني صورت جي لباس ڏيڻ
جي قديم رجحان مطابق، انساني خيال ان کي مختلف شڪلين ۽

صورت ۾ تبديل ٿيندي ۽ خود انساني شڪل ۾ ايندي تصور ڪرڻ شروع ڪري ڏني ٿيو. چنانچ، قبل از تاريخ جي ڪلاڪاريءَ ۾ ديوتائن کي انساني صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي ۽ منجهائن ڪن جي پيلائي نوعيت جو اظهار ڪنهن ڏاريءَ يا ٻيءَ ڪنهن اهڙيءَ واضح علامت ذريعي ڪيو ويو آهي. هر شڪل و صورت جي تبديلي، "وڻ جي روح" جي نوعي خاصيت تي اثر انداز نه ٿي ٿئي. "وڻ جي روح" جي حيثيت ۾ هو جيڪي اختياريون هلائيندو هو، سي هيٺر "وڻن جي ديوتا" جي صورت ۾ هلائيندو رهي ٿو. انهيءَ حقيقت کي اڄ هيٺر تفصيلوار ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين. اڄ پهريائين اهو ڏيکارينداسين ته وڻن کي جاندار يا باروح سمجهي، انهن کي مينهن وسائڻ، سج اڀارڻ، مال ۾ اضافي آڻڻ ۽ زالن جي ويم کي آسان ڪندڙ طاقتن جو مالڪ سمجهيو وڃي ٿو. پوءِ ته جڏهن وڻن جي ديوتائن کي انسان نما ديوتا يا خود انساني روپ ۾ ظهور ڪيل ديوتا سمجهيو ٿو وڃي، تڏهن به انهن ڏانهن اهي ساڳيون ئي طاقتون منسوب ڪيون وڃن ٿيون.

پهرين ڳالهه آهي ته وڻن يا "وڻن جي روحن" کي مينهن وسائڻ ۽ سج چمڪائڻ واريون هستيون سمجهيو وڃي ٿو. پراگ واري مبلغ، جيروم، جڏهن لٿئانيا جي بت پرستن کي سندن مقدس وڻن کي صاف ڪرڻ لاءِ آماده ٿي ڪيو، تڏهن عورتن جي هڪ گروهه لٿئانيا جي شهزادي کي منٿون ڪيون ته هو ان کي انهيءَ ڪم ڪرڻ کان باز رکي، چو ته پيلن سان گڏ هو "ديوتا جي گهر" کي ناس ڪري رهيو هو، جتان هو مينهن ۽ آس حاصل ڪندا هئا. آسام جا موندري قبيلي وارا سمجهندا آهن ته مقدس وڻن مان جيڪڏهن ڪو وڻ ڪيرايو ويندو ته پيلي جا ديوتائون ناراض ٿي ويندا ۽ مينهن بند ڪري ڇڏيندا. اپر برما جي ساگانگ ضلعي جي مونيو تالي هڪ ڳوٺ جا رهاڪو ڳوٺ جي پرسان وڏي ۾ وڏو گدامريءَ جو وڻ ڳولي ان کي مينهن تي ضابطي رکندڙ روح (نات) جو آستانو ٺهرائيندا آهن. ان کان پوءِ هو "ڳوٺ

جي محافظ روح ۽ ميڻهن وسائيندڙ روح" کي روئي، ناريل ۽ پڪيون جوڻ قربانيون پيش ڪري، کانئس هيءَ دعا پنندا هئا: "اي آقا ناٿ، اسان فاني انسانن تي رحم ڪر ۽ ميڻهن کي نہ روڪ. جيئن اسان هي قربانيون دل کولي توکي پيش ڪريون ٿا، تيئن تون بہ ميڻهن اسان تي ڏينهن رات وساءِ". ان کان پوءِ گدامريءَ جي وڻ جي روح جي اعزاز ۾ وڻ جي پاڙ ۾ شراب اوتيو ويندو هو، آخر ۾ تي پوڙهيون عورتون بهترين پوشاڪ پائي ۽ هار ۽ ايرنگ وجهي، هيڏانهن ويهي، ميڻهن جو راڳ ڳائينديون هيون.

وري وڻن جا روح فصلن کي بہ ڀرپور ۽ ڦلو بڻائيندا آهن. موڻڊري قبيلي وارن وٽ هر هڪ ڳوٺ کي پنهنجو پنهنجو هڪ مقدس ڦلو هوندو آهي، ۽ انهيءَ "ڦلي وارن روحن کي فصلن لاءِ ذميدار سمجهيو ويندو آهي ۽ انهن کي سڀني وڏن زرعي ميلن تي اعزاز ڏنو ويندو آهي." گولڊ ڪوسٽ جي حبشين کي ڪن ڊگهن وڻن جي پاڙن وٽ قربانيون ڏيڻ جي عادت هوندي آهي، ۽ انهن جو اعتقاد آهي تہ جيڪڏهن انهن وڻن مان ڪنهن هڪ کي بہ ڪيرايو ويندو، تہ سڄيءَ زمين جا ميوا ناس ٿي ويندا. گالا قوم وارا جوڙو جوڙو ٿي مقدس وڻن جي چوڌاري نچندا ۽ ڦلي فصل لاءِ دعائون گهرندا آهن. هرهڪ جوڙي ۾ هڪ مرد ۽ هڪ عورت هوندي آهي، هو ٻئي هڪڙي لٺ پڪڙيندا آهن، جنهن جي هڪ ڇيڙي کي هڪڙو پڪڙيندو آهي ۽ ٻئي کي ٻيو. سنڌن بغلن ۾ سائو سنگن وارو گاه دٻايل هوندو آهي. سئيڊن جا ڪڙمي هن اعتقاد کان هرکيڙيل زمين جي هرهڪ اوڙ ۾ ساوڻ پنن واري ٽاري کوڙيندا آهن تہ ان طرح فصل ڦلو ٿيندو. جرمن ۽ فرينچ قومن جي "هارويسٽ-مي" (مئي مهني جو لاٻارو) جي تقريب مان بہ ساڳيوئي نظريو ظاهر ٿئي ٿو. هڪ وڏيءَ ٽاريءَ يا سڄي وڻ کي آن جي سنگن سان سينگاري، ان کي لاباري تان ايندڙ وَل سان ڀريل گاڏين جي آخرين گاڏيءَ تي ڪٺي گهر آندو ويندو آهي، ۽ ان کي زميندار

گهر يا ديري جي ڇت تي پڌي بيهاريو ويندو آهي، جتي اهو سڄو سال اُتي پيئو هوندو آهي. "مئنهاردٽ" ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته اها ٽاري يا اهو وڻ، نباتات جي عام روح جي حيثيت ۾، "وڻ جي روح" جو مظهر آهي، جنهن جو حيات بخش ۽ ڦردار بڻائيندڙ اثر اهڙيءَ طرح خاص طور اناج ۾ آندو وڃي ٿو. ان ڪري سوابيا ۾ 'هارويسٽ-مي' کي لاباري کان پوءِ پنيءَ ۾ باقي ڇڏيل اناج جي چند پوٽن جي وچ ۾ بيهاريو ويندو آهي؛ پين هنڌن تي ان کي پنيءَ ۾ کوڙيو ويندو آهي ۽ آخرين لٽيل اناج جا ڪي ڳڌا ان جي ٿڙ سان پڌا ويندا آهن.

ساڳيءَ طرح، "وڻ جو روح" چوپائي مال جي ڌڻن ۾ برڪت آڻي ٿو ۽ عورتن کي اولاد سان نوازي ٿو. اتر هندستان ۾ تلسيءَ جي وڻ کي پوتر سمجهيو ويندو آهي. ڦڳڻ مهيني جي يارهين تاريخ انهيءَ وڻ جي پاڙ ۾ پاڻيءَ جو نذرانو پيش ڪيو ويندو آهي، ان جي ٿڙ جي چوڌاري ڪاڙهو يا پيلو ڌاڳو ويڙهيو ويندو آهي، ۽ ان کان عورتن، جانورن ۽ فصلن کي ڦردار بڻائڻ جون دعائون پنيون وينديون آهن. اتر هندستان ۾ ناريل کي انتهائي مقدس ڦلن مان هڪ سمجهيو ويندو آهي ۽ ان کي 'سري ڦل' يا 'آسودگيءَ جي ديويءَ، سريءَ، جو ڦل' سڏيو ويندو آهي. ان ميوي کي ڦردار ڪرڻ يا آباديءَ جي علامت سمجهيو ويندو آهي ۽ سڄي اتر هندستان ۾ مندرن ۾ رکيو ويندو آهي، جنهن کي اتان جا پنڊت اهڙين عورتن کي پيش ڪندا آهن، جي ماءُ ٿيڻ جون خواهان هونديون آهن. قديم ڪالاباز ۾ "ڪٺا" نالي هڪ شهر ۾، ناريل جو هڪ وڻ پيل هو، جنهن جي هڪ ناريل ڪائڻ سان ڪهڙيءَ به سنڍ عورت کي اولاد ٿيڻ جي ضمانت ملي ويندي هئي. يورپ ۾ "مي-ٽري" يا "مي-پول" کي به عورتن ۽ جانورن جي سلسلي ۾ ساڳين قوتن جو حامل سمجهيو ويندو آهي، چنانچه جرمنيءَ جي ڪن علائقن ۾ هر سال پهرين مئي تي اتان جا ڪڙمي پنهنجن طبيلن ۽ واڙن جي دروازن اڳيان هر هڪ گهوڙي

هئي ۽ جيڪڏهن هوءَ ان کي مشرق طرفان پاڪر وجهندي هئي ته کيس پٽ ڄمندو هو ۽ مغرب طرفان ٻغلگير ٿيڻ سان کيس ڌيءَ ڄمندي هئي. ميڊي تي معشوق جي اڳيان يا سندس گهر تي وڻائي ٻوٽي رکڻ جي عام يورپي رسم به شايد ”وڻ“ جي روح جي آبادڪاريءَ واريءَ طاقت جي اعتقاد مان وجود ۾ آئي هوندي. ٻوٽيا جي ڪن حصن ۾ تازي شادي ٿيل جوڙي جي گهرن سامهون به اهڙا ٻوٽا رکيا ويندا آهن، ۽ اها رسم فقط تڏهن ڇڏبي آهي، جڏهن زال جو وڃم قريب اچي پهچندو آهي، ڇو ته اهڙيءَ حالت ۾ هو چوندا آهن ته ”مڙس آهو مئي جو ٻوٽو هاڻي پنهنجي لاءِ رکيو آهي.“ جنوبي سلئووينا جون سنڍ عورتون، جي اولاد جي نعمت سان بهره ور ٿيڻ چاهينديون آهن، سينٽ جارج جي جنم ڏينهن تي، ڪنهن ڦردار وڻ تي پنهنجو پولڪو لٽڪائي ڇڏينديون آهن. ٻئي ڏينهن صبح جو سج نڪرڻ کان اڳ منجهائن هرڪا پنهنجي ڪپڙي کي جاچي ڏسندي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي پولڪي تي وڻ جو ڪو جاندار ڪيئون چهٽيل هوندو آهي، ته پوءِ هوءَ اها اميد رکندي آهي ته انهيءَ سال جي دوران ۾ سندس آرزو پوري ٿيندي. ان کان پوءِ هوءَ اهو پولڪو پائيندي آهي ۽ کيس خاطري رهوندي آهي ته هوءَ به اهڙي بهره ور ٿيندي، جهڙو اهو وڻ هو جنهن جي مٿان سندن پولڪي رات گذاري هئي. ڪاراڪرگهيز قوم وارن جون بي اولاد عورتون اولادي ٿيڻ خاطر ڪنهن اڪيلي صوف جي وڻ هيٺان ليٽڙيون پائينديون آهن. آخر ۾، عورتن کي سندن درد زه ۾ آساني بخشڻ جي قوت به، آفريڪا ۽ سئيڊن ۾، وڻن ۾ موجود سمجهي ويندي آهي. سئيڊن جي ڪن ضلعن ۾ اڳئين زماني ۾ هرهڪ ٻنيءَ جي قريب هڪ ’باردتراد‘ يا محافظ وڻ (لائيم، ائش، يا ايلم) هوندو هو. انهيءَ مقدس وڻ مان ڪوبه هڪ پن نه پٽيندو هو، ڇو ته ان کي ٽوري ۾ ٽوري ضرر رسائڻ جي سزا به انتهائي بدنصيبي يا بيماري هوندي هئي. ويم جي وقت آساني حاصل ڪرڻ لاءِ حامله عورتون انهيءَ وڻ کي ٻانهن سان ڀاڪر پائينديون

هيون. ڪانگو علائقي ۾ آباد حبشين جي ڪن قبيلن جون حامل عورتون هڪ مقدس وڻ جي ڇوڏن مان پنهنجي لاءِ ڪپڙا ٺاهينديون آهن، ڇو ته سندن اعتقاد آهي ته اهو وڻ کين انهن تڪليفن کان نجات ڏيندو، جي ويم وقت عورتن کي برداشت ڪرڻيون پونديون آهن. اها ڳالهه ته ليٽو ديويءَ جاڙن ديوتائن، اپولو ۽ آرٽيمس، کي ڄڻن کان ٿورو اڳ، زيتون ۽ کجيءَ جي وڻن يا ’هڪڙن ئي سدا-ساوين وڻن‘ کي پاڪر پاتو هو، شايد ڪن وڻن متعلق يونانين جي اهڙي ئي ڪنهن اعتقاد ڏانهن اشارو ڪري رهي آهي.

# باب ڏهون

## جديد يورپ ۾ وڻن جي پوڄا جا آثار

”وڻن جي روحن“ سان عام طرح جيڪي نيڪيءَ جون خصلتون وابستہ ڪيون وينديون آهن، تن جي مٿينءَ چڪاس مان هيءَ ڳالهہ سمجهڻ آسان ٿيو پوي تہ ڪهڙي سبب ڪان يورپي ڪرسين جي عوامي ميلن ۽ تقريبن ۾ ’مي-پول‘ (مئي جو لڪڙو) ۽ ’مي-ٽري‘ (مئي جو وڻ) جهڙيون رسمون اهڙيون عام جام ۽ اهميت واريون رهنديون آيون آهن. بهار ۾ يا شروعاتي اونهاري ۾ يا ”مڊسمر ڊي“* تي به، يورپ جي ڪيترن حصن ۾ اهو رواج هو ۽ اڃا بہ آهي تہ اتان جا باشندا ٻيلن ۾ هليا ويندا آهن ۽ اتان هڪ وڻ وڍي ڳوٺ ۾ کڻي ايندا آهن، جتي ان کي ڏاڍن شادمانن سان وچ شهر ۾ نصب ڪيو ويندو آهي، يا وري اهڙن موقعن تي اهي ماڻهو جهنگ مان ٽاريون وڍي کڻي ايندا آهن، جي اچي گهرگهر جي دروازي وٽ ٻڌي ڇڏيندا آهن. انهن رسمن جو مقصد انهن نعمتن کي ڳوٺ ۽ ان جي هر گهر ۾ آڻڻ هوندو آهي، جي ’وڻن جي روح‘ جي وس ۾ هونديون آهن. انهيءَ ڪري ئي ڪن هنڌن تي هر گهر جي اڳيان ’مي-ٽري‘ پوکڻ يا ڳوٺ جي ’مي-ٽري‘ کي هرهڪ گهر جي دروازي تي کڻي وڃڻ جي رسم موجود آهي، تہ جيئن هرهڪ گهر کي انهن نعمتن مان پنهنجو پورو حصو ملي وڃي. انهيءَ موضوع تي جيڪي ثابتيون ۽ حقيقتون موجود آهن، تن مان چند مثال چونڊي، هيٺ پيش ڪيا وڃن ٿا.

سر هينري پيٽرسن پنهنجيءَ تصنيف ”ڊسڪرپشن آف ويسٽ سيٽ“ (”مغربي ملڪن جي پرمن ۽ سنسن جو بيان“) ۾،

* اونهاري جي موسم جو وڏي ۾ وڏو ڏينهن، جو ۲۱ جون تي ايندو آهي.

اسين آئيون ٿا هڪڙو خوبصورت هار،
هڪڙو خوبصورت هار اسين اوهان ڏانهن آڻي رهيا آهيون،
اوهان جي دروازي تي اسين بيٺا آهيون،
اها ڪچڙي ۽ تازي شاخ آهي، جنهن ۾ انيڪ مکڙيون قتل آهن،
جا اسان جي مالڪ جي صناعيءَ جو شاهڪار آهي.“
اسيڪس جي سئفران والڊون ۽ ڊيبڊين جي شهرن ۾ پهرين مئي تي، ننڍڙيون ڇوڪريون ٽوليون ٺاهي ۽ هٿن ۾ هار کڻي، در در تي گيت ڳائينديون وينديون آهن، جو قريباً مٿئين بيت جو هم معنيٰ هوندو آهي، هر هڪ هار جي وچ ۾ اڇن ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ گڏو رکيل هوندو آهي. ساڳئي قسم جون رسمون انگلنڊ ۾ به ادا ڪيون وينديون هيون ۽ اڃا به ادا ڪيون وينديون آهن. اهي هار گهڻو ڪري گول چلن جي صورت ۾ هوندا آهن، جي هڪبئي سان زنجير وانگر جڪڙيل رکيا ويندا آهن. معلوم ٿئي ٿو ته آئرلنڊ جي ڪنهن حصي ۾ مقامي ڳوٺاڻا اڃا به اهڙي قسم جو ”زنجير“ کڻي، جو جهنگلي پيلن گلن جي هارن جو ٺهيل هوندو آهي، ۽ جنهن جي وچ ۾ به گول ڪينهو لڙڪيل هوندا آهن، ’مي-ڊي‘ تي شهر ۾ گهمائيندا آهن. اهي ٻه ڪينهو، جن جي مٿان ڪڏهن ڪڏهن سون ۽ چانديءَ جا ورق چڙهيل هوندا آهن، دراصل سج ۽ چنڊ جا مظهر چيا وڃن ٿا.
ووسٽرز جبلن جي ڪن ڳوٺن ۾ مئي مهيني جي پهرئين آرتوار تي، نوجوان ڇوڪريون ٽوليون ٺاهي در در تي وينديون آهن ۽ مئي جي تعريف ۾ گيت ڳائينديون وينديون آهن، جنهن ۾ ”انهيءَ خوراڪ ۽ انهن ميون جو ذڪر ڪيل هوندو آهي، جي مئي مهيني ۾ ميسر ٿيندا آهن“. جيڪڏهن ڪين پيسا ڏنا ويندا آهن، ته موٽ ۾ هو دروازي تي هڪ سائي ٽاري ٻڌي وينديون آهن، جيڪڏهن ڪٿي پئسن ڏيڻ کان ڪين انڪار ڪيو ويندو آهي، ته اهي انهيءَ ڪٽنب کي اولاد جي ڪثرت ۽ خوراڪ جي قلت جي بددعا ڪري هليون وينديون آهن. ”مين“ جي فرينچ علائقي ۾، جن

چوڪرن جا ٽالا ”ميلوڏينس“ هوندا هئا، سي ڀهرين ۾ سڀني تي گيت ڳائيندا دَر در ويندا هئا، جنهن جي عيوضي ۾ کين پئسا يا شراب ڏنو ويندو هو، ۽ هو اهڙن گهرن جي درن تي ننڍڙا وڻ يا وڻ جون شاخون کوڙي ويندا هئا. ائلسيس علائقي ۾، سيورن نديءَ جي ڪناري سان ماڻهن جا گروه ’مي-ٽري‘ کڻي گهمندا آهن ۽ انهن جي درميان هڪ اهڙو ماڻهو هوندو آهي، جنهن کي اڇي قميص پيل هوندي آهي ۽ منهن ڪارو ٿيل هوندو اٿس. ان جي اڳيان هڪ ماڻهو وڏو ’مي-ٽري‘ کڻي هلندو آهي، ۽ سندس ٽولي جي هرهڪ ماڻهوءَ کي هڪ ننڍڙو ’مي-ٽري‘ هٿ ۾ هوندو آهي. جلوس ۾ شامل هڪ ماڻهو مٿي تي هڪ وڏو ٽوڪرو کڻي هلندو آهي، جنهن ۾ ماڻهن کان آنا، گوشت، وغيره خوراڪ جو سامان ولندو جمع ڪندو ويندو آهي.

’وٽسنڊي‘* کان اڳ جيڪو خميس جو ڏينهن ايندو آهي، تنهن تي روسي ڳوٺاڻا ”ٻيلن ۾ ويندا آهن، گيت ڳائيندا آهن، هار پوئيندا آهن ۽ هڪ ننڍڙو وڻ وڍي ان کي زنانا ڪپڙا پارائيندا آهن يا وري رنگارنگي اڳڙين ۽ ربينن سان سينگاريندا اٿس. ان کان پوءِ هڪ دعوت منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ هو سينگاريل وڻ کي نچندا، ڳائيندا ۽ خوشيون ڪندا، ڳوٺ ڏانهن گهر کڻي ويندا آهن، ۽ ان کي هڪ گهر ۾ وچي رکندا آهن، جتي اهو ايندڙ وٽسنڊي واري ڏينهن تائين ’معزز مهمان‘ جي حيثيت ۾ رکيو رهندو آهي. وچ وارن ٻن ڏينهن (جمعي ۽ ڇنڇر) تي هو انهيءَ گهر ويندا آهن، جتي سندن ’مهمان‘ لٿل هوندو آهي. پر ٽئين ڏينهن وٽسنڊي تي هو ان کي پاسي واريءَ نهر تي کڻي ويندا آهن ۽ نيئي ان جي پاڻيءَ ۾ ٻوڙيندا اٿس، جنهن کان پوءِ مٿس گل ۽ گلن جا هار اڇلائيندا آهن.“ انهيءَ روسي رسم ۾ وڻ کي زنانن ڪپڙن پارائڻ مان ظاهر ٿئي ٿو ته وڻ کي کهڙي واضح نموني ’شخصيت‘ جو رنگ ڏنو ويو آهي، ۽ ان کي پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ شايد مينهن وسائڻ

---

* ايسٽر جي عيسائي تقريب کان پوءِ ستون آرتوار، جنهن تي روح القدس جي نزول جي اعزاز ۾ خوشي ڪئي ويندي آهي.

جو هڪ ٽوٽو آهي.

سئيڊن جي ڪن حصن ۾، 'مي-ڊي' جي شام جو، نوجوان ڇوڪرا ڇوڪريون ٿلهيون سائيون ٽاريون کڻي، جي ٽوريون گهنٽيون پڻ سان ڍڪيل هونديون آهن، ٻاهر گهمندا آهن. ڳوٺ جي لنگهي ڪي ساڻ کڻي، هو مئي مهيني جا گيت ڳائيندا، در در جو چڪر هڻندا آهن. سندن گيتن ۾ خوشگوار آب هوا، ڀرپور لاباري ۽ ديني ۽ دنيوي نعمتن لاءِ دعائون شامل هونديون آهن. انهن مان هڪڙو ڄڻو ٽوڪرو کڻي هلندو آهي، جنهن ۾ هو هر ڪنهن کان آنا وغيره جهڙيون سوکڙيون وٺندو گڏ ڪندو ويندو آهي. جتي جتي سندن آجيان ڪئي ويندي آهي، اتي هو انهيءَ گهر جي دروازي مٿان ڇت ۾ هڪ سائي ٽاري اٽڪائي ويندا آهن. پر سئيڊن ۾ عام طرح اهي رسمون 'مڊسمر' واري ڏينهن ادا ڪيون وينديون آهن. سينٽ جان جي شام جو (۲۳ جون) گهرن جي صفائي ڪئي ويندي آهي ۽ انهن کي سبز ٽارين ۽ گلن سان خوب سينگاريو ويندو آهي. زميندارن گهرن جي دروازن ٻوٽ ۽ انهن جي آسپاس ننڍا وڻ پوکيا ويندا آهن، ۽ باغ ۾ گهڻو ڪري ساوڻ پڻ سان ڍڪيل ٽارن مان ننڍا گهرڙا ٺاهيا ويندا آهن. اسٽاڪهوم ۾ انهيءَ ڏينهن پڻ جي بازار منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ ڇهن انچن کان وٺي ٻارهن فوٽن جي ڊيگهه وارا هزارين 'مي-پول' جن کي پن، گلن، رنگا رنگي ڪاغذن جي ٽڪرن، ڪانن ۾ پويل ۽ سونن ورقن لڳل آنن جي ڪلن وغيره سان سينگاريو ويندو آهي، وڪري لاءِ رکيا ويندا آهن. ٽڪرين تي باهه جا مچ ٻاريا ويندا آهن ۽ انهن جي چوڌاري ماڻهو نچندا ۽ ٽپندا آهن. پر انهيءَ ڏينهن جو خاص مزو 'مي-پول' (مئي جو جهنڊو) نصب ڪرڻ وقت ٿيندو آهي. اهو هڪ سڌو ڊگهو ۽ صاف چيل جو وڻ هوندو آهي، جنهن جون سڀ ٽاريون ڇانگيون وينديون آهن. "ڪن وقتن تي گول چڪرا ۽ ڪن تي ڪاٺيءَ جا ٽڪرا، جي ٿوري ٿوري فاصلي کان پوءِ ماڻڊاٽيءَ وانگر هڪٻئي مٿان رکيل هوندا آهن، ان کي لڳل هوندا آهن؛ ٻين وقتن

تي ان جي چوٽيءَ تي صليب جي شڪل جهڙيون ٻه ڪاٺيون نوڪيل هونديون آهن، جن تي ڪو ماڻهو چيله تي هٿ رکي، ٽوٽيون ٻاهر ڪڍيو بيٺو آهي. تنهن ڪان وٺي چوٽيءَ تائين، نه فقط 'مي-پول' خود، پر چڪراڻ صليب نما ڪاٺيون وغيره سڀ پٽن، گلن، رنگ برنگ قسم جي اگرين، آنن جي سونن ورقن لڳل گلن وغيره، سان سينگاريل هوندا آهن، ۽ انهن سڀني جي مٿان 'هوا جو ڪڪڙ' يا شايد هڪ جهنڊو لڳل هوندو آهي." 'مي-پول' کي مٿي ڪڻڻ جي رسم، جنهن کي گوٺ جون ڪنواريون ڇوڪريون ٺهي ايترو سينگارينديون آهن، تمام گهڻن ساڻن سوڻن سان ادا ٿيندي آهي، هر طرف کان ماڻهو اچي، ان جي اردگرد جمع ٿي، هڪ وڏي حلقي ۾ نچندا آهن. ساگئي قسم جون 'سڀسمر' ڏڻ جون رسمون جرمنيءَ جي ڪن حصن ۾ ادا ڪيون وينديون هيون. چنانچه بالائي هارز جبلن جي شهرن ۾ ڏگهن چنار جي وڻن کي، جن جي ٽڙن جي هيٺين حصن تان چوڏا لاٿل هوندا هئا، کليل ميدانن ۾ کوڙيو ويندو هو، ۽ انهن کي گلن ۽ آنن جي کلن سان سينگاريو ويندو هو، جن تي پيلو ۽ سرخ رنگ ڏنل هوندو هو. انهن وڻن جي چوڌاري نوجوان ڏينهن جو ۽ پوڙها شام جو نچندا هئا. بوهيميا جي ڪن علائقن ۾ به سينٽ جان جي تقريب واريءَ شام جو 'مي-پول' يا 'مڊ-سمر-ٽري' کوڙيو ويندو آهي، ڇوڪرا ٻيلي مان ڏگها چيل يا چنار جا وڻ ڪٽي ايندا آهن ۽ انهن مان ڪنهن هڪ کي خاص طرح ڪنهن اوچيءَ جاءِ تي نصب ڪندا آهن، جتي ڇوڪريون ان کي گلدستن، هارن ۽ سرخ ربنن سان سينگارينديون آهن، جنهن کان پوءِ ان کي ساڙيو ويندو آهي.

يورپ جي مختلف ملڪن، جهڙوڪ انگلنڊ، فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ 'مي-ڊي' تي 'مي-ٽري' يا 'مي-پول' نصب ڪرڻ جي جيڪا رسم عام جام ادا ٿيئي ڪئي ويئي آهي، تنهن جا گهڻا مثال ڏيڻ بيسود ٿيندا. بهرحال انهن جا چند مثال ڏجن ٿا، جي ڪافي ٿيندا. فلپ اسٽبس نالي هڪ 'پيوريٽن' (*Puritan*) مصنف، پنهنجي

مشهور ڪتاب ”ائناٽامي آف ابيوزز“ (”بدڪارين جي ساخت ۽ صورت“) ۾، جو لنڊن ۾ پهريون دفعو سنه ١٥٨٣ع ۾ شايع ٿيو هو، ڏاڍي نفرت آميز نموني سان بيان ڪيو آهي ته، نيڪ راڻي بيس (ايلزبيٿ) جي ڏينهن ۾، ’مي-پول‘ ڪهڙي تاب طولان سان ميدان ۾ آندو ويندو هو. سندس بيان مان اسان کي قديم انگلنڊ جي هڪ چٽي جهلڪ ملي ٿي. ”’مي-ڊي‘، ’وٽسنڊي‘ يا ٻئي ڪنهن وقت تي سڀئي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڪنواريون ڇوڪريون، پوڙها مرد ۽ زالون راتو رات ٻيلن، ٽڪرين ۽ جبلن ڏانهن ڀڄي ويندا آهن، جتي اهي سڄي رات خوب خوش مزاجيءَ ۽ عيش سان گذاريندا آهن، ۽ صبح جو پاڻ سان ’برچ‘ ٽاليءَ وڻ ۽ ٻين وڻن جون ٽاريون کڻي ايندا آهن، جن سان هو پنهنجي گهرن کي سينگاريندا آهن.“ انهن مان هڪ ’وڏو سردار‘ ٿيندو آهي، جو سندن تفريح ۽ وندر جي انهيءَ محفل ۾ مثال مير محفل جو ڪردار ادا ڪندو آهي، يعني خود دوزخ جو شهزادو يا شيطان هوندو آهي. پر اهي ماڻهو جيڪي ٻه جهنگ مان پاڻ سان گڏ کڻي ايندا آهن، تن مان سڀني کان زياده اهميت واري نعمت سندن ’مي-پول‘ هوندو آهي، جنهن کي هو تمام وڏي احترام سان کڻي ايندا آهن، جو هن طرح هوندو آهي: ويهه يا چاليهه پاڃاريون هونديون آهن، ۽ ڍڳن مان هر هڪ ڍڳي جي سڱن جي چوٽين تي خوشبودار گلن جو گلدستو لڳل هوندو آهي. ۽ اهي ڍڳا انهيءَ ’مي-پول‘ (يعني انهيءَ بدبودار بت) کي گهر کڻي ايندا آهن، جنهن کي گلن ۽ ٻوٽن سان ڍڪيو ويندو آهي ۽ ڪن وقتن تي ان کي مختلف رنگن سان رڱيو ويندو آهي، جنهن جي پٺيان ٻه ٽي سو مرد، زالون ۽ ٻار انتهائي ادب سان پنڌ پيا ايندا آهن. اهڙيءَ طرح ان کي ٺاهي جوڙي کان پوءِ، ان جي چوٽيءَ تي رومال ۽ جهنڊا ڦڙ ڦڙ ڪندا رهندا آهن ۽ آسپاس جو سڄو ميدان پلال ۽ گاه سان ڍڪيو ويندو آهي؛ ان جي چوگرد سبز ٽاريون ٻڌيون وينديون آهن ۽ پاسي ۾ گلن ۽ پنن مان ننڍڙا ڪمرا ۽ ڪوٺيون اڏيون وينديون

آهن. ان کان پوءِ هو ان جي چوگرد آهڙي نموني سان نچڻ شروع ڪندا آهن، جيئن پٽ پرست پنهنجن بتن جي چوڌاري ان وقت نچندا هئا، جڏهن انهن کي ڪنهن خاص مقصد لاءِ ڪجهه ارپڻ ڪرڻو هوندو هو. هي ناچ ان جو هڪ مڪمل نمونو آهي يا چئجي ته سانگيوئي ناچ آهي ته به صحيح ٿيندو. مون معتبر مشهور سنجيده ذريعن کان پڌو آهي (جو سو به سنهان سنهن). ته چاليهن، ٽن ويهن يا هڪ سو ڪنوارين ڇوڪرين مان، جي راتو رات ٻيلي ۾ اهليون وينديون آهن، لاچار ڪي ٿيون جصبي جيتريون بغير پليت ٿيڻ جي، گهر موٽنديون آهن."

سواءِ مئي جي پهرينءَ تاريخ تي چنار جو هڪ ڏگهو وڻ گوٺ ڪٺي ايندا هئا، جتي ان کي رهڻ سان سينگاري نصب ڪيو ويندو هو، جنهن کان پوءِ ماڻهو سازن جي سرن تي ان جي چوڌاري خوشيءَ وچان نچندا هئا. اهو وڻ گوٺ جي چراگاهه ۾ سڄي سال تائين تيسين ڪتل رهندو هو، جيسين ٻئي 'مي-ڊي' تي وري نئون تازو وڻ آڻي آندو ويندو هو. سڪاٽلينڊ ۾ "ماڻهو 'اونهاري' کي فقط علامتي طور (بادشاهه يا راڻيءَ جي حيثيت ۾) پاڻ وٽ اٿي آڻي ۾ راضي ڪونه ٿيندا هئا، هو ٻيلي مان تازي ساوڪ يعني 'مي' يا 'ونسنٽائيڊ' وڻن کي پنهنجن گهرن تائين ڪٺي ايندا هئا، جن جو ذڪر تيرهين صدي عيسويءَ کان پوءِ جي دستاويزن ۾ ٿيل آهي. 'مي-ٽري' کي ڪٺي اچڻ به هڪ تقريب هوندي هئي. 'مي' وڻ ڪٺي گولڻ لاءِ ماڻهو ٻيلن ۾ ويندا هئا، ننڍڙا وڻ گولن ڏانهن ڪٺي ايندا هئا جي انهن کي گهرن، واڙن يا ڪمرن جي دروازن اڳيان نصب ڪندا هئا. نوجوان ڇوڪرا، جيئن منٿي چئي آيا آهيون، 'مي-ٽريءَ' کي پنهنجن محبوبائين جي ڪمرن اڳيان نيئي پوکيندا هئا. انهن گهريلو 'مي' وڻن کان علاوه، هڪ وڏو 'مي-ٽري' يا 'مي-لڪڙو'، جنهن کي پڻ شاندار جلوس سان گوٺ ۾ آندو ويندو هو. گوٺ جي وچ تي يا شهر جي مارڪيٽ واريءَ جاءِ تي نصب ڪيو ويندو هو. ان جو انتخاب سڄيءَ قوم طرفان

ڪيو ويندو هو، جي نهايت خبرداريءَ سان ان جي حفاظت ڪندا هئا، وڻ کي گهڻو ڪري ان جي ڏارين ۽ ٽڻن کان صاف ڪيو ويندو هو، ۽ چوٽيءَ کان علاوه ٻي ڪابه شيءِ ان مٿان ڪانه ڇڏي ويندي هئي، جنهن تي رنگا رنگي ربين ۽ ڪپڙن سان گڏ مختلف قسمن جا ڪاڏا، جهڙوڪ چٽيون، ڪيڪ ۽ آنا نمائش لاءِ رکيا ويندا هئا. انهن تبرڪ وارين چيزن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اتان جا نوجوان ڏاڍو پاڻ پتوڙيندا هئا. اڄ تائين يورپ جي ميلن ۾ جيڪي سٿيا لڪڙا ڪٽل ڏٺا ويندا آهن، تن ۾ اسان کي انهن پراڻن 'مئي-پولن' جو نشان ملي ٿو. عام طرح پيادل يا گهوڙي جي پٺيءَ تي سوار ٿي 'مئي-ٽري' تائين ڊوڙ پچائي ويندي هئي- اها 'وڪسينٽائيڊ' جي هڪ تفريح آهي، جنهن جو وقت گذرڻ ڪري اصل مقصد ته فوت ٿي ويو آهي، پر آها جرمنيءَ جي گهڻن حصن ۾ هڪ هردلعزيز رسم طور اڃا تائين زنده رهندي آئي آهي، ۽ ماڻهن جي هڪ مقبول عام راند ۽ وندر آهي." بورڊيو ۾ پهرين مئي تي هر هڪ گهٽيءَ جا ڇوڪرا پنهنجيءَ پنهنجيءَ گهٽيءَ ۾ هڪ 'مئي-پول' کوڙيندا هئا، جنهن کي آهي گلن جي هارن ۽ هڪ وڏي تاج سان سينگاريندا هئا ۽ هر شام جو سڄي مهيني جي دوران ۾ پنهي جنسن جا نوجوان گيت ڳائيندا لڪڙي جي اردگرد نچندا هئا. عيش پسند پراوينس علائقي جي هر ڳوٺ ۽ واهڻ ۾ اڄ به 'مي-ڊي' تي گلن ۽ ربين سان سينگاريل 'مي-ٽري' نصب ڪيا ويندا آهن، جن جي هيٺان ويهي جوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون موجون ۽ مزا ڪندا آهن ۽ پوڙها آسائش وٺندا آهن.

انهن سيني حالتن مان ظاهر آهي ته رسم اها هئي يا اڃا تائين آهي، ته هر سال هڪ نئون 'مي-ٽري' آندو وڃي. بهرحال، انگلنڊ ۾، ڳوٺ جو 'مي-پول' دستوري طور، ڪم از ڪم پوئين زماني ۾، مستقل طور بيٺل نظر ايندو هو، ۽ هر سال نئون ڪونه ٿي ڪيو ويو. اپر باويريا جا ڳوٺ، هر ٽئين، چوٿين يا پنجين سال پنهنجا 'مي-پول' نوان ڪندا آهن. اهو لڪڙو 'فر' نالي

هڪ وڻ هوندو آهي، جو پيلي مان آندو ويندو آهي، ۽ ان کي
جن مارڻ جهنڊن ۽ تحريرن سان سينگاريو ويندو آهي، تن سڀني
جي وچان ان جو اهم ترين حصو لڪڙي جي چوٽيءَ تي چڙيل
تيز ساون پنن جو هڪ جهڳٽو هوندو آهي، جو ان حقيقت جي
”يادتازي ڪرائڻ لاءِ هوندو آهي ته جنهن لڪڙي سان اسان جو
اڄ واسطو آهي، سو ڪو مرده ڪاٺ جو حصو نه، پر سائي پيلي
مان آندل، خود هڪ زنده وڻ آهي“. هن ڳالهه ۾ ڪنهن
شڪ جي گنجائش ڪانه ٿي نظر اچي ته اوائل ۾ هر هنڌ
هر سال نئين ’مي-ٽري‘ نصب ڪرڻ جي رسم هوندي هئي.
جيئن ته انهيءَ رسم جو مقصد هيءُ هو ته موسم بهار ۾ نئين سر
سجاڳ ٿيل نباتات جي قردار بڻجڻ جي قوت کي پاڻ تائين پهچايو
وڃي، ان ڪري جيڪڏهن هڪ تازي، رس دار ۽ زنده وڻ بدران،
هڪ پراڻي ۽ ڪوماڻيل وڻ کي سال بسال نصب ڪيو وڃي ها،
يا ان کي مستقل طور باقي بيهڻ ڏنو وڃي ها، ته ان رسم جو
اصلي مقصد فوت ٿي وڃي ها. بهرحال، جڏهن انهيءَ رسم جي
اصلي معني ۽ مفهوم فراموش ڪيو ويو ۽ ’مي-ٽري‘ کي فقط
موڪلن جي سرڻ جو مرڪز بڻايو ويو، تڏهن ماڻهن هر سال
نئين وڻ وڍڻ جي ضرورت ڪانه سمجهي ۽ سا ڳئي ئي وڻ کي
مستقل طور هڪ هنڌ کوڙي ڇڏڻ کي ترجيح ڏني ويئي. فقط
ان کي ’مي-ڊي‘ تي تازن گلن سان سينگارڻ ڪافي سمجهيو ويو.
’مي-ٽري‘ جيتوڻيڪ اهڙيءَ طرح دائمي طور هڪ هنڌ کتل رهيو،
تڏهن به ڪن وقتن تي البت ان کي سائيءَ تازي وڻ جي شڪل صورت
ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ٿي ويئي. چنانچه ڇيشاير ۾،
ويورهئم وٽ به مئي-لڪڙا آهن، جن کي انهيءَ ڏينهن (مي-ڊي تي)
قديم زماني جي پوريءَ رسمي پختگيءَ سان سينگاريو ويندو آهي، انهن جي
پاسن کان گلن جا هار لٽڪايا ويندا آهن ۽ چوٽيءَ تي هڪ سنهو ۽
ڊگهي وڻ جو گوشو ٻڌو ويندو آهي، جنهن جا پن ثابت بيٺل هوندا
آهن، ان وڻ جي گوشي کي ڇوڙو لاهي چليو ويندو آهي ۽ لڪڙي سان

اهڙي نموني ڳنڍيو ويندو آهي، جو لڪڙو چوٽيءَ کان وٺي سڄو هڪ وڻ نظر ايندو آهي“. اهڙيءَ طرح 'مي-ٽري' رکي نئون ڪرڻ ائين آهي جيئن 'هارويسٽ مي' (مي جي لاپاري جي نشان) کي نئون ڪرڻ. پنهي مان هرهڪ جو مقصد نباتات جي ڦرجڻ ۽ ڦورجڻ جي خصلت کي جاڳائڻ ۽ ان کي سڄي سال سال جي دوران ۾ پاڻ وٽ محفوظ رکڻ جو هوندو آهي. پر 'هارويسٽ مي' جو اثر فصلن کي وڌائڻ تائين محدود آهي ۽ 'مي-ٽري' يا 'مي-برانچ' (مئي شاخ) جو اثر، جيئن اسين ڏسي چڪا آهيون، عورتن ۽ چوپائي مال تي به ٿئي ٿو. آخر ۾ هيءَ ڳالهه قابل غور آهي ته ڪن وقتن تي پراڻي 'مي-ٽري' کي سال جي خاتمي وقت ساڙيو ويندو آهي. چنانچه پراگ ضلعي ۾ نوجوان شهر جي 'مي-ٽري' کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري پنهنجن گهرن ۾ مقدس تصويرن جي پٺيان رکي ڇڏيندا آهن، جتي اهي ٻئي 'مي-ڊي' تائين رکيا هوندا آهن، ۽ تنهن کان پوءِ اُهي گهر جي چلهه ۾ ساڙيا ويندا آهن. ووِرٽيمبرگ ۾ 'پام-سنڊي' (ناريل وارو آرتوار) تي جيڪي جهنگلي ساوا ٻوٽا گهرن تي نصب ڪيا ويندا آهن، سي سڄو سال اتي پيا هوندا آهن، جنهن کان پوءِ انهن کي اتان لاهي ساڙيو ويندو آهي.

هيلتائين اسان ”وڻ جي روح“ کي وڻ اندر سمايل يا وڻ جي باروح هئڻ جي موضوع تي بحث ڪيو آهي. هينئر اسان کي اهو ڏيکارڻو آهي ته ڪن حالتن ۾ وڻن جي روحن کي وڻن کان جدا انساني شڪل وصورت ۾ ۽ ڪن حالتن ۾ خود زنده مردن ۽ عورتن ۾ سمايل سمجهيو ويندو آهي. وڻ جي روح جي انساني شڪل و صورت ۽ انساني وجود ۾ موجودگيءَ جون ثابتيون اسان کي گهڻي قدر يورپي ڪرسن جي پسنديده ۽ عام رسمن ۽ رواجن ۾ ملن ٿيون.

انهن ۾ ڪي اهڙيون سبق آموز حالتون آهن، جن ۾ ”وڻن جي روح“ جي نمائندگي هڪ ئي وقت نباتاتي ۽ انساني شڪل ۾

۽ صورت ۾ ڪيل آهي، جي ڳڏ وڳڏ اهڙيءَ طرح آندل آهن، جن
تہ اهي خاص طور هڪبئي جي مقصد ۽ معنيٰ سمجهائڻ لاءِ ٺي
اٿين قائم رکيون وييون آهن. انهن حالتن ۾ "وڻ جي روح"
جو انساني نمائندو ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڳڏو هوندو آهي، تہ
ڪڏهن ڪو جيئرو ماڻهو، ۾ ڳڏوهجي يا ماڻهو، ان کي ضرور
وڻ يا ڪنهن ڏاريءَ جي پاسي ۾ رکيو يا ويهاريو ويندو آهي، اهڙيءَ
طرح ماڻهو يا ڳڏو ۽ وڻ يا ڏاري ڳڏجي هڪ اهڙي دو-زباني
تحرير ٺاهي وجهندا آهن، جنهن ۾ ڪٿي چئجي تہ هڪ ٻوليءَ جي معنيٰ
ٻيءَ ٻوليءَ ۾ پيش پڌائجي. ان ڪري اهڙيءَ حالت ۾ ڪنهن بہ
شڪ شبهي جي گنجائش باقي ڪانہ ٿي بچي تہ "وڻ جي روح"
جي نمائندگي سچ پچ انساني صورت وسيلي ڪئي وڃي ٿي. چنانچہ،
بوهيميا ۾ لينٽ* جي چوٿين آرتوار تي اتان جا نوجوان "موت"
نالي هڪ ڳڏي کسي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندا آهن. ان ڪانپوءِ
ڇوڪريون ٻيلي ۾ وينديون آهن ۽ هڪ ننڍڙو وڻ وڍي ان کي
هڪ اهڙيءَ ڳڏيءَ سان ٻڌنديون آهن، جنهن کي اڇي رنگ جا
زنانا ڪپڙا پارايل هوندا آهن، انهيءَ وڻ ۽ ڳڏيءَ کي پوءِ ساڻ
ڪٺي اهي گهرگهر وڃي بخشيشون وٺنديون آهن ۽ هيٺين ٽل وارو
گيت ڳائينديون آهن:

"اسين موت کي ڳوٺ کان ٻاهر لوڏي ڪڍون ٿيون،
اسين اونهاري کي ڳوٺ ڏانهن وٺي اچي ٿيون."

هتي، جيئن اڳتي هلي ڏسنداسون، "اونهارو" نباتات جو روح
آهي، جو موسم بهار ۾ دوباره زنده ٿئي ٿو يا موٽي اچي ٿو.
انگلنڊ جي ڪن حصن ۾ ننڍا ٻار "مئي-پول" جا ننڍڙا نمونا ۽
سهڻن ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ ڳڏي ساڻ ڪٺي، جنهن کي هو "ليڊي
آف دي مي" (مئي جي خاتون) سڏيندا آهن، ڳوٺ ۾ ڦرندا ۽
هرهڪ کان ڏوڪڙ گهرندا وتندا آهن. ظاهر آهي تہ انهن حالتن

* ايسٽر جي ڏينهن تائين پورن ڇائيتاليهن ڏينهن جو عرصو، جنهن ۾ مسيحي روزا رکندا آهن ۽ پاڻ کي دنيوي نعمتن کان محروم رکندا آهن.

۾ به وڻ ۽ گڏيءَ کي همسر سمجهيو وڃي ٿو.

انگلسيڪ علائقي ۾، ٿان شهر وٽ، اڇن ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ ڇوڪريءَ، جنهن کي ”لِٽل مي روز“ (مئي جو ننڍڙو گلاب جو گل) سڏيو ويندو آهي، گلن جي هارن ۽ ربن سان سينگاريل هڪ ننڍڙو ”مي-ٽري“ کڻي هلندي آهي. ان جون ساهيڙيون هينيون گيت ڳائينديون ۽ گهر گهر مان خيرات وٺنديون ويندديون آهن:

”ننڍڙي ’مي-روز‘ ٽي دفعا ڦيرا پاءِ،

اسان کي ڇوڏاري چوڌاري پاڻ ڏسڻ ڏي!

اي مئي سيندا گلاب جا گل، اسان سان گڏ سائي پيلي ڏانهن هل،

اسين سڀ خوش ٿينديونسين،

ڇو ته اسين مئي کان گلاب جا گل وٺي ٿيون وڃون.

انهيءَ گيت جي دوران ۾ هن خواهش جو اظهار ڪيو ويندو آهي ته جيڪي ڪجهه خيرات نه ڏين، تن جي ٻڪين کي جهنگلي ٻلو کائي وڃي، انهن جي ولين ۾ انگور جا ڇڳا نه لڳن، سندن وڻ ڦر نه جهلين ۽ انهن جي ٻنين ۾ اناج نه اپري؛ سال جي پيداوار جو دارومدار انهن مئي-ڳائيندڙن کي آڇيل سوکڙين پاکڙين تي سمجهيو ويندو آهي. هتي ۽ مٿي ذڪر ڪيل حالتن ۾، جتي ننڍا ٻار ’مي-ڊي‘ تي سايون ٽاريون ۽ هار کڻي ڳائيندا ۽ پئسا جمع ڪندا ويندا آهن، ان تقريب جي معنيٰ اها هوندي آهي ته نباتات جي روح سان گڏ هو گهر ڏانهن سڪر سٺائي ۽ خوشبختي کڻي اچن ٿا ۽ انهيءَ خدمت سرانجام ڪرڻ لاءِ هو سيني کان پئسن ملڻ جي اميد رکن ٿا. روسي لٿئانيا ۾، مئي مهيني جي پهرينءَ تاريخ تي، اتان جا ماڻهو ڳوٺ جي منهن وٽ هڪ سائو وڻ نصب ڪندا هئا. ان کان پوءِ ڳوٺ جا نوجوان سڀني کان زياده خوبصورت ڇوڪري منتخب ڪري، ان کي تاج پارائي، وڻن جي ساين ٽارين سان جهنجهي، ’مي-ٽري‘ جي نزديڪ آڻي ويهاريندا هئا، جتي هو ڳائيندا، نچندا ۽ شور وغل مچائيندا هئا: ”او مئي!

او مئي!“ براءِ علائقي ۾ ’سي-ٽري‘ ڳوٺ جي وچ ۾ بيهاريو ويندو آهي، ان جي چوٽيءَ تي گلن جو تاج رکيو ويندو آهي، ان کان هيٺ پرو ان کي پنن ۽ ڪچڙين ٽارين سان ڍڪيو ويندو آهي، ۽ اڃا به هيٺ وڏين ساوين شاخن سان، ڇوڪريون ان جي چوگرد نچنديون آهن ۽ ساڳئي وقت پنن سان ڍڪيل ڇوڪري کي، جنهن کي ”بابا-مي“ سڏيو ويندو آهي، وڻن جي چوڌاري ڦيرايو ويندو آهي. اتر بئويريا ۾ فرئنڪين والڊ جبلن جي ننڍن شهرن ۾، ٻي مئي تي، شرابخاني جي سامهون ’والبر‘ نالي هڪ وڻ کڙو ڪيو ويندو آهي، ۽ مٿي کان وٺي پيرن تائين ساوڻ پنن سان ڍڪيل هڪ ماڻهو، جنهن جي مٿي تي آن جا سنگ اهڙي نموني ٻڌان رکيل هوندا آهن، جو تاج جي ڍڪ ڏيندا آهن، ان جي چوڌاري نچندو آهي. انهيءَ ماڻهوءَ کي به ’والبر‘ سڏيو ويندو آهي، ۽ کيس گهٽين مان جلوس جي صورت ۾ ڦيرايو ويندو آهي، ۽ ان موقعي تي گهٽين کي پڻ وڻن جي ڪچڙين شاخن سان سينگاريو ويندو آهي.

ڪارنٿيا ۾ آباد ٽيل سلئو نسل وارا نوجوان سينٽ جارج جي ڏينهن تي (٢٣ اپريل) هڪ وڻ کي، جنهن کي انهن ميلي جي شام جو ڪيرايو هوندو آهي، گلن ۽ هارن سان سينگاريندا آهن. آن وڻ کي پوءِ ڍهلن، باجن ۽ خوشيءَ جي نعرن سان جلوس جي صورت ۾ ڦيرايو ويندو آهي، پر انهيءَ جلوس جي اهم شخصيت، مٿي کان وٺي پيرن تائين ساوڻ پنن سان ڍڪيل هڪ نوجوان هوندو آهي، جنهن کي ”گرين جارج“ (سائو جارج) چوندا آهن. انهن رسمن جي آخر ۾ گرين جارج کي، يعني انهيءَ جي ٻوٽي کي، پاڻيءَ ۾ اڇلايو ويندو آهي. ان وقت نوجوان ”گرين جارج“ جي ڪوشش هيءَ هوندي آهي ته پنن واري پوش مان هو اهڙيءَ ڪاريگريءَ سان نڪري وڃي ۽ پنهنجي عوض ان ۾ بت وجهي ڇڏي، جو ڏسندڙن کي انهيءَ تبديليءَ جو پتو نه پوي. گهڻن هنڌن تي خود گرين جارج جي ڪردار ادا ڪندڙ ڇوڪري

ڪي ٻئي اونهاري ۾ ٻنين پارن کي سائي ڪرڻ لاءِ مينهن جي
پڪ ڪرڻ خاطر نديءَ يا تلاءَ ۾ غوطا ڪارايا ويندا آهن.
ڪن هنڌن تي وري چوپائي مال کي تاج پارائي، وڻن تان
ڇوڙي هيڏانهن هوڏانهن ڦيرايو ويندو آهي، ۽ ساڳئي وقت هي
گيت ڳايو ويندو آهي:

"گرين جارج کي اسان آندو آهي،
گرين جارج سان اسين گڏ آهيون،
شل هو اسان جي ڍڳن کي کاراڻي ڏئي ڪرائي!
نه ته هلو ته ان سان گڏ پاڻ به سڀ پاڻيءَ ڏانهن هلون!"

هت اسين ڏسون ٿا ته وڻ جي روح کي وڻ ۾ سمايل سمجهڻ
واريءَ حالت ۾ مينهن وسائڻ ۽ چوپائي مال کي متاري ڪرڻ
جون جيڪي طاقتون ان ڏانهن منسوب ڪيون وڃن ٿيون، اهي
ساڳيون قوتون ڦيرائي ان ماڻهوءَ سان وابسته ڪيون وڃن ٿيون،
جيڪو "وڻ جي روح" جو ظهور يا نمائندو سمجهيو وڃي ٿو، يا
جنهن جو هن کان پارٽ ادا ڪرايو وڃي ٿو.

ٽرانسلوانيا ۽ رومانيا جي خانه بدوش قبيلن ۾ "گرين جارج"
جي تقريب موسم بهار جي هڪ خاص عيد هوندي آهي. انهن
مان ڪي اهو ڏڻ ايسٽر واري هفتي تي ۽ ٻيا وري سينٽ جارج
(۲۳ اپريل) واري ڏينهن ملهائيندا آهن. انهيءَ ڏڻ واريءَ شام
تي بيد جو هڪ ننڍڙو وڻ وڍي ان کي هارن ۽ پنن سان سينگاريو
ويندو آهي، جنهن کان پوءِ ان کي زمين ۾ کوڙيو ويندو آهي.
ٻن ڄڻن واريون زالون پنهنجن ڪپڙن مان هڪ انهيءَ وڻ هيٺان
رکي رات جو هليون وينديون آهن، ٻئي ڏينهن صبح جو جيڪڏهن
ڪپڙن متان وڻ جو ڪو پن پيل ڏسنديون آهن ته سمجهنديون
آهن ته سندن ويم آسان ٿيندو. بيمار ۽ پوڙها ماڻهو شام جو
انهيءَ وڻ ڏانهن ويندا آهن ۽ ان کي ٽي دفعا ٿڪ هڻي چوندا
آهن ته "تون ته جلد مرندين، اسان کي ته ڀلا جيئڻ ڏي!" ٻئي
ڏينهن صبح جو سڀئي خانه بدوش وڻ جي چوگرد جمع ٿيندا آهن.

انهيءَ تقريب جي مکيه هستي ”گرين جارج“ هوندو آهي، جو ننهن ڪيان وڻي چوٽيءَ تائين ساون پنن ۽ گلن ۾ ڍڪيل هڪ نوجوان ڇوڪرو هوندو آهي. هو پنهنجي قبيلي جي ڏورن کي گاه ۽ مال کجهه مٺيون پريءَ اچلائي ڏيندو آهي ته جيئن انهن کي سڄي سال جي دوران ۾ چاري جي ڪا ڪمي نه رهي. ان کان پوءِ، هو تي ڪوڪا ڪٽي، جي ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين تائين پاڻيءَ ۾ پسيا رکيا هوندا آهن، بيد جي وڻ ۾ ٺوڪيندو آهي، بعد ۾ هو انهن کي وري ڇڪي ٻاهر ڪڍندو آهي، ۽ پاڻيءَ جي روحن کي ٻه آهنگ ٻڌائڻ لاءِ انهن کي ڪسيءَ جي وهندڙ پاڻيءَ ۾ اڇلائيندو آهي. سڀ کان پوءِ ”گرين جارج“ کي پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ جو ڏونگ ڪيو ويندو آهي، پر حقيقت ۾ اهو ڪارين ۽ پنن مان ٺهيل هڪ گڏو هوندو آهي، جنهن کي ڪسيءَ جي پاڻيءَ ۾ غوطا ڏنا ويندا آهن. انهيءَ رسم جي هن صورت ۾ زالن کي ويم جي آسانيءَ ۽ پوڙهن ۽ بيمارن کي ضروري طاقت بخشڻ جهڙن قوتون صاف طرح بيد جي وڻ ڏانهن منسوب ڪيون وڃن ٿيون؛ هو ڏانهن وري ”گرين جارج“، جو وڻ جو همسر آهي، چوپائي مال تي چاري جي نوازش ڪري ٿو، ۽ پاڻيءَ جي روحن جو اڻ سڌيءَ طرح وڻ سان رابطو قائم ڪري، ملڪ واسطي انهن جي شفقت حاصل ڪرڻ جو بندوبست ڪري ٿو.

هن قسم جي ٻين وڌيڪ مثالن پيش ڪرڻ کان سواءِ ٿي اڳين صفحن ۾ جو پيش ٿي چڪو آهي، تنهن جو اسين مٿاهارد بٽ جي لفظن ۾ هيئن ڪٽي اختصار تا ڪريون: ”جن رسمن جو مٿي حوالو ڏنو ويو آهي، سي هن نتيجي کي يقيني طور ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن ته موسم بهار جي انهن جلوسن ۾ نباتات جي روح جي نمائندگي ’مي ٽري‘ ۽ ان سان گڏوگڏ پنن ۽ گلن سان ڍڪيل ڇوڪري يا ساڳيءَ طريقي سان سينگاريل ڇوڪرو ڪندا آهن. اهو ساڳيو ئي روح آهي، جو وڻ کي جان بخشي ٿو ۽ ننڍن ننڍن ٻوٽن ۾ متحرڪ آهي، ۽ جنهن کي اسان ’مي ٽري‘ ۽ ’هارويسٽ مي‘

جي صورت ۾ شناخت ڪيو آهي. بلڪل معقول نموني ائين سمجهيو وېندو آهي ته اهو روح پاڻ کي موسم بهار جي ڦوٽڻ گل ۾ ظاهر ڪري ٿو ۽ ساڳئي ئي وقت پنهنجو ظهور 'مي-روز' جي ڪردار ادا ڪندڙ ڇوڪريءَ ۽ فصل ڏيندڙ 'والبر' جي شخصيت ۾ ڪري ٿو. ديوتا جي انهيءَ نمائندي جي جلوس کي پکين، قلمدار وڻن ۽ فصلن تي ساڳيو ئي نيڪ اثر پيدا ڪندڙ سمجهيو ويندو هو، جهڙو هوند خود ديوتا جي موجودگيءَ جي حالت ۾ پيدا ٿئي ها. ٻين لفظن ۾ چئجي ته سانگ ڪندڙ کي نباتات جي روح جو محض بيجان نقش نه، پر ان جو حقيقي نمائندو سمجهيو ويندو هو، ان ڪري 'مي-ٽري' ۽ 'مي-روز' جي جلوسن ۾ شامل ٿيندڙ انهيءَ خواهش جو اظهار ڪندا هئا ته شل اهي، جن کين آنا ۽ گوشت وغيره جي سوکڙين ڏين کان انڪار ڪيو هوءَ سي انهن سڀني نعمتن کان محروم رهن، جي انهيءَ سيلاني روح جي اختيار ۾ هيون. اسين هي به نتيجو ڪڍي سگهون ٿا ته 'مئي-وڻن' ۽ 'مئي-ٽارين' سان جيڪي پنڌ لاءِ در در جلوس ڪڍيا ويندا هئا، ('مئي' يا اونهاري کي وٺي اچڻ لاءِ') تن جو شروعات ۾ ڪو سنجيده ۽ مقدس مقصد هوندو هو، ماڻهو درحقيقت ائين سمجهندا هئا ته فصل رکي اپاريندڙ ديوتا ٻين جي نگاهن کان پوشيده طور انهيءَ ٽاريءَ ۾ موجود هوندو هو، ۽ ان کي جلوس جي صورت ۾ هر هڪ گهر ڏانهن آندو ويندو هو ته اهو گهروارن تي پنهنجي رحمت نازل ڪري. اهڙن نالن، جهڙوڪ 'مي'، 'فادر مي'، 'مي ليڊي'، 'ڪئين آف مي' (مئي جي راڻي) جن سان نباتات جي انساني يا انسان نما روح کي عام طرح سڏيو ويندو آهي، ڏيکارين ٿا ته نباتات جي روح کي گويا خود ان موسم جي شخصيت عطا ڪئي وئي ٿي، جنهن ۾ ان جي زندگيءَ ۽ قوتن جو ڀرپور انداز ۾ اظهار ٿئي ٿو."

هن وقت تائين اسان ائين ڏسندا آيا آهيون ته وڻ يا نباتات جي روح جو عام طرح اظهار فقط ڪنهن سائيءَ چيز، جهڙوڪ وڻ، ٽاريءَ يا گل ذريعي، يا ساڳئي وقت سياوڪ ۽ ماڻهوءَ جي

وسيلي، جيئن وڻ يا شاخ يا گل ۽ گُڏي يا جيئري ماڻهوءَ جي ميلاپ سان، ڪيو ويندو آهي. هيئر اسان کي ڏيکارڻو آهي ته ڪڏهن ڪڏهن ساوڪ جي روح جي اظهار ڪرڻ لاءِ وڻ، ٽاريءَ ۽ گل کي بلڪل غيرضروري سمجهي، نظرانداز ڪيو ويو آهي، ۽ فقط زنده ماڻهوءَ جي وسيلي کي ڪافي سمجهي ان کي ئي قائم رکيو ويو آهي. ان صورت ۾، مرد يا عورت جي انهيءَ نمائنده حيثيت کي، گهڻو ڪري پنن يا گلن ۾ ڪپس ملبوس ڪري، عيان ڪيو ويندو آهي؛ ڪن حالتن ۾ وري سندن اهڙي حيثيت سندن نالن سان ظاهر ٿيندي آهي، جي مٿن رکيا ويندا آهن.

چنانچه روس جي ڪن علائقن ۾ سينٽ جارج جي ڏينهن تي (٢٣ اپريل) هڪ نوجوان کي، انگلينڊ جي "جيڪ-ان-دي-گرين" وانگر، پنن ۽ گلن جي پوشاڪ پهرائي ويندي آهي. سلووين نسل وارا ان کي "گرين جارج" سڏيندا آهن. هڪ هٿ ۾ مشعل ۽ ٻئي ۾ گوشت جو پيل سوڪ مانيءَ جهلي، هو پنين ۾ هليو ويندو آهي، ۽ سندس پٺيان ڇوڪريون موزون قسم جا گيت ڳائينديون وينديون آهن. ان کان پوءِ جهنگلي خاردار ٻوٽن کي گول دائري جي صورت ۾ رکي باه ڏني ويندي آهي، ۽ اها ماني ان باه جي وچ ۾ رکي ويندي آهي. انهيءَ رسم ۾ جيڪي به شريڪ ٿيندا آهن، سي سڀئي باه جي چوگرد ويهي هڪٻئي ۾ اها ماني تقسيم ڪندا آهن. هن رسم ۾ پنن ۽ گلن ۾ ملبوس "گرين جارج" صاف طرح سان ڳئي نموني ڏيکيل انهيءَ "گرين جارج" سان مشابهت رکي ٿو، جو ڪارنٿيا، ٽرانسلوانيا ۽ رومانيا جي ساڳئي ڏينهن تي ادا ٿيندڙ رسمن ۾ وڻن سان وابسته ڪيو ويندو آهي. ٽين اگهي ئي ڏڻوسون ته روس ۾ 'وٽسنتائيڊ' ڏينهن 'برچ' وڻ کي زنانا ڪپڙا ڍڪائي گهر ۾ رکيو ويندو آهي. پنسڪ ضلعي جون روسي ڇوڪريون 'وٽمنڊي' ڏينهن جيڪا رسم ادا ڪنديون آهن، سا به هو انهيءَ رسم جهڙي آهي، يعني پاڻ مان سڀني کان زياده خوبصورت ڇوڪري منتخب ڪري، هو ان کي وڻن رڄي گهاٽن پنن

۾ ويڙهي، ڳوٺ ۾ ڪٺي گهمائينديون آهن.

رهولا ۾: جيئن ئي موسم بهار ۾ وڻ ساوا ٿين، شروع ٿيندا آهن، تيئن اتان جا ڇوڪرا آرتوار ڏينهن ڪنا ٿي جهنگ ڏانهن ويندا آهن، جتي هو پاڻ منجهان هڪ ڇوڪرو چونڊيندا آهن، جنهن کان هو 'لٽل ليف مئن' (پنن جو ننڍڙو ماڻهو) جو ڪردار ادا ڪرائيندا آهن. هو وڻن مان ٽاريون ڀڃي، انهن کي ڇوڪري جي سڄي جسم تي ويڙهي ڇڏيندا آهن، تان جو پنن جي انهيءَ پوش مان فقط سندس جتي ظاهر هوندي آهي. ڏسڻ لاءِ اکين وٽ ٻه سوراخ هوندا اٿس، ۽ ٻه ڇوڪرا 'لٽل ليف مئن' کي هٿ کان وٺي هلندا آهن ته جيئن هو ٿاٻو نه کائي يا ڪري نه پوي. ڳائيندا ۽ نچندا هو ان کي گهر گهر وٺي ويندا آهن ۽ کاڌي پيتي جي شين، جهڙوڪ آنن، ملائيءَ، چٽڻين ۽ ڪيڪن جي خيرات گهرندا ويندا آهن. آخرڪار 'لٽل ليف مئن' جي مٿان پاڻي هاريندا آهن ۽ گڏ ڪيل کاڌي جي دعوت ڪندا آهن. سئٽزرلئنڊ ۾ فرڪٽال وٽ 'وٽسنٽائيڊ' جي ڏينهن ڇوڪرا جهنگ ڏانهن ويندا آهن ۽ پاڻ منجهان هڪڙي کي پنن وارين ٽارين ۾ ويڙهيندا آهن. کيس "وٽسنٽائيڊ جو لفنگو" سڏيندا آهن، ۽ کيس گهوڙي تي سوار ڪري، هٿ ۾ سائي ٽاري ڏيئي، ڳوٺ ڏانهن واپس وٺي ايندا آهن. ڳوٺ جي کوهه وٽ جلوس اچي بيهندو آهي، ۽ پنن ۾ ملبوس "لفنگي" کي گهوڙي تان هيٺ لاهي، کيس حوض ۾ غوطا ڏنا ويندا آهن. اهڙيءَ طرح پوءِ کيس هرڪنهن مٿان پاڻي اڇلائڻ وجهڻ جو حق حاصل ٿيندو آهي، ۽ هو اهو حق پاڻ جيڏن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين تي استعمال ڪندو آهي. ڇوڪرا هن جي اڳيان جلوس جي صورت ۾ هلندا رهندا آهن ۽ هرڪو کيس مٿون ڪندو ويندو آهي ته "مون کي وهنجار، مون کي وهنجار!"

انگلنڊ ۾ اهڙن پنن ۾ ملبوس سانگ رچائيندڙن جو سڀني کان زياده مشهور مثال "جئڪ-ان-دي گرين" آهي، جنهن جو سانگ هميشه هڪ "چمني صاف ڪندڙ" رچائيندو آهي. هو بيد جي تيلين مان ٺهيل

مخروطي شڪل جو ٽوڪرو مٿي ۾ وجهي گهمندو آهي، جنهن جي مٿان ڦليون ۽ گل پيل هوندا آهن ۽ سيني جي مٿان گلن ۽ ريشن جو تاج رکيل هوندو آهي. اهڙي سازوسامان سان سينگارجي، هو 'مي-ڊي' تي چمني صاف ڪندڙن جي ٽولي جي اڳيان نچندو آهي، جي ماڻهن کان پئسا جمع ڪندا آهن. فرڪتال ۾ ساڳئي قسم جي ٽوڪري جي پچري کي 'ونسنٽائيڊ جو ٽوڪرو' سڏيندا آهن. جيئن ئي وڻ پور جهلڻ شروع ڪندا آهن، تيئن ئي جهنگ ۾ هڪ جاءِ منتخب ڪئي ويندي آهي، جتي ڳوٺ جا سڀ ڇوڪرا گڏ ٿي تمام ڳجهه راز داريءَ سان ٽوڪرو ٺاهيندا آهن، ته مٿان پيا ڪانئن اڳ ئي اهو ڪم سرانجام ڪري وڃن. پنن واريون ٽاريون پن گول چڪرن جي چوڌاري ويڙهيون وينديون آهن، جن سان هڪ پائيندڙ جي ڪلهن تي رکيل هوندو آهي ۽ پيو سندس ٽنگن جي چوڌاري ويڙهيل هوندو آهي. اکين ۽ وات وٽ سوراخ ٺهيل هوندا اٿس، ۽ سڄي اهڙيءَ طرح لباسيل "جئڪ" جي مٿان هڪ وڏو گلدستو رکيل هوندو آهي. انهيءَ چمڙاپوش ۾ هو "شام جي عبادت" وقت اوچتو اچي ڳوٺ ۾ پرگهٽ ٿيندو آهي ۽ سندس اڳيان ٿي ڇوڪرا بيد جي چوڌي مان ٺهيل توتارا وڄائيندا ويندا آهن. هن جي سائين جو وڏو مقصد هوندو آهي ته ان ڇوڪري کي ٽوڪري سميت ڪٽي، پاسي وارن ڳوٺن جي ڇوڪرن جي ڪوشش جي باوجود، جي هيءُ 'ونسنٽائيڊ' ٽوڪرو ڪانئن ڪسي ڪنهن طرح وڃي پنهنجي ڪوه تي رکڻ جا آرزومند هوندا آهن، پڇي وڃي پنهنجي ڳوٺ جي ڪوه تي رکڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن.

اهڙين حالتن ۾، جن جا مٿيان چند مثال آهن، صاف ظاهر آهي ته پنن ۾ ڍڪيل ماڻهو، جنهن کي جلوس جي صورت ۾ گهمايو ويندو آهي، سو مئي-وڻ، مئي-ٽاريءَ، يا مئي-بوٽي جي مترادف آهي، جنهن کي پار گهر گهر ڪٺي وڃي پنائيندا آهن. پيئي نباتات جي نيڪ روح جا نمائندا آهن، جنهن جي گهر ۾ تشريف آوريءَ جو پيسن يا ڪاڌي جي سوکڙين سان عيوضو اداڪيو ويندو آهي.

گهڻن موقعن تي پنن ۾ ملبوس ماڻهوءَ کي، جو نباتات جي روح جي نمائندگي ڪندو آهي، "بادشاه" يا "راڻي" ڪوٺيو ويندو آهي؛ چنانچه مثال طور ان کي "مئي بادشاه"، "وٽسنٽائيڊ بادشاه"، "مئي جي راڻي"، وغيره، سڏيو ويندو آهي. انهن لقبن مان، جيئن مئنهارڊٽ چوي ٿو، معلوم ٿئي ٿو ته عام اعتقاد موجب نباتات ۾ رهندڙ روح نهايت طاقتور ۽ وڏو حڪمران آهي، جنهن جي تخليق ڪندڙ قوت دور دور ڦهليل رهي ٿي.

سالزويڊل جي نزديڪ هڪ ڳوٺ ۾ 'وٽسنٽائيڊ' تي هڪ 'مي-ٽري' نصب ڪيو ويندو آهي ۽ ڇوڪرا ان طرف ڊوڙندا آهن؛ جيڪو به ان وٽ سڀني کان پهريائين پهچندو آهي، سو "بادشاه" ٿيندو آهي؛ سندس ڳچيءَ ۾ گلن جو هار وڌو ويندو آهي ۽ هٿ ۾ 'مي-بش' (مئي جي ٽاري) هوندي اٿس، جنهن سان، جيئن جلوس اڳتي وڌندو ويندو آهي، تيئن هو اوسي پاسي ماڪ ڇنڊيندو ويندو آهي. پوءِ ڇوڪرا هر گهر وٽ بيهي، گيت ڳائي، گهر جي ڀاتين جي سٺيءَ قسمت جي دعا ڪندا آهن، جنهن ۾ "واڙي ۾ بيٺل ڪاريءَ ڪڪڙ جو حوالو ڏيندا آهن، جا اڇو ڪير ڏيندي آهي، ۽ ڪنڌيءَ ۾ ويٺل ڪاريءَ ڪڪڙ جو ذڪر ڪندا آهن، جا اڇا آنا ڏيندي آهي"، ۽ آنن، سوئر جي گوشت وغيره جو خيرات گهرندا آهن. سئليشيا ۾ انگلوٽ ڳوٺ وٽ 'وٽسنٽائيڊ' تي هڪ رسم ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن کي "بادشاه جي ڊوڙ" چوندا آهن. ٻنيءَ جي وچ ۾ هڪ لڪڙو کوڙيو ويندو آهي، جنهن کي ڪپڙو ٻڌل هوندو آهي ۽ نوجوان گهوڙي تي سوار ٿي ان جي پاسي مان لنگهندي، ڪپڙي کي ڇنڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جيڪو اهو ڪپڙي کي لڪڙي تان پٽي کڻي وڃي ۽ ان کي پاسي واريءَ اوڊر نديءَ ۾ ٻوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي، تنهن کي "بادشاه" بڻايو ويندو آهي. هن حالت ۾ لڪڙو يقيناً 'مي-ٽري' جو نعم البدل آهي. برونسوڪ جي ڪن ڳوٺن ۾ "وٽسنٽائيڊ" ڏينهن مئي-بادشاه کي مڪمل طور مئي-ٽاريءَ ۾ ويڙهيو

ويندو آهي. ٽورنجين جي ڪن علائقن ۾ به 'وٽسنٽائيڊ' تي "سي-ڪنگ" ("مئي جو بادشاه") ٺاهيو ويندو آهي، پر ان کي البت مختلف لباس ڍڪيو ويندو آهي. ڪاٺ جو هڪ اهڙو فريم ٺاهيو ويندو آهي، جنهن تي ماڻهو بيهي سگهي؛ ان کي هر طرف کان وڻن جي شاخن سان ڍڪيو ويندو آهي، ۽ مٿان تارين ۽ گلن جو تاج هوندو اٿس، جنهن ۾ هڪ گهنڊ ٻڌل هوندو آهي. اهو فريم پيلي ۾ رکيو ويندو آهي ۽ "سي-ڪنگ" ان ۾ لڪي ويهندو آهي. ٻيا وري سندس ڳولا ۾ نڪرندا آهن، ۽ جڏهن ان کي وڃي هٿ ڪندا آهن، تڏهن ڪوٺ ۾ مئجسٽريٽ، پادريءَ ۽ ٻين وٽ وٺي ويندا اٿس، جن کي اهو اندازو ڪرڻو پوندو آهي ته ان سبزين سان ڍڪيل فريم ۾ ڪير پوشيده آهي. جيڪڏهن سندن اندازو غلط نڪرندو آهي ته مئي-بادشاه ڪنڌ ڌوڻي گهنڊ وڄائيندو آهي، ۽ غلط اندازي ڪرڻ واري کي بيير (شراب) يا ٻي ڪنهن اهڙي شيءِ جي چٽي ڀرڻي پوندي آهي. واهرسٽيڊ جا ڇوڪرا 'وٽسنٽائيڊ' تي ٽڪن ذريعي پاڻ مان هڪ بادشاه ۽ هڪ خدمتگذار منتخب ڪندا آهن. خدمتگذار کي ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين 'سئي-بوٽي' جي پنن ۾ ڍڪيندا آهن. مٿي تي گلن جي هارن سان ويڙهيل ڪاٺيءَ جو تاج وجهندا اٿس ۽ هٿ ۾ ڪاٺ جي ترار ڏيندا اٿس. ٻئي طرف "بادشاه" کي سڃاڻڻ لاءِ سندس ٽوپيءَ ۾ فقط هڪ ننڍو گلدستو لڳل هوندو آهي ۽ هٿ ۾ هڪ ڪانو هوندو اٿس، جنهن کي سرخ رنگ جي ربين ويڙهيل هوندي آهي. سڀئي گڏجي هر گهر مان ڪڪڙين جو خيرات پنندا آهن ۽ جتان نه ملندو اٿن، اتي هيءَ بد دعا ڏيندا آهن ته 'سڄي سال جي دوران ۾ شل ڪڪڙيون هڪ به آنو نه لاهين.' هن رسم ۾ خدمتگذار ڪنهن نه ڪنهن سبب ڪري "بادشاه جو تاج" ضبط ڪيو ڏسجي ٿو. هائلبڊيشير وٽ پنج يا ڇهه نوجوان 'وٽمنڊي' جي شام جو ڏگها ڇهبڪ کڻي، انهن مان پوري پوري وقفي بعد ٺڪاءَ ڪيندا، ۽ گهرن مان ڪڪڙين جا آنا جمع ڪندا ويندا آهن. انهيءَ گروه جيءَ

مکيه شخصيت هڪ ’ليف-ڪنگ‘ (پنن جو بادشاه) هوندو آهي، جو هڪ ڇوڪرو هوندو آهي، جنهن جي مٿان ايترا ته گهڻا پن ويڙهيل هوندا آهن، جو سندس سڄي جسم مان فقط سندس پير ظاهر هوندا آهن. هن جو ظاهري قد پنن جي هڪ ڍڳهي تاج سبب تيئن وڌو معلوم ٿيندو آهي. هٿ ۾ هڪ ڍڳهو ڏنگن ڦرڻ وارو چمٽو هوندو اٿس، جنهن سان هو رولو ڪتن ۽ ڇوڪرن کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. بوهيميا جي ڪن علائقن ۾ ’وٽمنڊي‘ ڏينهن نوجوان ڇوڪرا پنهنجن مٿن ۾ ’برچ‘ وڻ جي ڇوڏن مان ٺهيل ڍگهيون ٽوپيون پائيندا آهن، جن کي گلن سان سينگاريو ويندو آهي. منجهانئن هڪ کي ”بادشاه“ جي پوشاڪ پهرايل هوندي آهي، ۽ ان کي بنان ڦيٿن واريءَ گاڏيءَ ۾ ويهاري ڳوٺ جي سائي ميدان ڏانهن گهلي وٺي ويندا آهن، ۽ رستي تي جيڪڏهن ڪنهن تلاءَ جي پاسي مان لنگهندا آهن، ته گاڏيءَ کي هميشه ان ۾ اونڌو ڪري ٽٻيون ڏيارنيدا آهن. سائي ميدان وٽ پهچي، سڀئي بادشاه جي چوگرد جمع ٿيندا آهن ۽ هڪ ”بانگو“ يا ”ڍڪ“ ڪنهن پٿر تي ٽپ ڏيئي يا وڻ تي چڙهي ويهندو آهي ۽ هر گهر ۽ ان جي ڌاتين جي متعلق هڪ ٻي ڊولي ٺهيل نظم ۾ ڳالا ڪرڻ شروع ڪندو آهي. بعد ۾ پنن جون پوشاڪون لاٿيون وينديون آهن ۽ سڀئي بهترين ڪپڙا پائي ڳوٺ ۾ گهمندا آهن، ۽ هٿ ۾ مٽيءَ-وڻ کڻي خيرات پنندا ويندا آهن. ڪن وقتن تي کين ڪيڪ، ان ۽ آنا ڏنا ويندا آهن. لئنگينسالزا جي قريب گروس وار گولا وٽ ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ ’وٽسنٽائيڊ‘ جي ڏينهن هڪ ”گاه جي بادشاه“ کي جلوس جي صورت ۾ ڦيرائيندا هئا. کيس ڇيڙيل جي وڻ جي ٽارين مان ٺهيل هڪ مخروطي شڪل جي پڃري ۾ بند ڪيو ويندو هو، جنهن جي چوٽي ٽارين ۽ گلن مان ٺهيل هڪ شاهي تاج سان سينگاريل هوندي هئي. پنن جو اهو مخروطي پڃرو هو اهڙي نموني مٿان وجهي گهوڙي تي سوار ٿيندو هو، جو ان جو هيٺيون حصو زمين سان پيو گسندو هو ۽ ان ۾ فقط

سندس منهن لاءِ هڪڙو ڳڙڪو چڏيو ويندو هو. نوجوانن جي قافلي جي وچ ۾ هو جلوس جي صورت ۾ ڌاڳون هال، ديول، وغيره، ڏانهن ويندو هو، جتي کين بيئر (شراب) پياريو ويندو هو. پوءِ پڙ واري 'سومربرگ' جي سٽن وڻن هيٺان ويهي هو پنهنجي "ڳاه جي بادشاه" جي سائي پوشاڪ لاهيندا هئا. ان جو تاج لاهي ڳوٺ جي پرئي مڙس جي حوالي ڪيو ويندو هو ۽ ڌاريون پڻ ۾ ڪوڙيون وينديون هيون ته جيئن فصل جا سٽلا ڍگها ۽ پلا ٿين. "وڻ جي روح جي نمائندي" ڏانهن آباديءَ جو جيڪو اثر منسوب ڪيو ويندو آهي، سو انهيءَ آخرين خصوصيت مان واضح ٿي رهيو آهي. پلسن (بوهيميا) جي آسپاس 'وتسنتائيد' تي ڳوٺ جي وچ ۾ ساين ڌارين جي مخروطي صورت جي هڪ جهوپڙي اڏي ويندي آهي، جنهن کي ڪوبه دروازو ڪونه هوندو آهي. انهيءَ جهوپڙيءَ ڏانهن ڳوٺ جي نوجوان ڇوڪرن جو هڪ گروه "بادشاه" جي زير قيادت سوار ٿي ويندو آهي. "بادشاه" پاسي سان ترار ٻڌندو آهي، ۽ مٿي ۾ لچڪيدار ڪانن جو ٺڪندو ٽوپلو هوندو اٿس. سندس پاسي ۾ هڪ امين، هڪ نقيب ۽ هڪ اهڙي شخصيت هوندي آهي، جنهن کي "ڏيڏرن جي کل لاهيندڙ" يا "جلاد" سڏيو ويندو آهي. جلاد هڪ قسم جو مسخرو هوندو آهي، جنهن کي ڪنيل پراڻي ترار ٻڌل هوندي آهي ۽ هو هڪ ڏٻري گهوڙي تي سوار هوندو آهي. جهوپڙيءَ وٽ پهچي، نقيب گهوڙي تان هيٺ لهندو آهي ۽ ان جي چوڌاري ڦيرا پائي دروازي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪوبه دروازو نه ڏسي، هو چوندو آهي: "اوهوا هي شايد ڪو طلسمي قلعو آهي، جتي ڏائڻيون پنن مان اندر رڙهي وڃن ٿيون ۽ کين دروازي جي ڪا ضرورت ئي ڪانهي!" آخرڪار هو پنهنجي تلوار ڇڪي ٻاهر ڪندو آهي ۽ ڌارين کي وڍي ٽڪي جهوپڙيءَ اندر داخل ٿيندو آهي، جتي هڪ ڪرسي رکيل هوندي آهي، جنهن تي ويهي هو نظم ۾ ڀاڙي اوڙي جي ڇوڪرين، ڪڙمين، ۽ زميندارن جي

نوڪرن تي عام ڇٽ ڪندو آهي. جڏهن اها ڪارروائي ختم ٿيندي آهي، تڏهن ”ڏيڏرن جي ڪل لاهيندڙ“ اڳتي وڌندو آهي، ۽ ڏيڏرن سان ڀريل هڪ پڃرو سڀني کي ڏيکاري، انهن کي قطار ۾ لڙڪائڻ شروع ڪندو آهي. پلاس علائقي جي آسپاس انهيءَ رسم ۾ ڪجهه تبديليون آهن. ”بادشاهه“ ۽ ”سپاهي“ ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين چوڏن ۾ ملبوس هوندا آهن، جن کي گلن ۽ ربين سان سينگاريو ويندو آهي، ۽ سڀني وٽ ترارون هونديون آهن ۽ اهي گهوڙن تي سوار هوندا آهن، جي پڻ ساين ٽارين ۽ گلن سان سينگاريل هوندا آهن. جنهن وقت ٽارين مان ٺهيل جهوپڙيءَ جي اندر ڳوٺ جي ڇوڪرين ۽ زالن جي ڇٽ ۽ طعنه زني جاري هوندي آهي، ان وقت ”نقيب“ لڪي لڪي هڪ ڏيڏر کي ڇهنڊيون پائيندو رهندو آهي، جو رڪي رڪي زور زور سان چين چين ڪندو آهي. پوءِ ڏيڏر کي ڦاسيءَ ڏيڻ جو حڪم ”بادشاهه“ صادر ڪندو آهي، تنهن تي ”جلاد“ ان جو سر قلم ڪري سندس رتو رت ٿيل جسم کي تماشائين جي وچ ۾ ڪٽي ڦٽو ڪندو آهي. سڀ کان آخر ۾ ”بادشاهه“ کي جهوپڙيءَ کان ڊوڙائي ٻاهر ڪڍيو ويندو آهي، ۽ ”سپاهي“ سندس پيڇو ڪندا آهن. ڏيڏر کي ڇهنڊيون پائڻ ۽ ان جو سر قلم ڪرڻ، منهارڊٽ جي راءِ موجب، بلاشبہ مينهن وسائڻ جا ٽوٽڪا آهن. اسين ڏسي آيا آهيون ته اورينوڪو جا ڪي ڳوٺاڙا هندستاني مينهن وسائڻ جي مخصوص مقصد لاءِ ڏيڏرن کي ماريندا آهن، ۽ ڏيڏرن کي ڪٽڻ، مينهن وسائڻ جو يورپي جنتر پڻ آهي.

موسم بهار ۾ گهڻو ڪري نباتات جي روح جي نمائندگي ”بادشاهه“ جي بدران ”راڻي“ ڪندي آهي. ليچووڪ (بوهيميا) جي گرد و نواح ۾، لينٽ جي چوٿين آرتوار ڏينهن، اتان جون ڇوڪريون اڇا ڪپڙا پائي، ۽ وارن ۾ بهار جي موسم جا پهريان ڦٽل گل وجهي، هڪ ڇوڪريءَ کي ڳوٺ ۾ گهمائينديون آهن، جنهن کي ”راڻي“ چيو ويندو آهي، ۽ ان کي گلن جو تاج پهرايو ويندو آهي. جلوس جي دوران ۾، جو انتهائي سنجيدگيءَ سان ڪڍيو

ويندو آهي، جنهن ۾ ڇوڪريءَ کي هڪ هنڌ ساڪت ٿي نه ويهڻو هوندو آهي، پر کيس مسلسل گيت ڳائڻو ۽ ڦيريون پائيون پونديون آهن. هر گهر ۾ ”راڻي“ بهار جي آمد جي خوشخبري ٻڌائيندي ۽ گهر وارن کي خوش بختيءَ جون دعائون ڏيندي آهي، جنهن جي عيوضي ۾ کيس سوکڙيون ڏنيون وينديون آهن. هنگاريءَ جون ڇوڪريون پاڻ منجهان سڀني کان خوبصورت ڇوڪري چونڊي، ان کي پنهنجي ’ولسنٽائيڊ جي راڻي‘ بڻائينديون آهن ۽ سندس پيشانيءَ تي هڪ وڏي جهومر وجهي، کيس ڳوٺ جي گهٽين مان ڪلهن تي کڻي ڦيرائينديون آهن. هر گهر وٽ بيهي، اهي پراڻي زماني جا منظوم داستان ڳائينديون، ۽ سوکڙيون ولنديون وينديون آهن. ڏکڻ اوڀر آئرلئنڊ ۾ ’مي-ڊي‘ تي سڀني کان زياده خوبصورت ڇوڪريءَ کي ٻارهن مهينن لاءِ ”ضلعي جي راڻي“ منتخب ڪيو ويندو هو. کيس جهنگلي گلن جو تاج پهرايو ويندو هو، بعد ۾ دعوتون، ناچ ۽ بيون ڳوٺائيون رانديون ڪيون وينديون هيون، ۽ شام جو هڪ شاندار جلوس ڪڍي ان تقريب کي ختم ڪيو ويندو هو. پنهنجي ”عهدي“ جي سڄي سال جي دوران ۾ هوءَ نوجوانن جي ناچن ۽ خوشين جي ٻين ڳوٺاڻن اجتماعن جي صدارت ڪندي هئي. جيڪڏهن هيءَ ’مي-ڊي‘ اچڻ کان اڳ ئي سندس شادي ٿيندي هئي ته پوءِ سندس اختياري ختم ٿي ويندي هئي، پر جيستائين وري اهو ڏينهن واپس موٽي نه ايندو هو، تيستائين سندس نئين جانشين ڪانه چونڊي ويندي هئي. ’مئي-ڪئين‘ (’مي جي راڻي‘) جي تقرر واري رسم فرانس ۽ انگلينڊ ۾ به عام طرح مروج آهي.

وري ڪن هنڌن تي نباتات جي روح جي نمائندگي ”بادشاهه ۽ راڻيءَ“ ”لارڊ ۽ ليڊيءَ“ يا ”گهوٽ ۽ ڪنوار“ ذريعي ڪرائي ويندي آهي. هتي به ”وڻ جي روح“ جي انسان نما توڙي نباتاتي نمائندگيءَ جي درميان توازن قائم آهي، جو ته اسان مٿي ڏسي آيا آهيون ته ڪن وقتن تي وڻن جي به هڪٻئي سان شادي رچائي ويندي آهي. ڏکڻ واروڪشائر ۾ هالفورڊ وٽ اتان جا ٻار ’مي-ڊي‘

تي جوڙو جوڙو ٿي، ”بادشاهه ۽ راڻي“ جي سرڪردگيءَ هيٺ گهر گهر چڪر لڳائيندا آهن. ٻه ڇوڪرا ڇهن يا ستن فٽن جي ڊيگهه واري مٿي ـ لڪڙو ڪٺي هلندا آهن، جو گلن ۽ ساوڪ سان ڍڪيل هوندو آهي. لڪڙي جي چوٽيءَ وٽ ٻه پٽيون صليب جي صورت ۾ لڳل هونديون آهن، جي هڪٻئي سان گونين ڪنڊن تي ٺهي بيهنديون آهن. انهن کي به گلن ۽ ساون پنن سان سينگاريو ويندو آهي ۽ پٽين جي پڇڙين وٽان ڇڪرا لٽڪيل هوندا اٿن، جي پڻ ساڳيءَ طرح سينگاريل هوندا آهن. ٻار هرهڪ گهر اڳيان مئي جا گيت ڳائيندا آهن ۽ ان جي بدلي ڪين پئسا ملندا آهن، جي هو شام جو اسڪول ۾ چانهه پارٽي ڪرڻ لاءِ صرف ڪندا آهن. ڪونيگراز جي هڪ بوهيميائي ڳوٺ ۾ اتان جا ٻار ’وٽمنڊي‘ ڏينهن ”بادشاهه جي راند“ ڪڍندا آهن، جنهن ۾ ”بادشاهه ۽ راڻي“ هڪ وڏيءَ ڇٽيءَ هيٺان هلندا آهن، راڻيءَ کي هڪ هار پيل هوندو آهي ۽ سندس ڪان ننڍي ڇوڪري انهن جي پوئتان رکيءَ ۾ گلن جا ٻه هار رکي هلندي آهي. سندن خدمت ۾ ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هونديون آهن، جن کي ”گهوٽ جا ماڻهو“ ۽ ”ڪنوار جون سهيليون“ سڏيندا آهن، ۽ اهي سڀئي گڏجي، سڀني گهرن مان سوکڙيون پاکڙيون گڏ ڪندا آهن. نسليشيا ۾ ’وٽسنٽائيڊ‘ جي عوامي تقريب جي هڪ باقاعده خصوصيت ”بادشاهيءَ لاءِ مقابلو“ هوندو هو، ۽ ڪنهن حد تائين اڃا به آهي. اهو مقابلو مختلف صورتون اختيار ڪندو هو، پر ان جو مقصود گهڻو ڪري مئي ـ وڻ يا مئي ـ لڪڙي تي قبضي ڪرڻ جو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ان نوجوان کي، جو انهيءَ لسي لڪڙي تي چڙهي وڃڻ ۽ ان تي رکيل ڪنهن انعام کي هيٺ لاهي اچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هو، ”وٽسنٽائيڊ جو بادشاهه“ ۽ سندس معشوقه کي ”وٽسنٽائيڊ جي ڪنوار“ ڪري اعلان ڪيو ويندو هو. ان کان پوءِ بادشاهه مئي ـ بوٽو ڪڻي سڄيءَ سنگت سان گڏ شراب خاني ڏانهن ويندو هو، جتي ڳائي پي، ناچ ڳانو ڪري، ان محفل کي برخاست ڪيو ويندو هو. اڪثر

حالتن ۾ نوجوان ڪڙمي ۽ مزدور گهوڙن تي سوار ٿي مٺي-لڪڙي تائين
گوءِ ڪندا هئا، جنهن ڪي گلن، ربنن ۽ تاج سان سينگاريو ويندو
هو. جيڪو سڀني کان اول لڪڙي کي وڃي رسندو هو، سو
'وٽسنڊائيڊ بادشاهه' ٿيندو هو، ۽ باقي ٻين سڀني کي انهيءَ ڏينهن
لاءِ سندس حڪم مڃڻا پوندا هئا. سڀني کان زياده بڇڙو سواري
ڪندڙ "مسخرو" ٿيندو هو. مٺي-لڪڙي وٽ، سڀ گهوڙن تان
هيٺ لهي، "بادشاهه" کي ڪلهن تي کڻندا هئا. هو تمام تيزيءَ
۽ مهارت سان لڪڙي تي چڙهي ويندو هو ۽ ان جي چوٽيءَ
وٽان مٺي-ٻوٽو ۽ "تاج" لاهي ايندو هو، جي اڳ ئي اتي ٻڌل
هوندا هئا. ان وچ ۾ "مسخرو" شرابخاني ڏانهن ڊوڙندو ويندو
هو ۽ اتي پهچندي ئي ٽيهه نان ۽ برانڊيءَ جون چار صراحيون
جلد از جلد ٽڳائي پنهنجي هٿ وس رکڻ جي ڪوشش ڪندو
هو. سندس پٺيان ئي "بادشاهه" اچي سهڙندو هو، جو
جلوس جي اڳيان مٺي-ٻوٽو ۽ "تاج" کنيو ايندو هو. جيڪڏهن سندن
پهچڻ کان اڳ "مسخرو" نانن ۽ برانڊيءَ جي انتظام ڪرڻ ۾
ڪامياب ٿيو هوندو ۽ "بادشاهه" جي پهچڻ سان ئي هن جي هڪ عدد
تقرير ۽ بير جي گلاس سان آجيان ڪيائين، ته سندس بل "بادشاهه"
ادا ڪندو هو، ٻيءَ صورت ۾ اها چٽي ڪيس ئي ڀرڻي پوندي
هئي. ديول جي وقت پوري ٿيڻ کان پوءِ اهو شاهاڻو جلوس
ڳوٺ جي ارد گرد چڪر لڳائيندو هو، ان جي اڳيان "بادشاهه"
سواري ڪندو هلندو هو- هو سڄو گلن سان سينگاريل هوندو هو
۽ سندس هٿ ۾ مٺي-ٻوٽو هوندو هو. ان جي پٺيان "مسخرو"
هلندو هو، جنهن کي ابتا ڪپڙا پيل هوندا هئا ۽ ڪاڏيءَ تي
سڻيءَ جي ڏگهي ڏاڙهي ڇنبڙيل ۽ مٿي تي "وٽسنڊائيڊ جو تاج" پيل
هوندو هوس. ٻه گهوڙيسوار، جن کي محافظن جو چمڙاپوش هوندو
هو، پٺيان هوندا هئس. جلوس هرهڪ گهر اڳيان بيهندو هلندو
هو، ٻيئي "محافظ" گهوڙي تان هيٺ لهي، "مسخري" کي ان
گهر ۾ بند ڪري، گهر ڌڻيءَ کان ان جي ڏاڙهيءَ کي ڌوئڻ

واسطي صابڻ خريد ڪرڻ لاءِ چندي جي طلب ڪندا هئا. اهڙي رقت گهر اندر جيڪڏهن ڪا به ڪاڌي پيتي جي چيز ڪلف ۽ ڪنجيءَ کان ٻاهر پيل هوندي هئي، ته اتان جي رسم و رواج مطابق کين اها کڻي وڃڻ جي اجازت هئي. سڀ کان آخر هو انهيءَ گهر ايندا هئا، جتي ”بادشاه“ جي محبوبه سڪونت پذير هوندي هئي. کيس ”وٽسنٽائيڊ راڻيءَ“ جي خطاب سان سلام ڪيو ويندو هو، ۽ موزون تحفا، جهڙوڪ رنگ برنگي رومال، هڪ ڪپڙو ۽ ڪم ڪار وقت پائڻ وارو هڪ جبو هن کي ڏنا ويندا هئا. ”بادشاه“ کي سوغات طور هڪ صدري، گچيءَ ۾ ويڙهڻ وارو هڪ رومال، وغيره ڏنا ويندا هئا. ۽ ساڳئي وقت کيس ’مئي-پوڙي‘ يا ’وٽسنٽائيڊ وڻ‘ کي پنهنجي آقا جي اڱڻ اڳيان نصب ڪرڻ جو حق حاصل هوندو هو، جتي اهو ايندڙ سال جي ساڳئي ڏينهن تائين هڪ معزز نشان طور کتل رهندو هو. آخر ۾ جلوس شرابخاني ڏانهن ويندو هو، جتي ”بادشاه“ ۽ ”راڻي“ ناچ جو آغاز ڪندا هئا. ڪڏهن وري ”وٽسنٽائيڊ بادشاه ۽ راڻي“ انهيءَ عهدي تي ڪنهن ٻئي طريقي سان پهچندا هئا. ماڻهوءَ جي قد جيتري پلال مان ٺهيل بت کي، جنهن جي مٿي تي ڪاڙهيءَ ٽوپيءَ جو تاج رکيو ويندو هو، ٻن ماڻهن جي پهري هيٺ، جي مسلح محافظن جي پوشاڪن ۾ ملبوس هوندا هئا، گاڏيءَ تي چاڙهي، هڪ اهڙيءَ جاءِ تي پهچايو ويندو هو، جتي ان تي مقدمي هلائڻ لاءِ هڪ مصنوعي عدالت انتظار ۾ هوندي هئي. گاڏيءَ جي پٺيان ماڻهن جو انبوه هوندو هو. رسمي مقدمي هلائڻ کان پوءِ پلال جي ماڻهوءَ کي ڏوهي ٺهرائي ڦاسيءَ جي سزا جو حڪم ڏنو ويندو هو ۽ کيس ڦاسيءَ ڏيڻ واري ميدان ۾ هڪ لڪڙي سان ٻڌي جڪڙيو ويندو هو. نوجوان ڇوڪرا اکين تي پٽيون ٻڌي، پري کان ان کي ڀالي هڻڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيڪو ڪامياب ٿيندو هو، سو ”بادشاه“ ۽ سندس محبوبه ’راڻي‘ ٿيندي هئي. پلال جي ماڻهوءَ کي ”گوليئيٽ“ سڏيو ويندو هو.

ڊينمارڪ جي هڪ ضلعي ۾ هيءَ رسم هوندي هئي ته 'وٽسنٽائيڊ' جي موقعي تي هڪ ننڍڙي ڇوڪريءَ کي 'وٽسن-ڪنوار' جي پوشاڪ پارائي ويندي هئي ۽ هڪ ڇوڪري کي ان جو گهوٽ پڌايو ويندو هو. ڇوڪريءَ کي هڪ جوان ڪنوار وانگر سينگاريو ويندو هو. ۽ سندس مٿي تي تازه ترين موسم بهار جي گلن جو تاج رکيو ويندو هو. سندس گهوٽ کي به گلن، پنن، ربينن ۽ ڪنڊين سان خوب سينگاريو ويندو هو. ٻيا ٻار به پاڻ کي پيلي رنگ جي مختلف گلن سان ايترو سينگاريندا هئا، جيترو سندن وس ۾ هوندو هو. پوءِ اهي هڪ شاندار ۽ شاهي جلوس جي صورت ۾ هڪ گهر کان ٻئي ڏانهن ويندا هئا ۽ جلوس جي اڳواڻي ۾ ننڍڙيون ڇوڪريون ڪنديون هيون، جي ڪنوار جون سهيليون سڏائينديون هيون ۽ جلوس جي اڳيان ڇهه يا اٺ ''گهوڙيسوار'' (پنهنجي ڪاٺ جي گهوڙن تي) هلندا هئا، جي پنهنجي اچڻ جو اعلان وڏي وات ڪندا ويندا هئا. آنن، مکڻ، روٽين، ملائيءَ، ڪافيءَ، کنڊ ۽ موم بتين جون خيراتون وٺي لوڪن ۾ جمع ڪيون وينديون هيون. سيني گهرن جو هو چڪر هڻي جڏهن پورو ڪندا هئا، تڏهن ڪڙمين جون ڪجهه زالون شاديءَ جي دعوت جي انتظام ڪرڻ ۾ سندن همٿ وڌائينديون هيون ۽ ٻارڪاٺ جي تلهن چاڪڙين سان ڪچيءَ مٽيءَ جي فرش تي خوشيءَ وچان نچندا هئا، تان جو سج اڀري ويندو هو ۽ پکي پکڙ لاتيون لنوڻ لڳندا هئا. هن وقت فقط ڪن پوڙهن ماڻهن کي ننڍڙي ''وٽسن-ڪنوار'' ۽ سندس اهو هٺرادو شان و شوڪت ياد آهي.

اسان ڏٺو آهي ته ٻين ملڪن جون جيڪي رسمون 'مي-ڊي' يا 'وٽسنٽائيڊ' ڏينهن سان وابسته ڪيون وينديون آهن، سي سڀئي ڏن ۾ گهڻو ڪري ''وچ اونهاري'' ۾ ادا ڪيون وينديون آهن. چنانچه اسين ڏسون ٿا ته سئيڊن جي بليڪنج نالي هڪ صوبي ۾ اڃا تائين ''وچ اونهاري جي ڪنوار'' چونڊي ويندي آهي، جنهن کي ڪن موقعن تي ''ديول جو ننڍڙو تاج'' اڌارو ڏنو ويندو آهي.

ڇوڪري پنهنجي لاءِ پنهنجو ”گهوٽ“ چونڊيندي آهي ۽ انهن ٻنهي کي في الحال ”زال ۽ مڙس“ ڪري ليکيو ويندو آهي. ٻيا نوجوان ڇوڪرا ۽ پنهنجي لاءِ ”ڪنواريون“ چونڊيندا آهن. سڀا ٻئي قسم جي هڪ رسم ناروي ۾ به قائم رهندي آئي آهي.

۾ برياڻ ڪون (ڊافائين) جي آسپاس ’مي-ڏي‘ تي ڇوڪرا ڪنهن اهڙي نوجوان ڇوڪري کي ساون پنن ۾ ويڙهيندا آهن، جنهن جي محبوبه ساڻس بيوفائي ڪئي هوندي آهي، يا ٻئي ڪنهن سان شادي ڪئي هوندي اٿائين، ۽ هو زمين تي ليٽي پوندو آهي ۽ اهڙو ڏيکاءُ ڪندو آهي جڻ ته ننڊ اٿس. پوءِ هڪ ڇوڪري جا ڪيس محبت ڪندي هوندي ۽ ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ آماده هوندي، اچي اٿاريندي آهي ۽ کيس جاڳائيندي آهي، جنهن کان بعد کيس اٿاري هٿ کي هڪڙي هٿ ۾ پنهنجو هٿ ۽ ٻئي ۾ هڪ جهنڊو ڏيندي آهي. پوءِ ٻئي گڏجي شرابخاني ڏانهن ويندا آهن، جتي هو ناچ جي ابتدا ڪندا آهن. ۾ انهن کي هڪ سال اندر اندر شادي ڪرڻ گهرجي، نه ته کين ”پوڙهو ڪنوارو“ ۽ ”پوڙهي ڪنواري“ ڪري ليکيندا آهن ۽ کين نوجوانن جي صحبت کان محروم ڪيو ويندو آهي. ڇوڪري کي ”مئي جو گهوٽ“ سڏيو ويندو آهي. شرابخاني ۾ هو پنن جو لباس لاهي ڇڏيندو آهي، جنهن مان، سندس ناچ جي ساٿياڻي، گل ڦل ملائي، هڪ گلدستو ٺاهيندي آهي، جنهن کي اها ٻئي ڏينهن، جڏهن هو کيس دوباره شرابخاني ڏانهن وٺي ويندو آهي، پنهنجي ڇاتيءَ ۾ وجهي هلندي آهي. انهيءَ جهڙي هڪ رسم روس ۾ به هوندي آهي، جا ’وتسنڊي‘ کان اڳ واري خميس ڏينهن نيريڇٽا ضلعي ۾ ادا ڪئي ويندي آهي. ڇوڪريون گڏجي ٻيلي ۾ وينديون آهن، جتي هو سڀني کان زياده شاندار ”برچ“ جو وڻ چونڊي، ان جي چوڌاري هڪ پٽو ويڙهينديون آهن ۽ ان جي هيٺاهين ٽارين کي پاڻ ۾ ملائي، انهن جو هڪ چڪرو ٺائينديون آهي، جنهن کان پوءِ اهي جوڙي جوڙي ٿي، انهيءَ چڪري وچان هڪٻئي کي چميون ڏينديون آهن. جنڪي

ڇوڪريون انهيءَ ڇڪري وچان هڪبئي کي چميون ڏينديون آهن، سي هڪبئي کي ”بدنام ڇوڪريون“ ڪري سڏينديون آهن. پوءِ منجهانئن هڪڙي ڄڻي اڳتي وڌي، هڪ شرابيءَ جو ڍونگ ڪري، زمين تي ڪري پوندي آهي، ۽ گاهه مٿان ليٽڙيون پائي پائي، اگهور ننڊ ۾ سمهڻ جو مڪر ڪندي آهي. هڪ ٻي ڇوڪري پوءِ انهيءَ ستل مڪريل کي اٿاري ان کي پيار ڪندي آهي. بعد ۾ هي سڀئي سهٽيون نينگريون هارن ٺاهڻ لاءِ، جن کي اهي پوءِ پاڻيءَ ۾ اڇلائي ڇڏينديون آهن، گيت ڳائينديون پيليءَ مان نچنديون ڪڏنديون، گل پٽينديون وينديون آهن. نهر جي پلٽيءَ مٿان ترندڙ گلن جي هنن هارن جو پوءِ جيڪو حشر ٿيندو، تنهن مان هو پنهنجي تقدير معلوم ڪنديون آهن. هن رسم ۾ ”نشي ۾ بدمست ٿي سمهندڙ“ جو ڪردار ڪنهن زماني ۾ شايد ڇوڪرو ادا ڪندو هو. انهن فرينچ ۽ رومي رسمن ۾ اسان کي هڪ ”وسري ويل گهوٽ“ جو ڪردار ملي ٿو. پر هيٺ ذڪر ڪيل رسم ۾ ”نظر انداز ٿيل ڪنوار“ جو ڪردار ملي ٿو. چنانچه ”شروو اڱاري“* ڏينهن اوبرڪرين جا سلووين نسل وارا ٻلال جي ٻٽ کي، خوشيءَ وچان رڙيون ڪندا، ڳوٺ جي سڀني گهٽين ۽ رستن وغيره تان گهليندا ويندا آهن؛ تنهن کان پوءِ هو ان کي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندا آهن، يا باهه ۾ ساڙيندا آهن، ۽ ان جي شعلن جي بلنديءَ مان هو ايندڙ سال جي فصل جي برڪت

---

* ايسٽر کان چاليهه ڏينهن اڳ جيڪو اربع جو ڏينهن ايندو آهي، تنهن کي رومن ڪئٿولڪ فرقي وارا عيسائي ائش-اربع چوندا آهن، جو انهيءَ ڏينهن هڪبئي جي مٿن تي رک هاري ويندي آهي. چاليهن ڏينهن جي انهيءَ عرصي کي ’لينٽ‘ چوندا آهن ۽ اهو عرصو نفس ڪشيءَ لاءِ روزا رکيا ويندا آهن. ’ائش اربع‘ کان هڪ اڌ ڏينهن اڳ جيڪو اڱارو هوندو آهي، تنهن کي ”شروو اڱارو“ چوندا آهن. لينٽ جي روزن رکڻ کان اڳ ڇهن ڏينهن تائين گناهن وغيره جي اقرار ۽ توبهه ڪرڻ لاءِ چار ڏينهن ڏنل آهن، جنهن عرصي کي ”شروو-ٽائيڊ“ چيو ويندو آهي. شروو-ٽائيڊ جي ڇهن ڏينهن جو آخرين ڏينهن، اڱارو هوندو آهي، جنهن کي ”شروو-اڱارو“ چيو ويندو آهي.

جو فيصلو ڪندا آهن. جلوس ۾ شريڪ ٿيل هجوم جي پٺيان هڪ نقاب پوش عورت ايندي آهي ۽ اهو انڪشاف ڪنديءَ آهي ته هوءَ هڪ ”وساريل ڪنوار“ آهي.

جيڪي هن ڪان اڳ پڙهي آيا آهيون، تنهن جي روشنيءَ ۾ مٿينءَ ڳالهه جي جائزي وٺڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هنن رسمن ۾ ”فراموش ٿيل سئل ماڻهوءَ جو ننڍ سان جاڳڻ“ شايد موسم بهار ۾ نباتات جي دوباره زنده ٿيڻ جو مظهر آهي. پر ”فراموش ٿيل گهوٽ“ ۽ ڪيس ”ننڍ مان اٿاريندڙ ڇوڪريءَ“ جي الڳ الڳ ڪردارن جو مفهوم سمجهڻ ايترو آسان ڪم ڪونهي. ڇا ”ستمهي پيل شخص“ سڪل ۽ بي برگ و بار ٻيلي جو مظهر آهي، يا سياري جي غير آباد ۽ ويران ڌرتيءَ جو؟ ڇا، ان ڪي ننڊ مان اٿاريندڙ ڇوڪري تازيءَ ساوڪ جي ترجمان آهي، يا بهار جي وٺندڙ آس جي؟ اسان جي سامهون اجا تائين جيڪي شهادتون ۽ حقيقتون موجود ٿي سگهيون آهن، تن جي مدد سان انهن سوالن جا جواب ڏيڻ ذرا مشڪل آهن.

اسڪاٽلنڊ جي ماڻرين ۾ نباتات جي دوباره زنده ٿيڻ جي تقريب ’سينٽ برائيڊ‘ جي ڏينهن (پهرين فيبروريءَ) تي نهايت واضح نموني سان ملهائي ويندي هئي. چنانچه هيبرائيڊس ۾ ”هرهڪ ڪٽنب جي گهر ڌياڻي ۽ نوڪر، جَوَن جي ڪُهڙي ڪٽي، ان کي زنانن ڪپڙن ۾ ملبوس ڪري، هڪ وڏي ٽوڪري ۾ رکي، ان جي پرسان ڪاٺ جو هڪ ڏنڊو رکندا آهن ۽ ان کي ’برائيڊ جو بسترو‘ (ڪنوار جو بسترو) چوندا آهن. ان ڪان پوءِ گهر ڌياڻي ۽ نوڪر ٽي دفعا وڏي آواز سان چوندا آهن: ’ڪنوار آئي آهي، ڪنوار ڀلي ڪري آئي‘. اها سڄي ڪارروائي هو سمهڻ ڪان اڳ ڪندا آهن، ۽ صبح جو جڏهن اٿندا آهن، تڏهن رک ۾ ڪنوار جي ڏنڊي جي نشان ڏسڻ جي اميد سان ان ۾ نهاريندا آهن، جيڪڏهن گهر جي چلهه جي ڇار ۾ ڏنڊي جو نشان ڏسندا آهن، ته هو ان کي ڀلي فصل ۽ آسوده سال جي

سچي علامت سمجهندا آهن ۽ ان جي برعڪس جيڪڏهن آتي کين ڏنڊي جو نشان نظر ڪونہ ايندو آهي، تہ هو اِن کي بدشگوني ڄاڻندا آهن.“ هڪ ٻيو شاهد آن ساڳيءَ رسم جو هي بيان ڏئي ٿو: ”ڪئنڊلمس* کان هڪ رات اڳ اناج ۽ پلال جي بستري ٺاهڻ جو دستور آهي، جنهن جي مٿان ڪجهہ بلئنڪيٽ وڌا ويندا آهن ۽ ان کي گهر جي اهڙي حصي وٽ رکيو ويندو آهي، جو دروازي جي نزديڪ هوندو آهي. جڏهن بسترو ٺهي راس ٿيندو آهي، تڏهن هڪ ماڻهو ٻاهر وڃي ٽي دفعا هيئن چوندو آهي: ’برجيٽ، برجيٽ، اندر آءُ، تنهنجو بسترو تيار آهي‘. هڪ يا ٻہ موم بتيون ان جي پرسان سڄيءَ رات ٻاٽيون ٻريل ڇڏيون وينديون آهن.“ ساڳيءَ ريت آئيل آف مئن ۾ ”پهرينءَ فبروريءَ جي شام جو اڳئين زماني ۾ هڪ محفل ڪئي ويندي هئي، جنهن کي مئنڪ ٻوليءَ ۾ ’لال بريشي‘ چيو ويندو هو ۽ جا ’آئرلئنڊ جي خاتون‘ جي اعزاز ۾ منعقد ڪئي ويندي هئي ۽ جا خاتون سينٽ ماڊولڊ جي نقاب حاصل ڪرڻ لاءِ آئيل آف مئن ويئي هئي. اها رسم هيئن هوندي هئي تہ رساون لچڪيدار ڪانن جو هڪ مچو هٿ ۾ جهلي، دروازي جي چانئٺ وٽ بيهي، مقدس سينٽ برجيٽ کي اها رات ساڻن گڏ گهر ۾ گهارڻ جي دعوت ڏني ويندي هئي. مئنڪ ٻوليءَ ۾ جن لفظن ۾ اها دعوت ڏني ويندي هئي، تنهن جو انگريزي ترجمو هيءُ هو: ’برجيٽ، برجيٽ، منهنجي گهر آءُ، اڄ رات منهنجي گهر آءُ. برجيٽ لاءِ دروازو کوليو ۽ برجيٽ کي اندر اچڻ ڏيو‘. انهن لفظن دهرائڻ کان پوءِ ڪانن کي ٽيڙي پکيڙي زمين تي اڇلايو ويندو هو، جنهن مان غاليچي يا ’برجيٽ جي بستري‘ جو مقصد هوندو هو. مئن جي قديم سلطنت جي ڪن آسپاس وارن پيڙن ۾ بہ هڪ بلڪل ساڳئي قسم جي رسم ادا ڪئي ويندي هئي“. ظاهر آهي تہ مئنڪس ۽ جابلو علائقن جي

* پاڪ ڪنواريءَ جي تقديس جي تقريب، جا ۲ فيبروريءَ تي ادا ٿيندي آهي.

انهن رسمن ۾، سينٽ برائيڊ يا سينٽ برجيٽ پراڻي زماني جي بت پرستن جي "آباديءَ جي ديوي" آهي، جنهن کي عيسائيت جي باريڪ غلاف ۾ ڍڪيو ويو آهي. ممڪن آهي ته هو سيلٽڪ قوم وارن جي باه ۽ فصلن جي ديويءَ، برجيٽ، کان سواءِ ٻي ڪا هستي نه آهي.

نباتات جي روح جي بهار جي موسم ۾ شادي جيتوڻيڪ اڪثر سڌيءَ طرح ۽ ظاهر ظهور نه رچائي ويندي آهي، ان جي باوجود ان جي انساني نمائندي کي "ڪنوار" جو نالو ڏيئي ۽ ڪيس شاديءَ جو جوڙو پهرائي، ان مان سا گيو شاديءَ جو مطلب ڪڍيو ويو آهي. چنانچ انگلنمارڪ ۾ 'وِٽسنٽائيڊ' ڏينهن تي هڪ طرف جڏهن ڇوڪرا 'مي-ٽري' ڪٽي يا ڪنهن ڇوڪري کي ساوڻ پنن ۽ گلن ۾ ڍڪي ڳوٺ ۾ ڦيرائيندا آهن، تڏهن ڇوڪريون وري 'مئي-ڪنوار' کي جنهن کي ڪنوار جي پوشاڪ پيل هوندي آهي ۽ وارن ۾ هڪ وڏو گلن جو وانگوڙو لڳل هوندو اٿس، ڳوٺ جو گشت ڪرائينديون آهن. سڀئي ڇوڪريون گڏجي گهر گهر وينديون آهن ۽ 'مئي-ڪنوار' هڪ گيت ڳائيندي ويندي آهي، جنهن ۾ هوءَ نذرانو طلب ڪندي آهي ۽ گهر وارن کي چوندي آهي ته جيڪڏهن اهي ڪيس ڪا شيءِ ڏيندا، ته ڪين به اها شيءِ سڄي سال جي دوران ۾ ملندي رهندي؛ پر جيڪڏهن اهي ڪيس ڪجهه به نه ڏيندا، ته ڪين به ڪجهه نه ملندو. ويسٽفاليا جي ڪن حصن ۾ به ڇوڪريون هڪ ٻيءَ ڇوڪريءَ کي، جنهن کي اهي 'وٽسنٽائيڊ ڪنوار' سڏينديون آهن، گلن جو تاج پارائي ڳوٺ جي در در چڪر ڏيارينديون آهن ۽ هڪ گيت ڳائينديون وينديون آهن، جنهن ۾ هر ڪنهن کان هو ڪڪڙ جي آنن جي خيرات گهرنديون آهن.

# باب ٻارهون

## نباتات تي جنس جو اثر

مٿين بابن ۾ بهار ۽ اونهاري جي يورپي تقريبن ۽ رسمن جي ڇڪاس مان اسين هي نتيجو اخذ ڪري سگهون ٿا ته اتان جا قديم اڻ سڌريل لوڪ نباتات جي طاقتن کي نر ۽ ماديءَ جون شخصيتون ڏيندا هئا ۽ هم آهنگ يا نقالي جادوءَ جي اصولن مطابق وڻن ۽ ٻوٽن جي نشونما کي تيز ڪرڻ لاءِ، مئي جي بادشاه ۽ راڻيءَ، وڻسن گهوٽ ۽ ڪنوارِ وغيره جي صورت ۾، وڻن جي ديوتائن جي شادين جو سانگ رچائيندا هئا. ان ڪري اهي سانگ ۽ کيل رڳو علامتي يا نصيحت آميز يا دهقاني تماشائين کي وندرائڻ يا هدايت ڏيڻ لاءِ ڪي مذهبي نوعيت جا ناٽڪ ڪونہ هوندا هئا. اهي دراصل جادوءَ جا جنتر هوندا هئا، جن جو مقصد ٻيلن کي ساوي ڏيڻ، تازي گاه کي ڦٽڻ، اناج کي پرجڻ ۽ گردار ڏيڻ ۽ گلن کي ڦٽڻ ۾ مدد ڪرڻ هوندو هو. چنانچ، اسين سمجهڻ هڪ فطرتي امر هو ته ٻنن ۾ ملبوس ۽ گلن سان سينگاريل سانگ رچائيندڙن جي ”شادي“ جيئن زياده حد تائين وڻن جي ديوتائن جي حقيقي شاديءَ سان مشابهت رکندي، تيئن ان جادوءَ جو جنتر زياده اثرائتو ٿيندو. چنانچ هر ممڪن حد تائين اسين اهو فرض ڪري سگهون ٿا ته انهن رسمن سان جيڪي اخلاقي بي ضابطگيءَ جون ڪارروايون، انتهائي زيادتين جي حد تائين، شامل هونديون هيون، اهي ڪنهن زماني ۾ محض ڪي اتفاقي زيادتيون نہ هيون، پر انهن پوڄا پاٺ ۽ سائن سوڻن جو اهم حصو هيون، ۽ انهن جي اداڪارن جي عقيدي موجب، وڻن ۽ ٻوٽن جي شادي انساني جنسن جي حقيقي ميل ميلاپ کانسواءِ وقوع پذير ڪانہ ٿيڻي هئي. موجوده

دور ۾، مهذب يورپ ۾ اهڙين رسمن جي تلاش ڪرڻ شايد بيسود ٿئي، جي نباتات جي واڌاري جي خاص ارادي سان ادا ڪيون وينديون هجن. پر دنيا جي ٻين علائقن جي وحشي قومن ڌرتيءَ جي آباديءَ ۽ ساوڪ جي اضافي خاطر انساني جنسن جي ميلاپ کي شعوري طور هڪ ذريعو ڪري استعمال ڪيو آهي، ۽ ڪي همرنگ رسم و رواج، جي اڃا تائين يورپ ۾ قائم رکيا ويا آهن يا ٿوروئي وقت اڳ تائين قائم رکيا ويا هئا، فقط ان حالت ۾ ئي قابل فهم ٿي سگهن ٿا، جڏهن انهن کي ڪنهن ساڳئي قسم جي قديم تر پوڄا پاٺ ۽ سائن سوڻن جا اڌورا سڌورا، مبهم ۽ ڪنهن قدر بدليل سدليل نشان ڪري تصور ڪيو وڃي. هيٺيون حقيقتون ان ڳالهه کي زياده واضح ڪن ٿيون.

ٻج کي زمين جي سپرد ڪرڻ کان چار ڏينهن اڳ وچ آمريڪا جي پائپائيلس قبيلي وارا پنهنجن زالن کان علحده رهندا هئا ”ته جيئن ٻيجي کان هڪ رات اڳ هو پنهنجي جنسي قوت جا دل کولي ڪارناما ڪري سگهن، چيو وڃي ٿو ته ڪن ماڻهن تي اهو خاص فرض عائد ڪيو ويندو هو ته هو عين ان وقت جنسي ميلاپ ڪن، جنهن مهل پهريون ٻج جو داڻو زمين جي سپرد ڪيو وڃي.“ اهڙي وقت تي جنسبازيءَ ڪرڻ جوحڪم سندن پادرين طرفان هڪ مذهبي فرض جي حيثيت ۾ مٿن عائد ڪيو ويندو هو، ۽ ان جي خلاف ورزيءَ جي صورت ۾ ٻج ڇٽڻ ناجائز ٿي پوندو هو. هن رسم جي هڪ ئي ممڪن سمجهاڻي فقط هيءَ ٿي سگهي ٿي ته ڳاڙها هندستاني هن غلطفهميءَ ۾ مبتلا هئا ته جنهن طور طريقي سان ماڻهو پنهنجي نسل جي افزائش ڪري ٿو، عين انهيءَ ڍنگ سان نباتات جي دنيا ۾ وڻ ۽ ٻوٽا به ساڳيو ئي فرض ادا ڪن ٿا، ان ڪري هو سمجهندا هئا ته پهرئين طريقي اختيار ڪرڻ سان هو ساڳئي وقت ٻوئينءَ حالت ۾ به افزائش آڻي رهيا هئا. جاوا جي ڪن علائقن ۾ جڏهن ساريون ڏيڍي چونڪ رسنديون آهن، تڏهن ڪڙمي ۽ سندس زال رات جو ٻنين ۾ ويندا آهن ۽

فصل ۾ اضافي ۽ واڌاري آڻڻ لاءِ اتي جنسي ميلاپ ڪندا آهن. ليني، سرماٽا ۽ ڪن ٻين جزيرن ۾، جي نيوگائنا جي مغربي ڇيڙي ۽ اتر آسٽريليا جي وچ ۾ ٻيٺل آهن، اتان جون مقامي جهنگلي قومون سج کي نر ذات تصور ڪنديون آهن، جنهن مان زمين، يا مادي ذات، ڦردار ٿئي ٿي. هو ان کي ”اپوليرا“ يا ”مسٽر سج“ سڏيندا آهن ۽ ان جو اظهار ناريل جي وڻ جي پنن مان ٺهيل هڪ ٻتيءَ جي صورت ۾ ڪندا آهن، جا سندن گهرن ۾ ۽ مقدس انجير جي وڻ ۾ هرهنڌ لٽڪيل نظر ايندي آهي. انهيءَ وڻ جي هيٺان هڪ وڏو لسو پٿر پيل هوندو آهي، جنهن مان قربانيءَ جي ميز جو ڪم ورتو ويندو آهي. ان جي مٿان قتل ڪيل دشمنن جون سسيون رکيون وينديون هيون، ۽ ڪن ٻيٽن ۾ اڃا تائين رکيون وينديون آهن. هرسال مينهوڳيءَ جي موسم ۾ مسٽر سج ڦرتيءَ کي ڦردار ڪرڻ لاءِ انجير جي وڻ ۾ لهي ايندو آهي ۽ سندس نزول ۾ سهوليت پيدا ڪرڻ لاءِ ستن ڏاڪن واري هڪ ڏاڪڻ سندس استعمال لاءِ رکي ويندي آهي. اها ڏاڪڻ وڻ هيٺان رکي ويندي آهي ۽ ان تي انهن پکين جون شڪليون چٽيل هونديون آهن، جن جون زوردار دانهون مشرق ۾ سج جي اينڌڙ سواريءَ جي خوشخبري ڏينديون آهن. انهيءَ موقعي تي سوئرن ۽ ڪتن جون بيشمار قربانيون ڏنيون وينديون آهن، مرد توڙي عورتون انتهائي محويت ۾ هوندا آهن ۽ سج ۽ زمين جي رازدارانه وصل کي ڪليو ڪلايو، ڊرامائي انداز ۾، ۽ ڳائڻ جي محفلن جي وچ ۾، وڻ هيٺان ٻنهي جنسن جي حقيقي ميلاپ ذريعي واضح ڪيو ويندو آهي. اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته انهيءَ تقريب جو مقصد ڏاڏي سج کان مينهن، جام کاڌو پيتو ۽ بيشمار ڇوپايو مال، ٻار ٻچا ۽ دولت حاصل ڪرڻ هوندو آهي. هو دعا ڪندا آهن ته هر ٻڪري ٻه ٻه ٽي ٽي ڇيلا ڏئي، ماڻهن ۾ اضافو ٿئي، مري ويل سوئرن جيترا بلڪ انهن کان به گهڻا سوئر ڄمن، چانورن جا خالي ٽوڪرا وري ڀرجن، وغيره، وغيره، ڏاڏي سج کي سندن عرض

اڳڀائڻ لاءِ آماده ڪرڻ واسطي هو ڪيس سوئر جو گوشت، ڇانور ۽ شراب آڇيندا آهن ۽ ڪيس انهن جي ڪاڻڻ پيئڻ جي دعوت ڏيندا آهن. ٻاٻر پيئڻ ۾ انهيءَ موقعي تي سڀ جي تخليقي قوت جي علامت طور هڪ خاص جهنڊو چاڙهيو ويندو آهي، جو اڇيءَ ڪپهه جو ۽ نو فوٽ اوچو هوندو آهي، ۽ ان جي مٿان ماڻهوءَ جي، موزون ڊنگ ۾ ٻيهاريل، تصوير نڪتل هوندي آهي. جنسبازيءَ جي انهن مظاهرن کي محض بي لغام نفساني خواهشات جو وقتي جوش سمجهڻ نا انصافي ٿيندي، ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي ته انهن مظاهرن جو انتظام ڌرتيءَ جي آباديءَ ۽ انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ انتهائي ضروري سمجهي، چاڻي واڻي، ۽ سنجيدگيءَ ۽ وڏي اهتمام سان ڪيو ويچي ٿو.

فصلن جي واڌاري لاءِ جيڪي اهڙي انداز جا مختلف طريقا اختيار ڪيا وڃن ٿا، سي ئي دستوري طور وڻن کي قرداڙ بنائڻ لاءِ استعمال ڪيا وڃن ٿا. اُمبائنا جي ڪن جصن ۾ جڏهن لوڱن جي وڻن جي حالت مان معلوم ٿيندو آهي ته فصل ٿورو لهندو، تڏهن مرد رات جو اگهاڙا ٿي وڻن ڏانهن ويندا آهن، ۽ اتي پهچي هو وڻن کي بلڪل ساڳيءَ طرح قرداڙ بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيئن هوند اهي عورتن کي حامل ڪرڻ لاءِ ڪن، ۽ ساڳئي وقت هو زور سان چوندا آهن، "لونگ! وڌيڪ لونگ!" انهيءَ طريقي سان سمجهيو ويندو آهي ته وڻن پاڻ جهجهو ميوو ماڻندو.

وچ آفريڪا جي باگندا قوم وارن جو جنسن جي ميلاپ ۽ زمين جي آباديءَ جي درميان گهري تعلق ۾ اهڙو ته پختو عقيدو آهي جو وڻن بي اولاد زال کي گهڻو ڪري گهر کان لوڏي ڪڍيو ويندو آهي، ڇو ته ائين سمجهيو ويندو آهي ته ان جي موجودگي سندس مڙس جي باغ کي ڦر ڇهڻ کان روڪي ڇڏيندي. ان جي برعڪس جنهن جوڙي جاڙن ٻارن کي جنم ڏيئي، افزائش نسل جي غير معمولي قوت جي مالڪ هجڻ جي ثابتي فراهم ڪئي هوندي آهي، تنهن لاءِ باگندا سمجهندا آهن ته ميويدار وڻن کي

زياده ميويدار بنائڻ جي ۽ وڌن اهڙي ئي قوت آهي. جاڙن ٻارن جي ڄمڻ کان ٿوروو وقت پوءِ هڪ رسم ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن جو مقصد ظاهر ظهور انهن والدين جي نسلي پيداوار وڌائڻ جي قوت کي قبيلي جي ميويدار وڻن ۾ پهچائڻ جو هوندو آهي. جاڙن جي ماءُ پنهنجي گهر جي ڀرسان گهاٽي وڇايل گاه جي مٿان سڌي ڪنڌي ليٽي پوندي آهي ۽ ميويدار وڻ جي گل کي پنهنجن ٽنگن جي وچ ۾ رکندي آهي، پوءِ سندس مڙس اتي ايندو آهي ۽ پنهنجي مرداني عضوي سان ان گل کي اتان هٽائي هيٺ ڪيرائيندو آهي. ازانسواءِ جاڙن ٻارن جا والدين پنهنجي ملڪ جو گشت ڪندا آهن ۽ پنهنجن گهٽگهرن دوستن جي باغن ۾ انهيءَ ارادي سان "ناچ" ڪندا ويندا آهن ته سندن ميويدار وڻ جهجهو ميوو جهلين.

يورپ جي مختلف علائقن ۾ بهار ۽ اونهاري ۾ ڪي اهڙيون رسمون هلنديون آيون آهن، جي ظاهر ظهور انهيءَ ابتدائي نوعيت جي نظريي تي مبني آهن ته انساني جنسن جي باهمي تعلقات کي اهڙي نموني استعمال ڪري سگهجي ٿو، جو فصلن ۽ ٻوٽن جي واڌاري کي تيز ڪري سگهجي. مثال طور، يوڪرين ۾ سينٽ جارج جي ڏينهن (۲۳ اپريل) تي، اتان جو پادري پنهنجا منصبي جبا پائي، ۽ پنهنجن زيردستن ۽ ماتحت عملي سان گڏ، ٻوٽن جي ٻنين ڏانهن ويندو آهي جتي فصلن جي ساوڪ اچا مس زمين مٿان نظر ايندي آهي، ۽ انهن کي برڪت جي دعا ڏيندو آهي. ان کان پوءِ نوجوان شادي شده ماڻهو، جوڙو جوڙو ٿي، ڪيڙيل زمين مٿان ڪيئي دفعا هن اعتقاد کان ليٽڙيون پائيندا آهن ته ان طرح فصلن جي واڌاري ۾ مدد ملندي. روس جي ڪن علائقن ۾ خود پادريءَ کي اتان جون عورتون تازي نڪتل فصل مٿان ليٽڙيون پارائينديون آهن، ۽ هن کي انهيءَ نيڪيءَ جي ليٽ پيٽ جي دوران ۾ جن کڏن کوپن ۽ گپ گند جو منهن ڏسڻو پوندو آهي، تنهن جو هو ڪوبه خيال ڪونه ڪنديون آهن. جيڪڏهن مسيحي

”ڏڻ“ جو هيءُ ”ريڊار“ (انهيءَ روش خلاف) احتجاج ڪندو آهي ته هو اعتراض ڪندا آهن ته: ”اي نيڊڙا ابا، توکي اسان جي پلائيءَ جو درحقيقت ڪو خيال ڪونهي، تنهنجي مرضي ڪانهي ته اسان کي آن ملي، جيتوڻيڪ تون پاڻ انهيءَ آن تي جيئڻ ۽ پلجڻ چاهين ٿو!“ جرمنيءَ جي ڪن علائقن ۾ لاباري وقت اهڙا مرد ۽ عورتون، جن لاباري ڪرڻ ۾ حصو ورتو هوندو آهي، گڏجي پنيءَ ۾ ليٽڙيون پائيندا آهن. هيءَ رسم وري شايد انهيءَ زياده قديم ۽ وحشي رسم جو خفيف عڪس آهي، جا زمين کي انهن طريقن سان آباد ڪرڻ لاءِ ادا ڪئي ويندي هئي، جي ڪنهن قديم زماني ۾ وچ آمريڪا جا پائپائيلس ۽ اڄ ڏينهن تائين جاوا جا ڄانور پوکيندڙ اختيار ڪندا اچن ٿا.

سچ ۽ حقيقت جي ڳولا ۾ انساني دل و دماغ جيڪي ٿاڦوڙا هنيا آهن، تنهن جي دشوار ۽ ناهموار رستي جي نشان ڳولڻ واري طالبعلم کي هيءَ حقيقت معلوم ڪري تعجب ٿيندو ته نباتات تي جنسن جي هم آهنگ اثر واري جنهن نظرياتي اعتقاد ماڻهن کي زمين کي سائي ۽ آباد ڪرڻ خاطر جنسبازي ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو آهي، انهيءَ ساڳئي اعتقاد ڪن ٻين کي بلڪل انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي بلڪل برعڪس جنس کان پرهيز اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو آهي. مڪائيءَ جي ٻج ڇٽڻ کان وٺي لاباري وجهڻ تائين نڪاراگوئا جا ڳاڙها هندستاني پاڪدامن رهندا هئا، ۽ پنهنجن زالن کان جدا ۽ علحده جاءِ ۾ گذاريندا هئا. ان عرصي جي دوران ۾ هو لوڻ استعمال نه ڪندا هئا ۽ نه وري ڪوڪوئا يا ”چيچا“ (مثل مڪائيءَ مان ڪڍيل شراب) کي ويجهو ويندا هئا. ٿورن لفظن ۾، جيئن هڪ اسپيني تاريخ نويس جو خيال آهي، ڪٿي ڇنڇي ته فصل جي موسم هنن لاءِ پرهيزگاريءَ جي موسم هئي. اڄ ڏينهن تائين وچ آمريڪا جي ڳاڙهن هندستانين جا ڪي قبيلا فصلن جي وڏڻ وڃجهڻ لاءِ نفس تي ضابطو رکندا آهن. چنانچه ڇيو وچي ٿو ته مڪائيءَ جي ٻج ڇٽڻ کان اڳ

ڪيڪچي قبيلي جا ڳاڙها هندستاني زالن کان پري رهندا آهن ۽ پنجن ڏينهن تائين گوشت ڪونه کائيندا آهن، هوڏانهن وري لئنجڪئنيرو ۽ ڪيجابونيرو قبيلن ۾ اهڙين نفساني خواهشن کان پرهيز جو عرصو پندرهن ڏينهن آهي. اهڙيءَ طرح ٽرانسلوانيا جي ڪن جرمن نسل وارن ۾ به هي قانون آهي ته ڪوبه ماڻهو انهيءَ سڄي عرصي ۾، جيستائين هو پنهنجي ٻج ڇٽڻ ۾ مصروف آهي، زال سان نه سمهي. هنگاريءَ جي ڪالوٽازگ علائقي ۾ به ساڳئي قاعدي تي عمل ڪيو ويندو آهي، اتان جا ماڻهو سمجهندا آهن ته جيڪڏهن انهيءَ رسم تي عمل نه ڪيو ويندو، ته اناج کي اُلي لڳي ويندي. اهڙيءَ طرح مرڪزي آسٽريليا جي ڪائيٽش قبيلي وارن جو پريو مڙس جيتري عرصي تائين گاهه کي آپارڻ لاءِ جادوءَ جا ٽوٽا ٽوٽڪا ڪندو رهندو آهي، اوتري عرصي تائين هو پنهنجيءَ زال سان جنسي تعلقات قائم رکڻ کان پرهيز ڪندو آهي، ڇو ته هن کي يقين هوندو آهي ته انهيءَ قانون جي خلاف ورزي ڪرڻ سان گاهه جو ٻج پوريءَ طرح سان نه ڦٽندو. ميلانيشا جي ڪن جزيرن ۾ جڏهن "يئم" جي ولين کي منهن تي چاڙهيو ويندو آهي، تڏهن مرد باغن ۾ سمهندا آهن، ۽ پنهنجين زالن جي ڪڏهن به قريب ڪونه ويندا آهن، جيڪڏهن ڪوبه پرهيز جي انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪري باغ ۾ داخل ٿيو، ته باغ جا ميوا خراب ٿي ويندا.

جيڪڏهن اسين هيءُ سوال پڇون ته آئين ڇو آهي ته ساڳين اعتقادن ڪن قومن کي سخت پرهيزگاريءَ ۽ ڪن کي ظاهر ظهور جنسبازيءَ جهڙن ٻن متضاد طريقن اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو، ته ان جو سبب يا منطق معلوم ڪرڻ، جيئن هڪ قديم وحشي انسان جي دماغ ۾ سمائجي سگهي ٿو، اسان لاءِ شايد ايترو مشڪل نه ثابت ٿئي. جيڪڏهن وحشي انسان هڪ نموني پاڻ کي فطرت سان هم رنگ ۽ همشريڪ سمجهي ٿو، جيڪڏهن هو پنهنجين خواهشن ۽ طريقن کي فطرت جي انهن طريقن کان تميز نه ٿو

ڪري سگهي، جيڪي خود فطرت حيوانات ۽ نباتات جي نسلي افزائش جي بحاليءَ لاءِ اختيار ڪري ٿي، تہ پوءِ لازمي طور هو ٻن نتيجن مان ڪنهن بہ هڪ تي پهچي سگهي ٿو. يا تہ هو اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ پنهنجي نفساني اشتها پوري ڪري هو ٻوٽن ۽ جانورن جي واڌاري ۾ مدد ڪري سگهي ٿو؛ يا تہ هو اهو تصور ڪري سگهي ٿو تہ اها طاقت، جا هو پنهنجي نسلي افزائش لاءِ استعمال نٿو ڪري، سا تخليقي قوت جي هڪ اهڙي ذخيري جي صورت ۾ وڃي ٿي جمع ٿئي، جنهن مان ٻيا جاندار، نباتات خواه حيوانات، پنهنجي پنهنجي نسل جي واڌاري لاءِ ضرور فائدو حاصل ڪندا. اهڙيءَ طرح ساڳئي ئي اڻ تراشيل فلسفي مان، يعني فطرت ۽ زندگي جي ساڳين قديم نظرين مان، هڪ وحشي مختلف دليلن وسيلي نفس پرستيءَ يا نفس ڪشيءَ جا متضاد قانون اخذ ڪري سگهي ٿو.

اهڙي مذهب جي پوئلڳن کي، جو مشرق جي پاڪبازيءَ ۽ پرهيزگاريءَ جي نظرين سان پريل هجي، پرهيزگاريءَ جي انهيءَ قانون جي، جنهن تي وحشي يا اڻ سڌريل قومون ڪن خاص حالات ۾ عمل ڪنديون آيون آهن، جيڪا مون سمجهاڻي ڏني آهي، سا شايد غيرامڪاني ۽ بيجا معلوم ٿئي. هو سمجهن ٿا تہ اخلاقي پاڪائي، جا سندن دل و دماغ تي نفس ڪشيءَ جي اهڙي قانون تي عمل پيرا ٿيڻ سان انتهائي گهري انداز ۾ اثر وجهندي رهي ٿي، اهائي سندن ان عمل جي ڪافي منطقي سمجهاڻي آهي؛ هو ملٽن* جي هن قول سان هر صورت ۾ متفق آهن تہ "پاڪبازي بذات خود هڪ شاندار خوبي آهي، ۽ انسانن جي سڀ کان زياده طاقتور حيواني خواهشن مان هڪ تي بہ جيڪڏهن اها ڪو ضابطو عائد ڪري سگهي ٿي، تہ اها انهن انسانن کي جيڪي پاڻ تي اهڙو ضابطو رکي سگهن ٿا، هڪدم عام انسانن جي سطح

* ملٽن (*Milton*)؛ هڪ مشهور انگريز شاعر – ڄم ۱۶۰۸ع، موت ۱۶۷۴ع.

ڪانءِ بلند ۽ بالاتر ڪري ڇڏي ٿي، ۽ بيشڪ اها انهن کي خدائي خوشنوديءَ ۽ رضامنديءَ جو مستحق بڻائي ٿي". خيال جو اهو طريقو اسان کي ڪٿي ڪيترو به قدرتي نظر اچي، پر هڪ وحشيءَ لاءِ اهڙو خيال بلڪل اجنبي ۽ ناقابل فهم آهي؛ جيڪڏهن ڪن وقتن تي هو پنهنجي جنسياتي خواهش کي دٻائي ٿو، ته اهو ڪنهن اعليٰ نظريي يا اخلاقي پاڪبازيءَ جي ڪنهن لطيف جذبي سبب نه، پر هڪ مخصوص ۽ چالاڪ سچاتل نفساني مقصد لاءِ ائين ڪري ٿو، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هو پنهنجن حواسن جي فوري خوشيءَ ۽ لذت کي قربان ڪرڻ واسطي آسانيءَ سان تيار ٿي وڃي ٿو. اها حقيقت بلڪل ائين آهي، يا ممڪن آهي ته ائين هجي، سا ڳالهه انهن مثالن مان ڪافي حد تائين ثابت ٿئي ٿي، جي مون مٿي ڏنا آهن. انهن مثالن مان ثابت ٿئي ٿو ته جتي بقاء حيات جي جذبي، جو خاص طور کاڌي جي شين لاءِ جستجوءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو، ۽ انهيءَ ٻئي جذبي جي درميان مقابلو ٿئي ٿو يا ٿيندو نظر اچي ٿو، جنهن جي ذريعي نسلي واڌاري جو سامان مهيا ٿئي ٿو، اتي اڳئين جذبي کي، جو زياده ابتدائي ۽ بنيادي نوعيت جو آهي، پوئين جي مٿان فوقيت حاصل رهي ٿي. ٻوري ۾ ڪٿي چئجي ته هڪ وحشي انسان کاڌي خاطر پنهنجي جنسي تقاضا تي بندش وجهي ٿو. ٻيو مقصد جنهن لاءِ هو پنهنجي مٿان رضاڪارانه طور ساڳي پابندي عائد ڪرڻ لاءِ راضي ٿئي ٿو، سو جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ آهي. نه فقط ميدان جنگ ۾ وڙهندڙ جوڌو، پر سندس پنهنجا گهر ۾ ان جا دوست به گهڻو ڪري پنهنجن نفساني جذبن تي هن اعتقاد سبب لغام وجهندا آهن ته ائين ڪرڻ سان کين پنهنجن دشمنن مٿان زياده آسانيءَ سان غلبو حاصل ٿي سگهندو. انهيءَ اعتقاد جي غلطي اسان تي ائين ئي عيان آهي جيئن هڪ ٻئي پوکيندڙ جي اعتقاد جي غلطي، جنهن ماتحت هو سمجهي ٿو ته سندس پاڪبازي فصل جي برڪت جو باعث ٿي بنجي، باوجود ان جي، اها ۽ ٻيون اهڙيون رضاڪارانه بندشون ۽

خود ضابطگيون، جي انهن ۽ اهڙن بين اعتقادن، جي ڪيتريقدر بي فضول ۽ ڪوڙا ڪٿي هجن، انسان ذات مٿان وقت بوقت عائد ڪيون آهن، ظاهر آهي ته فائدي کان خالي نه رهيون آهن، ۽ تحقيق انهن بندشن ۽ خود ضابطگين انساني نسل کي طاقتور ۽ مضبوط بنائڻ جو وڏو ڪم ڏنو آهي. ڇو ته هڪ فرد وانگر قوم جي اخلاقي طاقت به حال جي لذتن ۽ هزن کي مستقبل لاءِ قربان ڪرڻ، ۽ چند روزه عيش عشرت جي فوري لالچن کي اطميان جي زياده جٽادار دور ۽ تسڪين جي ابدي سرچشمن جي عيوض نظر انداز ڪرڻ جي قوت ۽ صلاحيت ۾ ئي مضمر آهي. انهيءَ قوت کي جيترو گهڻو وڌايو ويندو ۽ استعمال ڪيو ويندو، اوترو ئي اخلاق بالاتر ۽ زياده مستحڪم ٿيندو، تان جو دليريءَ ۽ خود قربانيءَ جي بلند ترين چوٽين تي اهي انسان وڃي پهچن ٿا، جيڪي زندگيءَ جي عيش عشرتن ۽ خود زندگيءَ کي بيڌڙڪ ترڪ ڪري ڇڏين ٿا، تان ته، ڪنهن ڏورانهين مستقبل ۾ ئي سهي، سندن پيا پائر آزاديءَ، انصاف ۽ حق جي نعمتن ۽ مسرتن کان بهره ور ۽ فيضياب ٿي سگهن.

# باب ٻارهون

## مقدس شادي

ٻاڪڙا، آباديءَ جي ديويءَ جي حيثيت ۾:- اسان ڏسي آيا آهيون ته اهو اعتقاد عام ۽ هنڌين ماڳين پکڙيل آهي، جو درحقيقت واقعات جي لحاظ کان بي بنياد به ڪونهي، ته ٻوٽا پنهنجي نسل کي نر ۽ مادي جزن جي جنسي ميلاپ ذريعي وڌائين ٿا ۽ هي ٻه عام طرح سمجهيو ٿي ويو آهي ته هم آهنگ يا نقالي جادوءَ جي اصول مطابق ٻوٽن جي نسلي افزائش کي مردن ۽ عورتن جي نقلي يا اصلي شاديءَ جي ذريعي، جي عارضي طور نباتات جي روحن جو سانگ رچائيندا آهن، تيز ڪري يا وڌائي سگهجي ٿو. درحقيقت انهن جادوءَ جي ناٽڪن جو يورپ جي لوڪ ميلن ۽ جلسن ۾ وڏو حصو آهي، ۽ جيئن ته انهن جو بنياد فطرتي قانون جي هڪ بلڪل اڻ تراشيل ۽ غلط مفهوم تي رکيل آهي، ان ڪري ظاهر آهي ته اهي لوڪ ناٽڪ ۽ لوڪ عقيدا اسان کي تمام قديم زماني کان ورثي ۾ مليل ٿا ڀانئجن. ان ڪري اسان جو هيءُ اندازو شايد غلط نه هجي ته انهن رسمن انهيءَ وقت جنم ورتو، جڏهن يورپ جي موجوده تهذيب يافته قومن جا ابا ڏاڏا اڃا وحشي حالت ۾ هئا ۽ پنهنجي چوپائي مال جا ڌڻ هڪ هنڌ کان ٻئي تائين رلائيندا وتندا هئا، ۽ انهن گهاٽن ۽ وسيع ٻيلن جي چند صاف ٿيل چونڪڙين ۾ پوک ڪندا هئا، جن ٻيلن سان ان وقت بر اعظم جو زياده تر حصو، بحر روم کان وٺي قطبي سمنڊن تائين، ڍڪيل هو. پر جيڪڏهن اهي پراڻا ٽوڻا ڦيڻا ۽ سانت سوڻ، جيڪي وڻن ٽڻن، گلن ڦلن، جانورن ۽ اناج وغيره جي افزائش لاءِ استعمال ڪيا ويندا هئا، اسان جي زماني تائين

موسمي ميلن ملاکڙن، ڳوٺاڻن جشنن، جلسن ۽ تماشن جي موقعن تي ننهنجين خفيف ۾ سجاڳيءَ ۾ اڃا جهڙين صورتن ۾ باقي رهندا آيا آهن، ته ڇا، اسين هن فرض ڪرڻ ۾ حق بجانب نه ٿينداسون ته اڄ کان ڪي هزار سال کن اڳ اسان جي ٽڏهوڪي تهذيب يافته آبا واجداد ۾ اهي زياده اصلوڪيءَ ۽ نمايان صورت ۾ موجود نه هئا؟ يا ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي ته ''ڇا، هن ڳالهه جو امڪان ڪونهي ته انهي زماني جي ڪن ميلن ۽ جشنن ۾ اسان کي 'مي-ڊي'، 'وئسنتائيڊ' ۽ 'مڊسمر' تماشن جهڙيون ڪارروايون ڏسڻ ۾ اچن، جن جي امتيازي خصوصيت صرف هيءَ هجي ته اهي تقريبون اڄ وانگر محض رونشيءَ ۽ روايتي طور نه پر شعوري طور ۽ بامقصد انداز ۾، مذهبي ۽ جادوئي تقريبن طور ملهايون وينديون هجن، جن ۾ حصي وٺندڙ روپ-ڌاري واقعي آئين سمجهندا رهيا هجن ته هو ديوتائن ۽ ديوين جي ڪاروبار ۾ انهن سان تعاون ۽ همراهي ڪري رهيا هئا. هائي، هن ڪتاب جي پهرئين باب ۾ اسان کي ڪي اهڙا سبب مليا هئا، جن جي بنياد تي هيءَ حقيقت قابل اعتبار نظر آئي هئي ته انهيءَ پادريءَ وٽ جنهن کي ''نيميءَ جي ٻيلي جي بادشاه'' جو خطاب مليل هو، ٻيلي جي راڻي، ڊائنا ديوي، بنفس نفيس، رفيقءِ حيات جي حيثيت ۾ موجود هئي. ڇا، اهو پادري ۽ اها ديوي، ٻيلي جي بادشاه ۽ راڻيءَ جي حيثيتن ۾، انهن خوش مزاج سانگ رچائيندڙن جا سچا پچا پيشرو نه هوندا، جي جديد يورپ ۾ 'مئي جي بادشاه ۽ راڻيءَ'، 'وئسنتائيڊ جي گهوٽ ۽ ڪنوار' جا ڪردار ادا ڪن ٿا؟ ۽ ڇا، انهن جي وصل کي ان زماني ۾ هرسال مقدس شاديءَ جي صورت ۾ نه ملهايو ويندو هوندو؟ ديوتائن ۽ ديوين جون اهڙيون ڊرامائي شاديون قديم دنيا جي مختلف حصن ۾، جيئن اسين جلد ئي ڏسنداسون، سنجيده مذهبي پوڄا پاٺ جي صورت ۾ منعقد ڪيون وينديون هيون. چنانچه اسان جي هن اندازي ۾ بنيادي طرح ڪا غير ممڪن صورت نظر نٿي اچي ته نيميءَ جو مقدس آستانو اهڙي ئي قسم جي

ڪنهن ساليانه رسم جي ادائگيءَ جي هڪ سرزمين هو. واقعي ان ڳالهه لاءِ ڪا سڌي سنئين ثابتي اسان وٽ موجود ڪانهي، پر جيئن آءٌ هيٺ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس، مشابهت وارا مثال انهيءَ نظريي جي صحت جو قوي دليل آهن.

'ڊائنا' بنيادي طور ٻيلن جي ديوي هئي، جيئن 'سيرس' اناج جي ديوي هئي ۽ 'ڇوز' انگور جي ول جو ديوتا هو. انهيءَ ديويءَ جا آستانا گهڻو ڪري ڊڙين ۾ هوندا هئا، درحقيقت هرهڪ ڊڙيءَ ان جي نالي پٺيان متبرڪ ۽ مقدس هئي، ۽ قربانين ۾ هن کي ٻيلن جي ديوتا 'سلوانيس' سان وابسته ڪيو ويندو آهي. ڊائنا ديويءَ جي اصليت ڪٿي کڻڙي به هجي، پر ان کي هميشه وڻن جي ديويءَ جي حيثيت ڪانه هوندي هئي. پنهنجي يوناني ڀيڻ آرٽيمس ديويءَ وانگر، ڊائنا کي به آهستي آهستي ڪائنات جي ڀرپور زندگيءَ، حيوانات خواه نباتات، جي مجسم شخصيت جو درجو حاصل ٿي ويل معلوم ٿو ٿئي. سبز ٻيلي جي مالڪياڻي هئڻ جي حيثيت ۾ هن کي لازمي طور انهن سڀني جهنگلي خواه پاليل جانورن جي مالڪياڻي به سمجهيو ويندو هو، جي ان جي بي پايان وسعتن ۾ آزاديءَ سان گهمندا ڦرندا يا ان جي گهاٽن ۽ خاموش علائقن ۾ جوءِ وجهيو شڪار جي تاڙ ۾ لڪا ويٺا هوندا هئا، يا وڻن جي ٽارين جا تازا پن ۽ نازڪ چوٽيون ڏاڍيءَ البيلائيءَ سان چراند يا کليل ميدانن ۽ ماٿرين جي ساوڪ ٻوٽن کي چڪيندا ۽ کائيندا رهندا هئا. چنانچه هوءَ شڪارين ۽ ڍنارن جي لاڏلي ديوي بڻجي ويئي، جيئن "سلوانس" نه فقط ٻيلن ۾ چوپائي مال جو به ديوتا هو، ساڳيءَ طرح فنلئنڊ ۾ ٻيلي جي درندن کي ٻيلن جي ديوتا "ٽاپيو" ۽ ان جي شاندار ۽ خوبصورت رفيق حيات جا ڌڻ سڏيو ويندو هو. ڪوبه ماڻهو انهن جانورن مان ڪنهن هڪ کي به، انهن جي ديوتا مالڪن جي اجازت کان سواءِ، جا ڪانئن فقط نوازش طور ئي حاصل ٿي سگهندي هئي، ماري ڪونه ٿي سگهيو. ان ڪري شڪاري ٻيلن جي ديوتائن جي پوڄا ڪندا

هئا ۽ سائين وعدا ڪندا هئا ته جيڪڏهن هلندي هلندي شڪار
جا جانور شڪار ۾ هٿ لڳي ويا ته هو ديوتائن کي قيمتي نذرانا
پيش ڪندا. پاليل مال ۽ ڍڳن جي انهن ديوتائن جي امان
۾ رهندو هو، خواه اهو واڙن ۾ ٻڌو بيٺو هجي يا ڍڳن ۾ چيڪ
چرندو رهندو هجي. سوماترا جا "گايو" قبيلي وارا شڪاري
ڪتن جي مدد سان، ڍڳن ۾ هرڻ، جهنگلي ٻڪريءَ يا جهنگلي
سوئر جي شڪار ڪرڻ کان اڳ ڍيلي جي "اڻ ڏٺل مالڪ" جي
اجازت وٺڻ ضروري سمجهندا آهن. اها رسم هڪ خاص طريقي
سان ڪو اهڙو ماڻهو ادا ڪندو آهي، جنهن کي ڍيلي جي اهڙن
معاملات ۾ خاص مهارت حاصل هوندي آهي. هو هڪ ٻڪري،
ڍيلي جي مالڪ جي صورت ڏيڻ لاءِ، خاص طرح سان وڏي ٿالهي،
ان جي سامهون سوپارين جو مقرر انداز رکندو آهي، ۽ ائين ڪرڻ
کان پوءِ، اتي ويهي، ان جي پوڄا ڪندو آهي، ۽ کانئس شڪار
جي اجازت لاءِ "هائو" يا "نه" جو جواب گهرندو آهي. ايڪين
نالي هڪ مصنف شڪار تي لکيل پنهنجي تصنيف ۾ لکيو آهي
ته سيلاڪ قوم وارا آرٽيمس ديويءَ جي جنم ڏينهن تي ساليانو
قرباني ڏيندا هئا، ۽ قربانيءَ جو جانور ڏنڊ جي انهن پئسن مان
خريد ڪندا هئا، جيڪي هو هر لومڙ، سهي، يا هرڻ کي سال
جي دوران ۾ شڪار ڪرڻ جي عيوض ديويءَ جي خزاني ۾
ڀاريندا رهندا هئا. انهيءَ رسم جي ادائگيءَ جو صاف مطلب
اهو هو ته جهنگلي جانور ديويءَ جي ملڪيت هئا ۽ انهن جي
ڪوس لاءِ ان کي معاوضو ملڻ گهرجو هو.

هو دائنا فقط جهنگلي جانورن جي سرپرست، جهنگلن ۽ ڍيلن
جي مالڪياڻي، ويران وادين ۽ دهشتناڪ درياهن جي ڌياڻي ڪانه
هئي، ڪيس چنڊ جي صورت ۾ خاص طرح لاباري وارين راتين جي
تجليدار چنڊ جي صورت ۾ به تصور ڪيو ويو آهي، ۽ ان حيثيت ۾
هوءَ ڪرميءَ جي ديري ۾ اناج ۽ ڦل جي برڪت آڻيندي هئي،
۽ پڻ حامله عورتن جون درد جون دانهون ۽ دعائون به ٻڌندي

هئي، ۽ سندن وير سهنجو ۽ آسان بڻائيندي هئي. جيئن مٿي ڏسي آيا آهيون، نيميءَ وٽ سندس مقدس آستاني ۾، هن کي اولاد بخشيندڙ ديويءَ جي حيثيت ۾ پوڄيو ويندو هو، يعني کيس مردن ۽ عورتن کي اولاد بخشڻ جي طاقت جي مالڪياڻي سمجهيو ويندو هو. چنانچ يوناني ديويءَ آرٽيمس وانگر، جنهن سان ان کي هميشه مشابهت رهي آهي، ڊائنا کي فطرت جي عام طور ۽ آباديءَ جي خاص طرح ديوي ڪري سمجهڻ گهرجي. چنانچ اڦويننائين ٽڪريءَ واري سندس آستاني ۾ ڊائنا جو مجسمو هوبهو ايفيسيا جي گهڻن ٿڻن واريءَ آرٽيمس ديويءَ جي مجسمي جو نقل هو، جنهن تي آباديءَ ۽ پلاڻ جون سڀئي نسواني علامتون نمايان صورت ۾ موجود هيون. هاڻ اسين اهو پڻ سمجهي سگهون ٿا ته ڇو هڪ قديم رومي قانون مطابق، جو سندن بادشاه ٽيولس هوسٽيليس سان وابسته ڪيو ويندو آهي، حرام ٿيل مائٽياڻيءَ سان زنا جي حالت ۾ سيني وڏن پادرين کي ڊائنا جي آستاني ۾ وڃي توبهه تائب ٿيڻ لاءِ هڪ قرباني ڏيڻي پوندي هئي: انهن کي معلوم آهي ته اهڙي ناجائز زنا جي نتيجي ۾ عام طور ائين سمجهيو ويندو آهي ته ملڪ اندر ڏڪار پوندو، چنانچ اهڙي گناه لاءِ آباديءَ جي ديويءَ کي راضي ڪرڻ موزون ۽ عين مناسب هو.

هن اصول جي بنياد تي ته ”آباديءَ جي ديويءَ“ کي بذات خود به ”آباد“ هئڻ گهرجي، ڊائنا ديويءَ کي لائق هو ته کيس ڪو نر ساٿي هجي. ”سروئيس“ جي چوڻ موجب ان جو نر ساٿي آهو وربيئس هو، جنهن جو نمائندو، يا ڪٿي چئجي ته ان جو انساني روپ، نيمي پيلي جي بادشاه جي صورت ۾ موجود هو. انهيءَ جي وصل جو مقصد زمين، جانورن ۽ انسان ذات جي آباديءَ ۾ ترقيءَ ۽ واڌاري آڻڻ جو سمجهيو ويندو هو، تنهنڪري قدرتي طور هن خيال جو اپرڻ لازمي هو ته جيڪڏهن اها مقدس شادي خدائي گهوٽ ۽ ڪنوار جا ڪردار، ديوتائن جا مجسما يا جيئرا ماڻهو ادا ڪن، ۽ اها شادي هرسال ادا ڪئي وڃي، ته آبادڪاريءَ جو اهو

پسنديده مقصد زياده خاطريءَ ۽ يقين سان حاصل ٿي سگهندو.
ڪنهن به قديم مصنف اهو ذڪر ڪونه ڪيو آهي ته نيمي‍ءَ جي
هڙي‍ءَ ۾ واقعي ائين ڪيو ويندو هو. پر اٿريشيا جي هنن رسمن
متعلق اسان جي ڄاڻ هونئن ئي ايتريقدر خفيف آهي، جو جيڪڏهن
انهي‍ءَ ڳالهه جو خاص حوالو اسان وٽ موجود نه آهي، ته ان مان هرو ڀرو
ائين ڪين سمجهبو ته، مٿي بيان ڪيل نظريو غلط ثابت ٿيو. ان حالت
۾ انهي‍ءَ نظريي جو بنياد، ڪنهن اهڙي‍ءَ سڌي‍ءَ سنئين‍ءَ شهادت جي
غير موجودگي‍ءَ ۾، لازمي طور اهڙين ساڳين رسمن جي مشابهت
تي رکڻو پوندو، جي ٻين هنڌ ادا ڪيون وڃن ٿيون. اهڙين
رسمن جا ڪي جديد مثال، ٿوري گهڻي قدر ناقص ۽ بگڙيل صورت
۾ اڳئين باب ۾، بيان ڪيا ويا. هينئر اسين انهن جي ڪن قديم
صورتن تي غور ڪنداسون.

٢. ديوتائن جي شادي: بابل ۾ ”بيل“ ديوتا جو شاندار
مندر، مخروطي مناري وانگر، هڪٻئي جي مٿان رکيل اٺن منارن يا
منزلن جي صورت ۾، شهر جي مٿان بيٺل نظر ايندو هو. سڀني کان
مٿين مناري جي چوٽي‍ءَ تي، جنهن تي ٻين سڀني منزلن تي رسائيندڙ
هڪ چاڙهي‍ءَ رستي پهچي سگهبو هو، هڪ وڏو ڪمرو ٺهيل هو،
جنهن ۾ هڪ وڏو پلنگ، جنهن تي عاليشان بسترو ۽ نرم ويهاڻا
پيل هئا، رکيو هوندو هو، جنهن جي پاسي ۾ هڪ سوني ميز
پيل هئي. ان ڪمري ۾ ڪوبه بت ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو هو، ۽ هڪ
اڪيلي‍ءَ عورت کان سواءِ، جنهن کي، ”چالدين“ پادرين جي چوڻ
مطابق، خود ديوتا پاڻ بابل جي سڀني عورتن مان پاڻ لاءِ چونڊي
پسند ڪندو هو، مندر ۾ ٻيو ڪوبه انسان رات کانه گذاريندو
هو. هو چوندا هئا ته ديوتا بنفس نفيس رات جو مندر ۾ ايندو
هو ۽ وڏي بستري تي اچي سمهندو هو، ۽ ان عورت کي ڪنهن
به فاني انسان سان همبستر ٿيڻ جي اجازت کانه هئي، جو هوءَ
ديوتا جي بستري جي ساٿڻ ٿي چڪي هئي.

مصر ۾ ٿيبس وٽ، ”عمانِ“ ديوتا جي مندر ۾، هڪ عورت

ديوتا جي رفيق جي حيثيت ۾ سمجهندي هئي ۽ بابل جي نيل ديوتا جي فاني زال وانگر پئي ڪنهن ٻ ماڻهوءَ سان واسطو ڪانه رکندي هئي. مصري ڪتابن ۾ ان کي گهڻو ڪري ”ديوتا جي رفيق“ جي نالي سان سڏيو ويو آهي ۽ عام طرح اها ”ديوتا جي رفيق“ بذات خود، مصر جي راڻي پاڻ هوندي هئي. ڇو ته مصرين جي عقيدي مطابق، سندن بادشاه درحقيقت عمان ديوتا جو اولاد هوندا هئا، ۽ عمان ديوتا پاڻ ئي عارضي طور وقت جي بادشاه جي صورت اختيار ڪري، ملڪه سان همصحبت ٿيندو هو. مصر جي سيني ڪان، زياده قديم، مندرن ۾ مان پن، خيرالبحري ۽ لڪسر جي پٿين تي ديوتا جي جمڻ جون تصويرون تفصيلوار تراشيل ۽ چٽيل آهن، ۽ انهن تصويرن تي جيڪي ڪتبا موجود آهن، سي انهن جي معنيٰ ۽ مقصد متعلق ڪنهن ٻ شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ڪونه ٿا ڇڏين.

ائينس ۾ ”انگور جي ول“ جي ديوتا، ڊيئونيسس، کي هرسال ملڪه سان شادي ڪرائي ويندي هئي، ۽ معلوم ٿئي ٿو ته هن ديوتائي شاديءَ سان وابسته سائين سوڻن ۽ ان جي تڪميل جي رسم بلڪل پوريءَ طرح ان موقعي تي ادا ڪئي ويندي هئي، پر اسان کي اهو معلوم نه آهي ته ديوتا جو ڪردار ڪو جيئرو جاڳندو ماڻهو ادا ڪندو هو يا ان جو ڪو مجسمو. ارسطوءَ کان معلوم ٿئي ٿو ته اها رسم بادشاه جي پراڻي سرڪاري محلات ۾، جنهن کي ”ڍورن جو واڙو“ سڏيو ويندو هو ۽ جو پرائٽينيم يا ٽائون هال جي لڳ ائڪروپولس جي شمال مشرقي لاهيءَ تي بيٺل هو، ادا ڪئي ويندي هئي. انهيءَ شاديءَ جو مقصد انگور جي ولين ۽ ٻين ميويدار وڻن جي ڦرجڻ جي خاطري ڪرڻ کان سواءِ ڪو ٻيو نٿي ٿي سگهيو، جن جو ڊيئونيسس ديوتا هو. چنانچ اها رسم پنهنجي نموني، معنيٰ ۽ مفهوم جي لحاظ کان ”مئي جي بادشاه ۽ راڻيءَ“ جي شاديءَ جي رسم سان ٺهڪي اچي ٿي.

ايليوسس ۾، سيپٽمبر مهيني ۾، جيڪي عظيم ۽ پراسرار مذهبي

رسمون ادا ڪيون وينديون هيون، تن ۾ آسمان جي ديوتا زيوس ۽ اناج جي ديويءَ ڊيميٽر جي شاديءَ جو اظهار انهن پراسرار مذهبي رسمن جي ادا ڪندڙ پوڄاريءَ ۽ ڊيميٽر ديويءَ جي پوڄارڻ جي وصل سان ڪيو ويندو هو، جي ديوتا ۽ ديويءَ جا ڪردار ادا ڪندا هئا. پر انهن جي جنسي صحبت فقط ڊرامائي نوعيت جي يا علامتي هوندي هئي، ڇو ته اهو پوڄاري مينديءَ جو استعمال ڪري پاڻ کي مردانه قوت کان عارضي طور محروم ڪري ڇڏيندو هو. مشعلن کي گل ڪرڻ کان پوءِ، اهو جوڙو هڪ اونداهيءَ جاءِ ۾ هيٺ لهي ويندو هو ۽ پوڄارين جو انبوه انهيءَ پراسرار ميلاپ جي نتيجي معلوم ڪرڻ لاءِ، جنهن تي هو پنهنجيءَ نجات جو دارومدار سمجهندا هئا، ٻاهر انتظار ۾ ترسيا بيٺا هوندا هئا. ڪجهه دير کان پوءِ اهو پوڄاري واپس ايندو هو ۽ مشعلن جي تيز روشنائيءَ ۾ ٻاهر بيٺل هجوم کي خاموشيءَ سان اَن جو ويڍيل هڪ سنگ ڏيکاريندو هو، جو ديوتائن جي شاديءَ جو ڦل هو. پوءِ هو بلند آواز ۾ اعلان ڪندو هو، ”ملڪه بيرمو هڪ مقدس ڇوڪري، بيرموس، کي جنم ڏنو آهي“، جنهن مان سندس مقصد هوندو هو ته ”هڪڙيءَ عظيم طاقت ٻيءَ عظيم طاقت کي جنم ڏنو آهي.“ درحقيقت اَنَ جي ماءُ پنهنجي ٻار، اَنَ، کي جنم ڏنو هو، ۽ پوءِ سندس ويم جي سورن جو نقل مقدس ڊراما جي صورت ۾ ڪيو ويندو هو. بهرحال انهن پراسرار رسمن جو مقصد انهيءَ ويڍيل اَن جي سنگ جو مظاهرو ئي هو. اڳتي هلي، صديون گذري ويون، ۽ انهن رسمن-جي چوڌاري نظم ۽ فلسفي جي دفترن جا پردا چڙهي ويا. پر اهن پردن جي ذڌ وچان، اوچتيءَ آس جي چمڪاٽ وانگر، اڄ به اها ئي هڪ سنئين سڌيءَ ڳوٺاڻي تقريب جي جهلڪ نظر اچي رهي آهي، جنهن جو مقصد ايليوسيا جي کليل ۽ ڪشاده ميدانن کي، اناج جي ديويءَ سان آسماني ديوتا جي شادي ڪرائڻ ذريعي، جو اگهاڙيءَ ڌرتيءَ کي رحمت جي وسڪارن سان سائو ۽ آباد ڪري ٿو، ڀرپور فصلن سان سرسبز ۽ آباد

ڪرڻ جو هو. بوئيشيا ۾ پلئٽيا جا باشندا، ٿورن ٿورن سالن جي وقفي کان پوءِ، هڪ جشن ملهائيندا هئا، جنهن کي هو ”ڊائڊالا“ چوندا هئا، ۽ ان ڏينهن هو شاه بلوط جي قديم ٻيلي ۾ وڃي ڪو شاه بلوط جو وڻ ڪيرائيندا هئا. انهيءَ وڻ جي ڪاٺ مان هو هڪ مجسمو ٺاهيندا هئا، ۽ ان کي ڪنوار وانگر ڪپڙا پهرائي ڏاند گاڏيءَ تي رکي، ان جي پرسان هڪ ڪنوار جي ساهيڙي ويهارينداهئا. معلوم ٿئي ٿو ته ان کان پوءِ ان مجسمي کي، شرنائين ۽ دهلن دمامن سان گڏ نچندا ڪڏندا، ماڻهو ائسوپس درياه جي ڪناري وٺي ويندا هئا، جتان ان کي وري شهر ڏانهن واپس آندو ويندو هو. هر سٺ سالن کان پوءِ بوئيشيا جا سڀيئي باشندا گڏجي ”عظيم ڊائڊالا“ جي تقريب ملهائيندا هئا؛ انهيءَ تقريب جي موقعي تي، سڀني مجسمن کي، جي ڪل چوڏهن هوندا هئا ۽ گذريل ننڍن ننڍن جشنن جي موقعن تي ڪٺا ٿيندا هئا، گاڏين تي رکي، جلوس جي صورت ۾ ائسوپس درياه تي وٺي ويندا هئا، جتان وري انهن کي سٿائران جبل جي چوٽيءَ تي کڻي، باه جي وڏي مچ ۾ وجهي ساڙيندا هئا. انهن جشنن جي سمجهاڻيءَ طور جيڪو قصو بيان ڪيو ويندو آهي، تنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي ماڻهو زيوس ديوتا جيي هيرا ديويءَ سان، جنهن جو شاه بلوط جي ڪاٺ مان مجسمو ٺهندو هو، جنهن کي پوءِ ڪنوار جو لباس پهرايو ويندو هو، شادي ملهائيندا هئا. سئيڊن ۾ هر سال ”فري“ ديوتا جو قد آدم مجسمو، جو حيوانات ۽ نباتات جي آباديءَ جو ديوتا هو، گاڏيءَ ۾ رکي سڄي شهر ۾ ڦيرايو ويندو هو ۽ ساڻس گڏ هڪ خوبصورت نوجوان دوشيزه ويهاري ويندي هئي، جنهن کي ديوتا جي زال سڏيو ويندو هو. ديوتا جي ”اپسالا“ واري وڏي مندر ۾ اهائي سندس پوڄارڻ جو ڪردار ادا ڪندي هئي. ديوتا ۽ سندس خوبصورت ۽ نوجوان زال جو گاڏو جتي به ويندو هو، اتي ماڻهن جا انبوه اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ سڪر سٺائيءَ واري سال لاءِ کيس نذرانا پيش ڪندا هئا.

چنانچه قديم زماني جي قومن ۾ ديوتائن کي مجسمن يا ماڻهن

ساڻ شاديءَ ڪرائڻ جي رسم عام جام ۽ دور دور تائين ڦهليل
هئي. اهڙيءَ رسم جو جن نظرين تي بنياد پئل آهي، سي اهڙا
ته بي ڍولا ۽ اڻ گهڙيل آهن، جو هن حقيقت تسليم ڪرڻ کان
سواءِ اسان کي ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي ته مصرين، يونانين ۽ بابلين
جهڙين سڌريل ۽ مهذب قومن کي اها رسم سندن وحشي يا اڻ سڌريل
ابن ڏاڏن وٽان ئي ورثي ۾ ملي هئي. اسان جي انهيءَ انومان
کي هن ڳالهه مان تقويت ملي ٿي ته اڄ به ساڳئي قسم جون رسمون
پسمانده قومن ۾ مروج آهن. چنانچه، مثال طور، چيو وڃي ٿو ته
هڪ دفعي روس جي مالميز ضلعي جي ووتياڪ قوم وارن کي
ٻه چار سال لاڳيتو فصلن جي سوڪ اچي تنگ ڪيو. ڪين خبر
نٿي پيئي ته ڇا ڪجي، پر آخرڪار هنن فيصلو ڪيو ته سندن
طاقتور ۽ شرارتي ديوتا، ڪريمت، کي ڪنواري رهجي وڃڻ ڪري
ڪاوڙ لڳي هوندي. ان ڪري قوم جي پرين مڙسن جو هڪ
وفد ڪيورا جي ووتياڪ قبيلي وارن وٽ ويو ۽ انهن سان اڻ
باري ۾ ڪو ٺاهه ڪري آيا. ان کان پوءِ برادريءَ جو وڏو
ذخيرو جمع ڪري، هڪ گاڏو ۽ گهوڙا سينگاري ۽ ٺاهي، گهنڊ
وڄائيندا، ڪيورا جي مقدس هڙيءَ ڏانهن اهڙي نموني جلوس
ڪڍي ويا، جيئن ڪنوار کي گهر وٺي اچڻ وقت ڪڍندا هئا. اتي
هنن سڄي رات خوب کاڌو ۽ پيتو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو هڙيءَ
جي زمين مان مٽيءَ جو هڪ چورس چڪو وڍي پاڻ سان گڏ گهر
کڻي ويا. ان کان پوءِ جيتوڻيڪ مالميز وارن ماڻهن وٽ سڪر
سٺائي ٿي، پر وري ڪيورا ۾ حالتون خراب ٿي ويئون. چنانچه
ڪيورا جي انهن ماڻهن کي، جن شاديءَ لاءِ منظوري ڏني هئي،
ڏوهه ڏنو ويو، ۽ سندن ڳوٺ وارن انهن کي سزا طور مارڪٽ به
ڪئي. جنهن مصنف انهيءَ واقعي جو ذڪر ڪيو آهي،
سو لکي ٿو ته "شاديءَ جي انهيءَ رسم مان سندن کهڙو مقصد
هو، سو سمجهڻ آسان ڪونه آهي. شايد، جيئن 'ٻيچنيريو' سمجهي
ٿو، هنن جو مقصد ڪريمت ديوتا کي ڌرتي خاتونءَ، رحمدل ۽

ڦلدار مڪلاڻسين ديويءَ، سان شادي ڪرائڻ جو هو، ته جيئن
اها ان ديوتا تي ڪو اثر وجهي ته هو ڪا ڀلائي ڪري". بنگال
۾ جڏهن ڪوه ڪوٽيا ويندا آهن، تڏهن ڪانيءَ مان ديوتا جو
مجسمو ٺاهي، ان جي جل ديويءَ سان شادي رچائي ويندي آهي.

گهڻن وقتن تي ديوتا جي قسمت ۾ ڪاٺ يا مٽيءَ جي ڪنوار
نه پر گوشت ۽ پوست جي جيئري جاڳندي عورت هوندي آهي.
پيروءَ جي هڪ ڳوٺ جي ڳاڙهن هندستانين جي قبيلي لاءِ مشهور
آهي ته اهي چوڏهن ورهين جي هڪ خوبصورت ڇوڪريءَ کي
ماڻهوءَ جي صورت جهڙي هڪ پٿر سان شادي ڪرائيندا هئا،
جنهن کي هو ديوتا (هوئاڪا) سمجهندا هئا. سيئي ڳوٺاڻا انهيءَ
شاديءَ ۾ حصو وٺندا هئا، جا ٽن ڏينهن تائين هلندي هئي، ۽ ان ۾
ڏاڍي خوشي ڪئي ويندي هئي. ڇوڪري ان کان پوءِ ڪنواري
رهندي هئي ۽ عوام خاطر ديوتا جي حضور ۾ قربانيون ادا ڪندي هئي.
هن جو انتهائي احترام ڪيو ويندو هو ۽ کيس ديوي سمجهيو ويندو
هو. هر سال مارچ مهيني جي وچ ڌاري، جڏهن چار سان مڇيءَ مارڻ
جي مند شروع ٿيندي هئي، تڏهن الگونڪن ۽ هوران قبيلن جا
ڳاڙها هندستاني پنهنجن ڄارن کي قبيلي جي ٻن ڇوڪرين سان،
جن جي عمر ڇهن يا ستن سالن جي اندر هوندي هئي، شادي
ڪرائيندا هئا. شاديءَ جي دعوت وقت ڄار کي ٻنهي ڇوڪرين
جي درميان رکيو ويندو هو ۽ ان کي همت ڪرڻ ۽ گهڻين مڇين
ڦاسائڻ جي تلقين ڪئي ويندي هئي. اهڙين صغير ڇوڪرين
کي ڪنوارين طور منتخب ڪرڻ جو سبب هيءُ هو ته اها خاطري
رهي ته اهي برابر ڪنواريون هيون. انهيءَ رسم جو بنياد هي پڏايو
وڃي ٿو. هڪ سال، جڏهن مڇيءَ مارڻ جي مند واپس وري
آئي، تڏهن اڳي وانگر الگونڪن قبيلي وارن پنهنجا ڄار وڌا،
پر ڪجهه به نه ڦاسائي سگهيا. پنهنجيءَ ناڪاميابيءَ تي حيران
پريشان ٿي، کين اها خبر نه ٿي پيئي ته ڇا ڪجي. ڄارن جو ڄار
جو روح (اوڪيي) هڪ ڊگهي ڌڙنگي ماڻهوءَ جي صورت ۾ سندن

ساٿس اچي پرگهٽ ٿيو، جنهن کين انتهائي غصي ۾ چيو، "منهنجي زال مري ويئي آهي ۽ مون کي ٻي ڪانه اهڙي نٿي ملي جنهن سان ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن مرد جو تنهن نه ڏٺو هجي: اهوئي سبب آهي جو اوهين ڪامياب نه ٿا ٿيو ۽ نه ڪڏهن ڪامياب ٿيندا، جيسين مون کي انهيءَ باري ۾ راضي نه ڪندا." اهڙيءَ طرح اڻلگونڪن قبيلي وارن صلاح مشورو ڪيو، ۽ ڇار جي روح کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ ڪيس اهڙيءَ ننڍيءَ ڇمار جي ٻن ڇوڪرين سان شادي ڪرائڻ جو فيصلو ڪيائون ته جيئن ڪيس آئينده لاءِ انهيءَ باري ۾ ڪا شڪايت نه رهي. هنن ائين ڪيو، ۽ ان کان پوءِ ايتري مڇي مرڻ لڳي، جيتريءَ جي کين ضرورت هئي. انهيءَ قبيلي جي پاڙيسرين، هوران قبيلي وارن، وٽ جو اها ڳالهه پهتي، ته انهن به ڪٿي اها رسم اختيار ڪئي. جيڪا مڇي ڦاسندي هئي، تنهن جو ڪجهه حصو انهن ڇوڪرين جي خاندانن کي ڏنو ويندو هو، جي شان لاءِ ڪنوارين جو ڪردار ادا ڪنديون هيون.

بنگال جي اورائون قوم وارا ڌرتيءَ کي ديوي ڪري پوڄيندا آهن، ۽ هرسال جڏهن 'سال' نالي وڻ پور جهليندو آهي، تڏهن هو ان جي شادي سورج ديوتا، ڌرمي، سان ملهائيندا آهن. اها رسم هيئن ملهائي ويندي آهي. سڀئي ڄڻا وهنجندا آهن، جنهن کان پوءِ مرد پوتر هڙي (سرنا) ڏانهن ويندا آهن ۽ زالون ڳوٺ جي پوڄاريءَ وٽ ڪٺيون ٿينديون آهن. سورج ديوتا ۽ هڙيءَ جي پوٽ جي نالن ۾ ڪجهه پکي قربان ڪرڻ کان پوءِ مرد کائيندا ۽ پيئندا آهن. "پوڄاريءَ کي پوءِ هڪ مضبوط ماڻهوءَ جي ڪلهن تي واپس ڳوٺ کڻي ويندا آهن. ڳوٺ جي پرسان عورتون مردن سان ملنديون آهن ۽ سندن پير ڌوئنديون آهن. دهل وڄائيندا، نچندا ٽپندا ۽ ڳائيندا، سڀئي پوڄاريءَ جي گهر ويندا آهن، جنهن کي پنن ۽ گلن سان سينگاريو ويندو آهي. پوءِ پوڄاريءَ ۽ سندس زال جي رسمي طور شادي ڪئي ويندي

آهي، جا سج ۽ ڌرتيءَ جي نام نهاد- وصل جي علامت هوندي آهي. شاديءَ جي رسم ادا ڪرڻ بعد، سڀ ڄڻا خوب کائيندا، پيئندا ۽ مزا ڪندا آهن، هو نچندا ۽ فحش راڳ ڳائيندا آهن، جنهن کان پوءِ وحشيانہ شهوت پرستيءَ جو مظاهرو ڪندا آهن، جنهن سان سندن مراد ڌرتي ماتا کي ڦلدار ٿيڻ لاءِ آماده ڪرڻ هوندو آهي". اهڙيءَ طرح سورج ۽ ڌرتيءَ جي مقدس شادي، جنهن جو ڪردار پوڄاري ۽ سندس زال ادا ڪن ٿا، زمين جي آباديءَ جي خاطري ڪرڻ لاءِ هڪ قسم جي جادوءَ جي ٽوڻي وانگر منعقد ڪئي ويندي آهي؛ ۽ ساڳئي ني مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ. هم آهنگ جادوءَ جي اصول مطابق، ماڻهو بي تحاشا ۽ بغير ڪنهن روڪ ٽوڪ جي جنسبازيءَ جو عيش ڪندا آهن.

هيءَ ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ اها فوق‌الفطري هستي جنهن سان عورتن جي عموماً شادي ڪئي ويندي آهي، ديوتا يا پاڻيءَ جو روح هوندو آهي. چنانچہ وڪٽوريا نياتر ڍنڍ جي ديوتا، "مڪاسا"، کي، جنهن کي باگندا قبيلي وارا هر دفعي ڪنهن ڊگهي سفر اختيار ڪرڻ وقت ڪنهن طرح راضي ڪندا هئا، شادي ڪرڻ لاءِ ڪنواريون ڇوڪريون ڏنيون وينديون هيون. انهن ڇوڪرين کي پاڪدامن رهڻو هو، پر ڪانئن اڪثر خطاڪاري ٿيندي رهندي هئي. اها رسم تيسين هلندي رهي، جيسين موانگا (قبيلي جي سردار) عيسائي مذهب اختيار ڪيو. برٽش ايسٽ آفريڪا جي اڪيڪويو قبيلي وارا هڪ خاص درياہ جي نانگ جي پوڄا ڪندا آهن، ۽ ڪجهہ سالن جي عرصي کان پوءِ هو نانگ ديوتا کي عورتن ۽ خاص ڪري نوجوان ڇوڪرين سان شادي ڪرائيندا آهن. انهيءَ مقصد لاءِ قبيلي جي "ويڄن" جي حڪم سان خاص جهوپڙيون اڏيون وينديون آهن، جتي اهي پاڻ ويساہ وسوڙل عورتن سان ديوتائي شاديءَ جي تڪميل ڪندا آهن. جيڪڏهن ڇوڪريون پنهنجيءَ رضا خوشيءَ سان ڪافي تعداد ۾ انهن جهوپڙين ڏانهن نہ وينديون آهن، تہ ڪين زبردستيءَ ديوتا جي هم آغوشيءَ لاءِ

اوڏانهن گهلي ولي ويندا آهن. انهن پراسرار ميلاپن مان جيڪي پار چمندا آهن، تن کي ديوتا (نڪائي) جو اولاد سڏيو ويندو آهي. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفعي جڏهن ايشيا انڊين پيٽن مان بورو نالي هڪ ٻيٽ جي ڪاپيلي مقام جي باشندن کي اچي انديشو پيدا ٿيو ته واڳون ايترا پيدا ٿيا آهن ۽ ايترا پڪڙيا آهن، جو ڪين ڪائي ناس ڪري ڇڏيندا، تڏهن هنن اِن جو سبب هي سمجهيو ته واڳن جي شهزادي جي اتان جي ڪنهن خاص ڇوڪري سان بي انتها محبت ٿي ويئي هئي. چنانچه انهن هڪ ڪنواري ڇوڪري جي پيءُ کي پنهنجي ڌيءُ کي ڪنوار جي پوشاڪ پهرائي سندس اُن واڳو عاشق جي چنبن ۾ اچلائي ڏيڻي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو.

انهيءَ ساڳئي قسم جي رسم مالديپ پيٽن ۾ به اتان جي باشندن جي اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ، مروج ڄاتي وڃي ٿي. مشهور عرب سياح ابن بطوطه انهيءَ رسم جو بيان ڪيو آهي ۽ اهو به ٻڌايو آهي ته ان جي پڇاڙي ڪيئن ٿي. هن کي متعدد معتبر مقامي ماڻهن يقين ڏياريو ته جڏهن مالديپ پيٽن جا رهاڪو اڃا بت پرست هئا، تڏهن انهن وٽ هر مهيني جنن منجهان هڪ بد روح ايندو هو، جو هڪ جهاز جي صورت ۾، جنهن ۾ مشعلون روشن هونديون هيون، سمنڊ جي طرف کان ايندو هو. بد روح جي ظاهر ٿيڻ تي اتان جي باشندن جو هي دستور هو ته اهي هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ کي هار سينگار ڪرائي سمنڊ جي ڪناري تي بيٺل پنهنجي هڪ مندر ڏانهن وٺي ويندا هئا، جنهن ۾ هڪ اهڙي دري هوندي هئي، جنهن مان سمنڊ ڏانهن نهاري سگهبو هو. رات جو هو ڪنواريءَ ڇوڪريءَ کي اتي ڇڏي ويندا هئا، ۽ جڏهن صبح جو واپس ورندا هئا، تڏهن ڏسندا هئا ته هوءَ ڪنواري نه هوندي هئي ۽ پڻ مئي پيئي هوندي هئي. هر مهيني هو پُڪا ڪيندا هئا ۽ جنهن جي نالي به پڪو نڪرندو هو، سو پنهنجي ڌيءُ سمنڊ جي راڪاس جي حوالي ڪندو هو. سيئي کان پوئين ڇوڪريءَ کي، جيڪا اهڙيءَ طرح راڪاس کي آڇي

ويٺي هئي، بربر قوم جي هڪڙي نيڪ ۽ خدا ترس انسان بچائي
وڌو ۽ قرآن جون آيتون پڙهي هو ان بد روح کي واپس سمنڊ ڏانهن
ڀڄائي ڇڏڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ابن بطوط جنهن راڪاس عاشق ۽ ان جي فاني ڪنوارين جي
ڳالهہ بيان ڪئي آهي، سا هڪ اهڙي لوڪ-ڪٿا سان گهري
مشابهت رکي ٿي، جنهن جهڙيون ڳالهيون مشرق ۾ جپان ۽ انام
کان وٺي مغرب ۾ سينيگئمبيا، اسڪينڊينيويا ۽ اسڪاٽلئنڊ تائين
ٻڌيون وييون آهن. مختلف قومن جي ڳالهين ۾ ڪجهہ تفصيلي
فرق آهن، پر عام طرح اها ڳالهہ هيئن ڪئي ويندي آهي. ڪنهن
ملڪ ۾ ڪو ڪثيرالتعداد منهن وارو نانگ، ڪا ٻلا، يا ٻيو
ڪو راڪاس اچي منهن ٿو ڪڍي، جو سڄيءَ قوم کي فنا ڪرڻ
جي ڌمڪي ٿو ڏئي، جيڪڏهن کيس وقتاً فوقتاً ڪو ماڻهو، گهڻو
ڪري ڪا ڪنئاري ڇوڪري، کائڻ لاءِ نہ ڏني ويندي. ڪيئي اهڙيون
ڪنواريون ناس ٿي وڃن ٿيون، ۽ آخرڪار وقت جي بادشاه جي
ڌيءَ جي نالي قربان ٿيڻ جو پڪو نڪري ٿو. کيس راڪاس جي
منهن ۾ ڏيڻ لاءِ موڪليو ٿو وڃي، پر قصي ۾ پيش ڪيل سورسو، جو گهڻو
ڪري ڪنهن غريب خاندان جو نوجوان آهي، شهزاديءَ جي بدران
ٿي وچ ۾ پوي ٿو، بلا کي ماري ٿو ۽ انهيءَ بهادرانہ ڪارنامي
جي انعام طور شهزاديءَ جي ٻانهن حاصل ٿو ڪري. زياده تر
قصن ۾ بلا، جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن وڏو نانگ يا ازدها ٻڌايو
ويندو آهي، ڪنهن سمنڊ، درياه يا چشمي جي پاڻيءَ جي ڀرسان
آهي. ڪن ٻين روايتن ۾ اها بلا هڪ نانگ يا ازدها هوندي
آهي، جا پاڻيءَ جي چشمن تي قبضو ڪندي آهي ۽ انهن جي
پاڻيءَ کي وهڻ يا اتان جي ماڻهن کي ان جي استعمال جي اجازت
فقط ڪنهن انساني قربانيءَ ملڻ جي شرط تي ڏيندي آهي.

انهن سڀني آکاڻين کي محض افسانہ نگارن جي دماغ جي
ايجاد سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏڻ غلطي ٿيندو. انهن سان
اسان کي هيءَ ٿي فرض ڪرڻ گهرجي تہ آهي ڪن نهايت قديم

پر حقيقي رسمن جو عڪس آهن، جن ماتحت ڇوڪرين يا عورتن کي پاڻيءَ جي روحن سان (جن کي اڪثر وڏن نانگن يا ازدهائن جي صورت ۾ تصور ڪيو ويندو هو) شادي ڪرڻ لاءِ قربان ڪيو ويندو هو.

# باب ٽيرهون

## روم ۽ آلبا جا بادشاهه

١- نوما ۽ ايگيريا: مٿي ذڪر ڪيل رسمن ۽ ڏند ڪٿائن جي جائزي مان اسين هي انومان ڪيئي سگهون ٿا ته زمين جي آباديءَ لاءِ، جنهن تي ماڻهن ۽ مرن جي زندگيءَ جو آخري طور دارومدار رهي ٿو، اڪثر نباتات ۽ پاڻيءَ جي طاقتن جي مقدس شادي رچائي ويئي آهي ۽ اهڙين رسمن ۾ ديوتائي گهوٽ ۽ ڪنوار جو ڪردار گهڻو ڪري جيئري جاڳندي مرد ۽ عورت ادا ڪيو آهي. اهو ثبوت، ان ڪري، هن انومان کي تقويت بخشي ٿو ته نيميءَ جي مقدس هڙيءَ ۾، جتي نباتات ۽ پاڻيءَ جي قوتن سايه دار ٻيلن، ڪرندڙ آبشارن ۽ شيشي جهڙيءَ ڍنڍ جي سهڻين صورتن ۾ پنهنجو مظاهرو ڪيو آهي، اتي اسان جي 'مئي جي بادشاهه ۽ راڻيءَ' جي شاديءَ وانگر ٻيلي جي فاني بادشاهه ۽ ٻيلي جي لافاني ديويءَ، ڊائنا، جي درميان هرسال شادي رچائي ويندي هئي. هن سلسلي ۾ انهيءَ هڙيءَ ۾ هڪ وڏيءَ اهميت واري هستي پاڻيءَ جي پري ايگيريا هئي، جنهن کي حامله عورتون پوڄينديون هيون، ڇو ته ڊائنا وانگر هوءَ به سندن ويم ۾ آساني پيدا ڪندي هئي. انهيءَ ڳالهه مان صاف طور هيءُ نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته ٻين گهڻن چشمن وانگر ايگيريا چشمي جي پاڻيءَ ۾ به ڍڪي ڪرڻ ۽ ويم ۾ آساني پيدا ڪرڻ جي طاقت موجود سمجهي ويندي هئي: نذر ڪيل ڇهزون، جيڪي سر زمين تان لڌيون ويون آهن ۽ جي صاف طرح اولاد ڄمڻ سان تعلق رکن ٿيون، سي ممڪن آهي ته ڊائنا جي بدران ايگيريا جي نالي ارپڻ ٿيل هيون، يا شايد اسان کي هيئن چوڻ گهرجي ته پاڻيءَ جي پري ايگيريا

خود فطرت جي عظيم ديويءَ، ڊائنا، جو ٻيو روپ ھئي - اھا ڊائنا، جا جوشيلن ۽ ڪڙڪيدار درياھن ۽ سايہ دار ٻيلن جي مالڪياڻي ھئي، جنھن جوگھر ڍنڍ جي پاسي ۾ ھو ۽ جنھن جو ”آئينو“ ڍنڍ جو مالو پاڻي ھو، ۽ جنھن جي يوناني ڀيڻ آرٽيمس چشمن ۽ تلائن ۾ واسو ڪرڻ پسند ڪندي ھئي. ايگيريا جي ڊائنا سان شناخت جي پلوٽارچ جي ھن بيان مان خاطري ٿئي ٿي تہ ’ايگيريا شاہ بلوط جي انھن ٻرين مان ھڪ ھئي، جنھن لاءِ رومي سمجھندا ھئا تہ اھا شاہ بلوط جي ھر سبز ھڙيءَ ۾ ’موجود ھئي.‘ چوتہ ڊائنا جيتوڻيڪ عام طور ٻيلن جي ديوي ھئي، ان جي باوجود ھوءَ شاہ بلوط جي وڻن سان خاص طرح، ۽ سو بہ بالخصوص نيميءَ واريءَ مقدس ھڙيءَ ۾، وابستہ ھئي. ايگيريا شايد انھيءَ چشمي جي ٻري ھئي، جو مقدس شاہ بلوط جي پاڙن مان وھندو ھو. چيو وڃي ٿو تہ، ڊوڊونا وٽ اھڙو ھڪ چشمو شاہ بلوط جي ھڪ وڏي وڻ جي پاڙ وٽان نڪرندو ھو، جنھن جي پاڻيءَ جي مڌر آواز مان ٻوچارڻ غيب جون خبرون وٺندي ھئي. يونانين ۾ وري ھي اعتقاد ھو تہ ڪن خاص مقدس چشمن يا کوھن مان پاڻيءَ جو ھڪ ڍڪ، پيئندڙ کي اڳڪٿين ڪرڻ جون طاقتون بخشيندو ھو. اھا ڳالھہ فاني انسانن جي عقل کان ڪنھن بالاتر عقلمنديءَ جو حوالو فراھم ڪري ٿي، جنھن سان، روايت مطابق، ايگيريا پنھنجي شاھي مڙس يا عاشق، نوما، کي نوازيو ھو. جڏھن ھيءَ ڳالھہ ڌيان ۾ رکجي ٿي تہ قديم معاشري ۾ ڪيتريقدر نہ بادشاہ کي گھڻو ڪري مينھن وسڻ ۽ زمين جي آباديءَ لاءِ ذميدار قرار ڏنو ويندو ھو، تڏھن ھن انومان ڪيڻ ۾ اسين مشڪل آھي جو غلط ثابت ٿيون تہ نوما ۽ ايگيريا جي شاديءَ جي سائن سوڻن ۾ اسان کي انھيءَ مقدس شاديءَ جو عڪس ملي ٿو، جا قديم رومي شھنشاہ، پنھنجن ديوتائي يا جادوءَ جي فرضن جي ادائگيءَ ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ، نباتات ۽ پاڻيءَ جي ديوين سان باقاعدي رچائيندا ھئا. اھڙيءَ رسم ۾ ديويءَ جو ڪردار ڪو مجسمو يا

ڪا زنده عورت ادا ڪري سگھي ٿي... ۽ عورت جي حالت ۾،
امڪان آهي ته اها راڻي ٿي ٿي سگھي ٿي. جيڪڏهن انهيءَ
اندازي ۾ ڪا حقيقت آهي، ته پوءِ اسين هي فرض ڪري سگھون
ٿا ته روم جو بادشاه ۽ راڻي پنهنجيءَ شاديءَ تي بلڪل ساڳيءَ
طرح ديوتا ۽ ديويءَ جو سانگ رچائيندا هئا، جيئن مصر جي بادشاه
۽ راڻيءَ جي حالت ۾ معلوم ڪيوسون. نوما ۽ ايگيريا جي روايت،
شاديءَ جي وصل جي جاءِ جي باري ۾، مقدس هڙيءَ ڏانهن اشارو
ڪري ٿي ۽ نه ڪنهن گھر ڏانهن، ان ڪري امڪان آهي ته
”مئي جي بادشاه ۽ راڻي“، يا انگور جي ول جي ديوتا ۽ اٿينس
جي راڻيءَ جي شادين وانگر، هيءَ شادي به نه فقط ڌرتيءَ پر ساڻهن ۽
حيوانن جي عام آباديءَ جي خاطري ڪرڻ لاءِ هرسال جادوءَ جي
هڪ ٽوٽڪي مثل ادا ڪئي ويندي هجي. هاڻي، ڪن روايتن مطابق
انهيءَ شاديءَ جي جاءِ نيميءَ جي مقدس هڙيءَ کان سواءِ ٻي
ڪانه هئي، ۽ ڪن ٻي ريا ثبوتن ۽ دليلن جي بنياد تي اسين هيءَ
به فرض ڪري سگھيا آهيون ته انهيءَ ساڳيءَ هڙيءَ ۾ ”ٻيلي
جي بادشاه“ جي ڊائنا ديويءَ سان شادي ڪئي ويئي هئي. تحقيقات
جي ٻن مختلف ۽ واضح شاخن جو اهڙيءَ طرح هڪ نقطي تي
اچي گڏجڻ اسان کي هن راءِ قائم ڪرڻ لاءِ آماده ڪري ٿو ته
رومي بادشاه جو ايگيريا ديويءَ سان روايتي وصل، ”ٻيلي جي بادشاه“
جو ايگيريا ديويءَ يا سندس نعم البدل ڊائنا ديوي جي وصل جو عڪس
يا نقل آهي. انهيءَ مان هي مطلب هرگز ڪونهي ته رومي بادشاه
ڪڏهن به ائريشيا جي مقدس هڙيءَ ۾ ٻيلي جي بادشاه جو ڪردار
ادا ڪندا هئا، پر امڪان آهي ته ڪين اوائل ۾ اهڙي ئي ڪنهن
عام قسم جو مقدس ڪردار ادا ڪرڻو پيو هجي ۽ اهڙن ئي ڪن
ساڳين شرطن تي هنن شروعات ۾ بادشاهي منصب حاصل ڪيو
هجي، زياده صاف لفظن ۾ ڪئي هيئن چئجي ته ممڪن آهي ته
هنن حڪومت پنهنجي ڪنهن نسلي حق يا فوقيت جي عوض حاصل
نه ڪئي هجي ۽ نه اهڙي ئي ڪنهن نسلي حق سبب هو حڪمراني

ڪندا ٿي آيا هجن، ۽ ڪنهن ديوتا جي روپ يا نمائندي هئڻ
ڪري، پنهنجي نام نهاد ديوتائي خوبيءَ ۽ تقدس سبب ئي اهو اعليٰ
منصب ماڻيو هجين ۽ پاڻ لاءِ مخصوص ۽ محفوظ رکي سگهيو
هجين، ۽ انهيءَ ڪري ئي هو هڪ ديويءَ . ان تعلق قائم ڪندا
هئا، ۽ پنهنجن ديوتائي فرض جي ادا ڪرڻ ۾ پنهنجي اهليت ۽
جسماني قوت ثابت ڪرڻ لاءِ ڪين وقت بوقت جسماني ڪشمڪش
۾ مبتلا ٿيڻو پوندو هو، جا ڪشمڪش زياده تر موقعن تي هنن
لاءِ مهلڪ ثابت ٿيندي هئي ۽ سندن تاج يا بادشاهي منصب
سندن ڪامياب ۽ ڪامران رقيب جي حوالي ٿي ويندو هو. رومي
بادشاهي سلسلي جي متعلق اسان جي معلومات ايتريقدر ته ٿوري
آهي، جو اسان انهن انومانن مان ڪنهن هڪ لاءِ به خاطريءَ
سان فيصلو نه ٿا ڪري سگهون، ۽ نيميءَ جي پوڄارين ۽ رومي
بادشاهن يا البت انهن اونداهن زمانن ۾، جي ڏندڪٿائن جي
پره قديم کان به اڳواٽ هئا، سندن اوائلي ابن ڏاڏن جي درميان انهن
سيني حالتن ۾ ڪم از ڪم هڪجهڙائيءَ جا ڪي منتشر اشارا
يا نشان موجود ضرور آهن.

٢- **بادشاه، جيوپيٽر ديوتا جي حيثيت ۾:** سڀ کان اول
ائين ٿو نظر اچي ته رومي بادشاه خود عظيم جيوپيٽر ديوتا جو
ڪردار ادا ڪندا هئا، جو ته ويندي شهنشاهي دور تائين فتحياب
فوجي سردار پنهنجي ڪاميابيءَ جي جشن ملهائڻ وقت ۽ سرڪس
۾ منعقد ٿيل راندين تي صدارت ڪندڙ مئجسٽريٽ، جيوپيٽر جو
لباس پائيندا هئا، جو خاص موقعي لاءِ جيوپيٽر ديوتا جي ڪئپيٽال
تي بيٺل وڏي مندر مان اڌارو ورتو ويندو هو. ان باري ۾ قديم
خواه جديد دور وارن عالمن هيءَ متفق ۽ اعتبار جوڳي راءِ قائم
ڪئي آهي ته ائين ڪرڻ سان اهي فوجي سردار ۽ مئجسٽريٽ
رومي بادشاهن جي روايتي پوشاڪ ۽ ٻين خصوصي نشانن جو هوبهو
نقل ڪندا هئا. اهڙن موقعن تي هو شهر جي بازارين مان ڇٽن
گهوڙن وارن رٿن تي، جن جي مٿن ۾ سدا ساوڻ (*Laurel*) ٻنن

جا تاج پيل هوندا هئا، سواري ڪندا هئا، ۽ باقي پيا سڀ ماڻهو سندن پويان پيادل هلندا هئا، زريءَ سان پُريل يا سنهري ستارن لڳل قرمزي رنگ جا چوغا پائيندا هئا، ساڄي هٿ ۾ هو سدا ساون پنن واري ٽاري ڪڻندا هئا ۽ ڏائي ۾ عاج جو ڏنڊو هوندو هون، جنهن جي چوٽيءَ تي عقاب ويٺل هوندو هو، سندن پيشانيءَ تي سدا ساون پنن جو هار پيل هوندو هو، منهن کي ڳاڙهي سندر سان سرخ ڪندا هئا ۽ سندن مٿي جي مٿان هڪ غلام نهري سون مان ٺهيل هڪ وزندار تاج جهلي هلندڙ هو، جو شاه بلوط جي پنن وانگر ٺهيل هوندو هو. اهڙيءَ پوشاڪ ۾ ملبوس ٿيل ماڻهوءَ جي ديوتا سان مشابهت سڀ کان زياده عقاب واري ڏنڊي، شاه بلوط جي پنن جهڙي تاج ۽ سرخ صورت ۾ صاف عيان ٿئي ٿي، چو ته عقاب جيوپيٽر جو دلپسند پکي ۽ شاه بلوط سندس مقدس وڻ هو، ۽ سندس مجسمي جي شڪل کي جو ڪئپيٽال تي چئن گهوڙن واري رٿ ۾ بيٺل آهي، ميلن ملاکڙن ۽ ڏڻن وارن تي باقاعدگيءَ سان رڱي سرخ ڪيو ويندو هو، درحقيقت ديوتا جي شڪل کي موزون رنگت ڏيڻ کي اهڙي ته اهميت حاصل هئي جو قديم روم جي ڊل اڳاڙيندڙ آفيسر جي پهرين منصبي فرضن مان هڪ انهيءَ ڪم ڪرائڻ لاءِ ٺيڪي ڏيڻ جو هو. جيئن ته فتحيابيءَ وارو جلوس هميشه ڪئپيٽولائين واري جيوپيٽر ديوتا جي مندر وٽ وڃي ختم ٿيندو هو، ان ڪري هيءَ ڳالهه خاص طور موزون هئي ته ڪامياب سردار جو مٿو شاه بلوط جي پنن جي تاج سان مزين هجي، چو ته نه فقط هرهڪ شاه بلوط جو وڻ جيوپيٽر ديوتا جي نالي ۾ مقدس هو، پر چيو وڃي ٿو ته روميولس باد شاه ڪئپيٽولائين وارو ديوتا جو مندر شاه بلوط جي هڪ مقدس وڻ جي پاسي ۾ ٺهرايو هو، جنهن جو ريڍار احترام ڪندا هئا، ۽ بادشاه ان تي اهو سازوسامان لٽڪائيندو هو، جو هو دشمن جي فوجي مهندارن کان جنگ ۾ کڻندو هو. اسان کي صاف طرح ٻڌايو ويو آهي ته ڪئپيٽال واري جيوپيٽر کي شاه بلوط جو مقدس تاج پهريل هو،

”اووڊ“ جي هڪ تحرير مان ثابت ٿئي ٿو ته ان کي ديوتا جو خاص نشان سمجھيو ويندو هو.

هڪ روايت موجب، جنهن کي رد ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ڪوبہ سبب ڪونهي، روم جو بنياد آلبا لونگا شهر کان، آيل ماڻهن وڌو هو؛ اهو شهر آلبن ٽڪرين جي لاهين تي ٻڌل هو، جتان ڏنلي ۽ ڪئمپينا ٽڪريءَ جو نظارو صاف ڏسڻ ۾ ايندو هو. چنانچہ جيڪڏهن رومي بادشاه آسمان، گجگوڙ ۽ شاه بلوط جي ديوتا، جيوپيٽر، جي نمائندي يا ظاهري روپ هئڻ جي دعويٰ ڪندا هئا، تہ اهو انومان ڪيڻ هڪ فطرتي امر آهي تہ آلبا جي بادشاهن بہ، جن سان روم جي بنياد وجھندڙن پنهنجو شجرو ملايو هو، انهن کان اڳ اهڙي قسم جي دعويٰ ڪئي هوندي. آلبا جو خاندان ”سِلوائي“ يا ”ٻيلي“ جي نالي سان سڏبو هو ۽ هيءَ ڳالهہ مشڪل ئي ٻنان ڪنهن مقصد جي هوندي تہ ايئينس* کي عالم زيرين ۾ روم جي تاريخي شان و شوڪت جو جيڪو نظارو ڏيکاريو ويو هو، تنهن ۾ ورجل جهڙي قديم تهذيب جي طالبعلم ۽ شاعر، ”سلوائي“ خاندان جي سڀني بادشاهن کي شاه بلوط جي تاجن سان ڏيکيل ڏيکاريو هو. چنانچہ شاه بلوط جي پنن جو هار آلبا لونگا جي قديم بادشاهن ۽ سندن جانشين رومي بادشاهن جي خصوصي نشانن جو هڪ حصو هو؛ ۽ پنهي حالتن ۾ اهو بادشاه کي شاه بلوط جي ديوتا جو انساني-روپ ڪري ظاهر ڪندو هو. روم جي قديم تاريخن ۾ هن ڳالهہ جو ذڪر ڪيل آهي تہ آلبا جي بادشاهن مان هڪ، جنهن جو نالو روميولس، ريميولس يا ائميولِيس سلويس هو، پنهنجيءَ شخصي حيثيت ۾، پاڻ کي جيوپيٽر جو همسر يا ان کان بہ اعليٰ تر ديوتا ثابت ڪرڻ جو ارادو ڪيو. پنهنجين دعوائن کي ثابت ڪرڻ ۽ رعايا تي رعب ۽ دهشت ويهارڻ لاءِ هن ڪي اهڙيون ڪلون تيار ڪيون، جن جي وسيلي هو آساني گجگوڙ جي ڏهڪائيندڙ ٺڪاءَ ۽ وڄ جي شعاع جو

* ”ورجل“ جي ڪتاب ۾ پيش ڪيل هڪ خيالي ڪردار.

نقل ڪندو هو. ڊيئوڊورس بيان ڪري ٿو ته سيون جي سوسم ۾، جڏهن گجگوڙ وڏي آواز واري ۽ جلد جلد ٿيندي آهي، تڏهن بادشاه پنهنجن سپاهين کي حڪم ڏنو ته اهي آسماني توبخاني جي آواز کي دٻائڻ لاءِ پنهنجين تلوارن کي ڍالن سان ٽڪرائي تيئن وڏو آواز پيدا ڪن. پر هن کي پنهنجيءَ بديءَ جي سزا ڀوڳڻي پيئي، ڇو ته هو خود ۽ سندس گهر هڪ ڀوائتي طوفان جي دوران ۾ وڄ ڪرڻ سبب ناس ٿي ويا. زوردار مينهن جي پاڻيءَ جمع ٿيڻ سبب آلبن ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ اٿل آئي، جنهن ۾ سندس محلات ٻڏي ويو. هڪ قديم تاريخ نويس چوي ٿو ته اڄا تائين به جڏهن پاڻيءَ جي سطح هيٺ لڙل هوندي آهي ۽ ان جبو مٿاڇرو هوا نه هئڻ ڪري ماٺو هوندو آهي، تڏهن صاف ڍنڍ جي تري ۾ محلات جا ڦٽل نشان نظر ايندا آهن. ايلس جي بادشاه، سالمونيس، جي قصي سان گڏي هين تي غور ڪرڻ سان هيءَ روايت انهيءَ حقيقي رسم ڏانهن اشارو ڪري ٿي، جا روم ۽ يونان جا بادشاه ادا ڪندا هئا، جن ۾ سندن آفريڪا وارن موجوده زماني جي ”سائين“ وانگر فصلن جي ڀلائيءَ لاءِ مينهن ۽ گجگوڙ پيدا ڪرڻ جي اميد رکي ويندي هئي. پوڄاري بادشاه نوما کي آسمان مان وڄ پيدا ڪرڻ جي هنر ۾ ڪاريگر سمجهيو ويندو هو. اسان کي معلوم آهي ته اڄ ڪلهه جي جديد دور ۾ به بعض قومون مينهن وسائڻ لاءِ جادوءَ جي ٽوٽي طور نقلي گجگوڙ پيدا ڪنديون آهن، ته پوءِ قديم بادشاهن ساڳئي مقصد لاءِ اهو ئي ٽڪ علاج ڇو نه اختيار ڪيو هوندو؟

چنانچه جيڪڏهن آلبا ۽ روم جي بادشاهن شاه بلوط جي پَنَن جو تاج پائي جيوپيٽر جو، شاه بلوط جي ديوتا جي حيثيت ۾، نقل ڪيو هو، ته معلوم ٿئي ٿو ته انهن گجگوڙ ۽ وڄ پيدا ڪرڻ جي ڍونگ ڪرڻ سان سندس آب و هوا جي ديوتا جي حيثيت ۾ به نقل ڪيو هو. جيڪڏهن انهن ائين ڪيو هو ته امڪان آهي ته آسمان ۾ جيوپيٽر ديوتا ۽ زمين جي متعدد بادشاهن وانگر

هنن پڻ پبلڪ جي لاءِ ”مينهن وسائڻ واري جادوگر“ جو ڪردار ادا ڪيو هو، ۽ جڏهن به اساتيل ڌرتيءَ فرحت بخشيندڙ پاڻيءَ لاءِ دانهن ڪئي، تڏهن انهن پنهنجن جنترن منترن وسيلي سياه آسمان مان مينهن جي وسڪارن کي نچوئي ۽ نپوڙي ٻاهر ڪڍيو. روم ۾ آسماني دروازا هڪ مقدس پٿر وسيلي کوليا ويندا هئا ۽ معلوم ٿئي ٿو ته اها رسم جيوپيٽر ايليشيس، جيڪو ديوتا ڪڪرن مان چمڪندڙ وج ۽ ٽم ٽم ڪندڙ مينهن ڇڪي وٺي ٿو، جي سائن سوڻن جو هڪ حصو هئي، ۽ انهيءَ رسم ادا ڪرڻ لاءِ بادشاه کان سواءِ، جو آسماني ديوتا جو جيئرو جاڳندو نمائندو آهي، ٻيو ڪير زياده موزون ٿي ٿي سگهيو؟

جيڪڏهن رومي بادشاه ڪئپيٽولائين واري جيوپيٽر جو نقل ڪندا هئا، ته سندن پيشنشين، آلبا جا فرمانروا، عظيم لاطيني جيوپيٽر جي نقل ڪرڻ جي جسارت ڪندا هئا، جنهن جو قيامگاه آلبن جبل جي چوٽيءَ تي شهر جي مٿان بيٺل نظر ايندو هو. انهيءَ خاندان جي ڏند ڪٿائن ۾ سندن بنياد وجهندڙ لاطينس، لاءِ چيل آهي ته هو قديم لاطيني بادشاهن جي مخصوص انداز مطابق پراسرار نموني غائب ٿي وڃڻ کان پوءِ لاطيني جيوپيٽر جي روپ ۾ تبديل ٿي ويو. جبل جي چوٽيءَ تي بيٺل ديوتا جو اهو آستانو لاطيني برادريءَ جو اهڙوئي مذهبي مرڪز هو، جهڙو آلبا انهن جو تيستائين سياسي مرڪز هو، جيستائين روم ان پنهنجي پراڻي رقيب جي قبضي مان اقتدار کسي نه ورتو هو. ظاهري طور جيوپيٽر جي نالي ۾ سندس هن مقدس جبل تي ڪو به مندر (جيئن لفظ ”مندر“ مان اسان جو مطلب هوندو آهي) تعمير ڪونه ڪيو ويو هو؛ جيوپيٽر ديوتا جا پوڄاري ٻنهه کليل هوا ۾ سندس پوڄا ڪندا هئا — ۽ هڪ آسمان ۽ گجگوڙ جي ديوتا جي پوڄا جو اهوئي طريقو موزون به هو. اها ٿلهي پٿ، جنهن جا ڪجهه ٽڪر قديم مڙهيءَ جي باغ جي چوڌاري اڃا تائين بيٺا آهن، انهيءَ مقدس حاطي جو حصو معلوم ٿين ٿا، جو روم جي آخرين بادشاه،

هنيلي ”تارڪين“، لاطيني برادريءَ جي ساليانيءَ اجتماع منعقد ڪرڻ
لاءِ مخصوص ڪيو هو. جبل جي هن هوادار چوٽيءَ تي ديوتا
جو سڀني کان زياده قديم آستانو هڪ هڙيءَ جي صورت ۾ هو.
نہ فقط شاه بلوط جي وڻ جي جيوپيٽر ديوتا سان مقدس نسبت، پر
آلبا جي بادشاهن جو روايتي شاه بلوط جي پنن جو تاج ۽ روم
جي ڪئپيٽال واري جيوپيٽر جي ان ڳالهہ سان مشابهت وغيره کي
پڻ ڌيان ۾ رکي، اسين هي فرض ڪري سگهون ٿا تہ انهيءَ
هڙيءَ ۾ جيڪي وڻ پيٺل هئا، سي شاه بلوط جا وڻ هئا. اسان کي
خبر آهي تہ قديم زماني ۾ آلبن ٽڪرين جي آخرين چيڙي واريون
ٽڪريون، مائونٽ آلگيڊس، شاه بلوط جي گهاٽن ڪارن ٻيلن سان
ڍڪيل هيون، ۽ تمام پراڻي زماني ۾ لاطيني برادريءَ جي قبيلن
مان، جن جو آلبن جبل تي قربان ڪيل اڇي ڏڳي جي گوشت
۾ حصو هوندو هو، هڪ قبيلي جا ماڻهو پاڻ کي ”شاه بلوط جا ماڻهو“
سڏائيندا هئا ـ ۽ تحقيق ان جو سبب اهي ٻيلا هئا، جن ۾ هو
سڪونت پذير هئا.

پر مٿين ڳالهين مان جيڪڏهن اسين هي تصور ڪريون تہ تاريخي
دورن ۾ سڄو ملڪ لاڳيتن شاه بلوط جي ٻيلن سان ڇانيو پيو هو، تہ اها
اسان جي غلطي ٿيندي. اسان وٽ ٿيوفراسٽس جو ڇڏيل ان علائقي
جي چوٿين صديءَ قبل مسيح جي ٻيلن جو بيان موجود آهي. هو
چوي ٿو: ”لاطينن جو سڄو ملڪ گهميل آهي، ميدانن ۾ سدا ساون
پنن جا ٻوٽا ۽ مختلف قسمن جا خوبصورت ۽ خوشبودار گل ۽ وڻ
پيدا ٿين ٿا، هو اهڙا ڊگها ڊگها وڻ وڍي ڪيرائين ٿا، جو انهن مان
هرهڪ ٿڙ سڄي جهاز جي ڪوهي لاءِ ڪافي ٿيندو. جبلن ۾ چيل
۽ چنار جا وڻ آيرن ٿا. جنهن کي ماڻهو ’سائرس‘ جو ملڪ سڏين
ٿا، سو هڪ بلند پهاڙي علائقو آهي، جنهن ۾ شاه بلوط ۽ سدا ساون
وڻن جا گهاٽا ۽ سرسبز ٻيلا آهن. مقامي ماڻهو چوندا آهن تہ
سائرس اتي رهندو هو ۽ هو، ايلپينور جي قبر ڏيکاريندا آهن،
جنهن مان ’ميرٽل‘ قسم جا اهي وڻ اڀرن ٿا، جن مان هار ٺاهيا

ويندا آهن، حالانڪ عام قسم جا ’مرتل‘ گهٽو ڍگها ٿيندا آهن.“
چنانچہ روم جي اوائلي دورن ۾ آلبن جبل تان جيڪو نظارو ڏسڻ ۾ ايندو هو، سو ڪن ڳالهين ۾ اڄ واري نظاري کان بلڪل مختلف هوندو. هڪ طرف گلابي رنگ جون اپيناين ٽڪريون، پنهنجيءَ ابدي خاموشيءَ ۽ سڪون سان ۽ ٻئي طرف چمڪدار پونوچ سمنڊ پنهنجيءَ ابدي بي آراميءَ ۽ تشويش سان، بلاشبہ ان وقت بہ، سج جي تيز روشنائيءَ ۾ ڌرتل پوتل، خواه ڪڪرن جي تيز ڊوڙندڙ سايي سبب ڪڏهن آس ۾ تہ ڪڏهن ڇانو ۾، بلڪل اهڙي ئي ڏک ڏيندا هوندا، جهڙي اهي اڄ ڏيئي رهيا آهن؛ پر ڪئمپيا جي ويران ۽ بيمارين سان ڀريل ۽ اجڙيل اودي رنگ جي وسعت بجاءِ، جنهن جي هڪ ڪناري کان ولي ٻئي تائين، مرزا* جي خواب واريءَ پل جي ٽٽل ڦٽل ڪمانن وانگر شڪستہ ۽ زبون حال حوض ڦهليل آهن، ان زماني جي نظاري ڪندڙ جي اک ضرور ڳاهٽن ۽ سرسبز ٻيلن تي پوندي هوندي، جي هر طرف، ميلن جي ڊيگهہ ۾ ايتريءَ دوريءَ تائين ڇانيل هئا، جيستائين انهن جا ساوا يا موسم خزان جي اثر کان گلابي ۽ زرد رو ٿي ويل مختلف رنگ پري کان نظر ايندڙ جبلن ۽ سمنڊ جي نيلي رنگ سان ملي هڪ ٿي ويندا هئا.

پر جيوپيٽر ديوتا پنهنجي مقدس جبل جي چوٽيءَ تي تنها حڪمراني ڪونہ هلائيندو هو. ساڻس پنهنجي رفيقۂ حيات، ”جيونو“ ديوي، بہ گڏ هئي. جيئن جيوپيٽر ديوتا ۽ جيونو ديويءَ کي ڪئپيٽال تي شاه بلوط جو مقدس تاج پهريل هو، تيئن اسان کي سمجهڻ گهرجي تہ آلبن جبل تي بہ اهو هنن لاءِ اهڙو ئي مقدس ۽ لازمي هو، جاڪاڻ تہ ڪئپيٽال واري رسم آلبا وارن وٽان ئي اختيار ڪيل هئي. چنانچہ ”شاه بلوط جي ديوتا“ کي ”شاه بلوط جي ديوي“ ”شاه بلوط جي هڙيءَ“ ۾ ئي گهربي هئي. ساڳيءَ

* انگريزي ٻوليءَ جي مشهور انشاپرداز، جوزف اَيڊيسن (١٦٧٢ع-١٧١٩ع) جي هڪڙي افسانوي جو خيالي ڪردار.

طرح ڏوڏونا وٺ شاه بلوط جي ديوتا زيوس کي ”ڏيون“ ديوي رفيقۂ حيات جي حيثيت ۾ ڏني ويئي هئي، جنهن جو نالو محض ”جيونو“ لفظ جو ٻيو نمونو هو؛ ۽ ساڳيءَ طرح سٿائران جبل جي چوٽيءَ تي ٻ، جيئن اسين ڏسي آيا آهيون، ان کي شاه ٻلوط جي ڪاٺيءَ مان ٺهيل هيرا ديويءَ جي مجسمي سان ڪڏهن ڪڏهن شادي ڪرائي ويندي هئي. ممڪن آهي، جيتوڻيڪ ان ڳالهه کي يقيني طور ثابت نه ٿو ڪري سگهجي، ته لاطيني نسل جون سڀئي قومون جيوپيٽر ۽ جيونو جي مقدس شادي هر سال انهيءَ مهيني ۾ منعقد ڪنديون هيون، جنهن کي انهن، ديويءَ جي نالي پٺيان، وچ اونهاري واري ”جون“ مهيني جو نالو ڏنو.

جيڪڏهن رومي، سال جي ڪنهن ب وقت، جيوپيٽر ۽ جيونو جي مقدس شادي منعقد ڪندا هئا، جيئن يوناني زيوس ۽ هيرا جي ساڳئي قسم جي شادي رچائيندا هئا، ته اسان کي هي فرض ڪرڻ گهرجي ته روم جي اوائلي ”جمهوري دور“ ۾ اها رسم يا ديوتائي جوڙي جي مجسمن سان ادا ڪئي ويندي هئي يا انهن جا ڪردار ”فليمن ڊيالس“ ۽ سندس زال ”فلئمينيڪا“ ادا ڪندا هئا. ڇوته فليمن ڊيالس جيوپيٽر ديوتا جو پوڄاري هو؛ درحقيقت قديم ۽ جديد مصنفن هن کي امڪان جي وڏيءَ حد تائين جيوپيٽر ديوتا جي جيئري جاڳندي تصوير ۽ آسماني ديوتا جو انساني روپ تصور ڪيو آهي. قديم دورن ۾، جيوپيٽر جي نمائندي جي حيثيت ۾، رومي بادشاه مقدس شاديءَ ۾ فطرتي طور آسماني گهوٽ جو ڪردار ادا ڪندو هو ۽ سندس زال بلڪل اهڙي نموني جنّتي ڪنوار جي حيثيت اختيار ڪندي هئي، ... جيئن مصر ۾ بادشاه ۽ راڻي ديوتائن هئڻ جو ڍونگ ڪندا هئا ۽ جيئن ائٿنس ۾ راڻي هرسال انگور جي ول جي ڊيونيسس سان شادي ڪندي هئي. هيءَ حيقيت، ته رومي بادشاه ۽ راڻي جيوپيٽر ۽ جيونو جا ڪردار ادا ڪندا هئا، هن ڳالهه جي ڪري ب وڌيڪ قدرتي لڳي ٿي، جو انهيءَ ديوتا ۽ ديويءَ کي بذات خود ”بادشاه“ ۽ ”راڻيءَ“ جا لقب ڏنا ويا هئا.

اها ڳالهه ائين هئي يانه، پر بهرحال نوما ۽ ايگيريا جي روايت ۾ انهيءَ وقت جي يادگيري سمايل آهي، جڏهن پوڄاري - بادشاه بذات خود ديوتا- گهوٽ جو ڪردار ادا ڪندو هو؛ ۽ جيئن ته هن ڳالهه تي يقين ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ڪافي سبب آهن ته رومي بادشاه شاه بلوط جي ديوتا جي نمائندي ڪندا هئا ۽ ايگيريا ڪي صاف طور شاه بلوط جي پري سڏيو ويو آهي، ان ڪري انهن جي وصل جي داستان مان هي انومان نڪري ٿو ته روم ۾ شاهي دور ۾ هڪ اهڙي موسمي رسم ادا ڪئي ويندي هئي، جا ائٿينس ۾ ارسطوءَ جي زماني تائين هر سال ادا ٿيندڙ رسم سان مشابهت رکندڙ هئي. روم جي بادشاه جي شاه بلوط جي ديويءَ سان شاديءَ جو مقصد، ائٿينس جي راڻيءَ جي انگور جي ول جي ديوتا سان شاديءَ وانگر، هم آهنگ جادوءَ ذريعي نباتات جي پيدائش ۽ واڌاري کي تيز ڪرڻ جو هوندو هو. انهيءَ رسم جي پنهي طريقن منجهان رومي رستو بنان ڪنهن شڪ شبهي جي زياده قديم آهي، ۽ شمالي حملہ آورن جڏهن پونوچ سمنڊ جي ڪناري تي انگور جي ول کي پهريون دفعو ڏٺو، تڏهن کان گهڻو اڳ، سندن ابن ڏاڏن مرڪزي ۽ شمال يورپ جي بي پايان ۽ اٿاه شاه بلوط جي ٻيلن ۾ وڻن جي ديوتا جي وڻن جي ديويءَ سان شادي رچائي ڇڏي هئي. اسان جي ڏينهن جي برطانيہ ملڪ سان ٻيلا گهڻو ڪري غائب ٿي ويا آهن؛ ان جي باوجود اڃا به گهڻن ڳوٺن جي ساون پٽن ۽ گهٽين ۾ انهيءَ مقدس شاديءَ جي جهڪي صورت سي-ڊي جي. دهقاني جلوسن ۽ جلسن ۾ باقي نظر اچي ٿي.

# باب چوٿون

## قديم لاطينين ۾ بادشاهي ورثو

روسي بادشاه جي متعلق، جنهن جا مذهبي فرض بعد ۾ سندس جانشين، "مقدس رسمن ادا ڪندڙ بادشاه"، کي ورثي ۾ مليا، مٿين بابن ۾ ڪيل بحث اسان کي هيٺين نتيجن تي پهچايو آهي. هو آسمان، گجگوڙ ۽ شاه بلوط جي عظيم ديوتا جيوپيٽر جي نه فقط نمائندگي ڪندو هو، پر درحقيقت خود ان جي شخصيت پڻ اختيار ڪندو هو، ۽ انهيءَ حيثيت ۾ هو دنيا جي ٻين متعدد ۽ مختلف حصن جي انيڪ بادشاهن وانگر پنهنجي رعايا جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ خاطر ضرورت سارو مينهن، گجگوڙ ۽ وڄ پيدا ڪندو هو. ازانسواءِ هو شاه بلوط جو هار ۽ ديوتائن جي ٻئي سازو سامان پائڻ سان نه فقط شاه بلوط جي ديوتا جو نقل ڪندو هو، پر هن کي شاه بلوط جي پريءَ، ايگيريا، سان شادي پڻ ڪرائي ويندي هئي، جا ٻيلن ۽ پاڻيءَ جي راڻيءَ ۽ ويم جي ديويءَ جي حيثيت ۾ محض ڊائنا ديويءَ جي هڪ مقامي صورت هئي. اهي سڀئي نتيجا، جن تي اسين خاص طرح روسي شهادتن جي آڌار تي پهتا آهيون، ٻين لاطيني قومن سان شايد زياده خاطريءَ سان لاڳو ڪري سگهجن ٿا. ممڪن آهي ته انهن وٽ به ڪنهن قديم زماني ۾ پنهنجا پوڄاري بادشاه هجن، جن پنهنجا ملڪي اختيارات پاڻ وٽ محفوظ رکي، فقط پنهنجا مذهبي فرائض پنهنجن جانشين "مقدس رسمن جي بادشاهن" کي منتقل ڪري ڏنا هجن.

پر ان سلسلي ۾ اسان کي هڪ هي سوال اچا پڇڻو آهي ته قديم لاطيني قبيلن ۾ بادشاهي وراثت جا ڪهڙا قاعدا قانون هئا؟ روايت مطابق، روم جا ڪل اٺ بادشاه هئا ۽ انهن مان پوين پنجن

لاءِ. بهرصورت، اسان هن باري ۾ مشڪل ئي ھيءُ شبهو ڪري سگهون ٿا ته اهي سچ پچ تخت تي ويٺا هئا ۽ انهن جي حڪومت جي روايتي تاريخ جو مکيه خاڪو صحيح ۽ مستند آهي. هيءُ ڳالهه قابل غور آهي ته روم جي پهرئين بادشاه، روميولس، لاءِ چيوتوٽيڪ چيو ويندو آهي ته هو آلبا جي بادشاهن جي نسل مان هو، جن وٽ بادشاهيءَ جو ورثو وقت جي بادشاه جي نرينه اولاد کي ملندو هو، ان جي باوجود روم جي تخت تي ويٺل هڪ به بادشاه جو پٽ ڪانئس پوءِ تخت تي نه ويٺو، حالانڪ انهن مان گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي پٺيان پٽ ۽ پوٽا ڇڏيا. ٻئي طرف انهن مان هڪ پنهنجي ماءُ جي ذريعي، ۽ نه پيءُ جي وسيلي، سابق بادشاه جو اولاد هو، ۽ باقي ٽين بادشاهن مان ٽن، يعني ٽاٽيس، تارڪئن پهرئين ۽ سرويئس ٽوليس، جو ورثو سندن نائين کي مليو، جي سڀئي غيرملڪي يا غير ملڪي نسل جا هئا. هن مان هي اندازو ٿئي ٿو ته بادشاهيءَ جو حق زنانه پشت وارن کي ملندو هو، ۽ اهو سچ پچ غير ملڪين ماڻهو، جن شاهي خاندان جي شهزادين سان شاديون ڪيون. عالمانه ٻوليءَ ۾ اها ڳالهه هيئن ڪٺي چئجي ته روم ۽ گهٽو ڪري سڄي لاطيني علائقي ۾ عام طور بادشاهيءَ جي ورثي جو فيصلو ڪن اهڙن قاعدن موجب ڪيو ويندو هو، جي سڄيءَ دنيا جي اوائلي معاشري ۾ تقريباً هرهنڌ زير عمل هئا: يعني (١) پنهنجي قبيلي کان ٻاهر شادي ڪرڻ، (٢) "بينا شادي" ۽ (٣) زنانه مائٽي يا ماءُ جي پشت جي وراثت. "بينا شادي" اهو قانون آهي، جنهن مطابق مرد کي پنهنجي جنم وارو گهر ڇڏي، زال جي مائٽن سان سڪونت اختيار ڪرڻي آهي؛ "زنانه مائٽي يا ماءُ جي پشت" جو مطلب اهو طريقو آهي، جنهن جي وسيلي مائٽي ۽ خانداني نالو مردن جي بدران زالن جي پشت مان اختيار ڪبو آهي. لاطينين ۾ جيڪڏهن بادشاهيءَ جو ورثو انهن اصولن مطابق فيصل ٿيندو هو، ته انهيءَ معاملي ۾ ان وقت جون حالتون ڪجهه قدر هيئن طرح هونديون. هر هڪ قبيلي جو سياسي ۽ مذهبي

مرڪز بادشاه جي جلهه ۾ پرندڙ دائمي باه هوندي، جنهن جي سنڀال شاهي قبيلي جون ”ويستا ديويءَ جون پاڪ ڪنواريون“ ڪنديون هيون. خود بادشاه ٻئي قبيلي، شايد ٻئي ڪنهن شهر يا ٻيءَ قوم جو ماڻهو هوندو، جنهن پنهنجي پيشرو جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هوندي ۽ ان جي ٻانهن سان گڏ بادشاهي به ملي هوندي. ڪيس ان مان جيڪي ٻار ڄمندا هوندا، سي پنهنجي ماءُ جي نالي سان سڏبا هوندا ۽ نه پيءُ جي؛ ڌيئر گهر ۾ رهنديون هونديون، پٽ جڏهن وڏا ٿيندا هوندا، تڏهن گهر ڇڏي دنيا ۾ نڪري پوندا هوندا ۽ شاديون ڪري ڌارين قبيلن ۾ پنهنجن زالن جي گهرن ۾، بادشاهن خواه عام ماڻهن جي حيثيت ۾، رهي پوندا هوندا. ڌيئرن مان، جيڪي گهر ۾ رهي پونديون هونديون، ڪي يا سڀ ”مقدس جلهه ۾ دائمي پرندڙ باه“ جي خدمت لاءِ ٿوري يا گهڻي عرصي تائين ”ويستا ديويءَ جون پاڪ ڪنواريون“ ٿي رهنديون هونديون؛ ۽ انهن مان هڪ ڇٽي وقت گذرڻ سان ڪنهن سان شادي رچائيندي هوندي، جو اهڙيءَ طرح سندس پيءُ جو جانشين بنجي ملڪ جو بادشاه بنجي ويهي رهندو هوندو.

هن مفروضي قائم ڪرڻ مان هي فائدو آهي ته لاطيني بادشاهي سلسلي جي روايتي تاريخ ۾ جيڪي ڪجهه ناقابل فهم خصوصيتون آهن، سي انهيءَ سڌي سادي ۽ فطرتي طريقي سان صاف سمجهه ۾ اچي وڃن ٿيون. چنانچه اهي روايتون جيڪي ٻڌائين ٿيون ته لاطيني بادشاه ”ڪنوارين“ مائن ۽ ”ديوتا“ پيئرن مان ڄمندا هئا، ڪجهه زياده قابل فهم ٿي پون ٿيون. ڇو ته انهن قصن تان جڏهن ڏند ڪٿائن جو پڙدو هٽائجي ٿو، تڏهن اهي هن کان زياده ٻيو ڪو به مطلب نه ٿيون رکن ته هڪ عورت کي ڪنهن نامعلوم مرد مان ٻار ٿيو آهي؛ ۽ پيءُ جي نالي جي متعلق اها غير يقيني حالت عزازت جي صرف انهيءَ سرشتي ۾ موجود رهي سگهي ٿي، جنهن ۾ پيءُ جي حيثيت کي بلڪل نظر انداز ڪيو وڃي. لاطيني بادشاهن جي جنم وقت جيڪڏهن سندن

پيئر واقعي نامعلوم هئا، ته پوءِ اها حقيقت هن طرف اشارو ڪري ٿي ته يا ته شاهي خاندان ۾ اخلاقي پستي عام جام هئي، يا ڪن خاص موقعن تي، جڏهن مرد ۽ زالون ڪنهن خاص موسم ۾ اوائلي دور جي عام جنسي آزاديءَ ڏانهن واپس ورندا هئا، تڏهن اخلاقي قاعدن جي گرفت کي خاص طرح ڍلو ڇڏيو ويندو هو. معاشري جي ڪن ارتقائي منزلن تي اهڙي قسم جون تقريبون غير معمولي ڪينهن، جڏهن مختلف فرقن ۽ جنسن جي تفاوتن کي پس پرده ڦٽو ڪيو ويندو هو. يورپ جي تقريباً هر ملڪ ۾ انهن جا نشان، جيڪڏهن ناتال جي تقريب ۾ نه، ته ”مي-ڊي“ ۽ ”وٽسنٽائيڊ“ جي موقعن تي گهٽي زماني تائين باقي رهندا آيا. اهڙي ذري گهٽ گاڏڙ ساڏڙ جنسي ميلاپ جي نتيجن مان ڇاول ٻارن کي، جي انهيءَ قسم جي تقريبن جي خصوصيت هوندا آهن، قدرتي طرح انهيءَ ديوتا جي پٽن جي حيثيت ۾ پالي وڏو ڪيو ويندو هو، جنهن جي نالي ۾ اها خاص تقريب ملهائي ويندي هئي.

هن باري ۾ هيءَ ڳالهه اهميت واري معلوم ٿئي ٿي ته روم ۾ عامي ساٿهو ۽ ٻانها وچ اونهاري واري ڏينهن (٣٠ جون تي) خوشيءَ ۽ بدمستيءَ جي هڪ تقريب ملهائيندا هئا، جنهن کي ”ٻاه مان ڇاول بادشاه سرويس ٽوليس“ سان خاص طرح وابسته ڪيو ويندو هو، ۽ اهو جشن فارچونا ديويءَ جي اعزاز ۾ ملهايو ويندو هو، جا سرويس سان اهڙي محبت ڪندي هئي، جهڙي ايگيريا ٻري نوما بادشاه سان. انهيءَ موسم ۾ جيڪي دلپسند خوشيون ملهايون ويندڻيون هيون، تن ۾ پيادل ڊوڙ ۽ ٻيڙين جي شرط شامل هيون؛ ٽائبر درياه ان وقت گلن جي هارن سان سينگاريل ٻيڙين سان خوبصورت معلوم ٿيندو هو، جن ۾ نوجوان شراب جا دنگ وٺا لٽيندا هئا. اها تقريب وچ اونهاري جو اهو جشن معلوم ٿئي ٿو، جنهن ۾ امير ۽ غريب جو فرق ڪونه رهندو هو ۽ ٻئي حقيقي ڏڻ جي جواب ۾ ملهايو ويندو هو، جو وچ سياري ۾ ايندو هو. جديد يورپ ۾، جيئن اسان کي اڳتي هلي معلوم ٿيندو،

"مڊسمر" (اُچ اونهاري) جو وڏو جشن خاص طرح "عاشقن ۽ باه جو جشن" ٿي رهيو آهي؛ ان جي سڪيہ خصوصيتن مان هڪ عاشق معشوقن جي جوڙين ٺاهڻ جي آهي، جي هٿ ۾ هٿ ڏيئي باه جي مچن مٿان ٽپا ڏيندا آهن يا باه جي شعلن مٿان هڪٻئي ڏانهن گل اڇلائيندا آهن، ۽ انهيءَ پراسرار موسم ۾ جيڪي گل ٽڙندا آهن، تن مان عشق و محبت ۽ شاديءَ مراديءَ جا گهڻيئي شگون ۽ فالون ڪڍيون وينديون آهن. سال جو اهو وقت گلاب جي گلن ٽڙڻ ۽ پيار ۽ محبت جي اپرڻ جو آهي. ان جي باوجود، جديد دور ۾ اهڙين تقريبن جي حسن آفرينيءَ ۽ معصوميت سبب اسان ڪي هن حقيقت کان بيخبر نہ ٿيڻ گهرجي تہ اوائلي دورن ۾ انهن جون خصوصيتون اڄ جهڙيون سنجيده ۽ مهذب نہ هونديون هيون، ۽ اهي ان زماني ۾ جيئن هيون، شايد اهو ٿي انهن جو جوهر ۽ خاص مقصد هوندو هو. درحقيقت ايسٽونيا جي گهٽ مهذب ڪڙمين ڪاسبين ۾ اهي خصوصيتون اڄ ڏينهن تائين نہ، تہ تازي گذريل زماني تائين تہ پڪ موجود رهيون آهن. رومين جي "مڊسمر" واري جشن جي هڪ ٻي خصوصيت خاص طور قابل توجہ آهي. انهيءَ ڏينهن تي گلن جي هارن سان سينگاريل ٻيڙين ۾ ويهي درياه ۾ سير ڪرڻ مان ثابت ٿئي ٿو تہ اها رسم ڪنهن حد تائين "پاڻيءَ جي تقريب" هئي؛ ۽ پاڻيءَ، جديد دور تائين، "مڊسمر ڊي" جي رسمن ۾ هڪ خاص ڪردار ادا ڪيو آهي، جنهن مان هيءَ ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي ٿي تہ چو ڪليسا انهيءَ پراڻيءَ بت پرستانہ رسم مٿان ڍڪ وجهڻ لاءِ ان کي نيئي سينٽ جان دي بپٽسٽ* سان وابستہ ڪيو آهي.

لاطيني بادشاهن متعلق جيڪو هيءَ شڪ آهي تہ اهي محبت جي اهڙن ساليانن جشنن جي عياشيءَ جي پيداوار هوندا، سو لازمي طور محض هڪ قياس آهي، جيتوڻيڪ نوما بادشاه جو پاريليا جي ميلي تي روايتي جنم، جڏهن ريدار موسم بهار جي باهين جي مچن مٿان ٽپندا هئا، جيئن مڊسمر وارين باهين مٿان عاشق

* هڪ مشهور اوائلي عيسائي مبلغ.

۽ معشوق ٿي ڏيندا هئا، انهيءَ انوسان کي امڪان جو جهڪو
رنگ ڏيئي وجهي ٿو، پر اهو ممڪن آهي ته انهن بادشاهن جي
پيڙهن جي متعلق غير يقيني حالت انهن جي موت کان گهڻو عرصو
پوءِ پيدا ٿي هجي، جڏهن انهن جون شخصيتون ڏند ڪٿائن جي
هوائي دنيا ۾ تحليل ٿي ويئون، ۽ هن ڏسجندڙ واڻسجندڙ فاني
دنيا کان آن تخيلاتي ابدي عالم تائين پهچندي، انهن قسم قسم
جُون ناقابل اعتبار، عجيب و غريب ۽ غير حقيقي صورتون ۽
ڀيڪيدار رنگتون اختيار ڪيون. جيڪڏهن هو انهيءَ ملڪ ۾،
جنهن ۾ هو حڪومت ڪندا هئا، غير ملڪي لڏي آيل، اجنبي،
يا زائر هئا، ته پوءِ هيءَ قدرتي ڳالهه آهي ته روم جا باشندا انهن
جو حسب نسب ٿوري عرصي کان پوءِ فراموش ڪري ڇڏين، ۽
ان کي وسارڻ بعد، ان جي بجاءِ کين زياده رنگين ۽ شان و شوڪت
واري بنياد سان نوازي، سچائيءَ ۽ حقيقت جي کوٽ کي ڀيڪيدار
ڪوڙ سان پرڻ جي ڪوشش ڪن. ائين ڪرڻ سان انهن کي
آخرين طرح ديوتائي درجي تي رسائڻ جو کين نه فقط ديوتائن
جو اولاد پر بذات خود ظاهر ظهور ديوتا جي حيثيت ۾ ظاهر
ڪري ٿو، پاڻ زياده آسان ٿي ٿي پيو- هنن پاڻ ته پنهنجيءَ
زندگيءَ جي دوران ۾ ئي، جيئن اسان کي معلوم آهي، درحقيقت
پنهنجي لاءِ خود ديوتا هئڻ جي دعوا ٿي ڪئي.

جيڪڏهن لاطينين ۾ شاهي نسل واريون عورتون هميشه اباڻي
گهر رهنديون هيون ۽ کين پٺي نسل ۽ اڪثر پٺي ملڪ جي
ماڻهن سان پرڻايو ويندو هو، جي مقامي شهزاديءَ سان شادي
ڪرڻ سبب، بادشاهن جي حيثيت ۾ آئي ويهي حڪمراني ڪندا
هئا، ته پوءِ اسين نه فقط هيءَ ڳالهه سمجهي سگهون ٿا ته ڇو روم
جو تاج غير ملڪين جي حوالي ٿيندو رهيو، پر هيءَ حقيقت به
سمجهي سگهون ٿا ته آلبا جي بادشاهن جي سالن جي فهرست ۾
ڏاريا نالا ڇو شامل ٿيل آهن. معاشري جي اهڙيءَ حالت ۾،
جتي امارت ۽ خانداني فقط عورتن ذريعي شمار ڪيو وڃي – پين

لفظن ۾، جتي ماءُ جو بنياد سيڪجهه هجي ۽ پيءُ جو بنياد ڪابه حيثيت نه رکي اتي اعليٰ کان اعليٰ خاندان جي ڇوڪرين کي گهٽ خاندان وارن، حتيٰ ڪ غير ملڪين ۽ پانهن سان ٻه، ڳنڍڻ ۾ ڪوبه عار ڪونه ڪيو ويندو هوندو، بشرطيڪ آهي مرد بذات خود موزون ساٿي معلوم ٿيندا هجن. درحقيقت، مقصد فقط هيءُ آهي ته شاهي نسل، جنهن تي رعايا جي آسودگيءَ ۽ رعايا جي خود زندگيءَ جو دارومدار سمجهيو وڃي ٿو، صالح ۽ ذي حيات نموني سان قائم ۽ دائم رکيو وڃي، ۽ انهيءَ مقصد لاءِ ضروري آهي ته شاهي خاندان جون عورتون اهڙن ماڻهن سان شادي ڪري پار چڙهن، جي ماڻهو، اوائلي معاشري جي معيار مطابق، پارن پيدا ڪرڻ جو اهم فرض پوريءَ طرح ادا ڪرڻ لاءِ جسماني ۽ دماغي طور ان جا اهل هجن. چنانچه سماجي ارتقا جي انهيءَ منزل تي بادشاهن جي شخصي لياقتن کي تمام وڏي اهميت ڏني ٿي ويئي. جيڪڏهن هو، پنهنجي شاهي خاندان جي ڪنوارين وانگر پاڻ به ڪنهن شاهي نسل جا هئا، ته بهتر، پر هروڀرو اهو ضروري نه هو ته هو پاڻ به شاهي خاندان جا هجن.

روم وانگر اٿينس ۾ به اسان کي تخت جي ورثي لاءِ شاهي خاندان جي شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ جي ضرورت جا آثار ملن ٿا، ڇو ته اٿينس جي انتهائي قديم بادشاهن مان "سيڪراپس" ۽ "ائمفڪٽيان" ٻالن جي ٻن بادشاهن پنهنجن پيشرو بادشاهن جي ڌيئرن سان شادي ڪئي هئي. انهيءَ روايت جي گهٽي قدر پختيءَ شهادت ذريعي تصديق ٿئي ٿي، جنهن سان ثابت ٿئي ٿو ته اٿينس ۾ "مردانه پشت جي بادشاهيءَ" کان اڳ "زنانه پشت جي بادشاهيءَ" جو سرشتو مروج هو.

ازانسواءِ جيڪڏهن اسين قياس ڪرڻ ۾ صحيح آهيان ته قديم لاطيني بادشاهن ۾، شاهي خاندانن وارا پنهنجين ڌيئرن کي گهرن ۾ رکندا هئا ۽ پٽن کي ٻين شهزادين سان شاديون ڪرڻ ۽ انهن جي ماڻهن تي حڪومت ڪرڻ لاءِ ٻاهر موڪليندا هئا،

ته پوءِ هي نتيجو ازخود نڪري ٿو ته پيءُ جي پشت وارو نر اولاد پشت بپشت جدا جدا ملڪن ۾ حڪومت ڪندي ڏسڻ ۾ ايندو. قديم يونان ۽ قديم سئيڊن ۾ واقعي ائين ٿيندو معلوم ٿئي ٿو. جنهن مان اسين بجا طور هي نتيجو اخذ ڪري سگهون ٿا ته اها رسم يورپ جي آرين نسل جي هڪ ڪان وڌيڪ شاخن ۾ مروج هئي. متعدد يوناني روايتن ۾ پڙهو ويو آهي ته ڪيئن هڪ شهزادو پنهنجو مادر وطن ڇڏي، ڪنهن دور دراز ملڪ ۾ وڃي پهتو، بادشاه جي ڌيءُ سان شادي ڪيائين، ۽ اتي ئي حڪومت جو وارث بڻجي ويهي رهيو. شهزادن جي انهيءَ ترڪ وطن لاءِ قديم يوناني مصنفن انيڪ سبب ڏنا آهن، جن مان هڪڙو اڪثر هيءُ آهي ته بادشاه جي پٽ کي قتل جي الزام ۾ ملڪ ڪان نيڪالي ڏني ويئي هئي. هن مان اهو ته سمجهه ۾ اچي ٿو ته هو پنهنجي ملڪ مان ڇو پڄي ويو، پر اهو هن ڳالهه جو سبب نٿو ٿي سگهي ته هن نيٺ وڃي ڪنهن غير ملڪي بادشاهيءَ تي حڪومت ڇو ڪئي. اسان کي هيءُ شڪ پوي ٿو ته اهڙا سبب بعد ۾ مصنفن جا ايجاد ڪيل آهن، جي هن ڳالهه تي هريل هئڻ سبب ته رواجي طرح سان پيءُ جو ورثو پٽ کي ملڻ گهرجي، ملڪ جي تاريخ ۾ ان جي برخلاف ايترين سارين روايتن کي ڏسي ڪري، جن موجب بادشاهن جي پٽن وطن ڇڏي پرڏيهي بادشاهين ۾ وڃي حڪومت ڪئي هئي، اچي هن مشڪل ۾ ڦاٿا ته ان عجيب و غريب صورتحال جي هو ڪهڙي سمجهاڻي پيش ڪن. اسڪنڊينيويا جي روايتن ۾ به اسان کي ساڳين رسمن جا آثار ملن ٿا. ڇو ته اسان پڙهيو آهي ته ڌيئرن جي مڙسن پنهنجن شاهي سهرن جي بادشاهين مان حصو حاصل ڪيو، حالانڪ انهن سهرن کي پنهنجا پٽ به هئا.

خاص طرح "سهڻن وارن واري هئرولڊ" ڪان اڳ جي پنجن پشتن جي دوران ۾، جيئن "هيم اسڪرنگلا" يا "ناروي جي بادشاهن جا دليرانا ڪارناما" ڪتاب ۾ ذڪر آهي، "ينگلنگر" خاندان جي مردن، جو خاندان سئيڊن ڪان آيل چيو وڃي ٿو، ناروي جي مقامي

بادشاهن جي ڏيئرن سان شاديون ڪري اتان جا ڪم از ڪم ڇهه صوبا حاصل ڪيا هئا.

چنانچه معلوم ائين ٿئي ٿو تہ آريہ نسل جي ڪن قومن ۾ سندن معاشرتي ارتقا جي ڪنهن منزل تي، عورتن، ۽ نہ مردن، جي خون کي ئي شاهي خون جي موروثيت جو ذريعو سمجهيو ويندو هو، ۽ هر پشت ۾ لازمي طور ڪنهن ٻئي خاندان، ۽ اڪثر ٻئي ملڪ، جي مرد کي، جو شهزادين مان ڪنهن هڪڙيءَ سان شادي ڪندو هو، ان شهزاديءَ جي ملڪ ۽ قوم جي حڪمراني ۽ بادشاهي حوالي ڪئي ويندي هئي. لوڪ ڪهاڻين جو هيءُ عام واقعو، جنهن ۾ ٻڌايو ويندو آهي تہ ڪيئن هڪ خوش‌قسمتيءَ جو متلاشي، ڪنهن اجنبي ملڪ ۾ پهچي، بادشاه جي ڌيءَ جي ٻانهن ۽ ان سان گڏ بادشاهيءَ جو اڌ يا سڄي بادشاهي حاصل ڪري ٿو، اهڙيءَ ئي ڪنهن حقيقي رسم ۽ دستور جو رهيل نشان معلوم ٿو ٿئي.

جتي اهڙي قسم جون رسمون ۽ خيال عام جام هجن، اتي ظاهر آهي تہ بادشاهت شاهي خاندان جي عورت سان شادي ڪرڻ جو هڪ لازمي حصو آهي. ڊينمارڪ جو قديم تاريخ نويس، سئڪسوگرئميٽيڪس، بادشاهيءَ جو اهڙو نظريو اسڪاٽلنڊ جي ڏند ڪٿائن جي هڪ رائيءَ، هرميوٽروڊ، جي زبانيءَ نهايت سليقي سان بيان ڪري ٿو. ”درحقيقت هوءَ رائي هئي،“ هرميوٽروڊ چوي ٿي، ”۽ جيڪڏهن سندس جنس آڙا نہ هجي ها، تہ هوءَ هڪ بادشاه هئي، پر نہ، (۽ هيءَ تہ ان کان بہ زوردار حقيقت آهي) جنهن کي بہ هن پنهنجي بستري جي قابل سمجهيو، اهو هڪدم بادشاه ٿي پيو ۽ هن پنهنجي بادشاهي پاڻ سان گڏ ان جي سپرد ڪئي. اهڙيءَ طرح سندس اختياريءَ ۽ اقتدار جو ڏنڊو ۽ سندس هٿ هميشه گڏو گڏ هوندا هئا.“ اهو بيان هن ڪري اڃا بہ زياده اهميت وارو آهي، جو ان جي ذريعي اسان کي اسڪاٽلنڊ جي بادشاهن جي اصلي رسم و رواج جو عڪس ملي ٿو. تاريخ نويس ”بيڊيءَ“ جي شهادت

مان پڻ اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن به حڪومت جي ورثي جي باري ۾ ڪو شڪ شبهو پيدا ٿيندو هو ته اسڪاٽلنڊ جا قبائلي مردانه پشت مان نه پر هميشه زنانه پشت مان بادشاه جو انتخاب ڪندا هئا.

شاهي رشتي ۽ تخت و تاج لاءِ جيڪي شخصي خوبيون ۽ اوصاف ڪنهن ماڻهوءَ جي مقبول بنجڻ جي لاءِ ضروري هئا، سي لازمي طور ان وقت جي عام خيالن ۽ بادشاه يا سندس نعم البدل جي سڀاءَ ۽ اخلاق مطابق الڳ الڳ هوندا، پر هي قياس ڪرڻ واجبي ٿيندو ته ان اعزاز واسطي اوائلي معاشري ۾ جسماني قوت ۽ خوبصورتيءَ کي اڪثر اولين ترجيح ڏني ويندي هوندي.

ڪڏهن ڪڏهن معلوم ٿئي ٿو ته شهزاديءَ جي پاڻهن ۽ تخت و تاج جو حق ڊوڙ ذريعي طي ڪيو ويندو هو. لبيا جي آلتيمي خاندان وارا بادشاهي انهيءَ کي ڏيندا هئا، جو ڊوڙ ۾ سڀني کان زياده تيز هوندو هو. قديم جرمن قوم وارن ۾ اميري درجي جا اميدوار گهوڙي تي چڙهي، بادشاه ڏانهن ڊوڙندا هئا، ۽ جيڪو سڀني کان اڳ ۾ ان وٽ پهچي ويندو هو، تنهن کي امير بڻايو ويندو هو. هڪ روايت مطابق اولمپيا* ۾ سڀني کان اوائلي رانديون اينڊيمين T منعقد ڪيون هيون، جنهن پنهنجن پٽن کي تخت حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙ پڄارائي هئي. چيو وڃي ٿو ته سندس قبر ڊوڙ جي انهيءَ ميدان جي هڪ ڪناري تي هئي، جتان ڊوڙ ۾ حصو وٺندڙ ڀڄڻ لڳا هئا. ”پيلوپس ۽ هپوڊيميا“ جو مشهور يوناني قصو شايد فقط انهيءَ ڏند ڪٿا جي هڪ ٻي روايت آهي جنهن موجب مشهور

* تاريخ کان اڳ جي دور جو هڪ مرڪز، جتي يونانين جي عقيدي موجب ديوتا رهندا هئا. بعد ۾ اتي راندين ۽ کيلن جا عام مقابلا ڪيا ويندا هئا.

T زيوس ديوتا جو پوٽو، جنهن جي لاءِ عام اعتقاد هو ته چنڊ مٿس موهت هو. زيوس کيس مڪمل آزادي ڏني هئي ته جا شي طلبي سا کيس ملي، تنهن تي هن گهر ڪئي ته سون کي هميشه مٺي گهري ننڊ ملي، جيئن سدائين جوان ۽ خوبرو رهان.

آهي ته اولمپيا ۾ ڀھريون ڊوڙ جون شرطون جنھن انعام لاءِ رکيون وييون هيون، سو بادشاهيءَ جي انعام کان سواءِ ٻيو ڪو انعام ڪونه هو.

اهي روايتون شايد ڪنوار حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙ پچائڻ جي حقيقي رسم جو ڏس ڏيئي رهيون آهن، ڇو ته اهڙي رسم دنيا جي مختلف قومن ۾ اڃا تائين به موجود پيئي ڏسجي، جيتوڻيڪ عملي صورت ۾ هاڻي اها بگڙيل حالت ۾ ۽ محض نالي ماتر وڃي بچي آهي. چنانچه "هڪ اهڙي ڊوڙ آهي، جنھن کي 'عشق جي ڊوڙ' چيو ويندو آهي؛ ان کي ڪرگهيز نسل وارن جي شاديءَ جي تقريب جو هڪڙو حصو سمجهڻ گهرجي. انهيءَ رسم مطابق ڪنوار کي هڪ مضبوط چهبڪ هٿ ۾ ڏيئي، تيز گهوڙي تي سوار ڪيو ويندو آهي، ۽ پوءِ سيئي نوجوان، جي ان جي پاڻهن حاصل ڪرڻ جي خواهش رکندا آهن، سندس پويان پوندا آهن. هن جي پاڻهن انهيءَ کي انعام طور ڏني ويندي آهي، جو کيس پڪڙڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي، پر کيس پنهنجي گهوڙي کي بيحد تيز ڊوڙائڻ لاءِ مهميز طور استعمال ڪرڻ کان علاوه، پنهنجي چهبڪ کي اهڙن عاشقن تي ڀرپور طاقت سان استعمال ڪرڻ جو حق پڻ حاصل هوندو آهي، جي کيس ناپسند هوندا آهن. ـ ۽ ممڪن آهي ته هوءَ فقط انهيءَ اميدوار کي موقعو ڏيندي، جنھن کي هن اڳيئي پنهنجيءَ دل ۾ منتخب ڪري ڇڏيو هوندو". ڪنوار حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙ جو رواج شمال مشرقي ايشيا جي ڪورياڪ قوم وارن ۾ به آهي. اها رسم هڪ وڏي تنبوءَ ۾ ادا ڪئي ويندي آهي، جنھن جي چوڌاري مسلسل گول چڪر جي صورت ۾ متعدد جدا ڪمرا، جن کي "پولوگ" چيو ويندو آهي، ٺاهيا ويندا آهن. ڇوڪريءَ کي ڪجهه وقت ڏني ويندي آهي، ۽ جيڪڏهن هوءَ انهن سڀني ڪمرن سان گهوٽ جي هٿن ۾ ڦاسڻ کان پاڻ بچائي ٻاهر نڪري ايندي آهي، ته کيس ان گهوٽ سان شادي ڪرڻ جي آزار کان ڇٽي پوندي آهي. چانئوٽيءَ جون عورتون مرد جي رستي ۾ هر قسم جي رڪاوٽ وجهنديون آهن؛ کيس ڪيرائينديون

آهن، سنهن ڇهن سان ڏڪ ھٿنديون آهن، وغيره، جيئن ڪيس ڪامياب ٿيڻ جو گهٽ موقعو ملي - علاوه هن جي، جو ڇوڪريءَ جي پنهنجي مرضي هن سان شادي ڪرڻ جي هجي ۽ هوءَ ڪنهن ڪوليءَ ۾ هن لاءِ ترسي ويهي رهي. ٽيوٽن نسل جي سيني قومن ۾ به اهڙيءَ ئي قسم جي رسمن جي موجودگيءَ جو پتو ملي ٿو، چاڪاڻ ته جرمن، انگلو-سئڪسن ۽ نارس ٻولين ۾ "شاديءَ" لاءِ هڪ عام لفظ موجود آهي، جنهن جي معنيٰ آهي محض "ڪنوار لاءِ ڊوڙ"، ازانسواءِ انهيءَ رسم جا ڪجهه نه ڪجهه آثار جديد دور تائين پڻ زنده رهندا پئي آيا آهن.

چنانچه معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن به ڇوڪريءَ، ۽ خاص طرح شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ جو حق، گهڻو ڪري زور آزمائيءَ جي ڪنهن مقابلي ۾ انعام طور ئي ڏنو ويندو هو. ان ڪري هن ڳالهه ۾ ڪو به عجب ڪرڻ جو سبب ڪونه ٿو نظر اچي ته روسي بادشاهن، پنهنجن ڌيئرن جي ٻانهن ڏيڻ کان پيشتر پنهنجن ٿيندڙ نائين ۽ جانشينن جي شخصي خوبين کي آزمائڻ لاءِ قديم زماني جي انهيءَ رسم جو سهارو ورتو هجي. جيڪڏهن منهنجو نظريو صحيح آهي، ته پوءِ پڪ ٿي ٿي پڪ روسي بادشاه ۽ سندس راڻي، جيوپيٽر ۽ سندس رفيقهءِ حيات ديويءَ جو، سانگ رچائيندا هئا ۽ هر سال هن مقصد سان مقدس شاديءَ جون سڀ رسمون ادا ڪندا هئا ته جيئن فصل پيدا ٿين ۽ سائهن ۽ مال وجهه جو نسل وڌي ۽ ويجهي. اهڙيءَ طرح هو اهو ڪجهه ڪندا هئا، جو مٿين شمالي علائقن ۾، قديم زماني ۾، مئي جي بادشاه ۽ مئي جي راڻيءَ کي ڪرڻو پوندو هو. هاڻي اسان هن کان اڳ ڏسي آيا آهيون ته "مئي-ڊي" جي سانگ رچائيندي، "مئي جي بادشاه" جي ڪردار ادا ڪرڻ ۽ "مئي جي راڻيءَ" سان "شادي ڪرڻ" جي حق جو فيصلو، ڪن وقتن تي، جسماني زور آزمائيءَ ۽ خاص طرح گهوڙي ڊوڙ وسيلي طي ڪيو ويو آهي. ممڪن آهي ته اها "شادي" ڪنهن اهڙيءَ پراڻيءَ رسم ۽ دستور جو آثار هجي، جنهن جو اسان تازو

متي بيان ڪيو آهي - اها رسم جا شاديءَ جي اميدوار جي آزمائش لاءِ ادا ڪئي ويندي هئي. بادشاه جي حالت ۾ اهڙي آزمائش، واجبي طور، خاص سختيءَ سان ورتي ويندي هوندي ته جيئن ڪو به شخصي نقص انهن مقدس سائن سوڻن ۽ رسمن رواجن جي ادائگيءَ کان هن کي قاصر نه بڻائي وجهي، جن تي، سندس ملڪي ۽ فوجي فرضن ادا ٿيڻ کان به زياده حد تائين، قوم جي آسودگيءَ ۽ سلامتيءَ جو دارومدار سمجهيو ويندو هو. هن کان هيءَ تقاضا ڪرڻ به هڪ قدرتي امر هو ته هو ساڳيءَ آزمائش مان پار پوڻ جو سيني جي روبرو وقت بوقت مظاهرو ڪري ثابت ڪري ڏيکاري ته هو پنهنجي اعليٰ منصب جي بجا آوري جو اڃا تائين اهل هو. انهيءَ ميعادي آزمائش جو باقي رهيل نشان شايد انهيءَ رسم جي صورت ۾ رهجي ويل ٿو ڀانئجي، جنهن کي "بادشاه جي ڀاڄ" ("ريگي فيوگم") چوندا هئا، ۽ جا روم ۾ شاهي دور تائين هرسال ملهائي ويندي هئي. هر سال فبروريءَ جي چوويهين تاريخ "ڪوميٽيم" ۾ هڪ قرباني ڪئي ويندي هئي، ۽ اها جڏهن پوري ٿيندي هئي، تڏهن "مقدس رسمن جو ادا ڪندڙ بادشاه" "فورم" مان اٿي ڀڄندو هو. اسين هي قياس ڪري سگهون ٿا ته "بادشاه جي ڀاڄ" دراصل "ساليانې بادشاهي" حاصل ڪرڻ لاءِ ڊوڙ هئي، جنهن ۾ سيني کان تيز ڊوڙندڙ کي بادشاهي انعام طور ڏني ويندي هئي. سال جي اختتام وقت بادشاه ٻئي سال جي بادشاهيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ وري به ڊوڙي سگهيو ٿي، حتيٰ ڪ ڪنهن سال هو ڊوڙ ۾ هارائي ويهي، ۽ تخت تان لاٿو وڃي يا ٻنهه قتل ڪيو وڃي. انهيءَ طرح اوائلي وقت ۾ جيڪا ڊوڙ هئي، تنهن آخرڪار "ڀاڄ ۽ "ڀڃيان پوڻ" جي صورت وڃي اختيار ڪئي. بادشاه کي وٺي ڏيڻ ۾ ايندي هئي، هو ڊوڙندو هو ۽ سندس حريف ان جي پٺيان پوندا هئا، ۽ جيڪڏهن هو پڪڙجي پوندو هو ته ڪيس تاج ترڪ ڪرڻو پوندو هو، ۽ ٿي سگهي ٿو ته ڪيس سيني کان زياده تيز قدم واري اميدوار کي پنهنجو سر ۾ ڏيڻو پوندو هو. گهڻي وقت

گذرڻ کان پوءِ، ڪو حوصلي ۽ همت وارو ماڻهو پاڻ کي مستقل طور تخت تي قائم رکڻ ۽ ساليانيءَ ڊوڙ يا ڀاڄ کي نالي ماتر ۽ خالي دستور ۾ تبديل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هجي، جيئن تاريخي دور ۾ ان جي اهائي صورت رهندي پئي آئي آهي. انهيءَ "بادشاه جي ڀاڄ" واريءَ رسم مان بعضي روم جي بادشاهن جي جلاوطنيءَ جي يادگار جو مقصد پئي ڪڍيو ويو آهي؛ پر معلوم ٿئي ٿو ته اهو محض بعد جو ايجاد ڪيل خيال آهي، جو هڪ اهڙيءَ رسم جي سمجهاڻيءَ فراهم ڪرڻ خاطر گهڙيو ويو، جنهن جو اصلي مقصد ۽ مفهوم بنهه فراموش ٿي چڪو هو. هن ڳالهه جو زياده امڪان آهي ته "مقدس رسمن جو بادشاه" ائين ڪرڻ سان محض هڪ قديم رسم جي پوئواري ڪري رهيو هو، جا شاهي دور ۾ سندس پيشرو بادشاه هر سال ادا ڪندا هئا. انهيءَ رسم جو اصل مقصد ڪهڙو هو، ان لاءِ شايد هميشه محض قياس آرائيون ئي ٿينديون رهن: ۽ اُن جي هيءَ سمجهاڻي پڙهندڙن لاءِ مٿي پيش ڪندي، مون کي هيءَ انتهائي احساس رهيو آهي ته مسئلو بذات خود ڪيڏو نه مشڪل ۽ منجهائيندڙ آهي.

چنانچه جيڪڏهن منهنجو نظريو درست آهي، ته پوءِ رومي بادشاه جي ساليانی فراري يا ڀاڄ (جنهن جو ذڪر تاريخن ۾ موجود آهي) انهيءَ وقت جو هڪ قديم آثار هئي، جڏهن بادشاهت شهزاديءَ جي ٻانهن سان گڏ ڪامياب جانباز يا جنگجو جوڌي کي هر سال بطور انعام ڏني ويندي هئي، ۽ جو ان کان پوءِ (هم آهنگ جادوءَ طور) پنهنجي رائيءَ سان گڏ، ديوتا ۽ ديويءَ جو ڪردار ادا ڪندي "مقدس شاديءَ" جي رسم ملهائيندو هو، ته جيئن روءِ زمين جي آباديءَ ۽ ساوڪ جي ضمانت ۽ خاطري رهي. چنانچه جيڪڏهن اِها هن قياس ڪرڻ ۾ درست آهيان ته تمام قديم دور ۾ اوائلي لاطيني بادشاه ديوتا جو ڪردار ادا ڪندا هئا ۽ انهيءَ حيثيت ۾ ڪين دستوري طرح قتل به ڪيو ويندو هو، ته پوءِ اسان انهن جي زندگين جي پراسرار ۽ تشدد آميز پڄاڻين جي منطق کي زياده

آسمانيءَ سان سمجهي سگهون ٿا، جي اسان کي معلوم آهي ته، گهڻائي اڪثر بادشاهن جي تقدير ۾ آيون هيون. اسان ڏٺو آهي ته هڪ روايت مطابق، آلبا جي بادشاهن مان هڪ کي، جيوپيٽر ديوتا جي گجگوڙ جي نقل ڪرڻ جي گستاخيءَ جي پاداش ۾ آسماني وڄ مٿان ڪرڻ سبب موت جو منهن ڏسڻو پيو. روميولس لاءِ چيو ويندو آهي ته هو ايٿينيس وانگر غائب ٿي ويو، يا کيس انهن اميرن ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو، جن کي هن ناراض ڪيو هو، ۽ جولاءِ جي ستين تاريخ، جنهن تي هو هن فاني دنيا مان غائب ٿي ويو، هڪ تقريب جو ڏينهن هو، جا ڪن ڳالهين ۾ "سئٽرنيليا"* واريءَ تقريب جهڙي هئي. چيو ته انهيءَ ڏينهن ڪنيزن کي ڪي عجيب و غريب آزاديون ڏنيون وييون هيون، ۽ اهي آزاد عورتن جا ڪپڙا پائي، خواتين ۽ بيگمن وانگر ملبوس ٿي، انهيءَ چمڙاپوش ۾ شهر کان ٻاهر وييون هيون، ۽ رستي تي جيڪي به سندن سامهون پئي آيا، تن تي هنن ٺٺوليون ۽ طعن و لعن پئي ڪئي، ۽ پاڻ ۾ جهيڙو فساد ڪري هڪٻئي کي پٿر ۽ ڏڪ هڻنديون پئي وييون. ٻيو رومي بادشاهه جو تشدد آميز موت جو شڪار ٿيو هو، ٽاٽيس هو، جو روميولس جو ڀيرڪي-ڀائي هو. چيو وڃي ٿو ته جڏهن هو "لئوينيم" ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جي ديوتائن کي عام ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ قرباني پيش ڪري رهيو هو، تڏهن ڪن ماڻهن، جن کي هن ناراض ڪيو هو، کيس قربانيءَ وارين ڇرين ۽ لوهي سيخن سان، جيڪي انهن قربانگاهه تان زوريءَ کسي ورتيون هيون، پورو ڪري ڇڏيو. هن جي موت جي موقعي، سرزمين ۽ نموني مان هي اندازو ٿئي ٿو ته انهيءَ ڪوس جو مقصد قرباني هو ۽ نه قتل. نوما جي جانشين، ٽيولس هوسٽيليس، لاءِ وري عام طرح سان چيو ويندو آهي ته کيس وڄ ماريو هو، پر گهڻن جو رايو هو ته کيس انڪس مارشيس

---

* رومين جو هڪ وڏو ڏڻ جو سئٽرن يا رب النوع – کيتي ۽ آباديءَ جي ديوتا – جي اعزاز ۾ ۱۷ ڊسمبر کان سانده ست ڏينهن ملهايو ويندو هو.

جي هشيءَ تي قتل ڪيو ويو هو، جيڪو ڪانئس پوءِ حڪومت
جو ڌڻي بڻيو. خود نوما جو ذڪر ڪندي، جنهن جو وجود تقريبا
هڪ ڏند ڪٿائي وجود آهي، ۽ جو پوڄاري بادشاهن منجهان هڪ
هو، پلوٽارچ چوي ٿو ته "سندس شهرت جانشين بادشاهن
جي خوش قسمتيءَ سبب وڌي، ڇو ته جن پنجن هن کان پوءِ حڪومت
ڪئي، تن مان پوئين کي تخت تان لاٿو ويو ۽ هن پنهنجا پويان
ڏينهن جلاوطنيءَ ۾ گذاريا، ۽ باقي چئن مان ڪو هڪ به قطرتي
موت ڪونه مئو، ڇو ته انهن مان ٽن کي قتل ڪيو ويو ۽ ٽوليس
هوسٽيليس کي آسماني وڄ پورو ڪيو."

رومي بادشاهن جي قتل ٿي مرڻ جي انهن ڏند ڪٿائن مان
هي اندازو ٿئي ٿو ته جنهن مقابلي ذريعي هو تخت حاصل ڪندا
هئا، سو ڪن وقتن تي محض ڊوڙ هئڻ بدران ڪو بيو موتمار
مقابلو هوندو هو. جيڪڏهن اٿين هو ته پوءِ روم ۽ نيميءَ جي
درميان اسان جيڪا مشابهت ثابت ڪئي آهي، سا اڃا به زياده
قريبتر اچي ٿي ٿئي. پنهي جاين تي، مقدس بادشاه جي ديوتائن
جا جيئرا جاگندا نمائندا هئا، اهڙيءَ طرح ڪنهن باهمت ۽ وڏيڪ
حوصلي رکندڙ ماڻهوءَ جي هٿان، جو انهيءَ مقدس عهدي لاءِ پنهنجي
طاقتور بازوءَ ۽ تيز تلوار وسيلي پنهنجي "خدائي حق" ثابت ڪرڻ جي
قابل هو، تخت تان محروم ٿي ۽ موت جو منهن ڏسي سگهيا
ٿي. هن ۾ به ڪو عجب ڪونهي ته قديم لاطينين ۾ بادشاهيءَ
جي دعوا جو فيصلو گهڻو ڪري دوبدو مقابلي ذريعي ڪيو ويندو
هو، ڇو ته تاريخي دور تائين امبريا جي علائقي وارا قبيلا
پنهنجا خانگي جهيڙا باقاعدگيءَ سان مقابلي جي صورت ۾ ئي طي
ڪندا هئا، ۽ جيڪو پنهنجي مخالف جي گردن وڍڻ ۾ ڪامياب
ٿيندو هو، تنهن لاءِ سمجهيو ويندو هو ته هو پنهنجي حق کي
مڪمل طور ثابت ڪري چڪو هو.

# باب پندرهون

## شاه بلوط جي پوڄا

شاه بلوط جي وڻ يا شاه بلوط جي ديوتا جي پوڄا جو رواج يورپ جي آريه نسل جي سڀني قومن ۾ عام جام معلوم ٿئي ٿو، يعني يوناني ۽ اطالوي، انهيءَ وڻ کي پنهنجي وڏي ۾ وڏي ديوتا زيوس يا جيوپيٽر سان، جو آسمان، مينهن ۽ گجگوڙ جو ديوتا هو، وابسته چائيندا هئا. يونان جو قديم ترين ۽ شايد سڀني کان زياده مشهور آستانو ڊوڊونا وارو هو، جتي زيوس ديوتا جي پوڄا هڪ اهڙي شاه بلوط جي روپ ۾ ڪئي ويندي هئي، جنهن مان اڳڪٿين ۽ الهام جو ڪم ورتو ويندو هو. ڊوڊونا ۾ ٻئي سڄي يورپ کان وڌيڪ زوردار ۽ بار بار طوفان لڳندا رهندا آهن، اهي طوفان انهيءَ مقام کي اهڙي ديوتا جي قيام گاه لاءِ، جنهن جو آواز شاه بلوط جي پنن جي سرسراهٽ ۽ آسماني گجگوڙ جي ٺڪاءُ ۾ برابر ٻڌڻ ۾ ايندو هو، وڌيڪ موزون بنائڻ جا ذميدار هئا. آستاني جي چوڌاري جيڪي پتل جا گهنڊ هوا ۾ 'ٽڻون ٽڻون' جهڙو آواز ملائيندا رهندا هئا، شايد انهيءَ گجگوڙ جي آواز جي نقل ڪرڻ لاءِ لڳايا ويا هئا، جيڪو آسپاس جي سخت ۽ ويران جبلن جي غير آباد لاهين تي، جي انهيءَ پيانڪ ماڳ جي چوڌاري ايا بيٺا هئا، هيبتناڪ ٺڪاءَ ۽ گاج ڪندي ٻڌڻ ۾ ايندو رهندو هو. اسان ڏٺو آهي ته بوئيشيا ۾ شاه بلوط جي ديوتا ۽ ديويءَ، زيوس ۽ هيرا جي مقدس شادي، اتان جون آسپاس واريون هر مذهب رياستون گڏجي وڏي ڌام ڌوم سان ملهائينديون هيون. آرڪيڊيا ۾ لائڪائيس جبل تي زيوس جو ڪردار شاه بلوط ۽ مينهن جي ديوتا جي حيثيت ۾، سندس پوڄاري

جي مينهن وسائڻ واري ڏوٽي مان، جنهن مطابق هو شاه بلوط جي ڏاري مقدس چشمي ۾ ٻوڙيندو هو، صاف طور ظاهر ٿئي ٿو. مينهن جي ديوتا جي حيثيت ۾، زيوس اهو ديوتا هو، جنهن کي يوناني مينهن لاءِ باقاعدي پاڏائيندا هئا. ۽ اهو بلڪل هڪ فطرتي ڳالهه به هئي، ڇو ته گهڻو ڪري، جيتوڻيڪ هميشه نه، ڪڪر جو آستانو انهن جبلن تي هوندو هو، جتي ڪڪر ڪٺا ٿيندا آهن ۽ شاه بلوط جا وڻ اپرندا آهن. اٿينس جي قلعي ۾ هڪ اهڙو مجسمو رکيل هو، جنهن ۾ ڏيکاريل هو ته ڌرتي زيوس ديوتا کان مينهن جي خيرات پئي گهري، ۽ خشڪسالي جي موسم ۾ اٿينس وارا بذات خود هي پرارٿنا ڪندا هئا: "مينهن وساءِ، مينهن وساءِ- اي پيارا زيوس، اٿينس وارن جي اناج وارين پنين ۽ ميدانن تي مينهن وساءِ!"

زيوس ديوتا گجگوڙ وچ ۽ مينهن تي پنهنجي فرمانروائي هلائيندو هو، اوليمپيا ۽ ٻين هنڌن تي ان جي "آسماني گولو" جي ناليءَ سان پوڄا ڪئي ويندي هئي، ۽ اٿينس ۾ شهر پناه مٿان روح جي ديوتا، زيوس، جي نالي ۾ قرباني جو چلهو ٺهيل هو، جتي ڪي مها-پوڄاري وڏي سال جي ڪن موسمن ۾ پارنس جبل جي چوٽي کان وج جو انتظار ڪندا هئا. ان کان علاوه جتي جتي وڄ ڪرندي هئي ۽ ان جي ڪري جيڪو زمين ٽڪر سڙندو هو، اتي يوناني چوڌاري باقاعدي لوڙها ڏيئي ڇڏيندا هئا، ۽ اهي ٽڪرا، "نزول ٿيل زيوس" جي نالي ۾ يعني انهيءَ ديوتا جي نالي ۾ جيڪو وڄ سان آسمان کان هيٺ آيو، مقدس سمجهيا ويندا هئا. اهڙن لوڙهن جي وچ ۾ قربانگاه تعمير ڪيا ويندا هئا، جن تي قربانيون ڏنيون وينديون هيون. قديم تحريرن ۽ ڪتبن مان اٿينس ۾ اهڙين متعدد جاين جي وجود جو پتو پوي ٿو.

چنانچ جڏهن قديم يوناني بادشاه زيوس ديوتا جي نسل مان هئڻ جي دعوا ڪندا هئا، ۽ ان جي نالي سان به سڏبا هئا، ته پوءِ اسان واجبي طور هي قياس ڪري سگهون ٿا ته هو پنهنجن

ماڻهن جي ڀلائيءَ يا دشمنن جي ضرر ۽ دهشت زدگيءَ لاءِ مينهن وسائڻ ۽ گجگوڙ ڪرڻ جا ديوتائي فرض به پورا ڪندا هئا. ان باري ۾ ”سالمونيس“ جي روايت شايد انهيءَ قسم جي ننڍڙن ننڍڙن بادشاهن جي سچي طبقي جي دعوائن جو عڪس پيش ڪري ٿي، جي پراڻي زماني ۾ يونان جي مڪانهن پڻن تي، جي سچا شاه بلوط جي وڻن سان ڇانيا پيا هوندا هئا، پنهنجين پنهنجين مختصر اراضين تي بادشاهي ڪندا هئا.

سندن هم نسل آئرش بادشاهن وانگر، هنن ۾ به ڌرتيءَ ڪي ۽ جانورن ڪي سائي ڪرڻ جون اميدون رکيون وينديون هيون. اهي اميدون هو پنهنجي وڏي سائت، زيوس ديوتا، جي ڪردار ادا ڪرڻ کان سواءِ، جو شاه بلوط، گجگوڙ ۽ مينهن جو عظيم ديوتا هو، ٻئي ڪهڙي نموني پوريون ڪري ٿي سگهيا؟ ظاهر آهي ته هو پاڻ کي بلڪل اهڙيءَ طرح ان جي شخصيت جو روپ سمجهندا هئا، جهڙيءَ طرح اطالوي بادشاه جيوپيٽر جي باري ۾ پاڻ کي سمجهندا هئا.

اٽليءَ ۾ هرهڪ شاه بلوط جو وڻ جيوپيٽر ديوتا جي نالي ۾، جو زيوس ديوتا جو اطالوي نعم البدل هو، مقدس هو، ۽ روم ۾ ڪئپيٽال ٽڪريءَ تي انهيءَ ديوتا جي، نه فقط شاه بلوط جي ديوتا جي حيثيت ۾، پر ساڳئي وقت مينهن ۽ گجگوڙ جي ديوتا جي حيثيت ۾ به، پوڄا ڪئي ويندي هئي. پراڻن زمانن جي نيڪ اعتقاديءَ ۽ پوين دورن جي بي اعتقاديءَ جو مقابلو ڪندي، جڏهن جنت کي ڪوبه جنت نه سمجهندو هو ۽ جيوپيٽر ڏانهن ڪو اک کڻي نه نهاريندو هو، هڪ رومي مصنف لکي ٿو ته قديم زماني ۾ معزز عورتون پيرين اگهاڙيون، وار ڇوڙي ۽ دليون پاڪ صاف ڪري، ڪئپيٽال جي ڏگهين چاڙهين تان مٿي چڙهنديون ۽ جيوپيٽر کان مينهن لاءِ دعا پنڌيون هيون، ۽ هو چوي ٿو ته پوءِ اتي جو اتي هڪدم آسمان مان مينهن جا ناڙ وهڻ شروع ٿيندا هئا ۽ هرڪوئي پاڻيءَ ۾ پسيل ڪئن وانگر مينهن ڳاڙيندو گهر واپس ويندو

هو. ”پر، اڄ ڪلهه“، هو وڏي افسوس سان چوي ٿو، ”اسين مذهبي عقيدن کان گهڻو پري هٽي چڪا آهيون ۽ اسان ۾ ايمان نه رهيو آهي؛ ان ڪري اڄ زمينون اسان ۾ اڇڪنديون رهن ٿيون.“

جنوبي يورپ کان مٿيرو وچ يورپ ۾ جڏهن اچون ٿا ته اتي به اسان کي وحشي آريه قومن ۾، جي اُتان جي قديم اٿاهه ٻيلن ۾ رهنديون هيون، شاه بلوط، ميڻهن ۽ گجگوڙ جو عظيم ديوتا، ملي ٿو. چنانچه گال علائقي جي سيلٽ نسل وارن جي ڊريُوئڊ قبيلي وارن ۾ شاه بلوط ۽ وڻ-ويڙهي کان سواءِ، جا ان جي مٿان اُڀرندي هئي، ٻي ڪنهن به شيءِ کي ايتريقدر مقدس ڪونه سمجهيو ويندو هو. پنهنجين سنجيده قسم جي سڀني رسمن جي ادائگي لاءِ هو شاه بلوط جي وڻن جا جهڳٽا منتخب ڪندا هئا ۽ ڪابه رسم شاهه بلوط جي پنن جي استعمال کان سواءِ ادا ڪانه ڪندا هئا. هڪ يوناني مصنف چوي ٿو ته ”سيلٽ نسل وارا زيوس جي پوڄا ڪن ٿا ۽ زيوس جي صورت سيلٽ نسل وارن وٽ هڪ ڏگهي شاه بلوط جي وڻ کان سواءِ ٻي ڪابه ڪانهي.“ معلوم ٿئي ٿو سيلٽ نسل جا فاتح، جن اسان جي زماني کان ٽي صديون اڳ ايشيا ۾ وچي ٻيڻڪون وڌيون هيون، سي شاه بلوط جي پوڄا پاڻ سان گڏ پنهنجي نئين وطن ڏانهن کڻي ويا هئا، جو ته ايشيا مائنر جي عين وچ ۾ ”گئليشيا جي چوُياري“ اهڙيءَ جاءِ تي گڏ ٿيندي هئي، جنهن تي خالص سيلٽ ٻوليءَ جو نالو، ڊرائيميٽم، يعني ”شاه بلوط جي، مقدس هڙي“ يا ”شاه بلوط جو مندر“ پيل هو. درحقيقت مستند ڄاڻن جي خيال ۾ ڊريُوئڊ قوم جي نالي جي معنيٰ ئي ”شاه بلوط جا ماڻهو“ آهي.

قديم جرمن نسل وارن جي مذهب ۾ مقدس هڙين جي پوڄا کي وڏي اهميت حاصل هئي، ۽ ”گيرم“ جي چوڻ مطابق سندن مقدس وڻن مان مکيه شاه بلوط جو وڻ هو. معلوم ٿئي ٿو ته اهو وڻ خاص طرح گجگوڙ جي ديوتا، ”ڊونار“ يا ”ٿونار“ جي نالي

۾ ارپڻ ٿيل هو، جو نارس نسل وارن جي ”ٿور“ ديوتا جو نعم‌البدل هو، ڇو ته هيس جي علائقي ۾، گيسمار جي نزديڪ هڪ مقدس شاه بلوط بيٺل هو، جنهن کي ”بونيفيس“ انهيءَ صديءَ ۾ وڍائي ڇڏيو، جنهن جو نالو اوائلي بت پرستن وٽ ”جيوپيٽر جو شاه بلوط“ (”روبر جووس“) هو ۽ جنهن کي قديم جرمن ٻوليءَ ۾ ”ڊونيرس ايڪ“ يا ”ڊونار جو شاه بلوط“ چئبو. جرمن نسل وارن جي گجگوڙ واري ديوتا، ٿونار، ڊونار يا ٿور ديوتا کي اٽليءَ جي گجگوڙ واري ديوتا جيوپيٽر سان شناخت ڪيو ويندو هو، سا ڳالهه اسان جي لفظ ”ٿرسڊي“ (خميس جو ڏينهن) مان، جنهن جو مطلب ”ٿونارس ڊي“ (ٿونار جو ڏينهن) آهي، صاف ظاهر آهي، جو لاطيني ٻوليءَ جي ”ڊائيز جووس“ (جووس جو ڏينهن) لفظ جو محض ترجمو آهي. چنانچه قديم جرمن نسل وارن وٽ به، يونانين ۽ رومين وانگر، شاه بلوط جو ديوتا گجگوڙ جو ديوتا پڻ هو. ازانسواءِ ان کي هڪ زبردست آباد ڪندڙ قوت به سمجهيو ويندو هو، جو مينهن موڪلي ڌرتيءَ کي ڦلدار بڻائيندو هو، ڇو ته ”بريمين وارو آدم“ اسان کي ٻڌائي ٿو ته ”ٿور جي گادي هوا تي آهي، اهوئي آهي جو گجگوڙ ۽ وڄ، هوا ۽ مينهن، خوشگوار موسم ۽ فصلن تي حڪومت هلائي ٿو.“ انهن ڳالهين ۾ ان ڪري جرمن نسل وارن جو گجگوڙ وارو ديوتا وري به پنهنجن جنوبي نعم‌البدل ديوتائن، زيوس ۽ جيوپيٽر، سان مشابهت رکائي ٿو.

سيلٽو نسل وارن ۾ به شاه بلوط جو وڻ گجگوڙ جي ديوتا، پيرون، جو مقدس وڻ معلوم ٿئي ٿو، جو زيوس ۽ جيوپيٽر جو نعم‌البدل هو. چيو وڃي ٿو ته نووگوروڊ وٽ پيرون ديوتا جو هڪ مجسمو بيٺل هو، جو هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي صورت ۾ هو، جنهن کي ”گجگوڙ جو گولو“ هٿ ۾ هو. ان جي اعزاز ۾ شاه بلوط جي ڪاٺين جي باه رات ڏينهن پيئي ٻرندي هئي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن به وقت اها وسامي ويندي هئي، ته اتان جي خادمن کي

انهيءَ غفلت لاءِ پنهنجي سر جي قيمت ادا ڪرڻي پوندي هئي.
زيوس ۽ جيوپيٽر وانگر پيرون ۾ پنهنجن ماڻهن جو مکيه ديوتا
معلوم ٿئي ٿو، ڇو ته ”پروڪوپيس“ چوي ٿو ته سلاو نسل وارا
”هن اعتقاد جا آهن ته هڪ ديوتا، جو وڄ جو پيدا ڪندڙ آهي،
تنها سڀني شين جو مالڪ آهي، ۽ اهي ان جي حضور ۾ ڏڳا ۽
ٻيو هرقسم جو شڪار قربان ڪندا آهن.“

لٿئانيا وارن جو مکيه ديوتا ”پرڪوناس“ يا ”پرڪنس“
هو، جو گجگوڙ ۽ وڄ جو ديوتا هو ۽ جنهن جي زيوس ۽ جيوپيٽر
سان مشابهت ڏانهن اڪثر ڌيان ڇڪايو ويو آهي. شاه بلوط جا
وڻ هن لاءِ مقدس هئا، ۽ جڏهن عيسائي مبلغن انهن کي وڍايو،
تڏهن اتان جي ماڻهن وڏي واويلا مچائي ته سندن پيلن جا ديوتا
ناس ڪيا پيا وڃن. پرڪوناس جي اعزاز ۾ شاه بلوط جي ڪن
خاص وڻن جي ڪاٺ مان دائمي باهيون ٻاريون وينديون هيون؛
جيڪڏهن اهڙي ڪا باه وسامي ويندي هئي، ته اها مقدس ڪاٺ
کي هڪٻئي سان گسائي ٻيهر ٻاري ويندي هئي. مرد پلن فصلن
لاءِ شاه بلوط جي وڻن اڳيان قربانيون ڏيندا هئا ۽ زالون ساڳئي
مقصد لاءِ ليمن جي وڻن اڳيان، جنهن مان اسان هي نتيجو ڪڍي
سگهون ٿا ته اهي ماڻهو شاه بلوط کي نر ۽ ليمن جي وڻ کي مادي
سمجهندا هئا. خشڪساليءَ جي موسم ۾، جڏهن کين مينهن جي
سخت ضرورت هوندي هئي، تڏهن هو پيلن جي گهاٽن جهنگن ۾
وڇي ڪارو ڳابو، ڪارو ٻڪر ۽ ڪارو ڪڪڙ گجگوڙ جي ديوتا
جي نالي ۾ قربان ڪندا هئا. اهڙن موقعن تي آسپاس جي علائقن
مان ماڻهو اچي جمع ٿيندا هئا، کائيندا، پيئندا ۽ پرڪوناس کي
پڪاريندا هئا. هو بيئر (شراب) جي صراحي کڻي، ٽي ڀيرا باه
جي چوڌاري چڪر ڏيئي، بيئر باه جي شعلن مٿان هاريندا هئا، ۽
ساڳئي وقت ديوتا کي مينهن موڪلڻ لاءِ ٻاڏائيندا هئا. چنانچه
لٿئانيا جو هيءُ وڏو ديوتا زيوس ۽ جيوپيٽر سان قريبي مشابهت رکي
ٿو، ڇو ته اهو به گجگوڙ، شاه بلوط ۽ وڄ جو ديوتا هو.

هنن جائزي مان معلوم ٿئي ٿو ته يورپ جي آريه نسل جي ٻين قومن ۾ قديم زماني ۾ شاه بلوط کي گجگوڙ ۽ وڄ جي ديوتا جي حيثيت ۾ پوڄيو ويندو هو ۽ درحقيقت اهو سڀني مندرن جو وڏي ۾ وڏو ديوتا هو.

# باب سورهون

## ڏائنس ۽ ڏائنا

منهنجي راءِ آهي ته هن حد تائين اسان جي تفتيش اسان کي جن نتيجن تي پهچايو آهي تن تي هن باب ۾ هڪ دفعو طائرانه نظر وجهون ۽ روشنائيءَ جي منتشر شعاعن کي هڪ هنڌ مرڪوز ڪري انهن کي نيمي ٻيلي جي پوچاريءَ جي سياه صورت ڏانهن موڙيون، تان ته اها ڪي قدر چڱيءَ طرح ڏسي سگهجي.

اسان کي معلوم ٿي چڪو آهي ته معاشري جي اوائلي دور ۾ ماڻهن، قدرت جي پوشيده ڪارفرمائين کان بيخبر رهي ۽ ان ڳالهه کي وساري ته انهن تي انسان جي ضابطي ۽ اختيار جو دائرو ڪيترو نه محدود ۽ تنگ رهي ٿو، قدرت جي ڪارخاني کي پنهنجي مرضيءَ موجب هلائڻ جا اِيڏا اختيار ۽ اهڙا فرائض وٺي پاڻ ڏانهن منسوب ڪيا، جن کي، انساني علم جي موجوده حالت ۾، اسين فوق البشري، ديوتائي يا خدائي سمجهون ٿا. سندن انهيءَ غلطفهميءَ کي انهن ئي سببن ڪري تقويت ملندي رهي ۽ انهن سببن جي ڪري ئي اها قائم رهندي آئي، جن سببن جي ڪري اها پهريائين پيدا ٿي ـ ۽ اهي سبب هي هئا: انتهائي حيرت انگيز تنظيم ۽ باقاعدگي، جنهن سان فطرت پنهنجون سرگرميون قائم رکي ٿي ۽ جنهن سان ان جي هن عظيم ۽ اٿاه مشين جا ڦيٿا ٻي روڪ ٽوڪ ۽ بلڪل پوري نموني سان هلندا رهن ٿا، جي هڪ تحمل ۽ اوڙچ مبصر کي پوريءَ ساعت جو نه، ته به ڪم از ڪم موسم جو اڳواٽ اندازو لڳائڻ ۾ مدد ڪن ٿا، ۽ ائين کيس پنهنجي اميدن جي تڪميل يا خدشن ۽ انديشن جي پوراڻيءَ جي سلسلي ۾ پنهنجي "اختيار ۽ علم" جو احساس ڏئي ٿو، انهيءَ عظيم چڪر يا چڪرن

جي سلسلي جا باقاعدي ۽ بار بار وقوع پذير ٿيندڙ واقعا جلد ئي هڪ وحشيءَ جي موڪلي دل و دماغ تي نقش ٿيجي ويهي رهن ٿا، ۽ هو انهن کي اڳواٽ ئي ڏسي سگهي ٿو، ۽ انهن کي اهڙيءَ طرح ڏسندي، منجهانئن جيڪي مفيد ۽ پسنديده ڪيفيت جا آهن، تن کي پنهنجي مرضيءَ ۽ خواهش مطابق وقوع پذير ٿيندڙ سمجهي ٿو، ۽ جيڪي اڻ وڻندڙ ۽ نقصانڪار نتيجن جا حامل آهن، تن کي پنهنجن دشمنن جي ارادي جو اثر سمجهي ٿو. چنانچه جن ڪلن قدرت جي هن بي پايان ۽ عظيم مشين کي حرڪت ۾ آندو، ۽ جي انسان جي دسترس کان ٻاهر، راز جي اهڙي پردي پٺيان پوشيده آهن، جن کي اسين ڪڏهن به چاڪ ڪرڻ جي اميد نه ٿا رکي رکي سگهون، آهي هڪ بيخبر ۽ ساده دماغ انسان کي ائين نظر اچن ٿيون، جڻ ته اهي سندس مٺ ۾ آهن، ۽ هو ائين سمجهي ٿو ته هو انهن کي ڇهي جادوءَ جي هنر سان اهڙي نموني هلائي سگهي ٿو، جو سڀ اڳڪيون پاڻ ڏانهن آڻي ۽ سڀ برايون دشمن ڏانهن اماڻي سگهي ٿو. ائين ٿيندي ٿيندي، ڪافي وقت گذرڻ بعد، نيٺ سندس انهيءَ اعتقاد جي غلطي مٿس عيان ٿئي ٿي ۽ هو معلوم ڪري وٺي ٿو ته ڪي اهڙيون ڳالهيون به آهن جي هو نه ٿو ڪري سگهي، ڪي اهڙيون خوشيون آهن جي هو بذات خود حاصل ڪرڻ کان قاصر آهي، ۽ ڪي اهڙا ڏک درد ۽ آپدائون به آهن جن کي هڪ زبردست کان زبردست ۽ طاقتور کان طاقتور جادوگر به ٽاري نه ٿو سگهي. پوءِ، هو اهڙين ناقابل حصول چڱاين ۽ اڻٽر برائين کي ڪن مخفي طاقتن ڏانهن منسوب ڪري ٿو، جن جي رضامندي هن لاءِ پوءِ خوشيءَ ۽ زندگيءَ جو سبب بنجي وڃي ٿي، ۽ انهن جي ناراضگي، مصيبت ۽ موت جو. چنانچه جادوءَ جي جاءِ مذهب اچي والاري ٿو، ۽ پوڄاري، جادوگر کي پنهنجيءَ مسند تان تڏي، پاڻ ان تي براجمان ٿي ويهي رهي ٿو، ۽ خيال جي انهيءَ منزل تي پهچي شين جا اصلي اسباب ڪي متعدد ۽ متضاد خصلتن واريون شخصي هستيون سمجهيون وڃن ٿيون، جن جي فطرت انساني فطرت جهڙي تصور ڪئي وڃي ٿي، ۽ جن ۾

انسانن جي اوڻاين، جهڙين ئي ڪمزورين ۽ اوڻاين موجود سمجهيون وڃن ٿيون، جيتوڻيڪ انهن جي طاقت انساني طاقت کان زياده آهي ۽ سندن زندگي انسانن جي هن فاني حياتيءَ جي دائري کان ٻنهي علحده ۽ ٻاهر آهي. انهن جون لاتعداد انفرادي شخصيتون ۽ خصوصي ڪردار اچا فلسفي جي موشگافين ۽ فڪري تيشي بازين جي اثر هيٺ اچي پنهنجي پنهنجي شناخت وڃائي ڪونه ويٺا آهن، جو انهن سڀني جي مشترڪ ۽ بنيادي اوصافن کي ماورائي حيثيت ڏيئي، انساني ذهن ان ڪثرت مان ڪا وحدت پيدا ڪري سگهي ۽ پنهنجي پنهنجي تصوراتي صلاحيت پٽاندر ان واحد ڪرشمي کي انهن عظيم نالن مان پنهنجي پنهنجي پسند جو ڪو نالو ڏيئي سگهي، جن نالن کي ويچاري ماڻهوءَ نيٺ به پنهنجي لاعلميءَ ۽ اڻ ڄاڻائيءَ کي لڪائڻ لاءِ ئي ايجاد ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح جيستائين ماڻهو پنهنجن ديوتائن کي پاڻ سان مشابهت رکندڙ هستيون سمجهي ٿو ۽ انهن کي اهڙيءَ منزل تي پهتل نه ٿو سمجهي، جا سندس پنهنجي پهچ کان ٻنهي بالاتر هجي، تيستائين هو پنهنجن ماڻهن مان اهڙن لاءِ، جي پڻ کان ڪجهه بالاتر ۽ پڻ تي ڪا فوقيت رکندڙ هوندا آهن، هيءُ اعتقاد رکي ٿو ته انهن لاءِ موت کان پوءِ يا هن ئي زندگيءَ ۾ ديوتائن جي صف ۾ شمار ٿيڻ ممڪن آهي. هن قسم جي اهڙن انسان ديوتائن لاءِ جيڪي سگهجي ٿو ته اهي جادوءَ جي زباني ۽ مذهب جي زباني جي وچ جي هڪ ڪڙي آهن. جيتوڻيڪ سڀ ديوتائن جا نالا رکيا ويا آهن ۽ هو ديوتائي شان و شوڪت جي نمائش ڪن ٿا، ته به سندن طاقتون، جن لاءِ عام طرح سمجهيو وڃي ٿو ته هو هلائين ٿا، سي اهي ئي آهن، جيڪي سندن پيشرو جادوگر، جون هونديون هيون. جادوگر وانگر، هنن ۾ به اها اميد رکي وڃي ٿي ته اهي پنهنجن ماڻهن کي مخالف جادو جنتر کان بچائيندا، بيماريءَ ۾ شفا ڏيندا، اولاد سان نوازيندا ۽ آب و هوا کي موافق بڻائي کين جهجهي خوراڪ مهيا ڪندا، ۽ پيون اهڙيون رسمون ادا ڪندا، جي ڌرتيءَ جي

آباديءَ ۽ جانورن جي نسل ۾ واڌاري آڻڻ لاءِ ضروري سمجهيون وينديون آهن. اهڙا ماڻهو، جن سان اهڙيون اعليٰ ۽ دور رس طاقتون وابسته ڪيون وينديون آهن، فطرتي طور پنهنجي ملڪ ۾ اعليٰ ترين منصبن جا مالڪ هوندا آهن، ۽ جيئن روحاني ۽ دنيوي معاملا هڪٻئي کان ڇڇي ايترو الڳ الڳ ڪونه ٿيا آهن، تيستائين هو ملڪي ۽ مذهبي معاملن ۾ وڏي ۾ وڏي اهميت ۽ اختياري رکن ٿا: مختصر طور، اهي هڪ ئي وقت بادشاه به آهن ۽ ديوتائون به آهن. چنانچه بادشاهن جي وجود جي چوڌاري جيڪو ديوتائي تصور ۽ شان موجود سمجهيو ويندو هو ۽ ويندو آهي، تنهن جون پاڙون انساني تاريخ ۾ تمام اونهيون کتل آهن، ۽ فطرت ۽ انسان جي متعلق معقول ۽ زياده مڪمل نظريو جيستائين انهن پاڙن جو رس چوسي انهن کي کوکلو ۽ بيڪار بڻائي، تيستائين طويل صدين جي گذرڻ جي ضرورت آهي.

يوناني ۽ لاطيني تهذيبن جي ڪلاسيڪي قديم زماني ۾ سنڌن بادشاهن جي حڪومت جو دور هڪ پراڻو قصو بڻجي چڪو هو، ان جي باوجود بادشاهن جي نسل، لقبن ۽ دعوائن جي ڳالهين مان هيءَ چيز ثابت ٿئي ٿي ته اهي پڻ خدائي حق جي تحت حڪومت ڪرڻ ۽ فوق البشر طاقتن هلائڻ جي دعويٰ ڪندا هئا. چنانچه اسين بنان ڪنهن غيرواجبي هٻڪ جي هيءُ قياس قائم ڪري سگهون ٿا ته نيميءَ جي پيلي وارو بادشاه جنهن جي شان وشوڪت کي زماني پٺي ڪوهي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو ۽ جو ان وقت ڪمبختيءَ جي ڏکئي دور مان گذري رهيو هو، مقدس بادشاهن جي هڪ طويل خاندان جو نمائندو هو، جن پنهنجيءَ رعايا کان نه فقط نئڙت ۽ نياز جو نذرانو حاصل ڪيو هو، پر انهن لاتعداد برڪتن جي عيوضي ۾، جن جي اهي هر خاص و عام تي بارش ڪندا هئا، انهن پنهنجن معتقدن کان خدا بنجي پنهنجي پوڄا پڻ ڪرائي هئي. آئريشيا واريءَ هڙيءَ ۾ ڊائنا جي مقدس فرض متعلق اسان کي جيڪا ٿوري گهڻي ڄاڻ حاصل آهي، تنهن مان

ثابت ٿئي ٿو ته ان کي ان جاءِ تي آباديءَ ۽ خاص طور ٻارن جي نعمت سان نوازيندڙ ديوي ڪري مڃيو ويندو هو. ان ڪري هن اندازي ڪرڻ ۾ اسين حق بجانب آهيون ته اهڙن اهم فرض جي ادائگيءَ ۾ هن کي سندس پوڄاري مدد ڪندو هو ۽ ٻئي ڄڻا مقدس شاديءَ جي صورت ۾ پهرين جي بادشاهه ۽ راڻيءَ جا ڪردار ادا ڪندا هئا، جنهن جو مقصد زمين کي موسم بهار جي رنگين گلن سان سينگارڻ ۽ خزان جي ڦلن سان ڀرڻ ۽ مردن ۽ عورتن کي تندرست ۽ تنومند اولاد سان نوازي سندن دلين کي بهار بهار ڪرڻ جو هو.

پلا جيڪڏهن نيمي پهرين جو پوڄاري نه فقط بادشاهه جو ۽ هڙيءَ جي ديوتا جو به ڪردار ادا ڪندو هو، ته پوءِ ته اسان کي هڪ هي سوال پڇڻ باقي آهي ته هو خاص طرح ڪهڙي ديوتا جي نمائندگي ڪندو هو؟ قديم زماني وارن جو جواب اهو آهي ته هو ڊائنا ديويءَ جي عاشق ۽ رفيق حيات، وربيئس، جو نمائندو هو. پر اها ڳالهه اسان جي ڪا خاص رهبري ڪانه ٿي ڪري، ڇو ته وربيئس جي نالي کان سواءِ اسان کي ان جي متعلق وڌيڪ ٻي ڪا به خبر چار ڪانهي. هڙيءَ ۾ جيڪا ويسٽا ديويءَ جي باه ٻرندي هئي، تنهن مان هن راز جو ڪجهه سراغ ملي ٿو. ڇو ته معلوم ٿئي ٿو ته يورپ ۾ آريه نسل وارن جون دائمي باهيون گهڻو ڪري رواجي طرح شاه بلوط جي ڪاٺين سان ٻاريون ۽ قائم رکيون وينديون هيون، ۽ خود روم ۾، جو نيميءَ کان گهڻو دور ڪونه هو، ويسٽا ديويءَ جي باه شاه بلوط جي سنهن ڪاٺين ۽ ٻنڊن سان ٻاري ويندي هئي، جيئن ويسٽا ديويءَ جي باه جي باقي بچيل اڌورن سڙيل ٽانڊن (جيڪي "جي ٻونيءَ" اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ رومي فورم جي کوٽاين مان دستياب ڪيا هئا) جي خوردبينيءَ سان ڪيل چڪاس جي نتيجن مان ثابت ٿيو آهي. پر مختلف لاطيني شهرن ۾ جيڪي رسمون ادا ڪيون وينديون هيون، تن ۾ هڪ عظيم يڪجهتي معلوم ٿئي ٿي؛ ان ڪري

بجا طور ھي نتيجو ڪڍي سگھجي ٿو ته لاطيني علائقي ۾ جتي به ويسٽا ديويءَ جي پاڪ پاري ويندي ھئي، تنھن ۾، روم وانگر، مقدس شاه بلوط جون ڪاٺيون پاريون وينديون ھيون. جيڪڏھن نيميءَ ۾ ائين ھو، ته پوءِ ھيءَ ڳالھ امڪان جي حد ۾ آھي ته اھو مقدس پيلو شاه بلوط جي وڻن جو قدرتي پيلو ھو، ۽ ان ڪري جنھن وڻ جي پيلي جو بادشاه پنھنجيءَ جان سان حفاظت ڪندو ھو، سو خود به ھڪ شاه بلوط جو وڻ ھو. درحقيقت "ورجل" جي چوڻ مطابق، اھو ھڪ سدا-سائو شاه بلوط جو وڻ ٿي ھو، جنھن مان ايئينس سونھري ڏاري ڀڃي ھئي. ھاڻي، شاه بلوط لاطيني ديوتائن جي سرتاج جيوپيٽر ديوتا جو مقدس وڻ ھو، ان ڪري ھي نتيجو لازمي طور نڪري ٿو ته پيلي جو بادشاه، جنھن جي زندگي ھڪ نموني شاه بلوط سان وابسته ھئي، ڪنھن ادني ديوتا جي نه، پر خود جيوپيٽر جي پنھنجي شخصيت جو ترجمان ۽ حامل ھو. گھٽ ۾ گھٽ جيڪي شھادتون مليون آھن، سي جيتوڻيڪ ٿوريون آھن، ته به اھي انھيءَ ئي نتيجي ڏانھن اشارو ڪري رھيون آھن. آلبا جي قديم سلوائي يا پيلائي خاندان وارا شاه بلوط جو تاج پھري ظاھري طرح لاطيني جيوپيٽر جي (جيڪو آلبن جبل جي چوٽيءَ تي رھندو ھو) طور طريقي ۽ طاقتن جو نقل ۽ استعمال ڪندا ھئا. اھو ناممڪن آھي ته پيلي جو بادشاه، جو جبل جي چوٽيءَ کان ٿوروئي ھيٺ مقدس شاه بلوط جي حفاظت ڪندو ھو، انھن سلوائي يا پيلاين جي قديم خاندان جو قانوني وارث ۽ نمائندو ھو. بھرحال جيڪڏھن آءٌ ھن قياس ڪرڻ ۾ صحيح آھيان ته ھن کي جيوپيٽر ديوتا جي انساني صورت تصور ڪيو ويندو ھو، ته پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته وربيئس، جنھن سان ڏند ڪٿا ان کي شناخت ڪري ٿي، جيوپيٽر ديوتا جي مڪاني صورت کان سواءِ، جنھن ۾ شايد ان کي پنھنجي اصلي صورت وارو سبز پيلي جو ديوتا سمجھيو ويندو ھو، ٻيو ڪجھ به ڪونه ھو. گھٽ ۾ گھٽ پوين دورن ۾ پيلي جو بادشاه شاه بلوط جي ديوتا

جيوپيٽر جو ڪردار ادا ڪندو هو - انهيءَ قياس جي سنڌس رفيقهٔ حيات، ڍائنا، جي چڪاس مان تصديق ٿئي ٿي؛ ڇو ته ٻن قسمن جا جداگانه دليل گڏجي هيءَ ڳالهه ثابت ڪن ٿا ته جيڪڏهن ڍائنا عام طور "ٻيلن جي راڻي" هئي، ته نيميءَ ۾ خاص طور هوءَ "شاه بلوط جي ديوي" هئي. ٻهرينءَ صورت ۾ ڪيس "ويستا" جو خطاب مليل هو، جنهنڪري انهيءَ حيثيت ۾ هوءَ "دائمي باه" جي مالڪيائي ۽ رکوالي هئي، جنهن جي متعلق هين يقين ڪرڻ لاءِ اسان ڪي سبب مليو آهي ته ان ۾ شاه بلوط جون ڪاٺيون ٻاريون ويندريون هيون. ۾ باه جي ديوي، جيڪي جلائو ڪاٺيون ان باه ۾ ٻرن ٿيون، انهن ڪان ڪا گهٽي دور ڪانهي؛ اوائلي خيال مطابق شايد شعلي ۽ انهيءَ ڪاٺ جي درميان جو شعلا پيدا ڪري ٿو، ڪو خاص فرق ڪونه هو. ٻيءَ صورت ۾ نيميءَ واري ايگيريا پري محض ڍائناديويءَ جو هڪ ٻيو روپ معلوم ٿئي ٿي، ۽ ايگيريا لاءِ خاطريءَ سان چيو ويو آهي ته اها هڪ "ڍرائڊ" يعني شاه بلوط جي هڪ پري هئي. اٽليءَ ۾ ڪن ٻين جاين تي هن ديويءَ جو گهر شاه بلوط سان ڇانيل جبلن تي هو. چنانچه آلگيڊس جبل، جو آلبن ٽڪرين جي هڪ شاخ آهي، قديم دور ۾ شاه بلوط جي سياه ٻيلن سان ڇانيل هوندو هو، جنهن ۾ ٻنهي قسمن جا، سدا ساوا ۽ مند تي ساوا ٿيندڙ، وڻ موجود هئا؛ سياري ۾، انهن ٽڏين ٽڪرين تي برف دير تائين پئي هوندي هئي؛ ۽ اتان جي شاه بلوط جي ويران ٻيلن ڪي اڄين ئي ڍائناديويءَ جو دلپسند آستانو سمجهيو ويندو هو، جيئن جديد زماني ۾ انهن ڪي ڌاڙيلن ۽ رهزنن جا آستانا سمجهيو پئي ويو آهي. هوڏانهن وري اٿيپنائين جبلن جي هڪ ڍڳهي ۽ اوچتي اڀرندڙ چوٽي، جنهن ڪي ٽفاٽا جبل سڏيو ويندو آهي، جو ڪاپوئا جي پٽيان ڪئمپانيا جي ميدانن تي محافظ جي صورت ۾ نهاريندو رهي ٿو، قديم دور ۾ سچو سدا ساون شاه بلوطن سان ڇانيل هو، جن ۾ ڍائناديويءَ جو هڪ مندر بيٺل هو؛ اها ئي جاءِ هئي، جتي "سُولا" ۾ هيٺ

ميدان ۾ ”ميرين“ قوم وارن کي شڪست ڏيڻ جي خوشيءَ ۾، ديويءَ جي شڪرگذاري ادا ڪئي هئي، ۽ هن پنهنجي ان احسان شناسيءَ جي تصديق طور اها ڳالهه پٿرن تي اڪرائي ڇڏي هئي، جا گهڻي زماني گذرڻ بعد به مندر ۾ ڏسي سگهبي هئي. بهرحال مختصر لفظن ۾، اسين هي نتيجو ڪڍي سگهون ٿا ته نيميءَ ۾ ٻيلي جو بادشاه جيوپيٽر ديوتا جو ڪردار ادا ڪندو هو، ۽ شاه بلوط جي ديويءَ، ڊائنا، سان انهيءَ مقدس هڙيءَ ۾ هم صحبت ٿيندو هو. انهن جي پراسرار وصل جو ڏورانهون پڙاڏو اسان جي ڪنن تائين نوما بادشاه ۽ ايگيريا پريءَ جي محبت جي صورت ۾ پهتو آهي، جن جي محبت ونڊڻ جو مقام، ڪن روايتن مطابق، انهن ٻي مقدس ٻيلن ۾ هو.

هن نظريي جي متعلق هڪ هيءُ اعتراض فطرتي طور اٿي سگهي ٿو ته جيوپيٽر جي رفيقهٔ حيات ڊائنا نه پر جيونو ديوي هئي، ۽ جيڪڏهن ڊائنا جو ڪو ٻي به نر ساٿي هو، ته پوءِ اها اميد رکي سگهجي ٿي ته ان جو نالو جيوپيٽر نه پر ڊائنس يا جانس هوندو، جن مان پويون نالو پهرئين جو محض هڪ بگڙيل نمونو آهي. اهو سڀڪجهه درست آهي، پر انهيءَ اعتراض کي هينءَ چئي ٽاري سگهجي ٿو ته ديوتائن جا اهي به جوڙا، جيوپيٽر ۽ جيونو هڪ طرف ۽ ڊائنس ۽ ڊائنا يا جانس ۽ جانا ٻئي طرف، هڪٻئي جا فقط نقل آهن ۽ سندن نالا ۽ فرائض پنهنجي اصليت ۽ ڪيفيت ۾ بلڪل هڪجهڙا آهن. جيستائين انهن جي نالن جو تعلق آهي، تيستائين اهي چارئي آريه ٻوليءَ جي ساڳئي ٻي لفظ ’ڊي‘ ($DI$) يعني ”روشن“ مان نڪتل آهن، جو انهن جي نسبتي يوناني ديوتائن، زيوس ۽ سندس پراڻي رفيقهٔ حيات ڊيئون، جي نالن ۾ موجود آهي. جيستائين سندن فرضن جو تعلق آهي، تيستائين جيونو ۽ ڊائنا ٻئي آباديءَ ۽ وير جون ديويون هيون، ۽ ٻنهي کي اڳي يا پوءِ چنڊ سان شناخت ڪيو ويو. جانس جي حقيقي فطرت ۽ فرضن جي باري ۾ دراصل قديم زماني جا ماڻهو پاڻ ٻي

حيران ھئا، ۽ جتي اھي پاڻ صاف نہ ھئا، اتي اسان کي خاطريءَ سان فيصلي ڪرڻ جي ضرورت ڪانھي. پر جنھن نظريي کي ”واروءَ“ پيش ڪيو آھي، تہ جانَس آسمان جو ديوتا ھو، تنھن کي نہ فقط اُن جي نالي ۽ آسماني ديوتا جيوپيٽر جي نالي جي لساني ھڪجھڙائيءَ مان، پر جيوپيٽر ديوتا جي ٻن زالن، جيونو ۽ جوچرنا ديوين، سان جيڪو سندس تعلق چيو وڃي ٿو، تنھن مان تقويت ملي ٿي. چو تہ ”جونونين“ جو لقب، جيڪو جانَس کي ڏنو ويو ھو، سو ٻنھي ڄڻن، ديوتا ۽ ديويءَ، جي درميان شاديءَ ڏانھن اشارو ڪري ٿو. ھڪ ٻيءَ روايت مطابق، جانَس پاڻيءَ جي پريءَ، جوچرنا، جو مڙس ھو، جنھن تي، ھڪ ٻيءَ روايت مطابق، جيوپيٽر ديوتا عاشق ھو. اُن کان سواءِ جانَس کي، ”جوو“ (جيوپيٽر) وانگر باقاعدي پڪاريو ويندو ھو ۽ ڪيس عام طور ”فادر“ (پيءُ) جي لقب سان سڏيو ويندو ھو. درحقيقت ھن جي مشابھت جيوپيٽر سان، نہ فقط عالم سينٽ آگسٽين جي منطق مطابق ثابت شده آھي، پر ھڪ ٻئي پڻ پوچاريءَ رچي پختي ويساه سان پڻ ظاھر آھي، جنھن ”جيوپيٽر ڍائنس“ جي ٽنھي نالي ۾ قرباني ڏني ھئي. شاه بلوط جي وڻ سان سندس تعلق جو نشان، ٽائيبر درياه جي ساڄي ڪناري واريءَ ٽڪريءَ، ”جنيڪيولم“، جي شاه بلوط جي پيلن ۾ اڄ بہ ڏسي سگھجي ٿو، جتي چيو وڃي ٿو تہ اطالوي تاريخ جي اوائلي زمانن ۾ جانَس حڪومت ڪندو ھو.

چنانچہ، جيڪڏھن آءٌ صحيح آھيان، يونانين ۽ اطالوين وٽ قديم ديوتائن جي ساڳئي جوڙي کي مختلف نالن، جھڙوڪ زيوس ۽ ڊيئون، جيوپيٽر ۽ جيونو، يا ڍائنس (جانَس) ۽ ڍائنا (جانا) سان سڏيو ويندو ھو، ۽ ديوتائن جي نالن جو مقصد ۽ مفھوم ساڳيو ٿي ھو، جيتوڻيڪ انھن جو نمونو ڪين پوچيندڙ ھرھڪ مخصوص قوم جي لب ولھجي ۽ ٻوليءَ مطابق مختلف ھو. پھريائين تہ جڏھن جدا جدا قومون ھڪٻئي جي نزديڪ رھنديون ھيون، تڏھن نالن جي فرق کان علاوه سندن ديوتائن ۾ ٿيو ڪو خاص

اختلاف ڪونہ هوندو، پر انهن قومن جي آهستي آهستي منتشر ٿيڻ ۽ نتيجي طور انهن جي هڪٻئي کان دوريءَ سبب انهن ديوتائن، جن کي هو پاڻ سان گڏ پنهنجن پراڻن وطنن کان کڻي آيا هئا، جي تصورات ۽ عبادت جي طريقن ۾ فرق پيدا ٿيڻ لازمي امر هو، تان جو ڪافي وقت گذرڻ کان پوءِ روايت ۽ رسم جي اختلافن پيدا ٿيڻ جي گنجائش پيدا ٿي هوندي ۽ اهڙيءَ طرح ديوتائن جي درميان ابتدائي نالي ماتر فرق ٿيندي ٿيندي حقيقي نوعيت اختيار ڪري ورتي هوندي. پوءِ جڏهن ثقافت ۽ تمدن جي تدريجي واڌاري سان وحشت ۽ باهمي علحدگيءَ جو طويل عرصو ختم ٿيندو ويو ۽ هڪ طاقتور قبيلي جي وڏنڊ سياسي اقتدار پنهنجن ڪمزور پاڙيسرين کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪري يا انهن کي دبائي هڪ قوم بنائڻ شروع ڪيو، تڏهن قوم جي جدا جدا شاخن پنهنجين ٻولين وانگر پنهنجن ديوتائن کي بہ آڻي هڪ مشترڪ مرڪز تي رکيو؛ چنانچہ امڪان آهي تہ اهي ساڳيا قديم ديوتائون جن کي سندن ابن ڏاڏن هڪٻئي کان الڳ ٿيڻ کان اڳ گڏجي پوڄيو هوندو، سي هينئر مختلف ٻولين ۽ مذهبي اختلافن جي زير اثر اهڙيون علحديون صورتون مستقل طور وٺي ويهي رهيا هوندا، جو سندن اصلي مشترڪ صورت شناخت ڪرڻ ناممڪن ٿي پيئي هوندي، ۽ پوءِ نيٺ اهي گڏيل قومي مندر ۾ قوم جي ڪثيرالتعداد ديوتائن جي صف ۾، پنهنجي مستقل، مخصوص ۽ انفرادي جڳهہ حاصل ڪري ويهي رهيا.

قريبي قبيلا جيڪي ڪافي عرصو هڪٻئي کان علحده رهيا، اهڙي طرح جو پيهر پاڻ ۾ اچي گڏيا ۽ قوم جي صورت ۾ ملي هڪ ٿي ويا، ان جي نتيجي طور هڪ تہ ديوتائن ۽ ديوين جي تعداد ۾ اضافو ٿيو ۽ ٻيو تہ بنيادي طور ساڳيا ديوتائون پنهنجين ديوين سميت ٻنهہ الڳ الڳ ديوين ديوتا ٻنهي هڪٻئي جي پاسي ۾ اچي ويٺا، ۽ اهو ئي سبب آهي، جو روبي مذهب ۾ جانس ۽ جيوپيٽر، ڊائنا ۽ جانا يا جونو هڪٻئي جي پاسي ۾ ويٺل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪم از ڪم

اهو نظريو ڪن عالمن جي هن راءِ کان زياده معقول ۽ ممڪن
نظر اچي ٿو ته 'شروعات ۾ جانس محض دروازن جو ديوتا هو ۽
بس'! اهڙي شان و شوڪت ۽ رعب تاب واري ديوتا، جنهن کي
روسي پوءِ ديوتائن جو ديوتا ۽ پنهنجو "ابو" ڪري تسليم ڪندا
۽ پوڄيندا هئا، پنهنجي زندگيءَ جو اهڙي معمولي (جيتوڻيڪ بيشڪ
معزز) چوڪيدار جي درجي کان وٺي آغاز ڪيو هوندو، بلڪل
غيرممڪن نظر اچي ٿو. اهڙيءَ پست شروعات واري ديوتا لاءِ
اهڙيءَ بلنديءَ جي مقام تي وڃي پهچڻ مشڪل معلوم ٿئي ٿو. هيءَ
ڳالهه زياده امڪان واري نظر اچي ٿي ته "جانوئا" (=دروازو) جو
لفظ "جانس" (ديوتا) مان نڪتو هجي، ۽ نه هيءَ ته "جانس"
"جانوئا" مان. اسان جي انهيءَ خيال جي خود "جانوئا" لفظ
تي غور ڪرڻ مان تائيد ٿئي ٿي. آريه نسل جي سڀني قومن
۾، هندستان کان وٺي آئرلئنڊ تائين، "دروازي" لاءِ گهڻو ڪري
هڪ ئي لفظ استعمال ٿئي ٿو. سنسڪرت ۾ ان کي "در"،
يونانيءَ ۾ "ٿورا" (*thura*)، جرمن ۾ "ٽور" (*Tur*)، انگريزيءَ ۾
"ڊور" (*door*)، قديم آئرش ۾ "ڊورس" (*dorus*)، ۽ لاطينيءَ ۾
"فورس" (*foris*) چيو وڃي ٿو. ان جي باوجود، "دروازي" جي
انهيءَ عام لفظ کان سواءِ، جو لاطيني پنهنجن آريه نسل جي
ڀائرن سان مشترڪ طور استعمال ڪندا هئا، انهن وٽ
"جانوئا" لفظ به مروج هو، جنهن جهڙو لفظ ٻيءَ ڪنهن به
انڊو-يورپي ٻوليءَ ۾ موجود ڪونهي. هيءَ لفظ جي صفتي صورت
معلوم ٿئي ٿي، جا اسم "جانس" مان نڪتل آهي. منهنجو هيءُ
قياس آهي ته لاطينين وٽ هيءَ رواج هوندو هو ته اهي جاءِ جي صدر
دروازي وٽ جانس ديوتا جو مجسمو يا ان جي علامت رکندا هئا،
ته جيئن داخلا واري جاءِ هڪ عظيم ديوتا جي حفاظت ۾ رهي.
اهڙيءَ طرح حفاظت ٿيل دروازي کي شايد "جانوئا فورس" يعني
"جانوئا وارو دروازو" ۽ انهيءَ محاوري کي آهستي آهستي مختصر
ڪري فقط "جانوئا" چيو ويندو هوندو، جنهن ۾ اسم "فورس"

پوشيده رکيل هوندو ۽ ان جو اظهار نہ ڪيو ويندو هوندو. انهيءَ منزل کان پوءِ، "جانوئا" لفظ جو "دروازي" جي معنيٰ ۾ استعمال، خواه دروازي جي حفاظت "جانس" جو مجسمو ڪندو هجي يا نہ، هڪ آسان ۽ فطرتي عبوري مرحلو آهي، جو خود بخود طي ٿي ويو هوندو.

جيڪڏهن انهيءَ قياس ۾ ڪا حقيقت آهي، تہ پوءِ ان طرح جانس ديوتا جي ٻن منهن واري مجسمي جي اصليت جي سمجهاڻي، جنهن گهڻي عرصي کان وٺي ڏند ڪٿائن جي ماهرن کي قياس آرايون ڪرڻ تي پئي مجبور ڪيو آهي، بلڪل آسانيءَ سان ملي وڃي ٿي. جڏهن گهرن ۽ شهرن جي دروازن کي جانس جي مجسمي جي حفاظت هيٺ رکڻ جو رواج عام ٿي ويو هوندو، تڏهن محافظ ديوتا لاءِ هڪ ئي وقت ٻنهي طرفن ڏانهن، اڳتي ۽ پٺتي، نهارڻ ضروري تصور ڪيو ويو هوندو، تہ جيئن ڪابہ شيءِ سندس تيز نظرن کان پوشيده نہ رهي. ڇو تہ جيڪڏهن محافظ ديوتا هميشه هڪ طرف نهاريندو رهندو تہ پوءِ هي تصور ڪرڻ آسان آهي تہ سندس پٺيئن پاسي کان ٻنان ڪنهن خوف ۽ خطري جي هر قسم جي شرارت ٿيڻ جو امڪان ۽ انديشو رهي. روم واري ٻن منهن واري جانس جي مجسمي جي متعلق هن سمجهاڻيءَ کي سوريناام جي اندروني علائقن وارن "بُش" حبشين جي ٻن منهن واري مجسمي جي رسم مان، جنهن کي اهي پنهنجي ڳوٺ جي منهن وٽ بطور محافظ جي رکندا هئا، تقويت ملي ٿي. اهو مجسمو ڪاٺ جو هڪ وڏو بنڊ هوندو آهي، جنهن جي ٻنهي پاسي هڪڙي انساني صورت بي ڍولي نموني اڪريل هوندي آهي. اهو بت هڪ اهڙي صدر دروازي تي بيٺل هوندو آهي، جو ٻن آڏين ٿنڀن مٿان هڪ آڏو ٿنڀ رکي ٺاهيو ويندو آهي. مجسمي جي پرسان، شيطان کي دور رکڻ جي ارادي سان، گهڻو ڪري هڪ اڇي اڳڙي رکيل هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن وري هڪ ڪاٺڙي بہ رکي هوندي آهي، جنهن جو مقصد ڏندي يا ٻئي ڪنهن هٿيار جي موجودگيءَ جو هوندو آهي. ان کان سواءِ آڏي ٿنڀ مان هڪ ننڍو ٿنڀ هوا

۾ لڪيل هوندو آهي، جنهن مان ڪنهن به اهڙي بد روح کي ستي تي ڏک ڏوکڻ جو مفيد ڪم ورتو ويندو آهي، جو صدر دروازي کي پار ڪرڻ جي همت ڪندو آهي. صاف ظاهر آهي ته سورينام جي حبشين جي گوٺن جي دروازن وٽ اهو ئي مٽيءَ جو مجسمو جانس جي. پر منهن وارن مجسمن سان قريبي مشابهت رکي ٿو، جي هڪ هٽ ۾ لٽ ۽ پٽيءَ ۾ ڪنجي جهلي، روسي درن ۽ صدر دروازن وٽ محافظن جي حيثيت ۾ چوڪيداري ڪندا هئا. هن باري ۾ اسان کي ڪنهن به شڪ ڪرڻ جي گنجائش ڪانهي ته پنهي حالتن ۾ ديوتائن جي ٻه طرفي منهن جو ساڳيو مطلب آهي، جنهن مان محافظ ديوتا جي چوڪسيءَ ۽ هوشياريءَ جو اظهار ٿئي ٿو، جو روحاني دشمنن تي هڪ ئي وقت اڳيان ۽ پٺيان اک رکندو هو ۽ انهن کي اتي جو اتي ڏنبڻ ڏوکڻ لاءِ تيار بيٺو رهندو هو. ان ڪري اسان انهن ڏکين ۽ غير مطمئن سمجهاڻين کي آسانيءَ سان نظرانداز ڪري سگهون ٿا، جن سان "اوود" جي چوڻ مطابق، چالاڪ جانس ديوتا بذات خود هڪ پريشان رومي سوال ڪندڙ کي تاري ڇڏيو هو.

انهن نتيجن کي نيميءَ جي پوڄاريءَ سان وابسته ڪرڻ لاءِ، اسين هي تصور ڪري سگهون ٿا ته ڏائنا جي نر سائيءَ جي حيثيت ۾ هو جيوپيٽر جي نه پر ڏائنس يا جانس جي نمائندگي ڪندو هو؛ پر قديم زماني ۾ انهن ديوتائن جي درميان رکيو نالن جي اچاري فرق کان زياده ٻيو ڪو خاص فرق ڪونه هو، جنهن جو سندن آسمان، گجگوڙ ۽ شاه بلوط جي ديوتا هئڻ جي اهم فرضن تي عملي طور ڪو خاص اثر پيو هجي. انهيءَ ڪري اهو ئي موزون هو ته هن ديوتا جو نيميءَ وارو انساني نمائندو شاه بلوط جي هڙيءَ ۾ ئي گذاري، جيئن اسان کي معلوم ٿي چڪو آهي ته درحقيقت ائين ئي هو. هن جو ٻيلي جي بادشاه جو خطاب صاف ظاهر ڪري ٿو ته جنهن ديوتا جي هو خدمت ڪندو هو، سو خاص طور ٻيلي سان ئي وابسته هو، ۽ جنهن صورت ۾ مٿس

فقط اهو ماڻهو حملو ڪري سگهندو هو، جنهن هڙيءَ سان پهريائين ھڪڙي خاص وڻ جي ٽاري پٽي هوندي هئي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته هن جي زندگي خاص انهيءَ مقدس وڻ جي حياتيءَ سان ئي وابسته هئي. چنانچه هو آريه قوم جي عظيم شاه بلوط جي ديوتا جي نه فقط خدمت ڪندو هو، پر هو ان کي پاڻ ۾ موجود به سمجهندو هو ۽ شاه بلوط جي ديوتا جي حيثيت ۾ شاه بلوط جي ديويءَ سان ئي جنسي صحبت ڪندو هوندو، خواه اها ديوي ايگيريا جي نالي سان مشهور هئي يا ڊائنا جي. بهرحال انهن جو مڪمل وصل زمين جي آباديءَ ۽ ماڻهن ۽ حيوانن جي نسلي افزائش لاءِ ضروري تصور ڪيو ويندو هوندو. تنهن کان سواءِ جيئن ته شاه بلوط جو ديوتا آسمان، گجگوڙ ۽ مينهن جو پڻ ديوتا هو، تنهنڪري سندس انساني نمائندي کان، متعدد ٻين خدائي بادشاهن وانگر، ڪڪرن کي ڪٺي ڪرڻ، گجگوڙ کان ڏڏڪا ڪرائڻ ۽ موزون موسم ۾ مينهن کي نازل ڪرڻ جي تقاضا ڪئي ويندي هئي، ته جيئن ٻنيون ۽ چمن ميويدارٿين ۽ چراگاه سائي گاه ۽ ٻوٽن سان ڀرجي وڃن. اهڙن اعليٰ طاقتن جو مشهور معروف مالڪ درحقيقت وڏيءَ اهميت جو مالڪ هوندو. آستاني جي سر زمين تي جيڪي عمارتن ۽ پيش ڪيل قربانين ۽ نذرانن جا پڳل ٽنل ۽ قتل نشان لڌا ويا آهن، سي قديم مصنفن جي شهادتن سان ملي ثابت ڪن ٿا ته پوين دورن ۾ اهو اٽليءَ جو عظيم ترين ۽ هر خاص و عام جي پوڄا جو وڏي ۾ وڏو آستانو هوو. قديم زماني ۾ به جڏهن آسپاس وارو ميداني علائقو اڃا انهن ننڍين ننڍين قومن ۾ تقسيم ٿيل هو، جي لاطيني برادريءَ ۾ شامل هيون، ان وقت به اهو مقدس پيلو انهن جي مشترڪ عبادت ۽ حفاظت جي جاء هئي ۽ جهڙيءَ طرح ڪمبوڊيا جا بادشاه "پاڻي ۽ باهه جي پر اسرار بادشاهن" ڏانهن خط لستوائي پيلن جي دور [illegible] ۽ گهگهه موڪليندا هئا، تيئن اسان کي يقين ڪرڻ گهرجي ته وسيع لاطيني ميدانن جي هر طرف کان اطالوي

زائرين جون اکيون ۽ قدم انهيءَ مقدس جاءِ ڏانهن ئي کڄندا رهندا هئا، جتي ائپينائين جبلن جي ڦڪي نيلي رنگ يا دور کان نظر ايندڙ سمنڊ جي تيز نيلي رنگ جي مقابلي ۾ آلبن جبلُ، جو ئي نيميءَ جي پر اسرار پوڄاريءَ ۽ پيلي جي بادشاه جو گهر هو، پنهنجي شان و شوڪت سان انهن کي پاڻ ڏانهن پڪاريندو رهندو هو. اتي، سبز پيلن جي درميان ۽ ويران ٽڪرين جي ماٿري پاڻيءَ جي پاسي ۾، شاه بلوط، گجگوڙ ۽ وسندڙ آسمان جي ديوتا جي قديم آريائي پوڄا، پنهنجي اصلوڪيءَ، اڻ بگڙيل ۽ قريباً غيرمهذب ۽ اڻ سڌريل صورت ۾، انهيءَ زماني کان ٻ گهٽو پوءِ هلندي آئي، جڏهن هڪ عظيم سياسي ۽ نظرياتي انقلاب لاطيني مذهب جي دارالخلافه کي پيلي کان شهر ڏانهن ۽ نيميءَ کان روم ڏانهن منتقل ڪري چڪو هو.

# باب سترهون

## بادشاهيءَ جو ٻار

**١ - بادشاهن ۽ پوڄارين تي بندشون:-** قديم معاشري جي ڪنهن منزل تي بادشاه يا پوڄاريءَ کي گهڻو ڪري فوق الفطري طاقتن سان نوازيل يا ديوتا جو اوتار سمجهيو وڃي ٿو، ۽ انهيءَ اعتقاد جي مدِنظر فطرت جي نظام کي ٿوريءَ يا گهڻيءَ حد تائين سندس ضابطي هيٺ سمجهيو وڃي ٿو ۽ کيس ناخوشگوار هوا، فصلن جي ناڪاميءَ ۽ ٻين اهڙين ناگهاني آفتن لاءِ ذميدار ٺهرايو وڃي ٿو. ڀانئجي ٿو ته ڪنهن حد تائين اهو فرض ڪيو وڃي ٿو ته فطرت مٿان بادشاه جو قبضو ۽ ضابطو، سندس رعيت ۽ ٻانهن وانگر، سندس ڪن خاص قسم جي ارادي فعلن ذريعي عمل پذير ٿئي ٿو، ۽ ان ڪري جيڪڏهن خشڪسالي، قحط، بيماري يا طوفان رونما ٿين ٿا، ته ماڻهو انهيءَ بدبختيءَ کي بادشاه جي بيپرواهيءَ، غفلت يا سندس ٻئي ڪنهن ڏوهه ڏانهن منسوب ڪن ٿا، ۽ کيس ڇهڪن ۽ قيد و بند جي سزا ڏين ٿا، يا جيڪڏهن هو اڃا به ضد تي اڙجي بيهي ٿو ته ان صورت ۾ کيس تخت تان لاهين ٿا يا قتل ڪن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن وري، فطرت جي نظام کي بادشاه جي زير حڪم تصور ڪرڻ سان گڏوگڏ، ان کي جزوي طور ان جي ارادي کان آزاد سمجهيو وڃي ٿو. سندس جسم کي، جيڪڏهن ان ڳالهه کي هينءَ بيان ڪري سگهجي، ڪائنات جو مقناطيسي ۽ برقي مرڪز سمجهيو وڃي ٿو، جنهن مان قوت جون لهرون آسمان ۽ فضا ۾ هر طرف ڦهلجي وڃن ٿيون، جنهنڪري هن جي ڪابه حرڪت - سندس مٿي جو ڦرڻ يا هٿ جو کڄڻ - فطرت جي ڪنهن نه ڪنهن حصي کي فوري طور متاثر ڪري، ان کي

بريءَ طرح توازن کان ٻاهر ڪڍي وجهي ٿو. هو جهنگل جو اهو نقطو آهي، جنهن تي ڪائنات جو توازن قائم آهي؛ ۽ هن جي طرفان ذري جيتري بي قاعدگي انهيءَ نازڪ توازن کي درهم برهم ڪري سگهي ٿي. ان ڪري هن جي گهڻي کان گهڻي خبرداري ڪرڻ لازمي آهي، ۽ ان سان گڏ ڪيس به پنهنجيءَ ذات لاءِ وڏو احتياط ڪرڻ گهرجي. سندس سڄيءَ زندگيءَ کي، باريڪ ترين تفصيلن تائين، اهڙيءَ تنظيم سان هلائڻو آهي، جو ان جو ڪوبه ارادي يا غير ارادي فعل فطرت جي مقرر ٿيل نظام ۾ ٽلاطم يا افرا تفري پيدا نه ڪري وجهي. اهڙي طبقي جي باڊشاهن منجهان "ميڪاڊو" يا "ڊيري"، (جپان جو روحاني شهنشاه) هڪ معياري مثال آهي، يا اڳي هوندو هو. هو سورج ديويءَ جو اوتار آهي، جا ڪائنات تي، جنهن ۾ ديوتائون ۽ انسان شامل آهن، حڪومت ڪري ٿي، سال ۾ هڪ دفعو سڀيئي ديوتائون ساڻس ملاقات ڪرڻ لاءِ وٽس ايندا آهن ۽ سڄو مهينو سندس حضور ۾ حاضر رهندا آهن. انهيءَ مهيني جي دوران، جنهن جي نالي جي معنيٰ ئي آهي "ديوتائن کان خالي" مهينو، ڪوبه مندرن ۾ ڪونه ويندو آهي، ڇو ته عام اعتقاد مطابق اهي ويران هوندا آهن. ميڪاڊو کي سندس رعايا طرفان "ظاهر ديوتا" يا وري "ديوتا جو جيئرو اوتار" جو خطاب مليلدو آهي، جنهن کي هو پنهنجن شاهي اعلانن ۽ فرمانن ۾ ڪليءَ طرح استعمال ڪندو آهي؛ هو جپان جي سڀني ديوتائن مٿان عام ضابطي ۽ اختيار جي دعويٰ ڪندو آهي. مثال طور سنه ۶۴۶ع جي هڪ شاهي فرمان ۾ شهنشاه کي "زنده ديوتا، جو ڪائنات تي حڪومت هلائي ٿو" بيان ڪيو ويو آهي.

ميڪاڊو جي زندگيءَ جي طور طريقي بابت اٽڪل ٻه سو سال اڳ هيٺيون تفصيل تحرير ڪيو ويو هو:

"اڄ ڏينهن تائين انهيءَ خاندان جي شهزادن کي ۽ زياده تر انهن کي، جي تخت تي ويهندا آهن، بذات خود انتهائي مقدس هستيون تصور ڪيو ويندو آهي، ۽ کين جنم کان وٺي 'پوپ' سمجهيو ويندو آهي. پنهنجيءَ رعيت جي دلين ۾ اهڙن 'فائديمند'

نظرين ۽ خيالن کي قائم رکڻ لاءِ، ڪين پنهنجن مقدس وجودن
جي غير معمولي خبرداري ڪرڻي پوندي آهي ۽ اهڙا ڪم ڪرڻا
پوندا آهن، جي جيڪڏهن ٻين ملڪن جي معيارن سان ڀيٽيا وڃن،
ته اهي هوند ڪل جهڙا ۽ بدتميزيءَ وارا معلوم ٿين. انهن منجهان
ڪن جو هتي ذڪر ڪرڻ بيجا نه ٿيندو. ميڪاڊو سمجهندو
آهي ته زمين کي پيرن سان ڇهڻ هن جي تقدس ۽ شان شوڪت
جي خلاف ٿيندو، ان سبب ڪري هو جڏهن به ڪنهن طرف
وڃڻ جو ارادو ظاهر ڪندو آهي، تڏهن ڪيس ماڻهن جي ڪلهن
تي چاڙهي اوڏانهن نيو ويندو آهي. ان کان به زياده، هو هيءَ
ڳالهه برداشت نه ڪندا آهن ته سندس مقدس جسم کي ٻاهران
جي ڪا هوا لڳي، ۽ سج کي هرگز پنهنجي مٿي تي چمڪڻ جي لائق
ڪونه سمجهندا آهن. هن جي بدن جي سيني حصن سان اهڙو
ته تقدس وابسته ڪيو ويندو آهي، جو ڪيس پنهنجن وارن يا ڏاڙهيءَ
يا نهن کي وڍڻ جي جرئت ڪانه ٿيندي آهي. بهرحال، هن
انديشي کان ته متان سندس جسم ميرو ۽ گدلو ٿي وڃي، ڪيس
رات جو ننڊ ۾ وهنجاريو ويندو آهي، ڇو ته هو چوندا آهن ته
هن جي جسم کان جيڪا به شيءِ اهڙيءَ حالت ۾ جدا ڪئي وڃي ٿي،
سا چوري ڪئي ٿي وڃي، ۽ اهڙي چوري سندس تقدس ۽ شان جي خلاف
نه ٿي ٿي سگهي. قديم زماني ۾ هن کي هر روز صبح جو چند ڪلاڪن
لاءِ مٿي ۾ شاهي تاج وجهي تخت تي ويهڻو پوندو هو، پر ڪيس
بلڪل هڪ مجسمي وانگر ساڪت ۽ جامد ويهڻو پوندو هو، ته جيئن
سندس هٿ يا پير، مٿو يا اکيون ۽ جسم جو ڪوبه حصو حرڪت
نه ڪري، ڇو ته انهيءَ طريقي سان سمجهيو ويندو هو ته هو پنهنجي
سلطنت ۾ صلح ۽ سانت قائم رکي سگهندو. جيڪڏهن بدقسمتيءَ
سان هو هيڏانهن يا هوڏانهن ڦريو ڦريو، يا هن پنهنجي مملڪت جي
ڪنهن هڪ طرف ڪجهه لاڳيتو توجهه سان ڏٺو، ته ماڻهن کي اهو خوف
وراڻي ويندو هو ته انهيءَ سبب ڪري ملڪ ۾ جنگ، ڏڪار،
باهه يا ٻي ڪا اهڙي آفت نازل ٿيندي، جا ملڪ کي تباهه و برباد

ڪري ڇڏيندي. پر پوءِ جڏهن هيءَ ڳالهه معلوم ڪئي ويئي ته شاهي تاج ٿي هو، جنهن جي هڪ ڪني ڀڄڻ يا ڀڄڻ سبب سلطنت ۾ صلح سانت قائم رهي سگهندو، تڏهن اهو ضروري سمجهيو ويو ته پادشاه جي مقدس جسم کي، جو فقط والدڪائيءَ ۽ مسرت لاءِ مخصوص هو، انهيءَ ڪري فرض کان مستثنيٰ قرار ڏنو وڃي، ۽ ان ڪري هينئر روزانو صبح جو تخت مٿان وڳو تاج رکيو ويندو آهي. هن جو کاڌو هر وقت نون برتنن ۾ ٺهڻ گهرجي، ۽ ميز تي نين رڪابين ۾ اچڻ گهرجي؛ ٻنهي قسمن جا برتن تمام صاف هوندا آهن، پر ساڳئي وقت اهي رواجي مٽيءَ جا ٺهيل هوندا آهن، ته جيئن انهن کي هڪ دفعي استعمال ڪرڻ کان پوءِ گهٽ خرچ کان سواءِ ڀاسي ڪري يا ٽوڙي سگهجي. گهڻو ڪري انهن کي هن انديشي سبب ٽوڙيو ويندو آهي ته متان اهي ڪن کي دستياب ٿي وڃن، ڇو ته هو مذهبي طور هي يقين رکن ٿا ته جيڪڏهن ڪو به رواجي ماڻهو انهن برتنن منجهان کائڻ جي جسارت ڪندو ته سندس وات ۽ ڳلو سڄي ۽ سڙي پوندا. 'ڊيري' جي پاڪ ڪپڙن کان به ساڳئي نموني جي بري اثر جو ڊپ ٿيندو آهي، ڇو ته هنن جو ايمان آهي ته جيڪڏهن ڪو عام ماڻهو انهن کي شهنشاه جي خاص حڪم يا اجازت بغير پائيندو، ته سندس جسم جي سيني حصن ۾ سوڄ ۽ سور پيدا ٿي پوندو." ان باري ۾ ميڪادو متعلق هڪ زياده اوائلي بيان هن طرح سان آهي: "زمين کي پير سان ڇهڻ به هو پنهنجي لاءِ هڪ شرمساري ۽ بيعزتي تصور ڪندو هو؛ سج ۽ چنڊ کي ته سندس مٿي تي چمڪڻ جي اجازت ئي ڪانه هئي. سندس جسم جي ڪابه نجاست، ڪانئس جدا ڪانه ڪئي ويندي هئي، ۽ سندس وار، ڏاڙهي يا نهن وڍيا ڪونه ويندا هئا. هو جيڪي به کائيندو هو، سو نون برتنن ۾ پچايو ويندو هو."

ساڳيءَ طرح پوڄاري-پادشاه يا ديوتا-پادشاه جهنگليپڻي جي هيٺين سطح تي بيٺل آفريڪا جي مغربي ساحل تي رهندڙ ماڻهن

۾ ڏٺا وڃن ٿا. لوئر گائنا ۾ ڪيپ پاڊران جي پرسان، شارڪ پائنٽ وٽ، ”ڪوڪولو“ نالي هڪ اهڙو پوڄاري بادشاه پيلي جي تنهائيءَ ۾ رهي ٿو. هن کي ڪنهن به عورت کي هٿ لائڻ جي اجازت ڪانهي ۽ نه وري هو پنهنجو گهر ئي ڇڏي ٿو سگهي؛ درحقيقت هن کي پنهنجي ڪرسي به ڇڏڻي ناهي، جنهن ۾ هن کي ننڊ به ويٺي ويٺي ڪرڻي پوندي آهي، ڇو ته جيڪڏهن هو ليٽي پوندو ته هوا ڪانه لڳندي ۽ جهازراني بيهجي ويندي. هو طوفانن کي باقاعدگيءَ سان هلائيندو آهي ۽ عام طرح فضا ۾ هڪ خوشگوار توازن قائم رکندو آهي. ٽوگو ۾، اگو جبل تي ”باغبا“ نالي هڪ ديوتا يا ”روح“ رهندو آهي، جو آسپاس جي سڄي ملڪ لاءِ وڏيءَ اهميت جو مالڪ آهي. مينهن وسائڻ ۽ بند ڪرڻ جي طاقت هن ڏانهن منسوب ڪئي ويندي آهي ۽ هو ئي هوائن جو آقا ۽ مالڪ آهي، جن ۾ ملڪ جي اندروني علائقن کان ايندڙ ”هرماٽن“ نالي خشڪ ۽ گرم هوا به شامل آهي. هن جو جيڏرو جاڳندو پوڄاري جبل جي سڀني کان زياده اوچيءَ چوٽيءَ تي هڪ گهر ۾ رهندو آهي، جتي هو هوائن کي وڏن مٽن ۾ بند ڪري رکندو آهي. مينهن لاءِ درخواستون به کيس ئي ڪيون وينديون آهن، ۽ هو اهڙن تعويذن مان وڏي ڪمائي ڪندو آهي، جي چيتن جي ڏندن ۽ ننهن مان ٺهيل هوندا آهن. ان جي باوجود، جيتوڻيڪ سندس طاقت وڏي آهي ۽ هو ملڪ جو حقيقي سردار آهي، ”ديوتا“ يا ”روح“ جي قانون مطابق هو ڪنهن به وقت جبل تان هيٺ لهي نٿو سگهي ۽ هن کي پنهنجي سڄي زندگي ان جي چوٽيءَ تي گذارڻي آهي. سال ۾ هن کي فقط هڪ دفعو هيٺ اچڻ ۽ بازار مان خريداريون ڪرڻ جي اجازت مليل هوندي آهي؛ پر ان صورت ۾ به هن کي ڪنهن فاني انسان جي جهوپڙيءَ اندر پير پائڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي، ۽ کيس انهيءَ ڏينهن ئي پنهنجي جلاوطنيءَ واري مقام ڏانهن واپس وڃڻو پوندو آهي. ٻوڻن ۾ حڪومت جو ڪاروبار ننڍن سردارن کي هلائڻو پوندو آهي، جن جو

تقرر هو پاڻ ڪندو آهي. مغربي آفريڪا جي ڪانگو بادشاهيءَ ۾ هڪ اعليٰ سردار رهندو هو، جنهن کي ”چتومي“ يا ”چتومبي“ سڏيو ويندو هو ۽ جنهن کي اتان جا حبشي زمين جو ديوتا ۽ آسمان ۾ ڪل خوراڪ جو مالڪ ڪري مڃيندا هئا. چنانچه پنهنجن نون فصلن جي وٽ ڪرڻ کان اڳ، هو زمين جا پهريان ڦل کيس پيش ڪندا هئا، جو ته کين ڏپ رهندو هو ته جيڪڏهن هو الهيءَ قانون جي خلاف ورزي ڪندا ته مٿن بي پناهه ۽ متعدد مصيبتون نازل ٿينديون. جڏهن به هو پنهنجيءَ سرحد اندر ڪن جاين جي دوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي قيامگاه کان ٻاهر ويندو هو، تڏهن جيتري عرصي تائين هو ٻاهر هوندو هو، تيتر سڀني ماڻهن کي جنسي صحبت کان سخت پرهيز ڪرڻي هوندي هئي. چو ته ائين سمجهيو ويندو هو ته ان باري ۾ هڪ دفعو به پرهيز نه ڪئي ويئي، ته اهو فعل هن لاءِ مهلڪ ثابت ٿيندو، ۽ جيڪڏهن هو قدرتي موت مرندو ته هو سمجهندا هئا ته سڄي دنيا هن سان گڏ ناس ٿي ويندي، ۽ هيءَ ڌرتي جنهن کي فقط هو ئي پنهنجيءَ قوت ۽ قابليت سان جهليو بيٺو هو، هڪدم نيست و نابود ٿي ويندي. نئين دنيا (آمريڪا) جي نيم وحشي قومن ۾، هسپانوي فتوحات واري وقت ۾، جيان جهڙيون مذهبي يا مطلق العنان حڪومتون سوجود ڏٺيون ويئون هيون، خاص طرح زاپوٽيڪ قبيلي وارن جو وڏو پوڄاري-سردار ميڪاڊو سان هڪ قريبي متوازي مثال پيش ڪندو نظر اچي ٿو. اهو روحاني آقا، جو اتان جي بادشاه جو هڪ طاقتور رقيب هو، بادشاهيءَ جي مکيه شهرن مان ”يوپئا“ نالي هڪ شهر ۾ مطلق العنانيءَ سان حڪومت هلائيندو هو. اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته هن کي جيڪو احترام ڏنو ويندو هو، تنهن جو وڏائي بيان ڪرڻ ناممڪن آهي. هن کي اهڙو ديوتا سمجهيو ويندو هو، جنهن جي بار کڻڻ لاءِ زمين ۽ جنهن جي مٿان چمڪڻ لاءِ سج لائق ڪين هئا. جيڪڏهن هو زمين کي پنهنجي پير سان ئي ڇهي وجهندو هو، ته جڻ هن پنهنجي تقدس

جي توهين ڪري وڌي؛ جيڪي عملدار هن جي پالڪيءَ کي پنهنجن ڪلهن تي کڻي هلندا هئا، سي ملڪ جي اعليٰ ترين خاندانن جا فرد هوندا هئا. پنهنجي آسپاس ڪنهن به چيز ڏانهن هو اک کڻي به نه نهاريندو هو؛ ۽ جيڪي به ڪنهن سندس سامهون اچي ويندا هئا، سي هڪدم اونڌا تي ڌرتيءَ ڏانهن منهن ڪري هيٺ ڪري پوندا هئا، ڇو ته ڪين ڏيپ ٿيندو هو ته جيڪڏهن هو سندس شاهي کي به ڏسي وجهندا، ته موت سندن خاتمو آڻي ڇڏيندو. زاپوٽيڪ پادرين ۽ خاص طور پوڄاري-سردار مٿان "پرهيز جو قانون" باقاعدگيءَ سان عائد رهندو هو، پر "سال جي ڪن خاص ڏينهن تي، جن کي گهڻو ڪري محفلن ۽ ناچ ڳائڻ سان ملهايو ويندو هو، هن کي نشي ڪرڻ جي اجازت هوندي هئي. پوءِ انهيءَ نيم بيهوشيءَ جي عالم ۾، جڏهن هو زمين ۽ آسمان وارن ڪان بي تعلق هوندو هو، تڏهن قبيلي جي سڀني ڪان زياده خوبصورت ڪنوارين ڇوڪرين منجهان هڪ، جا ديوتا جي خدمت لاءِ مخصوص ٿيل هئي، هن کي ڏني ويندي هئي." جيڪڏهن انهيءَ وصل مان ڪو ڪيس پاڙ ڄمندو هو، سو پٽ هوندو هو، ته ان جي شاهي نسل وارن شهزادن وانگر تربيت ڪئي ويندي هئي، ۽ سڀني ڪان وڏي پٽ کي پيءُ جي سرداريءَ وارو ورثو ملندو هو. انهيءَ سردار سان جيڪي فوق الفطري طاقتون وابسته ڪيون وينديون آهن، تن جو خاص طرح ڪوبه ذڪر ڪيل ڪونهي، پر اهي شايد ميڪادو يا چتوميءَ جي طاقتن سان ئي مشابهت رکندڙ هونديون.

جيان ۽ اولهه آفريڪا وانگر دنيا جي جنهن به حصي ۾ ائين سمجهيو ويو آهي ته قدرت جو نظام يا خود دنيا جو وجود بادشاه جي يا پوڄاريءَ جي زندگيءَ سان وابسته آهي، اتي ظاهر آهي ته سندس معتقدن ۽ رعايا لاءِ هو بي انتها رحمت جي سرچشمي هئڻ سان گڏ بي انتها خطري جو باعث به ضرور هوندو. هڪ طرف ماڻهو ميڻهن ۽ آس لاءِ ان جي شڪرگذاري ڪن ٿا، جن

تي ڏرتيءَ جا ميوا پلجي وڏا ٿين ٿا، انهيءَ هوا لاءِ هن جا ٿورائتا آهن، جا هنن جي جهازن کي ڪناري پيڙو اچي ڪري ٿي؛ حتيٰ ڪ سندن پيرن هيٺان سخت ۽ نهريءَ زمين لاءِ به هن جا احسان مند رهن ٿا، پر هو جيڪي به ڏئي ٿو، ان کان انڪار به ڪري سگهي ٿو. فطرت جو هن جي شخصيت تي اهڙو ته قريبي انحصار آهي، ۽ فطرتي قوتن جي نظام جو، جنهن جو هو مرڪز آهي، اهڙو ته نازڪ توازن آهي، جو هن جي طرفان ذري جيتري به لغزش يا بي قاعدگي اهڙو لرزو پيدا ڪري سگهي ٿي، جو سڄيءَ زمين ۾ ان جي بنيادن تائين زلزلو اچي سگهي ٿو، ۽ جيڪڏهن بادشاه جي ٿوريءَ حرڪت سبب قدرت ۾ ايتريقدر خلل اچي سگهي ٿو، ته پوءِ هيءَ تصور ڪرڻ آسان آهي ته ان جو موت ڪهڙو نه زبردست پائيتال پيدا ڪري سگهندو. ڇتوسيءَ جو قدرتي موت، جيئن مٿي ڏسي آيا آهيون، سڀني شين جي نيست و نابود ٿيڻ جو سبب سمجهيو ويندو هو. ان ڪري ظاهر آهي ته پنهنجيءَ سلامتيءَ جي صدقي، جا ڪنهن به وقت بادشاه جي ڪنهن بي خيالي ڪم يا، ان کان به زياده، سندس موت سبب جوکي ۾ اچي سگهي ٿي، ماڻهو پنهنجي بادشاه يا پوڄاريءَ کان ضرور انهن قانونن تي سختيءَ سان عمل ڪرائيندا، جن تي سندس سلامتيءَ ۽ ان جي نتيجي طور سندس رعيت ۽ سڄيءَ ڪائنات جي سلامتيءَ جو دارومدار سمجهيو ويو ٿو، ان جي برعڪس، انهن جو بادشاه محض پنهنجي رعايا لاءِ زنده رهي ٿو، هن جي زندگي فقط اهڙي وقت تائين قيمتي آهي، جيستين هو پنهنجن ماڻهن جي فائدي لاءِ فطرت جي نظام کي پنهنجي زير حڪم هلائي، ۽ پنهنجي منصب جا فرض ادا ڪري سگهي ٿو. جيئن ئي هو ائين ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿئي ٿو، تيئن اها خبرداري، اهو پيار، ۽ اهو مذهبي نياز ۽ نئڙت، جن جي اهي سندس مٿان بارش ڪندا رهندا هئا، هڪدم بند ڪيا وڃن ٿا، ۽ سندن سڀ نيازمنديون ۽ فرمانبرداريون نفرت ۽ حقارت ۾ تبديل ٿي وڃن ٿيون؛ ڪيس

هڪدم شرمسار ۽ بي عزت ڪري معطل ڪيو ويو ٿو، ۽ جيڪڏهن سندس حياتي بچائي وڃي ٿي، ته ان لاءِ ڪيس واقعي پنهنجي ماڻهن جو شڪرگذار رهڻ گهرجي؛ هڪڙي ڏينهن ديوتا وانگر سندس پوڄا ڪئي وڃي ٿي، ته ٻئي ڏينهن ڪيس هڪ مجرم وانگر قتل ڪيو وڃي ٿو. پر ماڻهن جي انهيءَ ڦريل روش ۾، ڦيرالي طبيعت يا ذهنيت جي بدل سدل جو ڪو هٿ ڪونهي، ان جي بلڪل برعڪس سندن اها چال بلڪل مستقل مزاجيءَ تي مبني آهي. جيڪڏهن سندن بادشاه انهن جو ديوتا به آهي، ته پوءِ هو سندن حفاظت ڪندڙ ۽ سنڀاليندڙ به آهي، يا واقعي ڪيس ائين هئڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن هو سندن حفاظت نٿو ڪري، ته پوءِ ڪيس اهڙي ماڻهوءَ لاءِ جاءِ خالي ڪرڻ گهرجي، جو ائين ڪري سگهي. بهرحال، جيسين هو سندن اميدون پوريون ڪري ٿو، تيسين سندس ناز بردايءَ جي ڪا حد يا حساب ئي ڪونهي، جا اهي سندس خبرداري ڪرڻ ۾ اختيار ڪن ٿا يا ڪيس پنهنجي خبرداري ڪرڻ لاءِ پنهنجي مٿان عائد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا. اهڙو بادشاه رسم و رواج جي قاعدن قانونن جي گهيري ۾ ۽ امر و نهي جي چار ۾ مٿي کان پيرن تائين گهيريل رهي ٿو، جنهن جو مقصد هن جي شان و شوڪت، رعب تاب يا آرام و آسائش ۾ اضافي آڻڻ جو نه، پر ڪيس اهڙيءَ چال چلت کان باز رکڻ جو هوندو آهي، جا قدرتي نظام ۾ خلل انداز ٿيڻ سبب ڪيس توڙي سندس رعايا ۽ سڄيءَ دنيا کي هڪ عام مصيبت ۾ مبتلا ڪري وجهندي. هن جي آرام ۾ اضافو آڻڻ ته بجاءِ خود، پر رسمن رواجن جي اها سخت بجا آوري سندس هرهڪ ڪم ۾ مداخلت ڪري، هن جي آزاديءَ کي ناس ڪري وجهي ٿي، ۽ گهٽو ڪري ان جي زندگيءَ کي، جنهن جي حفاظت ڪرڻ ئي ان جو مقصد هوندو آهي، حسرت و ياس جي انتهائي عذاب ۾ تبديل ڪري ڇڏي ٿي.

لوئانگو جي فوق‌الفطري طاقتن سان نوازيل بادشاهن متعلق

ڇيو وڃي ٿو تہ جيئن ڪو بادشاہ زيادہ طاقتور سمجهيو ويندو آهي،
تيئن اُن جي مٿان زيادہ پابنديون عائد ڪيون وينديون آهن ۽
هن جي سيني ڪمن ڪارين — اٿڻ ۽ گهمڻ، کائڻ ۽ پيئڻ، سمهڻ
۽ جاڳڻ — کي باقاعدگيءَ سان هلايو ويندو آهي. تخت جو وارث
ننڍيءَ ڄمار کان وٺي ئي انهن پابندين ۾ جڪڙيل هوندو آهي؛
پر جيئن هو زندگيءَ جون وڌيڪ منزلون طي ڪندو ويندو آهي،
تيئن انهن پرهيزن ۽ رسمن جي تعداد ۾ اضافو ٿيندو رهندو آهي،
جي ڪيس ادا ڪرڻيون هونديون آهن. "تان جو انهيءَ وقت جڏهن
هو تخت تي ويهندو آهي، هو رسم و رواج ۽ مصنوعات جي بحر عظيم
۾ غرق ٿي ويندو آهي." هڪ وسائل پرندڙ جبل جي منهن ۾،
جو چئني ئي طرفن کان گاہ سان پريل لاهن سان گهيريل آهي،
فرننڊوپو جي مقامي بادشاہ جي دارالحڪومت، ريابہ، جون ٽڙيل
پکڙيل جهوپڙيون ۽ پنيون بيٺل آهن. اها پراسرار هستي انهيءَ
جبل جي انتهائي زيرين حصي ۾، چاليهن زالن جي حرم جي وچ
۾ رهندڙ آهي، ۽ چيو وڃي ٿو تہ سندس جسم فقط چانديءَ جي
پراڻن سڪن سان ڍڪيل هوندو آهي. هڪ اُگهاڙي وحشيءَ هئڻ
جي باوجود، هو انهيءَ جزيري ۾ اچا تائين ان جي ڳاديءَ
"سنٽا آئسابيل" جي هسپانوي گورنر کان بہ وڌيڪ اثر و رسوخ
هلائي ٿو. اتان جي قديم النسل جاهل رهاڪن جي قدامت پسند
روح جو، جڻ تہ هو هڪ مجسمو آهي. هن ڪڏهن بہ ڪنهن
سفيد فام ماڻهوءَ جو منهن ڪونہ ڏٺو آهي، ۽ اتان جي سيني مقامي
باشندن جي پختي اعتقاد مطابق، زرد رنگ جي شڪل تي هن
جي نظر پئي تہ هن جو موت يقيني آهي؛ سمنڊ تي نظر وجهڻ
هن جي برداشت کان ٻاهر آهي — درحقيقت چيو وڃي ٿو تہ هن
کي پري کان بہ ان کي نہ ڏسڻ گهرجي، جنهنڪري هو پنهنجي
جهوپڙيءَ جي نيم روشنائيءَ ۾، پنهنجن پيرن ۾ پيڙيون وجهي،
پنهنجي زندگي اتي ئي ۽ اتين ئي ختم ڪندو آهي. هيءَ ڳالهہ
تصديق شدہ آهي تہ هن ڪڏهن بہ ساحل تي قدم ڪونہ رکيو

آهي. پنهنجي چاقوءَ ۽ بندوق کان علاوه، هو ٻيءَ ڪنهن به اهڙيءَ شيءِ کي استعمال ڪونه ڪندو آهي، جا سفيد فام قوم وٽان آيل هجي. يوروپي ساخت جو ڪپڙو سندس جسم کي ڪڏهن به لڳي نه سگهندو. هو تماڪ، شراب، حتيٰ ڪ لوڻ کان به نفرت ڪندو آهي.

سليوڪوسٽ جي ”ايو“ ٻولي ڳالهائيندڙ قومن ۾ ”بادشاهه سان گڏ وقت وڏو پادري به هوندو آهي. انهيءَ حيثيت ۾ خاص طرح اڳين زمانن ۾، سندس رعايا سان ڪو به سندس نزديڪ ڪونه وڃي سگهندو هو. غسل وغيره ڪرڻ لاءِ هن کي پنهنجيءَ جهوپڙيءَ مان فقط رات جو ٻاهر نڪرڻ جي اجازت هوندي هئي. هن سان سندس نمائندي، جنهن کي ’ظاهري بادشاهه‘ چوندا هئا، ۽ ٽن چونڊ سردارن کان علاوه ٻيو ڪو به گفتگو ڪونه ڪري سگهندو هو. پر انهن کي به ڍڳي جي کل تي، ڏانهس پٺي ڪري، ويهڻو پوندو هو. هن ڳالهه جو خاص احتياط ڪيو ويندو هو ته سندس نظر ڪنهن يورپيءَ تي، ڪنهن گهوڙي تي ۽ پڻ سمنڊ تي ڪڏهن نه پوي، جنهن ڪري ڪيس سندس دارالحڪومت مان چند گهڙين لاءِ به ڪڏهن ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڪانه هئي. اهي قاعدا پنهه ٽورائي ڏينهن ٿيا جو نظرانداز ڪيا ويا آهن.“ داهوميءَ جي بادشاهه تي سمنڊ کي ڏسڻ جي اجا تائين بندش عائد ٿيل آهي، ساڳيءَ طرح لوئانگو ۽ گائنا جي عظيم آردرا جي بادشاهن تي به ساڳي ئي بندش پيل آهي. داهوميءَ جي اتر اولهه ۾ آئيو قبيلي وارن وٽ به سمنڊ هڪ آگري شيءِ آهي، جنهنڪري ڪين ۽ سندن بادشاهن کي سندن ”پوڄاري“ ڌمڪي ڏيندا آهن ته جيڪڏهن هو سمنڊ ڏانهن اک کڻي به نهاريندا، ته ڪين موت جو منهن ڏسڻو پوندو. سينيگال ۾ ڪيئر جي بادشاهه لاءِ هي اعتقاد آهي ته جيڪڏهن هو ڪنهن درياهه يا سمنڊ جي ڪنهن ڇپڙيءَ کي پار ڪرڻ جي جسارت ڪندو، ته هڪ سال جي اندر ئي اندر يقيني طور موت جو منهن ڏسندو. ٽورائي سال ٿيا ته ماشونا لئنڊ جا

سردار کي درياهن، خاص طرح روريڪوءَ ۽ نياديري ندين، کي پار ڪونہ ڪندا هئا. انهيءَ رسم تي ٻنهہ ٿوروئي وقت ٿيو جو اوسنائين منجهائن هڪڙو سردار تہ نهايت سختيءَ سان پابند رهندو آيندو هو. ”سردار کي ڪنهن بہ حالت ۾ درياهہ پار ڪرڻو ڪونهي. پر جيڪڏهن درياهہ اڪرڻ هن لاءِ انتهائي ضروري آهي، تہ پوءِ سندس اکين تي پٽي ٻڌي، ماڻهو کيس ڪلهن تي تي چاڙهي، شورو غل مچائيندا ۽ گيت ڳائيندا درياهہ ٽپائيندا آهن. جيڪڏهن هو پنهنجي منهن درياهہ اڪرندو، تہ اندو ٿي پوندو يا مري ويندو ۽ يقيناً پنهنجي سرداري وڃائي ويهندو.“ ساڳيءَ طرح مثلاً گاسڪر جي ڏکڻ ۾ سهافالي ۽ سڪالاوا قبيلن ۾ ڪن بادشاهن کي سمنڊ تي سفر ڪرڻ يا ڪن ندين کي پار ڪرڻ جي منع هوندي آهي. سڪالاوا قبيلي وارن ۾ بادشاهہ کي مقدس هستي سمجهيو ويندو آهي، پر ”کيس متعدد پابندين ۽ بندشن ۾ جڪڙيو رکيو ويو آهي، جن جي ذريعي چين جي شهنشاهہ وانگر، کيس گويا ’قاعدي اندر‘ رکيو ويندو آهي. هو ٽيسين ڪو بہ ڪم يا ڪابہ مهم شروع ڪانہ ڪري سگهندو آهي، جيسين سندس جادوگر نيڪ شگونيءَ جو اعلان نہ ڪندا آهن؛ هن کي گرم کاڌي کائڻ جي اجازت ڪانهي؛ ڪن خاص ڏينهن تي هو جهوپڙيءَ مان ٻاهر نہ وڃي سگهندو آهي؛ وغيره، وغيره.“ آسام جي جابلو قبيلن ۾ سردار ۽ سندس زال کي کاڌي جي متعلق، گهڻين پابندين جو خيال رکڻو پوندو آهي؛ چنانچہ انهن کي ميهن، سوئر، ڪتي، ڪڪڙين ۽ ٽماٽن کائڻ جي اجازت ڪانهي. سردار کي پاڪ ۽ صاف رهڻ گهرجي؛ هن کي هڪ ئي زال پرڻجڻي آهي، ۽ ان کان پڻ هر قسم جي ڏڻ وار تي کيس پري گذارڻو آهي. انهن قبيلن جي هڪ گروهہ جي سردار کي ڪنهن بہ ڌاريئي ڳوٺ ۾ کاڌي کائڻ جي ممانعت هوندي آهي، ۽ انتهائي ڪاوڙ ۽ جوش جي حالت ۾ بہ کيس گار نہ ڪڍڻي آهي. اتان جي ماڻهن جو هيءُ پڪو خيال آهي تہ سردار طرفان اهڙين پابندين مان ڪنهن

هڪ جي خلاف ورزي سڄي ڳوٺ مٿان مصيبت ۽ بدبختي نازل ڪري ڇڏيندي.

آئرلئنڊ جي قديم بادشاهن ۽ لينسٽر، منسٽر، ڪونات ۽ السٽر پرڳڻن جي بادشاهن تي ڪجهه عجيب و غريب پابنديون عائد ٿيل هيون، جن جي باقاعدي بجا آوريءَ تي ماڻهن، ملڪ ۽ خود سندن پنهنجي آسودگيءَ ڪي منحصر سمجهيو ويندو هو. چنانچه، مثال طور، آئرلئنڊ جي بادشاهه کي، ”ايرن“ جي قديم دارالحڪومت، تارا، ۾ پنهنجي بستري ۾ اٿين سجو خواب رهڻو نه هو، جو سج اڀري وڃي، اربع ڏينهن ماف بريف جڳهه وٽ ڪيس گهوڙي تان هيٺ لهڻ جي ممانعت ٿيل هئي؛ سج غروب ٿيڻ بعد ڪيس ماف ڪئلين رستي تي هلڻو نه هو؛ فان چوميئر وٽ گهوڙي کي طيش ۾ آڻڻ، بيلٽين واريءَ تقريب (مئي ڊي) کان پوءِ ايندڙ -وسر ڏينهن پاڻيءَ تي جهاز ۾ سفر ڪرڻ، ۽ آل هئلوز تقريب واري ڏينهن کان پوءِ ايندڙ اڱاري تي اٿت مائٿني جڳهه وٽ پنهنجي لشڪر کان جدا ٿي وڃڻ هن لاءِ ممنوع هئا. لينسٽر جي بادشاهه کي اربع جي ڏينهن تواٿ لائفين جي چوگرد ڏائي هٿ کان چڪر لڳائڻ، ڊوٿيئر ۽ ڊٿيلن جي درميان هڪ طرف مٿو لاڙي سمهڻ، ڪئالان جي ميدانن ۾ نون ڏينهن تائين ڇانوڻي هڻي ويهي رهڻ، ڊٿيلن واريءَ شاهراه تي سومر جي ڏينهن سفر ڪرڻ ۽ ماف مائسٽين وٽان ڪارين ڪڇڻ واري گدلي گهوڙي تي سواريءَ ڪرڻ کان سخت منع ٿيل هئي. منسٽر جي بادشاهه کي هڪ سومر کان وٺي ٻئي تائين ”لاڪ لين“ جي دعوت مان ڀڪي مزي وٺڻ جي ممانعت ٿيل هئي؛ لاباري جي شروعات وقت ليٽريچا وٽ گير جي سامهون رات جو محفل ڪرڻ، سيئير تي نون ڏينهن لاءِ ڇانوڻي هڻڻ؛ ۽ گاپران وٽ سرحدي ميڙ ڪوٺائڻ کان سخت منع ٿيل هئي. ڪونات جي بادشاهه کي ”آل هئلوز“ واري ڏينهن تي صلح ڪرڻ کان پوءِ ڪروٿاچان واري قديم محلات متعلق ڪنهن به معاهدي طئي ڪرڻ، دال چانس جي چراگاه ڏانهن ڇٽيدار ڪپڙن ۾ ملبوس

ٿي ۽ چيٽن واري گهوڙي تي سوار ٿي وڃڻ، سيفانس وٽ عورتن
جي ڪنهن ميڙ ڏانهن وڃڻ ۽ انٽ گاليا وٽ پن ٿنڀن جي درميان
خاڪي رنگ جي ڪاٺي گهوڙي جي سوار سان شرط پڇائڻ کان
منع ٿيل هوندي هئي. السٽر جي بادشاه کي راتِ لائين وٽ
ڊال ارائيڊ جي نوجوانن جي گهوڙن جي ميلي ۾ شريڪ ٿيڻ،
لنسيليچ جي پکين جي ولرن جي ڦڙڦڙ کي سج غروب ٿيڻ کان
پوءِ ٻڌڻ، ڊيئرمڪ ڊيئر جي ڍڳي واري تقريب ملهائڻ، مارچ مهيني
جي دوران ۾ ماف ڪوپا پيلي ڏانهن وڃڻ ۽ چنبڙ جا پهريان
پندرهن ڏينهن بڪنيمڊ نديءَ جي پاڻيءَ پيئڻ کان ممانعت
ٿيل هئي. آئرلنڊ جا بادشاه جيڪڏهن انهن ۽ ٻين گهڻين اهڙين
رسمن تي، جن تي تعميل ڪرڻ بابت قديم قديم زماني
کان وٺي ڪين حڪم ٿيل هو، هن سبب ڪري سختيءَ سان
عمل پيرا هوندا هئا، جو ڪين خاطري هوندي هئي ته ائين ڪرڻ
ڪري هو ڪنهن به حادثي يا بدبختيءَ ۾ ڪڏهن مبتلا ڪونه
ٿيندا، پيرانهي جي ضعف محسوس ڪرڻ کان سواءِ نوي سالن جي
عمر کي وچي رسندا، سندن حڪومت جي دوران ۾ ڪوبه وبائي
مرض يا موت واقع ڪونه ٿيندو، ۽ موسمون خوشگوار ٿينديون ۽
ڌرتي جهجها ميوا ڏيندي، پر جيڪڏهن هو انهن رسمن ۽ رواجن
جي پرواه نه ڪندا، ته ملڪ ۾ مرض، ڏڪار ۽ خطرناڪ آب و هوا
۽ ٻيون اهڙيون ڀيانڪ مصيبتون اچي منهن ڪڍنديون.

مصر جي بادشاهن کي ديوتائون ڪري پوڄيو ويندو هو ۽
سندن روزمره جي زندگيءَ جي معمول کي تفصيلوار نموني سان
بلڪل پورن ۽ اٽل قاعدن قانونن سان هلايو ويندو هو. ڊيئوڊورس
چوي ٿو ته "مصر جي بادشاهن جي زندگي ٻين حڪمرانن وانگر
ڪانه هئي، جي غير ذميدار هوندا آهن ۽ سڀڪجهه پنهنجيءَ
مرضيءَ موجب ڪندا وتندا آهن، ان جي برعڪس، هنن لاءِ
هر چيز قانوني طور مقرر ٿيل هوندي هئي - نه فقط سندن منصبي
فرض، پر انهن جي روزمره جي زندگيءَ جا تفصيل به ... ڏينهن ۽

رات جا اهي ڪلاڪ به مقرر ٿيل هوندا آهن، جڏهن بادشاهه کي، پنهنجي مرضيءَ موجب نه، پر ڪن مقرر ۽ منظور ٿيل قانونن مطابق، ڪي خاص ڪم ڪرڻا هئا... چو ته هن لاءِ نه فقط اهي وقت مقرر ٿيل هوندا هئا، جڏهن کيس حڪومت جو ڪاروبار هلائڻو هوندو هو يا فيصلا ڪرڻا هوندا هئا، پر اهي وقت به طيءِ ٿيل هوندا هئا، جڏهن بادشاهه کي ڪائڻو، گهمڻو ۽ زال سان سمهڻو هوندو هو... ٻوري ته ڪٿي ڇنڇي ته سندس زندگيءَ جي هرهڪ ڪم ڪرڻ لاءِ وقت مقرر ٿيل هو، رواج موجب کيس سادو کاڌو کائڻو هوندو هو، گوشت فقط وڇيري ۽ آڙيءَ جو کائڻو هوس، ۽ شراب جي بنهه مقرر مقدار پيئڻ جي اجازت هوندي هيس."
بهرحال، هن قياس ڪرڻ لاءِ اسان وٽ سبب آهن ته انهن قانونن تي مصر جا قديم فرعون نه، پر اهي "پوڄاري بادشاهه" عمل ڪندا هئا، جي "ويهين شاهي خاندان" جي ختم ٿيڻ واري وقت ٽيهن ۽ حبش جي سر زمين تي حڪومت ڪندا هئا.

پوڄارين تي عائد ٿيل پابندين جو روشن مثال اسان کي روم واري فلئمن ڊيالس جي زندگيءَ جي قانونن مان ملي ٿو، جنهن کي جيوپيٽر ديوتا جو جيئرو جاڳندو نمائندو يا آسماني روح جو اوتار ڪري مڃيو ويو آهي. اهي قانون هيٺين نموني جا هئا:
فلئمن ڊيالس کي ڪنهن به گهوڙي تي سواري نه ڪرڻي هئي، حتيٰ ڪ ان کي ڪنهن گهوڙي کي هٿ به ڪونه لائڻو هو، نه وري کيس هٿياربند لشڪر کي ڏسڻو هو، کيس ڪنهن به اهڙيءَ منڊيءَ پائڻ جي اجازت ڪانه هئي، جا ڪٽان به ڀڳل نه هجي، سندس ڪپڙن جي ڪنهن به حصي ۾ ڪا نه ڪا ڳنڍ پڻ هئڻ گهرجي هئي، سندس گهر مان مقدس باهه کان علاوه ٻيءَ ڪنهن به باهه کي ڪٿي ٻاهر نه وڃي سگهبو هو، ڪڻڪ جي اٽي يا خميري جي مانيءَ کي هٿ ڪونه لائڻو هوندو هوس، ٻڪريءَ، ڪتي، ڪچي گوشت، سڙن جي ڦرين، ۽ ڪن خاص گلن کي هٿ لائڻ يا انهن جي نالن وٺڻ جي کيس ممانعت هئي، انگور جي ول هيٺان

هن کي گهمڻ جي اجازت ڪانه هئي، سندس ڪٽ جي پاون کي
هيٺان ۽ چوڌاري مٽي ٽڪي ويندي هئي، سندس وارن کي صرف
هڪ آزاد ماڻهو ڪنجهي جي چاقوءَ سان ڪٽي سگهندو هو، ۽
سندس وار ۽ ننهن وڍجڻ کان پوءِ ڪنهن ڀختاور وڻ هيٺان دفن
ڪيا ويندا هئا، مرده جسم کي هٿ لائڻ کان کيس منع هوندي
هئي، ۽ اهڙيءَ جاءِ ۾ هن کي ڪڏهين به داخل ٿيڻو نه
هو، جنهن ۾ ڪو مردو ساڙيو ويو هجي، مقدس ڏينهن
تي هن کي ڪنهن کي به ڪم ڪندي نه ڏسڻ گهربو هو، ڪليل
هوا ۾ سندس بدن کي ڪڏهن به اگهاڙو نه ٿيڻ کپندو هو،
جيڪڏهن زنجيرن ۾ جڪڙيل ڪنهن شخص کي سندس گهر ۾
آندو ويندو هو، ته ان کي هڪدم آزاد ڪيو ويندو هو، ۽ اهي
زنجير سندس ڇت ۾ نڪتل هڪ سوراخ مان مٿي ڇڪي، ٻاهر
اڇلائڻا پوندا هئا. سندس زال، فلئمينيڪا، کي به ڪن وڌيڪ
پنهنجي مخصوص قاعدن کان علاوه، انهن ساڳين قاعدن جي به
تعميل ڪرڻي پوندي هئي. هن کي اهڙيءَ ڏاڪڻ تان، جنهن
کي "يوناني" سڏيو ويندو هو، ٽن کان وڌيڪ ڏاڪا ڪڏهن به نه
چڙهڻا هئا، هڪڙي اهڙي به تقريب هوندي هئي، جنهن تي کيس
وارن ۾ ڦڻي ڏيڻ جي جهل هئي، سندس جتيون اهڙي جانور جي
چمڙي مان نه ٺهڻ گهربيون هيون، جو قدرتي موت مئو هجي، پر
فقط اهڙي جانور جي چمڙي مان ٺاهيون ويندبون هيون، جنهن کي
ذبح يا قربان ڪيو ويو هجي، جيڪڏهن سندس ڪن تي ڪجڪوڙ
جو آواز پئجي ويندو هو، ته جيسين هوءَ قرباني ڏيئي توبهه تائب
نه ٿيندي هئي، تيسين کيس هٿ ڏئڻ، ڏسڻ، سندس ڳالهائڻ ٻڌڻ
يا ساڻس ڳالهائڻ وغيره، ڏوه سمجهيو ويندو هو.

سائرا ليئون جي گريبو قوم وارن ۾ هڪ سردار آهي، جنهن جو
لقب "نوديا" آهي، جنهن کي خواهمخواه يهودين جي وڏي پادريءَ
سان تشبيهه ڏني ويئي آهي: هن کي "غيبي آواز جي حڪم" تي
انهيءَ منصب تي فائز ڪيو ويندو آهي. سندس گادي نشينيءَ

جي موقعي تي هڪ ڏکي رسم ادا ڪئي ويندي آهي، ۽ سندس بدن تي مقدس تيل لڳائي، پير جي مُڙي ۾ هڪ ڪنگڻ وڌو ويندو آهي، جو سندس منصب جي علامت هوندو آهي، ۽ سندس گهر جي دروازي جي ٽنين ڪي قربان ٿيل ٻڪريءَ جي رت سان ٽڪيو ويندو آهي. ٻهلڪ جا طلسم ۽ بت سندس حفاظت هيٺ هوندا آهن، جن ڪي هو هر ٽئين چنڊ تي جانور ۽ تيل ڪارائيندو آهي؛ سڄي شهر ٻاران هو مثل ماڻهن ۽ ٻوٽن جي نالي ۾ قرباني ڏيندو آهي. نالي طور هن جون اختياريون تمام گهڻيون، پر حقيقت ۾ بلڪل محدود آهن؛ ڇو ته عوام جي ڪنهن به راءِ جي هو مخالفت ڪري ڪونه سگهندو آهي. ۽ جڏهن ملڪ تي ڪا به مصيبت نازل ٿيندي آهي، تڏهن ان لاءِ کيس ئي ذميوار ٺهرايو ويندو آهي، ۽ ڪن وقتن تي انهيءَ ڏوه ۾ کيس پنهنجيءَ جان تان به هٿ ڌوئڻا پوندا آهن؛ منجهس اها توقع رکي ويندي آهي ته هو ڌرتيءَ مان پرهوز ۽ اڻ ميا فصل پيدا ڪري، ماڻهن کي تندرست رکي، جنگ و جدل کي ملڪ کان دور رکي ۽ جادوءَ جنتر جي اثر کي زائل ڪري. سندس سڄي زندگي ڪن عجيب و غريب بندشن ۽ پابندين جي چار ۾ وچڙيل ۽ قائل رهي ٿي. چنانچه کيس پنهنجي سرڪاري گهر کان سواءِ، جنهن کي هن جي گادي نشينيءَ وقت پاڪ تيل لڳائڻ جي رسم سبب "مڪيل گهر" سڏيو ويندو آهي، ٻئي ڪنهن به گهر ۾ سمهڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. عام شاهراه تي هن کي پاڻي پيئڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. جيسين شهر اندر ڪو جنازو موجود هوندو آهي، تيسين کيس ڪاڏو ڪاٺو ڪونه هوندو آهي ۽ نه وري ان کي ڪنهن مئل ماڻهوءَ لاءِ ماتم ڪرڻو هوندو آهي. جيڪڏهن پنهنجي منصب تي فائز هئڻ جي دوران ۾ سندس موت واقع ٿي پوندو آهي، ته پوءِ کيس اڌ رات جو دفن ڪرڻو پوندو آهي؛ سندس موت جي خبر ڪن ٿورن کي پوڻ گهرجي، ۽ جڏهن به سندس موت جي خبر ظاهر ڪئي ويندي آهي، تڏهن ڪنهن کي به ان

جي موت تي ماتم ڪرڻ جي اجازت ڪانہ هوندي آهي. جيڪڏهن هو "سئسي ووڊ" (وڻ جو قسم) مان ڪڍيل زهر پيئڻ جي آزمائش سبب مئو هوندو، تہ ان حالت ۾ ڪيس ڪنهن ڪسيءَ ۾ وهندڙ پاڻيءَ جي هيٺان دفن ڪيو ويندو آهي.

ڏکڻ هندستان جي ٽوڊا قبيلي وارن ۾ مقدس ڏنار ڪي، جو مقدس واڙي جي پوڄاريءَ جا فرض بہ ادا ڪندو آهي، پنهنجي عهدي جي سڄي عرصي جي دوران ۾، جو متعدد سالن تائين هلندو آهي، مختلف تڪليف ده ۽ دشوار رڪاوٽن ۽ پابندين ۾ جڪڙي رکيو ويندو آهي. چنانچہ ڪيس مقدس واڙي ۾ ئي رهڻو پوندو آهي ۽ هن کي پنهنجي گهر يا ڪنهن بہ رواجي ڳوٺ ۾ وڃڻ جي اجازت ڪانہ هوندي آهي. هن کي لازمي طور مجرد رهڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن شادي شده آهي تہ انهيءَ صورت ۾ زال کي ترڪ ڪرڻو پوندو اٿس. ڪنهن بہ رواجي ماڻهوءَ کي مقدس ڏنار ۽ پاڪ واڙي کي هٿ لائڻ جي اجازت ڪانہ هوندي آهي؛ اهڙي هٿ لڳڻ سان هن جو تقدس ايتريقدر تہ ڀڄي پوندو، جو هن کي پنهنجي اعليٰ عهدي تان محروم ٿيڻو پوندو. هفتي جي فقط ٻن ڏينهن، سومر ۽ خميس، تي رواجي ماڻهوءَ کي ڏنار جي نزديڪ وڃڻ جي اجازت هوندي آهي؛ ٻين ڏينهن تي، جيڪڏهن هن سان ڪنهن کي ڪو ڪم هوندو آهي، تہ ان صورت ۾ هن کي ڪانئس دور (ڪي چوڻ ٿا تہ ميل جي چوٿين حصي تائين) بيهي، ايتري ساري مفاصلي وچان واڪا ڪري، هن تائين پنهنجو پيغام پهچائڻو پوندو آهي. ان کان علاوه اهو مقدس ڏنار جيسين انهيءَ منصب تي فائض هوندو آهي، تيسين هو پنهنجا وار ۽ نُنهن ڪونہ وڍائيندو آهي؛ هو ڪنهن بہ نديءَ کي پل تان پار ڪونہ ڪندو آهي، پر وهندڙ پاڻيءَ جي نهر مان، ۽ فقط ڪن خاص نهرن مان، جهاڳي پار وڃڻو پوندو اٿس. جيڪڏهن سندس قبيلي ۾ ڪو موت واقع ٿي پوندو آهي، تہ ڪيس جنازي جي ڪنهن بہ ڪريا ڪرم ۾ شامل ٿيڻ جي تيسين اجازت ڪانہ هوندي

آهي، جيسين هو پنهنجي عهدي تان استعفا ڏيئي، ڏنار جي اعليٰ منصب تان هيٺ لهي، محض هڪ رواجي ۽ ”فاني“ انسان جي درجي تي اچي، درحقيقت، معلوم ٿئي ٿو ته پراڻي زماني ۾ جڏهن به سندس قبيلي جو ڪو ماڻهو هي ۽ فاني زندگي ڇڏي ابدي دنيا ڏانهن رخ ڪندو هو، تڏهن انهي مقدس ڏنار کي پنهنجي عهدي جي مهرڻ، يعني ڪيز جي بالتين تان دستبردار ٿيڻو پوندو هو. بهرحال اهي سڀيئي وزندار پابنديون مڪمل طور فقط ڏنارڻ جي اوچي طبقي وارن مٿان وڌيون ويندون آهن.

## ۲- روحاني اقتدار ۽ دنيوي اقتدار جي تفريق:

پوڄاري-بادشاه جي عهدي سان هي جيڪي تڪليف ده پابنديون وابسته ڪيون ويون هيون، تن نيٺ پنهنجو فطرتي اثر پيدا ڪيو. هڪ طرف ماڻهو عهدي قبول ڪرڻ کان انڪاري ٿيڻ لڳا، جو ان کان پوءِ گهڻي عرصي تائين اڪثر حالتن ۾ خالي رهڻ لڳو؛ ٻئي طرف جن ان کي قبول ڪيو، اهي عهديدار ان جي چيهاليندڙ وزن هيٺان دٻجي ايڏا ته بيدل ۽ بي همت ٿي پيا ۽ ماڻهن جي هٿن ۾ قاسجي اهڙا ته بيڪار ۽ بي طاقت بنجي ويا، جو سندن ضعيف هٿن مان حڪومت جون واڳون کسڪي آهستي آهستي اهڙن ماڻهن جي مضبوط گرفت ۾ اچي ويون، جي نالي ۾ صاحب اقتدار نه هئڻ هوندي به حقيقي اقتدار جا مالڪ بنجي ويا، ۽ عملي طرح حڪومت جا اختيار هلائيندي ان صورتحال تي ڪافي عرصي تائين مطمئن رهيا. ٿيندي ٿيندي، آخرڪار ڪن ملڪن ۾ اعليٰ اقتدار جي انهن ٻن سرچشمن جي تفريق ايتري گهري ۽ ايتري نماياں صورت وٺي بيهي رهي، جو روحاني ۽ دنيوي اختيارين ۾ مڪمل ۽ مستقل علحدگي اچي ويئي، ۽ قديم ”فوق البشري“ خاندان فقط پنهنجا مذهبي فرائض پاڻ وٽ جهليا ۽ باقي ملڪي حڪومت جو دستوري ڪاروبار زياده جوان همت ۽ چست ڏهي واري ڪنهن ٻئي خاندان جي هٿن ۾ مليو هو.

اچو ته پهرين چند مثال وٺون. هن ڪتاب ۾ اڳي ڪٿي اسان

ڏسي آيا آهيون تہ ڪئمبوڊيا ۾ "باھ ۽ پاڻيءَ جون بادشاهيون"
انهن جي بي-دلين وارثن مٿان گهڻو ڪري زوريءَ مڙهيون وينديون
هيون، ۽ سئويچ پيئن ۾ بادشاهي سرشتو درحقيقت ان ڪري ختم
ٿي ويو، جو انهيءَ خطرناڪ اعزاز قبول ڪرڻ لاءِ ڪنهن
کي آماده ڪرڻ ناممڪن ٿي پيو هو، اولهہ آفريڪا جي
ڪن علائقن ۾ جڏهن بادشاه مري ويندو آهي، تڏهن ان جي
جانشين مقرر ڪرڻ لاءِ خفيہ طور هڪ خانداني ميڙ ڪوٺايو
ويندو آهي. پوءِ جنهن جو انتخاب ڪيو ويندو آهي، تنهن
کي اوچتو ئي اوچتو پڪڙي، ٻڌي، سردار واري گهر ۾ قيد
ڪيو ويندو آهي، جتي کيس ان وقت تائين قيد رکيو ويندو آهي،
جيسين هو تاج پهرڻ قبول ڪري. ڪڏهن ڪڏهن تخت و تاج
جو وارث انهيءَ اعزازکي ٽارڻ جا ذريعا ڳولي وٺندو آهي،
جنهن جي زبردستيءَ مٿانس مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي
آهي؛ هڪ بهادر ۽ باهمت وحشي سردار لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هو
هر وقت هٿيار پنهوار پاڻ سان کنيو گهمندو هو، تہ مٿان ڪنهن
وقت کيس زوريءَ تخت تي ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.
سائراليئون جا وحشي، ٽائيمس قبيلي وارا، جي پنهنجو بادشاه منتخب
ڪندا آهن، ان کي تاجپوشيءَ واريءَ شام جو مار ڪڍڻ جو حق
پاڻ وٽ محفوظ رکندا آهن، ۽ هو پنهنجي انهيءَ آئيني رعايت
مان اهڙو تہ ڀرپور فائدو وٺندا آهن، جو ڪڏهن ڪڏهن اهو
بدنصيب بادشاه تخت نشينيءَ جي اعزاز ملڻ کان پوءِ ڪو ٿورو ئي
وقت جيئرو رهي سگهندو آهي. چنانچہ جڏهن ڪن اعليٰ سردارن
کي ڪنهن ماڻهوءَ سان وير پاڙڻو هوندو آهي ۽ ان مان پنهنجي
جان ڇڏائڻ جو ارادو هوندو اٿن، تڏهن هو ان کي بادشاه ڪري
چونڊيندا آهن. اڳئين زماني ۾، سائراليئون جي ڪنهن نئين
بادشاه جي اعلان ڪرڻ کان اڳ ان کي زنجيرن سان جڪڙي
مار ڪڍڻ جو رواج هوندو هو. ان کان پوءِ زنجير ٽوڙيا ويندا
هئا ۽ کيس شاهي پوشاڪ پهرائي سندس هٿ ۾ شاهي ڏنڊي

جو نشان ڏنو ويندو هو، جو وري هڪ جلاد جي ڪهاڙي کان سواءِ
ٻيو ڪجهه به ڪونه هوندو هو. چنانچه هيءَ ڳالهه پڙهي ڪنهن
کي به تعجب ڪونه ٿيندو ته سائراليئون ۾، جتي اهڙا رواج عام
جام آهن، ”سواءِ مئنڊنگو ۽ سوزي قبيلن جي، ڪي ٻورا قبيلا آهن
جن جا بادشاهه سندن پنهنجي قبيلي جا يا سندن ملڪ جا باشندا آهن.
انهيءَ باري ۾ سندن خيال اسان جي خيالن کان اهڙا ته مختلف
آهن، جو انهن مان ڪي ٿورا انهيءَ اعزاز حاصل ڪرڻ جا
خواهشمند هوندا آهن، ۽ ان لاءِ چڱائيءَ جو ته ڪنهن نالو ئي
مشڪل پڌو آهي.“

معلوم ٿئي ٿو ته جپان جي ميڪاڊو بادشاهن ڪافي اوائلي زماني
کان پنهنجي اعليٰ اختيارات جي ڳرين ذميدارين ۽ پرخطر اعزازن کي
پنهنجن معصوم ٻارن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏڻ جو ڍنگ اختيار ڪيو
هو، ٽائڪون خاندان وارن جي اقتدار حاصل ڪرڻ جو شجرو،
جي گهڻي عرصي تائين جپان جا دنيوي معاملات ۾ حڪمران رهيا
آهن، هڪ ٽن سالن جي عمر واري ”ميڪاڊو“ سان وڃي ملي ٿو،
جنهن جي حق ۾ سندس پيءُ سواءِ ڪنهن خاص سبب جي دستبرداريءَ
جو اعلان ڪيو هو. ان معصوم شهزادي کان جڏهن هڪ
غاصب حڪومت کسي ان جو حق ڦٻايو، تڏهن يوريٽومو نالي
هڪ جوشيلي ۽ باڪردار شخص ميڪاڊو جي حق واپس ڪرائڻ جو
ذمو پنهنجي مٿان کنيو، ۽ هن غاصب کي شڪست ڏيئي ميڪاڊو
کي نالي ماتر اختيارات جو فقط سايو بخشي، حقيقي اقتدار پنهنجي
قبضي ۾ رکيو. ائين جيڪو درجو هن پنهنجي لاءِ حاصل ڪيو
هو، سو هن مرڻ بعد پنهنجن وارثن کي سونپيو، ۽ اهڙيءَ طرح
هو ”ٽائڪون“ خاندان جو بنياد وجهندڙ ٿي پيو. سورهين صديءَ
جي پوئين اڌ تائين ٽائڪون خاندان وارا نهايت سرگرم ۽ هوشيار
حڪمران رهيا، پر انهن جو انجام به آخرڪار اهو ئي ٿيو، جو
ميڪاڊو بادشاهن جو ٿيو هو. رسم و رواج ۽ قاعدن قانونن جي
مضبوط ڄار ۾ وڪوڙجي، هنن محض بيجان گڏن جي حيثيت وڃي

اختيار ڪئي، جي ڪنهن به وقت پنهنجن محلاتن کان ٻاهر نه نڪرندا هئا ۽ سڄو وقت بي معنيٰ ۽ اجاين رسمن جي مستقل چڪر جي ادائگيءَ ۾ مصروف رهندا هئا، ۽ حڪومت جي حقيقي ڪاروبار جو انتظام هڪ ڪائونسل آف اسٽيٽ ڪندي هئي. ٽونڪين قبيلي وارن ۾ به بادشاهي نظام اهڙو انهيءَ رستي ختم ٿيو. پنهنجن پيشرو بادشاهن وانگر نامرديءَ ۽ سستيءَ ۾ وقت ضايع ڪرڻ سبب، بادشاه کي مئڪ نالي هڪ دلير ۽ موقع شناس ٻانڪي، جو هڪ مهاڙي جي درجي کان ترقي ڪري، امپيريل سول سروس جي گرئنڊ مئنڊرين واري اعليٰ عهدي کي وڃي رسيو هو، تخت تان هٽائي ڇڏيو. پر بادشاه جي پاڻ، ترنگ، غاصب کي دٻائي بادشاه کي ٻيهر تخت وٺي ڏنو، پر انهيءَ خدمت جي معاوضي طور هن پاڻ ۽ پنهنجن وارثن لاءِ سڄي فوجن جي اعليٰ سپهه سالار جو منصب مخصوص ڪيو. ان کان پوءِ بادشاهيءَ جي لقب ۽ شان و مان هئڻ جي باوجود، ملڪ جا بادشاه حڪمراني هلائڻ کان محروم ٿي ويا. هو پنهنجو سڄو وقت محلاتن جي عياشيءَ ۽ آرام جي گوشه نشينيءَ ۽ تنهائيءَ ۾ گذاريندا رهيا، ۽ هوڏانهن سچي سياسي اختياري موروثي سپهه سالار هلائڻ لڳا.

پوليفشيا جي ٻيٽن مان مئگنائيا نالي هڪ ٻيٽ ۾، ملڪي ۽ مذهبي اختياريون جدا جدا ماڻهن کي سونپيل هيون، جن مان روحاني فرائض موروثي بادشاهن جي هڪ خاندان وارا ادا ڪندا هئا، ته دنيوي حڪومت وقت بوقت هڪ ڪامياب جنگي سپه سالار جي سپرد ڪئي ويندي هئي، جنهن جي تخت نشينيءَ جي رسم، بهر صورت، بادشاه ئي ادا ڪندو هو. ساڳيءَ طرح ٽونگا ۾، سياسي بادشاه کان علاوه، جنهن جو تخت ۽ تاج جو حق ڪجهه قدر موروثي هوندو هو ۽ ڪجهه قدر سندس بهادريءَ ۽ جنگي نموني خصلت جي شهرت ۽ سندس جنگجو ماڻهن جي تعداد تي منحصر هو، هڪ وڏو روحاني پيشوا به هوندو هو، جنهن جو مرتبو هڪ عظيم ديوتا جي پشت مان جنم وٺڻ سبب بادشاه ۽ ٻين سردارن

ڪان ٻه اعليٰ ۽ ارفع هو. سال ۾ هڪ دفعو سنجيده سائن متوڻن سان زمين جا ڦهريان ڦل ڪيس نذراني طور پيش ڪيا ويندا هئا، ۽ ماڻهن کي اهو ويساه هوندو هو ته جيڪڏهن اهي نذرانا ان کي نه آڇيا ويندا، ته ان جو انتقام ماڻهن مٿان نمايان نموني ۾ اچي ڪڙڪندو. هن جو ذڪر ڪندي پولي جو هڪ خاص طريقو استعمال ڪيو ويندو هو، جو ٻئي ڪنهن جي به حالت ۾ ڪتب ڪونه آندو ويندو هو، ۽ جنهن شيءِ کي به هو اتفاق سان ڇهي وجهندو هو، سا مقدس ٿي پوندي هئي، ۽ پوءِ ٻين کي ان جي ڇهڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي. جڏهن هو ۽ بادشاه پاڻ ۾ ڪٿي ملندا هئا، تڏهن بادشاه کي ان جي تعظيم و تڪريم ڪرڻ خاطر تيسين زمين تي هيٺ ويهڻو پوندو هو، جيسين اها مقدس هستي اتان اٿي وڃي يا لنگهي وڃي. پر جيتوڻيڪ هن کي مقدس ديوتائي حسب نسب سبب اعليٰ ترين عزت ۽ آبرو ڏنو ويندو هو، ان جي باوجود هن مقدس شخصيت کي ڪابه سياسي اختياري عمليل ڪانه هئي، ۽ جيڪڏهن هو مملڪت جي ڪاروبار ۾ مداخلت ڪرڻ جي جسارت ڪندو هو، ته کيس بادشاه وٽان جو حقيقي اقتدار جو مالڪ هوندو هو (۽ جو آخرڪار پنهنجي هن روحاني رقيب کان جان ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو)، سخت تنبيهه ملڻ جو خطرو لاحق هوندو هو.

اولهه آفريڪا جي ڪن علائقن ۾، ٻه بادشاه هڪ ئي وقت حڪمراني ڪندا آهن، جن مان هڪ درويش يا روحاني بادشاه ۽ ٻيو ملڪي ۽ سياسي حاڪم هوندو آهي، پر هن حالت ۾ روحاني بادشاه جو درجو زياده اوچو آهي. هو آب هوا وغيره تي ضابطو رکندو آهي، ۽ جي چاهيندو آهي، ته هر شيءِ کي ختم ڪري سگهندو آهي. جڏهن هو پنهنجي ڳاڙهي لٺ زمين تي رکندو آهي، تڏهن ان رستي تان لنگهڻ جي ڪنهن کي به اجازت ڪانه هوندي آهي. جتي به حبشين جي اصلي تهذيب و تمدن کي پنهنجي حالت ۾، بغير ڪنهن ناجائز مداخلت جي، ڇڏيو ويو آهي، اتي مقدس

بادشاهن ۾ ملڪي بادشاهن جي اقتدار جي تقسيم جو مثال هر هنڌ موجود ملي ٿو، پر جتي بدحبشين جي اصلوڪي معاشري ۾، ڏاهومي ۽ اشانتي قبيلن وانگر، ڪو خلل وڌو ويو آهي، اتي پنهي قسمن جي اختيارين کي هڪ ئي بادشاهه جي وجود ۾ مرڪوز ڪرڻ جو رجحان پيدا ٿيندي ڏٺو ويو آهي.

ايسٽ انڊيز ۾ ٽيمور نالي هڪ ٻيٽ ۾ اسان کي اقتدار جي ساڳي ئي تقسيم نظر اچي ٿي، جنهن جي اولهه آفريڪا جا ملڪي ۽ مذهبي بادشاهه نمائندگي ڪن ٿا. ٽيمور ٻيٽ ۾ آباد ٿيل چند قبيلا ٻن حاڪمن کي تسليم ڪندا آهن، جن مان هڪ قواجي يا سيول حاڪم آهي، جو رعايا تي راڄ ڪندو آهي، ۽ ٻيو قابل احترام يا ”پرهيز وارو“ حاڪم آهي، جنهن کي هن زمين ۽ ان جي پيدوار سان وابسته هر شيءِ جي ضابطي سان واسطو آهي. انهيءَ آخرالذڪر حاڪم کي هر شيءِ تي پابندي عائد ڪرڻ جي اعلان ڪرڻ جو حق حاصل آهي، نئين زمين تي هر هلائڻ ۽ ان کي زيرڪاشت آڻڻ کان اڳ، هن جي اجازت وٺڻ لازمي آهي، ۽ ڪم جي دوران ۾ ڪيس ڪي ضروري رسمون لازمي طرح ادا ڪرڻيون هونديون آهن. جيڪڏهن فصل کي خشڪساليءَ يا بيماريءَ جو انديشو هوندو آهي، ته ان کي بچائڻ لاءِ هن کي امداد لاءِ پڪاريو ويندو آهي. جيتوڻيڪ هن جو درجو ملڪي معاملات واري حاڪم کان گهٽ آهي، ان جي باوجود هو ملڪي معاملات تي تمام گهڻيءَ حد تائين حاوي ۽ اثرانداز هوندو آهي، جو سندس دنيوي رفيق ڪار کي سڀني اهم معاملن ۾ هن جو مشورو ضرور وٺڻو پوندو آهي. روٽي ۽ اوپر فلورس جهڙن پاسي وارن جزيرن ۾ ساڳئي قسم جي روحاني اڳوان کي مختلف مقامي نالن سان، جن سڀني جي معنيٰ ”زمين جو مالڪ“ هوندي آهي، تسليم ڪيو ويندو آهي. ساڳيءَ طرح برٽش نيوگائنا جي ميڪيئو ضلعي ۾ ”ٻٽي قسم جي سرداريءَ“ جو سرشتو مروج آهي. اتان جو عوام خاندانن مطابق ٻن گروهن ۾ تقسيم ٿيل هوندو آهي، ۽ هرهڪ گروه کي پنهنجو

پنهنجو سردار هوندو آهي. پنهي مان هڪ جنگي ۽ ٻيو مذهبي پيشوا هوندو آهي. آخرالذڪر سردار جو عهدو موروثي هوندو آهي، هن جي فرض مان هڪ هيءُ به آهي ته جڏهن به چاهي تڏهن ناريل، سوپاريون ۽ ٻين اهڙن فصلن تي بندش وجهي سگهي ٿو، بشرطيڪ انهن جي استعمال تي عام روڪ وجهڻ هو ضروري سمجهي. سنڌس منصب ۾ اسان کي شايد ”پوڄاري-بادشاه“ جي خاندان جي آغاز جي آثارن جو سراغ ملي وڃي، پر هن جا فرض اجا تائين مذهبي نوعيت کان زياده جادوءَ جي نوعيت جا نظر اچن ٿا، ڇو ته هن جو واسطو اعليٰ قوتن جي رضامندي حاصل ڪرڻ کان زياده فصلن جي پوکڻ، فصلن جي لاٻارن، آب هوا ۽ برسات وغيره تي قبضي ۽ ضابطي رکڻ سان آهي.

# باب ارڙهون

## روح کي خطرا

۱- **روح نڌيڙي ماڻهوءَ جي صورت ۾:** مٿين مثالن مان اسان کي معلوم ٿيو آهي ته مقدس بادشاه يا پوڄاريءَ جو عهدو انتهائي تڪليف‌ده ۽ فضول رسمن ۽ بندشن جي هڪ اڻ کٽ سلسلي ۾ بدل ۽ وچڙيل رهي ٿو، جن مقصدن ۽ مطلبن سان اهي رسمون ادا ڪيون وڃن ٿيون، تن مان ڪيترا مقصد انهيءَ ديوتا روپ ماڻهوءَ جي زندگيءَ کي محفوظ رکڻ جو آهي. پر جيڪڏهن انهن بندشن ۽ پابندين جو مکيه مقصد انهيءَ ماڻهوءَ جي حياتي بچائڻ جو آهي، ته پوءِ سوال اٿي ٿو ته انهن رسمن جي ادائگي انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙي نموني اثر انداز ٿئي ٿي؟ انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ اسان کي پهريائين هي معلوم ڪرڻ گهرجي ته بادشاه جي زندگي جن خطرن ۽ خوفن ۾ ويڙهيل رهي ٿي ۽ جن کان کيس بچائڻ لاءِ انهيءَ قسم جون عجيب و غريب بندشون ۽ رڪاوٽون مقرر ڪيل آهن، تن جي نوعيت ڪهڙي آهي. ان ڪري اسان کي پهريائين هي سوال دريافت ڪرڻ گهرجي ته اوائلي وحشيءَ جي خيال موجب موت ڇا آهي؟ اهو ڪهڙن سببن ڪري واقع ٿئي ٿو؟ موت کي ٽارڻ لاءِ هو ڪهڙن اپائن کي اختيار ڪرڻ ضروري ٿو سمجهي؟

جيئن ته هڪ وحشي عام طرح ائين سمجهي ٿو ته قدرت جي ڪارخاني جي بيجان ڪل پرزن کي ڪي زنده هستيون غيبي پردي پٺيان هلائي رهيون آهن، جن جي ڪري اهي پوري وقت تي، نهايت باقاعدگيءَ سان پنهنجا نتيجا ظاهر ڪري رهيا آهن، اهڙي ئي نموني سان هو ائين سمجهي ٿو ته جانور ۽ انسان

ان ڪري زنده رهي ۽ چرپر ڪري سگهن ٿا، جو انهن جي جسم اندر هڪ ننڍڙي هستي (جانور يا انسان جهڙي) ويٺي آهي، جيڪا هنن کي هلائي چلائي رهي آهي. ماڻهوءَ اندر اهو ننڍڙو ماڻهو ۽ جانور اندر اهو ننڍڙو جانور روح آهي. جيئن ته انسان يا جانور جي جسم جي حرڪت ۽ چرپر، ان جي روح جي موجودگيءَ جي باعث سمجهي وڃي ٿي، تيئن ننڊ يا موت جي بي حسيءَ ۽ سڪتي جو سبب روح جي غير موجودگيءَ کي سمجهيو وڃي ٿو — ننڊ يا بيهوشي روح جي عارضي غير موجودگيءَ ڪري ۽ موت ان جي مستقل ۽ دائمي غيرحاضريءَ ڪري واقع ٿئي ٿو. چنانچه، جيڪڏهن موت روح جي مستقل غير حاضريءَ سبب واقع ٿئي ٿو، ته موت کان ڪنهن کي بچائڻ لاءِ يا ته روح کي هن جي جسم مان ٻاهر نڪرڻ کان روڪيو وڃي، يا جيڪڏهن اهو نڪري وڃي، ته ان جي يقيني واپسيءَ لاءِ ڪي موثر اپاءَ اختيار ڪرڻ گهرجن. انهن ئي مقصدن مان ڪنهن نه هڪ کي حاصل ڪرڻ لاءِ وحشي جيڪي احتياطي تدبيرون اختيار ڪري ٿو، سي انهن بندشن ۽ رڪاوٽن جي صورت اختيار ڪن ٿيون، جي روح جي مستقل موجودگيءَ يا ان جي واپسيءَ لاءِ خاطري ڪرڻ واسطي لازمي قانون ۽ قاعدا آهن. ٻوري نه چئجي ته اهي قانون زندگيءَ جا راکا يا محافظ آهن. اچو ته هاڻي ان باري ۾ ڪن عملي مثالن تي غور ڪريون.

آسٽريليا جي ڪن سياه فام وحشين کي خطاب ڪندي هڪ دفعي ڪنهن عيسائي مبلغ انهن کي چيو ته "آءٌ ڪو هڪ ڪونه آهيان جيئن اوهين سمجهو ٿا، پر آءٌ ٻه آهيان." انهيءَ بيان تي وحشي زور زور سان کلڻ لڳا، جنهن تي عيسائيءَ گرم ٿي هنن کي چيو ته "اوهين ڀلي ڪيترو به کلو، پر آءٌ وري به چوان ٿو ته آءٌ هڪ جسم اندر ٻن هستين جو مالڪ آهيان، اوهين جيڪو منهنجو هيڏو مارو جسم ڏسي رهيا آهيو، سو برابر هڪ آهي، ان جي اندر هڪ ٻيو ننڍڙو جسم به آهي، جو اوهان کي نظر نه ٿو

اچي، وڏو جسم مري وڃي ٿو ۽ دفن ٿئي ٿو، پر ان جي اندر رهندڙ ننڍڙو جسم ان وقت اڏامي هليو وڃي ٿو، جنهن مهل وڏو جسم مري ٿو.“ اها ڳالهه ٻڌي ٻڌي ڪن سياه فام ماڻهن جواب ڏنو ته ”ها، ها، اسين ٻه ٻه آهيون، اسان جي سيني ۾ ٻه هڪ ننڍڙو جسم موجود آهي“. جڏهن ڪانئن دريافت ڪيو ويو ته موت کان پوءِ اهو ننڍڙو جسم ڪيڏانهن ٿو وڃي، تڏهن منجهانئن ڪن جواب ڏنو ته اهو پوڻن جي ٻنيان لڪي ويندو آهي، ڪن چيو ته سمنڊ ۾ هليو ويندو آهي، ته ٻين وري چيو ته اسان کي خبر ناهي. امريڪا جي ڳاڙهن هندستانين جي هوران قبيلي وارا ٻه ائين سمجهندا هئا ته روح کي ٻانهون ۽ ٽنگون آهن ۽ درحقيقت اهو پتڪڙيءَ صورت ۾ ماڻهوءَ جو هڪ بلڪل مڪمل نمونو آهي. قطبن ۾ رهندڙ ايسڪيمو قبائل چوندا آهن ته ”روح جي شڪل بلڪل اهڙي نموني جي هوندي آهي، جهڙي انهيءَ ماڻهوءَ جي، جنهن جو اهو روح هوندو آهي، پر ان ۾ رڳو هيءُ فرق هوندو آهي جو روح جو جسم انسان جي خاڪي جسم کان زياده لطيف ۽ هلڪو هوندو آهي.“ نوتڪا قبيلي وارا چوندا آهن ته روح جي شڪل ننڍڙي ماڻهوءَ جهڙي هوندي آهي ۽ ان جي رهڻ جي جاءِ ماڻهوءَ جي مٿي ۾ هوندي آهي. جيسين اهو ننڍڙو ماڻهو سڌو سنئون بيٺو هوندو آهي، تيسين ماڻهوءَ کي ڪابه بيماري يا ٻي ڪا جسماني گڙٻڙ ڪانه ٿيندي آهي، پر جيڪڏهن اهو ڪنهن ٻه سبب ڪري هيٺ ڪري ٿو يا پاسيرو ٿي ٻوي ٿو، ته ماڻهو بيهوش ٿي وڃي ٿو. لوئر فريزر درياه جي ڪنارن تي رهندڙ ڳاڙها هندستاني چوندا آهن ته ماڻهوءَ کي چار روح ٿين ٿا، جن مان جيڪو وڏو ۽ مکيه روح آهي، تنهن جي شڪل شبيه هڪ ننڍڙي ماڻهوءَ وانگر ٿيندي آهي ۽ باقي ٽي ان جا پاڇا هوندا آهن. ملايا وارا چوندا آهن ته انساني روح هوبهو ماڻهوءَ جي صورت جهڙو، پر هٿ جي آڱوٺي جيترڙو هوندو آهي، صورت ۾ گهٽ ڪري ان ماڻهوءَ وانگر ٿئي ٿو، جنهن جي جسم اندر اهو

رهي ٿو. اهو ”ننڍڙو ماڻهو“ سنهو ۽ لطيف ٿئي ٿو ۽ هڪ جاءِ کان ٻيءَ تائين تمام جلد اچي وڃي سگهي ٿو. ننڊ، بيماريءَ ۽ بيهوشيءَ جي عالم ۾ اهو عارضي طور غير حاضر رهي ٿو، پر موت جي صورت ۾ هميشه لاءِ انساني جسم کي ڇڏي وڃي ٿو.

اهو ”ننڍڙو ماڻهو“ يعني روح وڏي ماڻهوءَ سان اهڙي مڪمل مشابهت رکي ٿو، جو جهڙيءَ طرح سنها ۽ ٿلها جسم ٿين ٿا – اهڙي ئي نموني سنها ۽ ٿلها روح به ٿين ٿا، جهڙيءَ طرح انساني بدن ڳرا ۽ هلڪا، ڊگها ۽ ٻندرا ٿيندا آهن، اهڙيءَ طرح روح به ڳرا، هلڪا، ڊگها ۽ ٻندرا هوندا آهن. نياس علائقي جا باشندا سمجهندا آهن ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کان پڇيو ويندو آهي ته ڪيس ڪيتري وزن يا ڊيگهه وارو روح گهرجي، پوءِ هو جيڪو جواب ڏيندو آهي، اوترو ڊگهو يا وزندار روح ان کي ماپي ڏنو ويندو آهي. روح جو گهٽ ۾ گهٽ وزن ڏهه گرام ٿئي ٿو. ماڻهوءَ جي حياتيءَ جي طوالت سندس روح جي ڊيگهه جي تناسب سان مقرر ڪئي ويندي آهي، جيڪي ٻار ننڍيءَ ڄمار ۾ مرن ٿا، تن جو روح تمام ننڍڙو هوندو آهي. فجي ٻيٽن ۾ رهندڙ ناڪيلو قبيلي وارا پنهنجي سردار جي موت تي جيڪي رسمون ادا ڪندا آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي به روح کي ننڍڙي ماڻهوءَ سان تشبيهه ڏيندا آهن. جڏهن انهن جو ڪو سردار مرندو آهي، تڏهن منجهانئن ڪي ماڻهو، جي موروثي گورڪن هوندا آهن، پنهنجي سردار جي جنازي، جيڪو تيل ۽ سينگاريل حالت ۾ عمدن غاليچن تي رکيو ويندو آهي، ڏانهن منهن ڪري هيئن چوندا آهن: ”اي اسان جا آقا ۽ سردار! اٿ ته سيئي گڏجي هلون، اسان جي ملڪ ۾ صبح ٿي ويو آهي.“ ان کان پوءِ اهي کيس درياه جي ڪناري ڏانهن کڻي ويندا آهن، جتان روحن جو ڪشتيبان ناڪيلو ٻيٽ وارن روحن کي درياه جي ٻئي ڪناري ڏانهن کڻي ويندو آهي. پنهنجي سردار جي انهيءَ آخرين سفر تي وڃڻ وقت هن جا سپيئي ڪانڌي هن تي چٽ

ڪرڻ لاءِ پنھنجا وڏا پڪا زمين جي وچھو جھليندا آھن، چاڪاڻ
ته، جيئن انھن مان ھڪڙي، ھڪ عيسائي مبلغ کي سمجھايو ھو،
”ھن جو روح بنھ ننڍڙو ۽ ڪڙو آھي.“ پنجاب جا ڪي رھاڪو،
جي جسم جي عضون تي تصويرون چٽائيندا آھن، سمجھندا آھن
ته موت وقت روح، جيڪو ”ھوبھو مرد يا عورت جي ھمشڪل“
ھوندو آھي، انھن ئي تصويرن سميت، جيڪي انھيءَ ماڻھوءَ جي
بدن تي نڪتل ھونديون آھن، جنت ڏانھن ويندو آھي. اڳتي
ھلي وري اسين ھي به ڏسنداسون ته ڪن ڪن ھنڌن تي ماڻھوءَ
جي روح جو تصور ماڻھوءَ جي صورت ۾ نه، پر جانورن جي شڪل
شبيھ ۾ ڪيو ويندو آھي.

۲. روح جي غير حاضري ۽ واپسي: عام طرح سمجھيو ويندو
آھي ته روح انساني جسم جي قدرتي رستن خاص طرح نڪ ۽ وات ڪان
ٻاھر نڪري ٿو ۽ چنانچه سيليبس جي ٻيٽ ۾ بيدار ماڻھوءَ جا مائٽ
ان جي نڪ، ڏن ۽ پيرن ۾ مڇيءَ ڦاسائڻ جون ڪنڊيون ٻڌي ڇڏيندا
آھن ته جيڪڏھن روح ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري ته ڪنڊين ۾ روڪجي
وڃي. بارام نديءَ جي ڪنارن تي آباد ٽورڪ قبيلي وارن مان
ھڪڙي ماڻھوءَ وٽ ڪنڊين جي صورت وانگر ڪجھ، پٿر ھئا،
جن کي ڪيس قيمت تي فروخت ڪرڻ واسطي آماده ڪيو ويو، پر
ھن انھن ڪرڻ ڪان صاف انڪار ڪيو، چو ته ھن چيو ته اھي
پٿر سندس روح کي جسم سان ائين ٻڌيو بيٺا ھئا، جيئن ڪنڍيءَ
۾ مڇي ڦنڊيل ھوندي آھي_ اھي پٿر سندس روحاني حصي کي
جسماني حصي ڪان جدا ٿيڻ ڪان روڪيو بيٺا ھئا. جڏھن بحري
ڍياڪ قبيلي واري جادوگر يا ويڄ کي سندس ڳادي‌ءَ جي ڳجھ ڇڏائي
ويندي آھي، تڏھن سندس آڱرين ۾ ڪنڊيون وڌيون وينديون آھن
ته جيئن ھو پنھنجن معتقدن جي روحن کي، سندن جسمن کان جدا
ٿيڻ وقت، انھن ڪنڊين سان ڦاسائي واپس ڪري وجھي ۽ پر
ساڳئي وقت ھو انھن ڪنڊين سان دشمن جا روح به ڦاسائي
سگھندو آھي. انھيءَ اصول ۽ اعتقاد تي عمل ڪندي، بورنيو

جا وحشي قاتل، جڏهن دشمن جون سسيون لاهڻ ويندا آهن، تڏهن پهرين وڏيل سسين جي کوپرين کي ڪنڍيون ٻڌي ڇڏيندا آهن ته ٻين سسين ملڻ ۾ آساني ٿئين ۽ اهي ڪنڍيون نون روحن کي پاڻ ڏانهن ڪشش ڪرڻ ۾ مدد ڏين. هئڊا قبيلي وارن جي "ويج" جي اوزارن ۾ هڏي جي هڪ نري هوندي آهي، جنهن ۾ هو ڀڄندڙ روحن کي بند ڪري مالڪن کي واپس ڏيندو آهي. ڪن هندو جاتين ۾، جڏهن ٻه ڪو اوباسي ڏيندو آهي، تڏهن اهي وات اڳيان آڱوٺن سان چپٽيون وڄائيندا آهن، ڇو ته سندن اعتقاد آهي ته ائين ڪرڻ سان سندن روح ٻاهر ڀڄڻ کان باز اچي ويندا.

مارڪئس قبيلي وارا جڏهن پنهنجي ڪنهن عزيز کي مرندو ڏسندا هئا، تڏهن ان جو نڪ ۽ وات بند ڪندا هئا، ته جيئن ان جي جسم مان نڪرندڙ روح کي ٻاهر وڃڻ جو رستو نه ملي. نيوڪئليڊونيا جا باشندا به اها ئي ڪارروائي ڪندا آهن، ۽ فلپائين ٻيٽن جا باگوبو قبيلي وارا ساڳئي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مرندڙ ماڻهوءَ جي ڪنارين ۽ نڪ ۾ ٻتل جي تارن جون ڪنگڻيون وجهندا آهن. ڏکڻ آمريڪا جي ڪاڙهن هندستانين جي اٽوناما قبيلي وارا مرندڙ ماڻهوءَ جون اکيون، نڪ ۽ وات سڀ ڇڏيندا آهن ته متان انهن مان ٻاهر نڪرندڙ روح ٻين روحن کي به ساڻ کڻي وڃي. ساڳئي سبب ڪري نياس جا رهاڪو، جي تازن مئل ماڻهن جي روحن کان سخت ڊڄندا آهن ۽ ڀائيندا آهن ته ساهه ساڻ گڏ اهي ٻاهر نڪري هوا ۾ ٽڙي پکڙي وڃن ٿا، اهڙن رولو روحن جي ڪڙهريءَ کان بچڻ ۽ انهن کي بند ڪري رکڻ لاءِ مئل ماڻهوءَ جي نڪ ۾ آلي ڇيڪي مٽي مضبوطيءَ سان ڀري، سندس جاڙين کي ٻڌي ڇڏيندا آهن. آسٽريليا جي ويڪلبيورا قبيلي وارا مڙدي کي قبر اندر ڇڏڻ کان اڳ ان جي ڪنن ۾ ٻرندڙ ٽانڊا رکندا هئا، ته جيئن ان جو روح جسم مان تيستين ٻاهر نه نڪري، جيستين ٽانڊن جي گرمي ان جي ڪنن ۾ موجود

هجي ۾ ان عرصي جي درميان ان جي ڪانڊين کي پڃي وڃڻ لاءِ ڪافي وٿي ملي وڃي. سيليبس ۾ ويم واريءَ عورت جي روح کي سندس جسم مان ٻاهر نڪرڻ کان روڪڻ لاءِ، دائي ان جي بدن جي چوڌاري ڏاڍي زور سان ڪپڙي جي پٽي ٻڌي ڇڏيندي آهي. سماترا جا منانگڪيبار قبيلي وارا ساڳئي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ حامله عورت جي ڪرائيءَ يا چيلهه کي ڌاڳو ٻڌي ڇڏيندا آهن، ته جيئن روح کي ٻاهر نڪرڻ جا رستا بند نظر اچن ۽ هو انهيءَ خام خيال کان باز اچي پنهنجي خاڪي پڃري ۾ مالڙي ڪري ويهي رهي. سيليبس جي ”آلفور“ قبيلي وارا ٻار جي ڄمڻ وقت ان جي روح کي نڪري وڃڻ کان روڪڻ لاءِ گهر جا سڀ دروازا ۽ دريون مضبوطيءَ سان بند ڪري ڇڏيندا آهن، ديوارين ۾ جيڪڏهن ڪو چير وغيره هوندو آهي، ته ان کي به ويم کان ڪجهه ڏينهن اڳ بند ڪري ڇڏيندا آهن، حتيٰ ڪ دروازن ۾ چاٻيءَ جي سوراخن کي به ڪک ۽ اگڙيون ٽنبي بند ڪري ڇڏيندا آهن. ان کان علاوه گهر ۾ ٻيڻل سڀني جانورن جا ٻوٿ مضبوطيءَ سان ٻڌي ڇڏيندا آهن ته متان انهن مان ڪو ٻار جي روح کي ڳرڪائي وڃي. ساڳئي ئي سبب ڪري گهر ۾ ويٺل سڀئي ٻاتين کي (حامله عورت سميت) تيسين پنهنجا وات بند ڪري رکڻا پوندا آهن، جيسين ويم ٿي وڃي. انهن کان جڏهن دريافت ڪيو ويو ته ٻلا پنهنجا نڪ به ڇو نه ٿا بند ڪريو، ته متان ٻار جو روح انهن سان ڪنهن هڪ ۾ هليو وڃي؟ تڏهن انهن فوراً هي جواب ڏنو ته ڇاڪاڻ ته ناسن منجهان ساه اندر وڃي، وري هڪدم ٻاهر اچي ٿو، ان ڪري روح کي اندر ويهي رهڻ جي فرصت ئي ڪانه ملندي. مهذب قومن جي ٻولين ۾ جيڪي هن قسم جا محاورا يا چوڻيون آهن، جيئن ته ’فلاڻي جي سنهان دل ٻئي ٻاهر آئي‘، يا ’فلاڻي جو روح ڇپن تي هئو‘، يا ’گرميءَ ۾ نڪان ساه پئي نڪتو‘ - صاف ڏيکارين ٿا ته روح جي ٻاهر پڇڻ جا قدرتي رستا وات ۽ نڪ آهن.

ڪڏهن ڪڏهن روح کي اڏامندڙ پکيءَ جي صورت ۾ تصور ڪيو ويندو آهي، جو پر کولي اڏامي وڃڻ جي تياريءَ ۾ هوندو آهي. انهيءَ تصور دنيا جي متعدد ٻولين ۾ پنهنجا نشان ڇڏيا آهن. اهڙي قسم جا محاورا گهڻو ڪري تشبيهه طور نظم ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن. ملايا جا ماڻهو روح جي انهيءَ تصور جي مختلف ۽ عجيب غريب نمونن سان تڪميل ڪندا آهن. جيڪڏهن روح هڪ اڏامندڙ پکي آهي، ته پوءِ ان کي چانور ڏيکاري پنهنجي طرف ڇڪي سگهجي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح ان کي اڏامي وڃڻ کان روڪي سگهجي ٿو يا جيڪڏهن هو اڏامڻ جي حماقت به ڪري ٿو وڃي ته پوءِ ان کي انهيءَ خطرناڪ سفر اختيار ڪرڻ کان اڳ ئي واپس موٽائي سگهجي ٿو. جاوا ۾ جڏهن ننڍڙي ٻار کي پهريون دفعو زمين تي رکندا آهن (انهيءَ گهڙيءَ کي ڀانئجي ٿو ته دنيا جا اڻ سڌريل ماڻهو نهايت خطرناڪ گهڙي سمجهندا آهن) تڏهن ان جي ماءُ ان کي ڪڪڙين جي ٽوڪريءَ ۾ رکندي آهي ۽ آري واريءَ ڪڪڙ وانگر ”آ-آ“ ڪري پنهنجي ٻار کي سڏيندي آهي. بورنيو جي سنٽانگ ضلعي ۾ جڏهن ڪو مرد، عورت يا ٻار گهر يا وڻ تان هيٺ ڪري پوندو آهي، تڏهن ان کي گهر آڻڻ کان هڪدم پوءِ سندس زال، مرد يا پيءُ ڪو عزيز حادثي واريءَ جاءِ ڏانهن ڊوڙندو ويندو آهي، ۽ اتي پهچڻ تي چانور هاريندو آهي، جن تي پيلو رنگ چڙهيل هوندو آهي، ۽ سڄو وقت هيئن چوندو آهي: ”آ آ، روح! فلاڻو وري گهر آيو آهي. آ آ، اي روح! آ آ!“ پوءِ اهي چانور زمين تان ميڙي واپس زخميءَ وٽ کڻي ويندا آهن، ۽ ان جي مٿي تي جهلي پنهنجي هٿ مان ان جي مٿان آهستي آهستي ڪيرائيندي هيئن چوندا آهن ته ”آ آ، اي روح، آ آ!“ هن حالت ۾ انهيءَ رسم جي ادائگيءَ جو صاف مطلب رلندڙ روح جي پکيءَ کي چانورن جي لالچ ڏيئي واسطيدار شخص جي مٿي ۾ واپس داخل ڪرڻ جو آهي. عام طرح خيال ڪيو ويندو آهي ته ستل ماڻهوءَ جو روح سندس جسم

مان ٻاهر نڪري ويندو آهي، ۽ اهي سڀ ڪم ڪري ايندو آهي، جن جو هو خواب ڏسندو آهي. مثلاً برازيل جو ڳاڙهو هندستاني جڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿيندو آهي، تڏهن ائين سمجهندو آهي ته سندس روح حقيقت ۾ ٻاهر نڪري شڪار ڪندو ۽ وڻ وڍيندو رهيو آهي يا جيڪي ڪجهه هن خواب ۾ ڏٺو هوندو آهي تن سڀني ڪاروائين لاءِ هن کي يقين هوندو آهي ته اهي سڀ دراصل عمل ۾ آيون آهن، حالانڪ هو پاڻ سڄو وقت پنهنجي ڪکائين بستري تي گهاٽيءَ ننڊ ۾ ستو پيو هوندو آهي. هڪ دفعي بورورو ڳوٺ وارن مان هڪڙي ڇٽي خواب ڏٺو ته سندس قبيلي جا دشمن لڪي لڪي سندس ڳوٺ کي گهيرو ڪري، متاڻن حملي ڪرڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن. هن پنهنجي قبيلي وارن سان جڏهن انهيءَ خواب جو ذڪر ڪيو، تڏهن اهي سڀ ڀڄي ڳوٺ ڇڏي ڀڄي ويا. هڪ دفعي ماڪوسي قبيلي جي هڪ بيمار ڳاڙهي هندستانيءَ خواب ۾ ڏٺو ته سندس آقا هن کي انهيءَ علالت جي حالت ۾ هڪ پهاڙي آبشار مٿان ڪن بندڻ کي گهلي مٿي ڪٽي هلڻ جو حڪم ڏنو. ان تي هن ٻئي ڏينهن صبح جو اٿڻ سان پنهنجي آقا وٽ شڪايت ڪئي ته هن هڪ غريب نوڪر تي ايڏي ساري بيرحمي ڪري انهيءَ حالت ۾ ڪانئس اهڙو سخت ڪم ڪرايو جو ڪين واجب ڪونه هو. گران چاڪو جا ڳاڙها هندستاني اهڙيون عجيب و غريب ڳالهيون ڪندا آهن، جو نئون ٻڌندڙ، جنهن کي انهن سان اڳ ڪڏهن واقفيت نه هوندي، هڪدم ائين چوندو ته اهي شخص ڪوڙا ۽ لباڙي آهن. درحقيقت انهن کي پنهنجن انهن ڪارنامن تي بلڪل پڪو اعتبار ۽ يقين هوندو آهي چو ته اهي سڀئي ڳالهيون هنن جا خواب هوندا آهن، جن ۾ کين پڪو ويساهه هوندو آهي، ۽ يقيني طور سمجهندا آهن ته انهن ۾ جيڪي به انهن ڏٺو، ٻڌو يا ڪيو، سو درحقيقت ائين ئي هو.

هاڻي، اهڙي روح کي، جو ننڊ ۾ پنهنجي جسم مان ٻاهر

نڪري گهمڻ لاءِ هليو وڃي، ظاهر آهي ته، ڪيترن ئي خطرن سان مقابلو ڪرڻو آهي؛ ڇوته جيڪڏهن ڪن سببن ڪري هن ڪي ڪٿي ڪوئي هميشه لاءِ روڪي ڇڏيو وڃي ته پوءِ اهو ماڻهو مري ويندو، جنهن جي بدن مان هو اهڙي نموني بغير اجازت نڪري ٿو وڃي. جرمنيءَ وارن ۾ هيءَ اعتقاد آهي ته، ننڊ ۾ ماڻهوءَ جو روح ان جي وات مان ڪُئي يا پکيءَ جي صورت ۾ ٻاهر نڪري وڃي ٿو ۽ انهيءَ ڪُئي يا ننڍڙي پکيءَ جو ڪٿي جهلجي پوڻ ستل ماڻهوءَ لاءِ موتمار ثابت ڪندو. چنانچ، ٽرانسلوانيا وارا چوندا آهن ته ٻار ڪي وات ڦاڙي سمهڻ نه ڏجي، ڇوته جيڪڏهن سندس روح ڪُئي يا ننڍڙي پکيءَ جي صورت ۾ ٻاهر نڪري ويو ته اهو ٻار وري ڪونه اٿندو. ستل ماڻهوءَ جي اهڙي گهمندڙ روح جي واپس نه موٽڻ لاءِ گهڻيئي سبب ٿي سگهن ٿا، مثلاً اهڙو روح رستي هلندي شايد ڪنهن دشمن جي روح سان ملي وڃي ۽ اهي ٻئي روح پاڻ ۾ وڙهي پون. ان ڪري گائنا جو شيدي صبح جو اٿڻ وقت جيڪڏهن هڏن ۾ پيڙا محسوس ڪندو آهي ته هو سمجهندو آهي ته رات جو سندس روح ڪي ڪنهن مار ڪيڊي هوندي. يا ائين به ٿي سگهي ٿو ته اهڙو رلندڙ روح ڪنهن اهڙي ٻئي رلندڙ روح سان ملي وڃي، جنهن تازو خاڪي پڃرو ڇڏيو هجي ۽ اهو هن ڪي به ساڻ وٺي هليو وڃي. انهيءَ اعتقاد ڪري آرو ٻيٽ وارن جي گهر ۾ جڏهن به ماڻهو مرندو آهي، تڏهن اهي پهرينءَ رات بلڪل ڪونه سمهندا آهن، ڇوته هو سمجهندا آهن ته مرحوم جو روح ضرور گهر ۾ ايندو ـ ۽ هو ان سان خواب ۾ ملڻ کان ڊڄندا آهن. وري، ستل ماڻهوءَ جي روح کي گهمندي ڦرندي ڪو حادثو به پيش اچي سگهي ٿو يا ان کي ڪو نه ڪو زبردستيءَ رستي ۾ روڪي سگهي ٿو. ڊياڪ قبيلي وارو جڏهن پاڻ کي خواب اندر پاڻيءَ ۾ ٻڏندو ڏسندو آهي، تڏهن هو سمجهندو آهي ته اهو حادثو سندس روح کي درحقيقت پيش آيو آهي. چنانچ، هو پنهنجي قبيلي جي جادوگر کي ڪوٺائيندو آهي، جو سندس ٻڏي ويل روح کي بچائڻ لاءِ پاڻيءَ سان هڪ

ٽپ پرائي ان ۾ ننڊو چار وجهي ان کي ڳوليندو آهي، تان جو جڏهن اهو روح هٿ لڳندو اٿس، تڏهن ان کي سندس مالڪ جي سيني ۾ واپس وجهي ڇڏيندو آهي. سنتال قبيلي وارا ٻڌائيندا آهن ته ڪيئن نه سندن هڪڙي ماڻهوءَ رات جو سمهڻ کان پوءِ اڃ محسوس ڪئي ۽ سندس روح انهيءَ خاڪي جسم منجهان ڪِرڙيءَ جي صورت اختيار ڪري ٻاهر نڪري ويو، ۽ پاڻيءَ جي هڪ مٽ اندر گهڙي ويو. عين ان وقت مٽ جي مالڪ اتفاق سان اتي ان کي ڍڪ ڏنو، جنهنڪري اهو روح مٽ اندر ڦاسي پيو ۽ پنهنجي اصلي جسم ڏانهن واپس نه وري سگهيو. نتيجو اهو نڪتو جو ماڻهو مري ويو. جڏهن مرحوم جا دوست ۽ عزيز سندس خاڪي پڃري کي باه جي سپرد ڪري رهيا هئا، تڏهن انهن مان ڪنهن نه ڪنهن مٽ جو ڍڪڻ لاهي ورتو ۽ ان ۾ قاتل روح ٻاهر نڪري آيو. ڪرڙي اندران ٽپ ڏيئي ٻاهر نڪري آئي ۽ پنهنجي اصلوڪي جسم اندر گهڙي ويئي، جنهنڪري ماڻهو جيئرو ٿي اٿي ويٺو، ۽ ماڻهن کان دريافت ڪرڻ لڳو ته اوهين ڇو ٿا روئو؟ هنن ٻڌايس ته اسان توکي مئل سمجهي ساڙڻ لاءِ تيار هئاسون. هن کين ٻڌايو ته هو ڪنهن کوه ۾ پاڻي پيئڻ لاءِ هيٺ لٿو هو، پر ان مان ٻاهر نڪري نٿي سگهيو، ۽ مس مس هاڻي اتان واپس آيو هو. اهو واقعو سينني ڄڻن پنهنجين اکين سان ڏٺو هو.

اوائلي وحشين، يا هن وقت تائين جيڪي پٺتي پيل قومون موجود آهن، تن جي معاشرن ۾ ستل ماڻهوءَ کي اوچتو نه جاڳايو ويندو آهي، ڇو ته سندن روح ٻاهر هوندو آهي ۽ ممڪن آهي ته ان وقت تائين اهو ايتريءَ تيزيءَ سان واپس نه اچي سگهي. ان جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي روح کانسواءِ جاڳي پيو، ته هو بيمار ٿي پوندو. جيڪڏهن کيس ڪنهن ضروري ڪم سان هرو ڀرو اٿارڻو ٿي آهي ته آهستگيءَ سان اٿارجيس، ته جيئن سندس روح کي واپس جسم اندر داخل ٿيڻ جي فرصت ملي وڃي. هڪ

دفعي فجي پيٽن جي هڪ ستل رهاڪوءَ جي پير مٿان ڪنهن
واٺهڙوءَ جو پير اچي ويو، جنهنڪري هن جي ننڊ اوچتو ڦٽي پيئي،
هو جيئن جاڳيو، تيئن زور سان واڪا ڪري پنهنجي روح کي
منٿون ميڙيون ڪرڻ لڳو ته 'پلاڻي ڪر، منهنجي جسم ۾ واپس
اچ'. درحقيقت هن خواب ۾ پاڻ کي هڪ ڏکهي سفر جي دوران
۾ ڏونگا جي پيٽ ۾ ڏٺو هو ۽ جڏهن ننڊ منجهان اوچتو بيدار
ٿي هن پاڻ کي ماڻوڪو پيٽ ۾ ڏٺو، تڏهن سندس ڏپ ۽ هراس
جي حد ئي ڪانه رهي، ڇو ته کيس خوف اچي ورايو ته سندس
روح کانئس ايڏو دور پوئتي رهجي ويو هو. ان حالت ۾ کيس
پنهنجو موت بنهه اکين آڏو نظر اچڻ لڳو ۽ سمجهيائين ته جيڪڏهن
سندس روح کي ڪنهن طريقي سان ايترو بحري رستو جلد طئي
ڪري واپس اچڻ لاءِ ڪو آماده ڪري سگهي، ته پوءِ هن جي
بچڻ جي ڪا اميد يا آسرو ٿي پوي. ممڪن هو ته هيءُ وحشي
ڏپ ۽ فڪر وچان واقعي مري وڃي ها، پر اتفاق سان هڪ
عيسائي مبلغ موجود هو، جنهن سندس روح موٽائي آڻي کيس ڏنو،
سندس ڏپ دور ٿي ويو ۽ اندر کي اطمينان اچي ويس.

اهڙن ماڻهن جي خيال ۾، ڪنهن جي سمهڻ واري جاءِ هن
جي ستي ئي بدلائي ڇڏڻ ان جي صورت کي ڦيري ڇڏڻ، مٿين
ڳالهه کان به زياده خطرناڪ آهي؛ ڇو ته موٽڻ وقت روح ان کي
سڃاڻي نه سگهندو ۽ واپس موٽي ويندو، جنهن ڪري اهو ماڻهو
ننڊ ۾ ئي مري ويندو. ان ڪري منانڪاپار قبيلي وارا ستل
ماڻهوءَ جي صورت کي ننڊ جي عالم ۾ سياه ڪرڻ يا مٽيءَ ڏڪڻ
کان سخت منع ڪندا آهن، ڇاڪاڻ ته انهن جي خيال مطابق،
جڏهن روح پنهنجو سير تفريح ڪري واپس ايندو، تڏهن ان کي
پنهنجي جسم اندر داخل ٿيڻ کان نفرت ايندي ۽ هو ان ۾ دوباره
داخل ٿيڻ کان انڪار ڪندا. ملايا جا پاٽاني قوم وارا چوندا
آهن ته ستل ماڻهوءَ جي شڪل کي ننڊ ۾ داغ لڳائي بدصورت
هرگز نه ڪجي، ڇو ته ان جو روح جڏهن واپس ايندو، تڏهن

پنهنجي جسم ڪي سڃاڻي نہ سگهندو، ۽ جيستائين ان جي شڪل کي ڌوئي صاف نہ ڪيو، تيستين هو ان ۾ واپس اندر نہ ويندو ۽ سٺل ماڻهو ستو ئي رهندو. بمبئيءَ ۾ سٺل ماڻهوءَ جي شڪل کي رنگ هڻڻ يا ٻيءَ ڪنهن صورت ۾ هن جي صورت بدلائي ڇڏڻ، مثلاً عورت کي منهن تي مڇون چاڙهي ڇڏڻ وغيره خون کان بہ زياده سنگين ڏوه سمجهندا آهن، ڇو تہ انهن جو بہ اهو ئي خيال آهي تہ واپس ايندڙ روح پنهنجي جسم کي ڪونہ سڃاڻندو ۽ سٺل ماڻهو مري ويندو.

اهو ضروري ناهي تہ روح هرويرو ننڊ جي حالت ۾ ٻاهر ڏو نڪري. ممڪن آهي تہ اهو جاڳندي ۽ ويلي ويلي بہ نڪري وڃي، پر انهيءَ پوئينءَ حالت ۾ بيماري، چريائپ يا موت واقع ٿيندو. آسٽريليا جي وورونجيري قبيلي وارن جو هڪ ماڻهو موت جا آخرين پساه کڻي رهيو هو، ڇو تہ سندس روح جسم مان ٻاهر نڪري ويو هو. انهن جو هڪ "ويڄ" ان جي روح جي پٺيان پيو، ۽ جيئن اهو روح ٻڏندڙ سج جي آخرين سنهري شعاعن ۾ غائب ٿيڻ وارو هو، تيئن هن وڃي ان کي ڇيلهہ کان جهليو ۽ کيس پنهنجي کٿي ۾ ويڙهي لڪائي کٺي آيو. ان کان پوءِ مرندڙ ماڻهوءَ جي مٿان اهو "ويڄ" اونڌو ٿي سمهي پيو ۽ سندس روح کي ان ۾ واپس وڌائين، جنهن کان پوءِ اهو ماڻهو جيئرو ٿي اٿي ويٺو. برما جا ڪئرين قبيلي وارا هميشه پنهنجن روحن جي متعلق فڪرمند رهندا آهن تہ متان اهي سندن جسمن مان اوچتو ٻاهر نڪري، ڪين موت جي منهن ۾ اڇلي وڃن. جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي اهو وهم ويهندو آهي تہ سندس روح اهڙو خطرناڪ قدم کڻڻ وارو آهي، تڏهن ان جا مائٽ هڪ رسم ادا ڪندا آهن، جنهن ۾ گهر ۽ خاندان جي ڀاتين جو حاضر ۽ شامل هئڻ بيحد ضروري سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ موقعي لاءِ خاص قسم جو طعام تيار ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ هڪ ڪڪڙُ ۽ هڪ ڪڪڙ، خاص قسم جا چانور ۽ ڪيلن جو هڪ ڇڳو هوندو آهي، ان

ڪان پوءِ، گهر جو وڏو، چانورڻ ڪائڻ جو خالي پيالو ڪٽي، ان ڪي گهر جي ڏاکڻ سان ٺوڪيندو آهي ۽ هيئن چوندو آهي: ”چڻو چڻو! اي روح، واپس اچ. ٻاهر نه ترس، جيڪڏهن مينهن وسندو ته پسي پوندين؛ آس نڪرندي ته گرمي ٿيندئي؛ ٻاهر مڇر کائيندئي، چورون رت چوسيندئي، چيتا ڪائي ڳرڪائي ڇڏيندئي ۽ آسماني گجگوڙ توکي فنا ڪري ڇڏيندي، چڻو چڻو چڻو! روح واپس اچ. هتي تون آسائش سان رهندين؛ توکي ڪا ضرورت محسوس نه ٿيندي؛ اچ ۽ اسان جي پناه هيٺ اچي، هيءَ ڪاڏو ڪاٽ، جيڪو اسان خاص طور تو لاءِ تيار ڪيو آهي.“ ان ڪان پوءِ سڀئي حاضرين اهو ڪاڏو ڪائيندا آهن، ۽ انهيءَ رسم ختم ٿيڻ وقت گهر جا سڀئي ڀاتي پنهنجين ڪراين ۾ ڪارو ڌاڳو ٻڌندا آهن، جنهن تي سنڌن جادوگر منتر ڦوڪيو هوندو آهي. اهڙي ٺي طريقي سان ڏکڻ چين جا لولو قبيلي وارا چوندا آهن ته پراڻيءَ بيماريءَ جي ڪري روح مريض جي بدن کي ڇڏي هليو ويندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ هو هڪ قصيدو پڙهندا آهن، جنهن ۾ روح جي خوشامد برآمد ڪيل هوندي آهي ته ”اي روح پهاڙن مان، ماڙين مان، جهنگن جهرن، درياهن، ٻيلن ۽ ٻنين مان — جتي به آهين — واپس هليو اچ.“ ساڳئي وقت مريضن جي گهر جي دروازي وٽ پاڻيءَ، شراب ۽ چانورن سان ڀريل پيالا رکيا ويندا آهن ته جيئن ٿڪل ٽٽل روح واپس ايندي ٺي پاڻ کي تازو توانو ڪري سگهي. انهيءَ رسم جي اختتام وقت، روح کي سوگهو ڪري ويهارڻ لاءِ بيمار جي ڪرائيءَ ۾ هڪ ڳاڙهو ڌاڳو ٻڌندا آهن ۽ اهو جيسين سڙي پاڻ هيٺ نه ڪري پوي تيسين ان کي ڪا نه لاٿو ويندو آهي.

ڪانگو ماڙيءَ ۾ رهندڙ قبيلن ۾ جڏهن ڪو ماڻهو بيمار ٿيندو آهي، تڏهن هو سمجهندا آهن ته ان جو روح سندس جسم مان ٻاهر نڪري ويو آهي. چنانچه قبيلي جي جادوگر کي سڏايو ويندو آهي ۽ کيس انهيءَ ڀاڄوڪڙ روح کي ڦاسائڻ لاءِ منٿ ميڙ

ڪٺي ويندي آهي. اهو جادوگر گھٹو ڪري هر حالت ۾ چوندو آهي ته 'مون انهيءَ روح کي فلاڻي نه فلاڻي وڻ ۾ ڏٺو آهي'؛ جنهن کان پوءِ سڄي قبيلي جا ماڻهو جمع ٿي جادوگر سان گڏ انهيءَ وڻ ڏانهن ويندا آهن. اتي پهچڻ کان پوءِ، ڪن طاقتور ماڻهن کي انهيءَ شاخ ٽوڙڻ جو ڪم سپرد ڪيو ويندو آهي، جنهن ڏانهن جادوگر اشارو ڪندو آهي. پوءِ هو انهيءَ ٽاريءَ کي ٽوڙي ڳوٺ ڏانهن واپس کڻي ويندا آهن ۽ ڳوٺ جي گھٽين مان لنگھندي اهڙي ڏيکائي ڏيندا آهن ڄڻ ته مٿن ڪو وڏو بار رکيل آهي، جنهن کي کڻڻ کان هو لاچار آهن. جڏهن اها شاخ مريض وٽ اچي پهچندي آهي، تڏهن ان کي سڌو ڪري ويهاريندا آهن، ۽ شاخ کي سندس پاسي ۾ رکي، جادوگر ڪجھه منتر آلاپيندو آهي، جنهن کان پوءِ چوڌاري مبارڪون ڏنيون وينديون آهن ته شڪر ٿيو جو مريض جو روح پنهنجي اصلوڪيءَ جاءِ تي پهچي ويو.

سوماترا جا بٽڪ قبيلي وارا ڪٽتيءَ، بيماريءَ، انتهائي ڊپ ۽ موت کي انساني جسم مان روح جي غيرموجودگيءَ جو نتيجو سمجھندا آهن. اول ته هو ٻاهر چانور هاري ٽنڪنڊڙ روح کي پڃري مان نڪري ويل پکيءَ وانگر، واپس اچڻ لاءِ آماده ڪرڻ جي، ڪوشش ڪندا آهن، جنهن کان پوءِ هي الفاظ زبان سان ادا ڪندا آهن: "اي روح! واپس اچ! ڪنهن ٻيلي ۾ ترسيل آهين، يا ٻهاڙن تي ٻهتل آهين، يا ڪنهن واديءَ ۾ وسيل آهين... ڪٿي به آهين ته هليو اچ!" هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪڙو هردلعزيز سياح ڪايان قبيلي وارن جي ڳوٺ ۾ چند ڏينهن گذارڻ کان پوءِ جڏهن ڳوٺ وارن کان موڪلائي اٿڻ وڃڻ لڳو تڏهن اتان جون سڀ عورتون پنهنجن ننڍڙن ٻارن جا بسترا کڻي ان وٽ آيون ۽ چيائونس ته "مهرباني ڪري هينئن مٿان اهڙو ڪو منتر ڦوڪ، جو ٻارن جا روح تنهنجي پٺيان نه لڳي پون، پر جيڪڏهن تنهنجي پيار جي زير اثر تنهنجي ڪڍ اچن به کڻي، ته به جلد ئي پنهنجن بسترن ڏانهن واپس وري اچن." هر هڪ بستري جي هڪ ڪنڊ وٽ ڏوري

پڌل هئي، جنهن ۾ هڪ سيرڪڻ ٿهيل هئي، جنهن ۾ هر هڪ پار جي آڳر وجهي انهيءَ سرڪڻ کي ڇڪي پڌو ويو ته جيئن انهن جا ننڍڙا روح ان ۾ پڌا رهن ۽ اجنبي سياح سان گڏ جي هليا نه وڃن.

هندستان ۾ هڪ آکاڻي مشهور آهي ته هڪ دفعي ڪنهن بادشاه پنهنجو روح هڪ مردي برهمڻ جي جسم ۾ وڌو، هڪ ڪبڙي شخص وري پنهنجو روح بادشاه جي بدن ۾ ڪٿي وڌو، جنهنڪري بادشاه برهمڻ، ۽ ڪبڙو بادشاه ٿي پيو. بهرحال، ڪجهه عرصي بعد ڪبڙي کي پنهنجيءَ ڪاريگريءَ ڏيکارڻ لاءِ آماده ڪيو ويو ۽ کيس چيو ويو ته: ”جيڪڏهن تون پنهنجي روح کي ذر حقيقت ڦيرائي گهيرائي سگهين ٿو، ته ان کي هن مرده طوطي جي لاش ۾ وجهي ڏيکار!“ ڪبڙي ائين ڪيو ۽ بادشاه جي روح موقعي کي غنيمت ڄاڻي، پنهنجي اصلوڪي جسم تي وڃي قبضو ڪيو. اهڙي ئي قسم جي هڪ ڳالهه ملايا جا ماڻهو به ڪندا آهن، پر ان ۾ ڪجهه ٿوريون مختصر ڳالهيون بدليل آهن، چون ٿا ته هڪڙي بادشاهه حماقت ڪري پنهنجي روح کي هڪ باندر جي جسم ۾ ڪٿيءَ داخل ڪيو، جنهن تي سندس عيار وزير جو اتي موجود هو ڏاڍي چالاڪيءَ ۽ حرفت سان پنهنجي روح کي بادشاه جي خالي جسم اندر ڪٿي داخل ڪيو، ۽ اهڙيءَ طرح ملڪه ۽ مملڪت تي قبضو ڪري ورتو. حقيقي بادشاه ظاهري باندر جي صورت ۾ دربار ۾ ڪرندو سڙندو رهيو، پر هڪ ڏينهن نقلي بادشاه، جو وڏا داءَ هڻندو هو، گهيٽن جي ويڙه ڏسي رهيو هو، ۽ اتفاق اهڙو ٿيو، جو جنهن گهيٽي تيءَ هن وڏي شرط رکي هئي، اهو ڪري پئو ۽ سري ويو. ان ۾ دوباره جان وجهڻ جون سڀئي ڪوششون رائگان ويئون، تان جو (ڪوڙي) بادشاه، هڪ باهمت رانديگر وانگر، پنهنجي روح کي مئل گهيٽي ۾ منتقل ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح ويڙه جاري رکي. باندر جي صورت ۾ ويٺل حقيقي بادشاه موقعي کي غنيمت ڄاڻي دل جي همت ڪري پنهنجي اصلوڪي جسم ۾ وڃي

داخل ٿيو، جنهن ڪي عارضي طور وزير خالي ڪيو هو. اهڙيءَ طرح هو پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ اچي ويو ۽ گهيٽي جي جسم ۾ آيل غاصب جو اهو انجام ٿيو، جنهن جي هو لائق هو. ساڳيءَ طرح، يوناني چوندا هئا ته ڪلئزومينا واري هرموٽيمس جو روح پنهنجي جسم کي ڇڏي دور دور تائين وڃي رلندو هو ۽ جيڪي ڪجهه هو پنهنجن گشتن جي دوران ۾ ڏسندو هو، تنهن جي متعلق هو پنهنجن دوستن ڏانهن خبرون کڻي ايندو هو؛ تان جو هڪ ڏينهن، جڏهن سندس روح ٻاهر هو، هن جي دشمن چالاڪي ڪري سندس ترڪ ڪيل جسم تي قبضو ڪيو ۽ ان کي باه ۾ ساڙي ڇڏيائون.

روح جي روانگي هروقت رضاڪارانه ڪانه هوندي آهي. ڪن وقتن تي ان کي سندن مرضيءَ خلاف جسم منجهان ڀوت، ديو يا جادوگر ڪڍي سگهن ٿا. ڪن وقتن تي روحن کي ڀوت، جادوگر ۽ بد روح سندس خاڪي پڃري مان زوري ڇڪي ٻاهر ڪڍندا آهن؛ ان ڪري جڏهن ٻه ڪئرين قبيلي وارن جي گهر وٽان ڪو لاش لنگهندو آهي، تڏهن هو پنهنجن سيني ٻارن کي گهر جي ڪنهن ٻنهه اندرئين حصي ۾، هڪ خاص قسم جي رسيءَ سان ٻڌي ڇڏيندا آهن، ته متان انهن جا روح سندن جسمن کي ڇڏي مڙدي جي بدن ۾ گهڙي وڃن. جيسين مڙدو سندن گهرن کان بلڪل دور نه هليو ويندو آهي، تيسين ويچارا ٻار ٻڌا ويٺا هوندا آهن. جڏهن جنازي کي هيٺ قبر ۾ لاٿو ويندو آهي، تڏهن قبر ۾ مٽي وجهڻ کان اڳ سيئي ڪانڊي قبر جي ٻنهي ڪنارن مان صفون ٻڌي بيهندا آهن. سندن هڪ هٿ ۾ بانس جو هڪ لڪڙو هوندو آهي، جو سڄي جو سڄو چيريل هوندو آهي ۽ ٻئي هٿ ۾ وري هڪ لٺ هوندي آهي. پوءِ هرهڪ واري وٽيءَ سان بانس جي لڪڙي کي آيو ڪري، قبر ۾ نيئي، ٻئي هٿ واري لٺ بانس واري انهيءَ چير سان لڳائي سرڪائي ٻاهر آڻيندو آهي، ته جيئن سندس روح کي، جو ممڪن آهي ته قبر ۾ هيٺ لهي ويو هجي،

اهڙيءَ طرح ٻاهر نڪري اچڻ جو طريقو معلوم ٿي وڃي. قبر
کي (لڏڻ) وقت سڀئي حاضرين پنهنجا ٻانس وارا لڪڙا مٽيءَ کان
ٻري رکندا آهن ته مٿان سندن روح اچا انهن لڪڙن ۾ رهيل هجن
۽ بيخياليءَ ۾ مٽيءَ ۾ دفن ٿي وڃن. جنازي جي دفن ڪرڻ جو
ڪم پورو ڪري جڏهن سڀئي ڪانڌي واپس سوٽندا آهن، تڏهن
اهي لڪڙا پاڻ سان گڏ گهر کڻي ويندا آهن ۽ واپس ويندي
ويندي رستي تي، هر گهڙيءَ پٺتي نهاري پنهنجي روح کي منٿ
ڪندا آهن ته "خدارا جلدي ڪر، واپس گهر هل!" رستي تي وري
هڪ ڪانڌي وڻن سان ٽاريون ٻڌي انهن مان ٿي ننڍيون گول
"ڪنڊيون" ٺاهيندو آهي، ۽ ٿوري ٿوري مفاصلي طئي ٿيڻ کان
پوءِ هٿ ۾ هڪڙي ڪنڊي جهلي روح کي ڦاسائڻ جي
ڪوشش ڪندو آهي، ۽ انهيءَ استعمال ٿيل ڪنڊيءَ کي زمين
۾ چٻائي ڇڏيندو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح هو انهن ننهي ڪنڊين
کي استعمال ڪندو آهي. اها رسم هن لاءِ ادا ڪئي ويندي
آهي ته مٿان جيئرن جا روح مئن جي روحن سان رستي تي ڪٽي
روح رهاڻ ڪرڻ لاءِ ڪجهه بيهي رهن. جڏهن ڪارو- ٻنڪ قبيلي
وارا پنهنجي ڪنهن مائٽ يا دوست جي لاش کي دفن پيا ڪندا
آهن ۽ قبر ۾ مٽي وجهندا آهن، تڏهن انهيءَ قبيلي جي هڪ
جادوگرائي هوا ۾ لٺ ڦيرائيندي رهندي آهي. اها ڪاروائي
جيئرن جي روحن کي قبر ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ ڪئي
ويندي آهي، ڇو ته هنن جو خيال آهي ته جيڪڏهن ڪو روح
قبر ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ ڪئي ويندي آهي، ڇو ته هنن
جو خيال آهي ته جيڪڏهن ڪو روح قبر ۾ داخل ٿيو ۽ مٽيءَ
هيٺان دٻجي ويو، ته ان جو مالڪ مري ويندو.

لايلٽي جزيرن جي مجمع ۾ ڊوئي نالي هڪ ننڍي جزيري جا
باشندا چوندا آهن ته ڀٽن جا روح جيئرن جي روحن کي چورائي
کڻي ويندا آهن. جڏهن به انهن مان ڪو عليل ٿيندو آهي،
تڏهن "سندن روحن جو ڊاڪٽر" يا ڀوڀو، ماڻهن جي مجمعي سان

سندس ڪپڙي ڏانهن ڇڪائيندي رهندي آهي. تہ جيئن هو پنهنجي ڪپڙي کي سچائي موٽي اچي ۽ ان ۾ وري گهڙي وڃي. ان ڪانپوءِ اهو ڪپڙو يا تہ پار کي پارايو ويندو آهي يا وري سندس پرسان رکيو ويندو آهي. جيڪڏهن پار مري نہ ويو تہ يقيناً تندرست ٿيندو. اهڙيءَ طرح ڳاڙها هندستاني پنهنجي ڪنهن ماڻهوءَ جي مفرور روح کي سندس جتيءَ ۾ ڦاسائي، کيس آٽي اهل جتي پارائيندا آهن؛ ۽ مريض جي روح کي واپس سندس جسم ۾ داخل ڪندا آهن.

مولوڪا ٻيٽن ۾ جڏهن بہ ڪو ماڻهو بيمار ٿي پوندو آهي، تڏهن اتان جا ماڻهو سمجهندا آهن تہ ان جي روح کي ڪو شيطان پاهر ڪڍي؛ جهنگ ۾ جبل، وڻ يا ڪنهن اهڙيءَ غار ۾ ڪٽي ويو آهي، جتي ان جو قيامگاه هوندو آهي. جڏهن انهن جو جادوگر مريض جي مائٽن کي شيطان جي رهڻ واري جاءِ ڏيکاريندو آهي، تڏهن اهي سڀ گڏجي اتي ويندا آهن ۽ پاڻ سان رڌل چانور، ميوو، مڇي، ڪچا آنا، هڪ ڪڪڙ، هڪ ڇوزو، رسمي جبو، سون ۽ ڪنگڻ وغيره کڻي ويندا آهن. ڪاڏي کي چڱيءَ طرح سامهون پکيڙي، هيءَ دعا پڙهندا آهن: ”اي شيطان، اسين هي طعام، سون وغيره جو نذرانو تنهنجي حضور ۾ کڻي آيا آهيون؛ اهي قبول ڪر ۽ اسان جي ماڻهوءَ جي روح کي، جنهن کي تو پاڻ وٽ بند ڪيو آهي ۽ جنهن لاءِ اسين دعا ڪري رهيا آهيون آزادي بخش! ان کي ڇڏ تہ پنهنجي جسم ڏانهن واپس وڃي ۽ ان جي اٿپورائيءَ جي پورائي ڪري.“ پوءِ اهي ٿورو طعام کائيندا آهن ۽ قيدي روح جي آزاديءَ جي عيوض ۾ ڪڪڙ کي ڇوڙي ڇڏيندا آهن. بعد ۾ ڪچا آنا بہ اتي ئي ڇڏي ڏيندا آهن، پر ريشمي جبو، سون ۽ ڪنگڻ واپس کڻي ويندا آهن. گهر پهچڻ شرط اتان واپس آندل ڪاڏو ترا ڪڙي پيالي ۾ وجهي، مريض جي مٿي تي جهلي هيئن چوندا آهن: ”هاڻي تنهنجي روح کي آزادي ملي آهي ۽ تون تندرست ۽ توانو ٿي، اچن (وارن) اچڻ تائين

زنده رهندين".

نئين جاءِ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ وارن ماڻهن کي خاص طرح ڀوتن جو ڏاڍو ڊپ رهندو آهي. سيليبس جي ٻيٽن ۾ رهنداهاسا جي ڳوٺ جا آلفور قبيلي وارا نئين گهر ۾ ويهڻ کان اڳ هڪ رسم ادا ڪندا آهن، جنهن کي اهي "گهر کي گرم ڪرڻ" چوندا آهن. انهيءَ موقعي تي، سندن پادري نئين گهر ۾ رهندڙ "روحن" کي قاسائڻ لاءِ هڪ رسم ادا ڪندو آهي. گهر جي اندر ڪهيل قربانيءَ ڪرڻ واري هنڌ تي هو هڪ ٿيلهي لٽڪائي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ اتي بيهي سڀني ديوتائن جي نالن جي فهرست پڙهندو آهي. انهن ديوتائن جو تعداد ايترو ته گهڻو هوندو آهي، جو پادريءَ کي انهن سڀني نالن کڻڻ ۽ سندن سڃاڻپ وغيره جي بيان ڪرڻ ۾ سڄي رات گذري ويندي آهي. صبح جو هو انهن سڀني ديوتائن کي ڪڪڙ جا آنا ۽ چانور پيش ڪندو آهي. ان وچ ۾، گهر ۾ رهندڙ سڀ روح ۽ ڀوت انهيءَ ٿيلهيءَ ۾ اچي جمع ٿيندا آهن. پادري اها ٿيلهي پوءِ گهر جي مالڪ جي مٿان اچي جهليندو آهي، ۽ هيئن چوندو آهي: "وٺ پنهنجا ڀوت! اي ڀوت پيچي وڃ ۽ وري واپس اچڻ جي جرئت نه ڪجانءِ."

ان کان پوءِ گهرڌڻيءَ ۽ گهر جي ٻين سڀني ڀاتين جي مٿان به ساڳيءَ طرح اهي ئي الفاظ ادا ڪندو آهي، جنهن کان پوءِ سڀئي ڄڻا نئينءَ جاءِ ۾ بيخوف و خطر رهي سگهندا آهن. مريضن جي مفرور روح کي قاسائڻ لاءِ آلفور قبيلي وارا ڇا ڪندا آهن، جو هڪ لوٽي کي رسي ٻڌي دريءَ کان هيٺ لٽڪائي ڇڏيندا آهن ۽ ان کي لوڏي لوڏي گهر ٿيل روح کي ان ۾ قاسائڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن. جڏهن ڪين خاطري ٿي ويندي آهي ته روح لوٽي ۾ اچي ويو آهي، تڏهن هٿ وجهي روح کي مٿي ڇڪي، ان کي واسطيدار ماڻهوءَ جي بدن ۾ داخل ڪندا آهن. انهيءَ ساڳئي قبيلي وارن جو جادوگر جڏهن ڪنهن ڀاڄوڪڙ روح کي ڪيڙي ۾ قاسائي گهر ڏانهن واپس آڻيندو آهي، تڏهن انهيءَ

سيپٽي ۾ بدروح ماڻهو اهڙا سڄي رات گوٽ جي در در تي ڳائيندا وڄائيندا ۽ نچندا ويندا آهن ۽ صبح جو سوير اهي سيپٽي پوءِ هڪ اهڙي جاءِ ۾ گهڙي ويندا آهن، جا هوئڻ ۾ بند هوندي آهي، ۽ جنهن جي اندروني حصي ۾ ناچا اونده ئي هوندي آهي، ان کان پوءِ جاءِ جي ڇت ۾ هڪ ننڍڙو سوراخ ڪيو ويندو آهي ۽ ويچ مٿي چڙهي اتان کڻين جي ٻهاري سان روحن کي ٻيڙهي انهيءَ جاءِ اندر اچلائيندو آهي، (جي گهڻو ڪري ننڍڙين ٻيڙين هڏن جي چٽڙين ۽ ڪوڏين جي صورت ۾ هوندا آهن). اهو ڪم پورو ڪري، هو هيٺ لهي ايندو آهي، ۽ انهن هيٺ ڪيرايل روحن منجهان ناڳيب ۾ تہ مٿين جي روحن کي سڃاڻي جدا ڪندو آهي، جي گهڻو ڪري تمام گهٽي تعداد ۾ جيئرن جي روحن سان شامل ٿي ويا هوندا آهن. انهيءَ ڪاريگريءَ جي ڪم ڪرڻ کان پوءِ، هو سيپٽي ۾ بدروح ماڻهن کي پنهنجي سامهون قطار ڪري ويهاريندو آهي، ۽ هڪ جي روح کي سڃاڻي واسطيدار ماڻهوءَ جي مٿي تي رکي آهستي آهستي هٿ سان ’ٿپ‘ ’ٿپ‘ ڪندو آهي، ۽ انهيءَ وچ ۾ تيمين وات سان منتر پڙهندو رهندو آهي، جيسين اهو روح پنهنجي مقرر جاءِ تي آرام سان وڃي ويهي نہ رهي، انهيءَ ڪم ۾ هن کي هيءَ هڪ ڏاڍي خبرداري ڪرڻي هوندي آهي، تہ جيئن ڪنهن جيئري ماڻهوءَ ۾ مئل ماڻهوءَ جو روح داخل نہ ٿي وڃي، نہ تہ اهو ماڻهو ٿوري وقت اندر مري ويندو. ڪن حالتن ۾ وري روحن کي، نہ فقط بد روح، ڀوت ۽ شيطان، سندن جسمن مان باهر ڪڍي، کين انهن ۾ دوباره داخل ٿيڻ کان روڪيندا آهن، پر ماڻهو ٻيائين ڪري سگهندا آهن، خاص طرح جادوگر ۽ ٻوبا اهو ڪم عام اجام ڪندا آهن. چنانچہ فجي ٻيٽن ۾ جڏهن ڪو مجرم يا گنهگار پنهنجي ڏوهہ يا گناهہ جي اقرار ڪرڻ کان انڪار ڪندو هو، تڏهن اتان جو سردار هڪ رومال آڻي جو حڪم ڏيندو هو، جنهن سان بدمعاش جي روح کي ڦاسائي سندس جسم مان باهر ڪڍيو ويندو هو. انهيءَ رومال جي ڏسڻ

سان، يا اڪثر رڳو نالي پڌڻ سان ئي مجرم گهٽو ڪري پنهنجو
سچو راز فاش ڪري ڇڏيندو هو، چو ته ٻيءَ صورت ۾ اهو رومال
سندس مٿي تي تيسين ڦيرايو ويندو هو، جيسين سندس روح جسم
مان نڪري انهيءَ رومال ۾ داخل ٿئي. روح کي اهڙي نموني سان
ڦاسائي، رومال ۾ چڱيءَ طرح ويڙهي، ان کي مردار جي پيڙيءَ جي
ڪنڊ سان ميخن سان ٺوڪي ڇڏيندا هئا، جنهن کان پوءِ اهو
بدنصيب ڏوهي روح کان محروم هئڻ جي حالت ۾ اهڙو ته غم و اندوه
ڪندو هو، جو آخرڪار ڪڙهي سڙي مري ويندو هو. ڏينجر ۾ پڻ
جا جادوگر اهڙن روحن کي ڦاسائڻ لاءِ چار پکيڙي ڇڏيندا هئا،
جي ناريل جي مضبوط رسيءَ سان ٺهيل هوندا هئا ۽ پندرنهن کان وٺي
ٽيهن فوٽن تائين ڊگها هوندا هئا. چارن جي ڪنڊن وٽ مختلف
ماپ جون سرڪڻيون ٻڌل هونديون هيون، جي جدا جدا ٽولهه وارن
روحن کي پڪڙڻ لاءِ هونديون هيون - يعني ٿلهن روحن لاءِ وڏيريون
۽ سنهن لاءِ ننڍيون ۽ سوڙهيون. جڏهن ڪو اهڙو ماڻهو بيمار
ٿيندو هو، جنهن واسطي جادوگرن جي دل ۾ ڪو بغض يا ڪينو
هوندو هو، ته ان حالت ۾ هو اهڙي ماڻهوءَ جي گهر جي پرسان
روحن کي ڦاسائيندڙ اهڙا چار وجهي ڇڏيندا هئا ۽ سندس روح جي
نڪرڻ لاءِ انتظار ۾ ويٺا رهندا هئا. جيڪڏهن اهو روح ڪنهن
پکيءَ يا جيت جي صورت ۾ چار ۾ ڦاسي پوندو هو ته اها مريض
جي يقيني موت جي علامت سمجهي ويندي هئي. اولهه آفريڪا
جي ڪن علائقن ۾ جادوگر اهڙن روحن کي ڦاسائڻ لاءِ هميشه
اهڙا چار وجهندا آهن، جي ننڊ جي حالت ۾ پنهنجن جسمن کان
ٻاهر نڪري فرار ٿي ويندا آهن. جڏهن انهن جي چار ۾ اهڙو
ڪو روح ڦاسندو آهي، تڏهن هو ان کي باهه جي مچ مٿان ٻڌي
ڇڏيندا آهن. جيئن اهو روح باهه جي مٿان سڙندو ۽ سڪندو ويندو
آهي، تيئن ان جو مالڪ به ڳرندو ۽ سڙندو ويندو آهي. اهو ڪم ڪنهن
کي تڪليف ڏيڻ يا ان کان انتقام وٺڻ جي ارادي سان نه، پر
خالص ڪاروباري ۽ تجارتي نقطهءِ نگاهه کان ڪيو ويندو آهي،

جادوگر کي اهو ڦڪر ڪونه رهندو آهي ته هن ڪنهن جو روح ڦاسايو آهي، هو ان کي واپس ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندو آهي، بشرطيڪ هن کي ان جو موزون معاوضو ڏنو وڃي. ڪي جادوگر اهڙن ڀٽڪندڙ روحن لاءِ پاڻ وٽ باقاعدي هڪ حفاظتگاه رکندا آهن؛ ۽ ڪوبه ماڻهو، جنهن جو اصلي روح گم ٿي ويو هوندو آهي، اتان نئون روح خريد ڪري پنهنجي جسم اندر داخل ڪرائي سگهندو آهي، اهڙن جادوگرن کي، جي رلندڙ روحن لاءِ چارون وڇائيندا آهن يا حفاظتگاه ٺاهيندا آهن، تن کي ڪوبه ڏوهه ڪونه ڏيئي سگهندو آهي. اهو سندن هنر ۽ ذريعي معاش آهي، جنهن ۾ هنن جي دل ۾ ڪنهن لاءِ به ڪو بغض يا عداوت ڪانه هوندي آهي. پر ڪي اهڙا به ظالم ۽ بد نيت ماڻهو هوندا آهن، جيڪي ڄاڻي واڻي ڪنهن کي تنگ ڪرڻ ۽ ڪانئس پيسا ڇڏائڻ لاءِ چار وڇائيندا آهن ۽ اهڙن ماڻهن جا روح ڦاسائيندا آهن، جن مان کين ڪافي رقم ملڻ جي توقع هوندي آهي يا جن کي تنگ ڪري ۽ مرض ۾ مبتلا رکي، مارڻ جو ارادو هوندو اٿن. چار جي پرسان هڪ ڪني رکندا آهن، جنهن ۾ تيز چاڪو ۽ نوڪدار ڪنڊيون هونديون آهن، جن سان اهي ويچاري قاتل روح کي زخمي ڪري يا اڻلڪ ماري ڇڏيندا آهن. مجروح روحن کي ڄاڻي واڻي هن ڪري ڇڏي به ڏيندا آهن ته جڏهن اهي پنهنجن جسمن ۾ وڃي داخل ٿين، تڏهن انهن جسمن جا مالڪ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿين. مس ڪنگسلي هڪ اهڙي ڪرومين شيديءَ کي سڃاڻندي هئي، جو اوچتو ئي اوچتو پنهنجي روح لاءِ ڏاڍو فڪرمند رهڻ لڳو، ڇو ته هن ڪن راتين کان وٺي خواب ۾ روزانو ٻاڙهن مڙهن ۾ ٻڪل مڇيءَ جي خوشبوءِ ايندي محسوس ڪئي هئي؛ جنهن مان هن هي انومان ڪيو ته سندس ڪنهن دشمن ان جي روح کي ڦاسائڻ لاءِ پنهنجي چار جي ڪنيءَ ۾ انهيءَ قسم جو لذيذ طعام رکيو هوندو. ان کان پوءِ گهڻين راتين تائين پنهنجي روح کي ٻاهر نڪري وڃڻ کان روڪڻ لاءِ هن

ان مان هيٺيان لفظ ٻيهر ادا ڪرڻ گهرجن:

”آءٌ جڏهن پنهنجو تير ڇوڙيان ٿو، تڏهن چنڊ جي روشنائي
ڪيئي ٻيڻي وڌي ٿي؛
آءٌ تير ڇوڙيان ٿو، ته سج وسامي وڃي ٿو؛
آءٌ تير ڇوڙيان ٿو، ته ستارا جهڪا ٿي ٿا وڃن؛
پر آءٌ سج، چنڊ ۽ تارن کي تير نه ٿو هڻان،
آهي آءٌ فلاڻيءَ سنگدل جي جگر ۾ پيوست ٿو ڪريان:
’ٽڪ ٽڪ!‘ اي فلاڻيءَ جا روح، اچي مون سان گهر،
مون سان گڏ اچي ويهه، گڏ اچي سمهه ۽ هڪ وهاڻي تي مٿو رک؛
’ٽڪ ٽڪ!‘ اچي وڃ، اچي وڃ، اي روح!“

اهو منتر ٽي دفعا پڙهبو آهي ۽ هر دفعي مٿي واري ٽوٽڪي
کي وات سان وڄائبو آهي، جيڪڏهن راتين ۾ ڪٻو ته اهو روح
پڙهڻ واري جي پڪڙ ۾ ڦاسي پوندو، وري چوڏهين رات ۽
ان کان پوءِ ٻن ٻين راتين تي ٻاهر وڃي ڪنهن گند جي ڍير تي
ويهي، ڏوپ ٻاري، هيٺيون منتر پڙهڻ گهرجي:

”مون تنهنجي ڪاڻ لاءِ پان جو ٻن آندو آهي،
ان تي چونو ٿڦ، اي غصيباز شهزادي!
—— بادشاه جي ڌيءَ، بيقراريءَ جي ڪاڻ لاءِ،
... جيئن صبح جو سوير (فلاڻي) منهنجي محبت ۾ مبتلا ٿئي،
۽ وري شام جو به ان کي اهائي بيتابي رهي؛
مون کي به اهڙي ياد ڪر، جيئن پيءُ ماءُ کي ٿي ياد ڪرين؛
جيئن گهر ۽ گهر واريءَ لاءِ ڪنهن کي ياد ڪندي آهين، تيئن
مون کي به ياد ڪر؛
جڏهن آسمان کي گجگوڙ ڌڌڪائي، تڏهن به مون کي ياد ڪر؛
هوا جڏهن سوسات ڪري، تڏهن مون کي ياد ڪجانءِ؛
آسمان مان جڏهن پاڻي ٽپڪي، تڏهن مون کي ياد ڪجانءِ؛
ڪڪڙ جڏهن بانگون ڏين، تڏهن مون کي ياد ڪجانءِ؛
سج ڏانهن جڏهن مٿي نهارين، تڏهن مون کي فراموش نه ڪجانءِ؛

جڏهن چنڊ جي چانڊوڪي ڏسين، تڏهن مون کي ياد ڪجانءِ،
انهيءَ ساڳئي چنڊ ۾ آءٌ پاڻ ويٺو هوندو آهيان.
”ڪڪڪا! اي (فلاڻيءَ جا) روح! مون ڏانهن هڪدم
هليو آءُ!
آءٌ پنهنجي روح کي تو ڏانهن ڪونه موڪليندس،
تون پنهنجي روح کي مون ڏانهن موڪل!“

ان کان پوءِ هر رات چنڊ ڏانهن نهاريندي پنهنجي پٽڪي کي
کي ست دفعا جهٽڪا ڏيڻ گهرجن. گهر وڃڻ کان پوءِ انهيءَ
پٽڪي کي وهاڻي هيٺان رکڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن ڏينهن جو
ان کي مٿي ۾ وجهڻو ئي پوي، ته ان کي لوبان جو واس ڏيئي هيئن
چوڻ گهرجي: ”هيءُ ڪو پٽڪو ناهي، جو آءٌ مٿي تي ڪٽي گهمي
رهيو آهيان، پر اهو (فلاڻيءَ) جو روح آهي.“

برٽش ڪولمبيا ۾ ”ناس“ درياه جي ڪنارن تي آباد ڳاڙهن
هندستاني قبيلن وارن ماڻهن جي دلين ۾ اهو وهم هوندو آهي ته
ڪڏهن ڪڏهن ويڄ پنهنجي مرض جي روح کي غلطيءَ کان
ڳرڪائي ويندو آهي. جڏهن به ڪنهن اهڙي ويڄ جي واسطي
ڪين انهيءَ قسم جو وهم ويهجي ويندو آهي، تڏهن انهيءَ بدنصيب
ويڄ کي مريض جي مٿان اپو ڪري بيهاريندا آهن، ۽ انهن مان
هڪ ڄڻو اهڙي ويڄ جي گلي ۾ پنهنجون آڱريون لنگهائيندو
آهي، ته ٻيو وري ان جي پيٽ کي پنهنجين آڱرين جي ڏوڏن سان
اٽي وانگر ڳوهيندو آهي، ته ٽيون وري سندس ڪمر وٽ زور سان
مڪون لوڪيندو آهي. انهيءَ ڪارروائيءَ کي ختم ڪرڻ کان
پوءِ به جيڪڏهن روح ان مان واپس ڪونه نڪرندو آهي — ۽ اهو
سلوڪ هڪ هڪ ڪري جڏهن قبيلي جي سڀني ويڄن سان ڪيو
ويندو آهي — تڏهن آخر ۾ هيءُ فيصلو ڪيو ويندو آهي ته اهو
وڃائجي ويل روح سڀني کان وڏي ويڄ جي دوائن واريءَ صندوق
۾ بند هوندو. ان ڪري ڳوٺ جا سڀ حڪيم ڪٺا ٿي ان جي
گهر ويندا آهن ۽ کيس عرض ڪندا آهن ته ”مهرباني ڪري

پنهنجين دوائن جي صندوق کي ٻاهر ڪڍي اچ!" جڏهن هو اها صندوق ٻاهر ڪڍي ايندو آهي، ۽ سڀ دوائون ٻاهر ڪڍي هڪ ٿين تڏي تي ٿاهي رکندو آهي، تڏهن ويچاري حڪيم الحڪما کي ٽنگن کان جهلي زمين ۾ کوٽيل هڪ سوراخ مٿان اونڌو ڪري سندس مٿو ڊوڙندا آهن، ۽ جيڪو پاڻي هيٺ سوراخ ۾ ڪرندو آهي، سوگڏ ڪري مريض جي مٿي تي هاريو ويندو آهي.

۳. روح هڪ پاڇي ۽ عڪس جي صورت ۾: هر روح جي جن خطرن جو مٿي بيان ڪيو ويو آهي، تن کان علاوه ٻيا به ڪيترائي اهڙا خدشا هڪ وحشي جي دماغ ۾ روح جي متعلق پيدا ٿيندا آهن. بسا اوقات هو پنهنجي ساڀي ٿا پاڇولي کي پنهنجو روح يا ڪم از ڪم ان جو ڪو اهم حصو سمجهندو آهي. جنهنڪري اهو لازمي طور هن لاءِ ڪنهن نه ڪنهن خطري جو سبب رهندو آهي. جو ته جيڪڏهن ان کي لتاڙيو، ماريو يا خنجر هنيو ويندو، ته هو پاڻ به اهڙي ئي تڪليف محسوس ڪندو- جو ته اهو ضرر خود سندس جسم کي پهچي رهيو آهي؛ ۽ جيڪڏهن ان کي کانئس بلڪل علحده ڪيو ويندو (جيئن ڪيس اهڙي امڪان جي خاطري هوندي آهي) ته ان حالت ۾ هو مري ويندو. ويٽار پيٽ ۾ اهڙا به جادوگر آهن، جي ماڻهوءَ جي پاڇي کي ڀالي سان زخمي ڪري يا ترار سان وڍي ان کي بيمار ڪري سگهندا آهن. شنڪر جڏهن هندستان جي ٻوڌين کي نيست و نابود ڪيو، تڏهن هن نيپال جو سفر اختيار ڪيو، جتي هن کي عظيم لاما سان مقابلو ڪرڻو هو. پنهنجين فوق الفطري قوتن کي ثابت ڪرڻ لاءِ هو مٿي آسمان ۾ چڙهي ويو. پر جيئن هو مٿي چڙهيو، تيئن عظيم لاما، هن جي پاڇي کي زمين تي لڏندو لمندو ڏسي، پنهنجو خنجر ڪڍي ان ۾ لوڪيو، ۽ شنڪر هيٺ ڪري پيو ۽ سندس ڪنڌ ڀڄي پيو.

ٻئنڪ جزيرن ۾ عجيب و غريب صورت وارا چند ڏگها ۽ سنها پٿر آهن، جن ۾ عام اعتقاد مطابق، انتهائي طاقتور ۽ خطرناڪ

ڀوت رهن ٿا، جنهنڪري انهن پٿرن کي ”ڪائينڊڙ ڀوت“ سڏيو ويندو آهي. چوندا آهن ته جيڪڏهن انهن مان ڪنهن هڪ تي به ڪنهن ماڻهوءَ جو پاڇو پئجي ويو ته ان جو خير ناهي، ڇو ته ان ۾ رهندڙ ڀوت سندس روح کي ڇڪي ٻاهر ڪڍي ولندو ۽ هو مري ويندو. چنانچه انهن پٿرن کي هڪ جاءِ اندر رکيو ويو آهي ۽ ان تي پهرو مقرر ڪيو ويو آهي. ان ڪري جڏهن به ڪو ماڻهو انهيءَ جاءِ جي مالڪ لاءِ ڪو نياپو کڻي ايندو آهي ۽ اهو ماڻهو اتفاق سان غير موجود هوندو آهي، ته اهو پيغامبر هڪدم انهيءَ ماڻهوءَ جو نالو وٺندو آهي، جنهن ان کي نياپي سان موڪليو هوندو آهي، ته متان پٿر ۾ ويٺل خبردار ڀوت سمجهي ته هو ڪنهن بري ارادي سان اتي آيو آهي. چين ۾ جڏهن ڪنهن ميت کي ڪفن جي صندوق ۾ بند ڪندا آهن ۽ جنهن وقت صندوق جو مٿيون ڍڪ ٺوڪيو ويندو آهي ان وقت سواءِ قريب ترين عزيز جي، ٻيا سڀ ڪانڌي پٺتي هٽي ويندا آهن يا گهڻو ڪري ٻئي ڪمري ۾ هليا ويندا آهن، ڇو ته انهن کي هيءُ خطرو رهندو آهي ته متان سندن سايو ظاهر ظهور يا لڪي ڇپي صندوق ۾ بند نه ٿي وڃي. ۽ ان ڳالهه کي انتهائي برو سمجهيو ويندو آهي، ڇو ته عام اعتقاد هيءُ آهي ته اهڙي ماڻهوءَ جي صحت کي، جنهن جو پاڇو صندوق اندر رهجي ويندو آهي، نهايت نقصان پهچندو آهي. جڏهن وري ڪفن جي صندوق کي قبر هيٺ لاٿو ويندو آهي، تڏهن به سيئي ڪانڌي قبر جي ڪڙ کان دور هٽي ويندا آهن ته متان سندن پاڇو قبر اندر رهجي وڃي ۽ کين ڪو ضرر رسي. انهن جو جوتشي ۽ ان جو نائب قبر جي هڪ طرف کان بيهندا آهن، جنهن ڪمي سج جي مخالف سمت ۾ ڪوٺيو ويندو آهي. گورڪن ۽ سندس ساٿي پنهنجن پاڇن کي پنهنجن جسمن سان زور سان ٻڌي ڇڏيندا آهن، جنهن لاءِ اهي صرف پنهنجن چيلهن کي ويڪرو ڪپڙو مضبوطيءَ سان ٻڌندا آهن. ڀوت نه فقط ماڻهن جي پاڇن کي ضرر رسائي انهن جي مالڪن کي بيمار ڪري سگهجي ٿو، پر جانورن سان به ساڳئي قسم جون

تعديون ڪيون وينديون آهن. پيراڪ جي چوڻي وارين ٽڪرين ۾ هڪ قسم جو ڇيڙ ٿيندو آهي، جنهن لاءِ هيءُ مشهور آهي ته اهو جانورن جي پاڇي کي چنبڙي انهن جو رت چوسيندو آهي، جنهنڪري ڍور ڍڳا ڳري ڳري هڏا ٿي ويندا آهن ۽ آخرڪار مري ويندا آهن. قديم زماني جا عرب چوندا هئا ته جيڪڏهن چراخ ڪنهن ماڻهوءَ جي پاڇي مٿان لنگهي، ويندو ته اهو ماڻهو بيحس و حرڪت ۽ گنگو ٿي پوندو؛ ۽ جيڪڏهن ڪو ڪتو چانڊوڪيءَ رات ۾ گهر جي ڇت مٿان چڙهي بيهي ۽ هيٺان ڪو چراخ ان جي پاڇي کي اورانگهي وڃي ته اهو ڪتو في الفور هيٺ اچي ڪرندو، ڇو ته ڪنهن ان جي گردن ۾ رسي وجهي هيٺ ڇڪيو هجيس. واضح آهي ته انهن حالتن ۾ پاڇي کي جيڪڏهن روح نٿو سمجهيو وڃي، ته به ان کي ماڻهوءَ يا جانور سان تعلق رکندڙ ڪا ساه واري شيءِ ضرور سمجهيو وڃي ٿو، جنهن کي ضرر پهچائڻ سان انهيءَ ماڻهوءَ يا جانور کي به ساڳيو ڇيهو رسائي سگهجي ٿو.

ساڳئي اعتقاد جي ماتحت وري ڪن هنڌن تي ائين سمجهيو ويندو آهي ته جنهن صورت ۾ پاڇو ماڻهوءَ يا جانور جي وجود جو اهم حصو آهي، ان ڪري ڪنهن جي پاڇي سان لڳڻ ڪري اهو ئي اثر رونما ٿيندو، جهڙو هوند انهيءَ پاڇي واري ماڻهوءَ يا جانور سان جسماني لهه وچڙ ۾ اچڻ سان ٿيندو. چنانچه گهڻا وحشي خطرناڪ ۽ نقصانڪار ماڻهن جي پاڇي کي اورانگهڻ کان ڪنڌ ڪندا آهن. اهڙن نقصانڪار ۽ خطرناڪ ماڻهن جي طبقي ۾ هو ماتم ڪندڙن، عام عورتن ۽ خاص طرح پنهنجيءَ سس کي شمار ڪندو آهي. شسواپ قبيلي جا ڳاڙها هندستاني چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪنهن ماتم ڪندڙ مرد يا عورت جو پاڇو مٿائن پوندو ته اهو کين بيمار ڪري وجهندو. وڪٽوريا ڍنڍ جي ڪنارن تي رهندڙ ڪرنائي قبيلي وارا جڏهن نوجوان ڇوڪرن کي پنهنجي قبيلي ۾ باقاعدي داخل ڪرڻ جي رسم ادا

ڪندا آهن، تڏهن سندن پريو مڙس انهن کي هر عورت جي سايي کان پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ سخت تاڪيد ڪندو آهي، جو جو ان حالت ۾ اهي لاغر، موڳا ۽ احمق ٿي پوندا. هڪ دفعي هڪڙو آسٽريلوي وحشي اهڙيءَ حالت ۾ ڏپ وچان ذري گهٽ مري ويو هو، جو ته جيئن هو ڪنهن وڻ جي ڇانو ۾ سمهيو پيو هو، تيئن هن جي مٿان سندس سس جو سايو پئجي ويو. انساني علم چلت جي سائنس جي اڀياس ڪندڙ اسان کي اهڙا ڪيئي مثال ملن ٿا، جن ۾ هڪ اڻ پڙهيل ۽ جاهل وحشي پنهنجيءَ سس کي ڏاڍي ڏپ ۽ خوف جي نظرن سان ڏسي ٿو. نيو سائوٿ ويلس جي علائقي ۾ رهندڙ يوئن قبيلي وارن وٽ هڪ اهڙو قانون هو، جنهن مطابق ڪنهن به نائيءَ کي پنهنجيءَ سس سان ڳالهائڻ جي سخت ممانعت ٿيل هوندي هئي. ڪيس پنهنجي سس جي طرف يا ان جي شڪل ڏانهن نهارڻ کان به منع ٿيل هئي. جيڪڏهن اتفاق سان سندس پاڇو سندس سس مٿان وڃي پوندو هو، ته ان حالت ۾ هن کي پنهنجيءَ زال کي ڇڏي ڏيڻو پوندو هو ۽ هوءَ پنهنجي والدين جي گهر وڃي رهندي هئي. نيو برٽن جا اصلوڪا باشندا پورو شمار ئي ڪونه ڪري سگهندا آهن ته سس سان اتفاقاً ڳالهائڻ ڪري مٿن ڪيتريون ۽ ڪهڙن ڪهڙن قسمن جون آفتون ۽ شامتون نازل ٿينديون. نيو برٽن جو قديم رهاڪو جيڪو وڏي ۾ وڏو قسم کڻندو آهي، سو هيءَ آهي ته "جيڪڏهن آءٌ ڪوڙ ڳالهائيندو هجان، ته شل مون کي پنهنجيءَ سس سان هٿ ملائڻو پوي."

جڏهن پاڇي جو ماڻهوءَ جي زندگيءَ سان اهڙو گهاٽو ۽ قريبي تعلق سمجهيو وڃي ٿو ۽ ان جي غائب ٿيڻ کي ماڻهوءَ جي بيماريءَ، ڪمزوريءَ يا موت جو باعث تصور ڪيو وڃي ٿو، ته لازمي آهي ته ان جي گهٽجڻ يا ننڍي ٿيڻ کي به انتهائي خوف ۽ فڪر جي نظرن سان ڏسڻ کپي، جو ته ان ڪري پاڇي جي مالڪ جي طاقت ۽ توانائي به اوتري ئي تناسب سان گهٽبي ويندي. انهيءَ ڪري

ايٿيس جي ٻن ٽنڍين ۾، جي خط استوا جي بلڪل قريب آهن ۽ جتي منجهند جو ماڻهوءَ جو پاڇو لازمي طور يا ته بلڪل ڪونه هوندو آهي يا وري تمام ننڍڙو ٿي ويندو آهي، اتي ماڻهن منجهند جو گهرن کان ٻاهر نه نڪرڻ کي قانوني حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته اهڙيءَ حالت ۾ ماڻهو پنهنجي روح کي هٿ سان وڃائي ويهي رهندو. مئنگيئن قبيلي وارا ٽڪيٽاوا نالي هڪ اهڙي بهادر سپاهيءَ جي ڳالهه ڪندا آهن ته ان جي طاقت سندس پاڇي جي وڌڻ ۽ گهٽجڻ جي تناسب سان وڌي ۽ گهٽبي هئي. صبح جي وقت، جڏهن ان جو پاڇو ڊگهي ۾ ڊگهو هوندو هو، تڏهن ان جي قوت به اوتري ئي قدر گهڻي ۾ گهڻي هوندي هئي، تان جو ٻن پهرن وقت، جڏهن ان جو پاڇو بلڪل غائب ٿي ويندو هو، تڏهن سندس طاقت به قريباً ختم ٿي ويندي هئي، ۽ پوءِ شام جو جيئن جيئن سندس پاڇو وري ڊگهو ٿيندو ويندو هو، تيئن تيئن سندس طاقت به وري عود ڪري ايندي هئي. هڪ بهادر ماڻهوءَ ٽڪيٽاوا جو اهو راز پاڻهي ورتو ۽ موقعو وٺي منجهند جو کيس قتل ڪري ڇڏيائين. ملايا جي برسيس نالي هڪ وحشي قبيلي وارا پنهنجي ڪنهن به عزيز يا دوست جو جنازو منجهند وقت دفن ڪرڻ ڪونه ويندا آهن، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته سندن پاڇي جي ڪوتاهيءَ ڪري سندن باقي بچيل دنيوي زندگي به گهٽ ٿي ويندي.

ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ اڄ تائين به اهڙيون متعدد رسمون مروج آهن، جن مان هيءَ ڳالهه صاف ظاهر آهي ته اهي ماڻهوءَ جي دنيوي زندگيءَ ۽ سندس سايي جي درميان قريبي تعلق موجود سمجهندا آهن، ۽ اهو معلوم ڪري پڙهندڙن کي حيرت ٿيندي ته دنيا جي ٻئي ڪنهن به حصي ۾ انهيءَ اعتقاد ۾ ماڻهن جو اهڙو پختو يقين ڪونه آهي، جهڙو هنن تهذيب يافته يورپي ماڻهن جو. جديد يونان ۾ جڏهن به ڪنهن نئين جاءِ جو سنگ بنياد رکيو ويندو آهي، تڏهن ڪڪڙ، گهيٽو يا رڍ ذبح

ڪري ان جو رت سنگ بنياد کي ٽڪيو ويندو آهي ۽ بعد ۾ انهيءَ ذبح ٿيل جانور کي عمارت جي بنياد هيٺان دفن ڪيو ويندو آهي. انهيءَ رسم جي ادائگيءَ سبب جاءِ جي بنيادن ۾ مضبوطي ۽ پائداري ايندي آهي. ڪن وقتن تي جانور يا ڪڪڙ کي ذبح ڪرڻ بجاءِ جاءِ جو مالڪ ڪنهن نموني سان ڪنهن نه ڪنهن ماڻهوءَ کي جاءِ جي بنياد وٽ سڏي اهڙي هنڌ بيهاريندو آهي جو ان جو پاڇو بنيادن وٽ پوي. مالڪ مڪان خفيه طور ان ماڻهوءَ جو بدن يا ان جو ڪو حصو يا سندس پاڇو ماپي وٺندو آهي ۽ انهيءَ ماپ کي سنگ بنياد هيٺان دفن ڪيو ويندو آهي، يا وري جنهن جاءِ تي ماڻهوءَ جو پاڇو پوندو آهي، تنهن کي مالڪ مڪان جاچي ڇڏيندو آهي ۽ بعد ۾ سنگ بنياد کي عين انهيءَ جاءِ تي رکائيندو آهي. اهڙي ماڻهوءَ لاءِ هيءَ ڳالهه مشهور هوندي آهي ته هو هڪ سال جي دوران ۾ مري ويندو. ٽرانسلوانيا ۾ رهندڙ رومانيائي نسل جا باشندا چوندا آهن ته جنهن به ماڻهوءَ جو پاڇو اهڙي نموني سان عمارت جي بنياد ۾ دفن ٿي ويندو آهي، سو چاليهن ڏينهن جي اندر ئي اندر مري ويندو آهي. چنانچه جڏهن به ڪو اجنبي راهگير ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تان لنگهندو آهي، جنهن جا بنياد پئجي رهيا هوندا آهن، تڏهن اتان ڪنهن نه ڪنهن طرف کان آواز ايندو آهي ته "خبردار ٿجانءِ، متان پاڇو ڪيچي وٺنئي!" ٽورائي سال ٿيا جو پاڇن جي ماپن جي تجارت ڪندڙ ماڻهو رازن کي اهڙيءَ موزون ماپ جو پاڇو وڪڻندا هئا، جو انهن جي مخصوص ديوارين کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ضروري سمجهيو ويندو هو. انهن حالتن ۾، پاڇي جي پيمائش کي بذاتِ خود پاڇو تصور ڪيو ويندو آهي، ۽ ان کي دفن ڪرڻ خود پاڇي يا ان جي مالڪ جي روح ۽ حياتيءَ کي دفن ڪرڻ سمجهيو ويندو آهي، جنهنڪري پاڇي جي ان مالڪ کي ضرور مرڻ گهرجي. چنانچه اها رسم انهيءَ قديم رواج جي نشاني آهي، جنهن موجب نئين عمارت جي سنگ بنياد هيٺان زنده ماڻهوءَ کي هن ارادي سان دفن

ڪيو ويندو هو ته جيئن جاءِ جي بنيادن ۾ مضبوطي ۽ استحڪام پيدا ٿئي، يا صاف لفظن ۾ چئجي ته انهن ماڻهن جو مقصد هي هوندو هو ته مدفون لاش جو غصي ڀاڄ پوڻ عمارت کي ڇورڻ ڇڪارڻ جي خطري کان سلامت ۽ محفوظ رکي.

جهڙيءَ طرح ڪي ماڻهو پاڇي ۾ روح کي مقيم سمجهندا آهن، تهڙيءَ طرح ڪي پيا (يا خود اهي به) ان کي آرسيءَ يا پاڻيءَ جي عڪس ۾ موجود سمجهندا آهن. چنانچه اندمان ٻيٽن جا قديم النسل باشندا پاڻيءَ ۾ نظر ايندڙ نه پر آرسيءَ ۾ نظر ايندڙ پنهنجيءَ عڪس کي روح سمجهندا آهن. نيوگائنا جي موٽوموٽو قبيلي وارن جڏهن پهريون دفعو آئينو ڏٺو، تڏهن هنن سمجهيو ته سندن عڪس انهن جو روح هو. نيو ڪئليڊونيا جي بزرگن جو خيال آهي ته پاڻيءَ يا آئيني ۾ نظر ايندڙ سندن عڪس انهن جو روح هوندو آهي؛ پر نوجوان طبقي وارا جن کي ڪئٿولڪ فرقي وارن مبلغن سمجهايو آهي ته اهوئي سندن اهڙو ئي عڪس آهي جهڙو ڪجهيءَ جي وڻ جو پاڻيءَ ۾ عڪس نظر ايندو آهي، چوندا آهن ته جيئن ته پاڇي واري روح وانگر، عڪس وارو روح به خارجي روح آهي، ان ڪري بنهي کي بلڪل هڪ جهڙن ئي خطرن جو انديشو درپيش آهي. تنهنڪري عڪس واري روح جي سلسلي ۾ زياده خوفزده ٿيڻ نه گهرجي. زولو قبيلي جا حبشي ڪنهن به چشمي ۾ نه نهاريندا آهن، چو ته انهن کي انديشو هوندو آهي ته انهيءَ ۾ جيڪو خطرناڪ جانور ويٺو هوندو آهي، سو سندن عڪس کي ڇڪي هيٺ کڻي ڪاڏي ڇڏيندو؛ جنهنڪري هو مري ويندا. باسوٽو قبيلي وارا چوندا آهن ته واڳون کي به عڪس واري روح کي پاڻيءَ ۾ ڇڪي وڃي کائڻ جي طاقت آهي، جنهنڪري اهي جنهن به ماڻهوءَ جي روح کي ڇڪي هيٺ کڻي ويندا آهن، سو مري ويندو آهي. جڏهن انهن مان ڪو به اوچتو ۽ بغير ڪنهن ظاهري بيماريءَ جي مري ويندو آهي، تڏهن ان جا مائٽ چوندا آهن ته هن ڪنهن نه ڪنهن وقت ڪا نهر يا ندي پار ڪئي هوندي ۽ ان وقت

ڪو واڳو ان جي عڪس کي ڇڪي پاڻيءَ ۾ هيٺ ڪڍي ويو هوندو ۽ ان کي ڪائي ڇڏيو هونداڻين. ميلانيشيا جي سنبل ٻيٽ ۾ هڪ اهڙو چشمو آهي، جنهن لاءِ مشهور آهي ته جيڪو به ان ۾ نهاريندو، سو مري ويندو. ان ۾ جيڪو بد روح رهندو آهي، سو پاڻيءَ تي پوندڙ عڪس تي قبضو ڪري ان ماڻهوءَ کي ماري ڇڏيندو آهي.

هاڻي اسان کي هيءَ ڳالهه سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي ته ڇو قديم يونان ۽ هندستان ۾ پاڻيءَ اندر ڏسجندڙ ماڻهوءَ جي عڪس ڏانهن نهارڻ جي ايتريقدر سخت منع ٿيل هوندي هئي ۽ ڇو يوناني خواب ۾ پنهنجي عڪس ڏسڻ کي موت سان تعبير ڪندا هئا. انهن کي هي خوف هوندو هو ته پاڻيءَ ۾ رهندڙ بد ارواح ماڻهوءَ جي انهيءَ عڪس يا روح کي ڇڪي پاڻيءَ جي تري ۾ ڪڍي ويندا، جنهڪري انهيءَ بي-روح ماڻهوءَ کي ڪجهه عرصي بعد مرڻو پوندو. قديم يوناني ڏندڪٿا، جنهن ۾ شهزادو 'نرگس' (*Narcisus*) پاڻيءَ ۾ پنهنجو عڪس ڏسندي ڏسندي ڳري ڳري مئو هو، تنهن جو اصل بنياد به اهو ئي نظر اچي ٿو.

هينئر ته هيءَ ڳالهه به آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچي ٿي ته ڇو ڪن علائقن ۾ جڏهن ڪنهن گهر ۾ موت واقع ٿيندو آهي، تڏهن جاءِ ۾ لٽڪيل سيني آرسين کي ڦيرائي انهن جا روشن رخ ديوار ڏانهن ڪيا ويندا آهن. هنن کي اهو خوف هوندو آهي ته متان مئلن روحن کي، جي آئيني جي عڪس ذريعي ٻاهر نڪتل ٿين ٿا، مئي ماڻهوءَ جو روح پاڻ سان گڏ وٺي هليو وڃي؛ ڇو ته عام اعتقاد مطابق مئي ماڻهوءَ جو روح پنهنجي دنيوي جاءِ رهائش ۾ ڪجهه عرصي تائين ضرور ترسيل هوندو آهي. اها رسم پنهنجي مطلب ۽ مفهوم ۾ آرو قبيلي وارن جي انهيءَ رسم سان بلڪل مشابهت رکي ٿي، جنهن موجب اهي اهڙي گهر ۾ نه سمهندا آهن، جنهن ۾ تازو ڪو موت واقع ٿيو هوندو آهي، ڇو ته ڪين ڊپ هوندو آهي ته متان سندن ارواح، جيڪي ننڊ جي حالت ۾

جسم کان ٻاهر نڪري سير سفر ڪن ٿا، مٿئين ماڻهوءَ جي روح
سان ملي وڃن، ۽ اهو روح سندن روحن کي به پاڻ سان گڏ وٺي
هليو وڃي. ساڳيءَ طرح بيمار ماڻهوءَ کي جو آئينو نه ڏسڻ ڏيندا
آهن، يا ان جي ڪمري ۾ جيڪي به آئينا لٽڪيل هوندا آهن،
تن کي ڍڪيو ويندو آهي، تنهن جو سبب به صاف ظاهر آهي.
بيماريءَ جي دوران ۾ جڏهن روح آسانيءَ سان فرار ٿي ويندو آهي،
تڏهن ان کي آئيني جي عڪس ذريعي ٻاهر وڃڻ جو موقعو ڏيڻ خاص
طرح خطرناڪ هوندو آهي. اهو قانون انهيءَ رسم سان بلڪل مشابهت
رکي ٿو، جنهن مطابق ڪي ماڻهو بيمار کي سمهڻ ۽ ننڊ ڪرڻ
نه ڏيندا آهن، ڇو ته بيماريءَ جي حالت ۾ به روح جسم کان ٻاهر
نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ان کي ننڊ ۾ آسانيءَ سان
ٻاهر نڪرڻ جي اجازت ڏيڻ به خطري کان خالي ناهي، ڇو ته
ننڊ ۾ ٻاهر نڪري وڃڻ بعد، امڪان آهي ته اهو وري مريض
جي جسم ۾ ٻيهر نه اچي.

ٻاڇن ۽ عڪسن وانگر تصويرن ۾ به روح جي موجودگي
سمجهي ويندي آهي. عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي ته انهن
۾ تصوير ڪيائڻ وارن ماڻهن جا ارواح سمايل هوندا آهن.
جيڪي ماڻهو اهڙي قسم جا اعتقاد رکندا آهن، سي تصويرن
ڪيائڻ کان نفرت ڪندا آهن. ڇو ته جيڪڏهن تصوير ماڻهوءَ
جو روح آهي يا جيڪڏهن اذا ان ماڻهوءَ جي وجود جو اهم
حصو آهي ته پوءِ جنهن ماڻهوءَ وٽ ٻين ڪنهن جي تصوير موجود
هوندي، سو ان جي ذريعي تصوير واري ماڻهوءَ تي برو اثر وجهي
سگهندو. بيرنگ ڳچي ڌرتيءَ ۾ رهندڙ ايسڪيمو قبائل چوندا
آهن ته جيڪي يورپا جادو ڪندا آهن، تن کي ماڻهن جي ٻاڇي
چورائڻ جي طاقت هوندي آهي، جن کان سواءِ اهي ماڻهوڳري سڙي
۽ مري ويندا آهن. هڪ دفعي جنوبي يوڪان ماٿريءَ ۾
هڪڙي سياح پنهنجي ڪئميرا اهڙي هنڌ نصب ڪئي، جتان هو
انهن ماڻهن جي گهرن جي اندروني حصن جون تصويرون ڪڍي

ٿي سگهيو. جنهن وقت هو ڪئميرا جو فوڪس وٺي رهيو هو، تڏهن قبيلي جو سردار اتان اچي لانگهائو ٿيو ۽ فوٽو گرافر تي زور رکيائين ته ”مون کي انهيءَ ڪپڙي اندران ڏسڻ ڏي.“ جڏهن کيس انهيءَ ڳالهه جي اجازت ملي ۽ هن شيشي تي ننڍڙا ماڻهو چرپر ڪندي ڏٺا، تڏهن هن پنهنجو منهن ڪپڙي کان ٻاهر ڪڍي وٺي واڪا ڪرڻ شروع ڪيا ته ”اڙي ڊوڙو، اچو هن توهان سڀني جا روح پنهنجي ننڍڙيءَ صندوق ۾ بند ڪري ڇڏيا آهن.“ ڳوٺ وارن ۾ اچي ٿاڪوڙو پيو ۽ هڪٻئي مٿان ڪرندا، ڪرندا، ٿاٻڙندا وڃي پنهنجن گهرن اندر لڪا. ميڪسيڪو جا ڏيهي قبيلي وارا ڪئميرا کان ايترو ته ڊڄندا هئا، جو هڪ فوٽو وٺڻ لاءِ فوٽو گرافر کي پنجن ڏينهن تائين سندن خوشامد ڪرڻي پوندي هئي. آخرڪار جڏهن راضي ٿيندا هئا ته ڪئميرا اڳيان اهڙي نموني اچي ويهندا هئا، جيئن هڪ ڏوهدار قاسيءَ جي تختي اڳيان ويهندو آهي. کين خاطري هئي ته فوٽو گرافر سندن تصويرون ڪڍي انهن جا روح پنهنجي ملڪ ڏانهن کڻي ويندو، جتي فرصت ۾ ويهي انهن کي هڙپ ڪري کائيندو. انهن هيئن ٿي چيو ته ”جيسين اهو مصور پنهنجي ملڪ وڃي رسندو، تيسين انهيءَ عرصي جي دوران ۾ مٿن ڪا نه ڪا آفت اچي ڪڙڪندي ۽ هو سڀيئي مري ويندا.“

جنهن زماني ۾ ڊاڪٽر ڪيننٽ ۽ سندس ساٿي منڊا گاسڪر جي مغربي ساحل کي ڳولي رهيا هئا، تڏهن هنن اوچتو محسوس ڪيو ته اتان جا مقامي باشندا يڪايڪ سندن برخلاف ٿي ويا هئا. اِن کانپوءِ فقط هڪ ڏينهن اڳ تمام گهڻي جدوجهد کان پوءِ هو اتان جي شاهي خاندان وارن جي تصوير وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا. ۽ هينئر انهن تي اهو الزام پئي لڳايو ويو ته هو مقامي ماڻهن جي روحن کي بند ڪري پنهنجي ملڪ ڏانهن کڻي ويندا ۽ اتي پهچڻ کانپوءِ انهن کي فروخت ڪندا. انڪار ڪرڻ اجايو هو، جنهنڪري انهيءَ ملڪ جي رسم و رواج مطابق، ڊاڪٽر ڪيننٽ جي حڪم موجب کين سڀني روحن کي وري قاسائيءَ، هڪ ٻوڪريءَ ۾ جمع

ڪري هر هڪ ماڻهوءَ کي، ان جو روح واپس ڪرڻو پيو.
هندستان جي شمالي جابلو رياست، سيڪم، جا ماڻهو جڏهن به
ڪئميرا ڏسندا هئا ته ڏاڍا خوفزده ٿي ويندا هئا ۽ انهيءَ
”صندوق جي نظر“ کان بچڻ لاءِ گهرن منجهه گهڙي اندر لڪي
ويهندا هئا. هو سمجهندا هئا ته اها صندوق تصويرن سان گڏ سندن
روح کي به پاڻ سان گڏ کڻي ويندي هئي ۽ مصور کي سندن روحن
مٿان جادوءَ ۽ رمل ڪرڻ جي طاقت بخشيندي هئي. جيڪڏهن
سندن ملڪ جي ڪنهن به نظاري جي تصوير ڪڍي ويندي هئي
ته هو سمجهندا هئا ته اهو سڄو علائقو سڪي سڙي ويندو. سيام
جي آخرين بادشاهه جي دوران حڪومت ۾ جيڪي به سڪا ٺاهيا
ويندا هئا، تن تي بادشاهه جو بت ڪونه ڇاپيل هوندو هو، ڇو ته
سيامي باشندا ان وقت تائين ڪنهن به طرح يا ڪنهن به چيز تي
تصوير ڪڍڻ يا ڪڍائڻ جي سخت برخلاف هئا. جيڪي به
يورپي قومن وارا پيلن جي کوجنا لاءِ انهيءَ ملڪ جي جهنگن جي
اندروني علائقن ۾ ويندا آهن، تن کي ماڻهن جي مجمعن کي منتشر
ڪرڻ ۾ ڪا گهڻي دقت پيش ڪانه ايندي آهي، ڇو ته ان لاءِ
هنن کي فقط پنهنجي ڪئميرا سان ماڻهن ڏانهن اشارو ڪرڻو پوندو
آهي ۽ بس. هڪڙي منٽ اندر سڀ وحشي ائين غائب ٿي ويندا
آهن، ڄڻ ته اتي هئا ئي ڪونه. سيامي بادشاهه سڪن تي پنهنجي
شڪل ڇاپائڻ کي پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجي حياتيءَ کي ٽڪر
ٽڪر ڪري تقسيم ڪرڻ جي مترادف سمجهندو هو، جا ڳالهه
ڪيس ڪنهن به صورت ۾ منظور ڪانه هوندي هئي، ڇو ته سندس
حياتي ابدي ته هئي ڪانه، جو هو اهڙيءَ فياضيءَ ۽ سخاوت سان
ان جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري پنهنجيءَ رعايا ۾ تقسيم ڪندو رهي!

اهڙي قسم جا اعتقاد اڃا تائين جديد يورپ ۾ به مروج آهن، ۽
انهن کي بلڪل ختم ڪري ڇڏڻ بلڪل دشوار معلوم ٿئي ٿو.
ٿورن سالن جي ڳالهه آهي ته يونان جي ڪاريٿس نالي هڪ پيٽ
جون ڪي پوڙهيون زالون هڪ مصور تي بگڙي ۽ غصي ۾ لال

پيليون ٿي ويٺيون، ڇو ته ان احمق سندن تصويرون ڪڍيون هيون جنهن سبب ڪين خاطري ٿي ته فڪرمند رهنديون ۽ انتظاريءَ ۽ بيقراريءَ ڪري آخرڪار ٿوري عرصي اندر مري وينديون. مغربي اسڪاٽلئنڊ ۾ به ڪي اهڙا ماڻهو موجود آهن، جي تصويرن ڪڍائڻ کان هن ڪري خوفزده هوندا آهن ڇو ته اهي پاڻ سان مشابهت رکندڙ تصوير ڪڍائڻ کي بدنصيبيءَ جو باعث سمجهندا آهن. هو پنهنجن متعدد عزيزن ۽ دوستن جا نالا ۽ نشان ٻڌائيندا آهن، جن ڪنهن گذشته زماني ۾ تصويرون ڪڍايون هيون، جنهن کان پوءِ انهن کي مرڻ گهڙيءَ تائين هڪ ڏينهن جو به سڪون نصيب ڪونه ٿيو ۽ نه وري ڪو انهن کي ڪنهن هڪ ڏينهن لاءِ به مڪمل تندرستي ۽ توانائي نصيب ٿي.

# باب اڻويهون

## جهل يا روڪ ـ ڪمن جي حالت ۾

۱. اجنبين سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ تي روڪ: روح جي متعلق قديم خيالات ۽ نظريات جو ۽ انهن خطرن ۽ خدشن جو، جن ۾ اهو گهيريل رهي ٿو، مٿي ڪافي ذڪر ٿي چڪو آهي. اهي خيالات ڪنهن هڪ قوم يا ملڪ تائين محدود ڪونهن، ڪن تفصيلن جي فرق ڪان سواءِ اهي سڄيءَ دنيا ۾ موجود آهن، ۽ جيئن مٿي ڏسي آيا آهيون، اج تائين جديد يورپ ۾ به قائم رهندا اچن ٿا. ظاهر آهي ته اهڙن وسيع ۽ پخته ٻيٺل اعتقادن انهيءَ معاشرتي سانچي جي شڪل و صورت ٺاهڻ ۾، جنهن ۾ قديم بادشاهي سرشتي جي تشڪيل ٿي هوندي، لازمي طور پنهنجو ڪردار ادا ڪيو هوندو. جو ته جيڪڏهن هرهڪ ماڻهو پنهنجي پنهنجي روح ڪي انهن خطرن ڪان بچائڻ لاءِ، جي ان جي وجود ۽ بقا کي هيڏن سارن طرفن ڪان نيست و نابود ڪرڻ لاءِ گهيريو بيٺا هئا، ايتريقدر مشقتون ڪندو هو، ته پوءِ اهو جنهن جي زندگيءَ تي سڄيءَ قوم جي بهبوديءَ ۽ بقا جو انحصار سمجهيو ويندو هو ۽ جنهن جي حفاظت ۾ سڄيءَ قوم جي افراد جو مشترڪه مفاد هو، تنهن کي محفوظ ۽ سلامت رکڻ لاءِ ڪيتري قدر نه احتياط ۽ خبرداريءَ ڪان ڪم ورتو ويندو هوندو. ان ڪري اسان کي توقع رکڻ گهرجي ته قديم معاشري ۾ رواجي ماڻهو پنهنجي روح جي بچاءَ لاءِ جيڪي احتياطي تدبيرون ۽ حفاظتي قانون اختيار ڪري ٿو، تن جي مقابلي ۾ بادشاه جي زندگيءَ کي ٻاڻ زياده دقيق ۽ قسمين قسمين حفاظتي قاعدن ۽ تدبيرن وسيلي محفوظ رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي هوندي، ۽ واقعي هو به ائين.

قديم بادشاهن جي زندگيءَ کي، جيئن اسان ڏسي آيا آهيون ۽ اڳتي هلي ڪجهه زياده تفصيل سان معلوم ڪنداسون، جن عجيب و غريب قاعدن ۽ قانونن ماتحت هلايو چلايو ويندو هو، اهي مقصد جي لحاظ کان زياده صاف، زياده موزون ۽ زياده مڪمل هوندا هئا، ۽ درحقيقت آهي قانون ئي بذات خود اهي حفاظتي تدبيرون هيون، جي بادشاه جي زندگيءَ جي حفاظت لاءِ اختيار ڪيون وينديون هيون. خود انهن قانونن جي تفصيلي جاچ ۽ مطالعي مان پڻ اسان جي متئين قياس جي تصديق ٿئي ٿي، جو ته ان مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته انهن مان ڪي قانون جن تي بادشاه عمل ڪندا هئا، انهن قانونن سان مشابهت رکن ٿا جي عام ماڻهو پنهنجن روحن جي سلامتيءَ جي نقطهءِ نگاهه کان ئي اختيار ڪندا هئا ۽ اهي جيڪي بادشاهن لاءِ مخصوص معلوم ٿين ٿا، تن مان جيڪڏهن سڀ نه ته به اڪثر پڻ هن قياس جي بنياد تي آسانيءَ سان قابل فهم ٿي پون ٿا، ته انهن جي حيثيت بادشاه جي زندگيءَ جي احتياطي يا حفاظتي تدبيرن کان سواءِ ٻي ڪا به ڪانه هئي. هيٺ اسين انهن شاهي قانونن يا بندشن مان ڪن جو ذڪر ڪنداسين ۽ انهن مان هر هڪ جي اهڙي تنقيد ۽ سمجهاڻي پيش ڪنداسين، جا ان جي اصلي مقصد تي مناسب روشني وجهندي.

جيئن ته شاهي بندشن جو مقصد ئي بادشاه کي خطري جي سڀني ذريعن کان دور رکڻ جو آهي، ان ڪري انهن جو هڪ گهرو اثر انهن قاعدن جي سختيءَ ۽ تعداد مطابق، ڪيس ڏري نگهت مڪمل تنهائيءَ ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪرڻ جي صورت ۾ ئي ظاهر ٿئي ٿو. سڀني امڪاني خطرن کان زياده خوفائتو ۽ نقصانڪار خطرو، جنهن کان هڪ وحشي انسان ٻين کان زياده خوفزده رهي ٿو، سو آهي جادو جنتر ۽ ٽوڻي ٽيڻي جو خطرو ۽ هو هر هڪ اجنبيءَ ۾ انهن ڪارن هنرن کي استعمال ڪرڻ جو شڪ رکي ٿو، ان ڪري اجنبين جي اهڙي نقصانده اثر کان، جو اهي

چانئي واٽي يا غير ارادي طور پيدا ڪندا رهن ٿا، پاڻ کي محفوظ رکڻ وحشيءَ جي عمل ۽ عقلمنديءَ جي ابتدائي تقاضا آهي. انهيءَ ڪري اجنبين کي پنهنجي ايراضيءَ ۾ داخل ٿيڻ، يا ڪم از ڪم ڪين آتي ڪنهن سان رلڻ ملڻ جي اجازت ڏيڻ کان اڳ، مقامي ماڻهو گهڻو ڪري ڪي اهڙيون رسمون ادا ڪندا آهن، جن جو مقصد اجنبين کي سندن جادوگري طاقتن کان محروم ڪرڻ، يا انهيءَ نقصان ده اثر کي ختم ڪرڻ جو سمجهيو ويندو آهي جو منجهانئن هرطرف پکڙندو رهي ٿو، يا گهٽ ۾ گهٽ ان گندگيءَ جي جيوڙن سان پريل فضا کي، جنهن سان آهي وڪوڙيل سمجهيا ويندا آهن، پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو هوندو آهي. چنانچ مشرق جي شهنشاهه جسٽن ثانيءَ، جا سفير، جي ترڪن سان صلح جو معاهدو طي ڪرڻ ويا هئا، جڏهن آتي پهتا، تڏهن اتان جي "ويچن" اڳتي وڌي سندن استقبال ڪيو ۽ سندن نقصان ده اثر کي زائل ڪرڻ خاطر ڪين "پاڪ ڪرڻ" جي رسم ادا ڪئي. سفيرن جيڪو سامان پاڻ سان آندو هو، تنهن کي هڪ کليل ميدان ۾ گڏ ڪري انهن جادوگرن ضندل جون پرندڙ ڪاٺيون ڪٽي، ان جي چوڌاري چڪر لڳايا ۽ ان وچ ۾ هو گهنڊ ۽ تنبورو وڄائيندا رهيا، ۽ برائيءَ جي سيني طاقتن کي هڪالي ڪڍڻ لاءِ اهي پنهنجن نڪن مان "ڦون" "ڦون" جا زوردار آواز ڪڍندا ۽ انتهائي ڪاوڙ ۽ غصي جو اظهار ڪندا رهيا. بعد ۾ خود سفيرن کي پاڪ ڪرڻ خاطر، کين باه جي شعلن مان لنگهايو ويو. ٽانوسي بيٽ (ڏکڻ پئسفڪ) ۾ جهاز مان لهندڙن يا ٻين ٻيٽن کان آيل اجنبين کي تيسين مقامي ماڻهن سان لهڻ وچڙ ۾ اچڻ نه ڏنو ويندو هو، جيسين سيني کي، يا منجهانئن ڪن کي ٻين سيني جي نمائندن جي حيثيت ۾، بيٽ جي چئن ئي مندرن مان هرهڪ ڏانهن ولي نه ويندا هئا ۽ پرارٿنا نه ڪندا هئا ته اهي اجنبي جيڪا ۾ بيماري يا دغا پاڻ سان گڏ ڪٺي آيا هجن، تن کي شل د پوتا ٽاري ڇڏي. ان کان پوءِ، قربانگاهن تي گوشت

پيش ڪيو ويندو رهيو. ۽ ديوتا جي اعزاز ۾ ناچ ۽ گانا ڪيا
ويندا هئا. جيئن اهي رسمون ادا ٿينديون رهنديون هيون، تيئن
پوڄاري ۽ سندس نائبن کان سواءِ باقي ٻيا سڀ ماڻهو لڪي ويندا
هئا ۽ عام نظرن کان غائب رهندا هئا. بورنيو جي اوت ڏانهن
قبيلي وارن ۾ هيءَ رسم آهي ته جيڪي به غير ملڪي سندن
علائقي ۾ داخل ٿين ٿا، سي مقامي ماڻهن کي ڪجهه نقد رقم ڏين ٿا
انهيءَ رقم ۾ هو هڪ زمين ۽ پاڻيءَ جي ديوتائن جي نالي ٻڪريون ۽
سوئر قربان ڪندا آهن، ته جيئن ديوتائون ڌارين جي موجودگيءَ جي
سبب ناراض نه ٿين. ملڪ جي اصلي ماڻهن تي پنهنجون
دستوري نوازشون، فصلن پچائڻ وغيره جي صورت ۾ جاري رکندا
اچن. بورنيو جي هڪ ضلعي جا ماڻهو يورپي قومن جي سياحن کي
ڏسڻ کان ڏاڍو ڊڄندا هئا، ته متان انهن کي ڏسڻ سان ڪين ڪا
بيماري نه لڳي پوي. جنهن ڪري هو پنهنجن زالن ۽ ٻارن کي
خبردار ڪري ڇڏيندا هئا ته اهي سندن ويجهو نه وڃن. پر
منجهانئن جيڪي پنهنجي حيرت تي قابو پائي نه سگهندا هئا،
تن جي سلامتيءَ لاءِ بدروحن کي راضي ڪرڻ واسطي ٻڪري قربان
ڪيا ويندا هئا ۽ سندن رت جسم کي اڳيو ويندو هو. مرڪزي بورنيو
جو هڪ سياح چوي ٿو ته ”ديسي بد روحن کان ايترو ڊپ
ڪونه ڪيو ويندو آهي، جيترو پرديسي بد روحن کان، جيڪي
سياحن سان گڏ آتي ايندا آهن. وچ مهاڪام درياه جي ڪنارن تي
آباد قوم جو هڪ قبيلو سال ١٨٩٧ع ۾ مون سان ملڻ لاءِ
بلون ڪاپان قبيلي وارن وٽ آيو، ته مقامي قبيلي وارن جي ڪاهه
عورتن اتان جي هڪ وڻ زهي خوشبودار چوڏن جي ٻرندڙ مشعل
کان سواءِ، جنهن جو تيز خوشبودار دونهون بد روحن کي هڪالي
ڪڍندو آهي، گهر کان ٻاهر نه پئي نڪتي.“
جڏهن ”ڪريوامن“ سياح جنوبي آمريڪا جي سياحت ڪري رهيو هو،
تڏهن هو ايالاڻي قبيلي جي ڪاڙهن هندستانين جي ڳوٺ ۾ اچي سهڙيو هو،
جي اتي پهچڻ کان ڪجهه پوءِ ڪي هندستاني وٽس ڪجهه اهڙيون

وڏيون ڪاريون ما ڪوڙيون ڪجين جي پنن تي رکي ڪٽي آيا، جن
جو ڇڪ دردناڪ هوندو آهي. ان کان پوءِ ڪوڪ ڄاڻ ماڻهو
۽ زالون مردين سڀ وٽس اچي حاضر ٿيا ۽ کيس منٿون ڪيائون ته
سندن منهن، ٻانهن ۽ بدن جي ٻين عضون تي اهي ماڪوڙيون
چنبڙايون وڃن. جيڪڏهن ڪنهن مهل هن ڪجهه ايڪڙ ٻيڪڙ
ماڪوڙيون ٿي چنبڙايون، ته هنن کيس رڙيون ڪري ٿي چيو، "اڃا
وڏيڪ، اڃا وڏيڪ!" ۽ تيستائين مطمئن نه پئي ٿيا، جيستائين سندن
نڪ مرڳي ڇڪڻ جي نشانن سان ايتري قدر نه ٿي ويئي، جيتري ڪين
پير جي چڙهي سان بيهي مار جي ته هوند داغن سان ڀرجي وڃي.
انهي رسم جو مقصد ائمبانا ۽ اليئيس وارن جي هن رواج مان
واضح ٿئي ٿو، جنهن موجب اهي مريض تي تيز منصالحا جهڙوڪ
باريڪ چپاڙيل ادرڪ ۽ لونگ ٻرڪيندا آهن، ته جيئن سندن
جسم سان ڇهنيل مرڊن جو ڀوت ان کي ڇڏي ڀڄي وڃي. ڄاوا
۾ وجع المفاصل، يعني سنڌن جي سور، جو عام علاج هي آهي
ته مريض جي نسن ۾ ٻين ڪي ڪارا مرچ ڪٽي مهٽيا ويندا
آهن. ڪارن مرچن جي تيزي وجع المفاصل جي سور لاءِ التريقدر
زود اثر ۽ هڪ ٽڪ سمجهي ويندي آهي، جو هوڏانهن آهي لڳا
ته آهن ۽ هوڏانهن سور غائب. اهڙي طرح سائوڪوبس ۾
بيمار ٻار جي ماءُ ڪڏهن ائين سمجهندي آهي ته سندس
ٻار جي جسم ۾ ڪنهن بد روح اچي واسو ڪيو آهي، ۽ ان کي
ان مان لوڏي ڪڍڻ لاءِ هوءَ ان معصوم مريض جي بدن کي
تنيڙا تنيڙا چيهه ڏيئي انهن زخمن ۾ ساوا مرچ يا منصالحا ڀري
ڇڏيندي آهي، ۽ پوءِ کيس خاطري هوندي آهي ته هاڻي ٻار جي
جسم ۾ ڪو به بد روح وڌيڪ رهي نه سگهندو. ويچارو ٻار درد
کان دانهون ڪندو رهندو آهي، پر ماڻس پنهنجي دل ۾ هن خيال
کان سخت ڪيو ويٺي هوندي آهي ته ڀوت به ان سان گڏ ساڳي
تڪليف برداشت ڪري رهيو آهي.

ممڪن آهي ته اجنبين لوڪ اهڙي ساڳي ريت کان (۽ نه انهن

جي عزت ۽ پذيرائيءَ جي خيال کان) سندن استقبال لاءِ ڪن ڪن علائقن ۾ اهڙيون ڪي مفصل رسمون ادا ڪيون وينديون آهن، جن جي مقصد جي پڪي نموني ڪا وضاحت سڌيءَ طرح ڪانہ ٿيل هوندي آهي. جاوا جي اونگ ٽونگ ٻيٽن ۾، جن ۾ پولينيشين نسل وارا آباد آهن، پوڄارين يا جادوگرن کي وڏو اثر رسوخ حاصل آهي. انهن جو خاص ڪم بيمارين کي ترڻ، ۽ خوشگوار هوائن ۽ مڇين جي پرپور شڪار وغيره حاصل ڪرڻ لاءِ روحن کي سڏڻ يا ڀڄائي ڪيڻ جو هوندو آهي. جڏهن ڪي اجنبي انهن ٻيٽن ۾ قدم رکندا آهن، تڏهن سڀني کان اول سندن استقبال اتان جا جادوگر ڪندا آهن، جي مٿانئن پاڻي ڇڙڪائيندا آ ءن، تيل مکيندا ۽ هڪ جهنگلي ٻوٽي جا سڪل پن مهڪيندا آهن. ساڳئي وقت ريتيءَ ۽ پاڻيءَ جو جهجهو مقدار، ڇٽن ٽي طرفن ڏانهن اڇلايو ويندو آهي، ۽ نوواردن ۽ سندس ٻيڙيءَ کي تازن ساون پنن سان اگهيو ويندو آهي. ان کان پوءِ اجنبين کي قبيلي جي سردار سان تعارف ڪرايو ويندو آهي. افغانستان ۽ ايران جي ڪن علائقن ۾ ڪنهن ٻہ سياح کي ڳوٺ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏيڻ کان اڳ، ڪنهن جانور يا طعام جي قربانيءَ يا باهہ ۽ دونهين واس سان سندس استقبال ڪيو ويندو آهي. افغانستان جي ڳوٺن مان لنگهندي افغاني سرحدبندي ڪميشن وارن جو استقبال عموماً باه ۽ دوپ سان ڪيو ويو هو. ڪڏهن ڪڏهن مسافر جي گهوڙي جي پيرن ۾ ٽانڊن جو ٿالهہ هاري هي لفظ چيا ويندا آهن: "بلي ڪري آئين!" مرڪزي آفريڪا جي هڪ ڳوٺ ۾ داخل ٿيندي، امين پاشا جو استقبال ٻن ٻڪرين جي قربانيءَ سان ڪيو ويو هو، انهن جو رت رستي تي ڇڙڪايو ويو، جنهن تان لنگهي اتان جي سردار وٽي اچي امين پاشا جو استقبال ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن اجنبين جو ايڏو تہ خوف هوندو آهي، جو ڪنهن بہ صورت ۾ انهن جي آجيان نہ ڪئي ويندي آهي. چنانچہ جڏهن اسپيڪ نالي هڪ سياح ڪنهن ڳوٺ ۾ پهتو، تڏهن اتان جي باشندن پنهنجا

دروازا بند ڪري ڇڏيا، ڇو ته ”هنن ان ڪانءِ اڳ ڪنهن
به سفيد فام ماڻهوءَ کي ڪونه ڏٺو هو ۽ نه وري هنن ٽين ڇون
ٿيل اهڙيون صندوقون ڏٺيون هيون، جهڙيون هن جا ماڻهو
کڻي ٿي آيا“. سندن ڇوڻ هو ته ”ڪهڙي خبر ته ’واتوتا‘ قبيلي
وارا صورت بدلائي، انهن صندوقن ۾ ويهي، اسان کي مارڻ ۽ ڦرڻ
آيا هجن؟ اوهان کي ڪنهن به صورت ۾ ڳوٺ ۾ اندر اچڻ نه
ڏيئي سگهجي“. هنن سان ڏاڍي مغز ماري ڪئي ويئي، پر هنن
پڏڻ کان صاف انڪار ڪيو، جنهنڪري اسپيڪ ۽ سندس ٽولي
کي لاچار اڳتي پئي ڳوٺ ڏانهن وڃڻو پيو.

ڏارين ۽ اڻ سڃاتل ماڻهن جي متعلق جيڪي خدشا هوندا
آهن، تن جو اثر ٻيءَ طرح پڻ ساڳيو هوندو آهي. جڏهن به
ڪو وحشي ڪنهن نئين ملڪ يا ڳوٺ ۾ داخل ٿيندو آهي،
تڏهن هو ائين محسوس ڪندو آهي ته هو اهڙيءَ زمين تان گهمي
رهيو آهي، جيڪا جادوءَ سان ڀري پيئي آهي. ان ڪري هو
اڳ ۾ ئي اتان جي ڀوتن، جادوءَ ۽ بد روحن کان بچڻ لاءِ
جوڳا قدم کڻندو آهي. چنانچه جڏهن آسٽريليا جو ڪومائوري
قبيلي وارو ڪنهن نئين ڳوٺ ۾ داخل ٿيندو آهي، تڏهن ٻهرياڻين
هو اهڙيون رسمون ادا ڪندو آهي، جن جي وسيلي اها سرزمين
”رواجي“ بنجي وڃي، ڇو ته هن کي اهو ڊپ هوندو آهي ته اها
زمين متان ”مقدس“ يا ”آڪري“ هجي. جڏهن بئرن مڪلوچومڪلي
نيوگائنا جي مڪلي ڪناري واري طرف کان، هڪ ڦهائلي ڳوٺ
۾ داخل ٿي رهيو هو، تڏهن سائس جيڪو هڪ وحشي گڏ هو،
تنهن هڪ وڻ مان ڏاري ڀڃي، ٽورو پڻتي ٻوهي، ان شاخ سان
ڪجهه آهستي ڳالهايو. ان کان پوءِ هو پنهنجي هرهڪ همسفر
جي پٺيان وڃي، ڪجهه پڙهي انهن تي ڦوڪيندو ويو، ۽ ساڳئي
وقت سندن پٺي به ڏاريءَ سان آهستي آهستي ٺپريندو ويو. آخر
۾ هو جهنگ جي انتهائي گهاٽي حصي ۾ گهڙي ويو، جتي انهيءَ
ڏاريءَ کي هن سڪل پنن جي هيٺان، وڏي گڏ ڪٽي دفن ڪري

ڇڏيو، وحشيءَ جو اهو خيال هو ته انهيءَ رسم کي ادا ڪرڻ
ڪري، سندس ساٿي ڳوٺ وارن جي هر دغابازيءَ يا ٻئي
ڪنهن اهڙي ناگهاني خطري کان محفوظ رهندا. انهيءَ رسم
ادا ڪرڻ جو مقصد هر هڪ ساٿيءَ جي جسم مان بدروحن کي ٻاهر
ڪڍي ڌاريءَ ۾ بند ڪري، جهنگ ۾ دفن ڪرڻ جو هو. آسٽريليا
۾ جڏهن ڪنهن ڌارئي قبيلي کي ٻئي ضلعي ۾ دعوت ڏيڻي گهرائبو
ويندو آهي، تڏهن انهيءَ قبيلي وارا جنهن وقت اهڙيءَ جاءِ تان
لنگهندا آهن، جتي اتان جي اصلوڪي قبيلي جا رهڻ جون جايون
هونديون آهن، تڏهن اهي پنهنجن هٿن ۾ ٻريل ڪاٺيون کڻي
اڳتي وڌندا آهن، ڇو ته هنن جو چوڻ آهي ته انهيءَ طريقي سان
هو فضا کي سڀني نقصانڪار اثرن کان پاڪ ۽ صاف ڪري ٿا ڇڏين.
ٻروچا قبيلي وارا جڏهن به دشمن کي مارڻ لاءِ نڪرندا آهن ۽
انهن جي ڳوٺ کي ويجهو اچي پهچندا آهن، تڏهن هو اتان جي
وڻن ٻوٽن جو ميوو يا اتان جو ڪو به جهنگلي جانور تيستائين ڪونه
کائيندا آهن، جيستائين هو پهريائين اتان جو ڪو ماڻهو
نه ماريندا آهن، يا گهر نه ساڙيندا آهن. هو چوندا آهن ته
جيڪڏهن انهيءَ قانون جي خلاف ورزي ڪندا ته دشمن جو روح
يا ان جو روحاني جوهر منجهن تحليل ٿي ويندو، جنهنڪري
سندن پنهنجن طلسمن جي جادوءَ جو اثر ختم ٿي ويندو.
ائين به سمجهيو ويندو آهي ته سفر جي دوران ۾ ڌارين سان
ڳالهائيندي، اٿندي ويهندي يا کائيندي پيئندي، انهن جي جادوءَ
جا نقصانڪار اثرات ماڻهوءَ پاڻ سان گڏ آندا هوندا، جنهنڪري
ڳوٺ موٽڻ وقت، هن کي گهر ۽ ڳوٺ جي معاشري ۾ دوباره داخل
ڪرڻ کان اڳ، مٿس ڪي اهڙيون رسمون، عائد ڪيون وينديون
آهن، جن جو مطلب ڪيس انهن اثرن ۽ علامتن کان آجي ڪرڻ
جو هوندو آهي. اهڙيءَ طرح پيچوئانا جا ماڻهو، مسافريءَ تان
موٽڻ کان پوءِ، پاڻ کي پاڪ صاف ڪرڻ لاءِ مٿا ڪوڙائيندا
آهن، ته متان ڪن ڌارين سان ملڻ جلڻ ڪري هنن تي ڪاري

علم يا جادوءَ جو ڪو اثر نه ٿو رهي. اولهه آفريڪا جي ڪن
علائقن جو رهاڪو جڏهن به ڪنهن سفر تان واپس ايندو آهي،
تڏهن زال سان ملڻ کان اڳ، پٽ تي هڪ قسم جو تيل لائيندو
آهي، ته متان مسافريءَ ۾ ڪنهن اجنبي عورت ڪنهن ڪو جادو
هنيو هجي، جو سندس زال جي معرفت گهوٽ جي پيءُ سيني زالن
کي به چنبڙي پوي. هڪڙي هندستاني راجا جا هڪ دفعي ٻه
سفير انگلستان ويا ۽ جڏهن اتان موٽي آيا تڏهن هنن کي اهڙو
ته ناپاڪ ۽ پليد سمجهيو ويو، جو ڪايا ڪلپ يا "دوباره جنم
وٺڻ" کان سواءِ هنن جو پوتر ٿيڻ ناممڪن سمجهيو ويو. ان لاءِ
"قدرت جي پيداواري طاقت" جو سونو مجسمو ٺاهيو ويندو آهي،
جنهن جي شڪل يا ته عورت وانگر يا وري ڳئونءَ وانگر هوندي
آهي. جنهن ماڻهوءَ کي پهرين جنم ڏيندو آهي، تنهن کي انهيءَ
مجسمي ۾ بند ڪري، ڪوڙ ڇڏائي، هن کي پهرين ڇڏايو ويندو آهي؛
پر جيئن ته ايڏو سارو سونو مجسمو ٺهرائڻ ڏاڍو مهانگو پوندو
جنهن مان هڪڙو وڏو سڄو ماڻهو ڄڻائي سگهجي، ان ڪري ان
مجسمي ۾ فقط اتان ڄڻائي پار ڄمندو آهي، تاهو هند سون جو
ٺهرايو ويندو آهي. انهيءَ راجا جي حڪم تي آخر اهڙو سونو
مجسمو ٺهرايو ويو، ۽ انهن سفيرن کي دوباره هن جهان ۾ جنم
وٺڻو پيو.

جڏهن عام ماڻهن کي پنهنجي حفاظت لاءِ ايترن قسمن جون
احتياطي تدبيرون اختيار ڪرڻيون پون ٿيون، ته پوءِ بادشاهه جي
پاڪ ۽ قيمتي وجود کي ساڳين ئي خطرن کان بچائڻ لاءِ
ڪيتريقدر نه اپاءَ اختيار ڪرڻا پوندا هوندا. پراڻي زماني ۾
جڏهن ڪنهن تاتاري فرمانروا وٽ ڪٿان سفير ايندا هئا، تڏهن
هنن کي بادشاهه سلامت جي حضور ۾ پيش ٿيڻ کان اڳ ٻن باهين
منجهان لنگهڻو پوندو هو، ۽ هو جيڪي تحفا تحائف ساڻ آڻيندا
هئا، تن کي به ساڳئي نموني سان باهين مٿان ٽپائڻو پوندو هو.
مطلب هيءُ ته هو ته اجنبي جيڪڏهن خان تي ڪنهن جادوءَ جو

اثر ڪرڻ چاهين، ته اهي نه ڪري سگهن. ڪالمبا (بشيلينج قبيلي وارن جو سڀني کان زياده طاقتور سردار، جيڪو ڪانگو درياهه جي واديءَ ۾ رهندو آهي) سان، ٻهراڻين دفعي ٻه ڪنهن باغيانه مقابلي کان پوءِ، سندس ماتحت سردار ملڻ ايندا آهن، تڏهن منجهانئن سڀني کي، ڳاليون توڙي مڙسين، گڏجي، ٻن چشمن ۾ وهنجڻو پوندو آهي - هڪڙي ڏينهن هڪڙي چشمي ۾، ۽ ٻئي ڏينهن ٻئي ۾، ۽ وچ واريون راتيون سڀني کي ٻاهر ميدان ۾، شهر جي مارڪيٽ وٽ ڪاٽيون پونديون آهن. ٻئي غسل کان پوءِ هو بلڪل اگهاڙا ٿي ڪالمبا جي گهر ويندا آهن، جو انهن سڀني کي چاتين ۽ پيشانين تي ڊگها ليڪا پائيندو آهي. ان کان پوءِ هو وري مارڪيٽ ڏانهن موٽندا ۽ اتي بيهي ڪپڙا پائيندا آهن، جنهن کان پوءِ هنن کي ڪارن مرچن واريءَ آزمائش مان لنگهڻو پوندو آهي. هرهڪ مرد ۽ عورت جي اکين ۾ ڪارا مرچ وڌا ويندا آهن، ۽ جڏهن هو سور کان ٽپا ڏيندا آهن، تڏهن هنن کان سچي ڪرائي ويندي آهي ۽ سڀني ڏوهن ۽ گناهن جو اقرار ڪرايو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ انهن کان آئينده جي چڱيءَ چال متعلق واعدا ۽ اقرار ڪرايا ويندا آهن. بس، ان کان پوءِ رسم ختم، ۽ هاڻي انهن "اجنبين" کي ڳوٺ جي ڪنهن به گهر ۾ ڪيتري به عرصي تائين رهڻ جو پورو پورو حق آهي.

۲- کائڻ ۽ پيئڻ تي بندش: وحشين جي خيال مطابق، کائڻ ۽ پيئڻ جي ڪمن ۾ هميشه ڪونه ڪو خطرو درپيش رهندو آهي، ڇو ته اهڙي وقت وات کوليندي "روح" ٻاهر نڪري وڃي سگهي ٿو، يا ڪو دشمن انهيءَ هند ۽ وقت تي موجود هجي ۽ اهو پنهنجي جادوءَ جي طاقت سان روح کي ڇڪي ٻاهر ڪڍي وٺي! سليوڪوسٽ وارا چوندا آهن "ته انسان جو روح سندس وات مان ٻاهر ويندو آهي ۽ وري انهيءَ ئي رستي کان اندر ايندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ کي اهڙو شڪ پوي ته سندس روح ٻاهر نڪري ويو آهي، تڏهن ڪيس ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان

وات کولڻ گهرجي، نه ته انهيءَ وقت اهو انديشو رهي ٿو ته ڪو روڻو روح موقعو ڏسي مٿان هن جي وات ۾ اندر گهڙي وڃي، اهڙا واقعا گهڻو ڪري ان وقت ٿيندا آهن جڏهن ماڻهو کائڻ ۾ مشغول هوندو آهي." جنهنڪري اهڙي حادثي کي روڪڻ لاءِ نهايت سخت احتياطي تدبيرون اختيار ڪيون وينديون آهن. ٻاڪ قبيلي وارن لاءِ چيو ويندو آهي ته "جنهن صورت ۾ انسان جو روح جسم کان ٻاهر نڪري سگهي ٿو، ان ڪري هو اهڙن موقعن تي، جڏهن هنن کي روح جي موجوگيءَ جي سخت ضرورت هوندي آهي، روح کي ٻاهر نڪري وڃڻ کان روڪڻ لاءِ ڏاڍي خبرداري ڪندا آهن. مثال طور جڏهن وٽن ڪا محفل يا دعوت هوندي آهي، ۽ ڏاڍا سٺا طعام ۽ کاڌا رکيا هوندا آهن، تڏهن انهيءَ قبيلي وارا سڀ دروازا ۽ دريون بند ڪري ڇڏيندا آهن، ته جيئن انهيءَ موقعي تي روح ٻاهر نه نڪري وڃي، ۽ پل ته انهن سيني سٺن ۽ لذيذ طعامن جو ذائقو چکي، جيڪي هن کي راضي ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيا ويندا آهن." مئڊاگاسڪر وارا زافيمانيلو قبيلي وارا هميشه در بند ڪري کاڌو کائيندا آهن ۽ انهن کي ڪڏهن به ڪنهن ٻاهر کائيندو ڪونه ڏٺو آهي. وارو قبيلي وارا جڏهن به کائيندا آهن، تڏهن ڪنهن کي به ٻاڻ تي نظر وجهڻ نه ڏيندا آهن، خاص ڪري زالون مردن کي ڏسڻ نه ڏينديون آهن ۽ مرد زالن کي. "جڏهن به انهن مان ڪنهن کي ڪليل جاءِ تي شراب پيئڻ جي آچ ڪئي ويئي، تڏهن ان کي پئسا ڏيئا پيا، پر تنهن هوندي به انهيءَ وحشيءَ اکيان ڪپڙو جهلي پوءِ پيالو وات تي آندو".

جيڪڏهن رواجي ماڻهوءَ پنهنجي حفاظت لاءِ ايتريقدر احتياطي تدبيرون اختيار ٿي ڪيون، ته پوءِ بادشاهن جي حفاظت لاءِ ڪهڙا نه غيرمعمولي اپاءَ ورتا ويندا هوندا؟ لوئانگو جي بادشاه کي جيڪڏهن ڪو کائيندو پيئندو ڏسي وجهندو آهي، ته اهڙي ماڻهوءَ کي ذڪ هڻي هڪدم ماري ڇڏيندا آهن. هڪ دفعي جڏهن

بادشاه ڪاڌو ڪائي رهيو هو، تڏهن اتفاق سان سندس پاليل ڪتو ان ڪمري ۾ گهڙي ويو ۽ بادشاه کي ڪاڌو ڪائيندي ڏسي ورتائين. بادشاه هڪدم ان کي ماري ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. ساڳئي بادشاه کي هڪ دفعي سندس ٻارهن سالن جي پٽ شراب پيئندي ڏسي ورتو. بادشاه حڪم ڏنو ته ان کي ڀريائين سنهڙا ۽ سهڻا ڪپڙا پارائي ۽ سٺو ڪاڌو کارائي، پوءِ کيس ماري چار ٽڪرا ڪري، شهر ۾ ڦيرايو وڃي، ۽ ان سان گڏ سنادي به ڪئي وڃي ته هن بادشاه کي شراب پيئندي ڏٺو هو، جنهنڪري کيس ماري پورا چار ٽڪرا ڪيو ويو آهي. "جڏهن بادشاه کي شراب پيئڻ جي خواهش ٿيندي آهي، تڏهن هڪڙو نوڪر شراب جو پيالو ۽ صراحي بادشاه جي اڳيان رکي هڪدم پٺي ڏيئي گهنڊ وڄائيندو آهي، جو هن جي هٿ ۾ هوندو آهي. گهنڊ ٻڌڻ سان سڀئي حاضرين هڪدم زمين تي اونڌا ٿي ڪري پوندا آهن، ۽ تيستين منهن زمين سان لائي رکندا آهن، جيستين بادشاه سلامت شراب پي بس ڪري، ۽ پيهر گهنڊ جو آواز ٿئي. ڪاڌي ڪائڻ لاءِ به ساڳيو طريقو اختيار ڪيو ويندو آهي. بادشاه جي ڪائڻ لاءِ هڪ جدا محل ٺهيل آهي، جتي هن جا نوڪر سندس طعام ميز تي رکي هليا ويندا آهن. بادشاه اڪيلو اندر داخل ٿيندو آهي، ۽ جڏهن ڪاڌو ڪائي بس ڪندو آهي، تڏهن دروازي تي ڌڪ هڻي ٻاهر نڪرندو آهي ته جيئن کيس طعامگاه مان ٻاهر نڪرندي به ڪوبه ڪونه ڏسي. اهڙي نموني سان بادشاه کي ڪوبه ڪائيندي پيئندي ڪونه ڏسندو آهي؛ چوته هنن جو اهو عقيدو آهي ته جيڪڏهن ڪوبه بادشاه کي ڪائيندي يا پيئندي ڏسي وجهندو، ته بادشاه مري ويندو." بادشاه ڪاڌو ڪائي جيڪي بچائيندو آهي، اهو زمين ۾ پوريو ويندو آهي، ته متان بادشاه جي اوبر ڪنهن جادوگر جي ور چڙهي وڃي ۽ هو ان جي ذريعي بادشاه تي ڪو جادوءَ جو موتمار اثر وجهي ڇڏي. پر واري ڪاڪونگو جي بادشاه لاءِ به اهڙائي قانون مقرر ٿيل هئا؛ انهيءَ جا ماڻهو سمجهندا هئا ته

جيڪڏهن بادشاه جي رعايا سان ڪو هن کي شراب پيئندو ڏسي وٺندو، تہ بادشاه مري ويندو. ڍاهوميءَ جي بادشاه کي جيڪو بہ شخص طعام تناول ڪندي ڏسي وٺندو آهي، سو قاسيءَ تي چاڙهيو ويندو آهي. جڏهن بہ هو ڪنهن محفل يا مجلس ۾ شراب پيئندو آهي، جيئن هن کي ڪنهن خاص ۽ غير معمولي موقعن تي پيئڻو پوندو آهي، تڏهن هن جي اڳيان پڙدو جهليو ويندو آهي، يا کي رومال هن جي منهن جي چوڌاري جهليا ويندا آهن، ۽ سڀئي حاضرين اونڌا ٿي، زمين تي ليٽي پوندا آهن تہ جيئن ڪنهن جي بہ نظر بادشاه تي نہ پوي. وچ آفريڪا ۾ 'بنيورو' قبيلي جو بادشاه جڏهن واڙي مان کير پيئڻ ويندو آهي، تڏهن شاهي محلات مان سڀ ماڻهو ٻاهر نڪري ويندا آهن، ۽ محل جون زالون تيستائين منهن تي ڪپڙو وجهي، منهن ڍڪي ويهنديون آهن، جيستائين ديوتا جو هيءُ اوتار کير پي واپس اچي. کير پيئندي هن کي ڏسڻ جي ڪنهن کي بہ اجازت ڪانهي. سندس راڻين مان هڪ هن سان واڙي تائين ويندي آهي ۽ هن کي کير جو مٽڪو کڻي ڏيندي آهي، پر انهيءَ فرض جي پوري ڪرڻ کان پوءِ هوءَ هڪدم پنهنجو منهن ڦيرائي ٻئي پاسي ڪندي آهي، ۽ پنهنجي مڙس کي کير پيئندي ڏسڻ جو ڪيس بہ اختيار ڪونهي.

۳_ منهن ڍڪڻ جي بندش: مٿين حالتن ۾، اڪيلو ويهي کائڻ ۽ پيئڻ جو مطلب اهو ٿو معلوم ٿئي تہ کائيندي يا پيئندي، ٻاهر وارا ناپاڪ ۽ نقصانڪار اثرات وات جي ذريعي اندر نہ هليا وڃن؛ ۽ ان جو اهو مطلب نظر نٿو اچي تہ متان وات کولڻ ڪري روح ٻاهر نڪري وڃي. ڪانگو جي علائقي ۾ رهندڙ قومون پاڻيءَ وغيره جي پيئڻ وقت ڪي رسمون ادا ڪنديون آهن، جن جو بہ اهو ئي مطلب نظر ٿو اچي. سندن باري ۾ چيو وڃي ٿو تہ ''منجهن ڪوبہ اهڙو وحشي نظر ڪونہ ايندو، جيڪو شراب يا پاڻيءَ پيئڻ کان اڳ پنهنجن ديوتائن کي ياد نہ ڪندو هجي. انهن مان ڪو، پيئڻ وقت، تيستائين گهنڊ وڄائيندو رهندو، جيستائين

ٻي بس نہ ڪندو، ٻيو وري پنهنجي مٿي تي ٻڙدو وجهندو، ٽيون وري پيئڻ وقت پنهنجو ڏائو هٿ زمين تي رکندو، تہ ٻيو وري پنهنجن وارن ۾ گاه يا وڻن جا پن وجهندو، يا پنهنجي مٿي تي مٽيءَ سان ڊگهو ليڪو ڪڍندو. مطلب تہ هيءَ رسم مختلف نمونن سان ادا ڪئي ويندي آهي، جن جي سمجهاڻي لاءِ هڪ وحشي رکيو هيئن چئي خاموش ٿي ويندو آهي تہ ”اهي روحن ۽ ديوتائن کي راضي ڪرڻ جا آزمايل طريقا آهن“. دنيا جي انهيءَ حصي ۾ جڏهن بہ ڪو سردار بيئر (شراب) پيئندو آهي، تڏهن هرهڪ ڏيک کان پوءِ گهنڊي وڄائيندو رهندو آهي، ۽ ان جي اڳيان وري هڪ ننڍو ڇوڪرو بيٺو هوندو آهي، جيڪو هڪ ڀالو ڦيرائيندو رهندو آهي، تہ جيئن ”ڪو بد روح يا ڀوت شراب سان رلجي ہوڙهي سردار جي وات مان هن جي جسم ۾ داخل نہ ٿي وڃي.“ بد روحن کان پاڻ بچائي رکڻ وارو مقصد ٿي آهي، جنهن خاطر آفريڪا جا ڪي سلطان هميشه منهن تي ڪپڙو وجهي هلندا آهن. دارفور جو سلطان پنهنجي منهن جي چوڌاري اڇيءَ ململ جو ڪپڙو بہ چار ڀيرا اهڙيءَ طرح ويڙهي ڇڏيندو آهي، جو هن جو وات، نڪ ۽ پيشاني ڍڪجي ويندا آهن، ۽ فقط سندس اکيون پيئون ڏسبيون آهن. وچ آفريڪا جي ڪيترن ئي علائقن ۾ بہ بادشاهہ ۽ سردار پنهنجي منهن کي ڍڪي رکندا آهن ۽ اها ”بادشاهيءَ جي نشاني“ سمجهي ويندي آهي. واڊائي رياست جو سلطان هميشه پڙدي پٺيان ويهي ڳالهائيندو آهي، هن جي ڪن دادلن ۽ پنهنجن قريبي ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ هن جي صورت نہ ڏسي سگهندو آهي.

ع. گهر ڇڏڻ تي بندشون: ساڳين قسمن جي احتياطي تدبيرن ۽ قانونن جي ماتحت، ڪن علائقن ۾ بادشاهن کي پنهنجن محلاتن مان ٻاهر نہ نڪرڻ ڏيندا آهن، يا جيڪڏهن ڏيندا بہ آهن، تہ وري رعايا کي سخت حڪم هوندو آهي تہ هو کين ٻاهر گهمندي ڏسي بہ ڪين. ٻنين قبيلي جو ڏرم وير راجا، جنهن کي ديوتا ڪري،

پوڄيو ويندو هو، تنهن ڪري محلات مان ڪڏهن به ٻاهر نه وڃڻ ڏيندا هئا. لوئانگو جي بادشاهه جي جڏهن تاجپوشي ٿي ويندي آهي، تنهن کان پوءِ هن کي محلات مان اصل ٻاهر نڪرڻ نه ڏيندا آهن. اونٽيشا جو بادشاهه ٽيستائين محلات مان نڪري شهر جي بازار ۾ ڪونه ويندو آهي، جيستائين ٻهريائين ماڻهوءَ جي قرباني ڪري ديوتائن کي راضي نه ڪيو ويندو آهي. ان ڪري هو گهڻو ڪري پنهنجي محلات جي حدن کان ٻاهر ڪونه نڪرندو آهي. درحقيقت هن کي، ٻاهر نڪرڻ جي عيوضي ۾، يا ته پنهنجي جان تان هٿ کڻڻو پوندو آهي، يا وري ڪي غلام قربان ڪرڻا پوندا اٿس. جيئن ته انهيءَ ملڪ جي دولت جي غلامن جي تعداد جي ذريعي ڪٿ ڪئي ويندي آهي، ان ڪري بادشاهه هميشه اها خبرداري ڪندو آهي ته سندس ٻاهر نڪرڻ جو ڪو موقعو پيدا نه ٿئي ته چڱو. ان هوندي به سال ۾ هڪ دفعو، 'يام' جي ميلي جي موقعي تي، بادشاهه کي پنهنجي محلات کان ٻاهر نڪري پنهنجي رعايا جي اکيان ناچ ڪرڻو پوندو آهي. دراصل هن کي صرف انهيءَ رسم جي ادائگيءَ طور ئي ٻاهر نڪرڻو پوندو آهي. ناچ ڪرڻ جي دوران ۾ هن کي پنهنجيءَ پٺيءَ تي ڪا نه ڪا وزندار چيز، گهڻو ڪري مٽيءَ سان ڀريل ڳوڻ، کڻڻي پوندي آهي، جنهن مان ثابت ٿيندو آهي ته هو پنهنجي عهدي جي بار کڻڻ لاءِ اڃا پورو آهي. جيڪڏهن هو اهو وزن نه کڻي سگهندو آهي، ته ڪيس هڪدم تخت تان لاهي ڇڏيندا آهن، يا اتي ئي ڪيس سنگسار ڪري ڇڏيندا آهن. ايٿوپيا (حبش) جي بادشاهن کي ديوتا ڪري پوڄيو ويندو هو، پر آن جي بدلي ۾ کين سڄو وقت محلات جي چئن ديوارن اندر بند رهڻو پوندو هو. ٻانٽس جي جابلو ساحل تي، پراڻي زماني ۾ هڪ خونخوار ۽ جنگجو قوم آباد هئي، جنهن کي 'موسيني' يا 'موسينوئيسي' چوندا هئا. انهن جي ملڪ مان ڏهه هزار بهادر ايشيا کان يورپ ڏانهن ويندي لنگهيا هئا. اهي جهنگلي پنهنجي بادشاهه کي هڪ اوچي منارئي

تي قيد ڪري رکندا هئا، ۽ ان جي انتخاب ۽ تقرر کان پوءِ
ڪيس مرڻ تائين هيٺ لهڻ ڪونه ڏيندا هئا. اتي ويهي هو
پنهنجي رعايا کي انصاف ڏيندو هو، ۽ جيڪڏهن هو انهن مان
ڪنهن کي به ناراض ڪندو هو، ته پوءِ هن جي هڪ ڏينهن
جو کاڌو بند ڪيو ويندو هو، يا ڪن حالتن ۾ هن کي بک
وگهي ماريو ويندو هو. سبا يا شيبا ملڪ جي بادشاهه کي به
ٻاهر نڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي، ۽ جيڪڏهن هو ٻاهر
نڪرندو هو، ته سندس رعايا هن کي پٿرن سان ڪٽي ماري
ڇڏيندي هئي. سندس محلات جي دريءَ وٽ هڪ زنجير لٽڪيل
هوندو هو، ۽ جڏهن به ڪنهن کي ڪا شڪايت ڪرڻي هوندي
هئي يا انصاف جي تقاضا ڪرڻي هوندي هئي، ته هو وڃي انهيءَ
زنجير کي ڇڪيندو هو، ۽ پوءِ بادشاهه هن کي مٿي گهرائي سندس
دريافت ڪندو هو.

٥ - ڪاٺي جي اوبر چنڊڻ تي بندش: ساڳيءَ ريت، ماڻهوءَ
تي سندس ڪاٺي جي اوبر يا سندس ڪاٺي جي قانون جي وسيلي
به جادو ڪري سگهجي ٿو. نسبتي جادوءَ جي اصول مطابق،
ڪاٺي ۽ اوبر جي وچ ۾ قريبي واسطو ۽ رابطو رهي ٿو، جنهنڪري
اوبر تي جادوءَ جو عمل ڪري، انهيءَ ڪاٺي کي به ساڳئي نموني
سان متاثر ڪري سگهجي ٿو، جيڪو ڪائڻ واري جي پيٽ ۾
پهچي چڪو آهي، ۽ ان جي وسيلي سان وري ڪائيندڙ تي اثر
وجهي سگهجي ٿو. ڏکڻ آسٽريليا جا ”ناري يانا“ قبيلي وارا هميشه
جانورن، پکين ۽ مڇين جي چوپيل هڏن جي تلاش ۾ رهندا آهن،
جو ته اهڙن هڏن مان هو ڏاڍا خطرناڪ ڪم وٺندا آهن. ان
ڪري منجهانئن هرڪوئي اها خاص خبرداري ڪندو آهي ته
جيڪي هڏا هو چوپيندو آهي، تن کي هو ساڙي ڇڏيندو آهي، ته
متان اهي ڪنهن جادوگر جي ور چڙهي وڃن ۽ هو انهن تي
ڪو نقصانڪار جادو ڪري، ڪيس ضرر ۽ تڪليف پهچائي سگهي.
بهرحال ڪڏهن ڪڏهن جادوگر اهڙن هڏن کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب

ٿي ويندا آهن ۽ ان وقت هو ائين سمجهندا آهن ته جنهن ماڻهوءَ يا ماڻهن انهن هڏن تان پونئيون پٽيون، ڪاڏيون هونديون، تن جي زندگيءَ ۽ موت جو دارومدار سندن ئي رحم و ڪرم تي منحصر آهي. جادوءَ ڪي عمل ۾ آڻڻ لاءِ هو مڇيءَ جي تيل ۽ سنڌر مان ليئي ٺاهي، ان ۾ ڪاڌ مڇيءَ جي اک جي تاري ۽ ڪنهن مڙدي جي سڪل گوشت ٽڪري جو ڀورو وجهندو آهي. انهن ڪي ملائڻ ڪان پوءِ، مرڪب مان گولي ٺاهي، ان ڪي انهيءَ اوباريل يا چوپيل هڏي جي مٿان چنبڙائيندو آهي، جيڪو هن ڪي هٿ لڳو هوندو آهي. انهيءَ هڏي ۾ جادوءَ جي زياده تيز اثر آڻڻ ۽ ان ڪي زياده مهلڪ بڻائڻ لاءِ، ڪجهه دير تائين ان ڪي ڪنهن مڙدي جي ڇاتيءَ جي اندر رکندو آهي، ته جيئن هو ڪاري جادوءَ جي "نجاست" ڪي جذب ڪري. آخر ۾، اتان ڪڍي، ان ڪي باه جي مچ جي ڀرسان زمين ۾ کوڙي ڇڏيندو آهي، ۽ جيئن گرميءَ جي سبب ڪري، ان ۾ چنبڙيل آها موتمار گولي ڳرندي ويندي، تيئن اهو ماڻهو ۾ ڳرندو ۽ سڙندو ويندو، جنهن جي خلاف جادوءَ جو هي سڄو اهتمام ڪيو ويو هوندو آهي. جيڪڏهن سڄي گولي باه جي تپ تي ڳري سڙي ويندي، ته اهو ماڻهو اُتي مري ويندو. جڏهن ٻه اهڙي ماڻهوءَ کي خبر پئجي ويندي آهي ته فلاڻو جادوگر مٿس جادو ڪري رهيو آهي، تڏهن هو انهيءَ جادوءَ ڪيل هڏي کي خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ۽ ان ڪي حاصل ڪرڻ جي حالت ۾، جادوءَ جي اثر ڪي زائل ڪرڻ لاءِ، انهيءَ هڏي کي ٻه ٽڪر ڪري ڪنهن درياه يا ڍنڍ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيندو آهي. نيوهيبرائيڊس جي ٽانا ٻيٽ ۾ رهندڙ وحشي پنهنجي خوراڪ جي اوبر سمنڊ ۾ اڇلائيندا آهن ته متان اهي ڪنهن مرض-ساز (جادوگر) کي هٿ لڳي وڃن. ڇو ته جيڪڏهن اها ڪنهن ٻه اهڙي ڏائڻ کي هٿ اچي ويندي، ته پوءِ هو ان کي باه ۾ آهستي آهستي ساڙڻ شروع ڪندو. مثال طور جيڪڏهن هو ڪيلو کائي، ان جي کل اڇلائيندو، ته بيمارين وارو جادوگر انهيءَ کل

کي ساڙڻ شروع ڪندو، ۽ جيئن اها ڪل سڙندي رهندي، تيئن ڪيس ڪونہ ڪو مرض لاحق ٿي پوندو ۽ ڪيس مجبوراً انهيءَ جادوگر کي گهرائڻو پوندو ۽ هن جون خوشامدون ۽ منٿون ميڙونڪر ڪرڻيون پونديون، ۽ هن کي سوکڙيون ۽ ڏن دولت پيش ڪرڻا پوندا، تہ جيئن هو ان ڪيلي جي ڪل کي ساڙڻ کان باز اچي. نيوگائنا جا قبائلي بہ ساڳيءَ طرح سان ڪاڏي جي اوبر، يا ڪلن يا هڏي کي نہ اڇلائيندا آهن، تہ متان اهي سندن دشمن جي هٿ چڙهي وڃن ۽ هو انهن کي استعمال ڪري اڳو پوءِ سندن ستيا ئي ناس ڪري ڇڏي. ان ڪري هو پنهنجي اوبر کي يا تہ ساڙيندا آهن، يا سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيندا آهن، يا وري نقصان کان بچڻ لاءِ ان کي ڪنهن اهڙي هنڌ غائب ڪري ڇڏيندا آهن، جتان ان کي ڪو ڪڍي تہ نہ سگهي ۽ ڪنهن کي انهيءَ طرف ڪو گمان بہ نہ وڃي.

ساڳئي ئي قسم جي جادوءَ جي ڊپ کان، لوئانگو جي بادشاه جي اوبر کي ڪوبہ بہ بشر هٿ ڪونہ لڳائيندو آهي، ان کي زمين ۾ کڏ کڻي دفن ڪيو ويندو آهي. ڪنهن کي بہ بادشاه جي برتڻ ۾ پاڻي پيئڻ جي اجازت ڪانهي. پراڻي زماني جا رومي ڪڏهن بہ ڪڪڙ يا ڪميءَ جا آنا ڪائيندا هئا، تڏهن انهن جي کلن کي هڪدم پڃي چورو ڪري ڇڏيندا هئا، تہ متان اهي دشمن کي هٿ لڳي وڃن ۽ هو انهن تي جادو ڪري، مٿن ڪو برو اثر وجهي ۽ ڪين ڪو نقصان پهچائي. هيءَ جو موجوده سڌريل دنيا جي ڪيترن حصن ۾ اڃا تائين آنن جي استعمال کان پوءِ انهن جي کلن کي پڃي ڇڏڻ جو رواج آهي، تنهن جو بنياد بہ شايد انهيءَ وهم جي ڪري ئي شروع ٿيل ٿو ڏسجي.

وحشي انسان کي جيڪو جادوءَ جو ڊپ آهي، جنهنڪري هو پنهنجيءَ اوبر کي اهڙن مختلف ذريعن سان ناس ڪرڻ جا جتن ڪري ٿو، سو پنهنجيءَ جاءِ تي واقعي فائديمند آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هو پنهنجي ڪاڏي جي بچت ۽ بيءَ گندگيءَ کي ناس

لي ڪري ها ته شايد ڪن متعدي بيمارين ۾ مبتلا ٿي ويا هو سچ پچ پنهنجي جان کي جوکي ۾ وجهندو رهي ها. ظاهر آهي ته اها ڳالهه جادوءَ جي نقصان ڪان زياده جن لاءِ مهلڪ ۽ موتمار ثابت ٿئي ها. اهو به سچ آهي ته رڪو قبيلي جي ماحول ۽ بسڪرادائيءَ جي صفائيءَ تي ٿئي ان ڊپ جو اثر نه پيو آهي. پر حيرت جي ڳالهه آهي ته انهيءَ سڀاڪيئي بي بنياد ڊپ، سڀاڪيئي متبجا ۽ ان جي اثر جي غلط نظريي جي ڪري ٿي انهن ماڻهن وٽ جيڪي انهيءَ ڊپ ۾ رات ڏينهن مبتلا رهن ٿا، مهمان نوازيءَ هڪٻئي جي عزت ۽ اعتبار جي شاندار جذبن کي تقويت پڻ ملي آهي. چو ته جيڪو به ماڻهو ٻئي ڪنهن کي هن جي ڪاڌي جي اوبر جي ذريعي نقصان پهچائڻ جو ارادو رکندو، سو ڪڏهن به پاڻ اهو ساڳيو ڪاڌو کائي ان جي اوبر ۾ پنهنجي اوبر ملائي ڇڏڻ نه چاهيندو، چو ته جيڪڏهن هو ائين ڪندو، ته پوءِ هم آهنگ جادوءَ جي اصول مطابق، هو به ساڳيءَ طرح نقصان سهندو، جهڙيءَ طرح اهو پيو سهندو، جنهن کي هن نقصان پهچائڻ جو ارادو ٿي رکيو. انهيءَ خيال جي ڪري ٿي اوائلي معاشري ۾ گڏجي ويهي ڪاڌي کائڻ جي رواج کي ايتري قدر احترام جي نظرن سان ڏٺو ويندو هو. ٻه ڄڻا پاڻ ۾ گڏ ماني کائي، گويا هڪٻئي کي پنهنجيءَ چڱيءَ چال جو سرٽيفڪيٽ ڏين ٿا ۽ منجهانئن هڪڙو گويا پاڻ کي ٻئي وٽ بطور يرغمال جي پيش ڪري ٿو، ٻئي هڪٻئي کي اهو يقين ڏيارين ٿا ته هو هڪٻئي جي خلاف ڪابه شرارت نه ڪندا، چو ته هڪ ٻئي پاڻ سان گڏ کائڻ ڪري، هڪٻئي سان اهڙي ته گهري ناتي ۾ جڙجي وڃن ٿا، جو جيڪڏهن انهن منجهان هڪڙو ٻئي ڄڻي کي ڪنهن نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو، ته هڪ ٻئي مشترڪ ڪاڌي جي ڪري، هن کي پاڻ به اوترو ئي ضرر پهچندو. جيترو هو ٻئي کي پهچائڻ جي ڪوشش ڪندو. منطق جي لحاظ کان، اهڙن ٻن ماڻهن جي درميان نسبتي جادوءَ جي، اصول جي ماتحت، اها هڪجهڙائي

پيار يگانگت تيستائين قائم رهندي، جيستائين سندن پيٽ ۾ اهو ساڳيو کاڌو ان هضم ٿيل حالت ۾ موجود هوندو ان ڪري ٻن ڌرين جي دوستاني يا برادري ناتي قائم ڪرڻ لاءِ گڏ کائڻ جي قانون کي ايتري پختگي ۽ اهميت ڪانه نصيب ٿي آهي، جيتري هڪٻئي جي نسن ۾ رت ملائڻ واري رواج کي نصيب ٿي آهي، ڇو ته انهيءَ طريقي سان ٻنهي رت ڏيندڙ ڌرين جي درميان دائمي ناتو قائم ٿي ويندو آهي ۽ هو سڄيءَ عمر تائين هڪٻئي سان قريبي تعلق ۽ رشتي ۾ منسلڪ ٿي وڃن ٿا.

# باب ويهون

## جهل يا روڪ — ماڻهن جي حالت ۾

١ـ **بادشاهن ۽ سردارن تي پابندي:** اسان ڏسي آيا آهيون ته ميڪادو جو طعام هر روز نون برتنن ۾ پچايو ويندو هو ۽ نين رڪابين ۾ کيس پيش ڪيو ويندو هو، ديڳڙا ۽ ٿالهيون، سڀ رواجي مٽيءَ مان ٺاهيا ويندا هئا، ته جيئن انهن کي هڪ دفعي استعمال ڪرڻ کان پوءِ پاسي ڪري رکي ڇڏجي يا ڀڃي ڇڏجي. انهن کي عموماً ڀڃي ڇڏيندا هئا، ڇو ته عام اعتقاد هو ته جيڪڏهن ڪو ٻيو ماڻهو انهن مقدس ٿالهين ۾ کائيندو، ته ان جو وات ۽ ڳلو ڦلوڪا ڦلوڪا ٿي، سڄي ۽ سڙي پوندو. ساڳيو ئي ٻرو اثر اهڙي ماڻهوءَ تي به ظاهر ٿي سگهي ٿي، جيڪو ميڪادو جي اجازت بغير سندس ڪپڙا پائي ها، اهڙي ماڻهوءَ جو به سڄو بدن رڳهي ۽ سڄي پوي ها. فجيءَ ۾ بيماريءَ جو هڪڙو خاص نالو (ڪاتالاما) آهي، جنهن لاءِ عام اعتقاد آهي ته سردار جي ٿانون ۾ کاڌي کائڻ يا هن جي پاتل ڪپڙن پائڻ مان اها بيماري ماڻهوءَ کي ٿي پوندي آهي. "ڳلو ۽ بدن سڄي پوندا آهن ۽ اهو گستاخ مري ويندو آهي. مون کي هڪ شخص هڪ خوشنما تڏو ڏنو هو، جنهن کي ڪيس استعمال ڪرڻ جي جرئت ڪانه هئي، ڇو ته 'ٿاڪومبا' جو وڏو پٽ ان تي ويٺو هو. قبيلي ۾ هڪ اهڙو ڪٽنب به هوندو هو، جنهن کي اها بيماري ڪانه ورندي هئي. مون هڪ دفعي ان باري ۾ ٿاڪومبا سان ذڪر ڪيو. 'ها، ها،' هن چيو 'اڙي فلاڻا، هيڏانهن اچ ۽ منهنجي پٺيءَ کي کرڙ'. ان ماڻهوءَ اچي هن کي کنهيو. اهو ماڻهو انهيءَ ڪٽنب وارن مان هڪ هو، جي اهڙا ڪم سلامتيءَ

۽ دليريءَ سان ڪري سگهندا هئا.“ جن ماڻهن کي اهڙي اعليٰ
درجي جي رعايت (عهدو — هُدو) مليل هو، تن جو نالو
”ننڊوڪاني“ يعني ”سردار جي مٽي“ هو.

مطلب ته ميڪادو ۽ ڦجيءَ جي سردارن جي برتنن ۽ ڪپڙن
جي استعمال مان جيڪي برا نتيجا نڪرن ٿا، تن ۾ اسان کي
ديوتا-انسان جي ڪردار جو اهو ٻيو رخ نظر اچي ٿو، جنهن ڏانهن
هن کان اڳ ۾ ئي ڌيان ڇڪايو ويو آهي. اهڙو ديوتا-انسان
هڪ ئي وقت زحمت ۽ رحمت جو ذريعو آهي، هن جي نه فقط
حفاظت ڪرڻ لازمي آهي، پر ڪانئس بچي رهڻ به ضروري آهي.
سندس مقدس وجود اهڙو نازڪ آهي جو هٿ لائڻ سان اهو
درهم برهم ٿي وڃي ٿو، ۽ ساڳئي وقت اهو هڪ اهڙي طاقتور
جادوءَ يا روحاني قوت سان ڪنهن برقي انداز ۾ ڀريل رهي ٿو،
جو هر اها چيز جا هن سان لڳندي يا هن جي ويجهو ويندي،
سا ممڪن آهي ته هڪدم سڙي ڀسم ٿي وڃي. ان ڪري
انسان-ديوتا جي تنهائي ٻين جي سلامتيءَ لاءِ به اهڙي ئي ضروري
آهي، جهڙي سندس حفاظت لاءِ. سندس جادوائي خصلت متعدي
نوعيت جي آهي: هن جو ديوتاپڻو هڪ اهڙي باه آهي جا
جيڪڏهن مناسب حدن ۾ لازمي بندشن ماتحت آهي ته ان مان
لاتعداد نعمتون حاصل ڪجن ٿيون، پر جيڪڏهن ان کي اپهرائيءَ
سان ڇهيو يا ان کي حد کان ٻاهر نڪرڻ ڏيو ته اها ساڙي ٿي
ڇڏي، ۽ ٿيو جيڪا به چيز ان جي سامهون آئي سا اتي جو اتي
ختم ٿي. ”اها ته خدائي باه آهي، ان ۾ هٿ وجهو ته ضرور جلي
خاڪ ٿي ويندو.“

مشرقي آفريڪا جي جبل نيوبا جي جهنگلي ۽ سرسبز لاهين
تي رهندڙ نيوبا قبيلي وارن جو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن اهي
پنهنجي پوڄاري بادشاه جي گهر ۾ پير رکندا، ته هڪدم مري
ويندا، بهرحال اهي پنهنجو ڏائو ڪلهو اگهاڙو ڪري ۽ ان تي
بادشاه کان هٿ رکائي انهيءَ حملي دخليءَ جي موتمار نتيجي کان

ياڻ کي بچائي سگهن ٿا. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙي پٿر تي ويهندو، جنهن کي بادشاه پنهنجي استعمال لاءِ مقدس ڪري ڇڏيو هوندو، ته اهو گستاخ هڪ سال جي عرصي ۾ مري ويندو. انگولا جا ڪازيمبي قبيلي وارا پنهنجي بادشاه کي اهڙو ته مقدس سمجهندا آهن، جو سندن اعتقاد آهي ته ان کي جيڪو به هٿ لائيندو، سو ان جي مقدس وجود ۾ جيڪا جادو انگيز طاقت موجود آهي، تنهن جي اثر ڪان مري ويندو. پر جيئن ته ڪن وقتن تي ان سان لهه وچڙ ۾ اچڻ لازمي ٿي ٿو، ان ڪري هنن هڪ اهڙي ترڪيب ايجاد ڪئي آهي، جنهن جي وسيلي گنهگار جي زندگي بچي ويندي آهي. بادشاه جي سامهون گوڏن ڀر جهڪي، هو شاهي هٿ کي پنهنجي هٿ جي پٺ سان ڇهندو آهي؛ جنهن کان پوءِ هو آڱرين مان لڪاٽ ڪيندو آهي. ان کان پوءِ هو پنهنجي هٿ جي ترئي بادشاه جي هٿ جي ترئي تي رکي، وري آڱرين مان لڪاٽ ڪيندو آهي؛ اها رسم ڄڻ چار ڀيرا ادا ڪئي ويندي آهي. اها فوري موت جي خطري کي ٽاري ڇڏيندي آهي. ٽونگا ۾ وري هيءُ اعتقاد عام هو ته جيڪو ماڻهو ڪنهن اعليٰ سردار جي مقدس جسم يا ان جي ڪنهن بيءَ شيءِ کي هٿ لائڻ کان پوءِ ان هٿ يا هٿن سان ويهي کائيندو، ته اهو سُڄي پوندو ۽ مري ويندو؛ سردار جو تقدس، هڪ مهلڪ زهر وانگر سندس ماتحت جي هٿن کي متاثر ڪري ڇڏيندو ۽ پوءِ تقدس جو اهو زهر سندس هٿن ذريعي کاڌي ۾ پهچي، يقيناً کائڻ واري لاءِ موتمار ثابت ٿيندو. پر ڪو به ماڻهو جيڪو اهڙي خطري هيٺ آيل هوندو، سو هڪ مخصوص رسم ادا ڪري ياڻ کي جراثيم کان پاڪ ڪري ٿي سگهيو. هن کي ڇا ڪرڻ پوندو هو، جو سردار جي پير جي پاسي کي پنهنجن ٻنهي هٿن جي ترين ۽ پٺين سان ڇهي، پوءِ پنهنجا هٿ پاڻيءَ سان ڌوئي ڇڏڻا هئا؛ جيڪڏهن ويجهڙائيءَ ۾ ڪو پاڻي موجود نه هوندو هو، ته پوءِ هو پنهنجن هٿن کي ڪيوڙي جي رس دار پَنن سان اگهي ڇڏيندو هو.

ان کان پوءِ هو بلڪل بيفڪر ٿي پنهنجن هٿن سان کاڌو کائي
ٿي سگهيو. پر جيسين هن توبهه، تائب ٿيڻ يا تقدس جي جراثيم
کان پاڪ ٿيڻ جي رسم ادا نه ڪئي هئي، تيسين جيڪڏهن
کيس کاڌي کائڻ جي خواهش پيدا ٿئي ٿي ها، ته به کيس يا
ته ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿان کاڌو کارائڻو پوندو هو يا وري
کيس گوڏن ڀر ويهي، چوپائي وانگر وات سان کاڌو کڻي کائڻو
پوندو هو. رکو ڏندن-کوٽڻي به، کيس پنهنجن هٿن سان استعمال
ڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي، پر اها به ٻئي ڪنهن جي هٿ
۾ ڏيئي، ان کي چوڻو هوس ته 'هين يا هُن ڏند ۾ گند آهي سو
صاف ڪر'. ٽونگا جي باشندن کي جيري جي هڪڙي بيماري
ٿيندي هئي، جنهن ۾ جيرو سڄي پوندو آهي ۽ ان ۾ سخت عذاب
ٿيندو آهي، جنهن کي اهي پنهنجي سردار جي جسم يا سندس
ڪنهن شيءِ کي بي‌خياليءَ ۾ ڇهڻ ۽ ان بعد توبهه تائب ٿيڻ
جي رسم ادا نه ڪرڻ جو نتيجو سمجهندا هئا. ان ڪري، اهي،
بطور حفظ ماتقدم، اها رسم آئين ئي ادا ڪري ڇڏيندا هئا،
حالانڪ انهن کي معلوم به ڪونه هوندو هو ته انهن کان ڪو اهڙو
فعل سرزد ٿيو به هو، جنهن جي پاداش ۾ کين ان رسم جي
ادائگيءَ جي ضرورت هئي. ٽونگا جو بادشاهه باوجود هن ڳالهه
جي ته ڪي ماڻهو کانئس اويري سويري سندن اڳيان پنهنجي پير
حاضر ڪرڻ جي تقاضا ڪندا هئا، ۽ ان کي ويهي مهڻ جي کانئس
اجازت گهرندا هئا، ڪڏهن به ان رسم جي ادائگيءَ خاطر سائلن
جي اڳيان پنهنجو پير ڪڍي ڏيڻ کان انڪار ڪونه ڪري
سگهندو هو. هڪ ڀيري، انهن جو هڪڙو ٿلهو ۽ بي ڊولو بادشاهه،
جنهن ٻاهر چهل قدمي پئي ڪئي، تنهن جو ڏٺو ته ڪجهه انداز
کان زياده غرضمند معتقد ڏانهنس ڪاهيندا پيا اچن، سو پٺ ڏيئي
ولي ڊوڙ پاتائين، ۽ ڏو وڃي محلات ۾ ساهه پٽيائين. جيڪڏهن
ڪنهن جي دماغ ۾ اهو وهم اچي ويهندو هو ته هن اڳيئي اهڙن
هٿن سان کاڌو کائي ورتو آهي، ته پوءِ هو سردار جي سامهون

ويهي رهندو هو، ته سردار جو پير هٿن ۾ ڪٽي، ان سان پنهنجي پيٽ کي دٻائيندو هو، ته جيئن سندس پيٽ ۾ پيل ڪاڌو ڪيس ڪو ضرر نه پهچائي ته هو سچي مري نه وڃي. جيئن ته ٽونگا وارا سمجهندا هئا ته جيري جي اها بيماري اهڙن هٿن سان ڪاڌي کائڻ جو نتيجو هئي، جن سان ڪين کائڻ جي اجازت ڪانه هئي، ان حالت ۾ اسين هيءُ قياس ڪري سگهون ٿا ته انهن ۾ جن ماڻهن کي اهو مرض وٺندو هو، سي گهڻو ڪري ان جو علاج بادشاه جي پير سان پيٽ کي زور ڏياري يا ان سان پيٽ کي ڇهي ڪندا هئا. هن رسم جي مشابهت قديم برطانوي رواج سان جنهن موجب جيري جي اهڙيءَ بيماريءَ وارن مريضن جو علاج ڪين بادشاهن وٽ وٺي اچڻ ۽ انهن کي شاهي هٿ لائڻ سان ڪرايو ويندو هو، صاف ظاهر آهي، ۽ جيئن مون هن کان اڳ اها راءِ ڏني آهي ته ان مان هيءَ انومان نڪري ٿو ته قديم زماني ۾ انهيءَ بيماريءَ کي جو "بادشاه جي برائي" سڏيو ويندو هو، سو ان کي اهو نالو شايد هن اعتقاد سبب ڏنو ويو هجي ته اهو مرض بادشاهن جي ديوتائي جاه و جلال سان لهه وچڙ ۾ اچڻ سبب لاحق ٿيندو هو ۽ ان جو علاج به سا ڳئي ئي رستي ٿيندو هو.

نيوزيلنڊ ۾ به سردارن جي تقدس جو ڊپ ڏري گهٽ اوترو ئي هو، جيترو ٽونگا ۾ هوندو هو. انهن جي وجود جي اها برقي طاقت، جا وري ڪين پنهنجي ڪنهن قديم ابي ڏاڏي کان حاصل ٿيل هئي، جنهن کي به ڇهندي هئي، تنهن ۾ ڦهلجي ويندي هئي ۽ جيڪي گستاخي ڪري، يا بيخبريءَ وچان، ان سان هٿ چراند ڪندا هئا، تن کي اتي جو اتي موت جي دروازي تائين پهچائي ڇڏيندي هئي. مثال طور هڪ دفعي نيوزيلنڊ جي هڪ اعليٰ رتبي ۽ عظيم تقدس واري سردار پنهنجي ڪاڌي مان بچيل حصو رستي جي هڪڙي پاسي اڇلائي ڇڏيو هو. هڪ پيٽ ڀڪيو ۽ ٿلهو متارو، پهلوان قسم جو ٻانهو، سردار جي رواني ٿيڻ بعد

جو اتان اچي لنگهيو، تنهن بچيل ڪاڌو ڏسي، بغير ڀچا ڳاڇا جي
ان کي ڳرڪائي ڇڏيو. هن اڃان ڪائي بس نه ڪئي ته ڪنهن
حيرت زده ماڻهوءَ، جو کيس ٻري ڪان ڏسي رهيو هو، پاڻهي کي
ٻڌايو ته هو، جيڪو ڪاڌو ڪائي رهيو هو، سو هڪ سردار جو بچايل
ڪاڌو هو. ”آءَ انهيءَ بد نصيب ڏوهاريءَ کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو
هوس، هو پنهنجيءَ دليريءَ سبب مشهور هو ۽ قبيلي جي جنگين
۾ نالو ڪڍيو هئائين.“ پر هن اها موتمار خبر ٻڌي ئي مس، ته کيس
پيٽ ۾ اهڙو ته غير معمولي سور اچي پيو، جو ان سا ڳئي ڏينهن
سج غروب ٿيڻ تائين تيستين نه لٿس، جيستين هو مري نه ويو. هو
هڪ مضبوط ۽ طاقتور انسان هو ۽ قوه جوانيءَ ۾ هو ۽ جيڪڏهن
ڪو، آزاد خيال ’پڪيها‘ (يورپي) چوي ها ته ان کي سردار جي
’ٽاپو‘ جو ڪاڌي ۾ ڪهڙي ويو هو، ماري نه وڌو هو، ته ان جي
اها دليلبازي سندس اڻ ڄاڻائيءَ جي ثابتي شمار ٿئي ها ۽ سمجهجهي
ها ته منجهس اهڙين منئين سڌين شهادتن جي سمجهڻ جي صلاحيت
ڪهڙي هئي.“

وحشي معاشري جو هيءَ ڪو پنهنجي نوعيت جو اڪيلو مثال
ڪونهي. هڪ ماڻوري عورت ڪجهه ڦل ڪائي ويئي، جنهن کان
پوءِ کيس ٻڌايو ويو ته اهي اهڙيءَ جاءِ تان ڪنيا ويا هئا، جا
اڳري جاءِ هئي ۽ جنهن تي روڪ پيل هئي. هن ماتمي آواز ۾
چيو: ”پوءِ ته سردار جو روح، جنهن جي تقدس سان هٿ چرائي
ٿي هئي، تنهن جي پيٽ مون کي ماري ڇڏيندي.“ اهو واقعو
ٻن پهرن کان پوءِ ٿيو ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو سوير هوءَ فوت ٿي
ويئي. ماڻوري قبيلي جي هڪ سردار جي ٻاه پارڻ جي سامان واري
صندوق هڪ دفعي متعدد ماڻهن کي مارڻ جو سبب بڻي هئي ڇ
جا ٿيو جو اها هڪ ڀيري غائب ٿي ويئي، ۽ وڃي ڪن ماڻهن
جي هٿ چڙهي، جن کي ان جي اصلي نوعيت جو ڪو پتو ڪونه
هو. هنن ڇا ڪيو، جو ان سان پنهنجا حقا پارڻ ويهي رهيا.
ٿينديءَ ٿينديءَ جڏهن کين خبر پيئي ته اصل ڪنهن جي هئي، ته

اهڙي ڊپ اچي گهٽين، جو مرڳو ئي مري ويا - ساڳيءَ طرح نيوزيلنڊ جو هڪڙو اعليٰ قبائلي سردار ٿي گذريو آهي، جنهن جا انگ لٿل ڪپڙا جيڪو به پائيندو هو، سو هڪدم مري ويندو هو. هڪ دفعي ڪنهن عيسائي مبلغ سردار کي ڏٺو ته ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تان پنهنجو ڪٽو ڪٽي هيٺ اڇلايائين - شايد وزندار هو، جنهن سبب کيس ڍُڪيو ٿي لڳو. جڏهن مبلغ هن کان دريافت ڪيو ته ڪٽو ڪنهن غريب جي استعمال لاءِ ڪنهن وڻ جي چوٽيءَ تي چو نه ٿي رکي ڇڏيائين، تڏهن سردار کيس جواب ڏنو ته "انهيءَ ڪري، جو جيڪڏهن ڪو اهو ڪٽي ڏڪيندو، ته منهنجو 'ٽاپو' (روحاني طاقت، جا ڇهڻ ذريعي ڪٽي ۾، ۽ ڪٽي مان انهيءَ ماڻهوءَ ۾ هلي ويندي) ان ماڻهوءَ کي ڇواهمخواه هلاڪ ڪري ڇڏيندو". ساڳئي ئي سبب ڪري هڪ مائوري سردار ڪڏهن به ڦوڪون ڏيئي باه نه ٻاريندو، چو ته سندس مقدس روح پنهنجو تقدس باه ۾ پهچائيندو، جا وري ان کي باه تي رکيل برتن ۾ پهچائيندي، جو ان کي برتن ۾ پيل گوشت ۾ پهچائيندو، جنهن جي ذريعي اهو انهيءَ ماڻهوءَ وٽ وڃي رسندو، جو گوشت کائيندو، جو برتن ۾ هو، جو باه مٿان رکيل هو، جنهن کي سردار ڦوڪون ڏيئي ٻاريو؛ اهڙيءَ طرح ويچارو گوشت کائيندڙ، جنهن تائين مٿين ذريعن وسيلي سردار جو مقدس روح وڃي پهچندو، سو يقيني طور مري ويندو.

چنانچه پولينيشيائي نسل واريءَ قوم ۾، جنهن جي مائوري قبيلي وارا هڪ شاخ آهن، سندن مقدس سردارن جي چوڌاري وهم پرستيءَ جي هڪ اهڙي پيانڪ عالم پناه اڏيل هئي، جنهن کي ڇاڻي واڻي ڪو به اورانگهي ڪونه ٿي سگهيو، ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ به جيڪڏهن ڪنهن کان اهڙي گستاخي سرزد ٿي ٿي ويئي، ته حقيقت معلوم ٿيندي ئي، اهو بد نصيب يقيناً موت جو شڪار ٿي ٿي ويو. تصور جي هيءَ مهلڪ طاقت، جا خالص وهم جي پيدا ڪيل ههڙن خوفن ۽ خطرن ذريعي ئي پنهنجو ڪم

ڪري ٿي، يقيناً هڪڙيءَ قوم يا هڪڙي قبيلي تائين محدود ڪانهي، پر وحشي معاشري ۾ اها عام جام موجود آهي. مثال طور آسٽريليا جي قديم النسل قبيلن جو هڪ وحشي بلڪل اچاتري زخم سبب ئي مري ويندو، جيڪڏهن هن کي اها خاطري ٿئي ته جنهن هٿيار سان ڪيس زخم رسايو ويو هو، تنهن تي منتر ڦوڪيل هو ۽ ان ۾ ان قسم جي جادوءَ جي طاقت ڀريل هئي. ان کان پوءِ هو بلڪل چپ چاپ ٿي ليٽي پوندو، کاڌي کائڻ کان صاف انڪار ڪندو ۽ آهستي آهستي ڳري جهري مري ويندو. ساڳيءَ طرح برازيل جي ڪن قبيلن ۾ جيڪڏهن ڪو ويج ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ تي ناراض ٿي سندس موت جي پيشينگوئي ڪندو هو ته اهو "بدنصيب هڪدم پنهنجي ڪکائين بستري ڏانهن، دل ۾ موت جو اهڙو پڪو يقين رکي ويندو هو، جو هو نه کائيندو هو نه پيئندو هو ۽ سمجهندو هو ته هن جي باري ۾ ويج جي پيشينگوئي هڪ اهڙو اٽل فيصلو هو، جنهن کان هو ڪڏهن به بچي ڪين سگهندو. گويا سندس موت جي فتوا ويج صادر ڪئي، ۽ ان جي تعميل لاءِ جلاد جو فرض سندس اعتقاد ادا ڪيو."

۲- **ماڻهن کان پرهيز:** چنانچه پنهنجن بادشاهن ۽ سردارن کي هڪ خفيه روحاني طاقت سان سرشار سمجهي، جا ٿوري لهه وچڙ سان هڪدم ڇاڇولجي باهر وهڻ شروع ڪري ٿي ڏئي، هڪ وحشي فطرتي طور ڪين معاشري جي هولناڪ عناصرن مان هڪ ڪري تصور ڪري ٿو، ۽ انهيءَ ئي سبب متائن اهي ساڳيون بندشون عائد ڪري ٿو، جي هو قاتلن، حيض وارين عورتن ۽ ٻين اهڙن ماڻهن لاءِ مخصوص ڪري ٿو، جن کي هو هڪ نامعلوم ڊپ ۽ دهشت جي نظرن سان ڏسڻ لازمي سمجهي ٿو. مثال طور پولينيشيا ۾ مقدس بادشاهن ۽ پوڄارين کي پنهنجي هٿ سان ڪاڌي کائڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي، ۽ کين ٻيا کارائيندا هئا ۽ جيئن اسين تازو ڏسي آيا آهيون، سندن برتنن، ڪپڙن ۽ ٻين ڪنهن به ملڪيت کي ٻيو ڪوبه ماڻهو، موت سهسائڻ

ڪان سواءِ، استعمال نہ ڪري سگهندو هو. ڪي وحشي بلڪل اهڙيون ساڳيون رسمون ۽ رواج اهڙين ڇوڪرين تي جن کي پهريون دفعو ماهواري آئي هجي، ويم ڪيل عورتن تي، قاتلن تي ۽ ماتمين ۽ ٻين سيني اهڙن ماڻهن تي جن جو ڪنهن نہ ڪنهن طرح مُڙدي سان واسطو رهيو هوندو، عائد ڪندا آهن. چنانچه، مثال طور، انهن سڀني مان پوئين طبقي جي ماڻهن کي ٿو ولجي، تہ مائوري قبيلي وارن ۾، اهڙي ماڻهوءَ سان سڀ تعلقات منقطع ڪيا ويندا هئا ۽ ان کي ذري گهٽ هر انسان ڪان قطع تعلق ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو هو، جنهن مُڙدي کي هٿ لاتو هوندو، ان کي قبر تائين پهچائڻ ۾ مدد ڏني هوندي يا ڪنهن مئي ماڻهوءَ جي هڏن کي هٿ لاتو هوندو هو. هو ڪنهن بہ گهر ۾ داخل ڪونہ ٿي سگهندو هو. ڪنهن بہ ماڻهوءَ يا شيءِ کي هٿ لاتائين، تہ سمجهيو ويندو هو تہ ان کي ڀوت چنبڙائي ڇڏيائين. هو پنهنجن هٿن سان کاڌي کي بہ ڇهي نہ سگهندو هو، جو تہ سندس هٿ اهڙا تہ ناپاڪ ۽ اگرا سمجهيا ويندا هئا، جو اهي هن لاءِ گويا بالڪل ئي بيڪار ٿي چڪا هئا. هن لاءِ کاڌو زمين تي رکيو ويندو هو، ۽ هو هيٺ ويهي يا گوڏن ڀر نئڙي، هن کي احتياط سان پٺيان جهلي، جيئن ايندو هوس تيئن ڏڪيو سگهيو ويهي کائيندو هو. ڪن وقتن تي هن کي ٻيو ماڻهو پاڻهن ڏگهي ڪري اهڙي نموني ويهي کاڌو وات ۾ وجهندو هو، جو هن جو ڪو، عضوو ڪيس نہ لڳي؛ خود هن کاڌي کارائيندڙ کي سخت پابندين ۾ جڪڙيو ويندو هو، جي سختيءَ ۾ انهن کان گهٽ ڪونہ هونديون هيون، جي واسطيدار ماڻهوءَ مٿان عائد ٿيل هونديون هيون. عموماً هرهڪ ڳوٺ ۾ هڪ اهڙو پست درجي وارو، نيچن کان زياده نيچ، انسان موجود هوندو هو، جو اهڙي قسم جي خدمت تي مامور هئڻ سبب ٿڪ لعنت جي روزي ڪمائيندو هو. اگهڙين ننگڙين ۾ ملبوس، مٿي ڪان وٺي پيرن تائين ڳاڙهي رنگ ۽ ٿڦيل، ۽ مڇيءَ جي تيل، جي بد بوءِ سان ڀريل، هميشه تنها ۽

خاموش، گهٽو ڪري ُسن رسيده، ٽڪل ۽ سڪل سڙيل ۽ بسا اوقات
نيم پاڳل- هن کي ڪنهن نه وقت عام ماڻهن سان پريل گهٽين ۽
رستن کان دور، دنيا جي ڪمن ڪارين ۽ مشغولين کي اهڙين
بي نور نظرن سان تڪيندي ڏسي سگهبو هو، جن ۾ ڪڏهن نه
شريڪ ٿيڻ جي ڪيس ڪابه توقع ڪانه هئي. روزانو ٻه دفعا
هن جي اڳيان ڪاڌو زمين تي ڦٽو ڪيو ويندو هو، جنهن کي،
هٿن جي استعمال بغير، هن کي جيئن تيئن کائڻو پوندو هو، رات جو،
پنهنجون گپ جهڙيون سٽيون ٽڳڙيون ويڙهي، ڪکن ۽ ڪچري جي
ڍير تي وڃي پوندو هو، جتي هو سڄي رات، گندگيءَ جي ماحول
۽ سرديءَ ۾ بکئي پيٽ تي، ڀوتن ۽ بدروحن جي ٽهڪن سان
ڀريل، بدبختيءَ ۽ ڪم نصيبيءَ جا خواب ڏسي، زندگيءَ جي ٻئي
ڏکئي ڏينهن جو انتظار ڪندو رهندو هو. فقط اهڙوئي شخص انهيءَ
ماڻهوءَ سان دور کان ڳالهائڻ ۽ ٻئي ڪنهن اهڙي واسطي يا ناتي
رکڻ جي قابل سمجهيو ويندو هو، جنهن پنهنجي ڪنهن دوست يا
پياري عزيز يا اولاد جي ڪفن دفن جي سلسلي ۾، عزت ۽ احترام، پيار ۽
محبت جي جذبي ماتحت لاش کي هٿ لاتو هوندو ۽ پيا آن متعلق اهڙا
پنهنجا آخرين فرض ادا ڪيا هوندا. آخر جڏهن ان ماتميءَ جي سوءَ
يا پرهيزواري عرصو ختم ٿيندو هو ۽ جڏهن هن کي پنهنجن دوستن،
عزيزن ۽ گهر جي ڀاتين سان ملڻ جلڻ جي اجازت ملڻ واري
هوندي هئي، تڏهن هن جا سڀ برتن، جيڪي هن پرهيز جي
وقت ۾ استعمال ڪيا هوندا هئا، نهايت خبرداريءَ ۽ حفاظت سان
ڀڃي چورُ چورُ ڪيا ويندا هئا، ۽ جيڪي نه ڪپڙا پاتا هوندائين،
سي سڀئي ٻاهر ڪٿي اهڙي هنڌ ڦٽا ڪيا ويندا هئا، جو ڪنهن
نه ٻئي کي هٿ نه لڳن ته متان پنهنجي نحوست ان تائين پهچائي
ڇڏين. اها رسم هوبهو انهيءَ رسم وانگر هئي، جنهن موجب
بادشاهن ۽ مقدس پوڄارين، پادرين ۽ سردارن جا ڪاڌي جا برتن
۽ ڪپڙا، پاڪين ٿي سڀن جي ڪري، ٽوڙيا يا ساڙيا ويندا هئا.
ديوتائن انسانن ۽ مڙدن سان جيڪي جادو انگيز يا روحاني تاثرات

ٻاهر نڪرن ٿا، تن ۾ هڪ وحشي انسان اهڙي ته هڪجهڙائي ۽ يگانگت محسوس ڪري ٿو، جو هو هڪ جي پاڪائي ۽ ٻئي جي نجاست جي خوشبوءِ ۽ بدبوءِ ۾ ڪوبه فرق نٿو محسوس ڪري ۽ انهن ۾ ڪابه تميز نٿو ڪري سگهي.

اهو قانون، جنهن مطابق ڪنهن به اهڙي ماڻهوءَ کي، جنهن مُڙدي کي هٿ لاتو هوندو هو، پنهنجي ڪاڌي کي ڇهڻ يا کائڻ جي منع ٿيل هوندي هئي، سو پالينشيا ۾ عام جام هوندو هو. 'ساموئا' ۾ "جيڪي به ماڻهو جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ ويندا هئا، سي پنهنجي ڪاڌي کائڻ مهل ڏاڍي خبرداري ڪندا هئا، ۽ هنن کي پيا ماڻهو انئين هٿ سان ويهي کارائيندا هئا، جيئن ڪنهن معصوم ۽ بيوس ٻار کي کارائبو آهي. جيڪڏهن ڪوبه انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪندو هو، ته اهي سمجهندا هئا ته سندن گهر جو ديوتا ڪين گنجو ڪندو يا سزا طور سندن ڏند ڀڃندو". وري ٽونگا ۾ "ڪوبه ماڻهو سردار جي جنازي کي هٿ نه لائي سگهندو آهي، جيستائين اهو پاڻ به سردار نه هجي. ٻيءَ صورت ۾ هُن کي چنڊ جي ڏهن مهينن تائين پرهيز واري مٿئين قسم جي سزا سهڻي پوندي آهي، خود انهن سردارن کي به، جيڪي سردار جي مڙدي کي ڇهندا آهن، تن کان وٺي پنجن مهينن تائين انئين گذارڻو پوندو آهي. پرهيز جي انهيءَ عرصي جو دارومدار سابق سردار جي درجي تي منحصر هوندو آهي. 'ٽُوئي ٽونگا' (سڀني کان وڏو ديوتا-روپ سردار) جي جنازي جي حالت ۾، ان کي فقط ٻيو نمبر وڏي ۾ وڏو سردار هٿ لائي سگهندو آهي. پر ان کي به ڏهن مهينن تائين پرهيز ۾ رهڻو پوندو آهي. جنهن عرصي لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ کي پرهيز جي سزا ملندي آهي، انهيءَ عرصي تائين هو پنهنجن هٿن سان پنهنجو کاڌو ڪونه کائي سگهندو آهي، پر ان کي پيا کارائيندا آهن، هو ڏند-ڪوٺي به پنهنجي هٿن سان استعمال نه ڪري سگهندو آهي. پر اها ڏند-ڪوٺي ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ جي هٿ ۾ ڏيئي، ان جي هٿ کي پڪڙي اهو ڏند

ڏيکاريندو اٿس، جنهن کي صاف ڪرڻو هوندو اٿس؛ جيڪڏهن
هن کي ڪنهن اهڙي وقت بک محسوس ٿيندي آهي، جڏهن ڪو
ٻيو ماڻهو هن جي ويجهو ڪونه هوندو آهي، تڏهن هن کي وات
سان ڪاڌو کڻي کائڻو پوندو آهي؛ جيڪڏهن هو انهن قانونن مان
ڪنهن هڪ جي به تعميل ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪندو، ته ان
حالت ۾، ماڻهن کي پڪو ڀروسو هوندو آهي ته هو سچي پوندو
۽ مري ويندو."

برٽش ڪولمبيا جي شسواپ قبيلي وارن ۾، زال جي مري وڃڻ
جي حالت ۾ ان جي مڙس کي ۽ مڙس جي حالت ۾ ان جي بيوه
زال کي ماتم واري عرصي تائين اڪيلائيءَ ۾ رکيو ويندو آهي،
۽ کين پنهنجن هٿن سان مٿي يا جسم جي ٻئي ڪنهن به حصي
کي ڇهڻ کان سخت منع ٿيل هوندي آهي؛ هو جيڪي رڌڻ ۽
پچائڻ جا برتن استعمال ڪندا آهن، سي ٻيو ڪو به ڪم ۾ نه
آڻي سگهندو آهي. انهن کي ڪنهن نديءَ يا نالي جي ڪناري
تي هڪ چؤ طرف بند جهوپڙي اڏي، ان ۾ سڄي رات ويهي، پگهر
۾ شرابور ٿيڻو پوندو آهي؛ جنهن کان پوءِ صبح جو سوير اٿي نديءَ
جي پاڻيءَ ۾ غسل ڪرڻو پوندو اٿن، ۽ سڄي بدن کي جهنگ
جي ڪنهن ٻوٽي جي ساون پنن سان مهٽڻو هوندو اٿن. اهي پن
فقط هڪ دفعو استعمال ڪرڻ جي اجازت هوندي اٿن، جنهن کان
پوءِ انهن کي جهوپڙيءَ جي ٻاهرين ديوار جي لڳو لڳ دفن
ڪرڻو هوندو اٿن. ڪو به شڪاري ان جهوپڙيءَ جي ويجهو
ڪونه ويندو آهي، ڇو ته ان کي منحوس سمجهيو ويندو آهي.
اهڙن ماڻهن جو جيڪڏهن پاڇو به ڪنهن تي پئجي ويندو آهي،
ته هو بيمار ٿي پوندو آهي. مري ويل ماڻهوءَ جي روح کي دور رکڻ
لاءِ اهڙا ماڻهو خاردار ٻوٽن مان نه فقط پنهنجا بسترا ٺاهيندا
آهن، پر انهن بسترن جي چوگرد به اهڙا ٻوٽا حلقي جي
صورت ۾ رکي ڇڏيندا آهن. هن ٻوٽين تدبير مان صاف ظاهر
ٿئي ٿو ته آخر اهو ڪهڙو روحاني خطرو آهي، جنهن کان بچڻ

دوستن ۽ عزيزن کي بچائڻ مقصود هوندو آهي، ۽ جنهنڪري اهڙن ماڻهن کي معاشري جي ٻين فردن کان جدا ڪري رکبو آهي۔ اهو رکو مري ويل ماڻهوءَ جي روح جي ڊپ ڪري ڪيو ويندو آهي، جيڪو سمجهيو ويندو آهي ته چوگرد ڦرندو گهرندو ٿو رهي۔ برٽش نيو گائنا جي ميڪيئو ضلعي ۾، رنڙ ماڻهوءَ کي ڪجهه عرصو پنهنجن سڀني معاشرتي حقن کان هٽ ڏوئڻو پوندو آهي، چو ته هن کي ڊپ ۽ نفرت سان ڏٺو ويندو آهي ۽ ڪانئس سڀ نفرت ڪندا آهن۔ هن کي باغ ۾ وڃي ڪم ڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي؛ نه وري هو ٻاهر بازار ۾ نڪري سگهندو آهي؛ نه ڳوٺ وارن کي منهن ڏيکاري سگهندو آهي ۽ نه ڳوٺ جي رستن ۽ پيچرن تان لنگهي سگهندو آهي؛ هڪ خونخوار درندي وانگر هن کي ڏينهن گاهه ۽ جهنگلي ٻوٽن جي وچ ۾ لڪي گذارڻو پوندو آهي؛ جيڪڏهن هو ڪنهن به ماڻهوءَ کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسندو آهي، خاص طرح سان ڪنهن عورت کي، ته پوءِ هو ڪنهن وڻ يا ٻوٽي جي پٺيان لڪي ويندو آهي۔ جيڪڏهن ڪيس مڇي مارڻ يا شڪار ڪرڻ جو شوق ٿيندو آهي، ته پوءِ هن کي رات جي ٻوڏين پهر ۾ ۽ بلڪل اونده ۾ اهو ڪم ڪرڻو پوندو آهي؛ جيڪڏهن ڪنهن سان صلاح مشورو ڪرڻو هوندو اٿس، ته به اهو رات جي اونده ۾ ڪري سگهندو آهي، حتيٰ ڪ پادريءَ سان به لڪي ڳالهائي سگهندو آهي۔ ائين معلوم ٿيندو آهي ته هن جو آواز وڃي ويو آهي، چو ته هو بلڪل سُس پُس ڪري ۽ گهگهي آواز سان ڳالهائيندو آهي؛ جيڪڏهن مهاڻن ۽ شڪارين جي ڪنهن به گروه سان وڃي شامل ٿيندو، ته انهن سڀني تي بدبختي ۽ نحوست طاري ٿيندي۔ سندس مري ويل زال جو ڀوت مڇين ۽ شڪار جي جانورن کي ڊيڄاري ڀڄائي ڇڏيندو؛ هو هر وقت، جتي به ويندو آهي، اتي پاڻ سان گڏ ڪهاڙو کڻي ويندو آهي؛ اهو ڪهاڙو نه فقط جهنگلي جانورن کان پاڻ کي بچائڻ لاءِ کڻندو آهي، پر ان سان پنهنجيءَ زال جي ڀوت کان به پنهنجي حفاظت ڪرڻي

ھوندي اٿس، ڇو ته جيڪڏهن اهو پوت ڪٽي به ۽ کھڙيءَ به حالت ۾ ملندس، ته ڪيس نقصان پھچائڻ کان ڪونه گسندو. انهن ماڻهن جو اهو اعتقاد آهي ته سيني مئل ماڻهن جا روح بد هوندا آهن ۽ ڪين خوشي فقط ٻين کي ضرر ۽ تڪليف پھچائڻ ۾ ئي حاصل ٿيندي آهي.

٣- **حيض ۽ ويم وارين زالن ئي بندش:** ٿورن لفظن ۾ ڪٽي ائين چئجي ته ڪن ماڻهن جي برتنن، ڪپڙن ۽ ٻين شين جي استعمال ڪرڻ جي ممانعت جا سبب، ۽ ان جي خلاف ورزيءَ سبب جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، سي ٻنهي حالتن ۾ هڪجھڙا ئي آهن - خواه انهن شين جا مالڪ مقدس ۽ پاڪ سمجھيا ويندا هجن يا غليظ ۽ ناپاڪ. جھڙيءَ طرح هڪ مقدس سردار جي ڪپڙن کي ڇھندڙ ماڻهو انهيءَ ڏوه جي پاداش ۾ موت جو منهن ڏسي ٿو، ساڳئي نموني سان هڪ حيض واريءَ عورت جي ڪپڙن کي ڇھندڙ به اهو ئي نتيجو ڏسي ٿو. هڪڙي آسٽريليائي قبائليءَ کي جڏهن اها خبر پيئي ته سندس زال ماهواريءَ جي وقت ۾ سندس ڪٽي تي اچي ويٺي هئي، تڏهن هن کي اهڙو ته ڊپ لاحق ٿيو، جو هن هڪدم زال کي ته قتل ڪري ڇڏيو، پر پاڻ به پندرهن ڏينهن کان پوءِ دل هول کان مري ويو. آسٽريليائي قبائلي عورتن کي، ان ڪري، ڪنهن به مرد جي چيز کي اهڙي ايام ۾ هٿ لائڻ، يا ان رستي تان لنگھڻ جي سخت منع هوندي آهي جنهن تان مردن جي زياده آمد و رفت هوندي آهي. خلاف ورزي ڪندڙ عورت کي قتل ڪيو ويندو آهي. ويم جي وقت انهن کي تنهائيءَ ۾ رکيو ويندو آهي، ۽ انهيءَ وچ ۾ هو جيڪي برتن استعمال ڪنديون آهن، تن کي خبرداريءَ سان ٽوڙيو ويندو آهي. يوگنڊا جون عورتون ويم ۽ ماهواريءَ جي ايام ۾ جن برتنن کي هٿ لائينديون آهن، تن سيني کي ناس ڪندا آهن، پر جن ڀالن يا ترارين کي هٿ لائي وجھنديون آهن، تن کي فقط (مناسب منترن جنترن وسيلي) پاڪ ڪيندا آهن. ”آمريڪا جي ڏ يني ۽ ٻين سيني قبيلن

پاڻي پيئندو ته اهو مري ويندو۔
ڪيترين قومن ۾ ويم وقت عورتن تي انهن ئي سببن ڪري ساڳيون پابنديون عائد ڪيون وينديون آهن۔ اهڙي وقت عورتن کي سخت خطرناڪ حالت ۾ مبتلا سمجهيو ويندو آهي، جنهنڪري هو ڪنهن کي به جيڪڏهن هٿ لائينديون ته ان کي پنهنجي نجاست سان متاثر ڪري ڇڏينديون۔ ان ڪري انهن کي تيستائين تنهائي ۾ رکيو ويندو آهي، جيستائين هو تندرست ۽ توانيون ٿي، تڙ ڪري اٿنديون آهن – جنهن کان پوءِ هو ضررناڪي جي حد کان ٻاهر سمجهيون وينديون آهن۔ ٽاهٽي ۾ وري ويم ڪرڻ وقت عورتن کي ٻن يا ٽن هفتن تائين هڪ جدا جهوپڙي ۾ رهايو ويندو آهي، جا "مقدس ميدان" ۾ اڏي ويندي آهي۔ انهي دوران ۾ هوءَ ڪنهن به ڪاٺي جي شيءِ کي هٿ ڪونه لڳائي سگهندي آهي، ۽ ڪيس ڪارائينديون به پيون عورتون آهن۔ انهي وچ ۾، ويم جي پرهيز مان نڪرڻ کان اڳ، جيڪڏهن ڪو پيءُ ماڻهو سندس ٻار کي هٿ لائي وجهندو آهي، ته پوءِ ان کي به انهن ساڳين پابندين جي ماتحت رهڻو پوندو آهي، جن ۾ هوءَ پاڻ رهندي آهي، ۽ ان ماڻهوءَ تي اهي بندشون تيستائين هلنديون آهن جيستائين آها عورت پاڪ ٿي ۽ غسل ڪري نه ٿي – الاسڪا جي پريان هڪ ٻيٽ آهي، جنهن کي "ڪاڊياڪ" چوندا آهن۔ اتان جي ڪنهن به عورت کي جڏهن ويم ڪرڻ جا اهڃاڻ نظر ايندا آهن، تڏهن ان کي گهوٽ کان بلڪل ٻاهر هڪ زير زمين جاءِ ۾ وڃي رهڻو پوندو آهي، جتي ٻار ڄڻڻ کان پوءِ ويهن ڏينهن تائين گذارڻو هوندو اٿس۔ انهي عرصي ۾ هن کي اهڙو ته غليظ ۽ ناپاڪ سمجهيو ويندو آهي، جو هن ڏانهن ڪوبه ماڻهو ڪونه ويندو آهي ۽ نه وري ڪو هن جي ڪنهن ڪم ۾ ڪا مدد ڪندو آهي۔ کاڌو به ڏگهين ڪاٺين سان ڏڪي انهي جاءِ ۾ اندر ڪيو ويندو آهي، جو هوءَ کٽي وٺندي آهي۔ "بري بري" قبيلي وارا ڪاڙها هندستاني ويم جي ناپاڪائي کي حيض جي پليديءَ کان هزارها درجا زياده خراب

سمجهندا آهن. جڏهن ڪا عورت ڄائيندي آهي ته سندس ويم جو وقت قريب اچي ويو آهي، تڏهن هوءَ پنهنجي مڙس کي انهيءَ حقيقت کان آگاه ڪندي آهي، جو هڪدم ترت ٽڪڙ ڪري هن لاءِ ڪنهن تنها گوشي ۾ جهوپڙي ٺاهيندو آهي. اتي هوءَ بلڪل اڪيلي رهندي آهي ۽ پوءِ پنهنجي ماءُ يا ڪنهن ٻي هڪ عورت کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان به ڳالهائي ڪانه سگهندي آهي. ويم کان پوءِ قبيلي جو ويڄ هن وٽ وڃي منڊ دم ڪري کيس پاڪ ڪندو آهي، جنهن کان پوءِ هن جي مٿان ڪو نه ڪو جيئرو جانور رکيو ويندو آهي - ان لاءِ البت ضروري نه آهي ته ڪو خاص جانور هجي. انهيءَ رسم جي ادائگيءَ کان پوءِ رهڻ کي فقط حيض واريءَ عورت جهڙو سمجهيو ويندو آهي. ان کان پوءِ هن کي چنڊ جو سڄو مهينو اتي الڳ ٿلڳ رهڻو پوندو آهي، ۽ ان عرصي ۾ هن کي انهن قانونن جي پوئواري ڪرڻي پوندي آهي، جن جي هوءَ ماهواريءَ واري عرصي ۾ ڪندي آهي. اڃا به وڌيڪ خراب ۽ خطرناڪ حالت ۽ زياده پليدي ۽ ناپاڪائي ان حالت ۾ سمجهي ويندي آهي، جڏهن ڪنهن عورت کي ٻار جي ڇڪي ايندي آهي، يا کيس مئل ٻار ڄمندو آهي. انهيءَ حالت ۾ هن کي ڪنهن به جاندار چيز جي قريب وڃڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. هن جي استعمال ٿيل چيزن کي ڇهڻ به انتها خطري جو باعث سمجهيو ويندو آهي. اهڙيءَ عورت کي کاڌو هڪ ڊگهي لڪڙي تي رکي پري کان پهچايو ويندو آهي. اها حالت هن سان ٽن هفتن تائين هلندي آهي، جنهن کان پوءِ اها پنهنجي گهر ويندي آهي، جتي کيس فقط انهن قاعدن جي تعميل ڪرڻي پوندي آهي، جي هڪ رواجي ويم واريءَ عورت کي پورا ڪرڻا پوندا آهن.

بانٽو قبيلي جا ڪي وحشي اهڙيءَ عورت جي "وچڙندڙ زهر" کي اڃا به زياده مهلڪ تصور ڪندا آهن، جيڪا ٻار ڪيرائي وجهندي آهي ۽ انهيءَ ڳالهه کي ٻين کان پوشيده رکندي آهي. هڪ

رهي اهو رت لڳايو هوندو آهي، جيڪو اڃا پوري طرح نه رچيو هوندو آهي ۽ ان مان ڏهو ڪونه ٿي سگهيو هوندو آهي. اهڙو رت پڪو حرام آهي. ان کي رستي تي نه هارڻ گهرجي. مردار پوءِ ماڻهن کي گهرائي انهن کان دريافت ڪندو آهي ته "اوهين پنهنجن ڳوٺن ۾ ٺيڪ ٺاڪ آهيو؟" انهن مان ڪو چوندو ته "فلاڻي عورت حامله هئي. اسان هن وقت تائين هن کي ٻار ڄڻيندو ڪونه ڏٺو آهي". ان کان پوءِ هو ان عورت کي ڪڙي ڏيندا آهن ۽ ان کان پڇندا آهن ته "سچ ٻڌاءِ، تو پنهنجو ٻار ڪٿي لڪايو آهي؟" ان عورت جي ڏس ڏيڻ تي هو اها جاءِ وڃي کوٽيندا آهن، ۽ انهيءَ کڏ جي مٿان هڪ اهڙي دوا ڇڙڪائيندا آهن، جا ٻن جهنگلي ٻوٽن کي هڪ خاص ڍنگ ۾ ڪاڙهي تيار ڪئي ويندي آهي. انهيءَ کان پوءِ ٿوري مٽي کڻي، هو ان کي پاڻيءَ واري درياهه ۾ وڃي اڇلائيندا آهن ۽ وري درياهه جو پاڻي آڻي انهيءَ جاءِ تي ڇڙڪائيندا آهن، جتي انهيءَ عورت ان ڄاول ٻار جو رت هاريو هوندو آهي. عورت کي مٿي ذڪر ڪيل دوا سان روزانو غسل ڪرڻو پوندو آهي، جنهن کان پوءِ ئي ملڪ ۾ پاڻي ايندي آهي ۽ مينهن جا ڪڪر وسندا آهن. ازانسواءِ اسين (ويچ) ملڪ جي عورتن کي گهرائيندا آهيون، ۽ اسين انهن کي مٽيءَ جي ڳولي آڻڻ لاءِ چوندا آهيون، جنهن جي وچ ۾ سوراخ پيل هجي. پوءِ هڪڙي ڏينهن صبح جو آهي اسان وٽ اهڙو ڳولو کڻي ايندا آهن؛ جيڪڏهن اسان اهڙي قسم جي دوا تيار ڪئي هوندي آهي، جيڪا سڄيءَ زمين تي ڇٽي هوندي آهي، ته پوءِ اسان انهيءَ ڳولي کي پوري مٽيءَ ڀري ڇڏيندا آهيون، جنهن کان پوءِ ملڪ جي ڇوڪرن ۽ اهڙين ڇوڪرين کي گهرائيندا آهيون، جن کي اڃا تائين وڏين عورتن جي معاملن جي ڪا خبر ڪانه هوندي آهي، ۽ جن اڃا تائين ڪنهن مرد سان جنسي تعلق ڪونه رکيو هوندو آهي، ته اهڙن انهيءَ دوا کي ڍڪي سگهن ٿا، وجهي آهي انهن ٻارن کي ڏيندا آهيون، جيڪي مٽي ڳالهائين، ۽ ٻالڪ ۽

گوٺ جي سيني رستن، لنگهن ۽ چؤواٽن ڏانهن ويندا آهن ۽ اهڙي هر هڪ هنڌ تي بيهي، هڪڙي ڇوڪري پنهنجي ڪوڏر سان زمين کوٽي ٿورو سوراخ ڪندي آهي ۽ ٻي ڇوڪري انهيءَ ڏوا ۾ وڻ جي ٽاري ٻوڙي سوراخ جي اندرئين پاسي کان ڏوا ڏيندي آهي، ۽ ان وقت سڀئي ڇوڪريون هڪ آواز ٿي چونديون آهن: "سينهن، سينهن! اهڙي نموني سان اسين انهيءَ بدبختيءَ کي دور ڪندا آهيون، جنهن کي عورت جي غلطيءَ اسان تي نازل ڪيو هوندو آهي، ان کان پوءِ سينهن اسان وٽ موٽي ايندو آهي، ۽ ملڪ پاڪ ٿي ويندو آهي."

**جنگي جوڌن تي بندش:** وحشيءَ جي خيال مطابق جنگي جوڌا هميشه روحاني خطري جي ماحول ۾ گهيريل رهن ٿا، جنهن جي ڪري انهن کي ڪي اهڙيون وهمي رسمون ادا ڪرڻيون پونديون آهن، جي انهن معقول اپائن کان بلڪل مختلف نوعيت جون هونديون آهن، جيڪي هو پنهنجي ذليل وائتل دشمن کان مقابلي ۾ بچڻ لاءِ اختيار ڪن ٿا. انهن رسمن جي ادائگيءَ جو مطلب رکيو اهو هوندو آهي ته جنگي جوڌي کي، فتح حاصل ڪرڻ کان اڳي ۽ ان کان بعد، انهيءَ ساڳيءَ پرهيز واري ماحول ۾ رکيو وڃي، جنهن ۾ هڪ وحشي انسان پنهنجي شخصي بچاءَ ۽ حفاظت خاطر ديوتا، انسانن ۽ خطرناڪ ڏوهارين کي رکندو آهي. ان ڪري جڏهن ماٺوري قبيلي وارا لڙائيءَ تي وڃڻ جو عزم ڪندا آهن، تڏهن هو ڪنهن به صورت ۾ ڇهڻ جي قابل نه هوندا آهن، ۽ انهن لاءِ سندن عزيز ۽ دوست عجيب و غريب نمونن جون جدا رسمون ادا ڪندا آهن، جيڪي هنن جي روزمره جي پرهيزي رسمن کان علاوه هونديون آهن. يورپي ماڻهن جي گستاخ ٻوليءَ ۾ مٿن ان وقت "هڪ انچ جي ٿولهه تائين" غلاظت ۽ نجاست چڙهي ويندي آهي. اهڙي لشڪر جي سپهه سالار سان ڪو، ملي يا ڪيس ڏسي ڪين سگهندو آهي. ساڳيءَ ريت جڏهن پراڻي زماني ۾ اسرائيلي لشڪر ڪنهن جنگ لاءِ پيشقدمي ڪندو هو،

تڏهن هنن تي رسمي پاڪائيءَ جا اهڙا ئي قانون عائد هوندا هئا. جهڙا ماڻوري ۽ بيا آسٽريليائي سياه-فام ماڻهو جنگ تي ويندي، يا وڙهندي، پاڻ تي عائد ڪندا هئا. هو جيڪي برتن استعمال ڪندا هئا، سي مقدس سمجهيا ويندا هئا، ۽ هنن کي نفساني خواهش کان پرهيز ڪرڻي پوندي هئي؛ هنن کي پنهنجي بدني طهارت لاءِ به ڪن خاص طريقن تي عمل ڪرڻو پوندو هو، جن جو اصل سبب، وحشين جي ساڳئي قسم جي طريقن کي خيال ۾ رکندي، جئين سکهجي ٿو ته، هيءُ هو ته ڪين اهو ڊپ هوندو هو ته متان سندن جسمن مان خارج ٿيل غلاظت دشمن جي هٿ چڙهي وڃي ۽ هو ان تي ڪو جادوءَ جو عمل ڪري، سندن فنا جو سامان تيار ڪري ڇڏين. اتر آمريڪا جي وحشي ڳاڙهن هندستانين جي قبيلن ۾، هڪ نوجوان ۽ الهڙ جنگي جوڌي کي، پنهنجي پهرينءَ جنگبازيءَ جي دوران ۾ ڪي اهڙيون رسمون ادا ڪرڻيون پونديون هيون، جن مان به ته اهي ساڳيون هونديون هيون، جيڪي سندن نوجوان ڇوڪرين کي ادا ڪرڻيون پونديون هيون، جن کي پهريون دفعو حيض ايندو هو: يعني هڪ ته جن برتنن ۾ هو کائيندو ۽ پيئندو هو، تن کي ڪو به بيو ماڻهو هٿ لائي نه سگهندو هو، ۽ بيو ته هن کي پنهنجي مٿي يا جسم جي ٻئي ڪنهن به حصي کي پنهنجن آڱرين سان کنهڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي؛ جيڪڏهن هن کي هرويرو زوردار خارش ٿيندي هئي، ته پوءِ هو انهيءَ عضوي کي ڪاٺيءَ سان کنهندو هو. انهن مان پويون قانون اهڙوئي آهي، جنهن جي مطابق ڪنهن پرهيز ۾ ويٺل شخص کي هٿن سان کائڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. انهيءَ ملڪ جا جوڌا جڏهن جنگ تي ويندا هئا، تڏهن رستي ۾ سمهڻ وقت پنهنجو منهن پنهنجن گهرن ڏانهن ڦيرائي رکندا هئا، ۽ ائين ڪرڻ سان ڪين ڪيتري به تڪليف ٿيندي هئي، ته به هو انهيءَ طرح سان ئي سمهندا هئا. هو ڪنهن به اهڙي زمين جي ٽڪري تي نه ويهندا هئا، جو گاه کان خالي هوندو هو؛ رستي ۾ پنهنجن پيرن کي آلو

۽ سندن ڏوستن يا عزيزن کي ڪي خراب ۽ نقصانڪار نتيجا نه سهڻا پون. اهڙيون ساڳيون ئي رسمون ۽ اعتقاد مٿي اسان ميڪاڊو جي قانون ۾ ڪيون، حيض ۽ ويم واريون عورتون جنازن کي ڇهندڙ ماڻهن ۾ اهڙن ٻين جي ڪپڙن ۽ برتنن کي ساڙڻ ۽ ٽوڙڻ يا ڪنهن ٻاسي اڇلائي ڇڏڻ جي متعلق ڏسي آيا آهيون. اپاچي قبيلي جو هڪ ڳاڙهو هندستاني، جڏهن ٻهريان چار دفعا لڙائي تي ويندو آهي، تڏهن هو پنهنجي مٿي کي پنهنجن هٿن سان نه ڪنهن ۽ ڇپن سان پاڻيءَ کي نه ڇهڻ لاءِ ٻڌل هوندو آهي؛ جنهنڪري هو مٿي کي ڪنهن ڪاٺيءَ سان کنهندو آهي ۽ پاڻي ڪنهن پوري ڪاني جي ذريعي پيئندو آهي. اهڙي ڪاٺي ۽ ڪانو جنگي جوان جي ڪمرپٽي سان چمڙي جي ڌاڳي ۾ ٻڌل هوندا آهي ۽ اهي ٻيئي شيون انهيءَ ئي چمڙي جي ڌاڳي سان خود پاڻ ۾ ٻڌل رهنديون آهن. لڙائيءَ جي ميدان ڏانهن وينديءَ ۽ ان جي ختم ٿيڻ تائين، اوجيبوي قبيلي جا ڳاڙها هندستاني به ساڳئي نموني سان پنهنجو مٿو، هٿ جي بدران، ڪاٺيءَ سان کنهندا هئا. ڪريڪ قبيلي وارن ڳاڙهن هندستانين ۽ انهن جي رشتيدار هر قوم وارن لاءِ چيو ويو آهي جيستائين لڙائيءَ جي حالت ۾ هوندا هئا، "تيستائين ڪنهن به عورت سان جنسي تعلق نه يا واهپو ڪون ڪندا هئا. انهيءَ رسم کي هو مذهبي اعتقاد وانگر خود پنهنجي زالن جي حالت ۾ به پاڻ تي لازم سمجهندا هئا. جنگ تي وڃڻ واري ڏينهن کان ٽي راتيون اڳ ۽ موٽڻ کان ٽي راتيون پوءِ هو پنهنجي زالن سان ڪونه ڳالهائيندا هئا ۽ ساڻن ڪونه سمهندا هئا". ڏکڻ آفريڪا جي "با-پيدي ۽ با-ٿونگا" قبيلن وارن نه فقط جنگي جوڌن کي خود انهيءَ ڳالهه کان پرهيز ڪرڻي پوندي هئي، پر انهن جي روانگي ٿيڻ کان پوءِ انهن جي عزيزن ۽ ڏوستن کي پنهنجن گهرن ۾ به اهڙيءَ ئي پاڪائيءَ سان رهڻو پوندو هو. هو سمجهندا آهن ته جيڪڏهن هو جنگي جوانن جي روانگيءَ کان پوءِ پنهنجين زالن سان سمهندا، ته سندن دوستن ۽ عزيزن جي راه ۾ ڪنڊا

اپرندا ويندا ۽ انهن کي هرگز ڪاميابي نصيب ڪانه ٿيندي.
جيئي نيٺو سکهجي، ته وحشين لڙائيءَ جي دوران ۾ عورتن کان
پرهيز ڪرڻ جو قانون ڇو ٺاهيو هو، پر اسان اڳوڻان ڪيڏي ٿا
سگهون ته اهو قانون فقط هڪ وهمي ڊپ کان عمل ۾ آندو ويو
هو، جنهن جو بنياد هم آهنگ جادوءَ تي رکيل هو ته متان عورتن
سان لهوچڙ ۾ اچڻ ڪري انهن ۾ عورتن جون خصلتون، خاص
ڪري ڊپ ۽ ڪمزوري، پيدا ٿي پون. اهڙيءَ طرح ڪي وحشي
سمجهندا آهن ته پاريتيءَ عورت سان تعلق رکڻ ڪري، مرد بي طاقت
ٿي پوي ٿو، ۽ سندس جنگي هٿيار ڪمزور ۽ مُڏا ٿي وڃن ٿا.
بورنيو ٻيٽ جا 'ڪايان' قبيلي وارا ته درحقيقت ايتريقدر سمجهندا
آهن ته آڏائي کي يا عورت جي ڪنهن ڪپڙي کي ڇهڻ يا هٿ لائڻ
سان مرد اهڙو ته ڪمزور ٿي پوندو، جو هن کي شڪار ڪرڻ ۾، مڇي
مارڻ ۾ ۽ جنگ ۾ ڪاميابي نصيب نه ٿيندي، ان ڪري ڪن وقتن
تي وحشي جنگ جي زماني ۾ نه فقط جنسي تعلق کان پرهيز ڪندو
آهي، پر هو جنسيت جي هر جذبي ۽ خيال کان به نهايت خبرداريءَ
سان پرهيز ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. آسام جي جابلو
قومن کي لڙائيءَ جي دوران ۾، ۽ ان کان پوءِ، نه فقط عورتن سان
سمهڻ کان سخت منع ٿيل آهي، پر هو انهيءَ عرصي ۾ عورتن
جي هٿن جو رڌل يا پڪل کاڌو به ڪونه کائيندا آهن. هو پنهنجين
حقيقي زالن سان پڻ رڳو هڪ لفظ به ڪونه ڳالهائي سگهندا آهن.
چون ٿا ته هڪ دفعي ڪنهن عورت پنهنجي مرد سان اهڙي وقت
تي ڪجهه ڳالهايو، جڏهن هن تي جنگ جي ڪري انهيءَ ڪم
کان پابندي عائد ٿيل هئي، بعد ۾ جڏهن ان عورت کي اهو
معلوم ٿيو ته هن ڪهڙي قانون جي خلاف ورزي ڪئي آهي،
تڏهن هوءَ ڊپ ۽ ندامت کان بيمار ٿي پيئي ۽ ٿورن ڏينهن کان
پوءِ، جڏهن اڃا جنگ بند به ڪانه ٿي هئي، ويچاري مري ويئي.

**۵. قاتلن تي بندش:** جيڪڏهن پڙهندڙ کي اڃا به ڪنهن
ڳالهه جو شڪ آهي ته اهي قانون، جن تي اسان مٿي غور ڪري

آيا آهيون، الائي موهوم خوف جي بنياد تي پڌل آهن يا ڪنهن بي
عقلمنديءَ جي بنياد تي، ته هن جا اهي شڪ هڪدم دور ٿي
ويندا، جڏهن هن کي معلوم ٿيندو ته اهڙا ۽ ڪن حالتن ۾ انهيءَ
کان به زياده سخت قانون جنگي جوانن مٿان عائد ٿيل آهن، جي
هن کي ويندي تيستائين مڃڻا پون ٿا، جڏهن ظاهري دشمن جو
ڪين ڪو ڊپ باقي ڪونه هوندو آهي ۽ ڪين دشمن جي مٿان
مڪمل فتح حاصل ٿي ويل هوندي آهي. اهڙين حالتن ۾ فتحياب
ٿيل جوڌن تي اهڙين پابندين ۽ سختين جي عائد ڪرڻ جو هڪ
مقصد فقط مقتولن جي ارواحن جي غصي جو ڊپ ۽ خوف هوندو
آهي، ۽ انهيءَ ڳالهه جو اڪثر صاف اظهار پڻ ڪيو ويندو آهي
ته قاتلن جي چال چلگت تي ”انتقام وٺندڙ پوتن“ جو ڊپ ضرور
پنهنجو اثر رکي ٿو. مقدس سردارن، ماتم ڪندڙن، وين وارين
زالن، جنگ تي ويندڙ جوڌن وغيره تي پابندين ۽ بندشن جو عام
مقصد فقط اهڙن آدمين کي سوسائٽيءَ کان علحده ڪرڻ جو هوندو
آهي ۽ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف قسم جا قانون
بنايا ويندا، جن جي ماتحت ڪن ماڻهن کي تنها جهوپڙين يا
جهنگن ۾ رهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو، ڪن جي مٿان جنسي
تعلقات جي پابندي عائد ڪئي ويندي، ته ڪن کي خاص ماڻهن
جي برتنن ۽ ڪپڙن جي استعمال ڪرڻ کان منع ڪئي ويندي
وغيره، وغيره. فتحياب جنگي جوڌن تي به ساڳين ئي طريقن سان،
ساڳي ئي مقصد لاءِ خاص طرح انهن تي، جن لڙائيءَ ۾ پنهنجن
هٿن سان ڪن دشمن جو رت وهايو هوندو آهي - اهڙن قسمن جون
پابنديون وڌيون وينديون آهن. تيمر جي جزيري ۾ جڏهن به
جنگي جوڌا ڪنهن لڙائيءَ جي مهم تان ڪامياب ٿي واپس ورندا
آهن، تڏهن سندن سردار کي، مذهب ۽ رواج مطابق، سڌو ۽ هڪدم
پنهنجي گهر ڏانهن واپس وڃڻ جي منع ٿيل آهي. هن لاءِ هڪ
خاص جهوپڙي اڏي ويندي آهي، جتي هن کي جسماني ۽ روحاني
پاڪائي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻن مهينن تائين تنهائيءَ ۾ رهڻو پوندو

آهي. انهيءَ سڄي عرصي ۾ هو پنهنجن هٿن سان ڪاڏو ڪونه ڪائي سگهندو آهي، نه وري پنهنجيءَ زال وٽ وڃي سگهندو آهي. ڪاڏو سندس وات ۾ ٻيو ڪو ماڻهو ئي وجهندو آهي. انهن ڳالهين مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته اهي سڀ پابنديون فقط مقتولن جي روحن جي ڊپ کان عائد ڪيون وينديون آهن، جو ته انهيءَ سارِئي پيٽ ۾ جڏهن ڪو ماڻهن جي سسئين جو شڪاري پنهنجيءَ مهم تان ڪاميابيءَ سان واپس ايندو آهي ۽ پاڻ سان ماڻهن جون ڪي سسيون ساڻ کڻي ايندو آهي، تڏهن اهڙي ماڻهوءَ جي مٿان جيڪي پابنديون عائد ڪيون وينديون آهن، تن مان پڻ هيءَ ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته اهي سڀ بندشون فقط مقتولن جي روحن جي انتقام جي ڊپ کان وڌيون وڃن ٿيون. مقتولن جي روح جي غصي کان بچڻ لاءِ خاص قربانيون ڪيون وينديون آهن ۽ ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته جيڪڏهن انهن جي تعميل ۾ ڪا ڪوتاهي ڪئي ويئي، ته انهيءَ ڪامياب شڪاريءَ جي مٿان ضرور ڪا نه ڪا آفت يا قيامت نازل ٿيندي. ازان سواءِ انهيءَ قربانيءَ جي موقعي تي هڪ ٻي رسم به ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ انهيءَ شڪاريءَ کي ناچ ڪرڻو پوندو آهي ۽ ساڳئي وقت راڳ به جي وسيلي مقتول ماڻهوءَ جي روح کان معافيءَ جي گهر ڪئي ويندي آهي. راڳ ۾ جيڪي الفاظ استعمال ڪيا ويندا آهن، تن جو هي مطلب هوندو آهي: ”تنهنجي سِسِي اسان وٽ آهي؛ ان ڪري ڪاوڙ نه ڪجانءِ. جيڪڏهن نصيب اسان سان ياوري نه ڪري ها، ته هن وقت تنهنجي سسيءَ جي بدران اسان جون سسيون تنهنجي ڳوٺ ۾ انهيءَ ساڳيءَ حالت ۾ هجن ها. تنهنجي غصي کي ٺارڻ لاءِ اسان تو کي قرباني پيش ڪئي آهي. هاڻي مهرباني ڪري پنهنجي روح کي چئه ته رهي آرام ڪري، ۽ اسان کي ڇڏي وڃي. تون اسان جو دشمن ٿيو هئين؟ ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها، جيڪڏهن تون اسان جي دشمن هئڻ بدران اسان جو دوست هجين ها! ان حالت ۾ تنهنجو رت وهايو نه وڃي ها ۽ نه تنهنجي سسي اسان جي قبضي ۾

هجي ها!" مرڪزي سيليبس ۾ "پالو" قبيلي وارا ماڻهو جڏهن دشمن جون سسيون وڍي ڳوٺ ڪٺي ايندا آهن، تڏهن سڀ کان اول انهن جي روحن جي غصي کي ٽارڻ ۽ ٽارڻ لاءِ مندر ۾ قربانيون ڪندا آهن.

نيوگائنا ۾ وانيگيلا درياه جي منهن وٽ جيڪي قبيلا آباد آهن، تن مان "جيڪڏهن ڪو ماڻهو قتل ڪندو آهي، ته اهو جيستائين ڪي رسمون نه ادا ڪندو آهي، تيستائين هن کي ناپاڪ ۽ نجس سمجهيو ويندو آهي. قتل ڪرڻ کان هڪدم پوءِ، جيترو جلد ٿي سگهندس اوترو جلد، هو پاڻ کي ۽ انهيءَ هٿيار کي ڌوئي صاف ڪندو آهي، جنهن سان هن قتل ڪيو هوندو آهي. ان کان پوءِ هو ڳوٺ ڏانهن ايندو آهي ۽ سڌو وڃي قربانگاه وارن ٿُنڀن مان هڪ تي ويهندو آهي. اتي هن وٽ ڪوبه ڪونه ويندو آهي، ۽ نه وري ڪو اک کڻي ڏسندو اٿس. هن جي واسطي هڪ گهر تعمير ڪيو ويندو آهي، جتي هن جي ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ ٻه ٽي ننڍا ڇوڪرا مقرر ڪيا ويندا آهن. انهيءَ عرصي ۾ هو فقط گرم ٽيل ڪيلا کائي سگهندو آهي ۽ سو به فقط انهن جا وچان حصا - انهن جا ڇيڙا وارا پٺي پاسا اڇلائي ڇڏيندو آهي. انهيءَ تنهائيءَ جي عرصي جي ٽئين ڏينهن تي هن لاءِ سندس دوست ۽ عزيز هڪ دعوت جو انتظام ڪندا آهن، دعوت جي پٺي ڏينهن، اهو ماڻهو پنهنجا بهترين ڪپڙا ۽ پلا پائي، جيڪي هن کي دشمن جي سسن لاهڻ جي عيوض قوم جي سردارن وٽان ملندا آهن، ۽ پنهنجا سڀ هٿيار کڻي ڳوٺ جي وڏن وڏن رستن ڏانهن ويندو آهي، جتي هو ڪافي دير تائين اچ ۽ وڃ لائي ڏيندو آهي. انهيءَ نمائش جي پٺي ڏينهن تي وري، شڪار جو انتظام ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪي جانور ڦاسايا ويندا آهن، تن مان هڪ ٽلهو متارو 'ڪانگرو' منتخب ڪري، ان جو پيٽ چيريو ويندو آهي، جنهن مان ان جو جيرو ۽ تيري ڪڍي قاتل جي پٺيءَ تي مهٽيا ويندا آهن؛ ان کان پوءِ هو ڪنهن ويجهيءَ نديءَ يا چشمي تي

وجهي، ان ۾ گوڏن تائين پاڻيءَ ۾ گهڙي، پنهنجي جسم کي ڌوئندو ۽ صاف ڪندو آهي. انهيءَ وچ ۾ ڳوٺ جا سڀ ننڍا ۽ سيڪڙاڻ نوجوان جوڙا سندس ٽنگن جي وچ مان ٽپيون هڻندا نڪرندا ويندا آهن. انهيءَ ذريعي سان هو سمجهندا آهن ته کين همت، بهادري ۽ دليري حاصل ٿيندي. پوري ٻن ڏينهن، صبح جو سويري، پنهنجا سڀ هٿيار پنوهار پائي، هو گهر کان ٻاهر ڏوڪي پوندو آهي ۽ پنهنجي مرحوم دشمن جو نالو پڪاري ان کي سڏ ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح هاڻي جڏهن هن کي اطمينان ٿي ويندو آهي ته هن پنهنجي شڪار ٿيل دشمن جي روح کي بلڪل ڊيڄاري ڇڏيو آهي، تڏهن هو ڏاڍيءَ بي فڪريءَ سان گهر واپس ويندو آهي، جتي فرش ۽ ديوارن کي ٻيهي زور زور سان ٺڪ هڻندو آهي، جنهن جو مطلب بڇ روحن کي ڊيڄاري ڀڄائڻ جو هوندو آهي. اچا ٻه هڪ ڏينهن رکي پوءِ ان ماڻهوءَ جي پاڪائيءَ جو سلسلو مڪمل سمجهيو ويندو آهي، ۽ ان کان پوءِ هو پنهنجيءَ زال سان همڪلام ٿي سگهندو آهي."

ڏڇ نيوگائنا جي، 'ونديسي' علائقي ۾ جڏهن "ماڻهن جي مسين جو شڪار ڪندڙ گروه" ڪاميابيءَ سان پنهنجي ڳوٺ واپس ايندو آهي، تڏهن هو پنهنجي ڪاميابيءَ سان واپس اچڻ جي حقيقت کي آشڪار ڪرڻ لاءِ سمنڊ جي ڪوڏن کي زور زور سان وڄائيندا ايندا آهن. انهن جون ننڍيون پيڙيون وڻن جي ساين ٽارين سان سينگاريل هونديون آهن. انهيءَ ٽوليءَ منجهان جن ۾ ماڻهن مسيون لاٿيون هونديون آهن، تن جي شڪل ڪوئلن جي ڊز سان سياه ٿيل هوندي آهي. جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن طاقتور ۽ دلير دشمن جي مارڻ ۾ هڪ کان وڌيڪ ماڻهن حصو ورتو هوندو آهي، ته پوءِ انهيءَ مسيءَ کي ورهي، ان مان اوترا حصا ڪيا ويندا آهن. ڪامياب ڌر وارا پنهنجي واپس اچڻ جي وقت کي اهڙي طريقي سان مقرر ڪندا آهن، جو هو گهرن وٽ صبح جو سوير اچي پهچندا آهن، ۽ پيڙين کي زور ۽ شور سان هلائيندا اتي اچي

ڀڄندا آهن، جتي انهن جون ڳالهيون گهرن جي ورانڊن ۾ ناچ ڪرڻ لاءِ تيار بيٺيون هونديون آهن. ٻيڙيون سندن گهرن وٽان اچي لنگهنديون آهن، ۽ جيئن جيئن منجهانئن ڪنهن قاتل جو گهر ويجهو ايندو آهي، تيئن تيئن ٻيڙين ۾ ويٺل ماڻهو انهيءَ گهر جي ڇت يا ديوارين تي اوڀريون سنهيون ۽ نوڪدار ڪاٺيون اڇلائيندا آهن، جيترن ۾ ماڻهن جون انهن سسيون آنديون هونديون آهن. اهو سڄو ڏينهن گهڻو ڪري خاموشيءَ ۽ آرام سان گذاريو ويندو آهي، جيتوڻيڪ ڪاهي ڪاهي دهل تي ڏونڪو هنيو ويندو آهي، يا سنڱ وڄايو ويندو آهي. ڪڏهن وري گهرن جي ديوارين کي مقتولن جي ڀوتن کي ڊيڄاري ڀڄائڻ لاءِ لٺين سان زوردار ٺڪ ٺوڪيا ويندا آهن ۽ ان سان گڏ رڙيون ۽ واڪا ڪيا ويندا آهن. اهڙي نموني سان نيوگائنا جي "يابيم" قبيلي وارن ۾ وري اهو اعتقاد هوندو آهي ته قتل ٿيل ماڻهن جا روح پنهنجن قاتلن کان انتقام وٺڻ لاءِ سندن پٺيان پوندا آهن ۽ انهن کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ان ڪري هو اهڙن روحن کي رڙين، واڪن ۽ دهلن جي زوردار آوازن سان ڀڄائي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جڏهن فجي ٻيٽن وارا ڪنهن جيئري ماڻهوءَ کي دفن ڪري ڇڏيندا هئا، جيئن هو عموماً ڪندا هئا، تڏهن هو رات ٿيڻ کان پوءِ ڏاڍو شور مچائيندا هئا ۽ بانس جي لڪڙن، سنڱن ۽ ٻين اهڙين شين کي وڄائي، دفن ٿيل ماڻهوءَ جي روح کي ڊيڄاري ڀڄائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته متان اهو پنهنجي پراڻي گهر ڏانهن واپس موٽي اچي. سندس گهر واريءَ جاءِ کي خراب ڪرڻ ۽ نفرت انگيز بڻائڻ جي ارادي سان، هو ان کي ٽوڙيندا هئا، ۽ ان ۾ سڄيءَ دنيا ۽ جهان جو گند ڪچرو ڪٺو ڪري وجهندا هئا، ته جيئن روح کي اهو گهر پسند نه پوندي ۽ هو اتان ٻيجي هليو وڃي. جنهن ڏينهن اتر آمريڪا جا ڳاڙها هندستاني پنهنجي ڪنهن قيديءَ کي عذاب ڏيئي ماريندا هئا، تنهن ڏينهن شام وقت اهي سڀئي ڳوٺ جي گهٽين مان خوفناڪ

۽ ڀوائتيون رڙيون ڪندا ڊوڙندا وتندا هئا، ۽ انهن سان فرنيچر، ديوارين ۽ ڇتين کي ڌڪ لوڪيندا رهندا هئا، ته جيئن مئل قيديءَ جو روح سندن جهوپڙين مان ڪنهن به چپ چاپ داخل ٿي ويهي نه رهي ۽ مليل عذابن جي پاداش ۾ منجهائن ڪنهن ماڻهوءَ کي تڪليف نه ڏئي. هڪ سياح جو چوڻ آهي ته ”هڪ دفعي جڏهن آءٌ اتفاق سان اوتاوا قبيلي وارن جي ڳوٺ وٽ رات جي وقت پهتس، تڏهن اتي مون زبردست گوڙ بکيڙو ٻڌو. مون ڏٺو ته ڳوٺ جا سڀ ماڻهو نهايت ڀوائتين ۽ ڏيڄاريندڙ رڙين ۽ واڪن ڪرڻ ۾ مصروف ۽ مشغول هئا. پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته انهيءَ قبيلي وارن ۽ ڪيڪاپو قبيلي وارن جي وچ ۾ لڙائي لڳي هئي ۽ انهن رڙين ۽ واڪن جو مطلب مرندڙ جوڌن جي روحن کي واپس ڳوٺ ۾ اچڻ رهڻ کان باز رکڻ جو هو.“

”باسوتو“ قبيلي وارا جڏهن به جنگ تان موٽندا آهن، تڏهن باقاعدگيءَ ۽ خبرداريءَ سان وضو ڪندا آهن. جنگ ۾ شامل ٿيل جوڌن لاءِ جلد کان جلد پاڻ کي مقتولن جي رت کان پاڪ ڪرڻ تمام ضروري سمجهيو ويندو آهي، نه ته مئل ماڻهن جا بد روح يا ساڀا انهن جو پيڇو ڪندا رهندا ۽ کين سک جي ننڊ سمهڻ نه ڏيندا. ان ڪري هو سيئي هٿيار پڌري جلوس جي صورت ۾ هڪدم ڪنهن پرسان وهندڙ درياه يا چشمي ڏانهن ويندا آهن، جتي سندن جادوگر يا ويڄ اڳيئي ڪنهن وڻ جي اوچيءَ ٽاريءَ تي ويٺو هوندو آهي ۽ انهن جي اتي پهچڻ کان پوءِ ۽ پاڻيءَ ۾ لهڻ کان اڳ پنهنجيءَ ڳوڙهيءَ سان هڪ دوا ڪيري پاڻيءَ جي سير ۾ اڇلائيندو آهي، جنهن جو مطلب پاڻيءَ کي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو هوندو آهي، پر جادوگر جو اهو پاڻيءَ کي پاڪ ڪرڻ وارو عمل هرو ڀرو ضروري نه هوندو آهي. پالن ۽ ڪهاڙين کي به ساڳئي طريقي سان غسل ڏنو ويندو آهي.

مشرقي آفريڪا جي باگيشو قبيلي وارن منجهان جڏهن ڪو به ماڻهو قتل ڪندو آهي، تڏهن هو اها رات پنهنجي گهر ۾ نه گذاري سگهندو آهي، ڇيتوڻيڪ هو پنهنجي ڳوٺ ۾ واپس ايندو آهي، پر

اها رات يا ته پنهنجي ڪنهن دوست جي گهر گذاريندو آهي، يا
وري کليل ميدان ۾ زمين تي سمهندو آهي. ٻئي ڏينهن صبح
جو هو رڍ جي قرباني ڪندو آهي، ۽ ان جي آنڊن جو گند
پنهنجي سيني، ساڄيءَ ٻانهن ۽ مٿي کي مکيندو آهي. ان کان
پوءِ سندس ٻارن کي وٺي ويندا آهن، جن کي به هو اهڙي
نموني سان اوجهه ٿڦيندو آهي. باقي جيڪو اوجهه بچندو آهي، سو هو
پنهنجي دروازي جي ٻنهي طاقن کي ٿڦي، آنڊا ۽ پيو پيٽ جو رهيل
گند گهر جي ڇت تي اڇلائي ڇڏيندو آهي. سڄي ڏينهن تائين
هو ٻاڏو پنهنجن هٿن سان ڪونه کائيندو آهي، پر ڪاليءَ جي
ٻن ٽڪرن سان کٽي وات تائين پهچائيندو آهي. اهڙي ماڻهوءَ
جي زال تي ڪا به اهڙي پابندي يا بندش لازمي نه آهي. هوءَ
جيڪڏهن چاهي، ته انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ ماتم به ڪري سگهندي
آهي، جنهن کي سندس مڙس قتل ڪيو هوندو آهي. زئمبيزي
درياه جي شمالي حصن ۾ جيڪو "انگوني" قبيلو آباد آهي، تن
جي ماڻهن مان جڏهن ڪي جوان جنگي مهم ۾ ڪن ماڻهن کي
قتل ڪري ايندا آهن، تڏهن هو پنهنجن جسمن ۽ منهن تي
رک مکيندا آهن، پنهنجن مقتولن جا ڪپڙا ڪلهن تي لڙڪائيندا
آهن، پنهنجن ڳچين ۾ چوڏن جي ٿلهيل رسي وجهندا آهن، جنهن جا ڇيڙا
سندن چاتين يا پٺين وٽ لڙڪندا آهن. اهڙيءَ مهم تان واپس اچڻ
کان پوءِ ٽن ڏينهن تائين هو اهڙي ئي قسم جون پوشاڪون پائيندا آهن.
چوٿين ڏينهن صبح جو سوير اٿي ڳوٺ جي ڪُهنين مان خوفائتيون
رڙيون ڪندا هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندا رهندا آهن ته جيئن جنگ
۾ قتل ٿيل ماڻهن جا روح ڊڄي ڀڄي وڃن. جو ته جيڪڏهن هو
ائين نه ڪندا، ته اهي روح انهن جي گهرن ۾ رهجي ويندا ۽ سڄي
گهرن جي ڀاتين کي بيماريءَ، بک ۽ مفلسيءَ ۾ مبتلا ڪري وجهندا.

مٿين حالتن مان ڪنهن هڪ ۾ به پرهيزي رسمن جي پوري
ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه عرصو تنهائيءَ ۾ گذارڻ متعلق ڪو ذڪر
ٿيل ڪونهي، پر ڪي آفريڪي قبيلا ڪنهن مشهور بهادر دشمن

جي قاتل کي پنهنجيءَ زال ۽ خاندان جي ٻين سڀني ڀاتين سان گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ڏينهن تائين ڪنهن به رهڻ نه ڏيندا آهن ۽ جنگ تان موٽڻ کان هڪدم بعد هن کي وهندڙ پاڻيءَ ۾ غسل ڪرائيندا آهن. ساڳئي وقت هن کي پنهنجي قوم جي حڪيم وٽان جهنگلي ٻوٽين جو هڪ مرڪب به ملندو آهي، جو هن کي پنهنجي ڪاڏي سان گڏ چٻاڙڻو پوندو آهي. مشرقي آفريڪا جي حبشين جي ”نندي“ قبيلي وارن جو ڪو ماڻهو جڏهن ٻئي ڪنهن قبيلي جي ماڻهوءَ جو خاتمو ڪندو آهي، تڏهن هو پنهنجي جسم ۽ نيزي جي هڪ طرف واري پوري اڌ حصي کي ڳاڙهو رنگ ڏيندو آهي، ته ٻئي طرف وري اڌ کي اڇو رنگ هڻندو آهي. قتل ڪرڻ کان پوءِ چئن ڏينهن تائين هن کي ناپاڪ سمجهيو ويندو آهي، ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪيس گهر نه وڃڻ ڏيندا آهن. ڪيس درياه جي ڪناري هڪ عارضي پناه گاهه ٺاهڻو پوندو آهي، جتي هو رهندو آهي، انهيءَ عرصي ۾ هو پنهنجيءَ زال يا معشوقه سان نه ملي سگهندو آهي، ۽ ڪاڏي لاءِ رڳو ڀت ۽ ٻڪريءَ يا ڳئونءَ جو گوشت استعمال ڪري سگهندو آهي. چوٿين ڏينهن تي ڪيس پاڻ کي پاڪ ڪرڻ لاءِ هڪ خاص وڻ جي ٻُن جو تيز جلاب کائڻو پوندو آهي، ۽ ساڳئي ڏينهن شام جو ٻڪريءَ جي کير ۾ رت ملائي پيئڻو پوندو اٿس. ڪاويرونڊو جي ٻانٽُو قوم وارن جو ماڻهو جڏهن جنگ ۾ ڪنهن دشمن کي قتل ڪري ايندو آهي، تڏهن گهر پهچڻ سان هن کي پنهنجو مٿو ڪوڙائڻو پوندو آهي ۽ سندس دوست هن جي ٻُئيءَ تي هڪ دوا مليندا آهن، جا ٻڪريءَ جي ڦولڙين منجهان تيار ڪئي ويندي آهي ته جيئن مقتول جو روح ڪيس نه ستائي. اوڀر آفريڪا جا واگيشا قبيلي وارا به ساڳين سببن ڪري انهيءَ قسم جي رسم ادا ڪندا آهن. ڪاويرونڊو جي ”جالئُو“ قبيلي وارن وٽ البت جيڪا رسم آهي، سا ڪجهه مختلف آهي. انهن جي جنگي جوان کي ميدان مان موٽڻ کان ٽن ڏينهن بعد مٿو ڪوڙائڻو پوندو آهي، پر ڳوٺ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ هن کي ڪو ڪڪڙ قاسائي،

ان کي ڳچيءَ ۾ رسي ٻڌي، پنهنجي گلي ۾ اهڙيءَ طرح لٽڪائڻو پوندو آهي، جو پڪيءَ جي ڳچي مٿي ٻيهي ۽ ڏڙ هيٺ لڙڪي پويس، ڳوٺ ۾ پهچڻ وقت، سندس قبيلي وارا انهيءَ پڪيءَ جو ڏڙ ڏار ڪري چڏيندا آهن ۽ ان جي ڳچي جوان جي گلي ۾ لڙڪندي رهندي آهي، شام جو وري مقتول جي نيت هڪ دعوت جو انتظام ڪيو ويندو آهي، تہ جيئن ان جو روح پنهنجي قاتل کي نہ ستائي. 'پيليڻو' جزيرن جا ماڻهو جڏهن ڪنهن اهڙيءَ مهم تان واپس ورندا آهن، جنهن ۾ هنن ڪي ماڻهو قتل ڪيا هوندا آهن، تڏهن انهن مان اهڙن ماڻهن کي، جن پنهنجي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو لڙائيءَ ۾ شرڪت ڪئي هوندي آهي ۽ جن ميدان ۾ پنهنجا هٿ ڪن دشمن جي رت سان رڱيا هوندا آهن، جدا ڪري ڳوٺ جي ڪائونسل هال ۾ بند ڪندا آهن، جنهن کان پوءِ انهن تي ٻين سان ڪوبہ ناتو رکڻ حرام هوندو آهي. انهيءَ عرصي ۾ هنن لاءِ انهيءَ جاءِ مان ٻاهر نڪرڻ، غسل ڪرڻ، عورت کي هٿ لائڻ ۽ مڇي کائڻ کان منع هوندي آهي، کاڌي لاءِ کين فقط ناريل ۽ شربت ڏنا ويندا آهن، ساڳئي وقت ڪنهن وڻ جا پن، جن تي سندن جادوگر جو دم ٿيل هوندو آهي، سي بدن کي مهٽڻ لاءِ ۽ ڪي دم ٿيل سوپاريون چٻاڙڻ لاءِ، کين ڏنيون وينديون آهن. ٽن ڏينهن کان پوءِ کين اتان ڪڍيو ويندو آهي، جنهن کان پوءِ هو گڏجي ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تي غسل ڪرڻ ويندا آهن، جا قتل واريءَ جاءِ جي نزديڪ تر هوندي آهي.

اتر آمريڪا جي ڳاڙهن هندستانين جي ”ناشيز“ قبيلي وارن جي اهڙن نوجوانن تي، جن پنهنجيءَ عمر ۾ پهريون دفعو ڪنهن دشمن جي کوپريءَ جي کل لاٿي هوندي آهي، ڇهن مهينن تائين ڪي بندشون عائد ڪيون وينديون هيون، هو پنهنجن زالن سان اهو عرصو گڏ نہ سمهي سگهندا هئا ۽ نہ وري گوشت ئي کائي سگهندا هئا، سندن خاص خوراڪ مڇي ۽ پٽ هوندو هو، انهن قانونن جي خلاف ورزيءَ جو نتيجو، انهن جي اعتقاد مطابق، اهو

نڪرندو، جو هڪ تہ مقتول جو روح جادوءَ ذريعي سندس موت آڻيندو،
پيو تہ هنن کي آئينده ڪنهن بہ جنگي مهم ۾ ڪاميابي ڪانہ نصيب
ٿيندي، ۽ ٻيون تہ ٿورو ئي زخم سندن موت جو سبب بڻبو. جڏهن
بہ ”چوڪٽا“ قبيلي وارو ڪاڙهو هندستاني ڪنهن دشمن جي کوپريءَ
جي کل لاهيندو هو، تڏهن ڪوٽ ۾ اچڻ کان پوءِ هو هڪ سڄي
مهيني تائين ماتم ۾ مصروف رهندو هو، انهيءَ عرصي ۾ هو وارن
کي ڦڻي ڪونہ ڏيئي سگهندو هو، ۽ جيڪڏهن مٿي ۾ خارش
محسوس ٿيندي هيس تہ هو هٿ سان کنهي بہ نہ سگهندو هو،
ان لاءِ هو هڪ تيلي استعمال ڪندو هو، جا هميشه سندس
ڪرائيءَ سان ٻڌي پيئي هوندي هئي. درحقيقت اتر آمريڪا
جي ڪاڙهن هندستانين جي سڀني قبيلن ۾ مقتول دشمنن جي روحن
لاءِ انهيءَ قسم جو دستوري ماتم ڪيو ويندو هو.

اهڙيءَ طرح اسان ڏسون ٿا تہ جيڪي بہ جنگي جوڌا لڙائيءَ
۾ دشمنن کي قتل ڪندا آهن، تن کي عارضي طور پنهنجي خاندان
۽ قبيلي وارن سان قطع تعلق ڪرڻو پوي ٿو، خاص طرح پنهنجن
زالن سان تہ ڪنهن بہ قسم جو واهپو رکڻ هنن لاءِ حرام هوندو
آهي، هي بہ ڏٺو اٿئون تہ انهيءَ ٿوري عرصي جي گذرڻ کان پوءِ
انهن سڀني کي معاشري ۽ قبيلي ۾ دوباره آزاد طريقي سان اٿڻ
ويهڻ لاءِ ڪي پاڪائيءَ جون رسمون ادا ڪرڻيون پئجي ٿيون.
هاڻي، جيڪڏهن انهيءَ تنهائيءَ ۽ پاڪائيءَ جي رسمن جو مقصد،
جيئن اسين ڏسي آيا آهيون، ان جي سواءِ ٻيو ڪوبہ ناهي تہ مقتول
جي ڪاوڙيل روح کي ڊيڄاري يا راضي ڪري ڀڄايو وڃي، تہ
پوءِ اسين بغير ڪنهن هٻڪ جي اهو انومان ڪري ٿا سگهون،
تہ اهي قاتل ۽ خوني، جن پنهنجي قبيلي يا پنهنجي قوم جي ڪنهن
ماڻهوءَ جو خون ڪيو هوندو هو، تن جي مٿان جيڪي ساڳئي
قسم جون پابنديون عائد ٿينديون هيون، تن جو اصلي مقصد بہ
اهو ساڳيو ئي هوندو هو، ۽ غسل ڪرڻ، روزن رکڻ، وغيره جي
پابندين متعلق جيڪي خيال ۽ نظريا، قائم ڪيا ويا تہ اهي

اهڙن ماڻهن جي اخلاقي ۽ روحاني پاڪائيءَ لاءِ عائد ڪيل
هيون، سي خيال ۽ نظريا، معلوم ٿئي ٿو ته، محض بعد جي مفڪرن
۽ مصلحن جي طرفان، اوائلي رسم جي وجهه جواز طور پيش ڪيا
ويا آهن. هن باري ۾ جيڪڏهن اسان اهو ثابت ڪري سگهون
ته وحشين پنهنجي قبيلي جي ڪنهن خونيءَ تي انهيءَ ساڳئي وهم
ماتحت ئي اهي پابنديون عائد ڪيون آهن، ته ان کي سندس
مقتول جو روح ڇهنيو پيو آهي وغيره، ته پوءِ اسان جي مٿين
انومان کي ڪافي تقويت حاصل ٿي ويندي. اتر آمريڪا جي
اوماها قبيلي وارن ۾ اهو رواج هوندو هو ته جيڪڏهن انهن مان
ڪوبه فرد پنهنجي ڪنهن همقوم شخص کي قتل ڪري وجهندو هو، ته
ان حالت ۾ مقتول جي وارثن کي پنهنجي عزيز جي قاتل کي
قتل ڪرڻ جو حق حاصل هوندو هو؛ پر ڪن حالتن ۾ هو
ڪن تحفن ۽ سوغاتن جي بدلي ۾ پنهنجي انهيءَ حق تان دستبردار
ٿي ويندا هئا. جڏهن ڪنهن قاتل جي زندگي اهڙيءَ حالت ۾
بخشي ويندي هئي، تڏهن ان کي ٻن کان چئن سالن تائين ڪن
سخت قانونن جي پوئواري ڪرڻي پوندي هئي. هن کي پيرين
اگهاڙو گهمڻو پوندو هو؛ گرم کاڌو نه کائڻو هوس؛ نه هو اوچي
آواز سان ڳالهائي سگهندو هو ۽ نه وري ڪنڌ ڦيرائي ڪنهن طرف
ڏسي سگهندو هو. پنهنجي چوغي يا جبي کي هر موسم ۾ ڇڪي
پائڻو پوندو هوس ۽ ڪنهن به حالت ۾ ڍلو ڍالو يا کليل ڪپڙو
نه پائي سگهندو هو. وارن کي ڦڻي نه ڏيئي سگهندو هو ۽ نه
وري انهن کي کليل رکي سگهندو هو ته متان اهي هوا ۾ ولڙي
۽ کلي پون. جڏهن به قبيلي وارا شڪار تي ويندا هئا، تڏهن
انهيءَ ماڻهوءَ کي پنهنجو تنبو ٻين کان اڌ ميل پري کوڙڻو پوندو هو
ته متان ان کي ڇهنيل مقتول جو ڀوت ڪو طوفان برپا ڪري وجهي
۽ ڪين نقصان پهچائي. هن سان فقط هڪ ماڻهو تنبوءَ ۾ گڏ گذاري
سگهندو هو. هن سان ڪوبه گڏ کائڻ پسند نه ڪندو هو، ڇو
ته اهي چوندا هئا ته ”جيڪڏهن اسين اهڙي ماڻهوءَ سان گڏ

ڪاڻينڊاسون، جنهن کي 'وڪانڊا' نفرت سان ڏسي ٿو، ته پوءِ 'وڪانڊا' اسان کان به نفرت ڪندو." ڪڏهن ڪڏهن اهڙو ماڻهو ايتريقدر تنگ ٿي ويندو هو، جو اڌ رات جو اٿي هو روئندو رڙندو ۽ پنهنجي گناهه تي پڇتاءُ ڪندو ڦرندو هو. جڏهن هن کي انهيءَ حالت ۾ گهڻو وقت گذري ويندو هو، تڏهن مقتول جا پاٽي هن کي سڏي چوندا هئا ته "هاڻي نهيو، جيڪي ٿي گذريو، سو ڪافي آهي. گهر ٿيءُ ۽ وڃي عام ماڻهن سان گهم ڦير، جتي پاءِ ۽ سنا ڪپڙا وجهه!" هن حالت ۾ قاتل کي ٻين شڪارين کان پري رهڻ لاءِ جيڪو سبب ڏنو وڃي ٿو، تنهن مان اسان کي ٻين سڀني پابندين جي اصلي سببن جي بنياد متعلق سراغ ملي ٿو، هن سان "ڀوت" يا "روح" ڇهنيل هو، جنهنڪري هو ٻين سڀني لاءِ خطري جو باعث هو. قديمي يوناني چوندا هئا ته مقتول جو روح قاتل سان ڏاڍو ڪاوڙيل هوندو آهي، جنهنڪري هو، ان کي تڪليف پهچائڻ جي انتظار ۾ رهندو آهي؛ انهيءَ سبب ڪري اتفاقي قاتل لاءِ به ڪم از ڪم هڪ سال جو عرصو پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻاهر هليو وڃڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي، ۽ جيستائين روح جو غصو ٺڏو نه ٿي وڃي، تيستائين هن کي پنهنجي ملڪ ۾ موٽي اچڻ نه گهرجي؛ وري قاتل کي تيستائين واپس نه اچڻ گهرجي، جيستائين قرباني نه ڏني ويئي آهي ۽ پاڪائيءَ جون رسمون ادا نه ڪيون ويئون آهن. جيڪڏهن مقتول غير ملڪي هوندو آهي، ته قاتل کي نه فقط پنهنجو ملڪ ڇڏي وڃڻو پوندو آهي، پر مقتول جي ملڪ کان به پاسو ڪرڻو پوندو اٿس. قديم يونانين جي "اوريسٽيس" واري ڏندڪٿا ۾ انهيءَ نظريي متعلق يونانين جي اعتقاد جو سچو پچو عڪس ملي ٿو ته ڪيئن "اوريسٽيس" پنهنجي ماءُ جو قتل ڪيو، ڪيئن هو هڪ ملڪ کان ٻئي ۾ رلندو ڦرندو رهيو، ڪيئن سندس مقتول ماءُ جو ڀوت هن جو پيڇو ڪندو رهيو، ڪيئن هن سان ڪو به ڳالهائي ڪين ڪاڻ کان نفرت ڪندو هو، ڪو به گهر ۾ ڪونه اچڻ ڏيندو هو ۽ ڪيئن،

جيستائين هن پاڪائيءَ ۽ پراشت جون سڀ رسمون ادا نہ ڪيون هيون، تيستائين هن کي ڪٿي بہ پناهہ جي جاءِ ڪانہ ٿي ملي سگهي.

٦- **شڪارين ۽ مهاڻن تي بندش:** وحشي معاشري ۾ گهڻو ڪري شڪاري ۽ مهاڻا ڪن پرهيز جي قانونن جي تعميل ڪندا آهن ۽ پاڪائيءَ جون اهي سيئي رسمون ادا ڪندا آهن، جيڪي قاتلن ۽ جنگي جوڌن کي لازمي طور ادا ڪرڻيون هونديون آهن. جيتوڻيڪ انهن سڀني حالتن ۾ اسان کي اهو معلوم ٿي نٿو سگهي تہ انهيءَ پاڪائيءَ جي رسمن ادا ڪرڻ جو اصلي ۽ بنيادي مقصد ڇا آهي، پر تنهن هوندي بہ اسان اهو انومان چڱيءَ طرح ڪري ٿا سگهون تہ جهڙيءَ طرح هڪڙي جنگي جوان لاءِ، جنهن کي دشمن ماريا آهن ۽ مستقبل ۾ ڪن ٻين کي بہ مارڻ جو ارادو رکي ٿو، پنهنجي هٿان ماريل دشمنن جي روحن کي راضي رکڻ ۽ انهن جي شرارت کان پاڻ کي محفوظ رکڻ لاءِ تنهائيءَ ۽ پاڪائيءَ جون سڀ رسمون ادا ڪرڻ ضروري سمجهيون وينديون آهن، تهڙيءَ طرح هڪ شڪاري يا مهاڻو جيڪڏهن اهڙيون ساڳيون رسمون ادا ڪري ٿو تہ پوءِ هن جو بہ مقصد فقط انهن پکين، جانورن، مڇين ۽ ٻين ساهوارن جي روحن جي انتقام کان پاڻ کي محفوظ رکڻ جو آهي. ڇو تہ عام طرح سان هڪ وحشي ائين سمجهي ٿو تہ جانورن ۽ پکين کي بہ اهڙوئي عقل ۽ روح آهي، جهڙو اسان کي آهي، ۽ ان ڪري هو انهن کي بہ اهڙيءَ عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسندو آهي، جهڙيءَ طرح سان هو ماڻهوءَ جي روح کي ڏسندو آهي؛ جهڙيءَ طرح سان هو انهن ماڻهن جي روحن کي راضي ڪرڻ جا جتن ڪري ٿو، جن کي هن قتل ڪيو آهي، اهڙيءَ طرح هو انهن جانورن ۽ پکين وغيره جي روحن کي بہ راضي ڪرڻ جون ڪوششون جاري رکي ٿو. اهڙن جاندارن جي روحن کي راضي ڪرڻ وارين رسمن تي اسان اڳتي هلي ٻئي باب ۾ مفصل بحث ڪنداسون، هت فقط اسان انهن بندشن ۽ پابندين جو ذڪر

ڪندا سون جيڪي هڪ شڪاريءَ ۽ مهاڻي تي، شڪار ۽ مڇي مارڻ جي موسمن شروع ٿيڻ کان اڳ، انهن جي دوران ۾ ۽ انهن جي خاتمي پڄاڻان عائد ٿين ٿيون، ۽ پيو ته اسين ٻاڪائيءَ جي انهن رسمن تي غور ڪندا سون، جيڪي انهن کي شڪار تان ڪاميابيءَ سان واپس ورڻ وقت ادا ڪرڻيون پونديون آهن.

هونئن ته وحشي هر جانور جي روح جي عزت ڪندو آهي، ۽ خاص طرح انهن جانورن کي زياده عزت جي نظرن سان ڏسندو آهي، جيڪي هن جي لاءِ فائديمند هوندا آهن، يا وري هو جن کان سندن وزن، جسامت يا قوت ڪري ڊڄندو آهي. ان ڪري اهڙن فائديمند يا خطرناڪ جانورن جي شڪار يا ذبح لاءِ، ٻين بيڪار يا ناچيز جانورن جي بنسبت، جيڪي قانون لهيل آهن سي نسبتاً زياده سخت آهن. اهڙيءَ طرح ”نُوٽڪا سائونڊ“ وٽ رهندڙ ڳاڙها هندستاني وهيل مڇيءَ (مانگرمڇ) جي شڪار تي وڃڻ کان اڳ هڪ هفتي لاءِ روزا رکندا هئا، ۽ انهيءَ عرصي ۾ تمام ٿورو کاڌو کائيندا هئا، سڄي ڏينهن جي دوران ۾ ڪيترا دفعا پاڻيءَ ۾ غسل ڪندا هئا، راڳ ڳائيندا هئا، پنهنجي جسم، عضون ۽ منهن کي وڏن ڪوڏن ۽ جهنگ جي ٻوٽن سان مليندا هئا، تان جو شڪار تي وڃڻ کان اڳ ائين معلوم ٿيندو هو ته جڻ هنن کي سڄي جسم ۾ وڏا ڦاڙا ڪنڊا لڳا هئا. ساڳئي مقصد لاءِ هنن کي عورتن سان هر قسم جي تعلق رکڻ جي سخت منع هئي. اهو پويون شرط سندن ڪاميابيءَ لاءِ بيحد ضروري سمجهيو ويندو هو. هڪڙي سردار کي هڪ دفعي ويل جي شڪار ۾ جڏهن ڪاميابي ڪانه ٿي، تڏهن هن سڄو قصو پنهنجن ماڻهن تي هنيو ته ”اوهان پنهنجن زالن جي ڪشش کي روڪي نه سگهيا هوندا.“ هتي اها ڳالهه قابل ذڪر آهي ته انهن ساڳين ڳاڙهن هندستانين ۾، جنگ جي مهم تي وڃڻ کان اڳ به اهو ساڳيو ئي دستورالعمل اختيار ڪيو ويندو آهي، جيڪو 'ويل' جي شڪار تي وڃڻ کان پيشتر اختيار ڪيو ويندو آهي. اڳئين زماني

۾ مثلاً گاسني ٻيٽن جا 'ويل' مڇيءَ جا شڪاري ٻه انهيءَ قسم جي قانونن تي عمل ڪندا هئا. جڏهن ڪو به سردار پنهنجن ماڻهن سان 'ويل' مڇيءَ جي شڪار تي نڪرندو هو، تڏهن هُن جي ٽوليءَ جا سڀ ماڻهو هڪ هفتو اڳ روزا رکندا هئا، شراب ۽ زالن کان پرهيز ڪندا هئا، ۽ پنهنجي دل جا سڀ راز هڪٻئي کي ٻڌائيندا هئا، جيڪڏهن راز افشا ڪرڻ وقت اهي محسوس ڪندا هئا ته منجهانئن ڪنهن تمام سنگين قسم جا گناه ڪيا آهن، ته پوءِ اهڙي ماڻهوءَ کي هو شڪار تي ڪونه وٺي ويندا هئا. "مابياگ" ٻيٽ جا ماڻهو جڏهن مڇيءَ جي شڪار تي نڪرڻ جو ارادو ڪندا هئا، تڏهن هفتو کن اڳ هو پنهنجن زالن سان گڏ ڪونه سمهندا هئا، وري جڏهن پاڻيءَ جون ڪميون جنسي ميلاپ ۾ مصروف هونديون هيون، تڏهن اهي ماڻهو پاڻ جنسي ميلاپ کان پرهيز ڪندا هئا. ڪمين جي ميلاپ جي موسم آڪٽوبر ۽ نومبر مهينن جي عرصي ۾ هوندي آهي. انهيءَ عرصي ۾ جيڪڏهن ڪي ڪنوارا جوڙا جنسي ميلاپ ڪندا هئا ته انهن لاءِ اهو مشهور هوندو هو ته اهي جڏهن انهيءَ قسم جي ميلاپ کان فارغ ٿي، ٻيڙيءَ ۾ ويهي گهر ڏانهن موٽندا، تڏهن جيڪڏهن رستي ۾ ڪين ڪا پاڻيءَ جي ترندڙ ڪمي نظر اچي ويندي، ته سندن ٻيڙي اونڌي ٿي پوندي، ۽ ڇوڪرو ڇوڪريءَ کان جدا ٿي پيٽي پاڻيءَ جي تري ۾ مختلف طرفن ڏانهن لڙهي هليا ويندا. نيوگائنا ۾ 'موواٽ' ٻيٽ جا ماڻهو، انهيءَ موسم ۾ جڏهن ڪڇوُن جنسي ميلاپ ڪنديون آهن، زالن ۽ معشوقن سان وصال حاصل ڪرڻ کان پرهيز ڪندا آهن، جيتوڻيڪ ٻين وقتن تي منجهن عشقبازي اوج تي هوندي آهي. ڪئرولائين ٻيٽن جي ميڙ ۾ هڪ ننڍڙو ٻيٽ 'يئوآپ' نالي سان آهي، اتان جا مهاڻا جڏهن مڇيءَ مارڻ جي موسم ۾، جيڪا ڇهن ۽ اٺن هفتن جي درميان ٿيندي آهي، ٻيڙين سبب سمنڊ تي هوندا آهن، تڏهن انهيءَ سڄي عرصي ۾ مٿن جنسي ميلاپ ڪرڻ جي نهايت سخت بندش پيل هوندي آهي.

جڏهن ته اهي ڪنهن ڪم سان ڪناري تي ايندا آهن، تڏهن
به ڪنهن به حالت ۾ زال يا ماءُ ۽ ڀيڻ جي گهر ۾ وڃي سگهندا
آهن، پر اهو سڄو وقت هنن کي مردن جي اوطاق ۾ گذارڻو پوندو
آهي. انهيءَ سڄي عرصي ۾ هنن کي هر عورت تي نظر وجهڻ
جي ممانعت هوندي آهي. انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙ
لاءِ چوندا آهن ته رات جو جڏهن اهڙو ماڻهو سمنڊ تي سڄي
مارڻ ويندو تڏهن اڏامندڙ مڇي هن جون اکيون ڪڍي وجهندي.
جيڪڏهن اهڙن مهاڻن جون زالون يا ڀينر يا مائر انهن لاءِ
کي ڪاڏي جون چيزون کڻي اينديون آهن، ته ان حالت ۾ انهن
کي مردن جي اوطاق طرف پٺي ڏيئي بيهڻو پوندو آهي. جنهن
کان پوءِ واسطيدار مهاڻا نظرون زمين ۾ وجهي ٻاهر ايندا آهن
۽ انهن کان اهي شيون وٺندا آهن، پاڻ ته وري مردن کي عورتن
جي طرف پٺي ڪري بيهڻو پوندو آهي، ۽ انهن سان جيڪي ڪجهه
ڳالهائڻو هوندو اٿن يا کين ڪجهه ڏيڻو وٺڻو هوندو اٿن، سو انهيءَ
حالت ۾ ڏيئي وٺي ۽ ڳالهائي ٻولهائي واپس مردن واريءَ اوطاق
۾ هليا ويندا آهن. انهيءَ سڄيءَ موسم ۾ هو زالن سان گڏ
ناچ ۽ ڳائي ۾ به شامل ڪونه ٿي سگهندا آهن، پر سڄو وقت ڏاڍيءَ
سنجيدگيءَ ۽ گنڀيرتا سان گذارڻو هوندو اٿن. مرزاپور جا ڪول
جڏهن پٽ ڪيئن جو ٻج گهر ۾ آڻيندا آهن، تڏهن انهن
کي اهڙيءَ زمين تي رکندا آهن، جنهن کي اڳ ۾ ئي ڳئونءَ
جي ڇيڻي سان ليپو ڏنو ويو هوندو آهي. انهيءَ ۾ ئي خوش قسمتيءَ
جو راز سمايل سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ وقت کان وٺي گهر جي
مالڪ کي هر قسم جي ناپاڪائيءَ کان پرهيز اختيار ڪرڻي پوندي
آهي: زال سان سمهڻ بلڪل بند ڪرڻو پوندو اٿس، هو بستري
تي نه سمهندو آهي ۽ نه وري ڏاڙهيءَ جي مٺوارت ڪندو آهي،
ننهن ڪونه لاهيندو آهي، ۽ مٿي ۾ تيل ڪونه وجهندو آهي. مکڻ
۾ پڪل کاڌو ڪونه کائيندو آهي، نه ڪوئي ڪوڙ ڳالهائيندو
آهي، نه وري ڪو پيو اهڙو ڪم ڪندو آهي، جنهن کي

هو خراب سمجهندو هجي. هو 'سنگارشي' ديوي‌ءَ جي باس باسيندو آهي ته جيڪڏهن ڪينئان چمندا ته هو ان جي ڳالهه قرباني ڏيندو. جڏهن ڪينئان نڪرڻ شروع ٿيندا آهن، تڏهن هو ڳوٺ ۾ گهر وارين سيني زالن کي دعوت ڏيئي گهرائيندو آهي، جي ڪيئون ئي اهي گيت ڳائينديون آهن، جيڪي ٻار جي ڄمڻ وقت ڳايا ويندا آهن ۽ سيني شادي شده زالن جي سينڌ ۾ سيندور وڌو ويندو آهي. وري جڏهن ڪينئان لڳڻ ڪندا آهن، تڏهن شاديءَ وارين رسمون ادا ڪيون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح ٻڪ جي ڪينئن ماڻ آهو سا ڳيو ورتاءُ ڪيو ويندو آهي، جيڪو هوبهو انسانن سان ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ٿي سگهي ٿو ته جنهن موسم ۾ اهي ماڻ ڪينئان نڪرندا آهن، انهيءَ ۾ جنسي تعلقات کان پرهيز ڪرڻ جي رسم فقط هڪ ٻيءَ رسم جو، هڪجهڙائيءَ جي اصول تي، نقل يا عڪس هجي، جنهن موجب دنيا جي ڪيترين قومن جا ماڻهو حامله عورت سان انهيءَ سڄي عرصي تائين جنسي ميلاپ نه ڪندا آهن، جيستائين هوءَ ٻار ڄڻي، ان ڪري ته ڄائو وارو مدو پورو نه ڪري.

'نياس' جي جزيري ۾ شڪاري گهڻو ڪري کڏون کوٽيي، انهن کي ڪکن، پنن ۽ ڏارين سان ڍڪي، شڪاري جانورن کي انهن ۾ ڪيرائي ڦاسائيندا آهن. جنهن وقت هو اهڙي قسم جي کڏن کوٽڻ ۾ مصروف هوندا آهن، تڏهن انهن تي هزار قسمن جون پابنديون هونديون آهن، جي هو مذهبي عقيدن وانگر پوريون ڪندا آهن. ٿڪ نه اڇلائيندا آهن ته متان جانور نفرت کان انهيءَ کڏ ۾ نه اچي، کڏن کوٽيندي کلندا نه آهن ته متان انهن جون ڏيوارون ڍرڪي هيٺ ڪري پون، لوڻ نه کائيندا آهن، پنهنجن ڳالهين سوئرن لاءِ گاهه ڪتر نه ڪاهيندا آهن، ۽ کڏ ۾ ويهي بت ڪين کنهندا آهن، ڇو جو انهن ڪمن ڪرڻ سان کڏ جي پاسن مان مٽي نڪري پوندي ۽ کڏ پرجي ويندي. کڏ کوٽڻ کان پوءِ جيڪا پهرين رات وچ ۾ پوندي آهي، انهيءَ رات هو زالن سان ڪونه سمهندا

آهن، چو ته انهن ڪرڻ سان هو سمجهندا آهن ته سندن سڄي محنت ضايع ٿي ويندي.

وحشي ۽ اوائلي قومن ۾ شڪار ۽ مڇيءَ مارڻ جي مهم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ زالن کان گهڻو ڪري پرهيز ڪئي ويندي آهي، جيڪي مثال مٿي بيان ڪيا ويا آهن، تن مان ظاهر آهي ته اهو قانون سراسر وهم تي مبني آهي ۽ نه هن معقول خيال تي ته ان جي خلاف ورزي شڪاريءَ يا مهاڻي جي قوت ۾ ڪا عارضي ڪمزوري پيدا ڪندي. عام طرح سان جنسي تعلقات کان ان ڪري پرهيز نه ڪئي ويندي آهي ته بدپرهيزي ڪندڙ ڪمزور ٿي ويندو ۽ شڪار کي ڪاميابيءَ سان نه پڪڙي سگهندو، پر اها پرهيز ان ڏپ کان ڪئي ويندي آهي ته انهيءَ ڪم ڪرڻ سان شڪار جا جانور يا مڇيون پنهنجي هتڪ ۽ بيعزتي سمجهي ڦاسڻ لاءِ پاڻ کي پيش ڪون ڪندا. برٽش ڪولمبيا جو ڪئريئر هندستاني رڇن ۽ ٻين جانورن جي ڦاسائڻ لاءِ چارڻ وجهڻ کان هڪ مهينو اڳ زال سان سمهڻ ڇڏي ڏيندو آهي ۽ ان جي استعمال ٿيل برتن ۾ پاڻي نه پيئندو آهي، پر هڪ کاليءَ مان ٺهيل پيالي ۾ جدا پاڻي پيئندو آهي. انهن قانونن جي خلاف ورزي، يا انهن تي پوريءَ طور تعميل نه ڪرڻ ڪري، اهي هندستاني سمجهندا آهن ته سندن چارن ۾ جانور ڦاسي، ڀڄي نڪري ويندا. ڪن خاص ننڍن جانورن جي لاءِ جڏهن چارون وجهندا آهن، تڏهن پرهيز جو عرصو گهٽائي ڏهه ڏينهن ڪندا آهن.

ٻين سڀني حالتن ۾، جن ۾ هڪ وحشي انسان پنهنجي شهوتي جذبات تي ضابطو رکي ٿو ۽ ڪن وهمن جي ڏپ کان پاڪ ۽ صاف رهي ٿو، تن جي ڇڪاس مان ڏاڍا دلچسپ ۽ سبق آموز نتيجا نڪرندا. پر هن وقت اسان انهيءَ طرف توجه ڪري نٿا سگهون. هن وقت اسين انهيءَ رسم جا فقط چند متفرق مثال پيش ڪري، انهن رسمن تي غور ڪنداسون، جيڪي هڪ ڪامياب شڪاري ۽ مهاڻو شڪار ڦاسائڻ ۽ مڇيون مارڻ کان پوءِ ادا

ڪندو آهي. ’لائوس‘ ۾ ’ميئو‘ واريءَ جاءِ تي، لوڻ جي کاڻين
۾ ڪم ڪندڙ مزور ڪم واريءَ جاءِ تي جنسي ميل ميلاپ ڪرڻ
کان سخت پرهيز ڪندا آهن، ساڳئي وقت ڪين تيز اُس کان بچاءَ
لاءِ نه ڪنهن پاڇي جي پناه وٺڻي آهي، ۽ نڪا ڇٽي استعمال
ڪرڻي آهي. برما جي ڪاچين قبيلي وارا ’بيئر‘ (شراب) ٺاهڻ جا
ماهر ٿيندا آهن. بيئر جي مَتل مصالحي ٺاهڻ لاءِ ٻن عورتن
کي مقرر ڪيو ويندو آهي، جن کي پُڪن جي ذريعي منتخب ڪيو
ويندو آهي، ڇو ته اهي انهن ٽن ڏينهن تائين، جيستائين اهو
مصالحو تيار ٿيندو آهي، کارو، ترش، يا تيزابي شيءِ نه کائي
سگهنديون آهن، ۽ مڙسن سان پيار، محبت ۽ جنسي ميلاپ به
ڪونه ڪري سگهنديون آهن. انهن قانونن جي خلاف ورزيءَ ڪرڻ
جي نتيجي ۾ بيئر ڪِنو ٿي پوندو ۽ سندن سڄي محنت ۽ خرچ
رائگان ويندو. ’ماسائي‘ قبيلي وارن ماڻهن وٽ ’مئو‘ شراب هڪ
عورت ۽ مرد کان ٺهرايو ويندو آهي، جن کي هڪ جدا جهوپڙي
ٺاهي ڏني ويندي آهي، جنهن ۾ هو شراب جي تيار ٿي وڃڻ
تائين سڪونت اختيار ڪندا آهن. پر انهيءَ عرصي ۾ هنن کي
هڪٻئي سان همبستر ٿيڻ کان تمام سخت منع ٿيل هوندي
آهي. شراب ٺاهڻ جي ڪم شروع ڪرڻ کان ٻه ڏينهن پيشتر
۽ شراب ٺهڻ جي عرصي ۾، جو گهٽ کري ڇهه ڏينهن وٺندو آهي،
کين پاڪ ۽ صاف رهڻ جي زوردار تلقين ڪيل هوندي آهي.
”مانسائي“ سمجهندا آهن ته جيڪڏهن اهو جوڙو انهن قانونن جي
ڀڃڪڙي ڪري جنسي ميلاپ ڪندو، ۽ پنهنجيءَ پاڪائيءَ ۾
رخنو وجهندو، ته ان حالت ۾ نه فقط شراب پيئڻ جي قابل نه
ٿيندو، پر ماکيءَ جون مکيون به ڀڄي وينديون، جن جي ماکيءَ
سان هو شراب کي مٺو ڪندا آهن. ساڳئي طريقي سان هو انهيءَ
ماڻهوءَ کي به، جيڪو زهر ٺاهيندو آهي، اڪيلي سمهڻ لاءِ مجبور
ڪندا آهن ۽ مٿس اهڙيون بندشون وجهندا آهن، جيو هو قوم
کان خارج ٿيل ۽ ٽالهي پاڇيءَ تان لٿل ماڻهو معلوم ٿيندو آهي.

انهيءَ علائقي ۾ هڪ ٻيو قبيلو ”وانڊوروبو“ نالي آباد آهي. انهيءَ قبيلي جا ماڻهو وري چوندا آهن ته اهڙيءَ جاءِ جي ڀاسي مان به جيڪڏهن ڪا عورت لنگهي ويندي يا اتي ويهي رهندي جتي انهن جو ڪو مرد زهر ٺاهيندو هوندو، ته پوءِ اهو زهر پنهنجو زهريلو اثر وڃائي ڇڏيندو. جيڪڏهن زهر ٺاهيندڙ ماڻهوءَ جي زال پنهنجي مڙس جي غيرموجودگيءَ ۾، جڏهن هو زهر جي ٺاهڻ ۾ مصروف هوندو، ڪنهن بيگاني ماڻهوءَ سان جنسي ميلاپ ڪري وجهندي، تڏهن ته زهر هيڪاري بيڪار ٿي پوندو. پوئين ٻنهي حالتن ۾ عمل ۽ نتيجي جي نوعيت جي مدنظر، ڪا به معقول ۽ مدلل سمجهاڻي پيش ڪرڻ ناممڪن آهي. زهر ٺاهيندڙ جي زال جي ”جوهر“ جي گم ٿيڻ ڪري، زهر جو جوهر ڪيئن زائل ٿي سگهي ٿو؟ صاف ظاهر آهي ته زهر تي زهر ٺاهيندڙ جي عورت جي زنا جو اثر همآهنگ جادوءَ جي اصول جي ماتحت ئي اثرانداز ٿيندڙ سمجهيو وڃي ٿو. اهڙيءَ عورت جي بري چال چلت دور کان به سندس مڙس ۽ ان جي ڪم تي همآهنگ جادوءَ جي طريقي سان اثرانداز ٿيندڙ سمجهي وڃي ٿي. انهن ڳالهين مان اسان آسانيءَ سان ۽ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي هي نتيجو اخذ ڪري سگهون ٿا ته زهر ٺاهيندڙ جي واسطي جيڪو پاڪائيءَ ۽ صفائيءَ جو قانون ٺاهيو وڃي ٿو، سو به همآهنگ جادوءَ جو هڪ واضح مثال آهي.

ڏکڻ آفريڪا جي ”با-پيدي ۽ با-ٿونگا“ قبيلن وارا جڏهن پنهنجي ڳوٺ اڏڻ لاءِ نئين سر زمين منتخب ڪري، ان تي نوان گهر تعمير ڪندا آهن، تڏهن انهيءَ سڄي عرصي ۾ ڪين زالن سان پيار ۽ محبت ڪان پرهيز ڪرڻي پوندي آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي اها خبر پئجي ويندي آهي ته ڪنهن محبت جي ماريل جوڙي انهيءَ قانون جي تعميل ڪرڻ کان غفلت ڪئي آهي، ته پوءِ اهو اڏورو ڳوٺ اتي جو اتي ڇڏي ڏنو ويندو آهي ۽ وري ڪو ٻيو نئون ڀٽ ڳوليو ويندو آهي. هو سمجهندا آهن ته پاڪائيءَ

۾ رکڻ ڪري، نئون ڳوٺ، جيڪو وڏندڙ ويڇهندڙ حالت ۾ هوندو، سو ناس ٿي ويندو، سردار ڪمزور ۽ لاغر ٿي ويندو ۽ شايد مري ويندو ۽ اها عورت وري ڪڏهن به ٻار ڪونه ڄڻيندي. ڪوچين ڇانئنا جا "چام" رهاڪو جڏهن به ڪنهن آباديءَ جي خاطر درياه جي ڪنارن تي نئون بند تعمير ڪندا آهن، يا پراڻي جي مرمت ڪندا آهن، تڏهن انهن جي سردار کي، جيڪو اتي قرباني ڏيندو آهي ۽ اتان جي ديوتائن کان حفاظت لاءِ دعا پڙهندو آهي، انهيءَ سڄي عرصي تائين، جيستين بند نهي راس ٿئي، هڪ ڪنائين جهوپڙيءَ ۾ مڪمل تنهائيءَ ۾ گذارڻو پوندو آهي. هو ڪنهن به ٻاهرينءَ ڪارروائيءَ ۾ دلچسپي ڪانه وٺندو آهي ۽ انهيءَ دوران ۾ کيس ڏاڍي پرهيز ڪرڻي پوندي آهي. ڇو ته منهنجا ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته سردار جي پاڪائيءَ ۾ رخني پوڻ سان بند ۾ رخنو پئجي ويندو. ظاهر آهي ته هن حالت ۾ به جنسي ميل ميلاپ کان پرهيز ڪرڻ جي ذريعي سردار جي جسماني قوت کي محفوظ رکڻ جو مقصد نظر نه ٿو اچي، ڇو ته هو بند ٺاهڻ جي ڪم جي تڪميل لاءِ پاڻ ته ڪجهه به نه ٿو ڪري ۽ پنهنجي هم قوم وارن سان ڪم ۾ ڪا همراهي به ڪانه ٿو ڪري.

جيڪڏهن شڪاري ۽ ماهيگير شڪار ڪرڻ يا مڇين مارڻ کان اڳ ۽ ان جي دوران ۾ وهم يا ڊپ کان ڪن پرهيزن ۽ پابندين تي عمل ڪن ٿا، جيئن اسين مٿي ڏسي آيا آهيون، ته پوءِ جانورن کي مارڻ ۽ مڇين وغيره کي ڪاٺڻ کان پوءِ، انهن ماهيگيرن ۽ شڪارين تي جيڪي بندشون عائد ٿيل آهن، تن جي متعلق ٿهيل قانون به اهڙائي يا انهن کان به زياده سخت هوندا، جي شڪار کان اڳ انهن سان لاڳو ٿين ٿا، ڇو ته پوءِ وري انهن شڪار ٿيل جانورن ۽ قاتل مڇين جي غضبناڪ روحن جو ڊپ مٿن طاري ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن ائين سمجهي ته شڪار کان اڳ جيڪي ڪاڏي پيتي، ڪپڙن پائڻ، اٿڻ ويهڻ متعلق پابنديون عائد ٿيل آهن، سي فقط هن ارادي سان لاڳو ڪيون

آهن ته جيئن قبيلي جا مرد پنهنجي ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ طاقتور ۽ تندرست رهن، ته ان صورت ۾ انهن سڀني پابندين تي جانورن کي ذبح ڪرڻ ۽ ٻچڙن کي کائڻ وقت ڪان پوءِ به عمل پيرا رهن. يا انهن کان به زياده سخت رسمن جو ادا ڪرڻ فضول بي معنيٰ ۽ اجايو نظر اچي ٿو. اڳتي هلي اسين ڏيکارينداسون ته شڪاري ۽ ماهيگير پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ کان پوءِ به اڳ کان به زياده سخت ۽ تڪليف ده پابندين ۾ مبتلا رهي ٿو. ان ڪري انهن پابندين کي ڪنهن معقوليت جي بنياد تي سمجهائڻ جو خيال بلڪل بيسود معلوم ٿئي ٿو. مطلب ته انهن کي وهم جي بنيادي نظريي جي ذريعي سمجهائڻ جو واحد رستو ٿي اسان جي سامهون باقي وڃي موجود رهي ٿو.

بيرنگ اسٽريٽ جي علائقن ۾ رهندڙ ايسڪيمو قبيلن وارا "شڪار ۾ ماريل جانورن جي جسمن کي ڏاڍي احترام سان ڏسندا آهن ۽ خاص طرح انهيءَ شڪاريءَ کي، جنهن جي تير يا گوليءَ سان اهو جانور مئو هوندو. انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو خيال رکيو پوندو آهي ته ڪنهن طريقي سان ان جي روح کي غصو نه لڳي، متان هو انهيءَ شڪاريءَ ۽ سندس قبيلي وارن جي مٿان ڪا آفت، يا ڪن حالتن ۾ موت نازل ڪري." اهڙيءَ طرح "انالت" قبيلي جو ايسڪيمو شڪاري، جنهن سفيد ويل مڇيءَ جي شڪار ۾ حصو ورتو هوندو آهي، يا ان کي ڇار ڌنان ٻاهر ڪڍڻ ۾ مدد ڪرائي هوندي آهي، تنهن کي ڇهن ڏينهن تائين ڪنهن به ڪم ڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي، ڇو ته ايترن ڏينهن تائين انهيءَ مڇيءَ جو ڀوت ان جي جسم سان گڏ ڇهڙيل سمجهيو ويندو آهي. ساڳئي وقت گوٺ ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪا به تيز ڌار يا نوڪ واري شيءِ استعمال ڪرڻ نه ڏني ويندي آهي ته متان ڪنهن جي هٿان انهيءَ رلندڙ ڀوت کي ڪو زخم پهچي وڃي، ڇو ته اهو ڀوت انهيءَ عرصي تائين پنهنجي ڇڏيل جسم جي ڳولا ۾ مصروف رهندو آهي. ڪنهن کي به وڏي واڪي سان ڳالهائڻ جي اجازت،

ڪانہ هوندي آهي تہ متان اهو پوٽ ڏجي وڃي، يا پنهنجي بيعزتي سمجهي. ڪوبہ ماڻهو جيڪو ’ويل‘ مڇيءَ کي لوهہ جي ڪهاڙيءَ سان وڍيندو سو يڪ مري ويندو. درحقيقت انهن ڇهن ڏينهن ۾ سڄي ڳوٺ ۾ ڪنهن کي بہ لوهہ جي اوزار استعمال ڪرڻ جي اجازت ڪانہ هوندي آهي.

اهي ايسڪيمو هر سال ڊسمبر جي مهيني ۾ هڪ وڏو ميلو ڪندا آهن ۽ انهيءَ ڏينهن تي هو سڀني اهڙين مڇين ۽ بري ۽ بحري جانورن، جهڙوڪ سيل، ويل، والرس ۽ سفيد رڇن جا پيتا ڳوٺ جي ’اسيمبلي هال‘ ۾ ڪٺي ايندا آهن، جن کي هنن سال جي دوران ۾ شڪار ڪري ماريو هوندو آهي. اهي پيتا اتي ڪيترن ڏينهن تائين رکيا ويندا آهن، ۽ جيستائين اهي اتي رکيل هوندا آهن، تيستائين اهي شڪاري پنهنجي زالن سان ڪوبہ واسطو ڪونہ رکندا آهن، ڇو تہ هو چوندا آهن تہ جيڪڏهن هو زالن سان سمهندا تہ انهن جانورن جا روح پنهنجي بيعزتي سمجهندا ۽ دوبارہ وٽن ڪونہ ايندا. ساڳئي نموني سان الاسڪا جي ”ايليئوٽ“ قبيلي وارن سان جيڪڏهن ڪو ايسڪيمو ويل مڇيءَ کي ’دم ٽيل نيزي‘ سان هڪ ڌڪ هڻندو آهي، تہ هو ان کي دوبارہ ان سان يا ٻئي ڪنهن نيزي سان انهيءَ موقعي تي ٻيو ڌڪ نہ هڻندو آهي، بہ خاموشيءَ سان ڳوٺ موٽي ايندو آهي، جتي هو هڪ اڪيليءَ جهوپڙيءَ ۾ اچي رهندو آهي، جا خاص انهيءَ مطلب لاءِ اڏيل هوندي آهي، ۽ ٽن ڏينهن تائين نہ ڪجهہ کائيندو پيئندو آهي ۽ نہ ڪنهن عورت ڏانهن نهاريندو آهي. انهن ٽن ڏينهن جي عرصي ۾ هو ڪڏهن ڪڏهن زخميل ’ويل‘ وانگر آواز ڪندو آهي، تہ جيئن اها ڪنارو ڇڏي وڃ سمنڊ ۾ نہ هلي وڃي. چوٿين ڏينهن، هو ٻاهر نڪري سمنڊ ۾ غسل ڪندو آهي، ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ کي هٿن سان ڌڪ هڻندو ۽ تيز آواز سان رڙيون ڪندو آهي. پوءِ هڪڙي ساٿيءَ کي ساڻ وٺي هو ڪناري جي انهيءَ حصي ڏانهن ويندو آهي، جتي هن کي انهيءَ ’ويل‘ جي

ساڻ جو گمان هوندو آهي. جيڪڏهن اها مري ويئي هوندي آهي،
ته هو هڪدم ان جو اهو ڏکر وڏي اڇلائي ڇڏيندو آهي، جتي
ان کي دم ٿيل نيزي سان زخمي ڪيو هوندائين؛ پر جيڪڏهن
هوءَ مئل نه ملندي اٿس، ته پوءِ هو وري واپس گهر موٽي ايندو
آهي ۽ تيستائين سمنڊ ۾ غسل ڪندو ۽ واڪا ڪندو رهندو
آهي، جيستائين هو سمجهندو آهي ته 'ويل' مري ويئي هوندي. هن
حالت ۾ شڪاري، جو زخميل 'ويل' جو نقل ڪري ٿو، ان مان
معلوم ٿئي ٿو ته هو هم آهنگ جادوءَ جي هڪجهڙائيءَ جي اصول
مطابق، ان کي سچ پچ مارڻ گهري ٿو. وري قطبي اڇي رڇ،
جو پوٽ به ان حالت ۾ پنهنجي بيعزتي سمجهندو آهي، جڏهن
هن جي متعلق جيڪي پابنديون مقرر ٿيل آهن، تن تي عمل نه
ٿيندو آهي. انهن ماڻهن جو هي اعتقاد آهي ته رڇ جو پوٽ ٽن
ڏينهن تائين انهيءَ جاءِ تي ترسندو آهي، جتي هن پنهنجي خاڪي
جسم کي الوداع ڪئي هوندي، ۽ انهن ڏينهن تائين ايسڪيمو ان جي
متعلق عائد ٿيل پابندين جي قانونن تي تمام سختيءَ سان ڪاربند
رهندا آهن، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته خلاف ورزي ڪرڻ واري
کي، انهيءَ حالت ۾، ٻين بحري جانورن جي بيعزتيءَ جي
مقابلي ۾، زياده جلد سزا ملندي آهي.

جڏهن ڪايان قبيلي وارا شينهن ماريندا آهن، تڏهن هو
پنهنجي روح جي سلامتيءَ لاءِ ڏاڍا پريشان ٿيندا آهن، ڇو ته
هنن جو اهو خيال آهي ته شينهن جو روح سندن روح کان زياده
طاقتور ٿيندو آهي، ان ڪري هو مئل شينهن جي لاش تان اٺ
دفعا هيڏانهن هوڏانهن ايندا ويندا آهن ۽ هيئن چوندا آهن ته
"اي شينهن! تنهنجو روح منهنجي روح هيٺان!" گهر موٽڻ کان
پوءِ، هو پاڻ کي، پنهنجن ڪتن کي ۽ هٿيارن کي پکين جو رت ٿڦيندا
آهن، ته جيئن سندن روح ڀڄي نه وڃن؛ ڇو ته هو پاڻ پکين جي
گوشت جا شوقين هوندا آهن، ان ڪري سمجهندا آهن ته انهن
جا روح به ان گوشت تي راضي ٿي ويٺا رهندا. ان کان پوءِ اٺن

ڏينهن تائين سانده رات ڏينهن پاڻيءَ ۾ غسل ڪرڻ کان پوءِ ئي
پٺي شڪار تي ويندا آهن. هاٿينٽاٽ قبيلي وارن شيدين مان
جڏهن ڪو شينهن، چيتي، هاٿيءَ يا هڪ-سڱي کي ماريندو آهي،
تڏهن ان کي وڏو پهلوان سمجهندا آهن، پر انهيءَ ڪارنامي
ڪرڻ کان پوءِ انهيءَ پهلوان کي ٽن ڏينهن تائين بلڪل بيڪار
۽ سست ٿي گهر ۾ رهڻو پوندو آهي، ۽ انهيءَ عرصي ۾ هو زال
سان نه ڳالهائيندو آهي. هن جي زال به ٽن ڏينهن تائين سادي
ڪاڌي تي گذر ڪندي آهي ۽ بنهه ايترو کائيندي آهي جيترو هن
جي جيئري رهڻ لاءِ بلڪل ضروري هوندو آهي. ساڳئي نموني
سان لئپلئنڊ جا ماڻهو رڇ جي شڪار کي عزت ۽ شان جو عروج
سمجهندا آهن، چو ته هو ان کي جانورن جو بادشاه سمجهندا آهن،
پر تنهن هوندي به جيڪي به ماڻهو رڇ کي ڪهڻ ۾ حصو وٺندا
آهن، تن کي ناپاڪ ۽ پليد سمجهيو ويندو آهي، ۽ کين ٽن ڏينهن
تائين هڪ جدا جهوپڙيءَ يا تنبوءَ ۾ گذارڻو پوندو آهي، جو خاص
انهيءَ مطلب لاءِ ڪڙو ڪيو ويندو آهي. اتي رهي، هو رڇ کي
وڍي پچائيندا آهن. جيڪو ڦاڙهو انهيءَ بي-ڦيٽيءَ گاڏيءَ کي ڇڪي
ايندو آهي، جنهن تي مئل رڇ کي رکي ڪٽي ايندا آهن، ان تي هڪ
سال تائين ڪابه عورت سواري ڪانه ڪري سگهندي آهي. ڪن
روايتن مطابق انهيءَ ڦاڙهي کي هڪ سال تائين ڪوبه گاڏيءَ ۾
جوٽي نه سگهندو آهي. تنبوءَ يا جهوپڙيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان
اڳ، جنهن ۾ هو تنهائيءَ ۾ گذاريندا آهن، هو اهي ڪپڙا لاهيندا
آهن، جن سان هنن رڇ کي ماريو هوندو آهي، ۽ زالون پنهنجن
مڙسن جي منهن ۾ هڪ خاص قسم جي چوڏن جو ڳاڙهو پاڻي
وات سان ڦوڪاري هڻنديون آهن. تنبوءَ ۾ گهڙڻ وقت هو اڳئين
طرف وارو دروازو استعمال نه ڪندا آهن، پر پٺئين پاسي کان
اندر ويندا آهن. جڏهن رڇ جو گوشت پچي تيار ٿي ويندو آهي،
تڏهن ٻن ماڻهن جي هٿان انهيءَ جو ڪجهه حصو زالن ڏانهن
موڪليو ويندو آهي، جي انهيءَ عرصي ۾ انهيءَ تنبوءَ ڏانهن نه

نهاريندڙيون آهن، جيستائين گوشت پچندو رهندو آهي. جيڪي مرد زالن ڏانهن گوشت کڻي ويندا آهن، سي اهو بهانو ڪندا آهن ته هو غير ملڪي ماڻهو آهن، جي ڏورانهين ملڪ مان سوکڙيون کڻي آيا آهن. اهو گوشت جيڪو زالن ڏانهن موڪليو ويندو آهي، سو تنبوءَ جي اڳ واري دروازي مان ٻاهر ٺيلهيو ويندو آهي. جڏهن پرهيز جا ڏينهن پورا ٿي ويندا آهن، تڏهن مردن کي پنهنجين زالن ڏانهن وڃڻ جي اجازت ملي ويندي آهي، تڏهن اهي ٻاهر وڃڻ کان اڳ، انهيءَ زنجير کي هٿن سان پڪڙي، جنهن ۾ رڍن جون وڏيون ڪنيون ٻاهه جي وچ جي چوگرد ٽنگنديون رهنديون آهن، سيئي ڄڻا هڪڙي جي پٺيان ٻاهه جي چوگرد ڦرندا آهن، انهيءَ طريقي سان هو پاڻ کي پاڪ ڪندا آهن - جنهن کان پوءِ هو تنبوءَ جي اڳين دروازي مان لنگهي ٻاهر وڃي پنهنجين زالن سان ملندا آهن. پر ٽوليءَ جي سردار کي اڃا به وڌيڪ پنڌ ڏينهن تائين پنهنجي زال سان سمهڻ جي منع هوندي آهي.

ڪيفر قبيلي جا حبشي وري انهيءَ اژدها کان ڊڄندا آهن، جيڪا جاندار چيز کي پڪڙي، زور سان نپوڙي، ساهه ڪڍي، کائيندي آهي. "ڪن خاص وهمن کان ڊڄي هو ان کي مارڻ کان ڏاڍو ٽهندا آهن. اڳي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان کي پنهنجي بچاءَ ۾ يا ڪنهن ٻئي نموني سان اتفاق سان ٿي ماري وجهندو هو، ته پوءِ ان بدبخت کي ڪيترن هفتن تائين وهنڊڻ پاڻيءَ ۾ سجو ڏينهن پٽيءَ پر ترڻو پوندو هو. اهڙي ماڻهوءَ جي ڳوٺ ۾ تيستائين ڪو به جانور ذبح نه ڪيو ويندو هو، جيستائين هو انهيءَ قسم جي توبهه تائبي نه ڪندو هو. اژدها جو ڍينگو ان کان پوءِ ڳوٺ جي واڙي جي ڀرسان کڏ ۾ دفن ڪيو ويندو هو، جنهن کان پوءِ هڪ سردار جي لاش وانگر، ان کي انهيءَ جاءِ تي وڌيڪ ڪو به هٿ ڪونه لائيندو هو، ان کان پوءِ، ماڻهوءَ جي ماتم واري عرصي وانگر انهيءَ توبهه تائبيءَ واري عرصي کي به ختم سمجهيو ويندو هو." مدراس ۾ ڪاري ڪاريهر کي مارڻ ڏاڍو گناهه سمجهيو ويندو آهي.

جڏهن ڪو ماڻهو ڪارڻهر ڪي اتفاق سان ماري وجهندو آهي، ته سڀ ماڻهو ملي، ان جي جسم کي شمشان ڀومي ۾ وڃي اهڙي نموني سان ساڙيندا آهن، جهڙي نموني سان ماڻهوءَ جي لاش کي ساڙيو ويندو آهي. نانگ کي ماريندڙ پاڻ کي ٽن ڏينهن تائين ناپاڪ سمجهندو آهي. ٻئي ڏينهن تي انهيءَ جاءِ تي ڪير هاريو ويندو آهي، جنهن تي نانگ کي ساڙيو ويو هو. ٽئين ڏينهن تي اهو بدبخت انسان گناهه کان آجو سمجهيو ويندو آهي.

اهڙيءَ طرح، جن جانورن کي آزاد ڇڏيو ويندو آهي، ۽ انهن کي نه ماريو ويندو آهي، اهي پاڪ سمجهيا ويندا آهن، ۽ سندن حياتيءَ کي ڪوبه ضرر ڪونه پهچايو ويندو آهي، - ۽ ائين صرف هڪ وهم ماتحت ڪيو ويندو آهي. سندن ”ظالم ۽ ناپاڪ“ ماريندڙ سان جيڪا روش اختيار ڪئي ويندي آهي، اها بلڪل ساڳي هوندي آهي جهڙي هڪ شڪاريءَ ۽ مهاڻي سان اختيار ڪئي ويندي آهي، جي پيٽ قوت لاءِ جانورن ۽ مڇين کي ماريندا آهن. ان ڪري جن خيالن ۽ نظرين جي بنا تي پنهي حالتن ۾ جيڪي رسمون مقرر ڪيون ويئون آهن، سي بنيادي طور هڪ ئي نوعيت جا آهن. جيڪڏهن اسان جو خيال صحيح آهي، ته پوءِ ائين ٿو معلوم ٿئي ته اهي نظريا انهيءَ عزت ۽ ڊپ جي احساس جي بنيادن تي بيٺل آهن، جي هڪ وحشي مختلف جانورن جي دهشت، بي انتها قوت، جسامت، يا سندن ڪارگر هئڻ جي سبب ڪري پنهنجي دل ۾ محسوس ڪري ٿو، ۽ ساڳئي وقت هو سندن روحن جي انتقامي جذبات کان به ڊڄي ٿو. اسان جي انهيءَ نظريي کي ”انتام“ جي مهاڻن جي انهيءَ روش مان تقويت حاصل ٿئي ٿي، جا هو ڪنهن اهڙي موقعي تي اختيار ڪندا آهن، جڏهن ڪا مئل وهيل مڇي سندن ملڪ جي ڪناري سان اچي لڳندي آهي. اهي مهاڻا وهيل جي ان ڪري پوڄا ڪندا آهن، جو هوءَ سندن زندگيءَ کي محفوظ رکڻ لاءِ انيڪ طريقن سان مفيد ۽ ڪارائتي ثابت ٿئي ٿي. انهيءَ علائقي ۾ گهڻو ڪري هر ڳوٺ جي ڀڳوڏا (مندر) ۾ وهيل جا

ٽورا گهٽا هڏا رکيل هوندا آهن، جي ڪن حالتن ۾ اصلي هوندا آهن، ته ڪن حالتن ۾ نقلي به هوندا آهن، پر ٻنهي حالتن ۾ انهن کي ”ويل“ جا هڏا سمجهي، انهن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. جڏهن به ڪٿ ”ويل“ اتي اچي وارد ٿيندي آهي، تڏهن اتان جا ماڻهو ان کي ڏاڍي شان سان دفن ڪندا آهن. جنهن ماڻهوءَ ان جي ڏينگي کي سڀني کان اڳ ۾ ايندو ڏٺو هوندو، سو ماتم ڪندڙن جو اڳوان ٿيندو آهي، اهڙيءَ طرح جو ڄڻ ته سندس گهر ۾ فوتي ٿي هوندي آهي. پنهنجي ملڪ جي رسم رواج مطابق، هو ماتم جو لباس پائيندو آهي ـ ڪڪن جو ٽوپلو، ڊگهن پاڻهن وارو اچو ڪوٽ، جنهن جون پانهون آهيون ٿيل هونديون آهن ۽ ٻيو سڀ سازوسامان، جيڪو هڪ ماتم ڪندڙ لاءِ پائڻ ضروري هوندو آهي. مرڻ واري جي ويجهي ۾ ويجهي عزيز هئڻ جي حيثيت ۾ هو ماتم جي سڀني رسمن تي هڪ وڏي جي حيثيت ۾ شامل ٿيندو آهي. خوشبودار تيل ۽ ڌوپ پاريو ويندو آهي، سون ۽ چانديءَ جا ورق اڇلايا ويندا آهن ۽ ڦٽاڪا ساڙيا ويندا آهن. جڏهن ويل جي جسم تان گوشت لاهي، ان جي چربيءَ مان تيل ڪڍيو ويندو آهي، تڏهن ان جي هڏن جي پڃري کي ڏاڍيءَ سنجيدگيءَ سان ريتيءَ ۾ دفن ڪيو ويندو آهي. بعد ۾ هڪ عارضي ڇت اڏي ويندي آهي، جنهن جي هيٺان قربانيون ڪيون وينديون آهن. گهٽو ڪري دفن ٿيڻ کان ٽورو ٽي وقت پوءِ مٿل ’ويل‘ جو روح ڪنهن نه ڪنهن ڳوٺ جي ماڻهوءَ ۾ گهڙي ويندو آهي، جو پنهنجي زبان سان اعلان ڪندو آهي ته ’ويل‘ نر هو يا مادي هئي.

# باب ايڪيهون

## جهل يا روڪ - شين جي حالت ۾

۱- **جهل يا روڪ جي معنيٰ:** چنانچه، وحشي معاشري ۾، مقدس بادشاه، سردار ۽ پوڄاري رسوماتي پاڪائيءَ جي جن قاعدن ۽ دستورن تي عمل ڪن ٿا، سي ڪيترين حالتن ۾ انهن دستورن ۽ قاعدن سان بلڪل ٺهڪي اچن ٿا، جن جي پيروي خونخوار جنگي جوان، ماتمي، ويم واريون عورتون، بلوغت کي پهتل ڇوڪريون، شڪاري ۽ ماهيگير وغيره ڪن ٿا. اسان جي نظرن ۾ مختلف طبقن جا اهي ماڻهو پنهنجي پنهنجي نوعيت ۽ شخصيت ۾ هڪٻئي کان بنهه علحده آهن؛ ڪن کي اسين پاڪ ٿا سمجهون ۽ ٻين کي شايد پليد ٿا سڏيون. پر هڪ وحشي انهن جي درميان ڪوبه اهڙو اخلاقياتي فرق ڪونه ٿو ڪري؛ هن جي دماغ ۾ اڃا تائين پاڪائيءَ ۽ پليديءَ جي نظرين ۾ ڪوبه امتياز ڪونه آيو آهي. انهن سڀني ماڻهن جي متعلق، هُن جي سامهون هڪ ئي ڳالهه آهي: ۽ اها هيءَ ته هو ڏاڍا خطرناڪ آهن ۽ ساڳئي وقت پاڻ به وڏي خطري ۾ گهيريل رهن ٿا؛ ۽ جنهن خطري ۾ اهي پاڻ ڦاٿل آهن ۽ جنهن ۾ اهي ٻين کي به ڦاسائين ٿا، سو هڪ قسم جو روحاني يا جيناتي خطرو آهي، جنهنڪري اهو هڪ خيالي خطرو آهي. پر اهو خطرو، بهرحال، خيالي هئڻ جي باوجود ڪو گهٽ حقيقي ڪونهي؛ خيال به ماڻهوءَ مٿان اهڙي ئي يقيني طريقي سان عمل ڪري ٿو، جهڙو زمين جي ڪشش ثقل ان کي متاثر ڪري ٿي؛ ۽ ممڪن آهي ته جيئن شوري جو تيزاب کيس پڪ ئي پڪ ماري وجهندو، تيئن ڪن حالتن ۾ محض خيال به کيس ماري وجهي. انهن پابندين ۽ بندشن جو مقصد، جي اهڙن ماڻهن تي عائد ڪيون

وڃن ٿيون، ھيءَ آھي تہ ڪين باقي بہ دنيا کان پري رکيو وڃي، تہ جيئن اھو خطرناڪ روحاني ضرر خود ڪين بہ نہ پھچي ۽ وڌائڻ نہ ڪري پين ڏانھن بہ ڦھلجي نہ وڃي. اھي بندشون ھڪ قسم جا برقي بند آھن، جن جي ذريعي خود ڪين ٻوڙي پين ماڻھن کي ان غير معمولي طاقت جي ضررناڪ اثر کان، جنھن سان ھو پريل رھن ٿا، محفوظ رکيو وڃي ٿو، ڇو تہ ٻيروني دنيا سان ڪنھن بي ضابطہ نموني لھہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري اھڙي صورتحال جي پيدا ٿيڻ جو لازمي طور امڪان رھي ٿو.

پابندين جي انھن عام اصولن متعلق جيڪي مثال مٿي ڏيئي آيا آھيون، تن ۾ اسين ھتي ڪن پين بہ اھڙن مثالن جو اضافو ڪرڻ چاھيون ٿا، جن جو واسطو زيادہ تر انھن شين ۽ لفظن سان آھي، جن جي استعمال تي بندش پيل آھي، ڇو تہ ھڪ وحشيءَ جي خيال مطابق، ماڻھن وانگر شين ۽ لفظن ۾ بہ ٽوري يا گھٽي عرصي لاءِ اھو برقي اثر موجود ٿي سگھي ٿو، جنھن جي نتيجي ۾ انھن جي استعمال تي عارضي يا مستقل طور بندش وجھڻ لازمي آھي. اسين اھڙا مزيد مثال انھن مقدس بادشاھن، سردارن ۽ پوڄارين متعلق ڇونڊيندا سون، جي رواجي ماڻھن کان بندش جي زيادہ مضبوط ديوار ۾ گھيريل ۽ مقيد رھن ٿا. ھن باب ۾ اسين رکو روڪ پيل يا ممنوع شين جو ذڪر ڪنداسون، ۽ باقي روڪ پيل يا ممنوع لفظن جو ذڪر ايندڙ باب ۾ بيان ڪنداسون.

۲. **لوھ جي استعمال تي بندش:** سڀ کان اول ھن ڳالھہ جو ذڪر ڪرڻ ضروري آھي تہ بادشاہ جي وجود جي بي انداز تقدس سبب لازمي طور ھيءَ فرض عائد ٿئي ٿو تہ ان جي جسم کي ھٿ نہ لاتو وڃي. چنانچہ اسپارٽا جي بادشاہ کي ڇھڻ ھڪ نھايت سنگين ڏوہ شمار ڪيو ويندو ھو، تاھٽيءَ جي ڪنھن بہ بادشاہ يا راڻيءَ کي ھٿ لائڻ جي سخت منع ھوندي ھئي، سيام جي بادشاہ کي ھٿ لائڻ واري کي ..ر تان آھو ڪٽو پوندو آھي. ڪئمبوڊيا جي بادشاہ کي ڪنھن بہ صورت ۾، سواءِ سندس خاص

حڪم جي، ڪوبه هٿ لائي ڪونه سگهندو آهي. چنانچه سنه ١٨٢٤ع ۾ هڪ دفعي اهو بادشاه گاڏيءَ تي سواري ڪندي ڪري پيو، ۽ گهڻي وقت تائين پٽ ۾ بيهوش پيو هو، پر سندس خدمتگارن، وزيرن ۽ درٻارين مان ڪنهن ڪي به هن کي هٿ لائڻ جي همت ڪانه ٿي. آخرڪار ڪافي وقت کان پوءِ هڪ يورپين اتان اچي لنگهيو، جنهن بادشاه کي کڻي سندس محلات ۾ وڃي پهچايو. اڳئين زماني ۾ ڪوبه ماڻهو ڪوريا جي بادشاه کي هٿ ڪونه لائي سگهندو هو. جڏهن به هو پاڻ پنهنجي رعايا منجهان ڪنهن کي هٿ لائيندو هو، تڏهن ان ماڻهوءَ جي جسم جو اهو حصو پاڪ سمجهيو ويندو هو ۽ هن کي سڄيءَ عمر تائين انهيءَ جاءِ تي تيز ڳاڙهي رنگ جو ريشمي ٽوڙهو ٻڌي پنهنجي شان ۽ انهيءَ اعزاز جو اعلان ڪرڻو پوندو هو. بادشاه جي جسم کي ڪنهن به حالت ۾ لوه جو ڪو ٽڪر لڳڻ نه ڏيندا هئا. سنه ١٨٠٠ع ۾ ٽينگ-ٽسانگ-ٽائي-اوٿانگ بادشاه کي پٺيءَ جي ڪنهن ۾ ڦرڙي نڪري پيو، پر ڪنهن به جراح سندس جسم تي نشتر استعمال ڪرڻ جي همت ڪانه ڪئي، جا شايد بادشاه جي حياتي بچائي وجهي ها. چنانچه هڪڙي بادشاه کي چپ ۾ هڪ خطرناڪ ڦرڙي نڪري پيئي، جا ڦاڙڻ کان جواب ڪيو پيئي؛ معاملو نهايت سنگين ٿي پيو ۽ ڪنهن کي به اهڙي وات نه سجهي آئي، جنهن سان بادشاه کي ايتريءَ تڪليف کان بچائڻ جو ڪو جتن ڪيو وڃي. آخرڪار گهڻي سوچ ويچار بعد درٻاري جراح ڊوڙي وڃي هڪڙي مسخري کي وٺي آيو، جنهن بادشاه کي ايترو ته کلايو، جو نيٺ ڦرڙي ڦاٽي پيئي. رومن پادرين کي پنهنجي مڇي يا ڏاڙهيءَ جا وار لوه جي ڪينچيءَ سان ڪترائڻ جي اجازت ڪانه هئي؛ هو فقط ڪنجهي مان ٺهيل پاڪي يا ڪئنچي استعمال ڪري سگهندا هئا. روم ۾ آرپال برادرس جي مقدس آستاني ۾، جڏهن به ڪو سنگتراشيءَ جي ڪم ڪرڻ لاءِ لوه جا اوزار اندر کڻي ويندو هو، تڏهن سندس اندر گهڙڻ کان اڳ هڪ

رڍ يا سوئر جي قرباني ڪرڻي پوندي هئي، ۽ جڏهن اهو ڪم
آخرين طرح ختم ٿي ويندو هو، تڏهن وري به اها ساڳي قرباني
ڏيڻي پوندي هئي. يوناني مذهبن ۽ مندرن ۾ به اندر لوهه کڻي
وڃڻ جي عام طرح سخت ممانعت هوندي هئي. ڪريٽ جي ٻيٽ
۾ "مينيڊيمس" کي جيڪي قربانيون ڏنيون وينديون هيون، تن ۾ به
لوهه کي ڪتب ڪونه آندو ويندو هو، ڇو ته روايت مطابق مينيڊيمس
کي ٽروجن لوڪن جنگ ۾ لوهه جي هٿيار سان ئي قتل ڪيو هو.
پليٽائي جي سردار کي لوهه کي هٿ لائڻ جي اجازت ڪانه هوندي
هئي، پر هر سال پليٽائيءَ جي ميدان ۾ جتي جنگ ۾ جرڏا شهيد
ٿيا هئا، هو ڍڳي جي قرباني ڪرڻ لاءِ ويندو هو، ۽ ان لاءِ کيس
تلوار سان ڪٺي وڃڻ جي اجازت هوندي هئي. اڄ تائين هاٽينٽاٽ
حبشي قبيلي جو پادري لوهه جو چاڪون ڪم ۾ ڪونه آڻيندو آهي،
پر قربانيءَ يا ڪنهن ڇوڪري جي طهر ڪرڻ لاءِ هو شيشي جو
تيز ٽڪر ئي استعمال ڪندو آهي. ڏکڻ اولهه آفريڪا جي وامبو
قبيلي وارن ۾ ڇوڪرن جو طهر تيز پٿر جي 'چاڪوءَ' سان ڪيو
ويندو آهي. جيڪڏهن اهو پٿر ان وقت دستياب ڪونه ٿي
سگهندو آهي، ته پوءِ لاچار لوهه جي چاڪوءَ سان طهر ڪندا
آهن، پر انهيءَ چاڪوءَ کي پوءِ زمين ۾ دفن ڪيو ويندو آهي.
اتر آمريڪا جي ايروزونا علائقي جا سوڪي قبيلي وارا جيتوڻيڪ هن
وقت پٿر جا اوزار استعمال نٿا ڪن، ان جي باوجود رسوماتي موقعن
تي کين اڄ تائين پٿر جا چاڪون ۽ ٻيا اوزار استعمال ڪرڻا پوندا آهن.
'پاني' قبيلي وارن جيتوڻيڪ پٿر جي منهن وارا تير شڪار لاءِ يا
دشمنن سان جنگ جي موقعي تي استعمال ڪرڻ ڇڏي ڏنا هئا،
تڏهن به هنن اهي هٿيار قربانيءَ جي موقعي تي استعمال ڪرڻ لاءِ
وري به پاڻ وٽ باقي رکي ڇڏيا هئا. يهودين يروشلم واري
مندر جي تعمير ۾ لوهه جو ڪوبه اوزار استعمال ڪونه ڪيو هو.
روم واري قديم ڪاٺ جي پل، جنهن کي مقدس سمجهيو ويندو
هو، لوهه يا ڪنجهي جي استعمال ڪرڻ بغير ٺاهي وئي هئي ۽

ان جي مرمت ۾ به ڪو ڏاتو استعمال ڪرڻو ڪونه هو. سائنيڪس وٽ جيڪو ڪائونسل چيمبر ٺهيل هو، سو سڄو ڪاٺ جو ٺهيل هو، ۽ ان ۾ لوه جا ڪي به کوڪا يا ڪيلا استعمال ڪيل نه هئا، ۽ ان جا شهتير اهڙي نموني سان رکيل هئا، جو انهن کي هرقت مرضيءَ مطابق اتان لاهي وري ساڳئي هنڌ مٿي رکي سگهبو هو.

لوه جي استعمال تي اها روڪ شايد تاريخ جي انهيءَ اوائلي دور جي نشاني آهي، جڏهن لوه جي نئين نئين ايجاد ٿي هوندي؛ دنيا لاءِ اهو ڌاتو ان وقت هڪ نئين ۽ عجيب چيز هئي، جنهن ڪري ان کي هرڪو شڪ، ڊپ ۽ نفرت جي نگاه سان ڏسندو هو. ڇو ته هر نئين چيز هڪ وحشيءَ جي دل ۾ ڊپ ۽ حيرت پيدا ڪرڻ واري چيز هوندي آهي. بورنيو ۾ تحقيقات ڪندڙ هڪ شخص لکي ٿو ته: ”ڊونس قبيلي وارن ۾ هيءَ هڪ عجيب رسم آهي ته اهي هر شيءِ - چڱيءَ يا بريءَ، سعد يا نحس - کي انهيءَ چيز سان وابسته ڪندا آهن، جا نئين سر انهن جي ملڪ ۾ ايندي آهي. مثال طور هيءَ جيڪا ڪن ڏينهن کان وٺي گرم هوا شروع ٿي آهي، تنهن جو سبب اهي منهنجي موجودگيءَ کي سمجهي رهيا آهن.“ سال ۱۸۸۶-۱۸۸۷ع جي سياري ۾ نڪوبار ٻيٽن ۾ غير معمولي بارش پوڻ شروع ٿي هئي، جنهن جهڙي گهڻن سالن کان وٺي ڪانه پيئي هئي. اتان جا وحشي انهيءَ شامت کي انهن انگريزن جي موجودگيءَ جي نتيجي ۾ آيل سمجهي رهيا هئا، جي انهن ڏينهن ۾ انهن ٻيٽن ۾ سروي جو ڪم ڪري رهيا هئا. سندن خيال هو ته سروي پارٽيءَ وارن آتي جيڪي عجيب و غريب اوزار نصب ڪيا هئا، تن تي مقامي ديوتائن کي ڪاوڙ لڳي هئي، ڇو ته انهن جي آستانن تي هنن بيجا مداخلت ڪئي هئي؛ جنهنڪري ظاهر هو ته ديوتا انهن جاين کي دوباره استعمال ڪرڻ کان نفرت ڪري رهيا هئا. پوءِ انهن وحشين مان ڪن پنهنجن ديوتائن جي غصي ٺڏي ڪرڻ لاءِ سوئرن جون خوب قربانيون پيش ڪيون هيون. سترهين صدي عيسويءَ ۾ ايسٿونيا ۾ منوسمون هڪڙي پئيان ڏاڍيون خراب

ٿيون، جنهنڪري اتان جي ڪڙمين ان حالت جو ڏوھ ڳوٺ جي ٻن - ڇڪيءَ واري کي ڏنو، ڇو ته هن پاڻيءَ جي وهڪري کي روڪي پاڻيءَ جي ديوتا کي تڪليف ۾ وڌو هو، جنهن جي نتيجي ۾ هو متن ناراض ٿيو هو. پولنڊ ۾ جڏهن پهريون دفعو لوه جا هر استعمال ڪيا ويا، تڏهن اتفاق سان موسمون خراب ٿيڻ لڳيون ۽ فصل تمام گهٽ لهڻ لڳا، جنهنڪري اتان جي ڪڙمين لوه جا هر ڪٽي ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجن پراڻن ڪاٺ جي هرن سان پنيون ڪيڙڻ لڳا. اڄ تائين به جاوا جا بادووي قبيلي وارا، جن جو مکيه پيشو زراعت آهي، لوه جو اوزار استعمال ڪونه ڪندا آهن.

هر نئين چيز جي ايجاد کي خاص طرح مذهبي پيشي وارا نفرت جي نگاه سان ڏسندا آهن ۽ اها ئي ڳالهه پنهنجي ليکي ٻڌشاهن ۽ پوڄارين جي انهيءَ پرمي ناپسنديدگيءَ کي سمجهائڻ لاءِ ڪافي آهي، جا هو لوه جي متعلق محسوس ڪندا هئا ۽ جنهن کي ديوتائن جي طرفان عائد ٿيل سمجهندا هئا، ٿي سگهي ٿو ته لوه جي خلاف انهيءَ نفرت جي جذبي ۾، ڪن حادثن جي واقع ٿيڻ سبب، اضافو ۽ تقويت آئي هجي، جيئن مسلسل خراب موسمن جي ڪري، پولنڊ ۾ لوه جي هر کي نفرت ۽ حقارت جي نگاه سان ڏٺو ويو. پر ديوتائن ۽ سندن پوڄارين ۽ پادرين جي انهيءَ نفرت جو هڪ پيو پهلو به آهي. لوه جي خلاف ديوتائن جي انهيءَ نفرت ۽ بيزاريءَ کي ماڻهن، موزون وقتن تي، خود سندن خلاف هٿيار طور به استعمال ڪيو آهي. جيئن ته لوه جي خلاف ديوتائن جي دلين ۾ ايتريقدر ته بيزاري ۽ نفرت موجود ڄاتي ويندي آهي، جو سمجهيو ويندو آهي ته هو ڪنهن به اهڙي ماڻهوءَ يا چيز جي ويجهو نه ويندا، جيڪو انهيءَ ناپاڪ يا پليد ڌاتوءَ ۾ ويڙهيل هوندو ۽ ان ڪري ڪيترن وقتن تي ڀوتن ۽ بدروحن کي ڀڄائڻ لاءِ لوه کي تعويذ يا جادوءَ طور استعمال ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح اسڪاٽلنڊ جي جابلو علائقن ۾ جنن، ڏوتين ۽ ديون جي شرارت کان محفوظ رهڻ جو بهترين ۽ سڀ کان

زياده مؤثر هٿيار لوه، يا ان کان به وڌيڪ طاقتور فولاد کي سمجهيو ويندو آهي. انهيءَ ڌاتوءَ کي ڪنهن به صورت ۾ – تلوار، خنجر، بندوق جي ناليءَ، يا ننڍڙي چاڪوءَ جي شڪل ۾ – پاڻ وٽ رکڻ کپي، انهيءَ مطلب لاءِ نهايت طاقتور افسون سمجهيو ويندو آهي. جڏهن به ڪنهن اهڙيءَ جاءِ ۾ اندر گهڙڻو هجي، جتي پرين جي واسي هئڻ جو انديشو هجي، ته پوءِ ان جاءِ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ، ان جي دروازي ۾ ڪونه ڪو فولاد جو ٽڪر، جهڙوڪ چاڪون، سئي، مڇي مارڻ جي ڪنڍي، وغيره، ٽُنبڻ گهرجي؛ ڇو ته انهيءَ صورت ۾ گهر ۾ رهندڙ پريون تيستائين دروازو بند نه ڪري سگهنديون، جيستائين واسطيدار ماڻهو اندران ڪم لاهي موٽي نه آيو آهي ۽ اهو رڪ جو ٽڪر اتان نه ڪڍيو اٿائين. ساڳيءَ طرح، جيڪڏهن ڪنهن هرڻ ماريو هجي ۽ ان کي رات جي وقت گهر ڏانهن کڻي ايندو هجي، ته پوءِ ان جي جسم ۾ چاڪون يا رڪ ٽنبي ڇڏي، جو ان ڪري ڪو جن يا پري ان جي مٿان ويهي ان کي ڳرو يا اڳرو بنائي ڪونه سگهندا. ڪنهن جي کيسي ۾ جيڪڏهن چاڪون يا رڪ جو ڪوڪو پيو هوندو، ته ان کي رات جو پريون اڏائي مٿي ڪونه کڻي وينديون. ويم وارين زالن ۽ انهن جي ٻارن کي پرين جي شرارت کان محفوظ رکڻ لاءِ، انهن جي بسترن يا پلنگن ۾ رڪ جا ڪوڪا ٺوڪي ڇڏڻ گهرجن؛ پر پڪ ڪرڻ لاءِ اهڙين زالن جي بسترن هيٺان رنڌي جو ڦر ۽ درين ۾ ڏانٽو پڻ رکي ڇڏڻ گهرجي. جبل ٽان هيٺ ڪري جيڪو ڍڳو مري ويو هجي، تنهن جي گوشت کي جنن ۽ پرين جي اثر کان محفوظ رکڻ لاءِ ان جي جسم ۾ ڪوڪو ٽنبي ڇڏڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو شڪاري جهنگ جي جانورن کي ڦاسائڻ کان اڳ سرندو وڃائيندو ته اهو پرين کان محفوظ رهندو، ڇو ته ”انهيءَ ساز جي زبان فولاد جي ٺهيل هوندي آهي.“ مراڪش ۾ ڀوتن ۽ بد روحن کان محفوظ رهڻ لاءِ لوه استعمال ڪيو ويندو آهي، جنهنڪري مريض جي ويهاڻي هيٺان چاڪون يا خنجر رکيو ويندو آهي. سنگهالي

قبيلي وارا سمجهندا آهن ته اهي هر وقت جنن ۽ ڀوتن جي گهيري ۾ هوندا آهن، جي هميشه ماڻهن کي غفلت جي ڪنهن به گهڙيءَ ۾ ضرر رسائڻ جي موقعي جي انتظار ۾ ويٺا رهندا آهن. اتان جو ڪوبه ڪڙمي سڀ کاڌي کي، جنهن ۾ نان يا ڀُڳل ۽ پڪل گوشت شامل هوندو آهي، هڪ جاءِ کان ٻيءَ ڏانهن کڻي وڃڻ جي ٿيس ٿين همت ڪونه ڪندو آهي، جيسين ان ۾ ڪٽي لوه جو ڪوڪو نه اڇڪائيندو آهي، ڇو ته ان کان سواءِ ڀوت اچي اهو کاڌو کائيندا ۽ انهن جي اوپر کائڻ واري کي ڪنهن مهلڪ مرض ۾ مبتلا ٿيڻو پوندو. ڪوبه بيمار مرد يا عورت، ڪنجين جي ڇڳي يا چاڪوءَ کان سواءِ گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي همت ڪانه ڪندو آهي، ڇو ته اهڙي بچاءَ کان سواءِ هو ڏجندو آهي ته متان ڪوجن يا ڀوت سندس جسم جي ڪمزور حالت جو فائدو وٺي سندس بدن ۾ گهڙي نه وڃي. جنهن کي به بدن تي ڪو وڏو ڦٽ هوندو آهي، سو پاڻ کي جن يا ڀوت کان محفوظ رکڻ لاءِ، پنهنجي ڦٽ تي لوهه جو پٽ رکي ڇڏڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. سيليبز ڪوسٽ جون حبشي عورتون جڏهن به پنهنجي ٻار کي ڪمزور ۽ لاغر ٿيندو ڏسنديون آهن، تڏهن اهي هيءُ خيال ڪنديون آهن ته ان ٻار جي جسم اندر ڀوت گهڙي ويو آهي، جنهنڪري فوراً هو مناسب نموني جا آپاءَ اختيار ڪنديون آهن. اهڙي ٻار جي جسم مان ڀوت کي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ، ان جي ماءُ ڪنهن سڀ مزيدار کاڌي جو نذرانو پيش ڪندي آهي، جڏهن هوءَ سمجهندي آهي ته ڀوت انهيءَ کاڌي کي کائي رهيو آهي، تڏهن چپ چاپ هوءَ پنهنجي ٻچي جي ٻُرن ۾ لوه جون ڪنگڻيون ۽ گهنڊڙيون ٻڌي ڇڏيندي آهي، ۽ گلي ۾ لوه جون زنجيريون پائي ڇڏيندي اٿس. کاڌي ختم ڪرڻ بعد جڏهن ڀوت ٻار جي جسم اندر دوباره داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو، تڏهن زنجيرين جو ڊپ ۽ گهنڊڙين جي ڇڻ ڇڻ ان کي اندر داخل ٿيڻ کان روڪيندي. چنانچه آفريڪا جي انهيءَ علائقي ۾ گهڻيئي اهڙا معصوم نظر ايندا آهن، جن جون ڪڇيون

ڏوه جي زنجيرن جي انهيءَ دائمي وزن کان هميشه جهڪيل نظر ايندي آهن.

۳. تيز هٿيارن تي بندش: برما ۾ زينگوڊه جي اتر طرف هڪڙو پوچاري بادشاه رهندو آهي، جنهن کي "سوتيه" قوم وارا روحاني ۽ دنيوي معاملات ۾ سڀني کان زياده اوچي اختيار وارو ڪري سمجهندا آهن. انهيءَ بزرگ هستيءَ جي گهر ۾ ڪوبه تيز ڌار وارو اوزار ڪٺي وڃڻ منع آهي. هن قانون جي سمجهاڻي شايد انهيءَ رسم جي ذريعي ڏيئي سگهجي، جا قضيي جي موقعي تي گهڻا ماڻهو ادا ڪندا آهن. جيستائين هو مئل ماڻهوءَ جي روح کي انهيءَ جاءِ تي موجود سمجهندا آهن، تيستائين هو ڪنهن به تيز هٿيار جي استعمال ڪرڻ کان سخت پرهيز ڪندا آهن، انهيءَ لاءِ ته متان هو بيخبريءَ ۾ ان روح کي ڪٽي زخمي ڪري وجهن. ان ڪري بيرنگ اسٽريٽ جي ايسڪيمو قبيلي وارن جي ڳوٺن ۾ جنهن ڏينهن ڪو ماڻهو مري ويندو آهي، انهيءَ ڏينهن ڪوبه ڳوٺ جو ماڻهو ڪم ڪار ڪري نه سگهندو آهي، ۽ مرحوم جي گهر جا ڀاتي پورن ٽن ڏينهن تائين انهيءَ پابنديءَ ۾ جڪڙيل رهندا آهن. انهيءَ عرصي ۾ چاڪونءَ يا ڪهاڙيءَ سان ڪنهن به چيز کي وڍڻ کان سخت منع هوندي آهي. ساڳيءَ طرح ڪنهن به چهنبدار چيز، جهڙوڪ سئيءَ يا نيزي وغيره کي به استعمال ڪرڻ کان منع ٿيل هوندي آهي. اهي خبرداريون روح کي زخمي ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڪيون وينديون آهن، جنهن کي اتي موجود سمجهيو ويندو آهي، جيڪڏهن انهن اوزارن جي استعمال ڪري ڪو روح زخمي ٿي پيو، ته پوءِ اهو سڄيءَ قوم تي ڪاوڙجي ويندو ۽ خواهمخواه مٿن ڪو مرض يا موت نازل ڪندو. انهن سڀني ڳالهين کان علاوه مئل ماڻهوءَ جي مائٽن کي اها به خبرداري ڪرڻي پوندي آهي ته انهن ڏينهن ۾ منجهانئن ڪوبه تيز يا ڪڙو آواز نه ڪري، ڇوته انهيءَ ڪري به روح ناراض ٿي ويندو آهي، يا ڊڄي ڀڄي ويندو آهي، جا پڻ ڏاڍي خراب ڳالهه آهي." اسان اهو به ڏسي آيا آهيون ته

اهي ماڻهو ايسڪيمو سفيد 'ويل' مڇيءَ کي مارڻ کان پوءِ چئن
ڏينهن تائين تيز ڇهنبدار ۽ تکيءَ ڌار وارن اوزارن کي استعمال
ڪرڻ کان احتراز ڪندا آهن، ته متان 'ويل' جي رلندڙ
روح کي ڪو زخم پهچي وڃي، ۽ هو ڪائين ڏچي يا ڪاوڙ جي
اتان ڪنهن ٻئي پاسي هليو وڃي. جڏهن انهن جو ڪو
مائٽ بيمار هوندو آهي، تڏهن ٻه هو اهڙن اوزارن کي
استعمال نه ڪندا آهن، ته متان ان جو روح، جيڪو مريض جي
خاڪي جسم کي ڇڏڻ جي سانباهن ۾ هوندو آهي ۽ ان لاءِ
هيڏانهن هوڏانهن ٻاهر ڦرندو رهندو آهي، تنهن کي ڪو نقصان
پهچي پوي ۽ مريض قبل ازوقت اجل جو شڪار ٿي وڃي. ٽرانسلوانيا
۾ رهندڙ روماني جي باشندن جو جڏهن ڪو ماڻهو مري ويندو
آهي، تڏهن جيستائين هو ان کي دفن نه ڪندا آهن تيستائين
هو اها خبرداري ڪندا آهن ته ڪوبه چاڪون يا تيز ڌار وارو
هٿيار زمين تي اهڙي نموني سان نه اڇلايو وڃي، جو ان جي
ڌار مٿي ٿي بيهي، "جو ته ائين ڪرڻ سان، مئل ماڻهوءَ جي
روح کي ٻئي جهان ۾ اهڙيءَ ئي تيز ڌار تان لنگهايو ويندو."
ڪنهن به ماڻهوءَ جي مرڻ کان پوءِ ستن ڏينهن تائين، جيستائين لاش گهر
۾ رکيل هوندو آهي، چين جا ماڻهو تيز ڌار يا نوڪ وارن اوزارن
کي استعمال ڪرڻ کان سخت پرهيز ڪندا آهن، حتيٰ ڪ هو
جانور به هٿن سان کائيندا آهن، جي هو رواجي طرح ڪانٽيءَ جي
بن تيلين سان کائيندا آهن. پراڻي زماني ۾ پيرشيا (جرمني) ۽ لٿئانيا جا
باشندا، پنهنجي ڪنهن مرحوم عزيز يا دوست جي مرڻ کان پوءِ
ٽئين، ڇهين، نائين ۽ چاليهين ڏينهن، خاص کاڌو تيار ڪندا
هئا، ۽ کائڻ کان اڳ دروازي تي بيهي، انهيءَ ماڻهوءَ جي
روح کي اندر اچڻ جي دعوت ڏيندا هئا، انهيءَ قسم جي دعوت
۾ ميڙئي ماڻهو ميز جي چوڌاري بلڪل خاموشيءَ سان ويهندا
هئا ۽ ڇري يا ڪانٽو استعمال ڪونه ڪندا هئا. کاڌي جي
دوران ۾ جيڪڏهن ڪي مانيءَ جا پرزا هيٺ زمين تي ڪري

پوندا هئا، ته اهي اتي جو اتي ڇڏيا ويندا هئا، ڇو ته هنن جو
اعتقاد هو ته ڪي اهڙا روح به آتي ايندا هئا، جن جو هن دنيا
۾ ڪوئي پسماندو باقي ڪونه هوندو هو، جيڪو هنن اهڙي
دعوت ڪري. ڪاڌي ختم ٿيڻ کان ڪجهه دير پوءِ، پادري
پڪارو ڪٿي انهن روحن کي اتان ميڙيندو هو ۽ چوندو هو "اي
پيارا ارواحو! هاڻي خوب ڪاڌو پيتو اٿو... هليا وڃو! هليا وڃو!" هاڻي
اسان بخوبي سمجهي سگهون ٿا ته برمي بادشاهه جي گهر ۾ ڇو
ڪوئي تيز يا مڏو وڍيندڙ اوزار ڪونه ڪٿي وڃي سگهيو آهي:
پڻ ڪيترن مقدس بادشاهن وانگر هن جي وجود کي به مقدس
سمجهيو ويندو آهي، جنهنڪري اهو لازمي آهي ته سندس روح،
جڏهن به هن خاڪي پڃري مان آزادي حاصل ڪري، تڏهن ٻاهر
فضا ۾ گهمندي، ڦرندي، يا ڪنهن دور دراز ملڪ ڏانهن پرواز
ڪندي، انهن تيز اوزارن جي زد ۾ اچي زخمي نه ٿي پوي.

٤- رت تي بندش: اسان مٿي ڏسي آيا آهيون ته روح
جي فلسفين ديالس کي ڪچي گوشت کي هٿ لائڻ ته ٺهيو پر
ان جي ناليءَ وٺڻ جي به سخت منع ٿيل هئي. هندن جي برهمڻن
کي ۽ انهيءَ ساڳئي قسم جي منع ٿيل آهي، يعني ته ڪين ڪچي
گوشت، رت ۽ ماڻهن جي وڍيل هٿن کي هرگز هرگز ڏسڻو نه
آهي. يوگنيدا ۾ چاڙن پارن جي پيءَ کيءَ پارن جي چمڙي کان
پوءِ ڪن ڏينهن لاءِ، ڪنهن به جاندار کي ڪهڻ ۽ رت تي نظر
وجهڻ جي سخت ممانعت ٿيل هوندي آهي. پيليو جزيرن ۾
جڏهن ڪو دشمن قبيلو مٿن حملو ڪري، منجهائن ڪنهن ماڻهوءَ
جو سر وڍي، ڪٿي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي، تڏهن ڪنل ماڻهوءَ
جي عزيزن کي، ان جي روح جي غصي کان محفوظ رهڻ لاءِ، ڪجهه
وقت ڪن پابندين اندر رهڻو پوندو آهي. ڪين عڪڙي جدا گهر
۾ بند ڪيو ويندو آهي، جتي هو اهي سوپاريون چپاڙيندا رهندا
آهن، جن تي انهن جي جادوگر ڪو منتر ڦوڪيو هوندو آهي.
انهيءَ عرصي ۾ ڪين ڪچي گوشت کي ڇهڻ جي سخت منع ٿيل

هوندي آهي. انهن رسمن جي پوريءَ طور ادا ٿيڻ کان پوءِ مقتول جو روح اتان هليو ويندو آهي، ۽ دشمن کان بدلي وٺڻ لاءِ ڊوڙي وڃي ان جي پٺيان پوندو آهي. بندش جي اها رسم شايد انهيءَ اعتقاد تي مبني آهي ته جانورن جو روح سندن رت ۾ هوندو آهي. جيئن ته اهڙا ماڻهو، جن تي جيتر بندشون عائد ٿيل هونديون آهن تيتر اهي ضررناڪ سمجهيا ويندا آهن – مثلاً مقتول جي مائٽن تي ڪاوڙيل روح جي حملي جو هر وقت امڪان رهندو آهي– ان ڪري هنن کي اوترو وقت روحن جي لهوچڙ کان دور رکڻ بيحد ضروري سمجهيو ويندو آهي؛ انهيءَ سبب جي ڪري ئي کين ڪچي گوشت کي هٿ لائڻ کان ممانعت ٿيل هوندي آهي. پين بندشن وانگر هيءَ بندش پڻ، عام قانون جي اظهار جي هڪڙي خاص صورت آهي؛ يعني لفظن ۾، جيتوٽيڪ کن خاص ضروري حالتن ۾ ان جي تعميل جو مٿن زياده شديد تاڪيد ٿيل هوندو آهي، پر هوندن رواجي طرح، روزمره جي زندگيءَ ۾ پڻ، هن بندش تي هڪ عام قانون جي حيثيت ۾ باقاعدي عمل ڪيو ويندو آهي– جيتوٽيڪ اهڙيءَ حالت ۾ ان جي تعميل ايتري سخت ڪانه هوندي آهي. ان ڪري ايسٽونيا جا رهاڪو ڪڏهن به جانور جو رت ڪونه چکندا آهن، ڇو ته انهن جي اعتقاد مطابق ان ۾ جانورن جو روح سمايل هوندو آهي، جو رت چکندڙ جي وات مان سندس بدن ۾ داخل ٿي ويندو. اتر آمريڪا جي وحشي ڳاڙهن هندستانين جي ڪن قبيلن وارا ”پنهنجي مذهبي قاعدي مطابق هر جانور جي رت کائڻ کان هميشه پرهيز ڪندا آهن، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته ان ۾ ذبح ٿيل ڍور جو روح ۽ زندگي سمايل ٿئي ٿي.“ يهودي شڪاري، شڪار ٿيل جانور کي ڪهي، ان جو سڄو رت وهائي، مٽي وجهي، ان کي ڍڪي ڇڏيندا هئا؛ هو ڪنهن به صورت ۾ ان جي رت کي ڪونه چکندا هئا، ڇو ته هو سمجهندا هئا ته ان ۾ جانور جو روح يا جان سمايل آهي، يا ڪن حالتن ۾ هو ائين به چوندا

هئا ته خود رت ئي ان جو روح يا جان آهي.

اهو ته هڪ عام قاعدو آهي ته شاهاڻي رت کي زمين تي وهڻ نه گهرجي. ان ڪري ڪنهن بادشاه يا شاهي خاندان جي ڪنهن فرد کي قتل ڪرڻ جي صورت ۾ اڪثر اهڙي ترڪيب اختيار ڪئي وئي آهي، جيئن شاهاڻي خون جو هڪ قطرو به زمين تي نه ڪري. سال ١٦٨٨ع ۾ سيام جي بادشاه جي سپهسالار پنهنجي آقا جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو هو. تنهن کيس مقابلي کان پوءِ "هن بادشاه کي گرفتار ڪري، اهڙي طريقي سان مارائي ڇڏيو، جهڙي طريقي سان ڪنهن شاهي ڏوهاري يا شاهي خاندان جي انهن ملازمن کي، جن تي قتل جو الزام لڳل هوندو آهي، ماريو ويندو آهي. اهو طريقو هي آهي ته اهڙي بدنصيب بادشاه يا شهزادي کي لوهه جي وڏي ديگ ۾ وجهي، ڪاٺ جي مضبوط ڏنڊن سان ڪُٽي بلڪل قيمو ڪيو ويندو آهي؛ ڇو ته انهن جي مذهبي قانون مطابق، شاهاڻي رت سان مٽي گڏجي وڃي ته اهو ناپاڪ ٿي پوي، ان جي سخت منع هوندي آهي." جڏهن تاتارين جي عظيم بادشاه قبلائي خان پنهنجي چاچي 'نايان' کي، جنهن هن جي خلاف بغاوت ڪئي هئي، شڪست ڏيئي گرفتار ڪيو هو، تڏهن "خان" هن کي موت جي سزا ڏني هئي؛ سندس موت جو اهو طريقو مقرر ڪيو ويو هو ته نايان کي کٿي ۾ ويڙهي، مضبوط ٻڌي، تيستائين هيڏانهن هوڏانهن لوڏيو ۽ ڇاڇوليو وڃي، جيستائين ڏونڌالجي ڏونڌالجي سندس ساهه نه نڪري وڃي؛ "ڇو ته قبلائي خان کي اها ڳالهه هرگز منظور ڪانه هئي ته سندس شاهي پشت مان ڪنهن فرد جو رت، سج جي ديوتا جي روبرو، مٽيءَ ۾ ملايو وڃي، ۽ ان کي مقدس آسمان جي نظرن ۾ اهڙيءَ طرح ذليل ۽ خوار ڪيو وڃي." "عيسائي پادري، رائڪولڊ، تاتارين جو اهو اصول هيئن ٿو بيان ڪري: 'هڪ خان تخت حاصل ڪرڻ لاءِ ٻئي کي ماريندو ضرور، پر انهيءَ ڳالهه جي سخت خبرداري ڪندو ته ان جو رت ڪنهن طرح نه وهايو وڃي؛ ڇو ته هو

چوندا آهن ته ڪنهن به وڏي خان جي رت ڪي زمين تي هارڻ بلڪل ناجائز آهي، ان ڪري هو خان ڪي پوساڻي مارڻ جو ڪو نه ڪو ڪامياب طريقو ضرور ايجاد ڪري وجهندا آهي. - برما جي شاهي دربار ۾ به ساڳئي قسم جا خيال موجود ڏٺا ويا آهن، جتي شاهي خاندان جي شهزادن جي مارڻ لاءِ هڪ خاص نمونو مقرر ٿيل آهي، جنهن ۾ ان ڳالهه جي ڏاڍي خبرداري ڪئي ويندي آهي ته ڪنهن طرح شاهاڻي رت جو ڦڙو به هيٺ پٽ تي نه ڪري."

شاهاڻي رت ڪي زمين تي نه ڪيرائڻ جي هيءَ جيڪا بندش آهي، سا انهيءَ عام عقيدي جي هڪ خاص صورت آهي، جنهن مطابق رت وهائڻ يا ڪم از ڪم ان ڪي زمين تي ڪيرائڻ ڪي عام طرح هڪ قبيح ۽ ممنوع فعل سمجهيو ويندو آهي. مارڪوپولو* چوي ٿو ته سندس ڏينهن ۾، جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ کي ڪئمبالڪ (پيڪنگ) جي گهٽين ۾ رات جو بيگاهه وقت ۾ پڪڙيو ويندو هو، ته جاچ جوچ کان پوءِ جيڪڏهن هن کي ڪنهن بدتميزيءَ جو ڏوهدار سمجهيو ويندو هو، ته کيس ڏنڊي سان مار ڪيڏي ويندي هئي. "انهيءَ سزا ۾ ڪيترا ماڻهو مري به ويندا آهن، پر هو اهو رستو ان ڪري اختيار ڪندا آهن، ته جيئن رتوڇاڻ کان بچاءُ ٿئي - ڇو ته انهن جا مذهبي ڪتاب چون ٿا ته ماڻهوءَ جو رت وهائڻ سخت گناهه آهي ۽ بري ڳالهه آهي." انگلنڊ جي مغربي سسيڪس ضلعيءَ وارا چوندا آهن ته جنهن زمين جي ٽڪر تي ماڻهوءَ جو رت هاريو ويندو، اهو هميشه لاءِ پڙيل ۽ منحوس رهندو ۽ ان تي ڪا به آبادي ڪانه ٿيندي. ڪن قديمي ماڻهن جي رسم مطابق، جڏهن به سندن قبيلي جي ڪنهن ماڻهوءَ جو رت ڪيڏو پوندو اٿن، تڏهن هو انهيءَ رت کي اهڙي نموني سان ڪيڏندا آهن، جيئن ان جو هڪ قطرو به زمين تي نه ڪري، پر ان جي بدران اهو سڄو رت قبيلي جي ٻين ماڻهن جي جسمن تي ڪي پوي. آسٽريليائي قبائلين ۾ ڪي جڏهن ڇوڪرن جو طهر ڪرڻو هوندو آهي، تڏهن سندن

* جڳ مشهور سياح، جنم: وينس (اٽلي) – ١٢٥٤ع؛ وفات ١٢٩٩ع.

ماڻهو هڪبئي سان اهڙي نموني سان لڳي سمهندا آهن، جو هڪ وڏو ٿلهو ڏهي پوندو آهي ۽ ٻاهر وارن ڇوڪرن کي جيئرن ماڻهن جي اهڙي ٿلهي مٿان وبهاري، پوءِ سندس ٻاهر ڪيو ويندو آهي، جنهنڪري هن جي جسم منجهان خارج ٿيندڙ سمورو رت سندس هم قوم وارن جي جسم تي ٿي ڪرندو آهي. وري جڏهن اهي قبائلي پنهنجي قوم جي ڪنهن نوجوان کي قوم ۾ رسمي داخلا ڏيڻ لاءِ هن جي ڏند پٽڻ جي رسم ادا ڪندا آهن، تڏهن ان کي ڪنهن وڏي مرد جي ڪلهن تي ويهاري پوءِ ان جو ڏند پٽيندا آهن. ٽٽل ڏند مان جيڪو رت نڪري هيٺئين ماڻهوءَ جي ڪلهن يا ڇاتيءَ تي ڪرندو آهي، تنهن کي هو نه اگهندو آهي ۽ نه وري ڌوئي صاف ڪندو آهي. ”گال قوم وارا پنهنجن دشمنن جو رت پيئندا به هئا ۽ ان کي پنهنجن جسمن تي به ٿڦيندا هئا، وري اهو به لکيو ويو آهي ته آئرلينڊ جا قديمي باشندا به ائين ڪندا هئا، ۽ مون آئرلينڊ جي ڪيترن ماڻهن کي ائين ڪندو ڏٺو به آهي- پر دشمن جو رت هو نه پيئندا آهن، رڳو دوستن ۽ پيارن عزيزن جو پيئندا آهن. مثال طور، ليمرڪ وٽ هڪ مشهور و معروف باغيءَ، مروف اوبرائين، جي گردن زدنيءَ وقت مون هڪ پوڙهيءَ عورت کي، ان جي وڍيل سسي کڻي، منجهانئس سڄو رت چوسيندو ڏٺو. هن چيو ته زمين انهيءَ رت کي پيئڻ جي لائق نه آهي، جنهنڪري هن اهو سڄو رت چوسيو، ۽ منهن ۽ ڇاتيءَ تي مکيو. رت پيئندي، هن پنهنجا وار به پٽيا ۽ ڏک پريون دانهون ۽ ڪوڪون به پئي ڪيون.“ جنهن زمين جي ٽڪري تي ڪنهن ويم واريءَ عورت جي رت جو ڪو قطرو ڪري پوندو آهي، ان کي آفريڪا جي ”لانوڪا“ قبيلي وارا لوه جي ڪوڏر سان کرڙي، انهيءَ پاڻيءَ سان گڏ، جيڪو انهيءَ پار واريءَ عورت کي ڌوئڻ وغيره ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، ٽڪر جي ڪنهن برتڻ ۾ بند ڪري، گهر جي ٻاهرئين دروازي جي ڏائي پاسي کان ڪافي هيٺ پورو دفن ڪري ڇڏيندا آهن. اولهه آفريڪا ۾ جيڪڏهن ڪنهن جي رت جا ڪجهه قطرا

زمين تي ڪري پون، ته ڪيس هڪدم انهن کي اتان پير سان ڪُرڙي مٿيءَ هيٺان پوري ڇڏڻو پوندو آهي، پر جيڪڏهن اهي ڪنهن وڻ يا ٻيڙيءَ جي پاسي ۾ ڪرندا آهن، ته ٻيڙيءَ يا وڻ جو اهو رت هاڻو ٽڪر وڍي ان کي ساڙي ڇڏڻو پوندو آهي. آفريڪي علائقن جي انهن رواجن جو هڪ مطلب هي به نظر اچي ٿو ته متان اهو رت ڪنهن شرير قسم جي جادوگر يا ٽوٽي ڦيٽي ڪرڻ واري جي هٿ لڳي ۽ اهو ان سان ڪو اهڙو ضررناڪ ڪم ولي، جو زخميءَ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿئي. اهو ئي سبب آهي، جو اولهه آفريڪا جا ماڻهو زمين تي ڪريل رت کي اتي جو اتي پير سان اگهي ڇڏيندا آهن، ۽ جنهن وڻ جي ڪاٺيءَ تي رت ڪرندو آهي، ان کي وڍي ساڙي ڇڏيندا آهن. اهڙي ئي قسم جي جادوگرن جي ڊپ کان نيوگائنا جا ماڻهو هر انهيءَ شاخ، پن، ٻوٽي يا اڳڙيءَ کي، جنهن تي سندن رت ڪريو هوندو آهي، خبرداريءَ سان ساڙي ڇڏيندا آهن. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن جو رت زمين تي ڪرندو آهي، ته زمين جي انهيءَ ٽڪري کي ڪوڏر سان کوٽي، مٽيءَ کي ولي هيٺ مٿي ڪيو ويندو آهي، جنهن ڪان پوءِ انهيءَ جاءِ تي باه ٻاري ويندي آهي. مئڊاگاسڪر جي "بيٽيليئو" قبيلي وارن ۾ هڪڙن ماڻهن جي جماعت، جنهن کي "رامنگا" يا "نيلو رت" چوندا آهن، عجيب و غريب قسم جا فرائض سر انجام ڏيندي آهي، اميرن، شهزادن ۽ شاهي خاندان سان سڌو تعلق رکندڙ ماڻهن جا وڍيل ننهن ڪائڻ ۽ انهن جي هاريل رت کي چٽڻ انهن جي منصبي فرضن ۾ شامل هوندو آهي. جڏهن به امير ۽ سردار پنهنجا ننهن وڍائيندا آهن، تڏهن انهن ننهن جا آخرين ذرا به ميڙي سيڙي اهي "رامنگا" ڳرڪائي ڇڏيندا آهن. جيڪڏهن ننهن جا وڍيل ٽڪرا وڏا هوندا آهن، ته پوءِ اهي ماڻهو انهن ٽڪرن کي سنهو ڪري يا انهن جو چورو ڪري، پوءِ ڦڪيندا آهن. وري جيڪڏهن شاهي خاندان جو ڪوئي فرد، يا امير وغيره، ننهن وڍيندي، يا ڪنهن تيز ڌار واريءَ چيز تي

پير ڏيڻ ڪري پنهنجو رت ڪري وجهندو آهي، ته ان حالت ۾ 'رامنگا' هن جو رت هر هر ڇڻيندا رهندا آهن، وڏن خاندانن جا امير انهن نيچ طبقي وارن کان سواءِ ڪڏهن به ٻاهر ڪين نڪرندا آهن؛ ۽ جيڪڏهن ڪنهن حالت ۾ هو دستياب نه ٿي سگهندا آهن، ته پوءِ وڏيل ننهن ۽ هيٺ ڪريل رت، مٽيءَ سميت، ڪٿي هڪ هنڌ محفوظ رکيا ويندا آهن، ۽ پهرينءَ فرصت ۾ ڪنهن نه ڪنهن رامنگا کي ڪارايا ويندا آهن. انهيءَ ملڪ جو هرڪوئي امير، ننڍو خواه وڏو، انهيءَ رسم جي سختيءَ سان پوئواري ڪندو رهندو آهي. انهيءَ رسم جو مقصد فقط هيءُ ٿو نظر اچي ته جيئن اهي شيون ڪنهن جادوگر کي نه هٿ اچن ۽ هو انهن مان ناجائز ڪم وٺي، قرابتي جادوءَ جي اصول مطابق ڪين ڪونه ڪو نقصان نه پهچائي.

زمين تي رت وهائڻ کان ايتري احتراز جو مجموعي سبب شايد هيءُ ٿي سگهي ٿو ته اوائلي ماڻهن جو هيءُ اعتقاد هو ته رت ۾ انسان يا جانور جو روح سمايل آهي، جنهنڪري اهو جنهن به زمين جي ٽڪر تي ڪرندو، اهو ان حد تائين مقدس يا اگرو ٿي پوندو. نيوزيلنڊ ۾ جڏهن به زمين جي ٽڪر تي ڪنهن وڏي سردار جي رت جو هڪ قطرو به ڪرندو آهي، سو پاڪ سمجهيو ويندو آهي. مثال طور، اتان جي مقامي ماڻهن جو هڪ گروه هڪ دفعي پنهنجي سردار جي نياز حاصل ڪرڻ لاءِ آيو، ۽ پاڻ سان گڏ هڪ خوبصورت پيڙي آندي هئائون، جنهن ۾ سردار برڪت جا قدم ڦيرائڻ لاءِ آيو. اتفاق سان جيئن هو پيڙيءَ ۾ چڙهي رهيو هو، تيئن ان مان هڪ چوڏو هن جي پير ۾ چڀي ويو، جنهنڪري رت جا ڪجهه قطرا نڪري پيڙيءَ جي ڪاٺيءَ کي لڳي پيا. پيڙيءَ جو مالڪ هڪدم پيڙيءَ مان ٽپو ڏيئي هيٺ لهي پيو، ۽ پيڙيءَ کي پاڻيءَ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍيائون، ۽ ان کي گهلي نيئي سردار جي گهر جي سامهون ڦٽو ڪري ڇڏيائون، ڇو ته اها پاڪ ٿي پيئي هئي ۽ پڻ ڪنهن به ڪم لاءِ هاڻي

بيڪار هئي. هڪ دفعي وري ڪو سردار هڪ عيسائي مبلغ جي ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ ڇت هيٺان هئڻ سبب هن جو مٿو ڇت جي شهتير سان لڳو، جنهنڪري هن جي مٿي مان رت نڪري هيٺ ٽمڻ لڳو. ان تي وحشين هڪدم دانهن ڪري چيو ته "اڳئين زماني ۾ اهو گهر انهيءَ سردار جو هوندو" اهڙيءَ طرح وحشي ماڻهو سردارن ۽ بادشاهن جي رت ڪِرَڻ زمين تي هارڻ کان خاص احتراز ڪندا آهن ۽ شروعات ۾ اهو وهم عام جام هوندو هو ۽ هرهڪ ماڻهوءَ جي رت ڪِري زمين تي ڪِرائڻ کان سخت پرهيز ڪئي ويندي هئي. تان جو زماني گذرڻ کان پوءِ، جيئن هرقسم جي پرهيزن ۽ بندشن جي حالت ۾ ٿيندو آهي، هن پرهيز جي تيزي به ڍري ٿيندي ويئي، ۽ عام ماڻهو ان تي سختيءَ سان عمل ڪري ڪونه سگهيا، جنهنڪري آهستي آهستي انهن انهيءَ پابنديءَ کي خير باد چئي بنهه ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترن زمانن جي باوجود، ڪافي عرصي تائين، وينديءَ ڪٽي ڪٽي اڃا تائين به سردارن ۽ بادشاهن سان اهو قانون لاڳو رهندو پئي آيو آهي.

٥. مٿي تي بندش: ڪيترن ملڪن جا ماڻهو انساني مٿي کي خاص طور پاڪ ڪري سمجهندا آهن ۽ اها خاص پاڪائي ان ڪري انهن هن سبب ڪري منسوب ڪئي ويندي آهي جو عام اعتقاد آهي ته مٿي ۾ اهڙو روح مقيم رهي ٿو، جو بيعزتيءَ يا ڌڪ پهچڻ ڪري ڏاڍو رنج ٿئي ٿو ۽ پين اهڙين ڳالهين جي سلسلي ۾ پڻ تمام حساس ٿئي ٿو. ان ڪري "يوروبا" قبيلي وارا چوندا آهن ته هرهڪ ماڻهوءَ جي اندر تي روح رهن ٿا، جن مان هڪ مٿي ۾ رهندو آهي. انهيءَ کي "اولوري" چوندا آهن، جو انسان جو محافظ، رهنما ۽ سنڀاليندڙ ٿئي ٿو. انهيءَ روح کي خاص طرح پکين جا نذرانا پيش ڪيا ويندا آهن ۽ انهن جو رت ناريل جي تيل سان ملائي واسطيدار ماڻهوءَ جي پيشانيءَ کي ٿڦيو ويندو آهي. برما جا "ڪئرين" قبيلي وارا سمجهندا آهن ته انسان جي دماغ جي مٿين حصي ۾ "تِسو" نالي هڪ

جاندار رهي ٿو. اهو جاندار جيستائين پنهنجي اصلي جاء تي محڪم رهي ٿو، تيستائين ماڻهوءَ کي حرص جي ستن پوتن، طرفان ڪوبه نقصان نٿو پهچي سگهي؛ ”پر جيڪڏهن اهو ٿسو، ملوڙو يا ڪمزور ٿي پوي ٿو، ته پوءِ ان ماڻهوءَ کي ڪوبه ڪو چيهو ضرور پهچندو. ان ڪري مٿي جو خاص خيال رکيو ويندو آهي ۽ ان کي اهڙو لباس پهرايو ويندو آهي، جيڪو انهيءَ ”ٿسو“ کي پسند پوڻ جهڙو هجي.“ سيامي چوندا آهن ته ماڻهوءَ جي مٿي ۾ هڪ روح، ”خوئان“ يا ”ڪئنون“، رهي ٿو، جو ان جو محافظ آهي. انهيءَ حساس روح کي هرقسم جي ڏک کان بچائڻ گهرجي، جنهنڪري وارن ڪوڙائڻ يا وڍائڻ وقت ڪيتريون رسمون ادا ڪرڻيون پونديون آهن. اهو ”ڪئنون“ عزت آبروءَ جي معاملي ۾ ڏاڍو حساس ٿيندو آهي، جنهنڪري واسطيدار ماڻهوءَ جي مٿي کي جيڪڏهن ڪو اجنبي رکو هٿ لائيندو آهي، ته به هو پنهنجي سخت توهين سمجهندو آهي. ڪمبوڊيا جا ماڻهو اهڙيءَ جاء ۾ داخل ٿيڻ کان انڪار ڪندا آهن، جتي سندن مٿي مٿان ڇت مان ڪا چيز لٽڪندي نظر ايندي آهي. اتان جو نيچ ۾ نيچ ۽ ڪمزاد ماڻهو به ڪنهن اهڙيءَ جاء ۾ رهڻ هرگز پسند نه ڪندو، جتي هن جي ڇت مٿان ڪو ٻيو ماڻهو رهندڙ هوندو؛ ان ڪري اُتي صرف هڪ منزله جايون ٺهيل هونديون آهن؛ خود اتان جي حڪومت به انهيءَ اعتقاد جو احترام ڪندي آهي ۽ ڪنهن قيديءَ کي به اهڙيءَ طرح ڇت جي هيٺان رهڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو آهي. ملايا وارن وٽ ساڳيائي وهم موجود آهن؛ اڳئين زماني جو هڪ سياح لکي ٿو ته ”جاوا جا ماڻهو مٿي تي ڪجهه به نه پائيندا آهن ۽ چوندا آهن ته مٿي تي ڪجهه به نه رکڻ گهرجي؛ جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو جاوا جي باشندي جي مٿي تي هٿ رکندو ته هو ان کي قتل ڪرڻ کان به ڪونه ٽرندو؛ اهي هڪ کان وڌيڪ منزلن واريون جڳهون ان ڪري ڪونه ٺهرائيندا آهن ته جيئن ڪين هڪٻئي جي مٿان رهڻ ۽ هلڻ چلڻ جو موقعو پيدا نه ٿئي.“

سچي پالينيشيا ۾ مٿي جي متعلق ساڳئي قسم جو وهم موجود ڏٺو ويو ٿو. ساڳيءَ طرح ماڪئس ٻيٽن جي سردار، گاٽيناوا، لاءِ چيو ويو ٿو ته ”هن جي مٿي کي، يا ڪنهن اهڙيءَ چيز کي هٿ لائڻ، جيڪا هن جي مٿي سان ڪڏهن لڳي هجي، دنيا ۾ عظيم ترين گناه سمجهيو ويندو آهي. ان جي مٿي کي اورانگهي لنگهڻ اهڙي هتڪ ۽ بيعزتي آهي، جا ناقابل معافي آهي.“ اتان جي هڪ پوجاريءَ جي پٽ جي وارن ۽ مٿي تي هڪ دفعي ڪنهن ٻه ٽي قطرا پاڻيءَ جا اڇلايا، جنهن ڪان پوءِ هو زمين تي ليٽڙيون پائيندو، رڙيون ڪندو ۽ منهن مٿو پٽيندو نظر آيو، چو ته ڪنهن گستاخ سندس ’خدائي خصلت‘ جي بيعزتي ڪئي هئي؛ پر نه فقط هتان جا سردار يا پوجاري انهيءَ باري ۾ تقدس جا صاحب آهن، پر ماڪئس ٻيٽن جي هرهڪ باشندي جو مٿو پنهنجي جاءِ تي پاڪ سمجهيو ويندو آهي، جنهنڪري ڪنهن کي به ڪنهن جي مٿي کي ڇهڻ يا ان کي اورانگهي لنگهڻ جي اجازت ڪانهي. ڪو پيءُ به پنهنجي ستل پٽ جي مٿي کي ڪونه اورانگهيندو آهي. ڪنهن به عورت کي اهڙيءَ ڪنهن چيز کي هٿ لائڻ يا کڻڻ جي اجازت ڪانهي، جيڪا ان جي پيءُ يامڙس جي مٿي سان ڪڏهن لڳل رهي هوندي، يا ان جي مٿان لٽڪيل رهي هوندي. ٽونگا جي بادشاه جي مٿي کان مٿي ٿي ويهڻ جي بنه، اجازت ڪانه هوندي هئي. ٽاهٽيءَ جي بادشاه يا رائيءَ جي مٿي جي مٿان جيڪڏهن ڪو هٿ جهليندو هو، ته ان کي موت جو مزو چکايو ويندو هو. ٽاهٽيءَ جي ننڍين ٻارن جي سلسلي ۾ جيستائين ڪي خاص رسمون نه ادا ڪيون وينديون هيون، تيستائين ان جي مٿي کي ڪو به هٿ ڪونه لڳائيندو هو. ان کان اڳ جيڪا به چيز اهڙي ٻار جي مٿي سان لڳندي هئي، سا مقدس سمجهي ويندي هئي، ۽ ان کي ٻار جي بستري جي نزديڪ ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تي رکيو ويندو هو، جنهن کي چوڌاري پَلَوڙو ڏيئي ڇڏيو ويندو هو. جيڪڏهن ٻار جي مٿي کي ڪا وڻ جي ٽاري لڳي ويندي هئي، ته ان ٽاريءَ

کي وڌيو ويندو هو، پر جيڪڏهن اها شاخ ڪرڻ وقت ٻئي ڪنهن پرسان واري وڻ کي لڳي پوندي هئي ۽ ان جي ٽڙ جي چوڌي کي رهنڊي وجهندي هئي، ته پوءِ ان وڻ کي به وڍيو ويندو هو، ڇو ته پوءِ اهو به استعمال جي قابل نه سمجهيو ويندو هو. ٽاهٽيءَ جي باشندي جو مٿو هميشه لاءِ پاڪ سمجهيو ويندو هو، ۽ هو ان جي مٿان نه ته ڪا چيز رکي ڪٿي سگهندو هو ۽ نه وري ان کي هٿ لائي سگهندو هو، ڇو ته اهو به هڪ ڏوهه جو ڪم سمجهيو ويندو هو. ”ماٺوري“ قبيلي جي سردارجو مٿو ايتريقدر ته پاڪ هو، جو ”جيڪڏهن هو پنهنجي مٿي کي آڱرين سان ڇهي وجهندو هو، ته ان کي هڪدم پنهنجون آڱريون نڪ جي ناسن اڳيان جهلي زور سان سنگهڻو پوندو هو ته جيئن مٿي جي پاڪائي، جيڪا هن جي آڱرين کي لڳي پيئي هئي، سا ساهه رستي وري پنهنجيءَ اصلوڪيءَ جاءِ تي وڃي پهچي.“ ماٺوري سردار جي مٿيءَ جي پاڪائيءَ سبب ”هو ٻاهه کي ڦوڪ ڏيئي ٻاري نه سگهندو هو، ڇو ته مٿي جي ڪري ان جو ساهه به پاڪ هو، ۽ ساهه جي ڪري اها ٻاهه به پاڪ ٿي پوي ها، ۽ پوءِ مبادا اتان ڪا ٻاهه جي ٻريل ٻنڊي ڪو بدنيت غلام يا ٻئي ڪنهن قبيلي جو ڪو دشمن ماڻهو ٻاهر ڪڍي وڃي يا مٿان خود اها ٻاهه رڌڻ پچائڻ جي ڪم آندي وڃي! - ۽ جي ائين ٿيو ته اهو سردار يقيناً مري ويندو.“

٢- **وارن ٽي بندش:** جنهن صورت ۾ ماڻهوءَ جو مٿو اهڙو پاڪ هو، جو ان کي هٿ لائڻ به عظيم گناهه هو، ان حالت ۾ وارن جو وڍجڻ ته واقعي تنهان ٿي زياده نازڪ ۽ ڏکيو مسئلو ٿيي ٿي سگهيو- وحشي ماڻهن جي خيال مطابق، انهيءَ مسئلي جا ٻه پهلو آهن ۽ ان ۾ ٽن قسمن جا خطرا ۽ تڪليفون سمايل آهن. هڪ ته ان حالت ۾ ”مٿي جي روح“ جي آرام ۾ خلل پوڻ جو انديشو رهي ٿو، جنهنڪري اهو هر اهڙي ماڻهوءَ کان بدلي وٺڻ لاءِ آماده رهي ٿو، جو ان کي اهڙي نموني سان تڪليف ڏئي ٿو يا خراب خوار ڪري ٿو، پيو ته خود لٿل وارن جو نيڪال هڪ وڏو ۽ ڏکيو مسئلو ٿي پوي

ٿو، ڇو ته هڪ وحشيءَ جو اهو پختو اعتقاد آهي ته سندس جسم ۽ ان جي مختلف حصن ۽ عضون جي درميان اهڙو ته هم آهنگيءَ جو رابطو قائم آهي، جو انهن جي هڪڙي کان جدا ٿيڻ کان پوءِ به، جيڪو هڪ کي نقصان پهچايو ويندو، ان جو اثر ٻئي تي به لازمي طور پوندو. هن باري ۾ وار انساني جسم جو هڪ انتهائي اهم حصو آهن، ۽ ننهن وانگر اهي به جسم کان بغير ڪنهن ظاهري تڪليف جي جدا ٿي سگهن ٿا! ان ڪري هو اها خبرداري ڪندو آهي ته سندس جسم جا اهڙا حصا اهڙين جاين تي نه ڦٽا ڪيا وڃن، جتان اهي سندس ڪنهن دشمن کي هٿ لڳن ۽ هو انهن تي جادوءَ جو اثر وجهي کيس نقصان پهچائي، يا هن جي موت جو ڪو سامان تيار ڪري. اهڙي قسم جا خطرا هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ عام هوندا آهن، پر مقدس ماڻهن کي انهن مان، عام ماڻهن جي ڀيٽ ۾، زياده خطرو لاحق رهي ٿو، جنهنڪري انهن لاءِ جيڪي بندشون، رڪاوٽون يا حفاظتي تدبيرون مقرر ڪيون ويون آهن، سي به نسبتاً زياده سخت هونديون آهن. قديم فرانسيسي بادشاهن کي وار ڪترائڻ نه ڏنا ويندا هئا ۽ ننڍپڻ کان وٺي مرڻ تائين انهن کي جيئڻ جو تيئن وار رکائڻا پوندا هئا، ايترن سارن زلفن کي، جي سندن ڪلهن کان به هيٺ ڪريا پيا هوندا هئا، ڪترائڻ، هنن لاءِ تخت جي حق کان محروميءَ يا دستبرداريءَ جي مترادف هو. جڏهن 'ڪلاڊمير' جي لالچي ۽ ظالم ڀائرن 'ڪلوٽيئر' ۽ 'چائلڊ بيرٽ' پنهنجي مرحوم ڀاءُ جي تخت کي ڦٻائڻ ۽ پنهنجي معصوم ڀائٽين کي انهيءَ وراثت کان محروم ڪرڻ جي نيت ڪئي، تڏهن هنن سڀ کان پهريائين پنهنجن پنهي ننڍڙن ڀائٽين کي وٺي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو ۽ ان کان پوءِ هنن پنهنجي هڪڙي قاصد کي تلوار ۽ ڪئنچي ساڻ ڏيئي، ڇوڪرن جي نانيءَ، راڻي ڪلوٽائيلڊ، ڏانهن پٺرس موڪليو، جنهن وڃي ان کي اهي ٻئي چيزون ڏيکاريون ۽ چيائين ته "يا ته ڇوڪرن جا وار ڪترائي انهن کي زنده رهڻ ڏي، يا ته سندن حياتيءَ تان هٿ کڻ ۽ انهن

جا وار رکڻ ڏي!" مغرور ۽ متڪبّر راڻيءَ معصوم شهزادن جي حياتيءَ جي بدلي ۾ ٻه سندن وار ڪوڙڻ ڪونه ڏنا، ۽ پوءِ شهزادن جي ظالم چاچيءَ، ڪيلوٽيئر، واقعي پنهنجي هٿن سان شهزادن کي قتل ڪري ڇڏيو. ڪئرولين پيڙن مان پونيپ پيٽ جي بادشاه ۽ سندس درٻارين، اميرن ۽ وزيرن کي دراز زلف رکڻا پوندا آهن، جي سندن ڪلهن کان به هيٺ ڪريل هوندا هئا. اولهه آفريڪا جي "هوز" قبيلي وارن شيدين جي "پادرين کي سڄيءَ ڄمار تائين مٿي تي ڪاڪي ڦيرائڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي. جيڪڏهن وار تمام وڏا ٿي ويندا اٿن، ته پوءِ ڪين پنهنجي ديوتا کي منٿ ميڙ ڪرڻي پوندي آهي ته هن کي گهٽ ۾ گهٽ وارن جي ڇيڙين ڪترڻ جي اجازت ڏني وڃي. هو چوندا آهن ته ماڻهوءَ ۾ جيڪو ديوتا مقيم رهي ٿو، سو هن کي وارن وڌائڻ جي ڪڏهن به اختياري ڪونه ڏيندو آهي، پر جيڪڏهن ڪوانهيءَ حڪم جي عدولي ڪندو، ته کيس موت جي سزا ملندي. دراصل ماڻهوءَ جي ديوتا جي رهڻ واري جاءِ سندس وارن ۾ ٿي سمجهي ويندي آهي، تنهنڪري جيڪڏهن انهن کي وڍيو يا ڪوڙيو ويندو، ته اهو ديوتا بي-گهر ٿي پوندو ۽ دربدر ٿي ويندو". 'ماسائي' قوم وارن کي، جن کي مينهن وسائڻ جي طاقت جو مالڪ سمجهيو ويندو آهي، ڏاڙهيءَ جي وارن پٽڻ جي اجازت ڪانه هوندي آهي، ڇو ته هو ائين سمجهندا آهن ته سندن مينهن وسائڻ جي قوت ڏاڙهيءَ جي وارن ۾ هوندي آهي. انهيءَ قوم جو سردار اعظم ۽ سڀئي جادوگر، اهو سبب ڪري، انهيءَ قانون جي پوري تعميل ڪندا آهن، هنن کي اهو وهم هوندو آهي ته جيڪڏهن هو پنهنجون ڏاڙهيون جا وار پٽي ڇڏيندا، ته سندن ڪرامتي طاقتون ناس ٿي وينديون.

ڪن وقتن تي وري اهڙا ماڻهو، جيڪي ڪنهن دشمن کان انتقام وٺڻ لاءِ قسم کڻندا آهن، سي جيستائين پنهنجو قسم پورو نه ڪندا آهن، تيستائين وار نه ونائيندا آهن. اهڙيءَ طرح، مارڪئس پيڙن وارن لاءِ چيو ويندو آهي ته "ڪڏهن ڪڏهن هو، ڪڪ

چوٽيءَ کان سواءِ، جا مٿي جي بالڪل چوٽيءَ وٽ هوندي آهي، سڄو مٿو صاف ڪرائي ڇڏيندا آهن. اها چوٽي ڪن وقتن تي ڪليل ڇڏي ڏيندا آهن، ته ڪڏهن وري ڪنهن ويجهي عزيز جي قتل يا موت جي بدلي وٺڻ جو قسم کڻي، هو ان کي ڳنڍ ڏيئي ڇڏيندا آهن. ان حالت ۾ هو جيستائين پنهنجو قسم پورو ڪونه ڪندا آهن، تيستائين اها چوٽي نه وڍائيندا آهن." قديم زماني جا جرمن به اهڙي قسم جي رسم ادا ڪندا هئا. ڪاڙهين هندستانين جي "چاٽي" قبيلي وارن جا نوجوان جوڌا، جيستائين پهريائين دشمن جي ڪنهن هڪ ماڻهوءَ کي قتل نه ڪندا آهن، تيستائين مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار نه پٽيندا آهن. "تروجا" قبيلي وارن جي ڪنهن ٻار جي وارن ۾ جڏهن تمام گهڻيون جُوئون پئجي وينديون آهن، تڏهن ان جي وارن وڍڻ وقت هيءَ خبرداري ڪئي ويندي آهي، جو سندس روح جي رهڻ لاءِ سندس مٿي تي ڪجهه وار ڇڏيا ويندا آهن، ڇو ته ٻيءَ صورت ۾ سندس روح کي ڪابه پناه جي جاءِ ڪانه بچندي آهي ۽ ٻار بيمار ٿي پوندو آهي. "ڪارو-بٽڪ" قبيلي وارا ٻار جي روح کي هر صورت ۾ ڊيڄارڻ کان ڏاڍي پرهيز ڪندا آهن؛ ان ڪري جڏهن به ڪنهن ٻار جي مٿي جا وار ڪتريندا آهن، تڏهن ان جي هڪ چڳ الڳ ۾ جدا ڪري ڇڏي ڏيندا آهن، ته جيئن ڪٽجيءَ وجهڻ وقت سندس ننڍڙو روح پٺي وڃي انهن وارن ۾ لڪي ويهي، جيڪي ڪترڻ کان بچيا رهندا. گهڻو ڪري وارن جي اها چڳ سندن مٿي تي سڄيءَ عمر تائين، يا ڪم از ڪم بلوغت تائين، ڇڏيل هوندي آهي.

۷- **وارن ڪوڙڻ جون رسمون:** پر جڏهن به وارن ڪوڙڻ يا وڍڻ جي اشد ضرورت محسوس ڪئي ويندي آهي، تڏهن ان جي خطرن کي گهٽ ڪرڻ لاءِ ڪي خاص اپاءَ اختيار ڪيا ويندا آهن. فجي ٻيٽن ۾ رهندڙ "ناموسي" قبيلي وارن جو سردار انهيءَ ڪم ڪرڻ (وارن ڪوڙن) کان پيشتر حفظ ماتقدم جي طور هڪ ماڻهو کائيندو هو. "انهن ۾ هڪ خاص قوم آهي، جنهن کي اهڙو

ماڻهو ڏيٺو پوندو هو، ان جي انتخاب ڪرڻ وقت هو پاڻ ۾ ڏاڍيءَ سنجيدگيءَ سان گڏ ويهي ان بدنصيب جي نالي جو فيصلو ڪندا هئا، ۽ آن ڪان پوءِ قربانيءَ جي هڪ دعوت منعقد ڪندا هئا ته جيئن انهيءَ سردار جي سر مٿان ڪا مصيبت نازل نه ٿئي." مائوري قبيلي وارا وارن ڪٽڻ وقت ڪيترا منتر پڙهندا هئا، انهن مان هڪ منتر انهيءَ چاڪوءَ جي مٿان ڦوڪيو ويندو هو، جنهن سان وار ويڍيا ويندا هئا؛ وارن ويڍڻ ڪري چاڪاڻ ته وڄ ۽ گجگوڙ جي پيدا ٿيڻ جو انديشو هوندو هو، تنهنڪري ان کي روڪڻ لاءِ وري هڪ ٻئي منتر کان ڪم وٺندا هئا. "جيڪو به پنهنجا وار ويڍائي ٿو، سو 'اتوئا' (بد روح) جي فوري قبضي ۾ اچي وڃي ٿو؛ هن کي پنهنجي خاندان ۽ قوم سان رلڻ ملڻ کان هڪدم روڪيو وڃي ٿو؛ کيس پنهنجي کاڌي کي هٿ لائڻ کان منع هوندي آهي؛ هن کي کاڌو به ٻيا ماڻهو کارائيندا آهن؛ نه هو ڪن ڏينهن تائين پنهنجن ماڻهن کي منهن ڏيکاري سگهندو آهي ۽ نه ئي پنهنجن ٻين رواجي شغلن ۾ ڪا دلچسپي ۽ بهرو وٺندو آهي." جيڪو ماڻهو ٻين جا وار ڪوڙيندو آهي، سو به اڳرو ٿي پوندو آهي؛ چاڪاڻ ته هن جي هٿن هڪ پاڪ مٿي کي ڇهي ورتو هو، تنهنڪري هن کي انهن هٿن سان کاڌي کائڻ جي منع هوندي آهي. کيس ٻيا ماڻهو کاڌو کارائيندا آهن، جيڪو پاڪ باه جي مٿان تيار ڪيو ويندو آهي. اها بندش هن تان ٻئي ڏينهن کان اڳ نه لهندي آهي، پر سا به تڏهن لهندي آهي جڏهن هو پاڪ باه تي رڌل پٽاٽي سان پهريائين هٿ ملئيندو آهي. پوءِ انهيءَ پاڪ باه تي وري پيو کاڌو تيار ڪرائي، وارن ويڍيندڙ قبيلي جي اهڙيءَ عورت کي کارايو ويندو آهي، جيڪا سڀني کان عمر ۾ وڏي هوندي آهي. انهن سڀني رسمن جي پوراڻيءَ کان پوءِ ئي مٿانئن اهي سڀ بندشون هٽايون ونديون آهن. نيوزيلنڊ جي ڪن علائقن ۾ سال جو وڏي ۾ وڏو ۽ سڀ کان زياده مقدس ڏينهن اهو هوندو هو، جنهن تي قبيلي جي سڀني ماڻهن جا مٿا ڪوڙيا ويندا هئا.

انهيءَ ڏينهن تي دور دور جي ڳوٺن جا ماڻهو اچي انهيءَ جاءِ تي ڪٺا ٿيندا هئا.

٨. **وڏيل وارن ۽ ننهن جو نيڪال:** ڀر وار ۽ ننهن سلامتيءَ سان وڏجي به وڃن، تڏهن به ان ڪان پوءِ انهن کي نيڪال ڪرڻ جي تڪليف باقي رهي ٿي، ڇاڪاڻ ته انهن جو مالڪ سمجهي ٿو ته هو انهن جي لهڻ ڪري ڪنهن به وقت ڪنهن آفت ۾ مبتلا ٿي سگهي ٿو. دنيا جي هر حصي ۾ هي اعتقاد عام آهي ته وارن ۽ ننهن جي ذريعي ماڻهوءَ تي جادو ٿي سگهي ٿو، ۽ ان اعتقاد جون ثابتيون ايتريون ته گهڻيون آهن، جو هن وقت انهن جي تفصيلن ۾ وڃڻ عبث آهي. انهيءَ اعتقاد جو عام بنياد هي آهي ته انسان جي جسم ۽ ان جي مختلف حصن يا عضون يا اهڙين ٻين شين جي درميان، جيڪي ڪنهن وقت انهيءَ جسم سان وابسته هيون، اهڙو ته گهرو رابطو آهي جو هڪٻئي کان جدا ٿيڻ کان پوءِ به مٿن هڪٻئي جو اثر ٿي سگهي ٿو. هن باري ۾ ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا، جي اميد ته ڪافي ٿيندا. اهي مثال هم آهنگ جادوءَ جي انهيءَ قسم سان وابسته آهن، جنهن کي 'قرابتي جادو' سڏيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو ته پراڻي زماني ۾ مارڪئس ٻيٽن وارن جي دلين ۾ جادوءَ جو ڏاڍو خوف رهندو هو ۽ سندن زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ان جو اثر موجود هوندو هو. اتان جو جادوگر جڏهن ڪنهن دشمن کي نقصان پهچائڻ جو ارادو ڪندو هو، تڏهن هن جي وارن، ننهن، ٿڪن ۽ بدن جي ٻيءَ گندگيءَ مان ذرو ذرو هٿ ڪري، انهن کي هڪ ٻن ۾ ويڙهي، سيني کي هڪ ڌاڳن يا تندن مان اٽيل ٿيلهيءَ ۾ وجهندو هو، جنهن کي عجيب و غريب نموني جون منجهيل سنجهيل ڳنڍيون ڏنل هونديون هيون. پوءِ انهيءَ ٿيلهيءَ کي وڏن سائن سوٽن ۽ ٽوٽن ڦيٽن سان دفن ڪيو ويندو هو، جنهن کان پوءِ واسطيدار ماڻهو انئين ئي ڳرندو سڙندو رهندو هو، تان جو ويهن ڏينهن اندر يا انهيءَ عرصي کان پوءِ غريب مري ويندو هو. اهڙي ماڻهوءَ

جي زندگي تڏهن بچي سگهندي هئي، جڏهن اهي چيزون ڳولي زمين مان ٻاهر ڪڍيون وينديون هيون، ڇو ته انهيءَ جادوءَ جو اثر ان حالت ۾ زائل ٿي ويندو هو. مائوري قبيلي وارن جو جادوگر ڪنهن کان انتقام وٺڻ لاءِ ان تي جادوءَ جو اثر ٻه اڻين ٿي وجهندو هو. واسطيدار ماڻهوءَ جا وار، ننهن، ٽڪون، ٻي گندگي ۽ سندس ڪپڙن مان ڪجهه اڳڙيون هٿ ڪري، انهن جي مٿان ڪي منتر پڙهندو هو، جنهن کان پوءِ انهن سڀني کي وڏي خيال ۽ اهتمام سان دفن ڪندو هو. جيئن جيئن اهي شيون سڙنديون وينديون هيون، تيئن تيئن اهو ماڻهو به ڳرندو ويندو هو، تان جو آخر مري ويندو هو. آسٽريليا جو وحشي جڏهن پنهنجي زال مان تنگ ٿي، ان کان جان ڇڏائڻ جو خواهان ٿيندو آهي، تڏهن هو رات جو هن جي وارن مان هڪ زلف ڪتري، پنهنجي نيزي جي دستي کي ٻڌي، پر واريءَ قوم ڏانهن ڪٽي ويندو آهي؛ اتي وڃڻ کان پوءِ هو پنهنجي ڪنهن دوست کي اهو زلف ۽ نيزو ڏيئي ڇڏيندو آهي، جو وري هر رات نيزي کي قومي باه جي مچ اڳيان زمين ۾ کوڙي ڇڏيندو آهي. جڏهن وارن جي اها ڇڳ نيزي مان جدا ٿي، هيٺ ڪري پوندي آهي، تڏهن هو سمجهندو آهي ته سندس زال مري ويئي هوندي. جنهن نموني سان اهو جادو پنهنجو اثر ڪري ٿو، ان جو طريقو ڊاڪٽر هووٽ کي هڪ ”ويراجوري“ قبيلي جي وحشيءَ هن نموني سان سمجهايو هو: ”جڏهن سياه فام ڊاڪٽر کي ڪنهن ماڻهوءَ جون ڪي شيون هٿ لڳن ٿيون، تڏهن هو انهن کي ڪن ٻين شين سان ملائي باه تي پچائيندو آهي ۽ انهن تي منتر ڦوڪيندو رهندو آهي؛ بس، جيئن باه کي ماڻهوءَ جي بوءِ پهچندي آهي ۽ اها ان کي ساڙيندي آهي، تيئن انهيءَ بدنصيب جو ڪم تمام ٿي ويندو آهي.“

ڪارپيٽيا پيڻن ۾ رهندڙ هُوزوُل قبيلي وارا چوندا آهن ته جيڪڏهن ساڻهوءَ جا وڍيل وار ڪئن کي هٿ لڳندا آهن ۽ هو انهن کي ٻر ۾ نيئي رکندا آهن، جتي اينڊي ويندي انهن کي پيا

لتاڙيندا آهن، ته پوءِ اهو ماڻهو، جنهن جا وار ڪٽا ڪٽي ويا هوندا، سو يا ته چريو ٿي پوندو، يا ڪيس هميشه مٿي جي سور جي بيماري ٿي پوندي. اسان مٿي ڏسي آيا آهيون ته وارن وڍڻ ڪري جيڪا وچ ۾ گجگوڙ پيدا ٿيندي آهي، تنهن کي روڪڻ لاءِ منتر پڙهيا ويندا آهن. ٽائرول جون ڏائڻيون وري ماڻهوءَ جي ڪتريل يا ڦٽيءَ سان نڪتل وارن کي طوفانن آڻڻ ۽ ڳڙي نازل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪنديون آهن. "ٽلنڪيٽ" قبيلي وارا ڳاڙها هندستاني چوندا آهن ته جڏهن به ڪا ننڍي نينگري چوڪري غفلت ڪري، گهر کان ٻاهر نڪري، ڪلئي آسمان هيٺان ٻيهي وارن کي ڦٽي ڏيندي آهي، تڏهن برساتي طوفان ايندو آهي. معلوم ٿئي ٿو ته روسين وٽ به اهو ساڳيو ئي اعتقاد هو، جو ته هو چوندا هئا ته جهاز تي سفر ڪندي وار ۽ ننهن ان وقت لاهڻ گهرجن، جڏهن طوفان لڳي بس ٿي وڃو هجي، ۽ پوءِ ئي وارن وڍڻ جي ڪري نئين سر اهڙي ڪا آفت ڪانه ايندي. اسڪاٽلنڊ جا جابلو رهاڪو چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪنهن به ڀيڻ جو ڀاءُ سمنڊ تي هجي، ته هن کي رات جو ڦٽي ڏيڻ نه گهرجي. جڏهن اولهه آفريڪا جي "چتومبي" قبيلي جو سردار، 'جُمبا'، مري ويندو هو، تڏهن ان جي قبيلي جا سڀ ماڻهو گهرن مان ڊوڙي ايندا هئا، ۽ ان جا وار، ڏند ۽ ننهن پٽي کڻي ويندا هئا، جو ته هو سمجهندا هئا ته جيڪڏهن هن جي لاش سان گڏ اهي شيون به دفن ٿي وينديون، ته برسات ڪانه پوندي. 'انٽزيڪوس' جي ڀيٽ وارن 'ماڪوڪو' قبائلين اتان جي عيسائي مبلغن کي منٿون ڪيون هيون ته هو پنهنجون گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڏاڙهيون انهن کي ڏيئي وڃن، جو اهي ڪين برسات جي جادوءَ جو ڏاڍو سٺو ڪم ڏينديون.

ماڻهوءَ جا وار ۽ ننهن، جنهن صورت ۾ هن جي جسم سان اهڙي گهري رابطي ۾ رهن ٿا، تڏهن ظاهر آهي ته اهڙي ماڻهوءَ کان ڪنهن بري يا چڱي ڪم ڪرائڻ يا هن جي چڱيءَ چال لاءِ هن جي انهن چيزن کي بطورِ يرغمال يا ضمانت جي به استعمال

ڪري سگهجي ٿو، ڇو ته قرابتي جادوءَ جي اصول تي، اهو ماڻهو، جنهن وٽ ڪنهن دشمن جا وار يا ننهن هوندا، سو انهن کي نقصان پهچائڻ سان، انهن جي مالڪ کي به اهڙو ئي نقصان آسانيءَ سان پهچائي سگهي ٿو. ان ڪري، ”نندي“ قبيلي وارا پنهنجي قيديءَ جا وار وڍي رکندا آهن، ته جيئن هو ڀڄڻ جو خيال نه ڪري، ۽ ڊڄي اتي ويٺو رهي؛ وري جڏهن انهيءَ قيديءَ جي زندگيءَ جو معاوضو ڏيئي، سندس ماڻهو هن کي واپس وٺندا آهن، تڏهن سندس وار به، با امانت ان سان گڏ واپس ڪيا ويندا آهن.

وڍيل وارن ۽ ننهن کي نقصان کان بچائڻ لاءِ، يا اهڙن هولناڪ ڪمن کان محفوظ رکڻ لاءِ، جيڪي چالاڪ ۽ هوشيار جادوگر انهن مان وٺڻ چاهيندا آهن، اهو لازمي آهي ته انهن کي ڪنهن محفوظ جاءِ تي رکيو وڃي. مائوري سردار جا وڍيل وار نهايت خبرداريءَ سان ميڙي ڀر واري قبرستان ۾ دفن ڪيا ويندا آهن. ٽاهٽيءَ وارا پنهنجا ڪتريل وار مندرن ۾ دفن ڪندا هئا؛ ”سوڪٽو“ شهر جي گهٽين ۾ موجوده زماني جي هر ڪنهن سياح کي جابجا پٿرن جا ڍگ نظر ايندا، جن جي چيرن ۽ سوراخن: مان وارن جا ڇڳا ڏسڻ ۾ ايندس. هڪ دفعي جڏهن اتان جي هڪ ماڻهوءَ کان ان جو مطلب پڇيو ويو ته هن ٻڌايو ته اتان جا ماڻهو جڏهن پنهنجا وار وڍائيندا آهن، تڏهن انهن کي ويڙهي سيڙهي، انهن پٿرن ۾ ٽنبي ڇڏيندا آهن- ”ڇو ته پٿرن جا اهي سڀيئي ڍڳ ديوتا جا پاڪ آستانا آهن، جنهنڪري اهي محفوظ آهن ۽ انهن کي ڪوبه ماڻهو ڏاهڻ جي همت ڪونه ڪري سگهندو آهي.“ هن کي وڌيڪ معلوم ٿيو ته وارن کي اهڙيءَ طرح رکي ڇڏڻ جو مطلب هي به هو ته جيئن اهي ڪنهن جادوگر يا ڏائڻ کي هٿ نه لڳن. جڏهن سيام جي ڪنهن ڇوڪري جي چوٽي وڍي ويندي آهي، تڏهن ان جي ننڍڙن وارن کي ڪيوڙي جي پن ۾ ويڙهي ڀر واريءَ ڪنهن وهندڙ نهر يا درياه ۾ لوڙهي ڇڏيندا آهن. جيئن جيئن اهي وار پاڻيءَ ۾ لڙهي دور دور

نڪرندا ويندا آهن، تيئن تيئن واسطيدار ڇوڪري جون بدبختيون ۽ بڇڙايون بہ پري پڇنديون ويندون آهن. باقي چوٽيءَ جا وڏا وار تيستائين رکي ڇڏيندا آهن جيستائين ڇوڪرو مهاتما ٻڌ جي قدم جي نشان جي زيارت ڪرڻ ويندو آهي، جو مقدس پربت تي آهي. اهي وار اتان جي پنڊتن کي ڏنا ويندا آهن، جن مان هنن کي ننڍڙيون ٻهاريون ٺاهي گوتم ٻڌ جي قدم کي صاف ڪرڻو هوندو آهي؛ پر هرسال وارن جا ايترا تہ ڍڳ اچي جمع ٿيندا آهن، جو پنڊتن کي سنڀالڻ ڏکيا ٿي پوندا آهن. ان ڪري جيئن ئي زائرين ٻئي ڏيندا آهن، تيئن پنڊت وارن جي انهن ڍڳن کي تيلي ڏيئي ساڙي ڇڏيندا آهن. اسين مٿي ڏسي آيا آهيون تہ روم جي فلئمن ڊيالس جي وڍيل وارن کي مقدس درخت جي هيٺان دفن ڪيو ويندو هو. پاڪ باھ کي قائم رکڻ وارين پاڪ ڪنوارين ڇوڪرين جا ڪتريل وار قديم ڪنول-وڻ جي شاخ ۾ لٽڪايا ويندا هئا.

عام طرح، وڍيل وار ڪنهن بہ خفيہ جاءِ تي دفن ڪيا ويندا آهن ۽ اهو ضروري نہ سمجهيو ويندو آهي تہ انهن کي هروڀرو ڪنهن مندر يا قبرستان ۾ دفن ڪيو وڃي، يا ڪنهن خاص وڻ تي لٽڪايو وڃي، جيئن اسين مٿي ڏسي آيا آهيون. اهڙيءَ طرح، سوابيا جي علائقي ۾ چوندا آهن تہ وارن کي اهڙي هنڌ دفن ڪرڻ گهرجي، جتي انهن تي نہ سج جي روشنائي پوي ۽ نہ چنڊ جي چانڊوڪي؛ يعني، اهي زمين ۾ پوري يا ڪنهن وڏي پٿر هيٺان رکي ڇڏجن. ڊئنزگ وارا وري پنهنجن وارن کي ٿيلهيءَ ۾ بند ڪري، گهر جي چائنٺ وٽ دفن ڪري ڇڏيندا آهن. سالومن ٻيٽن مان هڪ ٻيٽ، ”آغي“، جا ماڻهو بہ پنهنجن لٿل وارن کي ان ڪري دفن ڪندا آهن تہ متان اهي ڪنهن دشمن کي هٿ لڳن ۽ هو انهن تي جادو ڪري، کين تڪليف پهچائي. ميلانيشا ۾ بہ انهيءَ ساڳئي ڊپ کان ماڻهو پنهنجا ڪتريل وار ۽ ننهن لڪائيندا آهن. ڏکڻ آفريڪا جي ڪيترن قبيلن ۾ بہ ساڳي رسم موجود

آهي، ڇو ته اتان جا ماڻهو ٻه جادوگرن کان ڊڄندا آهن ته متان اهي سندن وارن ۽ ننهن جي ذريعي ڪين ڪو نقصان پهچائين. "ڪافر" قبيلي وارا ته اڃا ٻه ٻه ٽي قدم اڳتي وڌيل آهن ۽ ان ڳالهه جي ڏاڍي خبرداري ڪندا آهن ته سندن جسم جو ڪوبه جدا ٿيل حصو يا عضوو دشمن جي هٿ نه چڙهي؛ ڇو ته هو نه فقط پنهنجا وڌيل وار ۽ ننهن ڪنهن مخفي جاءِ ۾ دفن ڪندا آهن، پر "جڏهن ٻه ڪو ماڻهو ٻئي ڪنهن جون جُوون ڪڍندو آهي، تڏهن انهن کي حفاظت سان سنڀالي، زنده حالت ۾ انهيءَ ماڻهوءَ جي سپرد ڪندو آهي، جنهن جي مٿي مان اهي نڪرنديون آهن، ڇو ته هو پنهنجي اعتقاد مطابق ائين سمجهندا آهن ته جيئن اهي جُوون انهيءَ ماڻهوءَ جي رت مان آسريون هيون، جنهن جي مٿي مان اهي نڪتيون هيون، تنهن صورت ۾ جيڪڏهن انهن کي ٻئي ڪنهن جي قبضي ۾ ڏبو، ته ان جي معنيٰ اها ٿيندي ته ان جو رت ٻئي جي قبضي ۾ ڏنو ويو، جنهنڪري امڪان آهي ته هو جوئن واري ماڻهوءَ کي جادوءَ ذريعي ڪو ضرر پهچائي."

ڪڏهن ڪڏهن وار ۽ ننهن انهيءَ ڊپ کان لڪايا نه ويندا آهن ته اهي ڪنهن دشمن جي ور نه چڙهي وڃن؛ پر ڪن ڪن قومن جو وري اعتقاد هيءُ آهي ته موت کان پوءِ پيو دفعو ماڻهو جيئرو ٿي اٿندو، ان ڪري اهي شيون هڪ اهڙي هنڌ دفن ڪيون وينديون آهن ته جيئن ان وقت آسانيءَ سان هٿ لڳن ۽ انهن کي ڳولڻو نه پوي. ان ڪري پيروءَ جي 'انڪاس' قبيلي وارا پنهنجا وڌيل وار ۽ ننهن ڪٽي ڪنهن جاءِ تي ڏاڍيءَ حفاظت سان لڪائي رکندا آهن، حتيٰ ڪ ڦڻيءَ ڏيڻ سان جيڪي وار ٽٽي ڪري پونداهاڻن، سي به هو چونڊي ديوارن جي چيرن ۽ سوراخن ۾ ٽنبي ڇڏيندا آهن؛ جيڪڏهن انهن مان ڪوبه وار يا ننهن هيٺ ڪري پوندو آهي ۽ قبيلي جو ڪوبه ماڻهو ان کي ڏسي وٺندو آهي، ته ان کي هڪدم زمين تان کڻي، ان جي اصلوڪيءَ جاءِ تي رکي ڇڏيندو آهي. مون ڪيترن وقتن تي

مختلف ڳالھين هندستانين کان پڇيو ته هو ائين ڇو ٿا ڪن؟ منهنجو مطلب فقط اهو هو ته ڏسان ته هو ڪھڙو جواب ٿا ڏين! ڏٺم ته انهن مان هرهڪ ساڳيو ئي جواب پئي ڏنو ته "توکي اها خبر هئڻ گهرجي ته جيڪي به ماڻهوڄاوا آهن ۽ مئا آهن، سي ڪنهن نه ڪنهن وقت دوباره زنده ٿيندا، ۽ ان وقت سيني روحن کي پنهنجي خاڪي جسم جي هرهڪ چيز سميت قبرن مان ٻاهر نڪرڻو پوندو، ان ڪري اسين پنهنجا وار ۽ ننهن هڪ جاءِ تي جمع ڪري رکندا آهيون ته جيئن ان وقت، جڏهن چوڌاري ڏڪ ڏوڙ ۽ تڙتڪڙ لڳندي ۽ هرهڪ پنهنجيءَ ۾ پورو هوندو، تڏهن ڪنهن کي به وار ۽ ننهن ڊونڊوڻا نه پون، ساڳئي ئي سبب ڪري، جيڪڏهن ٿي سگهندو آهي، ته اسين ٿڪ به هڪ ئي جاءِ تي اڇلڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون." ساڳيءَ طرح ترڪ به پنهنجن وڍيل ننهن کي ڪڏهن ڪونه اڇلائيندا آهن، پر انهن کي هڪ جاءِ تي لڪائي رکي ڇڏيندا آهن، ته جيئن دوباره زنده ٿيڻ وقت آسانيءَ سان اهي کين ملي سگهن. آرمينيا جا ماڻهو به پنهنجا وڍيل وار، ننهن ۽ نڪتل ڏند ڪونه اڇلائيندا آهن، پر انهن کي ڪن پاڪ جاين ۾ لڪائي رکندا آهن، جهڙوڪ ديولين جي ديوارن جي ڇيرن ۽ سوراخن ۾، گهر جي شهتيرن ۾، يا وڻن جي ٽنگن وغيره ۾. هو سمجهندا آهن ته انهن کي پنهنجن جسمن جا سڀ وڍيل حصا ۽ عضوا قيامت جي ڏينهن ڏيکارڻا پوندا ۽ جنهن به انهن کي ڪنهن محفوظ جاءِ تي نه لڪائي رکيو هوندو ته پوءِ کيس انهيءَ وڏي ڏينهن تي اهي سڀ چيزون ڳولي هٿ ڪرڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي. آئرلنڊ ۾ 'ڊرم ڪورنات' جي ڳوٺ ۾ هڪڙيون پوڙهيون زالون هيون، جن انجيل پاڪ ۾ اهو ڏٺو هو ته الله پاڪ کي ماڻهن جي وارن جي تعداد جي به ڄاڻ آهي، ان ڪري هنن کي اهو وهم اچي ويٺو ته قيامت جي ڏينهن انهن کي انهن سيني وارن جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو ۽ کين اهي سڀ وار با امانت ڏيکارڻا پوندا، انهيءَ خيال کان هو پوءِ پنهنجي مٿي مان ڪريل وار

پنهنجن جهوپڙين جي، ڇتين وارن ڪکن ۽ ڪانن ۾ ڇونڊي ڇونڊي دٻائي لڪائي رکي ڇڏيندا هئا.

ڪي ماڻهو وري پنهنجن لٽل وارن کي باه ۾ ساڙي ڇڏيندا آهن ته جيئن اهي ڪنهن جادوگر جي ور نه چڙهي وڃن. پٽيگونيا ۽ وڪٽوريا وارن علائقن ۾ رهندڙ قومن وارا عام طور ائين ڪندا آهن. آپٽر ووسيجيز وارا چوندا آهن ته پنهنجن وارن ۽ ننهن کي هيتي هٽي هرگز نه رلڻ ڏجي، جادوگرن کي انهن ڇيڙن جي استعمال ڪرڻ کان ناڪام بنائڻ لاءِ انهن کي ساڙي ڇڏڻ گهرجي. اٽليءَ جون عورتون ان ڪري ڦٽيءَ ۾ ڦاٽل وار ڪيري يا ته باه ۾ ساڙي ڇڏينديون آهن، يا وري ڪنهن اهڙي هنڌ لڪائي ڇڏينديون آهن، جتي انهن تي ڪنهن جي به نظر نه پوي. ڏائڻين ۽ جادوگرن جو ڊپ گهڻو ڪري دنيا جي سڀني ماڻهن ۾ عام جام آهي، جنهنڪري اوله آفريڪا جي حبشي 'ماڪولولو' قبيلي وارا ۽ ڏاهٽيءَ جا ماڻهو وارن ۽ ننهن کي يا ته دفن ڪري ڇڏيندا آهن يا وري انهن کي ساڙي ڇڏيندا آهن. ٽائرول وارا وري پنهنجن وارن کي ان ڪري ساڙيندا آهن ته متان اهي ڪنهن ڏائڻ کي هٿ لڳن ۽ اها انهن جي مدد سان ڪو طوفان نازل ڪري. پيا وري انهن کي ان ڪري ساڙي ڇڏيندا آهن ته متان ڪي پکي اهي ڪٽي وڃن ۽ وڃي پنهنجن آکيرن ۾ رکن، ڇو ته ان حالت ۾ واسطيدار ماڻهوءَ کي، جنهن جي مٿي جا اهي وار هوندا، مٿي ۾ سخت سور پوندو رهندو.

وارن ۽ ننهن کي ناس ڪرڻ جو اهو دستور اٿهڪندڙ خيال جو نتيجو آهي. جسم جي انهن حصن کي ناس ڪرڻ جو اهو ئي مقصد آهي ته جيئن اهي ڪنهن جادوگر کي هٿ نه لڳن ۽ هو انهن جي ذريعي انهيءَ جسم کي نقصان نه پهچائي، جنهن سان انهن جو رابطو هو ۽ جنهن کان اهي جدا ڪيا ويا آهن. انهيءَ خيال جو سڄو دارومدار انهيءَ اعتقاد تي منحصر آهي ته جسم ۽ ان جي مختلف عضون يا حصن ۾ اهڙو هم آهنگ رابطو رهي

ٿو، جو انهن مان جنهن ٻه هڪ کي ڪو نقصان يا ضرر پهچايو ويندو، ته ساڳيو ئي نقصان ٻئي کي به پهچندو. پوءِ جڏهن اهو رابطو اچا تائين قائم آهي، ته پوءِ ظاهر آهي ته وارن ۽ ننهن کي هٿ سان ساڙڻ ڪري ٻه انهيءَ ساڳئي جسم کي اهڙي ئي تڪليف پهچڻ گهرجي، جنهن کان ان کي بچائڻ لاءِ انهن جي ساڙڻ جو ايڏو سارو اهتمام ڪيو ويو.

۹. ڏڪ اچلائڻ تي بندش: جن اعتقادن، خيالن ۽ نظرين جي ماتحت دنيا جي مختلف قبائلين ۽ قومن، وارن ۽ ننهن کي اچلائي ڇڏڻ تي ايتري سخت بندش وڌي آهي، انهن ساڳين خيالن کان متاثر ٿي، ڪن ٻين يا انهن ساڳين قومن ڏڪ کي بيڪار سمجهي لاپرواهيءَ سان اچلائي ڇڏڻ تي به پابندي عائد ڪئي آهي. ڇوته هم آهنگ جادوءَ جي اصول جي تحت، ڏڪ تي، جا انساني جسم جو حصو آهي، جادوءَ جو عمل ڪري، ڏڪ اچلائيندڙ کي نقصان پهچائي سگهجي ٿو. ”چاٺاوٽ“ قبيلي جو ڳاڙهو هندستاني دشمن کي ضرر رسائڻ لاءِ هن جي ڏڪ ڪٺي ڪري، ان کي ٻڌائي جي وچ ۾ بند ڪري، باه تي پچائيندو آهي؛ جيئن ٻڌائو پچندو ۽ سڪندو ويندو آهي، تيئن هن جي خيال موجب، دشمن به سڙندو ۽ پچندو رهندو آهي؛ يا ته وري هو ان ڏڪ کي ڏيڏر جي پيٽ ۾ بند ڪري، ان کي ڪنهن اهڙي درياه ۾ ڦٽو ڪندو آهي، جنهن ۾ نه پيڙي هلي سگهندي آهي ۽ نه ڪو ماڻهو گهڙي سگهندو آهي، جنهنڪري سندس دشمن انتهائي درد و ڪرب کان دانهون ڪوڪون ڪندو رهندو ۽ ڏڪندو ڦرڪندو رهندو. نيوزيلنڊ جي آرويرا ضلعي جا وحشي جادوءَ جي هنر جا ڪاريگر سمجهيا ويندا هئا: ڇيو وڃي ٿو ته هو ماڻهن کي پاڳل بنائڻ يا ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسائڻ لاءِ انهن جي ڏڪن کي استعمال ڪندا هئا. ان ڪري جيڪي به اجنبي اتي ويندا هئا، سي اها خبرداري ڪندا هئا ته سندن ڏڪون ڪنهن دشمن کي هٿ نه لڳن. اهڙي نموني سان ڏکڻ ۽ اولهه آفريڪا جا حبشي

دشمن جي روبرو يا ان جي موجودگيءَ ۾ ڪڏهن به ٽڪ نه اڇلائيندا آهن، ته متان سندن دشمن ٽڪن کي ميڙي پنهنجي جادوگر جي حوالي ڪن، جو ان کي جادوءَ جي ڪن دوائن سان ملائي اهڙو مرڪب نه تيار ڪري، جنهن مان ڪين ڪو نقصان پهچي. ايتريقدر جو انهن جي گهرن ۾ اها خاص خبرداري رکي ويندي آهي ته مرد جيڪي ٽڪون اڇلائيندا آهن، تن کي خبرداريءَ سان زمين تان ڪرڙي لاٿو ويندو آهي، ۽ انهن جي آلن نشانن کي به محنت سان مٽايو ويندو آهي.

جنهن صورت ۾ عام ماڻهو ايتري خبرداري ڪندا آهن، ته پوءِ بادشاه ۽ سردار ته يقيناً پيٽيءَ حفاظت جا مستحق آهن. مٽنڊوچُ پيٽ ۾ بادشاه ۽ سردارن سان خاص رازدار نوڪر ٿيا هوندا هئا، جي پنهنجن آقائن سان گڏ اگالدان کڻي هلندا هئا، جن ۾ اهي ٽڪون اڇلائيندا هئا. اهي نوڪر هر صبح جو پنهنجن مالڪن جون ٽڪون زمين ۾ کڏ کڻي دفن ڪري ڇڏيندا هئا، ته جيئن ڪنهن دشمن يا جادوگر کي هٿ نه اچن. سليوڪوسٽ جي بادشاه ۽ اميرن جون ٽڪون به انهيءَ ڪري زمين ۾ اڇلايون انهن جي مٿان مٽي وجهي ڇڏيندا آهن. ڏکڻ نائيجيريا جي علائقي ۾ رهندڙ ’تابالي‘ قوم وارن جي سردار جي ٽڪن جي باري ۾ به ساڳيوئي احتياط ڪيو ويندو آهي.

رت ۽ لڙل ننهن وانگر، ٽڪ تي به جادوءَ جا عمل ٿي سگهن ٿا، جنهنڪري پهرين پن چيزن وانگر، ٽڪ کي به وعدي يا عهدنامي يا انجام جو موزون مادي بنياد بڻايو ويندو آهي، ڇو ته معاهدي ڪندڙ ٻئي ڌريون هڪٻئي جي ٽڪن جي متاسنا ڪرڻ سان هڪٻئي کي پنهنجي نيڪ نيتيءَ جو يقين ڏياري سگهنديون آهن. انهن مان جڏهن به ڪا هڪ ڌر وعده خلافي ڪرڻ تي آماده ٿيندي آهي، تڏهن ٻئي طرف وارا ان کي سندس ٽڪ جي ذريعي موزون سزا ڏيندا آهن. معاهدي ڪرڻ وقت هو هڪٻئي جو ٽڪون ديلين ۾ وٺي بند ڪري پاڻ سان کڻي ويندا آهن،

جي هو پوءِ پنهنجي پنهنجي قبضي ۾ رکندا آهن. اوڀر آفريڪا جا ”واجاگا“ قبيلي وارا جڏهن کو عهدنامو ڪرڻ چاهيندا آهن، تڏهن ٻئي ڌريون هڪ هنڌ ويهي، وچ تي ڪير يا بيئر (شراب) جا برتن رکنديون آهن، ان کان پوءِ هو منتر پڙهي انهيءَ برتن تي ڦوڪيندا آهن ۽ هڪ ڌر جو اڳوان ان مان ڍڪ ٻئي، ٻيءَ ڌر واري اڳوان جي وات ۾ گرڙي ڪندو آهي، جا هو ٻي ويندو آهي، ساڳئي طريقي سان وري ٻيءَ ڌر وارو اڳوان ٻه ائين ئي ڪندو آهي. ڪن ڪن موقعن تي، جڏهن ڪنهن معاملي کي ترت طي ڪرڻو هوندو آهي ۽ ڪير يا بيئر وغيره آسانيءَ سان دستياب ڪونه ٿي سگهندو آهي، تڏهن پنهي ڌرين جا مُهندار هڪٻئي جي وات ۾ ٿڪ وجهي، عهدنامي کي اڳيو پوءِ پختو ڪري ڇڏيندا آهن.

١٠- کن کاڌن تي بندش: وحشيءَ جي وهمن جو مرڪز سڀ کان زياده سندس کاڌي جون شيون آهن، مٿي گهڻن هنڌن تي معلوم ڪري آيا آهيون ته هو ڪيترن جانورن جي گوشت، ۽ جهنگلي ٻوٽن ۽ ميون کائڻ کان، جيڪي هونئن پنهنجي ليکي طاقتور ۽ لذيذ غذائون هونديون آهن، ڪن وهمن ۽ اعتقادن جي ماتحت، پرهيز ڪندو آهي، ڇو ته هو انهن کي ڪنهن نه ڪنهن سبب جي ڪري، کائڻ واري لاءِ نقصانڪار ۽ موتمار تصور ڪندو آهي. اهڙين پرهيزن جا مثال ايترا ته بيشمار آهن، جو انهن سڀني جو هتي ذڪر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. عام ماڻهو جڏهن رواجي وهم ۽ ڊپ کان متاثر ٿي، کاڌي جي ڪيترين شين کان دور رهجي ٿو، ته پوءِ بادشاهن ۽ پوڄارين يا مذهبي رهنمائن ۽ ٻين پاڪ هستين لاءِ ظاهر آهي ته انهيءَ سلسلي ۾ لازمي طور زياده پابنديون عائد ٿيل هونديون. اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته روم جي فلئمن ڊيالس کي ڪيترين چيزن کان، خاص طرح ڪچي گوشت کي ڏسڻ ۽ هٿ لائڻ کان، ڏاڍي سخت منع ٿيل هئي ۽ ساڳئي نموني سان مصري شهنشاهن کي بدڪن ۽ آڙين جي گوشت کان

سواءِ ٻئي ڪنهن به جانور يا پکيءَ جي گوشت استعمال ڪرڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي. پراڻي زماني ۾ ڪيترن ئي وحشي قومن جي بادشاهن ۾ پادرين کي گوشت استعمال ڪرڻ کان سخت منع ٿيل هئي. لوئانگو جي ساحل وارن ”گانگا“ پادرين کي ڪيترن قسمن جي جانورن ۽ پکين جي رڳو شڪل ڏسڻ کان به منع ٿيل هوندي آهي، جنهنڪري هو ويچارا گهڻن قسمن جي جانورن ۽ پکين جو گوشت نه کائي سگهندا آهن. ڪيترن وقتن تي انهن کي فقط جهنگلي ميون تي گذر ڪرڻو پوندو آهي... جيئوٽيڪ کين تازي رت پيئڻ جي سا اجازت هوندي آهي. لوئانگو جي تخت جي وارث کي ننڍي هوندي کان وٺي خنزير جي گوشت کائڻ جي سخت ممانعت ٿيل هوندي آهي. ننڍيءَ چمار کان ئي کيس ٻين سان گڏ ويهي ’ڪولا‘ ڦل کائڻ جي به منع آهي. بلوغت کي پهچڻ وقت هن کي سند ن پادري اهو سبق سيکاريندو آهي ته هو جن پکين يا جانورن کي شڪار ڪري، ماري ۽ پچائي سگهي، انهن کي ئي کائي، باقي ٻيا سڀ پکي ۽ جانور مٿس حرام آهن، اهڙيءَ طرح، هن جي عمر سان گڏ، مٿس بندشون به وڌنديون وينديون آهن. فرننڊوپو جي حاڪم کي، تخت تي ويهڻ کان پوءِ، ’ڪو‘ (هڪ قسم جو مقامي جانور)، هرڻ ۽ سيڙهه جي گوشت کائڻ کان منع ڪئي ويندي آهي؛ رواجي طرح انهن جانورن جو گوشت اتان جي عام ماڻهن جي رواجي ۽ عام غذا آهي. ”ماسائي“ قبيلي وارن جو پوچاري ماڪيءَ، کير ۽ ٻڪريءَ جي ٻڪل جيري کان سواءِ ٻيو ڪاڏو ڪونه کائيندو آهي؛ چوڻ ته جيڪڏهن هو انهيءَ قانون جي انحرافي ڪندو ته هو پيشينگوئي ڪرڻ جي طاقت کان محروم ٿي ويندو ۽ ساڳئي وقت سندس جادوءَ جو اثر به زائل ٿي ويندو.

١١- **ڇلن ۽ ڳنڍين ذي بندش:** اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته فلئمن ڊيالس تي جيڪي متعدد بندشون عائد ٿيل هيون، تن مان هي به خاص هيون ته هن کي پنهنجن ڪپڙن ۾ ڪنهن به جاءِ

تي ڪنهن به قسم جي گنڊ ڏيڻ جي اجازت نه هئي، ۽ سواءِ
هڪ پڪل منڊيءَ جي، ٻي ڪا به سئي ۽ سچي منڊي يا ڇلو آڱر ۾
وجهڻ هن لاءِ ممنوع هو. ساڳئي طريقي سان جيڪي
مسلمان زائرين مڪي (شريف) ڏانهن ويندا آهن، تن تي به
اهڙي ئي بندش هوندي آهي ته هو نه ڪا گنڊ ڏيئي سگهندا
آهن ۽ نه وري ڪو ڇلو يا منڊي ئي پائي سگهندا آهن، ڇو
ته هو انهيءَ عرصي ۾ پاڪائيءَ جي حالت ۾ هوندا آهن. اهي
گنڍيون ۽ منڊيون جا قانون گهڻو ڪري هڪ جهڙا ئي معلوم ٿين
ٿا، جنهنڪري انهن تي هڪ ئي وقت غور ڪرڻ گهرجي. گنڍين
جي مسئلي تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته دنيا جي ڪيترن
ملڪن جا ماڻهو ڪن خاص موسمن ۾ ۽ وقتن تي گنڍين ڏيڻ
کان پرهيز ڪندا آهن – خاص طرح شاديءَ، موت يا ويم جي
وقتن تي. ان ڪري ٽرانسلوانيا جي سئڪسن نسل وارن ماڻهن
۾ هي رواج آهي ته جڏهن به سندن گهرن ۾ ويم ٿيندو آهي،
تڏهن ٻار ڄڻڻ واريءَ عورت جي سڀني ڪپڙن جون گنڍيون کوليون
وينديون آهن، نه فقط ايترو، پر ان گهر جي درن، درين ۽ پيٽين
جا ڪلف به کوليا ويندا آهن، ڇو ته هو سمجهندا آهن ته ائين
ڪرڻ سان ويم ۾ آساني ٿيندي. ساڳئي نموني سان لئپلئنڊ جا
باشندا به انهيءَ قسم جي وهم ۾ مبتلا رهن ٿا ته ويم واريءَ زال
جي جسم تي ڪا به گنڊ نه رهڻ ڏجي، ڇو ته ٻيءَ حالت ۾ سندس
ويم ڏکيو ۽ دردناڪ ٿيندو. ايسٽ انڊيز ۾ وري حمل جي
سڄي عرصي تائين انهيءَ وهم مطابق عمل ڪيو ويندو آهي،
آتي چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪا حامله عورت پنهنجن هٿن سان
گنڍيون ٻڌندي يا چوٽيون ڪندي يا ڪنهن به چيز کي مضبوطيءَ
سان ٻڌندي، ته ان جي نتيجي ۾ سندس ٻار سندس پيٽ ۾ گهٽجي
مري ويندو، يا ويم ڪرڻ وقت ڪيس درد زه ۾ بي انتها تڪليف
ٿيندي، ڪيترا ته وري پيٽ واريءَ زال جي مرد کي به انهن
قانونن تي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪندا آهن. بحري ڊاڪ

قبيلي وارن ۾ ائين ئي ڪندا آهن، يعني پيٽ واري زال ۽ سندس مڙس، حمل جي سڄي عرصي جي دوران ۾، ڪنهن به چيز کي ڳنڍ ڏئي سان نه ٻڌندا آهن ۽ نه وري پنهنجن هٿن سان ئي ڪنهن شيءِ کي مضبوطيءَ سان جڪڙي يا جهلي سگهندا آهن. شمالي سيليبس جي رهاڪن ۾ به بلڪل ساڳئي قسم جو وهم آهي. حامله عورت جڏهن چوٿون يا پنجون مهينو پورو ڪندي آهي، تڏهن هڪ خاص رسم ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن کان پوءِ مرد کي، ڪيترين ئي پابندين سان گڏوگڏ، مضبوط ڳنڍيون ڏيڻ ۽ هڪ ٽنگ ٻيءَ تي رکي ويهڻ کان هرصورت ۾ پرهيز ڪرڻي پوندي آهي.

انهن سڀني حالتن ۾ بنيادي خيال اهو نظر اچي رهيو آهي ته ڳنڍ ڏيڻ ڪري، جيئن ايسٿ انڊيز وارا چوندا آهن، "عورت کي ڳنڍ اچي ويندي"- يعني هن جي ويم ۾ رڪاوٽ پوندي، يا ان جو ويم روڪجي ويندو، يا ويم کان پوءِ سندس چڱي ڀلي ٿيڻ جو امڪان نه رهندو- ڇو ته هم آهنگ يا نقالي جادوءَ جي اصولن مطابق جيئن ڌاڳي تي ڳنڍ جي ڪري رڪاوٽ حائل ٿي وڃي ٿي، ائين عورت جي جسم اندر ٻار جي اخراج جي رستي ۾ اهڙي ئي قسم جي رڪاوٽ پوندي. انهيءَ وهم جو مطلب ۽ مقصد اوله آفريڪا جي "هوز" قبيلي وارن جي هڪ رسم مان، جا هو ڏکئي ويم جي وقت ادا ڪندا آهن، چڱيءَ طرح سمجهه ۾ اچي ٿو. جڏهن به انهن جي ڪنهن عورت کي سخت سور ٿيندا آهن ۽ هو ٻار نه ڄڻي سگهندي آهي، تڏهن ان جا وارث پنهنجي جادوگر کي سڏائيندا آهن. هو عورت کي ڏسي چوندو آهي ته "ٻار پيٽ ۾ ٻڌو پيو آهي، جنهنڪري ٻاهر نڪري نٿو اچي سگهي". پوءِ، حامله عورت جي مائٽياڻين جي منٿ ميڙ ڪرڻ تي، هو انهيءَ ڳنڍ کي کولڻ لاءِ تيار ٿيندو آهي. ان کان پوءِ هو ڪن سڙن کي پيلي مان ڪنهن ٿلهيءَ ۽ مضبوط ول آڻڻ لاءِ حڪم ڏيندو آهي، جنهن سان هو ٻار ڄڻيندڙ عورت جا هٿ سندس پشت جي طرف مضبوطيءَ سان جڪڙي ٻڌندو آهي. ان کان پوءِ

هو ان عورت جو نالو وٺندو ويندو آهي، ۽ جڏهن هوءَ جواب ڏيندي آهي، تڏهن هو ول کي چاڪوءَ سان وڍيندو رهندو آهي ۽ وات سان هيئن چوندو ويندو آهي: "آءٌ اڄ تنهنجا ۽ تنهنجي ٻار جا بند خلاص ڪري رهيو آهيان." انهن سڀني ڳالهين پڄاڻا هو انهيءَ ول کي ننڍا ننڍا ٽڪر ڪندو آهي، جن کي پاڻيءَ جي ڀريل برتن ۾ وجهي، عورت کي انهيءَ پاڻيءَ سان غسل ڪرايو ويندو آهي. عورت جي عضون کي ويڙهيل ول سان آزاد ڪرڻ سان جادوگر ائين سمجهي ٿو ته هو ساڳئي وقت پيٽ واري ٻار کي به سندس بندن سان آزاد ڪري رهيو آهي. ويم وقت دروازن، ڪلفن، درين وغيره جي کولڻ واريءَ رسم جي حالت ۾ به، جا ڪيترن ملڪن جي ماڻهن ۾ موجود آهي، ساڳيو اعتقاد ۽ وهم موجود ٿو پائجي. اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته ڏکڻي ويم وقت ٽرانسلوانيا جي جرمن نسل وارا باشندا در، دريون ۽ ڪلف وغيره کولي ڇڏيندا آهن، اهڙي ئي رسم ووٽلئنڊ ۽ ميڪلينبرگ جا ماڻهو به ادا ڪندا آهن. شمال مغربي آرگلشاير جا وهمي ماڻهو به ويم وقت گهر جا سڀ تالا کولي ڇڏيندا هئا. بمبئيءَ جي آسپاس ساليسٽ پيٽ جا باشندا به ڏکڻي ويم وقت گهر جي سڀني ڪلفن کي ڪنجيءَ سان کولي ڇڏيندا آهن. سوماترا جي منڊيلنگ نسل وارا ماڻهو به اهڙي وقت گهر جي سڀني صندوقن، پيٽين، دٻن ۽ برتنن جا ڍڪ لاهي ڇڏيندا آهن؛ ان هوندي به جيڪڏهن ڪو خاص اثر پيدا نه ٿيندو آهي، ته پوءِ ويچارو منتظر شوهر، ڇت جي ٻنهي جي ڇيڙن کي جيڪي ٻاهر نڪتل هوندا آهن، ڏنڊن سان ڌڪ هڻي، انهن کي ڍلو ڍالو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي... ته ويم ۾ آساني پيدا ٿئي؛ ڇو ته هو سمجهندا آهن ته "ويم ۾ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ گهر ۾ ٻيل هرهڪ چيز ڍلي ڍالي هئڻ گهرجي." چنگانگ ۾ جڏهن ڪنهن عورت کي ٻار ڄڻڻ ۾ دقت ٿيندي آهي، تڏهن دائي گهر وارن کي حڪم ڏيندي آهي ته "گهر جا سڀ دروازا ۽ دريون کولي ڇڏيو، گهر ۾ رکيل

سڀني بوٽلن جا ٻوچ لاهي ڇڏيو، دٻن ۽ پيپن تان ڍڪڻ لاهيو، واڙي مان ڳئن ۽ مينهن کيّ ڇوڙي ڇڏيو، اصطبل مان گهوڙا ڇوڙي ڇڏيو، ۽ ڪتي، رڍن، ٻڪين، ٻدڪن ۽ ڪڪڙين وغيره کي کولي آزاد ڪري ڇڏيو!" انهن ماڻهن جي اعتقاد مطابق اهڙي قسم جي عام ۽ وشال آزادي، جا ساهوارن ۽ غيرجاندارن کي بخشي وڃي ٿي، سا انهيءَ مشڪل جي آسانيءَ جو ڀڪ تڪ ۽ تير بهدف علاج آهي ۽ ٻار کي ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر ڪڍڻ جو مؤثر ۽ ڪارائتو طريقو آهي. ساگهالين جي پيٽ ۾ اهڙي وقت، مڙس هر انهيءَ شيءِ کي کولي ڇڏيندو آهي، جيڪا کولڻ جي لائق هوندي آهي؛ هو پنهنجي وارن جي ڇوٽين ۽ بوٽ جي ڏاڳن کي کولي ڇڏيندو آهي. ان کان پوءِ گهر ۽ ٻاڙي ۾ جيڪي به شيون ٻڌل هونديون آهن، تن کي کوليندو آهي؛ جيڪڏهن گهر جي اڱڻ ۾ ڪانيءَ جي ڪنهن ٻنڊ ۾ ڪهاڙي قاڻي پيئي هوندي آهي، ته ان کي ڇڪي ٻاهر ڪڍندو آهي؛ جيڪڏهن ان جي يا ٻئي ڪنهن ڳوٺ واري جي ٻيڙي ڪنهن وڻ سان ٻڌي بيٺي هوندي آهي، ته ان کي هڪدم وڃي ڇوڙيندو آهي. بندوق يا پستول مان گوليون، ۽ آڙيءَ ڪمان مان تير ڪڍي ڇڏيندو آهي.

ساڳيءَ طرح، مٿي اسان هي به ڏسي آيا آهيون ته 'ٽومبولو' قوم وارو ماڻهو زال جي حمل واري عرصي ۾ نه فقط ڳنڍين ٻڌڻ کان پرهيز ڪندو آهي، پر هو هڪ ٽنگ تي ٻي ڪانه چاڙهي ويهندو آهي. ٻنهي حالتن ۾ انهيءَ اعتقاد جو نظريو ساڳيو ئي آهي. ڳنڍ ٻڌڻ لاءِ ڌاڳن کي هڪٻئي مٿان چاڙهيو وڃي، يا آرام سان ويهڻ لاءِ هڪ ٽنگ ٻيءَ جي مٿان رکي وڃي، ٻنهي حالتن ۾، هم آهنگ جادوءَ جي اصول مطابق، شين جي واڌ ۽ رفتار کي روڪيو وڃي ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته، انهيءَ اهم حقيقت کان رومي بلڪل چڱيءَ طرح سان آشنا هئا. ڳنڀير ۽ سنجيده طبيعت وارو رومي فيلسوف، پلني، چوي ٿو ته ڪنهن حامله

عورت يا زير علاج مريض جي اکيان آڳرين سان مُنڍا وجهي ويهڻ ڪري انهن تي برو اثر پوندو آهي، مٿن پيلن هٿن سان پنهنجيءَ ٽنگ يا ٽنگن کي ميڙڻ ۽ هڪ ٽنگ ٻيءَ تي چاڙهي ويهڻ، اڃان به حالت کان به زياده خراب آهي. پراڻي زماني جا رومي ويهڻ جي اهڙن نمونن کي هرهڪ ڪم جي تعميل ۾ رڪاوٽ جو باعث ڪري سمجهندا هئا. جنهنڪري جنگي ڪائونسل، مئجسٽريٽن جي ميڙ، عبادت يا قربانين جي موقعن تي ڪنهن کي به هڪ ٽنگ ٻيءَ تي چاڙهي ۽ هٿن ۾ مُنڍا وجهي ويهڻ کان سخت منع ٿيل هوندي هئي. انهن پنهي حالتن مان هڪ يا ٻيءَ جي ڪرڻ ڪري جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، تن جي متعلق هڪ مشهور مثال موجود آهي: هرڪيولس جي ماءُ، الڪمينا، ستن ڏينهن ۽ ستن راتين تائين ان ڪري سور ڪاڏا هئا، جو ليوسينا ديويءَ پنهنجي هڪ ٽنگ ٻيءَ تي چاڙهي ۽ هٿن ۾ مُنڍا وجهي، ان جي چانئٺ اڳيان ويٺي هئي، ۽ جيستائين ڪنهن نموني سان هن کي دوکو ڏيئي سندس ويهڻ جي حالت ۾ تبديلي ڪان آندي ويئي، تيستائين الڪمينا جا بند آجا ڪونه ٿيا. بلگيريا وارن ۾ اهو وهم آهي ته حامله عورت کي جيڪڏهن اهڙي نموني سان ويهڻ جي عادت هوندي، ته کيس ٻار ڄڻڻ وقت ڏاڍيءَ تڪليف جو مقابلو ڪرڻو پوندو. بٽويريا ۾ جڏهن به ڪنهن محفل يا ميڙ ۾ اوچتو ئي اوچتو گفتگو بند ٿي ويندي آهي ته حاضرين مان ڪونه ڪو چوندو آهي ته "ضرور ڪنهن ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي آهي!"

ڳنڍين ٻڌڻ جي ڪري، نه فقط ويم جي وقتن تي جادوءَ جهڙا اثر ظاهر ٿيندا آهن ۽ انساني ڪاروبار ۾ رڪاوٽون پونديون آهن، پر شادين جي وقتن تي به ساڳي ئي حالت ٿيندي آهي. وچين صدين ۾ ۽ ارڙهين صدي عيسويءَ تائين يورپ ۾ هي اعتقاد عام هو ته شاديءَ جي مزي کي تلخ ڪرڻ ۽ ان ۾ رڪاوٽ وجهڻ لاءِ، نڪاح خوانيءَ جي دوران ۾ ڪنهن ڪلف کي ڪنجيءَ سان

بند ڪري، يا ڪنهن رسيءَ کي ڳنڍ ڏيئي، ان کي دور ڪنهن
ويران جاءِ تي ڦٽو ڪرڻ ڪافي آهي. گهڻو ڪري انهيءَ ڪلف
يا رسيءَ کي پاڻيءَ ۾ ڦٽو ڪيو ويندو هو، ۽ جيستائين ان ڪلف
کي کولي، ڪنجيءَ سان نہ کوليو ويندو هو يا ڌاڳي جي ڳنڍ نہ
سلجهائي ويندي هئي، تيستائين شادي شده جوڙي جو اصلي وصل
ٿيڻ ناممڪن هو. ان ڪري اهڙيءَ حرڪت ڪرڻ کي سخت
ڏوه سمجهيو ويندو هو، يا جيڪڏهن ڪو ائين ڪندو نہ هو،
تہ ان حالت ۾ انهيءَ بند ٿيل ڪلف يا ڳنڍ ڏنل رسيءَ يا ڌاڳي
کي چورائي غائب ڪرڻ ان کان بہ زياده سنگين ڏوه سمجهيو
ويندو هو. سنہ ١٧١٨ع ۾ فرانس جي شهر بورڊيو جي پارليامينٽ
ڪنهن ماڻهوءَ کي ڳنڍين ڏنل ڌاڳي جي ذريعي هڪ سڄي خاندان
کي برباد ڪرڻ جي ڏوه ۾ جيئري جلائڻ جي سزا ڏني هئي.
اسڪاٽلنڊ ۾ ١٧٠٥ع ۾ ٻن ماڻهن کي موت جي سزا فقط ان ڪري ڏني
ويئي هئي، جو انهن ڪن اهڙين جادوءَ وارين ڳنڍين کي چورائي غائب
ڪيو هو، جيڪي هڪ پوڙهيءَ مائيءَ ائشنٽلي شهر جي اسپالڊنگ
خاندان وارن جي هڪ شادي شده جوڙي جي خوشيءَ ۾ رخني
وجهڻ لاءِ تيار ڪيون هيون. انهن ڳنڍين جي عمل ۾ پرٿ شائر
جي پهاڙي علائقن جي ماڻهن جو ارڙهين صدي عيسويءَ تائين
محڪم يقين رهندو آيو، جو تہ انهيءَ زماني تائين "تميل" ۽
"ٽي" درياهن جي وچ وارين وادين جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾،
نڪاح خوانيءَ کان اڳ هر هڪ گهوٽ ۽ ڪنوار جي ڪپڙن
سان سڀ ڳنڍيون ڇوڙيون وينديون هيون. هن وقت اها ساڳي
رسم ۽ اهي ئي وهم اسان کي شام جي ماڻهن ۾ نظر اچن ٿا.
جيڪي ماڻهو شامي گهوٽ کي سهاڳ رات جي پوشاڪ پهرائيندا
آهن، سي انهن ۾ ڳنڍ ٻڌڻ ۽ ٻٽڻ پائڻ کان ڏاڍو حذر ڪندا
آهن، ڇو تہ سندن اعتقاد آهي تہ جيڪڏهن انهن ڪپڙن ۾ ڳنڍ
ٻڌجي ويئي يا ٻٽڻ پئجي ويو، تہ پوءِ گهوٽ جي دشمن کي ڪيس
شاديءَ رات ملهائڻ جي قوت کان محروم ڪرڻ جو موقعو ملي

ويندو. گهوٽ کي نامرد ڪرڻ لاءِ رسل ڪندڙ اهڙي وقت هن
جي جسم جي ڪنهن نه حصي کي رومال سان ڇهي ولندو آهي،
جڏهن گهوٽ گهوڙي تي سوار ٿي، پنهنجي ڪنوارکي وٺي اچڻ
لاءِ بلڪل تيار ٿيو بيٺو هوندو آهي. پوءِ اهو رمال انهيءَ رومال
کي گنڍ ڏيئي ڇڏيندو آهي، ۽ جيستائين هو اها گنڍ نه کوليندو آهي،
تيستائين ويچارو گهوٽ شاديءَ جو مزو ڪونه ماڻي سگهندو آهي.

گنڍين ڏيڻ سان ماڻهوءَ جي مٿان مصيبت، مرض ۽ موت نه
نازل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي، جنهنڪري اولهه
آفريڪا جي "هوز" قبيلي وارو جادوگر پنهنجي دشمن کي بد دعا
ڏيندو، گاهه ۾ گنڍ پڏندو، هيئن چوندو ويندو آهي: "مون فلاڻي
پٽ فلاڻي کي هن گنڍ ۾ پڏو آهي، شال سڀ مصيبتون مٿانئس
نازل ٿين! جڏهن هو پنيءَ ۾ وڃي، شال ان وقت کيس نانگ کائي!
جڏهن پاڻيءَ ۾ لهي، ته شال ان کي پاڻي لوڙهي کڻي وڃي!
شال برسات جي وقت کيس بجلي ساڙي! شال هن جون راتيون
مصيبت ۾ گذرن!" انهن ماڻهن جو اهو اعتقاد هوندو آهي ته
جادوگر انهيءَ گنڍ ۾ پنهنجي دشمن جي ساهه کي بند ڪندو آهي.
قران (شريف) ۾ هڪ هنڌ اهڙن ماڻهن جو حوالو ڏنل آهي – "جيڪي
گنڍين تي دم ڦوڪيندا آهن." هڪ عرب مفسر انهيءَ آيت جي
تفسير طور چيو آهي ته اهي لفظ انهن عورتن لاءِ چيل آهن جيڪي
ڌاڳن ۾ گنڍيون پڌي، انهن تي دم ڪنديون آهن ۽ وري انهن
ڌاڳن کي هيٺان رکي انهن جي مٿان پاڻ ويهي رهنديون آهن.
انهيءَ مفسر هڪ واقعي جو بيان ڪيو آهي ته ڪيئن نه هڪڙي
ظالم يهوديءَ هڪ دفعي خود پيغمبر (صلي الله عليه وسلم) تي،
هڪ ڌاڳي کي نَوَ گنڍيون ڏيئي، ۽ بعد ۾ ان کي کوهه ۾ اڇلائي،
جادوءَ جو اثر ڪيو هو. ان جي نتيجي ۾ پيغمبر (صلعم) بيمار
ٿي پيو، ۽ چئي نٿو سگهجي ته جيڪڏهن جبرئيل هن کي انهيءَ
ڌاڳي جي دفن ٿيڻ واريءَ جاءِ جو ڏس نه ڏئي ها، ته الاجي
ڪهڙو نتيجو نڪري ها! بهرحال وفادار علي (رض) هڪدم کوهه

ڪي ڳولي، ان مان ڌاڳو ڪڍي آيو، جنهن ڪان پوءِ پيغمبر صلعم ان جي مٿان ڪي اهڙيون آيتون پڙهيون، جيڪي هن ڌانهن خاص انهيءَ ڪم لاءِ وحيءَ جي ذريعي موڪليون ويئون هيون. هرهڪ آيت جي اختتام وقت، هڪ هڪ ڳنڍ پاڻيهي کلي ٿي پيئي، تان جو جڏهن سڀئي ڳنڍيون کلي ويئون، تڏهن پيغمبر صلعم پنهنجي طبيعت ۾ فرحت محسوس ڪئي.

ڳنڍين جي ذريعي جيڪڏهن ماريو ويندو آهي، ته انهن جي ذريعي جيئرو به ڪيو ويندو آهي. هي اعتقاد وري هن طرح سان آهي ته جن ڳنڍين جي ذريعي تڪليف يا بيماري ڏني وڃي ٿي، انهن کي کولڻ سان انهيءَ تڪليف کان نجات حاصل ڪري سگهجي ٿي. اهڙين تڪليف ده ڳنڍين جي بري ۽ منفي اثر جي علاوه، ڪي اهڙيون برڪت واريون ڳنڍيون به هونديون آهن، جن جو اثر اثباتي هوندو آهي ۽ انهن جي ذريعي بيمارين کان ماڻهوءَ کي بچائي سگهبو آهي. ”پلني“ چوي ٿو ته ڪي ماڻهو نڙن جي بيماريءَ لاءِ ڪوريئڙي جي ڄار مان ڌاڳو ڪڍي، ان کي ست يا نو ڳنڍيون ڏيئي، ان ڌاڳي کي بيمار ماڻهوءَ جي نڙن وٽ ٻڌي ڇڏيندا هئا، پر علاج کي موثر ڪرڻ لاءِ، هرهڪ ڳنڍ ٻڌڻ وقت، ڪنهن نه ڪنهن بيوه جو نالو کڻڻ ضروري هوندو هو. ترڪمانن وٽ بخار لاهڻ جي هڪ طريقي جو اسان کي ”اوڊونووان“ هڪ عجيب نمونو ٻڌايو آهي. جادوگر اٺ جي ملس هٿ ۾ جهلي ان مان هڪ رسي ٺاهيندو آهي ۽ ملس کي وٽڻ وقت هو ڪي منتر پڙهندو آهي. ان کان پوءِ انهيءَ رسيءَ ۾ ست ڳنڍيون ٻڌندو آهي ۽ هرهڪ ڳنڍ کي ڇڪڻ کان اڳ ان تي ڪجهه دم ڪندو آهي. مريض انهيءَ ڳنڍين ڏنل ڌاڳي کي پنهنجيءَ ڪرائيءَ ۾ ڪنگڻ وانگر پائي ڇڏيندو آهي. روزانو هڪ ڳنڍ کولي، ان جي مٿان دم ڪيو ويندو آهي، جڏهن ست ئي ڳنڍيون کلي وينديون آهن، تڏهن ان مان هڪ گول ڪينهو ٺاهي وهندڙ پاڻيءَ ۾ اڇلايو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح (بجيئن

هو سمجهندا آهن)، وهندڙ پاڻي بخار کي ساڻ کڻي هليو ويندو آهي.
ڪن وقتن تي وري جادوگرائيون پنهنجن عاشقن کي پاڻ سان
ٻڌي ڇڏڻ لاءِ، ڳنڍين کان ڪم وٺنديون آهن. اهڙيءَ طرح
"ورجل" ۾ محبت جي ماريل نازنين پنهنجي عاشق 'ڊافنس' کي
شهر مان جادوءَ جي زور تي ڇڪي پاڻ ڏانهن آڻڻ لاءِ ٽن مختلف
رنگن جي ڌاڳن کي ٽي ڳنڍيون ڏنيون هيون. اهڙيءَ طرح، هڪ
عرب دوشيزه پنهنجي محبوب کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪرڻ ۽ هن
جي دل جي تسخير لاءِ، هن جي چهبڪ کي ڳنڍيون ڏنيون هيون،
پر ويچاريءَ دوشيزه جي رقيباڻيءَ اهي ڳنڍيون ڏسي ورتيون ۽
انهن کي کولي ڇڏيائين. ساڳئي اصول تي پڳل ماڻهوءَ کي روڪڻ
لاءِ ڳنڍين کي استعمال ڪيو ويندو آهي. آفريڪا ۾، سئازيلئنڊ
علائقي ۾ هرڪنهن ٻيڙي جي پاسن کان اڀرندڙ گاهه ۾ ڳنڍيون
ڏنل ڏسڻ ۾ اينديون. انهن مان هرهڪ ڳنڍ ڪنهن نه ڪنهن
گهريلو جهڳڙي جي نشاني هوندي آهي. ڪا نه ڪا عورت
پنهنجي مڙس جي گهران ڀڄي ويئي هوندي آهي، ۽ ان جي مڙس
جا مائٽ، دوست ۽ عزيز ان جي گهڻن ۽ گهيڙن کي بند ڪرڻ لاءِ
سيني رستن تي گاهه کي ڳنڍيون ڏيندا ويندا آهن، ته جيئن اها عورت
هنن کي گوهي ڏيئي ڪيڏانهن ڀڄي ڳم نه ٿي وڃي. روس جي علائقن
۾ مڇي مارڻ جي ڄار کي ان ڪري جادوگرن جي خلاف
مؤثر هٿيار سمجهيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ بي انداز ۽ بيشمار
ڳنڍيون ڏنل هونديون آهن، ان ڪري جنهن وقت ڪنوار کي
سنڌس سهاڳ جو جوڙو پهرايو ويندو آهي، تڏهن مٿانئس ڄار
اڇلايو ويندو آهي ته جيئن مٿس جادوءَ جو اثر نه ٿئي. ساڳئي
ئي سبب ڪري گهوڙن کي ڄار مان ٺهيل ڪمرپٽا ٻڌا ويندا
آهن، ڇو ته جادوءَ جي عمل کي اثرائتي ڪرڻ لاءِ، جادو ڪندڙ
کي يا ته گهوٽ جو اهو ڪمرپٽو لاهڻو پوندو، يا ان جي سيني
ڳنڍين کي کولڻو پوندو. پر گهڻن وقتن تي روسي تعويذ فقط
سادن ڳنڍين ڏنل ڌاڳن جي صورت ۾ هوندا آهن. ڳاڙهيءَ ان

جي لٺيءَ کي پانهن ۽ ٽنگن ۾ ويڙهڻ سان سنڌن جا سڀ سور ۽ بخار لهي ويندا آهن. پارڪي ڪٻلين ۽ پيرڻن جي بيمارين کان محفوظ رکڻ لاءِ، اهڙين نون لٺيءَ کي انهن جي ڳلي ۾ ٻڌو ويندو آهي. ٽيوڊر پيٽ جي حڪومت طرفان، ڳئن جي ڏڻ جي اڳيان جيڪا ڳئون هلندي آهي، تنهن جي ڳچيءَ ۾ هڪ خاص قسم جي ٽيلهي ٻڌل هوندي آهي، جا انهن کي بگهڙن جي حملي کان محفوظ رکڻ لاءِ ٻڌي ويندي آهي، ڇو ته ان جو عمل درندي جي جاڙين کي بند ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي نموني سان جڏهن بهار جي موسم ۾ گهوڙن جا ولر جهنگ ڏانهن چارڻ لاءِ وٺي ويندا آهن، تڏهن هڪڙو ماڻهو ولر جي اڳيان ڪلف هٿ ۾ کڻي، ان کي بند ڪندو ۽ کوليندو رهندو آهي ۽ زبان سان هي الفاظ ادا ڪندو رهندو آهي: ”آءٌ هن فولادي ڪلف ذريعي پنهنجن گهوڙن کي بچائڻ لاءِ، بگهڙن جون جاڙيون بند ڪري رهيو آهيان.“

ڳنڍيون اهڙيءَ طرح، نه صرف جادوگرن ۽ بگهڙن جي بد اثر کي دفع ڪنديون آهن، پر ڪن وقتن تي انهن کي موت جي خلاف به استعمال ڪيو ويندو آهي. سنه ۱۵۷۲ع ۾ جڏهن سينٽ انڊريوز وٽ هڪ عورت کي، ڏائڻ هئڻ جي الزام ۾، جيئري جلائڻ لاءِ، مقتل ۾ آندو ويو، تڏهن هن جي ڳلي ۾ ڏاڍن جو ٿهيل ڪالر ڏٺو ويو، جنهن جي تاڃيءَ ۽ پيٽيءَ ۾ ڳنڍيون ڏنل هيون. هن کان اهو ڪپڙي جو ٽڪر، سندس سخت احتجاج جي باوجود، کسيو ويو، ڇو ته هن جو اعتقاد هو ته ان جي موجودگيءَ ۾ هوءَ باه جي شعلن کان محفوظ رهجي ويندي. جنهن وقت هن کان اهو ڪپڙو کسيو ويو، تڏهن هن چيو ته ”هاڻي مون کي پنهنجي بچڻ جي ڪابه اميد ڪانهي.“ انگلنڊ جي ڪيترن حصن ۾ هي اعتقاد عام جام آهي ته جيستائين گهر ۾ ڪو ڪلف ۽ ڪنڊو بند هوندو، تيستائين ان گهر ۾ ڪنهن جو به ساهه ڪونه نڪري سگهندو. ان ڪري جڏهن ڪنهن به گهر جا ماڻهو مريض

جي متعلق اها ڳالهه پانپي وٺندا آهن ته هو پڪ مرندو ۽ سندس جيئڻ جو ڪوبه وڌيڪ آسرو ڪونهي، تڏهن هو گهر جا سڀ ڪڙا، ڪنڊا ۽ ڪلف کولي ڇڏيندا آهن، ته جيئن ان جي روح کي خارج ٿيڻ ۾ ڪا تڪليف نه ٿئي ۽ هن جي مشڪل آسان ٿئي. مثال طور، سنه ۱۸۶۳ع ۾، ٽانٽن جي شهر ۾ هڪ ننڍڙو ڇوڪرو بيمار پيو هو ۽ سندس مائٽن کي سندس موت اڻ ٽر نظر آيو. ٻار کي سخت تڪليف ٿي رهي هئي، جنهن تي ”محلي وارين سيني پوڙهين زالن جو هڪ ميڙ ڪوٺايو ويو، جن ٻار کي موت جي سختيءَ کان بچائڻ لاءِ گهر جا سڀ دروازا، سڀ بندوقون، ميزن جا سڀ خانا، ڪٻٽ، ڪلف، ڪڙا ۽ ڪنڊا کولارائي ڇڏيا، ۽ ٻار کي ڪٽائي دروازي جي اڳيان رکائي ڇڏيو ته جيئن ان جي ننڍڙي روح کي ابد جي سفر اختيار ڪرڻ لاءِ آزاديءَ جو پروانو ۽ رستو آسانيءَ سان ملي وڃي.“ پر عجب آهي ته ٻار انهن سيني سهوليتن ڏانهن ڪوبه توجهه ڪون ڪيو ۽ ٽانٽن شهر جي پوڙهين ۽ سياڻين عورتن جي انهيءَ فهم و فراست ۽ تجربي کي ان بيڪار بڻائي ڇڏيو، ڇو ته هُن انهيءَ وقت مرڻ کان زندگيءَ کي زياده ترجيح ڏني ۽ بچي ويو.

هي جو جادوءَ ۽ مذهب جي ڪن رسمن جي ادا ڪرڻ وقت، وارن کولڻ ۽ پيرين اگهاڙو ٿيڻ جو قانون بنايو ويو آهي، سو به انهيءَ ئي عقيدي جي ماتحت نظر اچي رهيو آهي ته جيئن ڪنهن به ڳنڍ يا بندش جي سبب ڪري، هلندڙ ڪم ۾ ڪا رڪاوٽ نه پوي، ۽ اهو اڌ ۾ روڪجي نه وڃي. روحاني ۽ جسماني حرڪات کي روڪڻ ۽ بند ڪرڻ جي طاقت، ڪي ماڻهو وري منڊين ۽ ڇلن ڏانهن به منسوب ڪندا آهن. ان ڪري ڪارپيٿس ٻيٽ جا باشندا مثل ماڻهوءَ کي جيڪي ڪپڙا وجهندا آهن، تن ۾ بٽڻ ڪونه استعمال ڪندا آهن ۽ ساڳئي وقت ان جي هٿن مان سڀ منڊيون ۽ ڇلا لاهي وٺندا آهن، ”ڇو ته هو ڇوندا آهن ته روح ڇيچ ۾ به اٽڪي سگهي ٿو ۽ پوءِ هو آرام ڪونه ڪري سگهندو.“

هن حالت ۾ هيءَ ڳالهه صاف آهي ته جيتوڻيڪ اُهي واضح طور مڃيو وڃي ٿو ته سوٽ وقت روح آڱرين جي چوٽين کان ٻاهر ڪونه ٿو نڪري، تڏهن به اهو اعتقاد دل ۾ موجود آهي ته آڱر ۾ پيل منڊي ان کي اٽڪائي ۽ روڪي سگهي ٿي ۽ پوءِ هن خاڪي جسم مان ٻاهر نڪرڻ جي هزارها ڪوشش جي باوجود، هو اندر قاسي ٿيو ٿو ۽ ٻاهر نڪرڻ کان رهجي ٿو وڃي. الغرض ته ڳنڍ وانگر منڊي به روحاني زنجير جو ڪم ڪري ٿي. يونانين جو هڪ اصول هو ته 'منڊيون نه پائڻ گهرجن.' انهيءَ اصول جو وجود يونان جي مشهور فيلسوف فيثاغورث ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي. معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ اصول جو اصلي سبب به شايد اهوئي هو، جنهن جو اسين مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. 'لائڪوشورا' وٽ جيڪا ديويءَ جي قديمي آرڪيڊين مڙهي هئي، تنهن ۾ ڪنهن به مرد يا عورت کي منڊي پائي اندر داخل ٿيڻ جي اجازت ڪانه هئي. جيڪي ماڻهو "فانس" جي اوتار کان غيب جون خبرون وٺڻ چاهيندا هئا، تن کي پاڪ ۽ صاف رهڻو پوندو هو، ماس ۽ مڇيءَ کائڻ کان پرهيز ڪرڻي پوندي هين، ۽ آڱرين ۾ منڊين پائڻ جي ڪين اجازت ڪانه هئي.

ٻئي طرف وري اها ساڳي رڪاوٽ، جا روح جي نيڪال کي روڪي ٿي، سا بد روحن کي ماڻهوءَ جي جسم ۾ داخل ٿيڻ کان به روڪي سگهي ٿي، ان ڪري اسان کي اهڙا ڪيئي ماڻهو نظر ايندا آهن، جي جنن، ڀوتن ۽ ڏائڻين کان محفوظ رهڻ لاءِ، منڊين کي تعويذن طور استعمال ڪندا آهن. ٽائرول وارا چوندا آهن ته ڪنهن به ونهه واريءَ عورت کي شاديءَ واري منڊي نه لاهڻ گهرجي، نه ته بدروح ۽ ڏائڻيون هن جي مٿان حاوي ٿي وينديون. لئپلنڊ ۾، جيڪو ماڻهو جنازي کي ڪفن واريءَ پيتيءَ ۾ بند ڪندو آهي، تنهن کي فوتيءَ جا پسمانده، جهڙوڪ مڙس، زال يا ٻار وغيره، ٻانهن ۾ وجهڻ لاءِ پتل جو هڪ ڪنگڻ ڏيندا آهن، جنهن کي هو جنازي کي سلامتيءَ سان قبر ۾ داخل ڪرڻ

ڌاڳين احتياط سان پنهنجيءَ پاڻهن سان ٻڌي ڇڏيندو آهي. هن صورت ۾، مٽي ماڻهوءَ جي روح جي حملي کان محفوظ رهڻ لاءِ اهو ڪنگڻ تعويذ جي طور استعمال ڪيو ويندو آهي. هي مسئلو دلچسپ ۽ قابل غور آهي ته آڳرين ۾ مڃڻ ۽ ڇلن وجهڻ جو رواج، شروعات ۾ روح کي جسم اندر موجود رکڻ يا بدروحن، ڀوتن ۽ ڏائڻين کي جسم اندر داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ، بطور تعويذ جي استعمال ڪيو ويو هو ڇا، ۽ جي هائو، ته ڪيتريقدر! بهرحال هتي فقط اسين انهيءَ اعتقاد تي غور ڪنداسون ته فلشمن ڊيالس کي ٽٽل منڍيءَ کان سواءِ ٻي ڪا سچي يا ثابت منڍي وجهڻ جي ڇو اجازت ڪانه هئي. معلوم ٿو ٿئي ته سندس جسم تي ٻيل ڪنهن به ڪپڙي کي ڳنڍ نه ڏيڻ ۽ سچيءَ منڍيءَ نه وجهڻ جون بندشون هن تي فقط ان ڪري عائد ٿيل هيون ته جيئن ان جي طاقتور روح کي ٻاهر نڪرڻ ۽ وري دوباره اندر داخل ٿيڻ ۾ ڪا تڪليف نه ٿئي ۽ هن جي آزاديءَ تي منڍين ۽ ڳنڍين جهڙيون روحاني توڙي مادي رڪاوٽون عائد نه رهن.

# ٻاب ٻاويهون

## ممنوع الفاظ

١- **شخصي نالن ڪڍڻ تي بندش:** شين ۽ لفظن جي درميان ڪو فرق يا امتياز محسوس نہ ڪندي، هڪ وحشي عام طرح سان ائين ٿو سمجهي تہ نالي ۽ ماڻهوءَ يا ڪنهن شيءِ جي درميان جيڪو رابطو آهي، سو ڪوئي خيالي يا اٽڪلي نہ آهي، پر اهڙو گهرو ۽ حقيقي آهي، جو جهڙيءَ طرح ماڻهوءَ کي سندس وارن، ننهن يا جسم جي ٻئي ڪنهن بہ حصي يا عضوي جي ذريعي جادوءَ سان نقصان پهچائي سگهجي ٿو، اهڙيءَ طرح نالن جي وسيلي بہ واسطيدار ماڻهوءَ يا شيءِ کي ضرر پهچائي سگهجي ٿو. درحقيقت اوائلي ماڻهو پنهنجي نالي کي پنهنجي ذات جو هڪ اهم حصو سمجهي ٿو، ۽ ان جي حفاظت بہ اهڙي ئي نموني سان ڪري ٿو. ان ڪري اتر آمريڪا جو ڳاڙهو هندستاني پنهنجي نالي کي پنهنجي شخصيت جو محض هڪ نشان نٿو سمجهي، پر ان کي ان جو اهڙو ئي نمايان ۽ اهم حصو سمجهي ٿو، جهڙو هو پنهنجين اکين ۽ ڪنن وغيره کي ٿو سمجهي؛ هن کي اهو بہ يقين آهي تہ جهڙيءَ طرح سندس جسم جي ٻين عضون کي ڌڪ هڻڻ سان کيس يقيناً ايذاءُ پهچندو، اهڙيءَ طرح سندس نالي کي ضرر پهچائڻ سان پڻ جادوگر يا ٻيو ڪو دشمن کيس نقصان پهچائي سگهندو. اهو اعتقاد انهن سڀني قديم قومن ۾ ڏٺو ويو آهي، جيڪي آمريڪا جي ائٽلانٽڪ واري ڪناري کان وٺي ان جي پئسفڪ واري ڪناري تائين رهندڙ آهن، جنهن ڪري انهن ۾ پنهنجن نالن کي لڪائڻ ۽ بدلائي ڇڏڻ جون ڪيترين ئي عجيب و غريب رسمون پيدا ٿي پيئون آهن. ڪي ايسڪيمو نسل وارا پوڙهپڻ ۾ پاڻ تي

نوان نالا رکائيندا آهن، ته جيئن سندن عمر وڌي ٿئي. سيليبس
پيٽ جا ”ٽولامپو“ قبيلي وارا سمجهندا آهن ته کو به ماڻهو
جيڪڏهن منجهائنئن ڪنهن جو نالو لکي پاڻ سان کڻي ويندو،
ته ان جو روح به ان جي نالي سان گڏ هليو ويندو. ڪيترن
وحشي قبيلن وارا اڄ به پنهنجن نالن کي پنهنجن جسمن جو اهم حصو
سمجهندا آهن، جنهنڪري هو پنهنجن اصلي نالن کي عجيب غريب
نمونن سان پوشيده رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، چاڪاڻ ته
هنن کي اهو ڊپ رهندو آهي ته متان ڪو دشمن انهن جي ذريعي
کين نقصان نه پهچائي.

هن باري ۾ اسان پنهنجي چڪاس وحشي معاشري جي انهن
ماڻهن کان وٺي شروع ڪنداسون، جي سماجي ارتقا جي هيٺئين
۾ هيٺئين ڏاڪي تي اسان کي بيٺل ڏسن ۾ ٿا اچن. آسٽريليائي
قديم باشندا پنهنجن اصلوڪن نالن کي انهيءَ خيال سان پوشيده
رکندا آهن، جو ”هو سمجهندا آهن ته ماڻهوءَ جي نالي ۾ اهڙي
خاصيت ٿئي ٿي، جو ان جو ڄاڻندڙ، جادوءَ ذريعي ان جي مالڪ
کي ضرر پهچائي سگهي ٿو.“ هڪ ٻيو مصنف لکي ٿو ته ”هڪ
آسٽريليائي سياه فام پنهنجي اصلوڪي نالي ٻڌائڻ لاءِ آماده ڪونه
ٿيندو آهي، ڇو ته هن کي اهو ڊپ رهندو آهي ته جادوگر سندس
نالي جي ذريعي کيس نقصان پهچائيندا.“ وچ آسٽريليا جي علائقن
۾ جيڪي قبيلا آباد آهن، تن جي هر هڪ مرد، عورت ۽ ٻار
کي پنهنجي شخصي نالي کان علاوه، جنهن سان هن کي عام
طرح ڪوٺيو ويندو آهي، هڪ مخفي نالو به هوندو آهي، جو هن
کي ڄمڻ وقت ڏنو ويندو آهي ۽ جنهن کان فقط قوم جا پريا
مڙس ۽ گهر جا ڀاتي ئي واقف هوندا آهن، ۽ اهڙن خفيه نالن
جو استعمال، سواءِ ڪن خاص موقعن جي، ٻين وقتن تي ڪونه
ڪيو ويندو آهي؛ زالن جي سامهون يا ڪنهن ٻئي قبيلي جي ماڻهن
جي روبرو اهڙن نالن کي استعمال ڪرڻ، قبيلي جي قانون جي
سنگين انحرافي سمجهيو ويندو آهي— انهيءَ ڏوه کي اهڙو سنگين

سمجهيو ويندو آهي، جهڙو مهذب معاشري ۾ ڪنهن مذهبي اصول يا قانون جي ڀڃڪڙيءَ کي سمجهيو ويندو آهي. بهرحال، ضرورت کان مجبور ٿي، جڏهن به اهڙي نالي کي استعمال ڪرڻ جي ضرورت درپيش ايندي آهي، تڏهن ان کي بلڪل آهستي کنيو ويندو آهي- سو به تڏهن، جڏهن ان کان پيشتر ڪي احتياطي تدبيرون اختيار ڪيون وينديون آهن- جنهن کان پوءِ به انهيءَ نالي کي اهڙي ته ڌيمي آواز ۾ کنيو ويندو آهي، جو ڪن خاص واسطيدار ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪو، غير آدمي ان کي ٻڌي نه سگهي. ”وحشي ائين سمجهندو آهي ته جيڪڏهن ڪو غير ماڻهو سندس نالي کان واقف ٿي ويندو، ته هن کي جادوءَ جي طاقت سان ڪيس نقصان پهچائڻ جي خاص قوت حاصل ٿي ويندي.“

اوائلي مصرين ۾ به، انهيءَ ڊپ جي سبب ڪري، اهڙي قسم جي هڪ رسم وجود ۾ هئي. مصري تهذيب جيتوڻيڪ هونئن ٻين تهذيبن کان نسبتاً ترقي يافته هئي، پر ڪيترين ڳالهين ۾ منجهس پست کان پست ٻيل وحشين جهڙيون اخلاق سوز رسمون پڻ موجود هونديون هيون. هرهڪ مصريءَ کي ٻه ٻه نالا ڏنا ويندا هئا، جن مان هڪ کي ”سچو نالو“ ٻئي کي ”سٺو نالو“، يا هڪ کي ”وڏو نالو“ ۽ ٻئي کي ”ننڍو نالو“ سڏيو ويندو هو، ”سٺي“ يا ”ننڍي“ نالي کي ظاهر ڪيو ويندو هو ۽ ”سچي“ يا ”وڏي“ نالي کي ڏاڍيءَ حفاظت سان پوشيده رکيو ويندو هو. برهمڻ جي ڇوڪري کي به ٻه نالا ڏنا ويندا آهن، جن مان هڪ کي عام طور استعمال ڪيو ويندو آهي، باقي ٻئي جي خبر سندس پيءُ ۽ ماءُ کان علاوه ٻئي ڪنهن کي به ڪانه هوندي آهي. اهو نالو فقط مذهبي رسمن يا شاديءَ جي موقعي تي استعمال ٿيندو آهي. نالن جو اهو طريقو ماڻهوءَ کي جادوءَ جي حملي کان بچائڻ ۽ محفوظ رکڻ لاءِ وجود ۾ آندو ويو آهي، ڇو ته ڪنهن به جادوءَ جو عمل سچي ۽ اصلي نالي تي ئي اثرپذير ٿيندو آهي. ’نياس‘ علائقن جا ماڻهو چوندا آهن ته جيڪڏهن ماڻهوءَ جو اصلي نالو

زور سان وڄبو، ته آسپاس جا ڀوت اهو نالو ٻڌي وٺندا ۽ خواهمخواه ان ماڻهوءَ کي نقصان پهچائيندا. ان ڪري ننڍن ۽ معصوم ٻارن جا نالا ڪڏهن به زور سان ڪونه ڪنيا ويندا آهن، ڇو ته انهن تي ڀوتن جو حملو جلد ۽ آسانيءَ سان ٿيندو آهي. گهڻو ڪري اگرين يا ٻرين جاين تي، خاص طرح ٻيلن جي گهاٽن هنڌن، درياهن جي ڪنارن، چشمن جي آسپاس، ماڻهو هڪٻئي کي پنهنجن اصلي نالن سان سڏڻ کان سخت پرهيز ڪندا آهن.

”چلو“ علائقي جا ٻاڙها هندستاني پنهنجن اصلوڪن نالن کي وس پڄندي ڪڏهن به ظاهر ٿيڻ نه ڏيندا آهن، ۽ نه ڪنهن کي اهي نالا زور سان ڪٺڻ ئي ڏيندا آهن، هو چوندا آهن ته ٻيٽن ۽ ٻين جاين تي ننڍڙا شيطان ۽ بد روح موجود هوندا آهن، جن کي جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي اصلي نالي جي خبر پئجي ويندي، ته ان کي هو نقصان پهچائيندا، پر جيستائين انهن کي ڪنهن به ماڻهوءَ جي اصلي نالي جي خبر نه هوندي آهي، تيستائين هو ان جو وار به ونگو ڪونه ڪري سگهندا آهن. اراڪان جا ماڻهو گهڻو ڪري اجنبي ماڻهن کي پنهنجا اصلوڪا نالا ڪونه ٻڌائيندا آهن، ڇو ته ڪين ڊپ رهندو آهي ته هوان جي ذريعي مٿانئن ڪانه ڪا آفت نازل ڪندا. اراڪان جي ڪنهن به ماڻهوءَ کان جيڪڏهن ڪو به غيرواقف ماڻهو نالو پڇندو ته هو فوراً اهو جواب ڏيندو ته ”مون کي ڪو به نالو ڪونهي.“ اوجيبوي قبيلي جي ٻاڙهي هندستانيءَ کان جڏهن به ڪو ماڻهو نالو پڇندو آهي، تڏهن هو پاسي ۾ بيٺل ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي چوندو آهي ته ”تون ٻڌائينس“. چون ٿا ته هو پنهنجي نالي ٻڌائڻ کان ان ڪري نٽائيندا آهن، جو ننڍپڻ کان هنن جي دماغ تي اهو اثر ويهاريو ويندو آهي ته هو جيترا دفعا پنهنجو نالو پنهنجي زبان سان وٺندا، اوتري ئي حساب سان سندن طاقت، قد ۽ جسماني واڌارو گهٽ ٿيندو ويندو. ”نالي نه ٻڌائڻ جي انهيءَ عادت ڪري ڪيترا ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته اوجيبوي قبيلي وارن کي يا ته نالا آهن ئي ڪونه، يا وري

هن ڪان پنهنجا نالا وسري ٿا وڃن.“

هين حالت ۾، يعني جڏهن ماڻهوءَ جو نالو پيو ڪو ڪٺي پڌائي، اوجيبوي قبيلي وارا ڪو به ڏپ ڪونه ڪندا آهن، نقصان جو انديشو هو فقط ان حالت ۾ سمجهندا آهن، جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجو نالو پاڻ ڪٺي پڌائيندو آهي. ائين ڇو آهي؟ ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کي خاص طرح پنهنجي جسماني اوسرجي روڪجي وڃڻ جو ڏپ ڇو ٿو ٿئي؟ انهيءَ متعلق اسان رڳو هي انومان ڪري سگهون ٿا ته اهڙي وحشيءَ جي خيال ۾، جيڪو انهيءَ نموني سان سوچي ٿو، سندس نالو سندس جسم جو حصو فقط تڏهن معلوم ٿئي ٿو، جڏهن هو ان کي پنهنجي زبان سان پاڻ ادا ڪري ٿو، پر جيڪڏهن اهو ٻئي ڪنهن جي زبان سان ادا ٿئي ٿو ته پوءِ هو ان سان پنهنجو ڪو به واسطو ڪونه ٿو سمجهي - جنهنڪري ان حالت ۾ هن کي ڪنهن به نقصان جو انديشو نٿو رهي. سندن قديم ”فيلسوفن“ اهائي دليابازي ڪئي هوندي ته ’پنهنجي نالي کي پاڻ پڌائڻ سان ماڻهو پنهنجي وجود جي هڪ اهم حصي کي پاڻ کان جدا ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن هو انهيءَ خطرناڪ رفتار سان ان کي استعمال ڪندو رهيو، ته پوءِ ان جو نتيجو لازمي طور اهو نڪرندو، جو هو آخرڪار پنهنجي سڄي قوت ختم ڪري، پنهنجي جسماني بناوت ۽ قد وقامت کي نقصان پهچائيندو!‘ قديم زماني جي انهن ساده لوح ناصحن نشي ۾ مدهوش شرابين ۽ لاعلاج مريضن ڏانهن، جن اڪثر پنهنجا نالا ڪٺي ٻئي وقليو هوندو، اشارو ڪندي پنهنجن ڪيترن شاگردن کي چيو هوندو ته ”ڏسو! پنهنجي نالي کي اهڙيءَ لاپرواهيءَ ۽ غفلت سان باربار ڪٺڻ جو اجهو اهو نتيجو آهي!“

انهيءَ ڳالهه کي اسين ڪٺي کهڙي به نموني سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريون، پر اصل حقيقت هيءَ آهي ته وحشي پنهنجي نالي کي پنهنجي زبان سان ادا ڪرڻ کان ڊهندو آهي، البت هن کي انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو به اعتراض ڪونه هوندو آهي ته پيو ڪو

ان کي استعمال ڪري، ايتريقدر جو جيڪڏهن هن کان ڪو
اڻواقف ماڻهو نالو پڇندو آهي، ته هو پرسان بيٺل ٻئي ڪنهن
ماڻهوءَ کي سندس نالي ٻڌائڻ لاءِ پاڻ چوندو آهي. مثال طور، مڊاگاسڪر
جي ڪن علائقن ۾ ڪوبه شخص پنهنجو نالو پاڻ ڪين ٻڌائيندو،
پر نالي پڇڻ تي سندس نوڪر يا ساٿي هن جي پاران جواب
ڏيندو. خيال جي ساڳي ئي ناهمواري ۽ باهمي تضاد اسان کي
آمريڪي هندستانين وٽ به موجود ملي ٿو. مثال طور، اسان
کي ٻڌايو ويو آهي ته ”آمريڪي هندستانيءَ جو نالو هڪ پاڪ
چيز سمجهيو ويندو آهي، جنهن کي، سواءِ ڪنهن وڏي سوچ ويچار
جي، ڪڏهن به هو پاڻ ظاهر ڪونه ڪندو آهي. ڪنهن به
قبيلي جي جنگي جوان کان جيڪڏهن سندس نالي جي پڇا ڪبي،
ته هو ان جو ٻن طريقن سان جواب ڏيندو: يا ته هو اهڙي
نموني سان بيخيالو منهن ۾ بيٺو نهاريندو، ڄڻ ته هن سوال جو
مطلب ئي ڪونه سمجهيو آهي، يا وري هو نالي ٻڌائڻ کان
صاف انڪار ڪندو. پر جيڪڏهن انهيءَ وقت سندس ڪوئي
واقف يا دوست اتي اچي سهڙندو، ته هو ان کي سس پس ڪري
چوندو ته ’اجنبيءَ کي منهنجو نالو ٻڌاءِ!‘ جڏهن ٻئون ماڻهو
اڳئين جو نالو ٻڌائي ٻيهندو، تڏهن وري هو پهريون پوئين جو
نالو ٻڌائيندو.“ ساڳيو ئي وهم برٽش ڪولمبيا جي ڳاڙهن هندستانين
۾ به موجود آهي، ۽ چون ٿا ته ”عام طرح سان سڀني قبيلن جا ماڻهو
پنهنجي نالي ٻڌائڻ کان ڊڄندا آهن، جيتوڻيڪ منجهانئن ماڻهيءَ
هڪٻئي جا نالا بغير ڪنهن اعتراض جي ڏسي ڏيندا آهن. ان
ڪري ڪنهن به هندستانيءَ جي سچي نالي جي ڪانئس ’يا تيستائين‘ خبر
ڪانه پوندي آهي، جيستائين ڪو ان جو دوست يا سڃاڻندڙ اتان
اچي لانگهائو ٿئي.“ ايسٽ انڊين پيٽن ۾ جيڪي به قبيلا آباد
آهن، انهن ۾ به اها ساڳي رسم موجود آهي. اتان جي ڪنهن
به ماڻهوءَ کان سڌو سنئون اهو سوال پڇڻ ته ”تنهنجو نالو ڇا
آهي؟“ هڪ نهايت ئي بيهودو سوال سمجهيو ويندو آهي.

جڏهن به ڪنهن انتظامي يا عدالتي ڪارروائيءَ جي دوران ۾ ڪو عملدار ڪنهن ايست انڊين ڪان سندس نالو پڇندو آهي، تڏهن هو سڌي جواب ڏيڻ بدران پنهنجي پرسان بيٺل ڪنهن دوست يا واقف ڏانهن نهاريندو آهي، جنهن جو مطلب اهو هوندو آهي ته "تون ٻڌاءِ!" يا "هن ڪان پڇ!" ايست انڊيز جي سموني پيٽن ۾ اهو وهم عام جام ڏٺو ويو آهي، ۽ ڪوبه قبيلو يا قوم ان ڪان آزاد ڪانه آهي. اهو وهم اتان جي "مونٽو" ۽ "مونٽو مونٽو" قبيلن، شمالي نيوگائنا جي بندرگاه فنچهفون ۾ رهندڙ "پاپوئان" قبيلي وارن، ڏچ نيوگائنا جي "نفمور" ۽ بسمارڪ گڇي ڌرتيءَ جي "ميلانيشين" قبيلن ۾ موجود آهي. ڏکڻ آفريڪا جا مرد ۽ زالون به پنهنجي نالي ٻڌائڻ ڪان موشو ڪندا آهن، پر جيڪڏهن سندن پرسان بيو ڪو انهن جو واقف ماڻهو بيٺل ڪونه هوندو آهي، جيڪو سندن نالو ٻڌائي، ته پوءِ هو لاچار پنهنجو نالو ٻڌائي ڇڏيندا آهن ۽ هرو ڀرو ضد ڪونه ڪندا آهن.

ڪن صورتن ۾ پنهنجن نالن ٻڌائڻ تي دائمي بندش عائد ٿيل ڪانه هوندي آهي، پر ڪن خاص موقعن ۽ حالتن ۾ ئي عارضي طور وڌي ويندي آهي، ۽ جيئن ئي اهي خاص حالتون ختم ٿي وينديون آهن، تيئن اها بندش به هٽائي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح، جڏهن "ننڌي" قبيلي وارن جا مرد ٻاهر جنگ تي هوندا آهن، تڏهن سندن پر پٺ ڪوبه ماڻهو انهن جو نالو ڪونه ڪڍندو آهي، پر جيڪڏهن انهن مان ڪنهن جو ذڪر نڪرندو آهي، ته پوءِ ڪين جي نالن سان انهن ڏانهن اشارو ڪري ڳالهايو ويندو آهي. اتفاق سان جيڪڏهن ڪو اڻڄاڻ ۽ بي سمجهه ٻار انهن مردن مان ڪنهن جو شخصي نالو ڪڍي ان جو ذڪر ڪندو آهي، ته پوءِ سندس ماءُ ان ڪي تڙي ڏيندي آهي ته "خاموش! جيڪي پکي جنت ڏانهن ويا آهن، تن جو ذڪر نه ڪر!" ڪانگو ماٿريءَ جا "بنگالا" جيستائين مڇين مارڻ جي مهم تي ويل هوندا آهن ۽ جيستائين اهي واپس ڪونه ايندا آهن، تيستائين انهن جو اصلي نالو ڪوبه

ڪونہ ڪٽندو آهي. ڪهڙي بہ مهاڻي جو ذڪر نڪرندو آهي، تہ ٻنان ڪنهن امتياز يا فرق جي، ان کي ”مُوبلي“ ڪري ڪوٺيندا آهن. ان جو سبب هيءُ آهي تہ اتان جا ماڻهو چوندا آهن تہ سڄو درياهہ ننڍڙن ننڍڙن ’روحن‘ سان ڀريو پيو هوندو آهي، ۽ انهن کي جيڪڏهن مهاڻي جي اصلي نالي جي خبر پوندي، تہ هن کي يا تہ شڪار ڪونہ ملندو، يا وري ملندس بہ، تہ تمام ٿورو. مڇي ماري، ڪناري تي پهچڻ کان پوءِ بہ، سندس مڇيءَ جو خريدار هن کي اصلي نالي سان ڪونہ سڏيندو آهي؛ جڏهن بہ هن کي ڏانهس مخاطب ٿيڻو پوندو آهي، تڏهن هو ڪيس ”موبلي“ ڪري ڪوٺيندو آهي. چو تہ درياهہ جا اهي ننڍڙا روح ٻيهر مهاڻي جي ڪڍ هوندا آهن ۽ سندس اصلوڪو نالو ٻڌي ان کي ياد ڪري ڇڏيندا آهن، جنهنڪري ٻئي دفعي هو ڪيس ضرور نقصان رسائيندا، يا وري اتي جو اتي سندس قاسايل مڇين کي اهڙو تہ خراب ۽ بدبودار بڻائي ڇڏيندا، جو ويچاري مهاڻي کي تمام ٿورا پيسا پلئہ پوندا، يا بلڪل ڪجهہ بہ ڪونہ ملندس. ان ڪري جيڪڏهن ڪو بہ لاپرواهہ گراهڪ هن جو اصلوڪو نالو وٺي هن سان مخاطب ٿي پوندو آهي، تہ پوءِ مهاڻي کي اهو حق ملي ويندو آهي تہ هو ان ماڻهوءَ کان پنهنجين سڀني مڇين جي قيمت بروقت ڀرائي پاڻ کي نصيب جي برائيءَ کان بچائي وٺي. نيو برٽن جا ”سُلڪا“ قبيلي وارا جڏهن پنهنجي دشمن ”گاڪٽي“ قوم وارن جي سرحد جي قريب هوندا آهن، تڏهن هو انهن جا سچا نالا ڪونہ ڪٽندا آهن، چو تہ هنن کي اهو وهم ويٺل آهي تہ جيڪڏهن هو پنهنجن دشمنن جا نالا وٺندا، تہ انهن کي جادوءَ رستي سندن موجودگيءَ جو علم ٿي ويندو، ۽ هو مٿن حملو ڪري، کين قتل ڪري ڇڏيندا. ان ڪري جڏهن بہ هو ”گاڪٽي“ قوم وارن مان ڪنهن جو ذڪر ڪندا آهن، تہ ان کي ”لاپسيڪ“ جي عام لفظ سان ياد ڪندا آهن، جنهن جي لفظي معنيٰ ”سڙيل ڀُنڊ“ هوندي آهي. هو سمجهندا آهن تہ دشمن کي انهيءَ نالي

سان سڏڻ ڪري، هو انهن جي عضون کي سڙيل ٻنڊڻ وانگر ڳورا ۽ بيجان ۽ بي طاقت ڪري سگهندا. هن مثال مان ثابت ٿئي ٿو ته وحشي مختلف لفظن جي اصلي معنيٰ ۽ مفهوم کي موثر ۽ ڪارگر سمجهن ٿا ۽ سندن ويساه آهي ته ڪنهن به ماڻهوءَ يا بيجان شيءِ کي: ڪنهن خاص لفظ سان سڏي، هو ان ۾ ان لفظ جهڙيون معنوي خاصيتون پيدا ڪري سگهن ٿا، جنهنڪري دشمنن جي عضون کي ''سڙيل ٻنڊڻ'' چئي، هو نسبتي جادوءَ جي اصول مطابق، انهن کي في الواقع سڙيل ٻنڊڻ جهڙو بڻائي ڇڏيندا. هن عجيب و غريب غلطفهميءَ جو مثال ''ڪافر'' قوم وارن جي هڪ وهم ۾ ملي ٿو: ڪافر قوم وارا جڏهن به ڪنهن چور کي سڃاڻڻ جو ارادو ڪندا آهن، تڏهن سندن قبيلي جو جادوگر، جهنگ جي ڪن ٻوٽن کي پاڻيءَ ۾ پسائي، باه تي چاڙهيندو آهي؛ جڏهن پاڻي جوش کائيندو آهي، تڏهن هو چور جو اصلوڪو نالو کڻي، پاڻيءَ جي مٿان ڏي دفعا ڌوڪي، برتن جي مٿان زور سان ڏڪ چاڙهي ڇڏيندو آهي. پوءِ ان کي ڪيترن ڏينهن تائين باهيون ڏيندو رهندو آهي، تان جو هن کي جڏهن يقين ٿي ويندو آهي، ته هاڻي چور جو نالو پاڪ ۽ صاف ٿي ويو هوندو، تڏهن انهيءَ برتن کي هيٺ لاهيندو آهي. انهيءَ پاڪائيءَ حاصل ڪرڻ لاءِ چور جي موجودگي ضروري نه آهي ۽ نه وري هن کي انهيءَ خبر هئڻ جي ئي ضرورت هوندي آهي ته سندس غيرحاضريءَ ۾ سندس نالي سان ڪهڙي جٽ ٿي رهي آهي؛ هن جي ڄاڻ کان بغير ئي سندس هيءَ اخلاقي اصلاح عمل ۾ اچي ويندي.

جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي اصل نالي کي پوشيده رکڻ جو ارادو هوندو آهي، تڏهن، اسان جيئن مٿي ڏسي آيا آهيون، هن کي ٻئي ڪنهن ننڍي نالي يا صرف ذات جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. اهي ننڍا يا ثانوي نالا ماڻهوءَ جي جسم ۽ وجود جا اهم حصا ڪونه سمجهيا ويندا آهن، جنهنڪري انهن کي آسانيءَ سان استعمال ڪري سگهبو آهي، ۽ غيرن جي اڳيان بغير

ڪنهن ڊپ ڏاءُ جي ظاهر ڪري سگهبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن، پنهنجي اصلي نالي سان سڏجڻ کان بچڻ لاءِ، ڪي ماڻهو پاڻ کي پنهنجن پارن جي نالن سان ڪوٺائيندا آهن. ان ڪري، چيو وڃي ٿو ته ”جيسلئنڊ جا ماڻهو پنهنجن نالن کي ڏارين جي اڳيان ظاهر ڪرڻ تي سخت اعتراض ڪندا هئا، ته متان اهي دشمنن جي هٿ چڙهي وڃن، ۽ اهي مٿن جادو ڪري ڪين نقصان پهچائين؛ ۽ جيئن ته پارن کي ڪو دشمن ڪونه هوندو آهي، ان ڪري وڏن کي سندن خاندان جي پارن جي نالن سان ياد ڪيو ويندو آهي؛ مثلاً ’فلاڻي جو پيءُ‘ يا ’فلاڻي جو چاچو‘، ’فلاڻي جو مامو‘، وغيره، وغيره – پر هو هر حالت ۾ ڪنهن به وڏي ماڻهوءَ جو اصلوڪو نالو زبان تي ڪونه آڻيندا هئا.“ سيليبس جي پيٽن مان هڪ ”پوسو“ نالي پيٽ جا ”آلفور“ قبيلي وارا ڪڏهن به پنهنجو نالو ڪونه وٺندا آهن. ان ڪري انهن مان ڪنهن جو به نالو پڇڻو هجي، ته ان کان نه پر سندس ڪنهن واقف کان پڇڻ گهرجي. پر جيڪڏهن ائين ممڪن نه ٿي سگهي ۽ ڪو به ان کي سڃاڻندڙ ماڻهو پرسان بيٺل نه هجي، ته پوءِ ان کان سندس نالي پڇڻ بدران، ان جي ڪنهن ٻار جو نالو پڇي، پوءِ ان کي ”فلاڻي جا پيءُ“ ڪري سڏجي. پر وڌيڪ عجب جي ڳالهه آهي ته اهي آلفور قبيلي وارا پنهنجي ٻارن جي نالن وٺڻ کان به پرهيز ڪندا آهن، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪري يا ڇوڪريءَ کي ڀائٽيو يا ڀائٽي هوندي آهي، ته پوءِ ان کي به ”فلاڻي جا چاچا“، يا ”فلاڻي جي پڦي“ ڪري سڏيندا آهن. ملايا ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ کان سندس نالو ڪونه پڇيو ويندو آهي؛ ۽ چون ٿا ته پيءُ ۽ ماءُ کي سندن ٻارن جي نالن سان سڏڻ جي جي رسم فقط ان ڪري وجود ۾ آئي آهي ته جيئن سندن، يعني پيءُ يا ماءُ جي، پنهنجن نالن کڻڻ کان پرهيز ٿي سگهي. جنهن مصنف اهو بيان ڏنو آهي، تنهن پنهنجي انهيءَ دعويٰ کي سچي ثابت ڪرڻ لاءِ اهو دليل پيش ڪيو آهي ته جن ماڻهن کي

اولاد ڪونه هوندو آهي، تن کي سندن ننڍن ڀائرن جي نالن سان سڏيو ويندو آهي. ڊياڪ قبيلي وارا پنهنجن ٻارن کي سندن سؤٽن يا ڀڻيٽن جا پيءُ (جيڪڏهن ٻار ڇوڪرو هوندو آهي) يا ماءُ (جيڪڏهن ٻار ڇوڪري هوندي آهي) ڪري سڏيندا آهن. ”ڪافر“ قبيلي وارا ڪنوار کي ان جي نالي سان سڏڻ کي بدتميزي سمجهندا هئا، جنهنڪري ان کي ”فلاڻي جي ماءُ“ ڪري سڏيندا هئا، جيتوڻيڪ ان جي اڃا شادي به نه ٿي هوندي، يا اها اڃا ماءُ به نه ٿي هوندي. ڇوڪريءَ جي مڱڻي ڪان پوءِ وري، ٻار جو ڪو فرضي نالو ڪڍي، هن کي ان ٻار جي ماءُ جي نالي سان سڏيندا هئا. آسام جا ناگا قبائلي ٻارن ڄمڻ ڪان پوءِ پنهنجن ذاتي نالن سان ڪونه سڏبا آهن، پر پنهنجن ٻارن جا پيءُ يا ماءُ ڪري ڪوٺيا ويندا آهن. جن ماڻهن کي ٻار ڪونه هوندا آهن، تن کي هو ”بي اولاد پيءُ“ يا ”بي اولاد ماءُ“ ڪري سڏيندا آهن. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته پيءُ کي ٻارن جي نالن سان سڏڻ جو رواج ان ڪري پيو، جو اوائلي زماني ۾ ٻارَ ماءُ ۽ سندس خاندان جي نالي سان سڏبا هئا، انهيءَ رسم کي ختم ڪرڻ ۽ ٻارن جي مٿان انهيءَ اثر وجهڻ لاءِ ته سندن پيءُ ڪير هو ۽ اهو ئي سندن مالڪ هو، پيءُ کي پنهنجي ٻارن جي والد هئڻ جي حيثيت ۾ ظاهر ڪيو ويو. پر ان باري ۾ هڪ ڳالهه جو ياد رکڻ تمام ضروري آهي ته انهن ئي قديم معاشرن ۾ مائرن کي به سندن ٻارن جي نالن سان سڏيو ويندو آهي، مثلاً ”فلاڻي يا فلاڻيءَ جي ماءُ.“ ان حالت ۾ مٿيون دليل پورو نٿو معلوم ٿئي. جيڪڏهن اڃا به زياده غور ڪجي ته ڏسجي ٿو ته بي اولاد جوڙن کي اهڙن ٻارن جي نالن سان سڏڻ، جن جو ڪو اڃا وجود ئي ڪونهي يا اهڙن ماڻهن کي سندن ننڍن ڀائرن جي نالن سان سڏڻ، يا ٻارن کي ”فلاڻي جا چاچا“ يا ”فلاڻي جي ڀڻي“ ۽ ڪن حالتن ۾ ڪين سؤٽن ۽ ڀڻيٽن جا پيءُ يا ماءُ ڪري سڏڻ. انهن سڀني حالتن ۾ به مٿين سمجهاڻي ٺهڪي نٿي اچي. پر جيڪڏهن اسان

انهن سڀني رسمن کي هن نظريي جي روشنيءَ ۾ ڏسون ته انهيءَ رواج جو بنياد مخاطب تيل ماڻهوءَ جي نالي کڻڻ جي ممانعت ڪري پيو، ته پوءِ ساڳين رسمن کي آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو. نالي کڻڻ يا ظاهر ڪرڻ جي خلاف اها ممانعت يا ناپسنديدگي ان ڪري پيدا ٿي، جو هڪ ته ماڻهو بد روحن ۽ جادوگرن جي ڏيان ۾ نه اچڻ چاهيندا هئا ۽ پيو ته سندن اهو اعتقاد هو ته جيڪڏهن انهن کي سندن اصلي نالن کان واقفيت حاصل ٿي ويندي، ته پوءِ هو ڪين نقصان پهچائيندا.

۲- **عزيزن جي نالن کڻڻ تي بندش:** عام طرح سان اهو سمجهيو ويندو هوندو ته شخصي نالي وٺڻ تي جيڪا هيتري ساري پابندي لڳل آهي، تنهن تي مائٽن مٽن ۽ عزيزن قريبن جي وچ ۾ ايتريءَ سختيءَ سان عمل ڪونه ڪيو ويندو هوندو. پر حقيقت ان جي بلڪل برعڪس آهي. خوني رشتي وارن عزيزن ۽ سڱابنديءَ وارن مائٽن جي حالتن ۾ به انهن رسمن تي ڏاڍيءَ سختيءَ سان عمل ڪيو ويندو آهي. اهڙا ماڻهو نه فقط هڪٻئي جا شخصي نالا ڪونه ڪٺندا آهن، پر هو اهڙن لفظن ڳالهائڻ کان به پرهيز ڪندا آهن، جن جو آواز ڪنهن مائٽ جي نالي جهڙو هوندو آهي، يا انهن جي نالي جو ڪو حصو به انهيءَ لفظ ۾ شامل هوندو آهي. اهڙا ماڻهو جن کي هڪٻئي جي نالن کڻڻ کان منع ٿيل هوندي آهي، تن ۾ زال ۽ مڙس، سندن والدين، ۽ زال ۽ سندس سهرو شامل آهن. مثال جي طور "ڪافر" قبيلي جي ڪابه عورت پنهنجي مڙس، ڏيرن ۽ سهري جا نالا نه ڪٺندي آهي ۽ نه وري اهڙا لفظ استعمال ڪندي آهي، جن ۾ انهن جي نالن جهڙو آواز شامل هوندو آهي يا جن جي معنيٰ ۽ مفهوم انهن نالن سان ملندڙ هوندو آهي. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن عورت جي مڙس جو نالو 'امپاڪا' هوندو، ته هوءَ 'امپاڪا' جانور (هڪ ٻليءَ جهڙو ننڍڙو جانور، جو آفريڪا جي گهاٽن ٻيلن ۾ رهندو آهي) جو نالو نه وٺندي آهي، پر جيڪڏهن اهڙي جانور جي

ڳالهه ٻيئي هلندي هوندي ۽ ان جو نالو وٺڻ به ضروري هوندو،
ته پوءِ هوءَ ٻئي ڪنهن نموني سان ان جانور جو ذڪر ڪندي.
وري 'ڪافر' عورت ڪي پنهنجي مڙس ۽ ان جي سڄي خاندان
جي مڙدن جي نالن کي رڳو ذهن ۾ آڻڻ به ممنوع آهي.
هن ڪي جڏهن به ڪو اهڙو لفظ ڳالهائڻو هوندو آهي، جنهن
۾ انهن جي نالن مان ڪنهن هڪ جو ڪو حصو شامل هوندو
آهي، تڏهن هوءَ يا ته ان لفظ جي بجاءِ ٻيو ڪو هم معنيٰ وارو
يا اهڙو ڪو ٻيو اڌارو لفظ استعمال ڪندي آهي، يا بلڪل
نئون ۽ بي معنيٰ لفظ آڻي وجهي انهيءَ لفظ کي يا مطلب کي
پورو ڪندي آهي. انهيءَ رواج جي ڪري عورتن ۾ بنهه هڪ
نئين ٻولي پيدا ٿي ويئي آهي، جنهن کي 'ڪافر' قبيلي وارا
"زناني ٻولي" چوندا آهن. انهيءَ "زناني ٻوليءَ" جي معنيٰ ۽
مفهوم سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي، "جو ته انهن متبدل لفظن
يا انهن جي اڏوڳابرن آوازن جي استعمال ڪرڻ جو ڪو مقرر قانون
ڍهيل ته آهي ڪونه، انهن جو تعداد ايترو ته گهڻو آهي، جو
انهن جي ڪا لغت به ٺاهي نٿي سگهجي: چو ته هڪ ئي قبيلي
اندر گهڻيون ئي اهڙيون عورتون هونديون آهن، جي پنهنجي پنهنجي
خيال موجب نوان لفظ دل مان ٺاهي استعمال ڪنديون آهن، ۽
ٻيو ته وري اهي ئي لفظ جي هڪ عورت جي استعمال ڪرڻ جي
قابل آهن، ٻي ڪنهن عورت جي استعمال ڪرڻ جي بلڪل ناقابل
هوندا آهن". "ڪافر" مرد پنهنجيءَ سس جو نالو ڪونه ڪٽندو
آهي ۽ نه وري ان جي سس ئي سندس نالو وٺندي آهي؛ پر ناٺيءَ
کي اهڙن لفظن جي استعمال ڪرڻ جي بلڪل آزادي هوندي
آهي، جن ۾ هن جي سس جي نالي جو ڪو حصو شامل هوندو
آهي. ڪرگهيز قوم جي عورت پنهنجي مڙس جي وڏن جو نالو
نه ڪٽي سگهندي آهي ۽ نه اهڙا الفاظ استعمال ڪندي آهي،
جن جو آواز به انهن مان ڪنهن هڪ جي نالي جي آواز سان
ملندڙ جلندڙ هوندو آهي. مثال طور، جيڪڏهن انهن وڏن مان

ڪنهن جو نالو ”ريڊار“ هوندو، ته ان حالت ۾ هوءَ رڍن جو ذڪر ڪندي انهن کي ”رڍون“ نه چوندي، پر ”ٻي ٻي ڪندڙ جانور“ چوندي؛ ڏکڻ هندستان جي عورتن جو عقيدو آهي ته مڙس جو نالو کڻڻ يا خواب ۾ به ان جي نالي جو سندس زبان تي اچڻ معنيٰ ته سندس مڙس جي زندگيءَ جو بيوقتو خاتمو اچڻ. ٻحري ڊياڪ قبيلي وارا سمجهندا آهن ته جيڪڏهن هو سس يا سهري جو نالو کڻندا، ته مٿن ديوتائن جو قهر نازل ٿيندو. جنهن صورت ۾ هو نه فقط پنهنجيءَ عورت جي ٻيءَ ۽ ماءُ کي پنهنجو سهرو ۽ سس سمجهندا آهن، پر پنهنجن ڏاڏاڻن جي پيئرن ۽ مائرن ۽ پنهنجن پيئرن جي سهرن ۽ سسن ۽ پنهنجن سوٽن ۽ سوٽين، ماماتن ۽ ماساتين ۽ پڦاٽن ۽ پڦاٽين جي، سهرن ۽ سسن کي به پنهنجا سهرا ۽ سسون ڪري مڃيندو آهن، ان ڪري هنن لاءِ بندشي نالن جو تعداد بيشمار ۽ بي انداز هوندو آهي ۽ انهن ۾ غلطين ٿيڻ جو امڪان به تمام گهڻو هوندو آهي. انهيءَ عام مونجهاري ۾ زياده مونجهارو وري ان ڪري به پيدا ٿيندو آهي، جو عام شين جا نالا مثلاً چنڊ، پل، جَو، ڪاريهر، چيتو وغيره، ماڻهن تي رکيل هوندا آهن؛ ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي بيشمار سهرن ۽ سسن منجهان ڪنهن هڪ جو به نالو انهيءَ شيءِ سان مشابهت رکندڙ هوندو، ته پوءِ اهو لفظ زبان سان ادا ڪرڻ ان لاءِ حرام ٿي پوندو. سيليبس جي مناهسا پيڻن جا ”آلفور“ قبيلي وارا هن باري ۾ اڃا به ٻه ٿي قدم اڳتي وڌي ويا آهن. هو ته وري اهڙا لفظ به استعمال ڪونه ڪندا آهن، جن جو آواز انهن جي مائٽن سان ڪنهن جي به شخصي نالي جي آواز جهڙو هوندو آهي. انهن ۾ به سهري جي نالي کڻڻ تي خاص بندش پيل آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪنهن جي سهري جو نالو ”ڪالا“ هوندو ته پوءِ ان جو نالو گهوڙي جو نالو ڪونه وٺي سگهندو، چو ته گهوڙي کي اتان جي مقامي زبان ۾ ”ڪاوالو“ چوندا آهن. گهوڙي جو ذڪر ڪندي هو ان کي ”سواريءَ جو جانور“ چوندو (مقامي زبان

۾ سواريءَ جي جانور کي ”سَتَساڪاجان“ چوندا آهن). ساڳيءَ طرح بُورُ ٻيٽ جي آلفور قبيلي وارا پنهنجن والدين ۽ سهرن ۽ سسن جا نالا ڪونہ وٺندا آهن، ۽ نہ وري اهڙا رواجي لفظ استعمال ڪندا آهن، جن جو آواز انهن جي نالن سان ملندو هجي. ان ڪري جيڪڏهن تنهنجي سس جو نالو ”سوپاري“ آهي، تہ پوءِ ڪاٿي لاءِ سوپاري گهرڻ وقت توکي انهيءَ شيءِ جو اصلي نالو ڪونہ کڻڻو آهي، پر ان لاءِ توکي ”وات ڳاڙهو ڪندڙ“ شيءِ گهرڻي پوندي، ۽ پان گهرڻ وقت (جنهن کي مقامي ٻوليءَ ۾ ”ڊاڪُومسُون“ چوندا آهن) توکي ”وات ڳاڙهو ڪندڙ پن“ (ڪاروفينا) گهرڻو پوندو. ساڳيءَ ئي ٻيٽ ۾ وڏي پاڻءَ جي موجودگيءَ ۾ ان جي نالي کڻڻ کان سنع ٿيل هوندي آهي. انهن قانونن جي ڀڃڪڙي ڪندڙن تي ڳرا ڏنڊ وڌا ويندا آهن. سونڊا علائقي وارن جو عقيدو آهي تہ پيءُ ۽ ماءُ جي نالي کڻڻ ڪري فصل تباهہ ٿي ويندو.

ڏچ نيوگائنا ۾ رهندڙ ”نفور“ قبيلي وارا سڱابنديءَ وارن مائٽن جا نالا ڪونہ کڻندا آهن. جن رشتيدارن جي نالن کڻڻ تي بندش عائد ٿيل هوندي آهي، تن مان زال، سس، سهرو، زال جا چاچا، ماما ۽ انهن جون زالون، چاچين ۽ ماسين جون مائرون، ۽ زال يا مڙس جي خاندان جي جيٺريءَ پشت جا سڀ فرد، خاص طرح قابل ذڪر آهن. مرد ڪن حالتن ۾ پنهنجن سالن جا نالا کڻندا آهن، پر عورت پنهنجي ڏير جو نالو هرگز ڪونہ کڻندي آهي. اهي سڀ پابنديون مڱڻي ٿيڻ سان ئي عائد ٿي وينديون آهن ۽ شاديءَ جي رسم جي تڪميل جو انتظار ڪونہ ڪرڻو پوندو آهي. مڱڻي کان پوءِ، متعلق خاندانن جا فرد نہ فقط هڪٻئي جا نالا ڪونہ وٺندا آهن، پر هو هڪٻئي کي ڏسي بہ ڪونہ سگهندا آهن، جنهنڪري انهن مان ڪي بہ پاتي جيڪڏهن اتفاق سان هڪٻئي جي سامهون اچي هڪٻئي کي ڏسي وجهندا آهن، تہ پوءِ ڪل جهڙيون رسمون ادا ڪرڻ لڳندا آهن ۽ ڏسندڙن لاءِ هڪ تماشو ٿي پوندو آهي. هنن کي نہ فقط هڪٻئي جي نالن کڻڻ کان سنع ٿيل هوندي آهي،

۾ هو اهڙا لفظ ٻ ڪونہ استعمال ڪري سگھندا آهن، جن جو آواز زال يا مڙس جي مائٽن جي نالن سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي. اهڙن لفظن جي بجاءِ ڪين ٻيا اهڙا لفظ استعمال ڪرڻا پوندا آهن، جن مان سندن مطلب ظاهر ٿي وڃي. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو ماڻهو اهڙو ممنوع نالو ڪٺي ويهندو آهي، تہ پوءِ ان کي هڪدم زمين بوس ٿي هيٺن چوڻو پوندو آهي: ”مون غلط نالو زبان تي آندو آهي. آءٌ ان کي زمين جي چيرن ۾، ڦاڙن منجھہ اڇلائي ٿو ڇڏيان، تہ جيئن ان کان پوءِ آءٌ آرام سان ماڻي کائي سگھان.“

ٽورس گهٽي سمنڊ وارن مغربي ٻيٽن جي رهاڪن مان ڪنهن بہ مرد يا عورت کي پنهنجي سهري، سس، سالي، ساليءَ ڏير ۽ نٺاڻ جي نالي وٺڻ جي منع ٿيل هوندي هئي. سالي جو ذڪر ڪندي، ان جي شخصي نالي ڪٺڻ بدران، ان کي ”فلاڻي جو ٻيءَ يا ”فلاڻي جو پاءَ“، يا وري ٻئي ڪنهن اهڙي رشتي سان ياد ڪيو ويندو هو، جنهن جي نالي وٺڻ تي ڪا پابندي پيل ڪانہ هوندي هئي. ساڳيءَ طرح ساليءَ کي ”فلاڻي جي زال“ ڪري سڏيو يا ياد ڪيو ويندو هو. جيڪڏهن ڪوبہ ماڻهو اتفاق سان سالي جو شخصي نالو وٺي ويهندو هو، تہ هن لاءِ اها ڳالهہ باعث صد ملامت هوندي هئي ۽ هن کي شرم وچان ڪنڌ جهڪائڻو پوندو هو. هن جو اهو شرم فقط ان وقت ڏوري سگھندو هو، جڏهن هو واسطيدار ماڻهوءَ کي تاوان طور ڪا موزون سوکڙي ڏيندو هو: ساليءَ سهري يا سس جي اتفاقي نالي ڪٺڻ ڪري بہ ساڳئي قسم جو تاوان ڏيڻو پوندو هو. نيو برٽن جي ساحلي علائقن ۾ رهندڙ مقامي باشندن ۾ سالي يا ڏير جو نالو وٺڻ وڏي ۾ وڏي نفرت ۽ حقارت جوڳي ڳالهہ سمجهي ويندي آهي. انهيءَ ڏوهہ ۾ موت جي سزا پڻ عائد ٿي سگھندي آهي. ميلانيشيا جي ٻئنڪس ٻيٽن ۾، سڳابنديءَ وارن مائٽن جي نالن وٺڻ جي خلاف سخت قانون رائج ڪيل آهن. ڪوبہ پنهنجي سهري، سس ۽ سالي جو نالو ڪونہ ڪٺندو آهي: سس جو نالو وٺڻ تہ گناهہ عظيم آهي،

پر البت هو سالي؀ جو نالو وٺي سگهندو آهي - ”ڇو ته اها هن جي ڪجهه به نه لڳي“. ڪاٻه عورت پنهنجي سهري ۽ نانيءَ جو نالو ڪونه وٺندي آهي. جن پن ماڻهن جا پار شاديءَ جي سگهي ۾ بدل هوندا آهن، سي هڪٻئي کي نالا وٺي ڪونه سڏيندا آهن. اهڙا سڀ ماڻهو نه فقط هڪٻئي جا شخصي نالا ڪونه ڪٺندا آهن، پر هو انهن لفظن جي استعمال کان به سخت پرهيز ڪندا آهن، جي انهن نالن جا هم معنيٰ يا هم آواز هوندا آهن يا انهن جو ڪو حصو به انهن لفظن ۾ آيل هوندو آهي. اهڙيءَ طرح، اسان پڌو آهي ته انهيءَ علائقي جو هڪ ماڻهو ”سوئر“ ۽ ”مرڻ“ جا لفظ استعمال نه ڪري سگهندو هو، ڇو ته اهي ٻئي لفظ ان جي ناليءَ جي ناليءَ جي آوازن ۾ شامل هئا. هڪ ٻئي اهڙي بدنصيب جو ذڪر پڌو اٿم، جو روزمره جي استعمال جي لفظن، ”هٿ“ ۽ ”گرم“، کي ان ڪري استعمال نه ڪري سگهندو هو، جو اهي ٻئي لفظ سندس سالي جي نالي ۾ سمايل هئا، ۽ ساڳئي وقت هو لفظ ”هڪ“ پڻ ان ڪري استعمال ڪونه ڪري سگهندو هو، جو ان جو هم معنيٰ لفظ ڪنهن طرح سندس زال جي سوٽ جي نالي ۾ شامل هو.

سگابنديءَ وارن ماڻهن جي نالن يا سندن نالن جي ڪن اڌورن حصن کي ڪٺڻ يا استعمال ڪرڻ کان جن سببن ڪري احتراز ڪيو ويندو هو، انهن ئي سببن ڪري خود پنهنجن نالن يا مري ويل سردارن ۽ بادشاهن جي نالن وٺڻ کان به پرهيز ڪئي ويندي هئي؛ ۽ جيڪڏهن اهو تسليم ڪريون ٿا ته سردارن ۽ بادشاهن جي نالن ڪٺڻ کان پرهيز ڪن وهمن تي مبني آهي، ته پوءِ عزيزن ۽ پنهنجن نالن وٺڻ واري پرهيز به ان کان ڪنهن زياده مضبوط بنياد تي بيٺل ڪانه ٿي معلوم ٿئي. اسين مٿي ڏيکاري آيا آهيون ته وحشي پنهنجي نالي کي استعمال ڪرڻ کان انڪري پرهيز ڪري ٿو، جو ڪيس جيئرن جاڳندن توڙي غيبي جادوگرن ۽ دشمنن جو ڊپ رهي ٿو ته متان اهي سندس نالي جي ذريعي ڪيس ڪو ضرر

پهچائين . مثل ماڻهن ۽ بادشاهن جي نالن وٺڻ کان سا گهڻي قسم واريءَ پرهيز جي بنياد ۽ منطق جي ڳالهه باقي رهجي ويئي آهي، جنهن جو هاڻي مطالعو پيش ڪندا سون.

۳- مئل ماڻهن جي نالن وٺڻ تي بندش: مئل ماڻهن جي نالن ڪڍڻ کان، پراڻي زماني ۾، ڪوه قاف جا آلبينوي نسل جا ماڻهو سخت پرهيز ڪندا هئا، ۽ اڄ به سڄيءَ دنيا جي ڪيترن وحشي قبيلن جا ماڻهو مئل ماڻهن جي نالن جو پلجڻ ڪرڻ يا ذڪر ڪرڻ ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح، جيئن وچين ٿو ته آسٽريليائي وحشين جي قانونن مان سڀني کان زياده سخت قانون مئل ماڻهن جي نالن نه ڪڍڻ وارو قانون آهي. جيڪي عورتون ۽ مرد هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن، تن مان ڪنهن جو به نالو زوردار ۽ وڏي آواز سان ڪڍڻ کي اهي وحشي قبائل مقدس ترين قانون جي خلاف ورزي سمجهندا آهن ۽ جنهنڪري هو ڪوشش ڪري ان کان پاڻ کي بچائيندا آهن. انهيءَ پرهيز جو مول مقصد هيءُ هوندو آهي ته واسطيدار روح جي ناراضپي کان ماڻهو ڪنهن طرح بچيو رهي، جيتوڻيڪ ان جي موت متعلق گذشته ڏک ڀريل خيالن کي دوباره زنده نه ڪرڻ جو خيال به ان جي نالي مٿان بي خياليءَ ۽ فراموشيءَ جي پردي وجهڻ جو ڪم ڪري ٿو. هڪ دفعي مسٽر اولڊ فيلڊ هڪ مئل وحشيءَ جو نالو وڏي آواز ۾ ڪنيو، جنهن هڪ سياه فام وحشيءَ کي اهڙو ته ڊيڄاري ڇڏيو، جو هو پنهنجي ڏيهي وٺي ڀڳو ۽ مسٽر اولڊ فيلڊ جي هزارن سڏن تي به پٺتي منهن ڪري ڪونه نهاريائين. پوءِ ڏينهن صبح جو انهيءَ وحشي مسٽر اولڊفيلڊ کي دوباره اهڙي ڪم ڪرڻ کان سخت تاڪيد ڪيو. مسٽر اولڊفيلڊ چوي ٿو ته "مون هن کان مئي ماڻهوءَ جي نالي ڪڍائڻ جي ڪيتري به ڪوشش ڪئي، پر اها سڀ بيڪار ويئي، ۽ هو ڪنهن به صورت ۾ اهڙي خطرناڪ ڪم ڪرڻ لاءِ آماده ڪونه ٿيو- چو ته ائين ڪرڻ سان هو مئل ماڻهوءَ جي غضبناڪ روح کي پنهنجو دشمن

ڪري ڇڏي ها، جو هن ڪي ڪنهن به صورت ۾ منظور ڪونه هو."
وڪٽوريا ڏنڊي جي بسڪردائيءَ ۾ رهندڙ وحشي قبيلن وارا ڪوشش ڪري مئل ماڻهوءَ جو نالو ڪونه وٺندا هئا؛ ۽ نه انهن جو ڪو ذڪر ئي ڪندا هئا، پر جيڪڏهن هنن ڪي لاچار ڪنهن مئل ماڻهوءَ جو ذڪر ڪرڻو ئي پوندو هو، ته هو تمام آهستي ۽ جهيڻي آواز ۾ ڳالهائيندا هئا، ۽ ان جي نالي ڪٺڻ بدران ان کي "جيڪو غائب ٿي ويو آهي" يا "جيڪو ويچارو هينئر ڪونهي"، لفظن سان ياد ڪندا هئا. سندن خيال هو ته مئل ماڻهن جي نالن ڪٺڻ ڪري، سندن روح جن کي مقامي زبان ۾ "ڪوئٽ ڳيل" چون ٿا، ناراض ٿي پيا ٿي، ڇو ته هو ٻڌندڙ سڄ ڏانهن دائمي طور وڃڻ کان پيشتر ڪجهه عرصي تائين پنهنجي اصلوڪيءَ فضا ۾ پرواز ڪندا ٿي رهيا. نشيبي مري درياه جي علائقن ۾ رهندڙ وحشي قبيلن لاءِ چيو ويجي ٿو ته انهن جو جڏهن ڪو ماڻهو مرندو آهي، تڏهن "هو ان جي نالي ڪٺڻ کان ڏاڍي خبرداري ڪندا آهن، پر لاچاريءَ جي حالت ۾ هو اهو نالو اهڙي ته ڌيمي آواز ۾ ڪٺندا آهن، جنهن ڪي هنن جي خيال مطابق روح نٿو ٻڌي سگهي."
وچ آسٽريليا جا وحشي ماتم جي عرصي ۾ مئل ماڻهوءَ جو نالو اصل ڪونه وٺندا آهن، پر ضرورت جي وقت ان کي بلڪل جهيڻي آواز ۾ وٺندا آهن، ڇو ته زوردار آواز ۾ نالي ڪٺڻ سان مئل ماڻهوءَ جي روح جي آرام ۽ آسائش ۾ رخنو پوي ٿو، جنهنڪري ان جي ناراض ۽ غضبناڪ ٿيڻ جو انديشو رهي ٿو. انهن جو خيال آهي ته روح غائبانه طور اتي ئي موجود رهندو ايندو آهي، جتي اهو خاڪي پڃري مان ٻاهر نڪرندو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن طرح پنهنجو نالو ٻڌي وٺندو آهي، ته سمجهندو آهي ته سندس عزيز هن لاءِ موزون طريقي سان ماتم ڪونه ڪري رهيا آهن، ڇو ته جيڪڏهن سندن ماتم سچو هجي ها، ته هو ان جي نالي کي ائين درٻدر ڪونه ڪندا وتن ها. پوءِ ماڻهن جي انهيءَ سنگدلانه لاپرواهيءَ کان ناراض ٿي، هو سندن ننڊ ۽ آرام ۾ خلل انداز ٿيندو آهي.

آمريڪا جي سمورن وحشي قبيلن جا ماڻهو، هڊسن جي اپسمنڊ
ڪان وٺي پيٽيگونيا تائين، مئل ماڻهوءَ جي نالي کڻڻ کان گريز
ڪندا آهن. ڪولمبيا جي ”گوئاجيرو“ قبيلي ۾، ڪنهن به مئل
ماڻهوءَ جي مائٽن جي روبرو فوتيءَ جو نالو کڻڻ اهڙو ته عظيم
گناه سمجهيو ويندو آهي، جو ان جي خلاف‌ورزي ڪرڻ واري کي
ڪن حالتن ۾ موت جي سزا ڏني ويندي آهي؛ جيڪڏهن اهو
ڏوهه مئل ماڻهوءَ جي گهر ۾، ان جي سوٽ يا چاچي جي روبرو سرزد
ٿيندو، ته اهي اهڙي خطاڪار کي اتي جو اتي قتل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندا آهن. پر جيڪڏهن هو سندن گرفت مان ڀڄي
نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي، ته پوءِ ان کان ڳرو ڏنڊ وصول
ڪيو ويندو آهي، جو عام طرح سان ٻن يا ان کان وڌيڪ ڍڳن
جي صورت ۾ هوندو آهي.

دنيا جي مختلف ۽ دور دراز علائقن جا ماڻهو، جي هوئن هڪٻئي
کان هزارين ميل پري رهن ٿا، بلڪل هڪجهڙي نموني سان مئل
ماڻهن جي نالن وٺڻ کان ڪيٻائيندا آهن — مثلاً سائبيريا جا ”سموئيڊ“
قبيلي وارا ۽ ڏکڻ هندستان جا ”توڊا“، تاتار جا مغل ۽ صحرا
جي ريگستان جا ”طئاريغ“، جپان جا ”ائينود“ ۽ اوڀر آفريڪا جا
”اڪامبا“ ۽ ”نندي“، فلپائين ٻيٽن جا ”ٽنگئين“ ۽ نڪوبار،
بورنيو، مڊاگاسڪر ۽ ٽسمينيا جا رهاڪو. انهن سمورين حالتن
۾ مئل ماڻهوءَ جي نالي وٺڻ کان گريز ڪرڻ جو بنيادي سبب
ان جي روح جو ڊپ آهي، جيتوڻيڪ ڪن حالتن ۾، انهيءَ رسم
لاءِ ڪو واضح سبب يا ڪا سمجهاڻي ڪانه ڏني ويندي آهي.
هن باري ۾ اسان کي ڪافي ثبوت ملي چڪا آهن ته صحرا جي
رڻ پٽ ۾ ”طئاريغ“ قبيلي وارن کي روح جو ئي ڊپ رهندو آهي،
جنهن‌ڪري پنهنجي ڪنهن عزيز يا قبيلي جي ڪنهن به فرد جي
موت کان پوءِ، هو هڪدم پنهنجو ديرو اتان کڻي ڪنهن نئين
جاءِ تي وڃي ويهندا آهن ۽ هميشه لاءِ ان جو نالو کڻڻ ڇڏي
ڏيندا آهن؛ ڇو ته هنن کي انهيءَ روح جي واپس اچڻ جو ڊپ

هوندو آهي، ۽ هو انهن سڀني ڳالهين کان سخت پرهيز ڪندا آهن، جي هنن جي خيال موجب، ان روح جي واپسيءَ جي سبب ٿي سگهن ٿيون. برخلاف عربن جي، انهيءَ قبيلي وارا ڪڏهن به پنهنجن شخصي نالن سان پنهنجن والدن جا نالا نه ڳنڍيندا آهن، ۽ ڪنهن کي به ”فلاڻو ولد فلاڻو“ ڪري ڪونه سڏيندا آهن، هو هرهڪ کي اهڙو نالو ڏيندا آهن، جو ساڻس ئي رهي ۽ ساڻس ئي ختم ٿي وڃي. اهڙيءَ طرح، آسٽريليا جي وڪٽوريا علائقي ۾ رهندڙ وحشي ڪنهن به ماڻهوءَ کي مستقل نالو ڪونه ڏيندا آهن؛ ڇو ته هنن جو اعتقاد آهي ته جيڪو به ماڻهو مئي ماڻهوءَ جو نالو اختيار ڪندو، سو گهڻو وقت جيئرو ڪونه رهندو؛ ڇو ته امڪان آهي ته ان حالت ۾ سندس ”روحاني نالي ڀائي“ ڪنهن به وقت اچي کيس عالم ارواح ڏانهن وٺي وڃي.

ڀوت يا روح جي انهيءَ ڊپ کان ڪيترا ماڻهو پنهنجو نالو ڦيرائي، نئون نالو اختيار ڪندا آهن؛ اهڙن ماڻهن کي هميشه اهو انديشو رهندو آهي ته متان ڪنهن مئل ماڻهوءَ جو روح پاڻ جهڙو نالو بار بار ٻڌي، ائين سمجهي ته کيس ئي پڪاريو وڃي ٿو؛ ڇو ته هنن جي خيال مطابق، روحن کي اها خبر ڪانه پئجي سگهندي آهي ته هڪ قسم جو نالو هڪ ئي وقت هڪ کان زياده ماڻهن کي پڻ ڏنو ويندو آهي، جنهنڪري روح پاڻ ۽ پنهنجي نالي واري ٻئي ماڻهوءَ جي وچ ۾ تميز ڪونه ڪري سگهندو. اهڙيءَ طرح، ڇنو وڃي ٿو ته ڏکڻ آسٽريليا جي ائڊيليڊ ۽ اينڪائونٽر ٻسمنڊ وارين قومن ۾ مئل ماڻهوءَ جي نالي کڻڻ کان ايترو ته ڊپ ۽ نفرت ڪندا آهن، جو جنهن ماڻهوءَ تي ڪنهن تازي مئل ماڻهوءَ جو نالو رکيل هوندو آهي، سو يا ته هڪدم نئون نالو اختيار ڪندو آهي يا ته عارضي طور هو ڪنهن ٻئي نالي کان ڪم وٺندو آهي، يا جيڪڏهن کيس ڪو ٻيو نالو اڳ ئي ڏنل هوندو آهي پر عام استعمال ۾ نه هوندو آهي، ته پوءِ ڪجهه وقت لاءِ هو پاڻ کي انهيءَ نالي سان منسوب ڪندو آهي. ڪئيٽس لئنڊ

جي قبيلن ۾ اهڙو ئي رواج موجود آهي، پر انهن ۾ مئل ماڻهوءَ جي نالي ڪٽڻ تي مستقل بندش ڪانه هوندي آهي، البت عام طرح انهيءَ نالي کي ٻن ٽن سالن تائين ڪونه ڪنيو ويندو آهي. ڪن آسٽريلياڻي قبيلن ۾ نالي جي اها تبديلي مستقل صورت پڻ اختيار ڪندي آهي؛ يعني پراڻي نالي کي، ترڪ ڪيو ويندو آهي، ۽ اهو ماڻهو سڄيءَ زندگيءَ تائين، يا وري اهڙي وقت تائين جيستائين ڪيس ساڳئي ئي سبب ڪري اهو نالو به ترڪ ڪري ٻيهر ڪو نئون نالو اختيار ڪرڻو پوندو آهي، نئين نالي سان ڪوٺيو ويندو آهي. اتر آمريڪا جي قبيلن وارن ڳالهين ٿوري مردن کي، جن جا نالا ڪنهن تازي مئل ماڻهوءَ جهڙا هوندا هئا، هڪدم نوان نالا اختيار ڪرڻا پوندا هئا، جي ڪين مئل ماڻهوءَ جي ماتم جي پهرينءَ رسم وقت ڏنا ويندا هئا. راڪي جبلن جي اوڀر طرف جيڪي قبيلا رهندا هئا، تن کي فقط ماتم جي عرصي تائين نوان نالا اختيار ڪرڻا پوندا هئا، پر اتر آمريڪا جي پئسفڪ ڪناري تي رهندڙ ٻين قبيلن جا ماڻهو نوان نالا مستقل طور اختيار ڪندا هئا.

ڪڏهن وري ساڳئي ئي نظريي ۽ خيال جي تحت، مئل ماڻهوءَ جا سڀئي ويجها عزيز پنهنجا نالا ڦيرائي ڇڏيندا هئا، ته متان رلندڙ روح پڌل سڏل نالا ٻڌي پراڻي گهر ۾ واپس اچڻ جي ڪوشش ڪري. ان ڪري وڪٽوريا جي علائقي ۾ رهندڙ قبيلن وارا مئل ماڻهوءَ جي سڀني مائٽن جا اصلوڪا نالا ماتم جي عرصي تائين ڪونه وٺندا آهن ۽ انهن جي بدران ڪين ٻين عارضي نالن سان سڏيندا آهن. ڪنهن به ماتم ڪندڙ کي ان جي اصلي نالي سان سڏڻ کي وڏيءَ بيعزتيءَ جو باعث سمجهيو ويندو آهي ۽ اهڙو ڪچو ڪم ڪن وقتن تي خونريزيءَ ۽ قتل عام جو سبب ئي پوندو آهي. اتر آمريڪا جي ڪن هندستاني قبيلن وارا مئل ماڻهوءَ جي سڀني ويجهن عزيزن ۽ قريبن جا نالا ڦيرائي ڇڏيندا آهن، ڇاڪاڻ ته هنن جو اهو ايمان آهي ته ”ڇچڙيل روح ڇاتل سڃاتل نالا ٻڌي، وري زمين تي اچڻ جو خواهشمند ٿيندو آهي“. ”ڪيهتووا“ قبيلي

وارن ڳاڙهن هندستانين ۾، ڪنهن به مئل ماڻهوءَ جو نالو ان جي مائٽن جي روبرو ڪونه ڪنيو ويندو آهي، ۽ گهر جا سڀ ڀاتي پنهنجا نالا به ڦيرائي ڇڏيندا آهن. انهيءَ رواج ڏانهن، ٽي صديون اڳ، سر والٽر رئلي جي سائين جو به ڌيان ڇڪيو هو. ساڳيءَ طرح ”لينگوئا“ قبيلي وارا ڳاڙها هندستاني به نه فقط مئل ماڻهوءَ جو نالو ڪونه ڪڻندا آهن، پر انهيءَ گهر جا سڀ ڀاتي به پنهنجا نالا ڦيرائي ڇڏيندا آهن؛ هو چوندا آهن ته ”موت سندن گهر مان ٿي ويو آهي ۽ گهر جي سيني ڀاتين جا نالا پاڻ سان ڪٺي ويو آهي، جاڻ ته وري هو واپس آيو ۽ ٻيا شڪار ڪري ويندو، ان ڪري موت کي ناڪام بنائڻ لاءِ هو پنهنجا نالا انهيءَ خيال کان تبديل ڪري ڇڏيندا آهن، ته جيئن جڏهن موت ٻئي شڪار لاءِ واپس اچي، تڏهن انهن نالن وارا ماڻهو اتي نه ڏسي، هو انهن جي ڳولا ۾ ٻئي ڪنهن پاسي نڪري وڃي- جو ته جيتوڻيڪ وٽس اصلوڪن نالن جي لکيل فهرست موجود به هوندي، تڏهن به هو منجهي پوندو ۽ اتان هليو ويندو، نڪوبار جا اصلوڪا رهاڪو به مئل ماڻهوءَ جي جسم مان نڪتل روح کان پاڻ کي محفوظ رکڻ لاءِ، پنهنجا نالا ڦيرائي ڇڏيندا آهن؛ ساڳئي سبب ڪري، هو پاڻ کي اڻيا به لڪائڻ لاءِ پنهنجا سڀ وار به ڪوڙائي ڇڏيندا آهن، ته جيئن روح کين سڃاڻي نه سگهي.

وري جڏهن ڪنهن مئل ماڻهوءَ جو نالو ڪنهن عام شيءِ جي نالي جهڙو هوندو آهي، مثلاً ڪنهن جانور، ٻوٽي، ٻاه يا پاڻيءَ وغيره جو ڪو نالو، ته ان حالت ۾ عام گفتگوءَ جي درميان ان چيز جو نالو ڦيرائي ٻيو رکيو ويندو آهي. صاف ظاهر آهي ته اهڙي قسم جي رواج ڪري اتان جي ٻولين ۾ وڏو ڦير ڦار اچي ويندو آهي، جو ته جن جاين تي اها رسم گهڻي انداز ۾ ڦهليل هوندي آهي، اتي لازمي طور روزانو ڪيترا لفظ پراڻا، بي معنيٰ ۽ فرسوده ٿيندا رهندا ۽ انهن جي جاءِ تي نوان نوان لفظ وجود ۾ ايندا رهندا. آسٽريليا، آمريڪا ۽ ٻين هنڌن تي، جتي جتي

۾ مبصرن انهيءَ ڳالهه کي جانچي غور سان ڏٺو آهي، اتي ڪين مقامي ٻولين جي ڦيرگهير جو اهو ئي نمونو نظر آيو آهي. مثال طور، آسٽريليائي قبيلن بنسبت معلوم ٿيو آهي ته انهن جي هرهڪ قبيلي جي مختلف ٻولي هوندي آهي. ڪن قبيلن وارا پنهنجن ٻارن کي قدرتي شين جا نالا ڏيندا آهن، ۽ جڏهن ٻ، ڪنهن اهڙي نالي وارو ماڻهو مري ويندو آهي، تڏهن کان وٺي ان جي نالي وارو لفظ استعمال کان خارج ڪيو ويندو آهي. ان ڪري جنهن شيءِ جي نالي سان اهو ٻار يا ماڻهو سڏبو هوندو، ان لاءِ وري ڪو نئون لفظ ايجاد ڪرڻو پوندو اٿن. انهيءَ حقيقت جو لکندڙ، مثال جي طور، هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو نالو ٻڌائي ٿو، جنهن کي ”ڪارلا“ (باه) جو نالو ڏنو ويو هو. ’ڪارلا‘ جي مرڻ کان پوءِ، ”باهه“ لاءِ هڪ نئون لفظ ايجاد ڪرڻو پيو. اهڙيءَ طرح مصنف ٻڌائي ٿو ته ”انهن قبيلن جون ٻوليون دائمي طور ڦرندڙ گهرندڙ رهن ٿيون.“ وري اينڪائونٽر ٻيٽ جي علائقي ۾ جيڪي قبيلا آباد آهن، تن ۾ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو ”نيڪنيڪي“ (پاڻي) هوندو ۽ هو مري ويندو، ته ان جي قبيلي وارا، ڪيتري عرصي تائين، ”پاڻيءَ“ لاءِ ٻيو لفظ استعمال ڪندا آهن. انهن ٻولين ۾ جيڪي لاتعداد هم معنيٰ لفظ موجود آهن، تن جو سبب ٻ اهو ئي ٿو ڀانئجي. انهيءَ انومان کي وڪٽوريا علائقي ۾ رهندڙ قبيلن جي ٻولين ۾ ڪيترن ئي هم معنيٰ لفظن جي موجودگيءَ سان تقويت ملي ٿي، جي ماتم جي وقتن تي هنگامي طور استعمال ڪيا ويندا آهن. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو ”وٽا“ (ڪانءُ) هوندو، ته پوءِ ان جي مرڻ پڇاڙان ڪانوَ کي ”وٽا“ جي اصلي نالي سان ڪونه سڏيو ويندو آهي، پر ان کي ”نٽراپارٽ“ جي نئين هم معنيٰ لفظ سان ياد ڪيو ويندو آهي. جڏهن ڪو اهڙو ماڻهو راه ٻڻا ڏانهن سفر اختيار ڪندو آهي، جو حياتيءَ ۾ ”گول ٻڇ وارو لومڙ“ جي لقب سان مشهور هوندو، ته سندس مائٽ ۽ دوست وغيره گول ٻڇ

واري لوسڙ جو ذڪر ڪندي سنڌس اصلوڪو نالو ڪونہ ڪٺندا آهن، پر ڪيس هڪ نئين نالي سان سڏيندا آهن. جڏهن قبيلي وارا ڪنهن اهڙيءَ معزز خاتونءَ جي ماتم ڪرڻ ۾ مشغول هوندا آهن، جنهن جو اصلي نالو "اڇي ڪڪڙ" هوندو آهي، تڏهن هو اڇيءَ ڪڪڙ جي اصلي نالي "بُرم بُرم" وٺڻ کان پرهيز ڪندا آهن ۽ ان جي بجاءِ ان کي نئين نالي "ٽلمت ٽلائيٽش" سان پڪاريندا آهن. ۽ اهڙيءَ طرح ٻيا نالا، مثلاً "ڪارو تتر"، "ناسي پدڪ"، "ٽلهو پکھ"، "ڪنگرو"، "ڊنگو"، وغيره، بہ ساڳئي نموني سان تبديل ڪيا ويندا آهن.

پراگي ۾ رهندڙ "ابيپون" قبيلي وارن ۾ بہ ساڳئي قسم جي رسم اتان جي ٻوليءَ ۾ ڦيرگهير آڻڻ جو سبب بڻي هئي ۽ انهيءَ قبيلي وارا جڏهن بہ ڪنهن لفظ جو استعمال ترڪ ڪري ڇڏيندا هئا، تڏهن ان کي ٻيهر ڪم ڪونہ آڻيندا هئا. هڪ عيسائي مبلغ، ڊوبيرزهوفر، لکي ٿو تہ انهن جي ٻوليءَ ۾ هرسال ڪيترا نوان لفظ اهڙي نموني سان ظاهر ٿيندا هئا، جهڙي طريقي سان رات جو اڪيچار ڪنيون زمين مان منهن ڪڍي ٻيهي رهنديون آهن، جو تہ اهڙا سڀئي لفظ جيڪي مئن ماڻهن جي نالن سان مشابهت رکندا هئا، سي بيڪار سمجهي قٽا ڪيا ويندا هئا ۽ اهڙا عام اعلان منادي‌ءَ رستي ڪرايا ويندا هئا. ساڳئي وقت جيڪي نوان لفظ انهن جي جاءِ تي گهڙيا ويندا هئا، سي بہ وڏي واڪ ٻڌايا ويندا هئا، تہ جيئن عام ماڻهو انهن کان آگاهہ ٿين ۽ ڪا غلطي نہ ڪن. اهڙن نون لفظن جي گهڙڻ جو ضربخانو قبيلي جي پوڙهين عورتن وٽ هوندو هو. ۽ اهي جنهن بہ نئين لفظ کي منظور ڪنديون هيون، تنهن کي قوم جو وڏو توڙي ننڍو بغير ڪنهن چون و چرا جي قبول ڪندو هو، جنهنڪري اهو لفظ قبيلي جي سڀني ديرن ۽ ڇانوٽين ۾ باهہ جي جهيءَ وانگر جلد ڦهلجي ويندو هو. ساڳيوئي مبلغ لکي ٿو تہ جڏهن اوهين هڪ ڪراڙي ڪک عورت جي فيصلي تي سڄيءَ قوم جي ماڻهن کي

چٽپ ڇاپ سيس نوائيندي ڏسندا ۽ پراڻن لفظن جي استعمال کان
هرهڪ ماڻهوءَ کي سخت پرهيز ڪندي ڏسندا، تڏهن اوهان کي
سخت حيرت لڳندي ته ڪيئن نه هو سڀيئي عادت کان يا ڪڏهن
پلجي ڪري به، اهڙا لفظ زبان تي نه آڻيندا، جن کي اڻين بيڪار
ڪري پوليءَ مان نيڪالي ڏني ويئي هوندي آهي. اهو مبلغ
جنهن آمريڪي قبيلي ۾ سٺن سالن تائين رهيو، تنهن قبيلي انهيءَ
عرصي ۾ ”چيتي“ جو نالو ٽي دفعا ڦيرايو ۽ واڳن، ڪنڌي
۽ جانورن جي شڪار ڪرڻ جي اوزارن جي نالن ۾ ڪيئي
دفعا ڦيرگهير آندي. قبيلن جي انهيءَ عادت سبب، عيسائي
مبلغن کي مقامي ٻولين جي سکڻ ۽ سمجهڻ ۾ وڏي پريشاني
برداشت ڪرڻي پوندي هئي، ۽ سندن تحريرون هميشه غلطين سان
ڀريل رهنديون هيون، ڇو ته ڪيترن پراڻن لفظن کي بيڪار ڪري،
انهن جي جاين تي نون لفظن کي وجهڻو پوندو هون. برٽش نيوگائنا
جي ڪيترن قبيلن ۾ ماڻهن جا نالا عام شين جي نالن پٺيان رکيا
ويندا آهن. هنن جو اعتقاد آهي ته جيڪڏهن مئل ماڻهوءَ جو
نالو ڪٺبو ته ان جو روح واپس ورڻ جي ڪوشش ڪندو، ۽ جنهن
صورت ۾ هو ان کي پنهنجي قبيلي ۾ واپس ڏسڻ جا خواهان نه هوندا
آهن، تنهن حالت ۾ هو ان جي نالي کڻڻ تي بندش وجهي ڇڏيندا آهن، ۽
جڏهن به ان جو نالو ڪنهن رواجي چيز جو هوندو آهي، تڏهن
ان چيز لاءِ ڪو ٻيو نالو تجويز ڪيو ويندو آهي. نتيجي
طور، ڪيترائي لفظ سندن ٻوليءَ مان هميشه لاءِ گم ٿي ويندا
آهن، يا وري نين معنائن ۽ مطلبن سان دوباره استعمال ڪيا
ويندا آهن. نڪوبار جي ٻيٽن جي ٻوليءَ ۾ به ساڳيءَ رسم ۽
عادت ڪري وقت بوقت تبديليون اينديون رهنديون آهن. مسٽر
ڊي-رو پسٽروف چوي ٿو ته ”انهن ۾ هڪ عجيب رسم موجود آهي،
جا سندن تاريخ جي ڄاڻڻ ۾ وڏي رڪاوٽ پيش ڪري رهي آهي.
يا گهٽ ۾ گهٽ تاريخي ڳالهين جي ترتيب ۽ انهن ڳالهين کي
پين اهڙن ماڻهن جي ڪنن تائين پهچائڻ ۾، جي ان ملڪ جي

تاريخ لکڻ جا خواهان آهن، هڪ وڏي دشواري پيدا ڪري ٿي،
هڪ سخت قانون جي مطابق، جو سڄي نکوبار ۾ مستعمل آهي،
ڪوبہ ماڻهو مئل ماڻهوءَ جو نالو ڪونہ وٺندو آهي. انهيءَ قانون
جي تعميل ايتريءَ جد تائين ڪئي ويندي آهي، جو عام طرح
سان جن ماڻهن جا نالا 'پکي'، 'ٽوپي'، 'باھ' يا 'رستو' وغيره
مثل، جيئن عام جام اتي جي ماڻهن جا اهڙا نالا هوندا آهن، تہ
پوءِ نہ فقط اهي نالا ڪونہ ورتا ويندا آهن، پر انهن شين جا نالا
بہ نہ ڪنيا ويندا آهن، جي هونئن انهن لفظن سان سڏبيون آهن:
جنهنڪري اهي لفظ استعمال ڪان خارج ٿي ويندا آهن، ۽ انهن لاءِ ياتہ
نوان لفظ ايجاد ڪيا ويندا آهن، يا وري پرواري ٻئي ڪنهن فرقي
جي ٻوليءَ مان اهي اڌارا ورتا ويندا آهن، يا ڪنهن غير ملڪي
ٻوليءَ مان انهن جا نعمالبدل ڳوليا ويندا آهن. هن عجيب ۽
غير معمولي رسم جي ڪري نہ فقط ٻوليءَ جو بنياد ڪمزور ٿيو
پوي ۽ ان جا لفظ مستقل صورت اختيار نٿا ڪري سگهن، پر
ان جي ڪري انهن ماڻهن جي سياسي ۽ سماجي زندگيءَ جو
سلسلو بہ منقطع ٿي وڃي ٿو ۽ گذريل زماني جي واقعن جو رڪارڊ رکڻ
جيڪڏهن ناممڪن نہ، تہ بہ اڻ پورو ۽ بنھ غير مصدق ٿيو پوي."

مئل ماڻهن جي نالن کي لڪائڻ ۽ انهن کي نہ کڻڻ جي رسم تاريخي
روايات جي ٻاڙن کي وڍڻ جو ڪم ڪري ٿي، انسان جي تهذيبي ۽
معاشرتي ارتقا جي اڀياس ڪندڙ مفڪرن اها ڳالھ دنيا جي ڪيترن ٿي
قبيلن ۽ قومن ۾ ڏٺي آهي، جن جي تاريخ انهيءَ ٿي سبب ڪري غائب
آهي. مسٽر اي. ايس. گئشيٽ لکي ٿو تہ "ڪلئماٿ قبيلي وارن
جي تاريخ گهٽي ۾ گهٽو صرف گذريل هڪ صديءَ جي ئي تاريخ
آهي، ان جو سبب رکيو هيءُ آهي، جو انهيءَ فرقي وارا ڪنهن
بہ مئل ماڻهوءَ جي ڪارنامن ۽ نالي جو ذڪر ڪونہ ڪندا آهن،
۽ ان لاءِ وٽن سخت قانون هوندا آهن. ساڳئي ئي قسم جو
سخت قانون ڪئليفورنيا ۽ اوريگان جي زهواسين ۾ بہ رائج آهي،
۽ آتي اڻ جي خلاف ورزي ڪندڙ کي موت جو سزو چڪائيندا آهن.

اهو قانون اهڙن قبيلن ۽ قومن جي تاريخ لکڻ جي راھ ۾ وڏي
رڪاوٽ آهي، ڇو ته نالن کان سواءِ تاريخ ڪيئن لکي سگهبي؟"

ماضيءَ جي روايات ۽ يادگيرين کي مٽائڻ يا ڍڪي ڇڏڻ
جي انهيءَ وهمي دستور کي ڪن ڪن قبيلن جي فطرتي انساني
خيالن ۽ رجحانن ڪافي ڌڪ هنيو آهي. وقت، جو آهستي آهستي گهرڻ
داغن ۽ پڪن پختن نشانن کي به مٽائي ۽ ميساري ڇڏيندو آهي، سو
آخرڪار وحشيءَ جي دل مان به موت جي ڊپ ۽ اسرار کي مٽائي ڇڏي
ٿو. اڳي يا پوءِ، جيئن جيئن هن جي دل تان پنهنجن پيارن فوتين
جي يادگيري لهندي وڃي ٿي، تيئن تيئن هو انهن جي ڳالهين
ڪرڻ لاءِ آماده ۽ رضامند ٿئي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح ڪن وقتن
تي انهن مان ڪن جي نالن کي، موسم خزان جي ڇڻيل پنن يا سياري
جي برف وانگر، ماضيءَ جي بي پايان ۽ اٿاه اوڙاهن ۾ گم ٿيڻ
کان اڳ، بچائي وٺجي ٿو. وڪٽوريا علائقي جي ڪن وحشي
قبيلن وارا فقط ماتم جي عرصي تائين مئل ماڻهوءَ جو نالو ڪونه
وٺندا هئا، ڏکڻ آسٽريليا جي لنڪون بندرگاه وٽ رهندڙ قومن
وارا مئلن جي نالن کڻڻ کان ڪيترن ئي سالن تائين پرهيز ڪندا
هئا، اتر آمريڪا جي "چينوڪ" قبيلي وارا، پنهنجي رسم مطابق،
"مئل ماڻهوءَ جو نالو ماتم جي رسمي عرصي گذرڻ کان پوءِ به، ڪافي
عرصي تائين ڪونه کڻندا آهن". ڳاڙهن هندستانين جي "پاپالوپ"
قبيلي وارن تان مئل ماڻهن جي نالي کڻڻ جي پابندي تڏهن هٽائي
ويندي آهي، جڏهن ان جي پسماندن کان ان جو غم وسري ويندو آهي،
۽ جيڪڏهن ڪنهن ناسياري جنگي جوڙي جو ماتم هوندو آهي، ته پوءِ
انهيءَ رسمي عرصي گذرڻ کان پوءِ، ان جي ڪنهن پوٽي يا پڙپوٽي تي
ان جو نالو رکندا آهن. مئل ماڻهوءَ جي ويجهن مائٽن کان سواءِ،
انهيءَ قبيلي جو ٻيو ڪوبه ماڻهو فوتيءَ جو ماتم گهڻي عرصي تائين
ڪونه ڪندو آهي. عيسائي مبلغ "لافيتائو" چوي ٿو ته انهيءَ
قبيلي وارا مئل ماڻهوءَ جي نالي سان گڏ، جيترن ماڻهن جا ان جهڙا
نالا به مُردي سان گڏ دفن ڪري ڇڏيندا هئا، ۽ جڏهن ماتمين

جو غم گھٽبو هو يا بلڪل ختم ٿي ويندو هو، تڏهن فوتيءَ جا ويجها عزيز "مردي کي وري ٻاهر ڪڍندا هئا". مردي کي ٻاهر ڪڍڻ مان سندن مطلب انهيءَ ماڻهوءَ جي نالي جي دوباره استعمال ڪرڻ جو هو، ڇو ته وحشين جي عقيدي مطابق نالو ماڻهوءَ جي جسم جو هڪ اهم حصو آهي.

لئپسلئنڊ جي باشندن جو اهو عقيدو آهي ته پيٽ واري عورت جڏهن ويم جي قريب هوندي آهي، تڏهن ان جو ڪو نه ڪو وڏو ابو يا ڏاڏو ڪيس خواب ۾ اچي، ٻڌائيندو آهي ته سندس ٻار جي ذريعي سندن ڪهڙو وڏو نئون جنم وٺي اچي رهيو آهي، جو ان تي سندس نالو رکيو وڃي. جيڪڏهن ان عورت کي اهڙو ڪو خواب ڪونه ڏسڻ ۾ ايندو آهي، ته پوءِ اهو فرض ايندڙ ٻار جي پيءُ يا ٻين ويجهن مائٽن تي عائد ٿيندو آهي ته جادوگر جي مشوري سان يا ٻئي ڪنهن [نموني سان هو ان جو نالو تجويز ڪن. "گونڊ" قبيلي وارا ٻار جي ڄمڻ کان ست ڏينهن پوءِ دعوت ڪندا آهن، جنهن ۾ ڳوٺ جي پنڊت ۽ سيني ٻين ماڻهن کي گهرائيندا آهن. پنڊت چانور هٿ ۾ ڪٺي داڻو داڻو ڪري پاڻيءَ ۾ اڇلائيندو ويندو آهي ۽ هرهڪ داڻي سان انهيءَ خاندان جي هڪ هڪ وڏي مائٽ جو نالو ڪٺندو آهي. پاڻيءَ جي مٿان چانورن جا داڻا جنهن نموني سان چرندا پرندا آهن ۽ چاول ٻار جي جسم تي جهڙي قسم جا نشان موجود هوندا آهن، تن مان پنڊت اندازو لڳائيندو آهي ته ٻار ۾ ڪهڙو وڏو جنم وٺي آيو آهي، ۽ انهيءَ ئي نموني سان پوءِ ٻار کي نالو ڏنو ويندو آهي. "يوروبا" قبيلي وارن ۾ جڏهن ٻ ڪو ٻار ڄمندو آهي، تڏهن "ايفا" ديوتا جو پوڄاري اتي ايندو آهي ۽ ٻار کي ڏسي اندازو لڳائيندو آهي ته منجهس ڪهڙو وڏو جنم وٺي آيو آهي. جنهن وقت ان ڳالهه جو فيصلو ٿي ويندو آهي ته ٻار ۾ ڪهڙي وڏي جو روح سمايل آهي، ان وقت ٻار جي مائٽن کي حڪم ڏنو ويندو آهي ته هو ٻار ۾ انهيءَ وڏي جون خصلتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، ۽ جيڪڏهن

پار جي والدين کي ان وڏي جون سيئي خصلتون ياد نہ هونديون، تہ ان حالت ۾ اهي وسريل خوبيون کين پنڊت دوباره پڌائيندو ۽ ياد ڏيارينديو آهي، ظاهر آهي تہ اهڙي پارتي انهيءَ وڏي جوئي نالو رکيو ويندو آهي.

**۴ـ بادشاهن ۽ مقدس شخصن جي ڏلن وٺڻ تي بندش:** اوائلي معاشرن ۾ عام ماڻهن جا نالا جنهن صورت ۾ ايڏي احتياط ۽ حفاظت سان ڪنيا ويندا آهن، تہ پوءِ ان ۾ ڪو عجب ڪونهي، جو مقدس بادشاهن ۽ پوڄارين جي نالن کي نقصان کان بچائڻ لاءِ پاڻ ان کان زياده حفاظت کان ڪم ورتو وڃي. ڊاهوميءَ جي بادشاهن جي نالن کي هميشه پوشيده رکيو ويندو آهي تہ متان ڪي دشمن کين نقصان رسائين. ڊاهوميءَ جي بادشاهن کي جن نالن سان يورپي سياح ڄاڻندا آهن، سي انهن جا اصلي نالا ڪونہ هوندا آهن، اهي محض سندن لقب هوندا آهن، جن کي مقامي ماڻهو ”مضبوط نالا“ سڏيندا آهن. مقامي ماڻهو چوندا آهن تہ جيڪڏهن انهن لقبن جي ڪنهن کي خبر پئجي پوي، تڏهن بہ هرج ڪونهي، چو تہ اهي نالن وانگر ماڻهوءَ جي وجود جو اهم حصو ڪونهن. ”گهيرا“ جي ”گالا“ سلطنت ۾ بادشاه جو اصلي نالو ڪوبہ مقامي ماڻهو ڪونہ کڻي سگهندو آهي، چو تہ انهيءَ حڪم جي خلاف ورزي ڪرڻ واري کي قتل ڪيو ويندو آهي. پر جن رواجي لفظن جو آواز بہ بادشاه جي نالي جي آواز جهڙو هوندو آهي، تن کي بہ ڦيرائي گهيرائي ڪنيو ويندو آهي، يا انهن جي بجاءِ بلڪل نوان لفظ استعمال ڪيا ويندا آهن. مرڪزي آفريڪا جي باهيما قبيلي وارن ۾ بادشاه جي مرڻ کان پوءِ سندس نالي کي قوم جي ٻوليءَ مان خارج ڪيو ويندو آهي، ۽ جيڪڏهن ان جو نالو ڪنهن جانور جو هوندو آهي، تہ پوءِ ان جانور جي نالي کي هڪدم تبديل ڪيو ويندو آهي ۽ ان کي نئون نالو ڏنو ويندو آهي. مثلاً بادشاه کي گهڻو ڪري ”شينهن“ سڏيو ويندو آهي، ۽ جيڪڏهن اهڙي نالي وارو بادشاه مري ويندو آهي، تہ پوءِ پيري پيري سان شينهن

لاءِ نئون نالو ايجاد ڪيو ويندو آهي. سيام جي بادشاهه جي اصلي نالي جي خبر پوڻ ڏاڍي مشڪل هوندي هئي، پر جيڪڏهن ڪو بدنصيب غلطيءَ کان ان جو نالو ڪڍي ويهندو هو، ته ان کي هڪدم جيل اماڻيو ويندو هو. بادشاهه کي فقط اعليٰ لقبن سان ياد ڪيو ويندو هو، جهڙوڪ ”وڏي رتبي وارو“، ”ڪامل“، ”سڀني کان اعليٰ“،/”عظيم شهنشاهه“، ”ملائڪن جو اولاد“، وغيره، وغيره. برما جي بادشاهه جو نالو ڪڍڻ وڏي ۾ وڏو گناهه سمجهيو ويندو هو، اتان جا رهاڪو پنهنجي ملڪ کان ڪٿي ڪيترو به دور هوندا هئا، ته به پنهنجي بادشاهه جو نالو زبان تي ڪونه آڻيندا هئا. تخت نشينيءَ کان پوءِ بادشاهه کي سندس شاهي لقبن سان سڏيو ويندو هو، پر هن جو اصلي نالو ڪوبه ڪونه ڪڍي سگهندو هو.

آفريڪا جي ”زولو“ قبيلي وارا پنهنجي سردار جو نالو اصل ڪونه ڪڍندا آهن ۽ نه وري سندن وڏن جو نالو ڪڍندا آهن، نه وري ڪي اهڙا لفظ ئي زبان تي آڻيندا آهن، جن جي معنيٰ يا آواز انهن نالن سان ملندو هجي. ”ڊوانڊوي“ قبيلي وارن جي هڪڙي سردار جو نالو ”لانگا“ هوندو هو، جنهن جي معنيٰ آهي ”سج“، جنهنڪري سج جي نالي کي ”لانگا“ مان ڦيرائي ”گالا“ ڪيو ويو، جو اڄ تائين قائم آهي، جيتوڻيڪ لانگا سردار کي فوت ٿئي سئو کان مٿي سال ٿي ويا آهن. ”زنوماڊو“ قبيلي وارن ۾ ”ڊورن کي ڀڙائڻ“ جي لفظ ”الوسا“ يا ”ايويا“ کي ڦيرائي ”ڪاگيسا“ ڪيو ويو، ڇو ته سردار جو نالو ”امادوسي“ هو. انهن پابندين کان علاوه، جن تي هرهڪ قوم ۽ قبيلي وارا جدا جدا طريقي سان عمل ڪندا هئا، سڀئي ”زولو“ قبيلن وارا گڏجي انهيءَ بادشاهه جي نالي استعمال ڪرڻ کان به سخت پرهيز ڪندا هئا، جنهن کي هو پنهنجو مشترڪ مهندار ڪري ليکيندا هئا. انڪري جنهن زماني ۾ زولولئنڊ تي پانڊا بادشاهه جي حڪومت هئي، ان وقت زولو قبيلن وارن ”وڻ جي پاڙ“ جي اصلي لفظ ”امپانڊو“ کي ڦيرائي ”نڪساپو“ ڪري ڇڏيو. وري

”ڪوڙ ڳالهائڻ“ يا ”ڳلا ڪرڻ“ جي لفظ ”ايماسيبو“ کي ”اما ڪواتا“ ۾ تبديل ڪيو ويو، ڇو تہ ان ۾ اتان جي مشهور بادشاہ ”سيچوايو“ جي نالي جا ٻہ حرف شامل هئا. اهي تبديليون اتان جا مرد ايتريقدر ڪونہ آڻيندا آهن، جيتريقدر زالون آڻينديون آهن، ڇو تہ هو هر اهڙي حرف کي زبان تي آڻڻ کان خاص پرهيز ڪنديون آهن، جن جو آواز ٿوري گهڻي نموني سان بہ ڪنهن بندش پيل نالي سان ملندو آهي. مقامي بادشاہ جي ’محلات‘ ۾ سندس بيگمن جي ٻولي سمجهڻ ڏاڍي ڏکي هوندي آهي، ڇو تہ هو نہ فقط بادشاہ ۽ سندس ابن ڏاڏن جي نالن کڻڻ کان پرهيز ڪنديون آهن، پر سندس ڀائرن، انهن جي مائٽن مٽن ۽ ستن پيڙهين جي عزيزن ۽ قريبن جا نالا، جيستائين کين ياد هوندا آهن تيستائين، ڪونہ کڻنديون آهن. مطلب تہ جڏهن خاندانن جي خانگي پابندين تي غور ڪجي ٿو، جيڪي وڏن ۽ مٽن مائٽن جي نالن کڻڻ تي مٿن پيل هونديون آهن ۽ جن جو اسين مٿي ڪافي ذڪر ڪري آيا آهيون، تہ پوءِ اها ڳالهہ آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي تہ زولولئنڊ جي هرهڪ قبيلي ۽ قوم جي جدا جدا ٻولي ڇو آهي. اها ڳالهہ ايتريءَ حد تائين وڌيل آهي جو هڪ گهر وارا جيڪي لفظ استعمال ڪندا آهن، سي پر وارا پيا خاندان ڪونہ استعمال ڪندا آهن. هڪ ڪوٽ جون زالون ”چراخ“ کي اصلي نالي سان سڏينديون هونديون تہ پر واري ٻئي ڪوٽ واريون وري ان جو ڪو نعم‌البدل استعمال ڪنديون، تہ وري ٽئين ڪوٽ واريون ان جو بہ استعمال ڪونہ ڪنديون، پر اجا ڪو ٻيو نئون لفظ ان لاءِ ايجاد ڪنديون... جنهنڪري زولوٻولي هن وقت ٻٽي ٻولي آهي، جنهن جي هر هڪ لفظ لاءِ ٻہ،ٽي ٽي نعم‌البدل موجود آهن، ۽ هزارن شين جا چار چار نالا آهن، جي مختلف قبيلن جي لهہ وچڙ ڪري سڀني ۾ مروج آهن.

مئڊاگاسڪر ۾ بہ ساڳيءَ رسم جي موجود هئڻ ڪري، زولن وانگر، هرهڪ قبيلي جي ٻوليءَ ۾ ٿورو گهڻو تفاوت ٿي پيو آهي. انهن ماڻهن ۾ خانداني نالا ڪونہ هوندا آهن، ۽ گهڻو ڪري

سيپٺي شخصي نالا روزمره جي استعمال ٿيندڙ عام شين جا نالا هوندا آهن، يا ڪن وقتن تي ڪن خاصيتن، خوبين ۽ ڪمن جا نالا به ماڻهن تي رکيا ويندا آهن، مثلاً پکي، جانور، وڻ، ٻوٽو، رنگ، وغيره. جڏهن به انهن لفظن مان ڪو سردار جو نالو هوندو آهي يا اُن جي نالي جو ڪو حصو هوندو آهي، تڏهن انهيءَ شيءِ جو نالو ڦيرائي ٻيو رکيو ويندو آهي. ظاهر آهي ته هن حالت ۾ جڏهن هرهڪ ننڍي وڏي قبيلي جي سردار جو نالو روزمره جي استعمال جي شين، وڻن، جانورن وغيره جي نالن مان هوندو، جنهن جو زبان تي آڻڻ ممنوع هوندو، ته پوءِ اُن صورت ۾ انهن قبيلن جي ٻولين ۾ ڪيتريقدر نه مونجهارو پيدا ٿي پوندو هوندو! اُن هوندي به اهڙيون قومون ۽ اهڙا ماڻهو موجود آهن، جي انهيءَ مونجهاري تي ڪوبه اعتراض نٿا ڪن ۽ پنهنجن ابن ڏاڏن وانگر انهيءَ عجيب و غريب ظلم اڳيان بغير ڪنهن چون و چرا جي پنهنجو سيس نوائين ٿا. انهيءَ رسم مان جيڪي تڪليف ده نتيجا نڪرن ٿا، تن جو اثر مڊاگاسڪر جي الهندي ڪناري تي نمايان آهي، ڇو ته اتي ايترا ته آزاد ۽ خودمختيار ننڍا ننڍا سردار موجود آهن، جو انهن جي علائقن ۾ عام شين، جاين، درياهن، جبلن وغيره جي نالن ۾ ڪيترائي دفعا ڦيرگهير آندي ويئي آهي، ۽ جڏهن ڪنهن به شيءِ جي اصلي نالي کي مقامي ٻوليءَ مان هڪ دفعو خارج ڪيو ويندو آهي، تڏهن ڪوبه مقامي ماڻهو اُن لفظ کي اُن جي اصلي مطلب ۽ مقصد سان نه استعمال ڪندو آهي ۽ نه وري قبول ئي ڪندو آهي ته هن اهڙي لفظ کي انهيءَ مطلب ۽ معنيٰ سان ڪڏهن استعمال به ڪيو هو!

مڊاگاسڪر ۾ نه فقط زنده سردارن ۽ بادشاهن جي نالن جي استعمال تي بندش هوندي آهي، پر مئل بادشاهن ۽ سردارن جي نالن تي به ٻيٽ جي ڪن حصن ۾ اهڙي ئي سخت پابندي عائد ٿيل هوندي آهي. ”ساڪالاوا“ قبيلي وارن جو جڏهن ڪو بادشاه مرندو آهي، تڏهن هن کي دفن ڪرڻ کان اڳ، قبيلي

جا سڀئي لنڊا وڏا، هن جي جنازي جي اردگرد جمع ٿي، فيصلو ڪندا آهن، ته آئنده مرحوم بادشاه جي ذڪر ڪرڻ وقت ڪيس ڪهڙي نئين نالي سان پڪارڻ گهرجي. نئين نالي جي فيصلي کان پوءِ، بادشاه جو اصلي نالو مقدس سمجهيو ويندو آهي ۽ ان کي زبان تي آڻڻ کان هرڪنهن کي منع ڪئي ويندي هئي. خلاف ورزي ڪندڙ کي موت جي سزا ڏني ويندي آهي. ازانسواءِ عام ٻوليءَ ۾ جيڪي به لفظ مرحوم بادشاه جي نالي سان آواز يا معنيٰ ۾ ملندڙ هوندا آهن، سي به ٻوليءَ مان خارج ڪيا ويندا آهن ۽ انهن جي بدران نوان الفاظ ايجاد ڪيا ويندا آهن. جيڪي ماڻهو انهن خارج ٿيل لفظن کي زبان تي آڻيندا آهن، يا ڪين استعمال ڪندا آهن، سي بدتميز ۽ ڏوهاري سمجهيا ويندا آهن، ۽ انهن جو اهو ڏوهه موت جي سزا جي لائق سمجهيو ويندو آهي. بهرحال اهي پابنديون ۽ بندشون فقط انهيءَ علائقي ۾ پيل هونديون آهن، جنهن ۾ فوتي بادشاه جي حڪومت هوندي هئي. پروارن علائقن ۾ اهي لفظ پنهنجين اصلي معنائن ۾ ئي استعمال ٿيندا رهندا آهن.

پاليپنيشيا ۾ سردارن جي جسمن کي جيڪا اهميت ۽ عزت ڏني ويندي هئي، سا سندن نالن کي به ڏني ويندي هئي، ڇو ته وحشين جي اعتقادن موجب ماڻهن جي شخصيتن ۽ سندن نالن ۾ ڪو فرق ڪونه هوندو آهي ۽ ٻيئي هڪٻئي جا اهم حصا ۽ جزا آهن. ان ڪري پالينيشيا ۾ به اسان کي اهڙين پابندين ۽ بندشن جي باقاعده موجودگي نظر اچي ٿي، جهڙي مڊاگاسڪر ۽ زولولئنڊ ۾ اسين ڏسي چڪا آهيون. اهڙيءَ طرح، نيوزيلئنڊ ۾ به سردار جي نالي کي اهڙو ته مقدس سمجهيو ويندو آهي، جو جيڪڏهن اهو نالو ڪنهن رواجي شيءِ جو هوندو آهي، ته ان شيءِ کي هڪدم ٻيو نالو ڏنو ويندو آهي ۽ پراڻي لفظ کي هميشه لاءِ خارج ڪيو ويندو آهي. مثال طور، ايسٽ ڪيپ جي ڏکڻ ۾ هڪ سردار جو نالو ”ماريپي“ هو، جنهن جو مطلب هو ”چاڪون“، ان جي مرڻ کان پوءِ چاڪوءَ لاءِ ٻيو نئون لفظ (”نيڪرا“) ايجاد ڪيو

ويو ۽ ان جو پراڻو نالو استعمال ڪان نڪري ويو. پڻ هند
وري پاڻيءَ لاءِ نئون لفظ ("وائي") ناهڻو پيو هئن، ڇو ته اتان جي
سردار جي نالي ۾ اهڙو آواز شامل هو، جنهنڪري اها سردار
جي بيعزتي سمجهي ويئي هئي ته پاڻيءَ جهڙيءَ عام جام شيءِ
جو نالو سندس مقدس نالي ۾ شامل هجي. انهيءَ ساڳيءَ رسم
جي ڪري ماڻوري ٻوليءَ ۾ هزارين هم معنيٰ لفظ پيدا ٿي پيا
آهن ۽ نئين آيل ماڻهوءَ کي ڏاڍو مونجهارو ٿيندو آهي، ڇو ته هو
هڪڙي قبيلي ۾ جيڪي لفظ سکندا آهن، سي ٻئي قبيلي وٽ
مروج ڪونه هوندا آهن. تاهٽيءَ ۾ جڏهن نئون بادشاه تخت
تي ويهندو آهي، تڏهن اهڙا سڀئي لفظ ٻوليءَ مان خارج ڪيا
ويندا آهن، جيڪي ان جي نالي سان ملندڙ هوندا آهن، يا ان جي
آواز جهڙا هوندا آهن، يا انهن جو ڪو حصو ان ۾ شامل هوندو
آهي. گذريل زماني ۾ جڏهن به ڪو ماڻهو انهيءَ رسم جي
خلاف‌ورزي ڪندو هو ۽ پل چڪ کان ممنوع الفاظ استعمال ڪري
وجهندو هو، ته پوءِ نه فقط ان کي پر سندس سڀني مٽن مائٽن ۽
عزيزن کي به قتل ڪرايو ويندو هو؛ پر لفظن جون اهڙيون تبديليون
عارضي هونديون هيون، ڇاڪاڻ ته واسطيدار بادشاه جي مرڻ کان پوءِ
نوان ايجاد ٿيل لفظ استعمال مان نڪري ويندا هئا ۽ اصلوڪا
پراڻا لفظ وري پنهنجيءَ جاءِ تي استعمال ٿيڻ شروع ٿي ويندا هئا.

قديم يونان ۾ "ايليوسيءَ" جي پراسرار پوڄا سان جن پادرين
۽ اعليٰ عملدارن جو سڌو سنئون واسطو هوندو هو، تن جا، سندن
جيئري، نالا ڪونه کنيا ويندا هئا. انهن نالن کي زبان تي آڻڻ
قانوني ڏوهه هو. "ليوسين"* جي ڪتاب ۾ هڪڙي مذاقيه ڪردار
کي پيش ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته ڪيئن هن هڪڙي
خسيس ماڻهوءَ کي ڏٺو، جنهن کي اهي پادري حضرات پوليس جي
ٿاڻي ڏانهن گهليندا پئي ويا، ڇو ته هن انهن جي نالي وٺڻ جي
جرئت ڪئي هئي، جيتوڻيڪ هن کي اها پليءَ پت ڄاڻ هئي ته

* مشهور طنزنگار ۽ مضمون نويس- پيدائش: عيسوي ٻي صديءَ جي وچ ڌاري.

انهن جي عهدي سنڀالڻ کان پوءِ اهڙيءَ جسارت لاءِ سزا مقرر ٿيل هئي، جو ته هنن جي پراڻن نالن جي بدران ڪين نوان نالا ۽ لقب ڏنا ويا هئا ۽ هو مقدس ٿي پيا هئا ۽ سندن پراڻا نالا بي معنيٰ ۽ استعمال کان خارج ڪيا ويا هئا. ايليوسيءَ ۾ جيڪي نوشته لڌا ويا آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو ته انهن مقدس پادرين جي اصلوڪن نالن کي اونهي سمنڊ جي تري ۾ اڇلايو ويندو هو. جا ڪندا هئا، جو انهن پاڪ نالن کي شيهي يا ڪنجهي جي تختين تي اڪيري، تختين کي ملاميز نار وٽ سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيندا هئا. انهيءَ ڪارروائيءَ جو مقصد پادرين جي نالن کي راز ۾ رکڻ جو هو ۽ راز ۾ رکڻ جو انهيءَ کان بهتر ٻيو ڪهڙو طريقو ٿي ٿي سگهيو؟ انساني جسم ۽ ان مان واسطي رکندڙ بيجان شين جي رابطي جي متعلق غلطفهميءَ جي بنيادن تي ٻيٺل اعتقاد جو مثال، مهذب يونانين جي انهيءَ عقيدي کان زياده صاف ۽ واضح ٻيو ڪو مشڪل ملندو.

**٥- ديوتائن جي نالي ڪڻڻ تي بندش:** اوائلي انسان پنهنجن ديوتائن ۽ خدائن جو تصور انساني شڪل و صورت ۾ ڪيو آهي. هزارها سال اڳ زينوفينس* چيو هو ته ”حبش جي خدائن جو رنگ ڪارو ۽ نڪ ويڪرا هوندا آهن، ٿريشيا جا ديوتا سرخ ۽ سفيد رنگ جا هوندا آهن ۽ سندن اکيون نيريون هونديون آهن؛ ۽ جيڪڏهن گهوڙا، ڍڳا ۽ شينهن ديوتائن ۾ يقين رکن ها ۽ انهن جي تصويرن ڪيڻ لاءِ ڪين هٿ هجن ها، ته اهي يقيناً ڪين گهوڙن، ڍڳن ۽ شينهن جي صورت ۾ ڪين ها“. سو، جهڙيءَ طرح هڪ پراسرار وحشي جادوگرن جي ڊپ کان پنهنجي نالي کي پوشيده رکي ٿو، اهڙيءَ طرح هو سمجهي ٿو ته سندس ديوتائن کي به پنهنجو اصلي نالو لڪائي رکڻ گهرجي، ته متان ٻيا ديوتائون يا انسان سندس اصلي نالي کان واقف ٿي، ڪيس نقصان پهچائين، يا ان مان ڪنهن خطرناڪ جادوءَ جو سامان ٺاهين. ديوتائن

---

* يونان جو هاڪارو فيلسوف - جنم: ڇهين صدي ق. م. جو ٽيون يا چوٿون ڏهاڪو.

جي ڳالهين کي پوشيده رکڻ جي اعتقاد کي قديم مصرين انتهائي حد تائين پهچايو هو، جتي قديم زماني جا وهم انسانن جي دلين ۾ اهڙي ئي موثر طريقي سان سانڍي رکيا ويا هئا، جيئن هنن پنهنجن ٻلين، واڳن ۽ ٻين ديوتائي جانورن جا لاش جبل جيڏين پڙائين قبرن ۾ محفوظ ڪري رکيا هئا. انهيءَ اعتقاد جو هڪ بهترين مثال اسان کي چالاڪ ”آئسيس“ جي قصي مان ملي ٿو، جنهن وڏيءَ حرفت سان سورج جي عظيم مصري ديوتا، ”را“، کان سندس اصليءَ ۽ پوشيده نالو معلوم ڪري ورتو هو. ڳالهه هن طرح آهي ته آئسيس هڪ انتهائي شيرين زبان عورت هئي، جا انسانن جي دنيا کان بيزار ٿي پيئي هئي، ۽ ديوتائن جي دنيا ۾ رهڻ جو شوق هوس. هن پنهنجي دل ۾ اهو خيال ڪيو ته ”جا، ائين نٿو ٿي سگهي ته آءٌ عظيم سورج ديوتا ’را‘ جي اصلي نالي جي برڪت سان پاڻ کي ديوي بڻائي، زمين ۽ آسمان ۾ ديوتائن وانگر حڪومت ڪري سگهان؟“ ڇو ته ”را“ جا گهڻا ئي نالا هئا، پر سندس اصلوڪي نالي جي، جنهن جي مدد ۽ برڪت سان هو انسانن ۽ ديوتائن تي حڪومت ڪندو هو، خود ”را“ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي. انهيءَ زماني ۾ ”را“ ديوتا پوڙهو ٿي ويو هو ۽ سندس وات هميشه ڪليل رهندو هو، جنهنڪري ان مان سدائين ڳگ وهندي هيٺ زمين تي ڪرندي هئي. آئسيس کي موقعو ملي ويو ۽ هن هڪ ڏينهن سورج ديوتا جي ڳگ مٽيءَ سميت کڻي ان کي ڳوهي، ان مان هڪ وڏو نانگ ٺاهيو، جو هن ديوتا جي اچڻ وڃڻ واري رستي ۾ رکي ڇڏيو، جتان هو هر صبح ۽ شام، پنهنجيءَ مرضيءَ موجب، ٻنهي جهانن جي بادشاهيءَ جي انتظام لاءِ ايندو ۽ ويندو هو. انهيءَ ڏينهن جڏهن هو هميشه وانگر پنهنجن ديوتائن سان گڏ واپس اچي رهيو هو، تڏهن هن کي انهيءَ مقدس نانگ ڏنگي وڌو، جنهن تي ديوتا وات ڦاڙي اهڙي دانهن ڪئي، جا آسمان ۾ گونججي وئي. جيڪي ديوتائون ساڻس شريڪ هئا،

تن کان رڙ نڪري ويئي- "چا ٿيو؟ ڏسجانءِ! خبردار ٿجانءِ!"
پر هن کين ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو. هن جون ڇاڙيون ڏڪي
رهيون هيون، ۽ ڏند ڪڙڪڙ ڪري رهيا هئا، هن جو هرهڪ
عضوو ڪنبڻ لڳو، ۽ زهر سندس جسم مان ائين وهڻ لڳو،
جيئن نيل درياہ خشڪ ۽ اجاڙ زمين مٿان وهندو آهي. جڏهن
عظيم ديوتا پنهنجي حواسن تي ڪجهہ قبضو ڪيو ۽ سندس
ساهہ ٿورو سامت ۾ آيو، تڏهن زوردار آواز ۾ چيائين- "اي منهنجا
ٻارڙؤ، منهنجي جسم جي پيدائش، مون ڏانهن اچو! آءٌ بادشاهہ
آهيان، بادشاهہ جو پٽ آهيان، ديوتائن جو مقدس اولاد آهيان،
منهنجي پيءُ منهنجو نالو تجويز ڪيو هو، ۽ منهنجي پيءُ ۽ ماءُ
مون کي منهنجو نالو ڏنو هو. جو جنم جي وقت کان وٺي منهنجي
دل اندر دفن ٿيو پيو آهي تہ جيئن ڪنهن جادوگر کي منهنجي
مٿان جادوءَ ڪرڻ جي طاقت نہ رهي. آءٌ پنهنجي تخليق کي
ڏسڻ لاءِ ويو هوس ۽ آءٌ پنهنجن هٿن سان پيدا ڪيل پنهنجي
جهانن ۾ سير ڪري رهيو هوس، تہ اوچتو ڪنهن شيءِ مون کي
ڏنگي وڌو آهي. اها ڪهڙي شيءِ هئي؟ مون کي خبر نہ آهي تہ
اها باهہ هئي، يا اهو پاڻي هو. منهنجي دل ۾ باهہ آهي، منهنجو گوشت
ٿرٿر ڪري ڪنبي رهيو آهي ۽ منهنجا عضوا ڏڪي رهيا آهن.
شفا بخش لفظن ۽ هوشمند چپن وارا ديوتائن جا ٻالڪ مون ڏانهن
وٺي اچو، جن جي طاقت آسمان تائين پهچندڙ آهي." تڏهن ديوتائن
جا ٻار هن وٽ آيا ۽ اهي ڏاڍا غمگين هئا. آئسيس بہ پنهنجي
حرفت ۽ هنر سوڌي اتي اچي پهتي، جنهن جا چپ حيات بخش
ساهہ سان ڀريل هئا، جنهن جي منترن ۾ درد کي دفع ڪرڻ جي
طاقت هئي، ۽ جنهن جي هڪ لفظ ۾ مرندڙ ماڻهوءَ کي زنده ڪرڻ
جي قوت موجود هئي. اچڻ سان هن ديوتا کان پڇيو: "اي
مقدس ابا، ڇا حال آهي؟ توکي ڪهڙي تڪليف آهي؟" مقدس
ديوتا وات کوليو ۽ هيئن چيو: "آءٌ پنهنجو رستو وٺي ٿي ويس ۽
پنهنجن پيدا ڪيل جهانن کي ڏسڻ ٿي ويس، تہ مون کي هڪ

نانگ ڏنگي وڌو، جنهن ڪري مون اڪين سان ڪونه ڏٺو- ”ڇا، اهڙا
باهه آهي؟ ڇا، اهو پاڻي آهي؟ آءٌ پاڻيءَ کان وڌيڪ ٿڌو ٿي ويو
آهيان، باهه کان زياده جلان ٿو: منهنجا سڀ عضوا پاڻيءَ ۾ ڳل
ٿي ويا آهن. آءٌ ٿڙڪي رهيو آهيان، منهنجون اکيون هڪ هنڌ
ٽڪيون جمي سگهن، مون کي آسمان نظر نٿو اچي، منهنجي پيشانيءَ
۽ منهن تي پگهر جون ايتريون ڦڙيون آهن جيتريون شبنم وسڻ
مهل ساوڻ پٽن تي هونديون آهن.“ ان کان پوءِ آئسيس هيئن
ڳالهايو: ”اي مقدس ابا! مون کي پنهنجو نالو ٻڌاءِ. ڇو ته جنهن
ماڻهوءَ کي پنهنجي نالي سان سڏبو، اهو جيئرو رهندو.“ ”را“ ديوتا
جواب ڏنو: ”مون زمين ۽ آسمان خلقيا، مون جبلن کي ٻيهاريو،
مون وسيع بحرن کي تجويز ڪيو، ۽ مون ٽنهي افقن کي پردي
وانگر ڇڪي ٻيهاريو. آءٌ اهو آهيان، جو اکيون ٿو کوليان ته
ڏينهن ٿو ٿئي، ٻوٽيان ٿو ته رات آهي. منهنجي حڪم تي نيل
درياهه ۾ موجون ٿيون پيدا ٿين، پر منهنجي نالي کان ديوتائن کي
به واقفيت ڪانهي. آءٌ صبح جو ’کيپرا‘ آهيان، منجهند جو ’را‘
آهيان ۽ شام جو ’توم‘ آهيان.“ پر اچا به زهر سندس جسم مان
ڪونه نڪتو، ۽ تيئن وڌيڪ اندر جذب ٿيندو ويو، ۽ عظيم
ديوتا هلڻ کان لاچار ٿي پيو. آئسيس وري چيو: ”تو جيڪي
نالا مون کي ٻڌايا، تن مان ڪو به تنهنجو اصلي نالو ڪونه هو.
هاڻ هاڻ، مون کي پنهنجو اصلي نالو ٻڌاءِ، ته زهر جو اثر زائل
ٿئي، ڇو ته اهوئي زنده رهندو، جنهن کي سندس اصلوڪي نالي
سان سڏبو.“ ان وقت زهر باهه کان زياده تيزيءَ سان ساڙي رهيو
هو- ان جو اثر تيز ۽ تيز باهه جي شعلن کان به زياده ساڙيندڙ هو.
ديوتا چيو: ”ڇڱو پلا، مون کي قبول آهي ته آئسيس منهنجي ڇاتيءَ
۾ سانڍيل نالي کي ڏونڍي ۽ منهنجي نالي کي پنهنجي سيني ۾ منتقل
ڪري.“ ان کان پوءِ ديوتا پاڻ کي ٻين ديوتائن کان لڪايو، ۽ ابد جي
غوراب ۾ سندس جاءِ خالي هئي. اهڙيءَ طرح عظيم ديوتا کان سندس
اصلوڪو نالو معلوم ڪيو ويو، جنهن کان پوءِ ڏاڏهن آئسيس چيو: ”اي

زهر، نڪري وڃ! 'را' جي جسم کي ڇڏي وڃ! آءٌ زهر تي غالب آهيان، ان کي زمين دوز ٿي ڪريان، جو ته عظيم ديوتا جو نالو ڪانئس حاصل ڪيو ويو آهي. پلي ته 'را' جيئي، پلي ته زهر فنا ٿئي!" ان نموني عظيم آئسيس، ديوتائن جي راڻي، ڳالهايو، جيڪا عظيم ديوتا "را" کي سڃاڻي ٿي، ۽ جنهن کي ان جي نالي جي خبر آهي.

هن قصي مان معلوم ٿو ٿئي ته ديوتا جو اصلوڪو نالو، جنهن سان سندس سموريون ڪراماتي طاقتون وابسته هيون، پنهنجي جسماني طور، سندس سيني اندر پوشيده رکيل سمجهيو ويندو هو، جتان نيٺ ان کي آئسيس ڪنهن 'جراحي عمل' جي ذريعي ان جي سيني ڪراماتي ۽ معجزاتي طاقتن سميت ڪڍي، پنهنجي سيني اندر منتقل ڪيو. ڪنهن وڏي ۽ طاقتور ديوتا جي اصلوڪي ۽ حقيقي نالي جي ڄاڻ حاصل ڪري، ان کي پاڻ سان وابسته ڪري، منجهانئس ڪراماتي طاقتن جي حاصل ڪرڻ جو رواج قديم مصر ۾ عام جام هو، ۽ اهي ڳالهيون محض کي ڏندڪٿائون ڪونه هيون. قريب قريب هرهڪ مصري جادوگر اهڙن طريقن سان ان قسم جون قوتون پاڻ وٽ آڻڻ جو اهتمام ڪندو هو، ڇو ته اهو عام اعتقاد هو ته جنهن کي به ڪنهن ديوتا يا ماڻهوءَ جي اصلي نالي جي واقفيت حاصل هوندي، تنهن کي ان ديوتا يا ماڻهوءَ جي وجود مٿان قبضو حاصل هوندو، ايتريقدر جو هو خود ديوتا کان به اهڙي نموني سان پنهنجن حڪمن جي تعميل ڪرائي سگهندو جهڙي نموني سان هڪ آقا پنهنجي غلام کان پنهنجن حڪمن جي پورائي ڪرائيندو آهي. ان ڪري جادوگر جو وڏي ۾ وڏو هنر ديوتائن کان سندن اصلوڪن نالن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ سمجهيو ويندو هو، ۽ هر جادوگر انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هر طريقو استعمال ڪندو هو. جيڪڏهن ڪنهن ڪمزوريءَ يا غفلت جي لحضي ۾ ڪو ديوتا جادوگر کي پنهنجو اصلوڪو ديوتائي نالو ٻڌائي وجهندو هو، ته پوءِ

ان لاءِ سواءِ جادوگر جي حڪم مڃڻ جي ٻيو ڪو چارو ئي باقي ڪونہ بچندو هو.

ديوتائي نالن جي ڪراماتي اثر ۾ رومن قوم جو بہ پختو عقيدو هوندو هو. جڏهن بہ هو ڪنهن شهر کي گهيرو ڪري، قلعي جي دروازو جهلي ويهي رهندا هئا، تڏهن سندن پادري اُن شهر جي 'محافظ ديوتا' کي هڪ مقرر ٿيل ۽ رسمي دعا يا منتر سان مخاطب ٿي، کيس اُن گهيري هيٺ آيل شهر جي پچر ڇڏي سندن طرف اچڻ لاءِ آماده ڪندا هئا، ۽ ساڻس اڳوڻي يا ان کان بہ زياده عزت ۽ مان واريءَ هلت ڪرڻ جو هو وعدا ڪندا هئا. اهوئي سبب هو، جو روم شهر جي محافظ ديوتا جي اصلي نالي کي نهايت پوشيده رکيو ويندو هو، تہ متان رومي جمهوريہ جا دشمن کيس لالچائي شهر کي ڇڏي وڃڻ لاءِ ڪنهن نموني آماده نہ ڪري وجهن، جيئن هنن پاڻ ڪيترن ئي شهرن جي ديوتائن کي لالچائي انهن کي شهر ڇڏي پچي وڃڻ لاءِ آماده ڪيو هو. نہ رڳو ايترو پر ڪن حالتن ۾ محافظ ديوتا جي نالي سان گڏ خود شهر جي اصلي نالي کي بہ راز ۾ رکيو ويندو هو، ۽ مقدس مذهبي رسمن جي ادائگيءَ جي دوران ۾ بہ ان کي زبان تي ڪونہ آندو ويندو هو. چون ٿا تہ "وئليرس سورينس" نالي هڪ شخص هڪ دفعي انهيءَ قيمتي راز کي فاش ڪري وڌو هو، جنهنڪري کيس قتل ڪيو ويو هو، يا، هڪ روايت مطابق، هن جي پڇاڙي انتهائي دردناڪ واقع ٿي هئي. ساڳئي طريقي سان قديم اسيريا جا باشندا پڻ پنهنجن شهرن جي پراسرار نالن کي ظاهر نہ ڪندا هئا، ۽ هنن کي اهڙيءَ جرئت ڪرڻ کان سخت منع ٿيل هئي. اڄ بہ ڪوه قاف جا "چيريمس" قوم وارا اهڙي ئي ڪنهن وهم جي اثر ماتحت پنهنجي قبيلي جي ڪن خاص ڳوٺن جا نالا ظاهر ڪونہ ڪندا آهن ۽ انهن کي صيغہءِ راز ۾ رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

شخصي نالن سان متعلق بيان ڪيل جيڪي وهم وابستہ ڪيا ويندا

هئا، تن جو هيستائين جيڪڏهن پڙهندڙن صبر ۽ ڌيان سان اڀياس ڪيو هوندو، ته پوءِ ڪين قبول ڪرڻو پوندو ته بادشاهن ۽ مقدس خاندان وارن جا ناﻻ جنهن پراسرار طريقي سان راز ۾ رکيا ويندا هئا، سو ڪو درباري خوشامد يا بيجا نيازمنديءَ ۽ پرستش جو نتيجو ڪونہ هوندو هو، پر اها انسانن جي مجموعي اوائلي نظريي ۽ قديم خيال جي هڪ خاص عملي صورت هئي، جنهن سان عام ماڻهو ۽ ديوتائون، بادشاه ۽ پوڄاري سڀ هڪ ئي وقت ۾ ساڳيءَ ئي طرح شامل ۽ متفق هئا.

# باب ڏهون

## وحشيءَ جو اسان تي احسان

بادشاهن ۽ پوڄارين مٿان جيڪي بندشون ۽ پابنديون عائد پئي رهيون آهن، تن جي فهرست ۾ اضافو ڪرڻ آسان آهي، پر مٿين صفحن ۾ جيڪي مثال ڏنا ويا آهن، سي نموني واسطي ڪافي آهن. پنهنجي موضوع جي هن حصي کي ختم ڪرڻ لاءِ هاڻي فقط مختصر لفظن ۾ انهن نتيجن کي بيان ڪرڻ ضروري آهي، جن تائين اسان کي پنهنجي هيتري ساري مطالعي هيستائين آڻي پهچايو آهي. اسان ڏٺو آهي ته وحشي معاشري ۾ اڪثر اهڙا ماڻهو موجود آهن، جن لاءِ سندن ابوجهه ۽ وهمي پاڙن کي خيال رهي ٿو ته انهن کي قدرت جي نظام مٿان ڪراماتي قوتون حاصل آهن، ۽ آنهيءَ سبب اهڙن ماڻهن کي ديوتائون ڪري پوڄيو ويو آهي. اهڙن انساني ديوتائن کي پنهنجن معتقدن جي دنيوي زندگيءَ ۽ ان جي معاملن مٿان به ڪو قبضو يا ضابطو هوندو آهي، يا سندن فرض فقط روحاني ۽ فوق البشري نوعيت جا هوندا آهن، يا ٻين لفظن ۾، اهي هڪ ئي وقت بادشاهه ۽ ديوتائون ٻئي هوندا آهن يا رڳو ديوتائون ـ تنهن سان هن هنڌ اسان جو ڪو واسطو ڪونه آهي. اسان جو واسطو فقط انهن جي مفروضه ديوتائي طاقتن ۽ اختيارين سان آهي، ۽ اسين انهن تي ئي غور ڪنداسون. انهيءَ ديوتائي قوت ۽ اختيار رکڻ سبب هو پنهنجن معتقدن وٽ انهيءَ ڳالهه جا ضامن ۽ ذميدار آهن ته قدرت جا اهي طبيعي واقعا ۽ حادثا مسلسل ۽ باقاعدي وقوع پذير ٿيندا رهن، جن تي انسانن جي کاڌ خوراڪ ۽ معاش جو دارومدار آهي. ان ڪري، قدرتي طرح، عام ماڻهن کي اهڙن ديوتائي انسانن جي ڀلائيءَ، بهبوديءَ ۽ وجود جو بيحد فڪر رهندو آهي،

جن جي حياتيءَ ۽ خوشحاليءَ سان سندن پنهنجي حياتي ۽ خوشحاليءَ جو سڌيءَ طرح واسطو رهي ٿو. انهيءَ خيال کان، قطرتي طور، عام ماڻهو هنن کي اهڙن قانونن جي تعميل لاءِ مجبور ڪندا آهن، جي سندن اوائلي عقل موجب اهڙن سڀني ايذائن کان، جن جو انساني جسم شڪار ٿي سگهي ٿو، ۽ خود موت جي ايذاءَ کان به، بچڻ لاءِ ضروري آهن. اهي قانون، جيئن مٿي اسين ڏسي آيا آهيون، صرف ڦڪڙا چند اصول آهن، جن تي اوائلي ماڻهو سمجهي ٿو ته هر معقول شخص کي، جيڪو دنيا ۾ وڏي عمر ماڻڻ گهري ٿو، واقعي عمل ڪرڻ گهرجي. بهرحال رواجي ماڻهوءَ لاءِ انهن اصولن جي تعميل سندس شخصي مرضيءَ تي منحصر آهي، پر ديوتائي انسان لاءِ انهن جي تعميل لازمي آهي، جنهنڪري انهن کان سندس انحرافي سندس معزوليءَ، يا وقتي سندس موت جو به سبب ٿيندي آهي. هن جي معتقدن جو اهڙي ديوتا سروپ انسان جي زندگيءَ بيان اهڙو ته گهرو واسطو آهي، جو هو ڪيس اهڙي اجازت هرگز نٿا ڏيئي سگهن ته هو پنهنجي زندگيءَ سان ويهي هٿ چراند ڪري. ان ڪري سيئي عجيب و غريب وهم، پراڻيءَ دنيا جا دستور، سيئي قول اقوال ۽ قانون، جن جو قديم وحشي فيلسوفن جي فهم ۽ عقل هزارها سال اڳ تعبير ۽ تفسير ڪيو هو، ۽ جن کي اڃا تائين پوڙهيون زالون گهرن ۾ چلهين تي ويهي، سياري جي ٿڌين راتين جو پنهنجن پونين کي املهه خزاني ۽ اڻ لڀ موتين وانگر زباني طور سونپينديون آهن ـ اهي سيئي خيالات ۽ انساني دماغ جا چار پراڻي زماني جي هيئن اسان جي بادشاهن ۽ زنده اوتارن جي راه ۾ اٿيا ويا هئا، جي ان ۾ ڪوريئڙي جي ڄار جي تندن ۾ مک وانگر ڦاٿا ويٺا هوندا هئا ۽ جي رسمن ۽ رواجن جي انهن "لوه کان زياده مضبوط ۽ هوا کان زياده هلڪين تندن" ۾ پنهنجو عضوو به چوري پوري نه سگهندا هئا، جو ته اهي هڪٻئي جي هيٺان مٿان، اندران ۽ ٻاهران اهڙي ته منجهيل نموني سان ڳتيل هونديون هيون ۽ انهن کي لاتعداد رسمن ۽ رواجن جي ڳنڍين

سان اهڙيءَ تہ مضبوطيءَ سان جڪڙيو ويو هو، جو اتان هينئن زنده اوتارن ۽ بادشاهن کي صرف موت يا معزوليءَ تي تجات ڏياري سگهندي هئي.

اهڙيءَ طرح، ماضيءَ جي مطالعي ڪندڙ شاگرد لاءِ قديم بادشاهن ۽ پوڄارين جون زندگيون انتهائي سبق آموز آهن. جنهن زماني ۾ دنيا جو اڃا ننڍپڻ هو، تڏهن انهن هستين جي زندگين جي حالات کي عام ماڻهن لاءِ عقلمنديءَ جو خزانو سمجهيو ويندو هو. انهن جي زندگيءَ جي نموني کي مڪمل سمجهيو ويندو هو ۽ وڏو ننڍو هرڪو پنهنجيءَ زندگيءَ کي انهيءَ سانچي ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندو هو، هنن جي زندگي هڪ آها ڪامل ۽ مثالي زندگي هئي، جنهن جي تشڪيل وحشي حڪمت ۽ فيلسوفيءَ جي اصولن مطابق، انتهائي حفاظت، خبرداريءَ ۽ پابنديءَ سان ڪئي ويندي هئي. اها حڪمت ۽ فيلسوفي هن وقت اسان کي ڪيترئقدر بہ غلط ۽ ناقص معلوم ٿئي، پر تنهن هوندي بہ ان جي منطقي پختگيءَ کان هرگز انڪار نٿو ڪري سگهجي. زندگيءَ جي بنيادي اصول جو هيءَ تصور سامهون رکي تہ ”جاندار وجود ۾ هڪ پيو ننڍڙو وجود يا روح موجود آهي، جيڪو جيتوڻيڪ منجهس رهي ٿو، پر ان کان الڳ- ۽ مختلف آهي“- زندگيءَ جي عملي رهبريءَ لاءِ قاعدن ۽ اصولن جو هڪ منظم ۽ مڪمل مجموعو يا دستور بنايو ويو هو، جنهن ۾ ڪنهن حد تائين اندروني پختگي ۽ منطق موجود آهي. زندگيءَ جي انهيءَ دستورالعمل جي دليلبازيءَ ۽ منطق ۾ تہ ڪابہ وڏ نظر نٿي اچي، پر ان جو نقص يقيناً انهن ڳالهين ۾ موجود آهي، جن کي فرضي طور تسليم ڪري، انهن جي بنيادن تي ان دليلبازيءَ ۽ منطق جون اڏاوتون قائم ڪيون ويئون آهن - ۽ اهو هڪ زبردست نقص آهي، ان جو اهو نقص زندگيءَ جي بنيادي اصول جي تصور ۽ حقيقت ۾ سمايل آهي، ۽ نہ انهن نتيجن ۾، جي انهيءَ تصور مان اخذ ڪيا ويا آهن. پر انهن فرضي ڳالهين کي ڪل جهڙو يا

بيهوده ۽ بيڪار سمجهڻ، ڇاڪاڻ ته آسانيءَ سان اج انهن جي
غلطي اسان تي ظاهر ٿي پوي ٿي، هڪ قسم جي احسان فراموشي
ٿيندي ۽ انهن ڪرڻ فيلسوفيءَ جي اصولن جي پڻ منافي ٿيندو.
اسين اج جنهن بنياد تي بيٺل آهيون، سو اسان جي وڏن جي
لاتعداد پيڙهين ۽ نسلن پڏو آهي، ۽ انهيءَ مسلسل ۽ اڻ ٿڪ
جدوجهد جو اج اسين پورو تصور ب، نه ٿا ڪري سگهون، جو
انسانيت انهيءَ منزل تي پهچڻ ۾ ڪيو آهي، ۽ خود اها منزل ب، جنهن
تي اسين هن وقت پهتا آهيون، خيال ڪري ڏسجي، ته آخرڪار
ڪا ايتري ارفع ۽ اعليٰ ڪانه آهي. اسان لاءِ انهن بيشمار نامعلوم ۽
وسري ويل مجاهدن جو احسان مڃڻ لازمي آهي، جن جي خيالن
۽ مسلسل جدوجهد اسان کي اج هن منزل تي پهچايو آهي.
نئين ڄاڻ ۽ معلوميت جيڪا هڪ پشت، يا يقيناً هڪ ماڻهو،
انسانيت جي عام ۽ گڏيل علمي ذخيري ۾ جمع ڪري ٿو، سا
بلڪل ٿوري آهي، ۽ علم جي ايتري ساري ڍڳ کي نظر ۾ نه
آڻڻ ۽ رڳو پنهنجن چند داڻن جو قدر ڪرڻ، جيڪي اسان پنهنجي
طرفان ذخيري ۾ ملائي سگهيا هجون، سراسر حماقت، بي ايماني
۽ احسان فراموشيءَ کان علاوه ظاهر ظهور نالائقي پڻ ٿيندي.
انسان ذات جي عام ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ موجوده زماني ۾، يا
تاريخي دور ۾، جو ڪجهه اضافو ڪيو ويو آهي، تنهن جي ڀلجڻ
جو تمام گهٽ انديشو آهي، پر جڏهن اسين زماني جي انهن
حدن ۽ دائرن کان ٻاهر ٿا لنگهون، تڏهن حالت بنهه ٻيءَ طرح ٿي
نظر اچي. ويچاري وحشيءَ ۽ سندس طور طريقن لاءِ گهڻو ڪري
نفرت، لتولي يا حقارت ۽ مذمت جو ئي اظهار ڪيو ويندو آهي
۽ هن جيڪي تڪليفون ورتيون ۽ عذاب سٺا، جن جي ڪري
ئي انهن تڪليفن ۽ عذابن سهڻ کان اسين بچي وياسون، تن جو
ڪيس اهو ئي نتيجو ملندو آهي. ان جي باوجود، انسان ذات جي
انهن گهڻگهرن ۽ ڀلارن ماڻهن مان، جن جي يادگيري ڪرڻ ۽
جن جا هرگهڙيءَ احسان مڃڻ اسان جو فرض آهي، اڪثريت

انهن وحشين جي ٿي آهي. چو ته ڳالهين جي آخرين چند چاڻ ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿو ٿئي ته وحشين ۽ اسان جي درميان اڄ به فرق ٿورو ۽ مشابهتون ۽ هڪجهڙايون گهڻيون موجود آهن. اسان وٽ جيڪي ڳالهيون انهن جي ڳالهين سان مشابهت رکندڙ موجود آهن، جن کي اسين سچيون ۽ فائديمند سمجهي پاڻ وٽ سانديندا اچون ٿا، سي سڀ اسان کي انهن وحشي ابن ڏاڏن کان مليل آهن، جن اهي ڳالهيون تجربي کان بعد حاصل ڪيون هيون ۽ انهن ئي اسان کي اهي بنيادي خيال ۽ اصول جن کي اسين اڪثر طبعزاد ۽ وهبي (*intuitive*) سمجهندا آهيون، ورثي طور ڏنا آهن. اسين هڪ اهڙي خزاني جا وارث آهيون، جو ايتري ته طويل عرصي کان وٺي اسان کي پشت بپشت ملندو رهيو آهي، جو اسان کي اها ڳالهه ياد ئي نه رهي آهي ته ان کي شروعات ۾ ڪنهن ميڙيو ۽ ڪنهن ڪٺو ڪيو ۽ هيڏانهن اسين ان جا موجوده مالڪ آهيون، جيڪي اڄ اڻين سمجهي رهيا آهيون ڄڻ ازل کان وٺي اهو جيئن آهي تيئن انساني نسل جي هڪ بنيادي ۽ مستقل ملڪيت آهي! پر فڪر ۽ تفتيش مان اسان کي معلوم ٿيڻ گهرجي ته اسان جن چيزن کي بنه، اڻين پنهنجو سمجهي رهيا هئاسون، انهن مان تقريباً هر چيز لاءِ اسين پنهنجن وڏن جا مقروض آهيون، ۽ انهن اسان جي وڏن جيڪي غلطيون ڪيون، سي ڪي سندن پاڳل دماغن جي چريائپ ۽ ماليخوليا جو نتيجو نه هيون، پر اهي فقط انهن جا اوائلي انومان ۽ مفروضا هئا، جي ڪين ان وقت صحيح حقيقتن جهڙا معلوم ٿي رهيا هئا، پر جيڪي زياده تجربي کان پوءِ ڪين ۽ سندن پونيرن کي ناڪافي ۽ ناقص ثابت ٿيا. اهڙن انومانن جي مسلسل جاچ جونچ ۽ لاڳيتين آزمائشن کان پوءِ ئي غلط خيالن کي ترڪ ڪري حقيقت کي حاصل ڪري سگهيو آهي. در اصل حقيقت پڻ انهيءَ انومان کي ئي چئبو آهي، جو عملي طور ڪارگر ثابت ٿيندو آهي. ان ڪري وحشي زماني ۾ وسندڙ آدم ذات جي راين ۽ رسمن تي نظر ثاني ڪرڻ وقت، انهن جي غلطين کي درگذر ڪرڻ

بهتر ڏيندو، چو ته اهي دراصل اٽڪل سان ڳالهيون ڪان سواءِ ٻيون ڪجهه به نه هيون، جي هنن ڪان حق ۽ سچ جي جستجوءَ ۾ سرزد ٿيون هيون. ممڪن آهي ته اڳتي هلي ڪنهن زماني ۾ اسان جي ڪارنامن مان به غلطيون نڪرن ۽ ان وقت اسان کي به اهڙي ئي درگذر جي ضرورت لاحق ٿئي.

... حضرت انسان، جو اڄ اسان کي ذري گهٽ ترقيءَ جي بنهه عروج تي نظر اچي رهيو آهي، سو اڄ کان ڪروڙين سال اڳ انتهائي وحشي حالت کان درجي بدرجي ترقي ڪندو، مس پنهنجي موجوده منزل تي رسيو آهي.

لکين سال اڳ، جڏهن انسان پاڻ کي نامهربان ماحول ۾ قدرتي عناصر جي رحم و ڪرم تي ۽ تن تنها ڏٺو، تڏهن سندس اڻ گهڙيل دماغ جي جيڪا ڪيفيت رهي هوندي، تنهن جو اسين شايد تصور به نٿا ڪري سگهون. اڄوڪو "سمجهدار" انسان، جو پنهنجي اوائلي زماني جي ياد کي وهم پرست سڏڻ کان دريغ نه ٿو ڪري، تنهن کي جيڪڏهن انهيءَ ماحول ۾ انهن دشوارين سان مقابلي ڪرڻ جو اڄ به موقعو ملي، ته امڪان اغلب آهي ته هو ايترو ڪجهه به نه ڪري سگهي، جيترو سندس انهي وحشي پيشروءَ پنهنجن پونيرن لاءِ ورثي ۾ ڇڏيو.

زير نظر ڪتاب علم الانسان جي گوناگون شاخن مان هڪ شاخ سان وابسته آهي. انسان ڪائنات جي هيئت پروڙڻ لاءِ ڏاڍا ٽڪر هنيا آهن ۽ سندس انهيءَ طويل جدوجهد جو داستان به اوترو ئي طويل آهي؛ ان کي ڪنهن هڪ يا ٻن

جلدن اندر ساپائڻ ناسمڪن آهي. سنڌي
زبان ۾ شايد هي پهريون ئي دفعو آهي،
جو حضرت انسان جي هن ڪوه شڪنيءَ
جو داستان سنڌي خوانده عوام اڳيان
پيش ڪيو وڃي ٿو. يورپ بولين ۾، خاص
طرح انگريزيءَ ۾، ته انهي موضوع تي
انتهائي دلچسپ، مفيد ۽ غور و فڪر جي
غذا سان ڀرپور ڪيئي جلد لکيا ويا آهن،
پر اسان جي مادري زبان علم جي انهيءَ
شاخ کان تاحال بي بهره رهي آهي.
خوشيءَ جو مقام آهي، جو سنڌي ادبي
بورڊ انهيءَ ڏس ۾ دلچسپي ورتي، پروفيسر
فريزر جي جڳ مشهور ڪتاب ”گولڊن
بؤ“ (Golden Bough) جو هيءُ
سنڌي ترجمو پيش ڪري رهيو آهي.

اميد آهي ته جنهن اعليٰ مقصد کي
مد نظر رکي هي ڪتاب پيش ٿي رهيو
آهي، سو سنڌي پڙهيل عوام جي دلين
۾ علم ۽ ڄاڻ جي نئين روشنيءَ جي جوت
جاڳائڻ ۽ سندن خيالن ۽ نظرين کي
ڪجهه قدر حقيقت پسندانه بنائڻ جي
صورت ۾ حاصل ٿي سگهندو.

---

ڪور ڊزائين غلام مصطفيٰ جي ناهيل آهي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۾ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا ٻه تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو ٻه صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نه آهي. جيڪڏهن ڪو ٻه شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ڪُوڙو آهي. نه ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو ٻِه ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَ‌ڳِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪر پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)